جلد 1

# ذاتين، قومن ۽ قبيلن جي انسائيڪلوپيڊيا

سنڌ ۾ رهندڙ ذاتين، قومن ۽ قبيلن جو تاريخي، سماجي ۽ نسلياتي جائزو، تحقيقي شجرن سميت



محقق ۽ مؤرخ

**اياز پاڳت**

# ذاتين، قومن ۽ قبيلن
# جي انسائيڪلوپيڊيا

سنڌ ۾ رهندڙ ذاتين، قومن ۽ قبيلن جو تاريخي،
سماجي ۽ نسلياتي جائزو، تحقيقي شجرن سميت

محقق ۽ مؤرخ

**اياز پاڳت**

**مهراڻ پبلشرز، ڪراچي**

ڀهريون ڇاپو: 2018ع
ڪتاب جو نالو: ذاتين، قومن ۽ قبيلن جي انسائيڪلوپيڊيا
محقق ۽ مؤرخ: اياز ڀاڳت
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي، عبدالله جروار
ڇپيندڙ: ذڪي سنز پريس، ڪراچي
ڇپائيندڙ: مهراڻ پبلشرز ڪراچي

ملهه: =/2000 روپيا



## ملڻ جا هنڌ:

ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي B-24 ، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي. فون: 021-32737290، سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- سنڌيڪا بوڪ شاپ، شاپ نمبر5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر حيدر چوڪ، 03133692150، سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 03352233803 -03013431537، سنڌيڪا بوڪ شاپ، مدني شاپنگ سينٽر، جي پي او روڊ، لاڙڪاڻو فون: 0331-3480039، سنڌيڪا بوڪ شاپ، رمضان بروهي مارڪيٽ، نزد شجاع آئي هاسپيٽل پڊ عيدن روڊ، نوشهروفيروز. فون: 03022917397، العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي 03002827848، ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور نيم کي چاڙهي سکر- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي، رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- مدني اسلامي ڪتبخانو، نئون چوڪ دادو- حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس -المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊيو، سانگهڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- سليمان برادرس، مسجد روڊ، عوامي بوڪ اسٽال، مسجد روڊ، حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ديدار بوڪ ڊيو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 03003319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو، وسيم ڪتاب گهر لکي در. سعيد بوڪ اسٽور، شڪارپور- سومرا بوڪ اسٽور ميهڙ، ساحر ڪتاب گهر، ڪوندي ميهڙ 0346-8948535



## انتساب

هيءُ ڪتاب منسوب ڪريان ٿو پنهنجي والد
**محترم مرحوم حاجي گل محمد خان ياڳت**
جي نالي جنهن جي شفقت، پيار ۽ محبت
مرڻ گهڙي تائين نہ وسرندي،
جنهن ان جي اهل ۽ لائق بڻايو جو
سنڌ وارن جي خدمت ڪري سگهان.

**— اياز ياڳت**



”سنڌ جون ذاتيون ۽ قومون اوائلي تهذيبي دور ۾ بہ سنڌين لاءِ بيحد اهم هيون. محترم عطا محمد ڀنيري جيڪا مهين جي دڙي جي لکت جي پاڄ ڪئي آهي ان مطابق متئين لفظ جي معنيٰ، مطلب آهي. ماڻهن جي ذات.“

(سنڌو لکت جي پاڄ، صفحو 52)

# محترم لال چند اوڏ جي تحقيق مطابق

- نوٽ: قديم ترين سنڌي عرف مهين جي شهر واري ٻولي جي صورتخطي ۾ لکيو ويندڙ نالو.

- موجوده دؤر ۾ سنڌي ساڄي کان کاٻي لکي ويندي هئي، جڏهن ته 30000 سال قبل مسيح سنڌي کاٻي کان ساڄي لکي ويندي هئي.

- جنهن ۾ 47 الفابيت جا اکر هئا. انگريزن چاٽي واٽي قديم سنڌي کي نظر انداز ڪري عربي صورتخطي نظام مڙهيو.







Scanned with CamScanner

# فهرست

Scanned with CamScanner

Scanned with CamScanner

Scanned with CamScanner

# الف ب وار ذاتين جي فهرست

Scanned with CamScanner

گ



ڳ



گھ



ل



م

Scanned with CamScanner

# ڪجهه ۽

قومن، قبيلن، ذاتين ۽ خاندانن جي حسب نسب جي تڏهن ضرورت پوندي آهي جڏهن انهن مان قومي غيرت ۽ سڃاڻپ ختم ٿي ويندي آهي يا ان جا آثار ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويندا آهن. سنڌ ۾ پنهنجي ذات بدلائڻ يا ڪنهن ٻي ذات وارو سڏرائڻ يا وري ٻي ڪنهن قوم قبيلي سان پنهنجو نسب ملائڻ جو رواج ٿي ويو آهي. مون کي محسوس ٿئي ٿو ته هڪ ڏينهن سنڌ ۾ سما، جت ۽ مهاڻا قبيلي سان نسبت ٻڌائڻ وارو هڪ به نه هوندو، انهي صورتحال ۾ سنڌي قبيلن جي نسل مان هجڻ باوجود سنڌين جو وجود ختم ٿي چڪو هوندو ۽ ٻين قومن وانگر انهن جو ذڪر ڪتابن ۾ حوالن طور ملندو. انهي ڪري مان محسوس ڪيان ٿو ته سنڌين کي پنهنجي نسب جي ڄاڻ متعلق جيڪا ضرورت اڄ آهي اها آرين، ايرانين، منگولن، يونانين، عربن، مغلن، ارغونن، ترخانن ۽ ٻين ڌارين جي وقت ۾ ڪونه هئي، ڇاڪاڻ ته اهي هڪ ته ايڏي وڏي تعداد ۾ هت ڪونه آيا هئا ۽ ٻيو وري هُنن پنهنجي ذات ۾ سنڌين کي زوري شامل ڪونه ڪيو هو. البته اڳتي هلي اهي ئي سنڌي قبيلن، ذاتين ۽ ماڻهن سان شامل ٿي ويا پر اڄ هر طرف کان سنڌ جي قبيلن وارا پنهنجو وجود وڃائي رهيا آهن ۽ ٻين قومن جو حصو ٿي رهيا آهن. اهو عمل اسان کي زوال طرف وٺي وڃي رهيو آهي.

انهيءَ صورتحال جي ڪري ضروري ٿي پيو ته سنڌي قومن، قبيلن، ذاتين متعلق جيڪا معلومات ملي سگهي ان کي گڏ ڪري سندن حسب نسب سامهون آڻجي. اهو ڪم ڏاڍو ڏکيو هو پر مان پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪئي آهي ته جيترو ممڪن ٿي سگهي سنڌين جي اصل ذاتين بابت تفصيل گڏ ڪري سندن نسب نامون سامهون آڻجي جيڪا انهن جي سڃاڻپ آهي. آءٌ سمجهان ٿو ته ان سلسلي ۾ مون کان ڪيتريون ڪوتاهيون ۽ غلطيون به ٿيون هونديون ۽ ڪٿي معلومات به اڻ پوري هوندي. جيئن ته هيءَ منهنجي شروعاتي ڪوشش آهي، اِن ڪري جنهن به پڙهندڙ ۽ عالم حضرات کي جيڪا به معلومات هجي، ڪاٻه درستگي ڪرڻ ضروري سمجهن ته منهنجي رهنمائي ڪرڻ فرمائين. ان لاءِ ضروري حوالن ۽ معلومات سان تفصيل لکي موڪلين جيئن مان اڳتي ان کي درست ڪري واڌارو ۽ سڌارو آڻي سگهان.

هت اهو رواج ۽ دستور بڻجي ويو آهي ته اڪثر عالمن کي سنڌ ۾ هر شيءِ ٻاهر کان ايندڙ نظر ايندي آهي. جيڪڏهن سنڌ کي آباد ڪندڙ ٻاهران آيا، سنڌ جي تهذيب جو بنياد ڌارين وڌو ته پوءِ انهن کي سنڌ جون قومون ۽ سنڌ جي تهذيب ڪيئن سڏيون، انهن کي ته آسٽريلوي، منگولي، آرين، سٿين، ايراني، عراقي وغيره ماڻهن جي تهذيب سڏڻ گهرجي! سنڌ جو نالو سنڌ نه پر انهن مان ڪنهن هڪ جي نالي پويان سڏڻ گهربو هو! حقيقت اها آهي ته اهو رواج ۽ پيروي بڻجي وئي آهي ته جتي به پهريان جيڪا شيءِ ملندي آهي، ان جي پويان ملندڙ شيون ان جي نالي پويان سڏيون وينديون آهن ۽ اهو نه ڏٺو ويندو آهي ته پهرين شيءِ قديم آهي يا ٻي ملندڙ شيءِ ان کان به قديم!

اولهه جي اڪثر ماهرن سنڌ جي قديم قومن کي غير ملڪي قرار ڏنو آهي. ان جو مطلب ته هي ڌرتيءَ جو ٽڪرو خالي يا ويران هو! جڏهن ته اصليت اها آهي ته هي ڌرتي انسان جي ماتر ڀومي آهي، دنيا جي پهرين قاتل ۽ مقتول هابيل ۽ قابيل جو تعلق هن ڌرتي سان هو، جنهن جو ثبوت ڪانءُ جو سبق ڏيڻ آهي. ڪانءُ سنڌ ۾ ملي ٿو، جنهن جو ذڪر ڪتاب ۾ ملندو. حضرت آدم عليہ السلام سان مور جو به ذڪر ٿيل آهي. مور شروع کان وٺي سنڌ ۾ آهي. يورپ وارن کي مور

جي ڄاڻ سڪندر مقدوني جي اچڻ کان پوءِ پئي جڏهن اهو پڪي تحفي طور اوڏانهن اماڻيو ويو. سميرين جي ڪتبن ۾ مور متعلق ڪوبہ ذڪر ڪونهي پر مهين وارين مهرن تي ٻيڙيءَ ۾ ويٺل مور نظر اچي ٿو جيڪو سنڌي مهاڻا پاڻ سان گڏ ڪٺي ويندا هئا.

سنڌ کي آباد ڪندڙ سنڌي هئا جيڪا هنن جي ماتر پومي هئي، انهي خاصيت ڪري تہ هي مهمان نواز هئا، اها خوبي ۽ خصلت اڄ بہ اها آهي جيڪا هزارين سال اڳ هئي. مهين واري ڳاڏي اڄ بہ واهڻ ۽ ڳوٺن ۾ موجود آهي. مهين جا ماڻهو پاڻيءَ کي زندگيءَ جو سرچشمو سمجهندا آهن، اڄ بہ اها صورتحال آهي. قرآن شريف ۾ صاف صاف چيل آهي تہ "هر جاندار شيءِ پاڻيءَ مان پيدا ڪئي ويئي آهي." انهي ڪري پهريان انسان پاڻيءَ کي آب حيات ۽ زندگي جو سرچشمو سمجهي ان جي عبادت ڪئي. مهين وارن حوضن ۽ گهر گهر کوهن واري رواج ثابت ڪيو آهي تہ قديم سنڌين وٽ پاڻي جو ڪيڏو نہ قدر هو. سنڌ جا پهريان پروهت پاڻيءَ جا پوڄاري هئا. اڄ تائين پاڻي جي پوڄا جي رسم گنگا ۽ جمنا تي ادا ٿيندي اچي ٿي. سنڌ ۾ سنڌوءَ تي ائين ٿيندو هو پر جڏهن هت مسلمانن جي گهڻائي ٿي ويئي تہ اها رسم ختم ٿي ويئي. لڪيءَ جي چشمن ۽ منگهي پير وٽ پاڻي جا پوڄا ٿيندي هئي. انهي ڪانسواءِ سکر وارو ساڌ ٻيلو پڻ پاڻي جي پوڄا جو مثال آهي. توريت ۾ جنت مان نڪتل جن چئن دريائن جو ذڪر ٿيل آهي انهن مان هڪ سيحون نالي آهي. عالمن جو چوڻ آهي تہ اهو سنڌو دريا آهي.

آرين واري سماج ۾ جن سنڌين آڻ نہ مڃي ۽ آخر تائين وڙهندا رهيا تن کي داسيو ۽ شودر سڏيو ويو. انهي دور ۾ يقيناً ڪيترين ذاتيون پنهنجو پيشو بدلائي زندگي جو گذر بسر ڪرڻ لڳيون جنهن ڪري انهن جون اصل ذاتيون نون نالن سان سڏجڻ ۾ آيون. اڄ بہ هندوستان ۽ سنڌ ۾ آرين جي دور جون قديم ذاتيون ۽ قبيلا موجود آهن. اهڙي طرح جڏهن عرب سنڌ تي ڪاهي آيا تہ هتان جي ماڻهن جن جو اصل مذهب "ٻڌ" هو تن برهمڻ سماج ۽ هندو مذهب کان نفرت ڪرڻ سبب اسلام قبول ڪيو ۽ انهن پنهنجو حسب نسب عربن سان ڳنڍي ڇڏيو. ويتر جو انهن هڪ ٻئي سان مٽيون مائٽيون ڪيون تہ اصل نسب گم ٿي ويو ۽ عرب نسل وارن جي گهڻائي نظر اچڻ لڳي جنهن ڪري ڪتابن ۾ بغير ڪنهن تحقيق ڪرڻ جي اصل مقامي ماڻهن کي عرب نسل جو لکيو ويو ۽ سندن شجرو ڪنهن نہ ڪنهن عرب جي معتبر ۽ بااثر ماڻهو، ڪٽنب يا قبيلي سان ڳنڍيو ويو. جيئن پنهور دائي حليمان جو اولاد چورائن ٿا. سماٽ جو شجرو قريش قبيلي سان ڳنڍيو ويو، سومرن کي سامره لکيو ويو. اهڙي طرح سان سنڌ جو اصل ۽ قديم نسل ڳوليو بہ نظر نہ آيو.

سنڌ جي اصل تاريخ اڄ تائين مڪمل نہ ٿي سگهي آهي جنهن ڪري هتان جي ماڻهن ۽ نسل بابت حتمي ۽ هڪ راءِ جڙي نہ سگهي آهي. جيڪو ڪجھ لکجي، ڇپجي اسان جي سامهون آيو آهي اهو انهن مورخن ۽ ليکڪن جي معلومات آهر آهي جن قبيلن جي روايتن، قصن، ڪهاڻين ۽ ڏندڪٿائن مان حاصل ڪيو آهي. اهي قصا ۽ ڪهاڻيون وقت جي حالتن موجب تبديل ٿيندا رهندا آهن، جنهن ڪري سنڌ جي قبيلن ۽ ذاتين جو اصل نسب سنڌ جي اوائلي قومن بدران ٻاهرين ۽ زورآور قومن سان ڳنڍيو ويو.

نسل جي نسب مٽجڻ يا نسبي سڃاڻپ بدلائڻ جا هيٺيان سبب آهن:

1. سنڌين جون غيرن سان مِٽيون مائٽيون ڪرڻ. جيئن عربن ۽ سنڌين هڪ ٻئي کي سڳ ڏنا ۽ سنڌين جا ناناڻا عرب ٿي ويا جن جي بادشاهت اسپين کان وٺي سنڌ تائين قائم هئي. اها حڪمران قوم هئي، جنهن ڪري سنڌين پنهنجي ذات بدران ناناڻن واري عرب ذات جو سڏرايو جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ ٻن ٽن پيڙهين کان پوءِ پنهنجي اصليت جي خبر ڪونہ رهي.
2. تاريخ نويسن جون غلط فهميون جن جنهن بہ قبيلي ۽ ڪٽنب کي بهادر ڏٺو تنهن کي ڪنهن غير ملڪي بهادر قبيلي سان ڳنڍي ڇڏيو.
3. هڪ قبيلي جو ٻي قبيلي سان گڏ رهڻ ڪري، گهٽ تعداد وارن جو گهڻي تعداد وارن ۾ شامل ٿيڻ.
4. پاڻ کي ڪنهن بہ سبب ڪري گهٽ ذات سمجهڻ. انهيءَ ڪري ڪنهن ٻي وڏي ذات وارن مان چورائڻ.
5. غيرن ۽ ڌارين جي مسلسل اچڻ ڪري، حملہ آورن جي عذاب کان بچڻ لاءِ ذات کي تبديل ڪرڻ، ڪنهن بہ ڌاري ذات وارو سڏائڻ.

اياز ياڳت
لاڙڪاڻو

# جيءَ مان....

## (ٻي ڇاپي لاءِ پيش لفظ)

هيءُ ڪتاب ”سنڌ ۾ رهندڙ ذاتيون، قومون ۽ قبيلا“ جي پهرين ايڊيشن کي توقع کان وڌيڪ موٽ ملي جنهن ڪري هن جو ٻيو ايڊيشن جلد ڇپائي هيٺ آڻڻو پيو. هن ايڊيشن ۾ نہ رڳو سڌاريو ڪيو ويو آهي پر ان سان گڏ ان ۾ اهم ذاتين جو پڻ اضافو ڪيو ويو آهي.

پهرين ايڊيشن جي ڇپجڻ کان پوءِ جهڙي نموني سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڀرپور موٽ ملي اها بہ خلاف توقع هئي. سوين خط ۽ موبائيل فون منهنجو حوصلو وڌائي ڇڏيو تہ مان ان موضوع تي وڌيڪ تحقيقي ۽ علمي ڪم ڪريان جنهن ڪري مون سنڌ جي مختلف دوستن ۽ ساٿين سان معلوماتي رابطو وڌايو ۽ پنهنجي سر انهيءَ ڪم ۾ جنبي ويس. جنهن کان پوءِ ڄاڻ ۽ معلومات ۾ ايترو اضافو ٿيو جو هن جا پنج ڪتاب يعني پنج جلد لکي سگهجن ٿا. جيڪي انشاء الله تعاليٰ وقت سر سهڻن جي هٿن ۾ هوندا.

جتي هن ڪتاب جي ساراهہ ۽ تعريف ٿي اتي تنقيد بہ ٿي، ڪنهن کي حقيقت پسند نہ آئي، ڪنهن کي سچ نہ وڻيو، پر ان جي باوجود بہ سنڌ مان صرف اهڙا ٻہ دوست هئا جن مان هڪ دوست ملڪ محسن خاصخيلي اهو لکيو تہ، ”خاصخيلي ذات جو هڪ تہ احوال نهايت مختصر آهي ۽ اهو حقيقت تي ٻڌل نہ آهي. سندس خيال هو تہ خاصخيلي قريشي عرب آهن ۽ ائين لکيو وڃي.“ پر منهنجي تحقيق ۽ علمي طور جيڪا ڄاڻ هئي ان مطابق مون گذارش ڪئي آهي، جيئن پڙهندڙ پاڻ پڙهي، منصفانہ فيصلو ڏيئي سگهن. ٻي دوست خيرپور جي الله بخش گوپانگ کي سنڌي ٿيڻ تي ڏاڍي ڇڙ ۽ ڪاوڙ هئي، جنهن پنهنجي طرفان ڪن ڪتابن جا حوالا ڏياري موڪليا پر ان دوست ساڳين ڪتابن کي شايد اڳتي نہ پڙهيو هو. ان ڪانسواءِ نوابشاهہ جي شوڪت جوڻو صاحب جو رايو هو تہ جوڻو ذات وارا نسلن سنڌي نہ آهن ۽ هنن جو تعلق يونان سان آهي.

باقي ٻن سون مهربانن، اهڙي ڪتاب لکڻ تي نہ رڳو واڌايون ڏنيون پر پنهنجي ڀرپور سهاري جو واعدو ڪيو. انهن ۾ خاص طور تي محترم غلام محمد لاکو صاحب، محترم حاجي خان چاچڙ، ڪنڊڪوٽ، محترم راجا آفتاب ٻٽي نوابشاهہ، محترم ماستر محمد صادق پالاري جهمپير، محترم منور ارباب هالو ڪراچي، محترم رحيم جوکيو، ٺٽو ۽ ٻيا نمايان آهن جن نہ رڳو علمي معلومات ۾ اضافو ڪيو پر مفيد مشورا بہ ڏنا، انهن ڪانسواءِ آءٌ محترم عطا محمد ڀنڀرو، غلام عباس ڀنڀرو، خيرپور محترم گل حسن ڪلمتي ڪراچي، محترم غلام نبي لاکو قاضي احمد، محترم عبدالقيوم لطيفي نوناري ٽنڊو محمد خان، محترم فقير محمد مقيم ڪنيار مٺي، محترم راجا سرور سلهريا جهلم، محترم مهر محمد بخش نول فيصل آباد، محترم گل حسن سيٽار ميرپور ماٿيلو، محترم اميد علي سيٺو ٽنڊو محمد خان ۽ ٻيا سوين مهربان ساٿي جن علمي طور ساٿ ڏنو جو هن ڪتاب لکڻ جي لائق ٿيس.

جتي علمي مدد ڪرڻ وارا مهربان ۽ سڄڻ مليا اتي اهي بہ هئا جن وٽ معلومات ۽ ڄاڻ نہ هئي پر هو پنهنجي طرفان ڪجهہ بہ ٻڌائڻ لاءِ تيار نہ هئا سندن خيال هو تہ انهن جي ڄاڻ مان ٻيو ڪوئي فائدو يا لاڀ ڇو حاصل ڪري، شايد اهو بہ خيال هجين تہ هو پنهنجي ذات متعلق اهڙو ڪتاب لکن، اتي اهڙا بہ مهربان مليا جن جو خيال هو تہ ذات ۽ پات سان انهن جو ڪوبہ تعلق ڪونهي، اهڙا بہ سنڌي هئا جن کي پنهنجي ذات جي پاڙي جي بہ خبر نہ هئي. اهڙي صورتحال ۾ جهر، جهنگ، شهر، واهڻ ۽ وٿاڻ جا ڳڻ نہ صرف تڪليف ده هئا پر اجايا پڻ هئا، ان هوندي بہ ڪوشش ڪئي تہ ڪٿان نہ ڪٿان ذري برابر معلومات ملي وڃي تہ بهتر آهي. جنهن ذات ۽ قبيلي وارن کي پنهنجي نسلياتي ڄاڻ نہ هجي ۽ نہ وري ان ۾ دلچسپي هجي تہ انلاءِ ڇا چئي سگهجي ٿو. جنهن کي پنهنجي حسب ۽ نسب





Scanned with CamScanner

جي ڄاڻ نہ آهي اهو هڪ جانور ۽ ڍور وانگر آهي.

ڇاڪاڻ تہ اللّٰہ تعاليٰ قرآن شريف ۾ ذات، حسب، نسب ۽ قبيلائي سڃاڻپ، جو ذڪر ڪيو آهي، جيئن پاڻ کي سڃاڻي سگهجي. پر افسوس تہ سنڌي قبيلن سان تعلق رکندڙ ان جي اهميت کان اڻواقف آهن. ۽ مستقبل ۾ اهڙو وقت بہ اچي سگهي ٿو تہ جڏهن سنڌي قبيلا پنهنجو حسب نسب ۽ سڃاڻپ وساري ڪنهن ڌارئي ذات يا قبيلي جو بڻ بنياد ٻڌجي وڃن ۽ ان جو نتيجو اهو نڪري تہ سنڌ ۾ سنڌي اقليت تبديل ٿي وڃي ۽ ڳاڙهن سنڌين کان وڌيڪ حالت خراب ٿي وڃي ۽ سنڌ جي مالڪي تان هٿ ڌوئڻا پون تہ اهو وقت ڪهڙو نہ خراب هوندو؟!

سنڌي نسل جا ماڻهو، فرد (ذاتين وارا) ۽ (قبيلن وارا) پنهنجي جي احساس ذميواري نہ نڀائڻ جي ڪري غلام ٿي ويندا يا ڌرتي ڌڪاڻا ٿيندا. انهي ڪري سنڌ جي خاص ڪري سنڌي قبيلن جي ذميوار ۽ سڃاڻ فردن جو ذمو آهي تہ هو پنهنجون ذميواريون وقت سر ۽ مهل سان نڀاهي پنهنجي مستقبل کي بچائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن. ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ سنڌي ماڻهو رڳو مثالن ۾ رهجي وڃون!!

سنڌي قبيلن سان نسلياتي ويساهہ گهاتي جو بنياد مرحوم رحيم داد مولائي شيدائي وڌو، جنهن سنڌيءَ جو روپ اختيار ڪري غلط بياني جي شروعات ڪئي ۽ جنت السنڌ ڪتاب ۾ انتها ڪري ڇڏي. هن هڪ هنڌ لکيو آهي تہ، محمد بن هارون مڪراني سان ٽي هزار جانباز بلوچ هئا ۽ ڪيس بلوچ جرنيل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، هيءُ اهو محمد بن هارون آهي جن لاءِ خاصخيلي جي دعويٰ آهي تہ هو خاصخيلي هو. اهڙي طرح شيدي ۽ مڪراني چون ٿا تہ، ”هو اسان مان هو، پر حقيقت اها آهي تہ هو نہ بلوچ آهي نہ خاصخيلي نہ شيدي ۽ نہ ئي مڪراني، هن جو اصل ۾ قريش قبيلي سان تعلق هو، سندس قبر لسٻيلي واري علائقي ۾ آهي جتي هو فوت ٿيو. هو ڪنهن بلوچ فوج جو جرنيل نہ پر عرب فوج جو سپهہ سالار هو. مولائي مرحوم کي ڪٿان الهام ٿيو تہ هو بلوچ هو ان جو ڪوبہ حوالو ڪونهي ۽ نہ ئي وري تاريخ جي ڪتابن ۾ هن کي بلوچ يا بلوچ فوج جو سپهہ سالار چيو ويو آهي.“

اهڙي طرح هن سنڌ جي جتن سان گڏ بلوچن کي بہ گڏي ڇڏيو جن جنگ قادسيہ ۾ ايرانن جي شڪست کان پوءِ اسلام قبول ڪيو هو. تاريخن واضح نموني لکيو آهي تہ اهي زط معنيٰ سنڌي جت هئا، پر مولائي شيدائي انهن سان بلوچ کي الاهي ڪاڏانهن آڻي گڏ ڪري ڇڏيا، اهڙي طرح بروهن ۽ بلوچن هٿان سمہ سلطنت جي حاڪم جي شڪست جو ذڪر ڪيو آهي تہ، ”اهو ڪوڙ ڳالهايو آهي جنهن جي اڄ تائين ڪابہ ثابتي ڪونهي.“ اهڙي طرح هن سنڌي قبيلن سان هڪ غلط بياني جو آغاز ڪيو. جڏهن تہ انهي دؤرن ۾ سنڌ ۾ بلوچن جو ڪوبہ نانءُ ۽ نشان ڪونہ هو. مولائي شيدائي سنڌي قبيلن وارن سان ويساهہ گهاتي ڪئي، ان کانپوءِ موجوده دؤر ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ تہ حد ڪري ڇڏي آهي. هن جي عينڪ جو نمبر بلوچ نمبر آهي ۽ سنڌ ۾ سنڌي ماڻهون، فرد، ذاتيون ۽ قبيلا ڳولهيا بہ نٿا ملن. هن سنڌي سورمن کي غلط ۽ من گهڙت روايتن جي بنياد تي غير سنڌي قرار ڏنو آهي. اهڙي صورتحال ۾ جڏهن هڪ طبقو باقاعده رٿابندي سان سنڌي قبلين جي حقيقت، بڻ بنياد ۽ حسب نسب سان هٿ چراند ڪندو رهي ٿو. انهي صورتحال ۾ اهو ضروري نہ پر لازم آهي تہ سنڌي قبيلا، پنهنجي نسلياتي سڃاڻپ ڪرڻ وارن جو نہ رڳو احتساب ڪن پر انهن جي غلط بياني جي ڀرپور مزاحمت ڪن، جيئن مستقبل ۾ پنهنجي قومي حيثيت برقرار رکي سگهن.

سنڌي قبيلا ۽ ذاتيون سنڌجي جاگرافيائي بيهڪ سان بہ سڃاتا ويندا آهن، جيئن ٿري، لاڙي، وچولائي، ڪڇي، اترادي، ڪوهستاني ۽ ڪاڇائي. اهڙي طرح سنڌ جي اولهہ ۾ کيرٿر جبل جي سلسلي ۾ رهندڙ سنڌين کي ٻروچ چيو ويندو آهي، جيڪو بنيادي لفظ ’ٻل‘ ۽ ’لوچ‘ مان نڪتل آهي. ’ٻل‘ معنيٰ ”سگهہ، طاقت“، ’لوچ‘ جي اصطلاحي معنيٰ آهي، ”سينو“ مطلب ٿيو ”سيني جي طاقت“. فوج جو هر اول دستو، بچاءَ ۽ دفاع ڪرڻ وارن جو رستو جيڪي ڪنهن بہ ڪاهہ کي وطن جي اندر پهچڻ کان اڳ ۾ روڪڻ وارا، مهاڏو اٽڪائڻ وارا، رستو روڪڻ وارا. پر ڪن عالمن انهن کي بہ بلوچن ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهو مفهوم عام ڦهلائي ڇڏيو آهي تہ ٻروچ معنيٰ بلوچ ۽ بلوچ معنيٰ ٻروچ پر حقيقت ۾ ائين نہ آهي. تاريخ مطابق راءِ گهراڻي کان بہ اڳ ۾ سنڌ جي اولهندي واري سرحد کان ايراني ۽ پوءِ عرب سنڌ تي ڪاهي آيا جيڪي جبلن جي لڪن کي پار ڪري سنڌ جي شهرن ۽ تخت گاهہ تي پهچندا هئا. جنهن جي حملن کي منهن ڏيڻ ۽ روڪڻ لاءِ جيسين سنڌي لشڪر پهچي پنهنجي سرحدن جي حفاظت ڪري تيستائين انهن لڪن ۽ علائقي ۾ رهندڙ سنڌي قبيلا انهن جي راهہ روڪيندا هئا. ان واسطي آخري سرحد کيرٿر جا هيٺيان جبل هوندا هئا جتي وقت جي حاڪمن سنڌي قبيلن کي مستقبل طور رهائي ڇڏيو هو جيڪي اڄ بہ گوادر

کان وٺي سون مياڻي، حب، لسٻيلي واري علائقي کان وٺي موجوده ڪوهستان، ڪاڇي ۽ ڪڇي کان وٺي ڪول پور تائين موجود آهن. خاص طور ڪيرٿر جي جبلن جا هيٺاهين وارا علائقا معنيٰ جبل جي ڪڇ، جن کي مختلف هنڌن تي مختلف نالن سان سڏيو ويو، جيئن، ڪوهستان، ڪاڇو ۽ ڪڇي انهن کي گڏيل طور ٻروچ چيو ويو، معنيٰ ”سنڌ جي فوجي طاقت جو هر اول دستو“.

جنهن کي سنڌ جي نالي ماتر خير خواهہ عالمن اهو چيو تہ ٻروچ معنيٰ بلوچ. اهڙي طرح مرحوم مولائي شيدائي جنت السنڌ ۾ لکيو تہ روهيلا معنيٰ بروهي ۽ هن بروهي ۽ بلوچ لشڪر ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جڏهن تاريخ جي عالمن، محققن مثال ڏيئي اهو ثابت ڪيو آهي تہ روهيلا دراصل افغانستان جي نسلي ماڻهن کي سڏيو ويو آهي پر هتي ان کي بروهي ۽ بلوچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، دراصل اهي سڀ ڪوششون ۽ غلط بيانيون ان ڪري هيون تہ جيئن بلوچ قبيلن جي اقليت کي اڪثريت ۾ تبديل ڪجي. جنهن ڪري هنن اصل سنڌين کي بلوچ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ هيراڦيري ڪئي. ٻروچ ۽ بلوچ جي فرق کي سمجهڻ لاءِ سنڌ جي جاگرافي بيهڪ کي مدنظر رکيو وڃي.

شاهنامہ فردوسي ۾ جنهن ڪوچ ۽ بلوچ جو ذڪر ٿيل آهي، ان وقت ۾ ڪنهن بلوچ قوم ۽ ذات جو ڪنهن بہ تاريخ ۾ ذڪر ڪونہ آهي بعد ۾ بلوچ تي تحقيق ڪندڙ ۽ ان جي گهڻ گهرن بلوچ لفظ مان فائدو وٺندي ان کي بلوچ قبيلي سان منسوب ڪري ڇڏيو، ايران جي تاريخ پڙهڻ کان پوءِ اها حقيقت سامهون اچي ٿي تہ دراصل اهو دستو ايران فوج ۾ سنڌين جي بهادر قبيلي جت جو لشڪر هو. ايراني فوج ۾ سنڌي سائرس کان وٺي شامل هئا ۽ دارا اعظم جي فتوحات جو سهرو سنڌين جي سرهو. سڪندر مقدوني سان ارمابيل جي ميدان تي مهاڏو اٽڪائڻ وارا سنڌي هئا. نوشيروان جي فوج ۾ سنڌي قبيلن جا جٿا هئا، راءِ گهراڻي وارن نوشيروان کان وٺي خسروپرويز تان ايرانن جي برابر مدد ڪئي ۽ جنگ قادسيہ۾ايران پاران عرب ۽ اسلامي لشڪر سان سنڌي قبيلا ۽ جت وڙهيا هئا. ايران جي مدد ڪرڻ جي سبب ڪري عربن سنڌ کي فتح ڪرڻ ضروري سمجهيو هو.

ايران جي فوج ٻرپڌ ۾ سنڌ جي جتن جو لشڪر قومي آن ۽ بان سان موجود هو. جيئن تہ هو سنڌ مان جبل جاڳي ايران پهتا هئا ان ڪري ڪين فردوسي ڪوچ ۽ بلوچ چيو جنهن جو مطلب هو پري کان آيل ٻانهہ ٻيلي. فردوسي جي ڪوچ ۽ بلوچ جي لفظ جو اصل مفهوم هي آهي.

ڪوچ. ٻاهران آيل. جبل واري پاسي کان بلوچ دراصل ٻل لوچ ٻل معنيٰ، سگهہ، طاقت، لوچ، سيني يا سينو. مطلب ٿيو سيني واري طاقت ۽ سگهہ. جيئن تہ ايراني فوج جو هر اصل دستو سنڌي جوانن تي مشتمل هوندو هو. انهي ڪري فردوسي ان جو ذڪر ڪوچ ۽ بلوچ جي تشبيهہ سان ڪيو آهي، جنهن جو مطلب آهي، جبل جي طرف کان سنڌين جو آيل مددي لشڪر.

هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌي قبيلن جي حسب، نسب ۽ شجرن کي درست ڪرڻ گهرجي ۽ غلط روايتن کان جند ڇڏائڻ گهرجي سنڌين کي پنهنجي رسم، رواج ۽ ثقافت جي پوئواري ڪرڻ گهرجي، جيئن سنڌ ۾ هلندڙ ڪاروڪاري جي ڪاروبار کان لاتعلق ٿيڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ اها رسم و رواج اسان سنڌين جو نہ آهي بلڪ ٻاهران ايندڙ قومن جي رسم ۽ رواج کي پنهنجي رسم و رواج ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن تہ قديم دؤر کان وٺي سنڌي قبيلن وٽ عورت جو احترام آهي ۽ انهن واسطي الڳ ڪمرو هوندو هو. سنڌي ماڻهو عام طور تي ڌي کي نياڻي چوندو آهي ۽ سندس ماُن پٽ جي برابر هوندو آهي ۽ ڪيس سڏيندا آهن پٽڙي معنيٰ پٽ يا پٽ جهڙي، جڏهن تہ ٻين قبيلن ۾ عورت جي ثانوي حيثيت بہ نہ هوندي آهي.

مهين واري دؤر ۾ عورت يا ڪنواري کي اها اجازت مليل هئي تہ هو پنهنجي مرضي سان شادي ڪري، اهڙو ذڪر رگ ويد منڊل ڏهين ۾ ٿيل آهي. پر ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ ڪو سنڌي قبيلن جي رسم و رواج ۾ عورت ڇڙواڳ آهي پر هن جي عزت ۽ ناموس جو بہ ذمو ڪنيل آهي. اسان کي پنهنجي معاشري مان ٻريون رسمون ڪڍڻ گهرجن ڇاڪاڻ تہ سنڌي سماج جو اهو حصو ئي نہ آهن. اهڙي طرح سان جرگو، سردار، ڏاڍ مڙسي، بي حيائي ۽ تنگ نظري اسان جي سماج جو حصو نہ آهي پر ٻاهران درآمد ٿيل آهي. جنهن ۾ خواري ۽ رسوائي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. زنده قومون تڏهن پنهنجي حيثيت ۽ قومي سڃاڻپ برقرار رکي سگهنديون آهن، جيڪي پنهنجن وڏن جي اصولن تي ڪاربند رهنديون آهن، جيڪڏهن اسان ان تي عمل نہ ڪيو تہ هڪ ڏينهن پنهنجي قومي حيثيت وڃائي ويهنداسين ڇاڪاڻ تہ ڪنهن بہ قبيلي جي قومي حيثيت تڏهن برقرار رهندي آهي جڏهن انهن وٽ پنهنجي رسم و رواج سان

گڏ، پنهنجي ثقافت، پنهنجي ٻولي، پنهنجي حيثيت پنهنجي تاريخ ۽ پنهنجي ڌرتي جو هجڻ لازمي آهي. جيڪڏهن انهن مان ڪا بہ هڪ شيءِ نہ آهي يا وري ڌارين جو عادتون پنهنجون ڪيون تہ هڪ مڪمل قوم سڏائڻ جا حقدار نہ آهيو مطلب تہ پنهنجي قومي حيثيت برقرار رکڻ لاءِ پنهنجي خانداني، قومي فرض جي پوئواري ڪرڻ تمام ضروري آهي.

سنڌي قبيلن جا فرد پنهنجي احساس ذميواري جا فرض ڪي وساريندا ٿا وڃن، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي تہ نئين ٽهي وارن کي پنهنجي حسب ۽ نسب جي ڪا بہ خبر ۽ معلومات نہ آهي، جڏهن تہ هڪ طرف اسان وٽ صحيح شجرن جي کوٽ آهي ۽ جن وٽ آهن اهي ان کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ تيار نہ آهن ۽ انهن کي اڏوهي کائي ويئي آهي. ان مان فائدو وٺندي ڪن عالمن ۽ شجرن جي ڄاڻن، پنهنجي مرضي جي ڦيرڦار ڪري پيش ڪيو آهي ۽ اڪثر اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سنڌي قبيلا، سومره ۽ سمہ، عرب کان آيل آهن، اهڙا شجرا تيار ڪري سنڌي ماڻهن کي گمراهي ۾ وجهي ڇڏيو، جنهن کي درست ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي وقت جي ضرورت آهي، جڏهن انهن نسبن ۽ شجرن کي ڇنڊڇاڻ ڪري حقيقي نسب نامو سامهون آڻي سگهن. انهي سلسلي ۾ مون، ڪافي شجرن ۽ نسب نامن کي مدنظر رکي هڪ شجرو ترتيب ڏنو آهي، جيتوڻيڪ ان ۾ بہ ڪافي کوٽ آهي ۽ اڃا تائين اڻ پورو آهي پر ان سلسلي ۾ هڪ قدم جي شروعات آهي. اميد تہ سنڌي شجرن ۽ نسبن تي ڪم ڪندڙ منهنجي رهنمائي ڪندا ۽ مفيد مشورا ڏيئي ان کي مڪمل ڪرڻ ۾ مدد ڪندا جيئن مستقبل ۾ اهڙو شجرو آڻي سگهجي جنهن ۾ سيني سنڌي قبيلن جو هڪ ٻئي سان تعلق هجي ۽ پورو مڪمل ۽ تصديق شده شجرو هجي. اميد تہ انهي سلسلي ۾ نہ رڳو منهنجي رهنمائي ڪندا پر مڪمل ساٿ ۽ علمي سهڪار پڻ ڪندا. جڏهن قومن، قبيلن ۽ انهن جي فردن کي پنهنجي ذميواري جو احساس ٿيندو تہ اهو ڪم تمام جلد ۽ آساني سان ٿي ويندو، ڇاڪاڻ سنڌ جي ماڻهن کي پنهنجي سڃاڻپ جي جيتري ضرورت اڄ آهي شايد ماضي ۾ اهڙو وقت نہ آيو هجي! پر جي ايئن لاتعلق ۽ فرض نڀائڻ کان لاتعلق رهياسين تہ پوءِ اسان جو خدا حافظ آهي ۽ ذهني طور ٻي ڪنهن قوم، قبيلي جو حصو ٿيڻ لاءِ تير ٿي وڃون ۽ پنهنجي قومي وجود مٽائڻ جا پاڻ ڏوهاري ٿيڻ قبول ڪيو.

جنهن نازڪ موڙ تي هينئر سنڌ جا ماڻهو اچي پهتا آهن جتي هڪ طرف وجود جي مٽجڻ جو بندوبست ٿيل آهي ۽ ٻي طرف بقاءَ ۽ سلامتي آهي. رستو منتخب ڪرڻ پنهنجي وس ۽ مرضي تي منحصر آهي. جيڪڏهن ٻيو رستو اختيار ڪرڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ پنهنجي تاريخ، قبيلائي سڃاڻپ ۽ حسب، نسب جي ڄاڻ هجڻ ضروري آهي ۽ اها وقت جي ضرورت آهي. انهي ڪري مون ڪوشش ڪري سنڌ ۾ رهندڙ قبيلن جي حسب ۽ نسب جي حقيقت کي ظاهر ڪيو آهي جيئن پنهنجي اصليت کي وساري نہ سگهن. ڪن کي تہ سچ تلخ لڳندو پر دل ۾ ضرور چُڀندو تہ اها حقيقت آهي.

مون کان جيتري قدر ٿي سگهيو آهي ذاتين ۽ قبيلن بابت جيڪا معلومات ۽ ڄاڻ علمي طور ۽ ذاتي طور ملي آهي ان جي روشني ۾ ان ذات جي بڻ بنياد ۽ حسب نسب تي لکيو آهي پر ان هوندي بہ ڪيتريون ڳالهيون ۽ حقيقتون رهجي ويون هونديون، ان جو سبب سهڪار جي کوٽ آهي جنهن لاءِ سنڌ جو ماڻهون تيار نہ آهي. فرض کان لاتعلق ۽ غير ذميوار آهي.

مون انهن قبيلن ۽ ذاتين جي فردن جن جو انهن سان تعلق آهي، خاص، ثانوي ۽ غير ثانوي طور انهي دائري ۽ حلقي ۾ اچن ٿا، تن کي گذارش ڪريان ٿو تہ هو پنهنجي ذات، قبيلي ۽ ڪٽنب بابت وٽن جيڪا معلومات آهي، اها مون تائين پهچائڻ ۾ سهڪار ڪن، جيئن ان کي هميشه لاءِ محفوظ ڪري سگهجي. جيڪي پنهنجي قومي اثاثن جي رکوالي ۽ حفاظت ڪندا آهن. اهي تاريخ ۾ زنده قومون سڏجن ٿيون. پر جي اهي ان کان لاتعلق ۽ غير ذميوار رهن ٿا تہ پنهنجي قومي وجود تي پاڻ ئي وار ڪري چون ٿا تہ الوداع-اي-الوداع...

آءٌ سنڌي قبيلن جي فردن خاص طور ذميوارن کي اپيل ٿو ڪريان تہ هو پنهنجي قومي ۽ اخلاقي ذميواري نڀائڻ لاءِ پنهنجو فرض پورو ڪن، پنهنجي قومي وجود تي وار ڪرڻ وارن ۾ شامل ٿيڻ بدران ان جا محافظ بڻجي حفاظت ڪن، جيئن ذاتي قبيلائي ۽ قومي سڃاڻپ ۽ تشخص برقرار رکي سگهجي ان لاءِ ضروري آهي تہ اسان پنهنجن نسبتن جي حفاظت ڪريو جيڪي سنڌي قبيلن کي پاڻ ۾ اهڙي نموني ڳنڍيين ٿا جيئن هڪ تسبيح ۾ مڻيا پوئيل آهن.

**اياز ياڳت**

بئنڪ اسڪوائر بندر روڊ لاڙڪاڻو

25 آگسٽ 2009 مطابق

3 رمضان المبارڪ ١٤٣٠هه

# ... ها مان سنڌي آهيان!!

## (ڪتاب جي سڏاريل ۽ وڏايل ڇاپي لاءِ)

سنڌ ۾ رهندڙ ذاتين ۽ قبيلن متعلق هي منهنجو ٽيون ڪتاب آهي، جيڪو مسلسل چاليهن سالن جي مطالعي، تجزئي، تجربي، ذاتي مشاهدي ۽ ملاقاتن، رهاڻن، ڄاڻڻ ۽ پرکڻ کان پوءِ ڪنهن حد تائين مڪمل ڪري سگهيو آهيان. اڳئين ڪتاب کي ڀرپور موٽ ملي، ڪنهن جي پسند، ناپسند. اختلافن ۽ مرضيءَ جي مطابق نہ لکڻ سبب نفرتن، حقارتن، اختلافن جي بہ خبر پئي، پر جڏهن تنقيد نگار ۽ اختلاف ڪرڻ واري کي، حقيقت ۽ اصليت بيان ڪرڻ لاءِ چئي ويئي تہ انهن وٽ ڪو بہ مها قول، درست سبب ۽ جواب ڪو نہ هو. صرف اهو چيو ويو تہ اسان تنهنجي لکيل حقيقت کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيون ۽ توسان اختلاف آهي، جي پاڻ نہ درست ڪئي تہ پوءِ اسان جو تون سان جهيڙو آهي، مون ورندي ۾ هميشہ چيو، حقيقت تہ ٻڌايو جيڪا مان لکان، نہ ٻڌائيندا‌سين، اها تون پاڻ ڳولهي لهہ ۽ مواد کي درست ڪر جيئن تون لکيو آهي تيئن اهو بہ تون ھي لک.

آءٌ هنن جي اٽڪلاٽائي ۽ جاهليت کي ڏسي کلندو رهيس ۽ ڪن لاتار ڪئي ڇاڪاڻ تہ نہ انهن وٽ ڄاڻ هئي نہ معلومات تنهن ڪري ڪيئن آءٌ پنهنجو حقيقي موقف ۽ سچائي تان هٽان آخر انهن مان ڪيترن کي اهو تسليم ڪرڻو پيو تہ جيڪو ڪجهہ اوهان اسان ذات يا قبيلي متعلق لکيو آهي اهو سچ آهي.

آءٌ هتي اها وضاحت ڪندو هلان تہ منهنجي ڪنهن بہ شخص، خاندان، کهول، ذات ۽ قبيلي واري سان ذاتي رنجش، عناد، ذاتي دشمني، پسند ۽ ناپسند ڪونهي، منهنجي لاءِ سڀ محترم ۽ عزت وارا آهن، ڇاڪاڻ تہ بنيادي طور اسان سڀ انسان هڪ مرد ۽ هڪ عورت يعني ڏاڏو آدم ۽ ڏاڏي حوا جي پيدائش آهيون تہ مان ڇو هئي ڪنهن کي پاڻ کان مٿانهون يا بالاتر ڇو سمجهان، ڀل هو شاهوڪار هجي مالدار هجي يا دنوي طاقتور ۽ طور مستحڪم هجڻ ڪري سون ۽ هزارن پهريدارن جي پهري ۾ مڙس ماڻهو هجي.

هن جي منهنجي مٿان برتري تڏهن آهي جڏهن هن وٽ مون کان وڌيڪ تعليمي قابليت، علمي ڄاڻ ۽ سماجي سچائي هجي تہ ها منهنجو وڏو آهي ۽ مان ان جي پيرن جي خاڪ آهيان، پر جي هن وٽ ڪجهہ نہ آهي سواءِ وڏائي، غرور، تڪبر ۽ هٺ جي تہ خدا تعاليٰ پنهنجي هنڌ خوش رکيس. هي حقيقت ۽ سچائي آهي، جنهن مون ۾ همت، سگهہ ۽ طاقت ڏني آهي، جو آءٌ حقيقت کان منهن نٿو موڙي سگهان. اهي اخلاقي ۽ سچائي واري برتري مون کي حقيقت لکڻ جي سگهہ ڏني ۽ جيڪا تحقيق ڪانپوءِ سچائي سامهون آئي ان کي مدنظر رکي لکيو پر انهيءَ جي باوجود آءٌ سمجهان ٿو تہ اهو صرف آخر نہ آهي، جيڪڏهن ڪا بہ ڪوتاهي ٿي آهي تہ ان کي درست ڪرڻ ۾ ڪو بہ حرج ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ تحقيق ۽ سچائي جي ڪا بہ حد مقرر نہ هوندي آهي، جيڪڏهن ڪنهن پڙهڻ واري، ڪنهن ذات يا قبيلي سان تعلق رکڻ واري کي، ڪنهن بہ وضاحت ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي تہ اهو ثبوتن ۽ شاهدين سان لکي موڪلي، ايندڙ ڇاپي ۾ ان جي موقف کي سامل ڪيو ويندو، ٻي ضروري وضاحت سمجهي تہ اها بہ نظر رکي ويندي.

منهنجي ڪوشش رهي آهي تہ سنڌ ۾ رهندڙ پنهنجي ذات کان مڪمل واقف هجن يا ان جي پوري ڄاڻ ڏني وڃي ۽ سنڌ جي صوبائي حدن کان ٻاهر رهندڙن کي پڻ سنڌن ذات ۽ قبيلي بابت ڄاڻ ڏني وڃي، ڇاڪاڻ تہ هن وقت ان جي سخت ضرورت آهي، هڪ طرف سنڌن ٻوليءَ جي پڙهڻ جا دروازا بند آهن، ٻئي طرف سنڌن قوميت کي خطرو آهي، اها حالت تہ آهي سنڌ کان ٻاهر پر سنڌ جيڪا سنڌين جي سڃاڻپ جي واحد ڌرتي آهي، اتي پڻ سنڌي ۽ سنڌين جي بقاءَ جو مسئلو آهي.

اسان قديم تاريخ تي نظر وجهنداسين تہ راءِ گهراڻي جي راجائي وقت هڪ عظيم سنڌ سلطنت موجود هئي، جيڪا هڪ

طرف ڪشمير جي سرحد کان وٺي ايران جي سرحد تائين، ٻئي طرف افغانستان کان وٺي سنڌ سمنڊ تائين جنهن ۾ مجود راجستان، مهاراشٽر وينڊي حيدر آباد دکن تائين سرحد هئي.

راءِ گهراڻي جي زوال کان پوءِ مهاراشٽر ۽ راجستان جا ڪي حصا چچ جي زور آوري ڪري الڳ ٿي ويا ۽ جيڪي باقي حصا هئا اهي 712ع بمعنيٰ 93 هجري کان پوءِ عرب مداخلت ۽ حڪمراني قائم ڪرڻ ڪري پنهنجي سنڌيت جي آزاد حيثيت برقرار رکي ۽ جڏهن عباسي بادشاهت جو زوال آيو ته اتر سنڌ جو ملتان وارو حصو پنجند کان الڳ ٿي ويو، جيڪو مختلف حڪمرانن جي ماتحت رهندو آيو.

سڀ کان وڏيڪ نقصان ۽ زيادتي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ ٿي، جڏهن نادرشاهه، بروهين، دائودپوٽن ۽ ٻين ڪلهوڙا دشمني وارن جي چوڻ تي دهلي ڪان ڪابل وينڊي سنڌ جو رخ ڪيو ۽ آخر 17 مارچ 1740ع تي لاڙڪاڻي معاهدي هيٺ سنڌ جي وحدانيت جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيا، هڪ طرف جيڪب آباد (ان وقت جي اچ) کان وٺي شال ڪوئيٽا تائين ايراني سلطنت جو حصو قرار ڏيئي محبت خان بروهي جي گورنري هيٺ ان جي حوالي ڪيو ويو. جنهن سنڌ ۽ سنڌي دشمني ۾ وسان نه گهٽايو ۽ سنڌين جي زور ۽ طاقت کي ختم ڪرڻ لاءِ سبي، ڍريڊر، ناڙي، ٻاگ ۽ ڪڇي کي پنهنجي من پسند ماڻهن کي ورهائي ڏني، شاهه محمد مري جي لکت مطابق، هن سنڌين جي طاقت کي ٽوڙڻ ۽ هميشه غلام رکڻ لاءِ:

(1) رئيساڻي قبيلو کي ڳوٺ منڙي ۾ رهايو ۽ ان جي زرعي، معدنياتي ۽ ٻي ايراضي حوالي ڪئي.
(2) شاهواڻي بروهي قبيلي جي حوالي ڳوٺ حاجي ۽ مختلف ايراضي ڏني.
(3) لهڙي قبيلي وارن کي ڳوٺ هانبي ۽ واسطيدار زمين ڏني.
(4) بنگلزئي قبيلو کي ڳوٺ چندر عرف چڍهڙن جي مٿان مسلط ڪيو.
(5) روديني قبيلو کي ڳوٺ تاج ۽ اتان جي ايراضي جو مالڪ بڻايو.
(6) محمد حسيني قبيلو کي ڳوٺ ڪوگڙو ۽ آسپاس.
(7) محمد شهي قبيلو کي ڳوٺ زرداد حوالي ڪيو.

انهيءَ ڪانسواءِ ڊومڪي، بگٽي ۽ ٻيا قبيلا اچي رهيا، جيئن سنڌين جي طاقت کي ختم ڪري ڇڏي. اهڙي طرح سان پرامن سنڌين کي جنگ و جدل جي باهه ۾ وجهي ڇڏيو. ان کان اڳ به جڏهن مغل يا منگولن قلات تي حملو ڪري اتان جي سنڌي حڪمران گهراڻي سيوائي يا سيوراءِ خاندان کي ختم ڪيو ته ڪن بروهي قبيلي وارن انهن جو ساٿ ڏنو ۽ اتان جي حڪمران سان غداري ڪئي، ان بابت مير گل خان نصير تاريخ بلوچستان ۾ لکي ٿو ته:

”بروهي قبيلا جيڪي بلوچن جي اچڻ کان اڳ قلات ۽ ان جي آسپاس رهندا هئا. ان وقت قلات تي سيوا نالي واري هڪ هندو دراوڙ خاندان جي حڪومت هئي، پندرهين صدي جي وچ ڌاران جڏهن هندستان ۾ منگول سيلاب وانگر داخل ٿيا، تڏهن سيوا خاندان به انهيءَ ٻوڏ جي تباهه ڪارين کان نه بچي سگهيو، فاتح ۽ نيم وحشي منگولن جي هٿان هن خاندان کي بري طرح شڪست مله ۽ حڪومت جو تختو اونڌو ٿي ويو ۽ قلات تي منگولن جي جابرانہ حڪومت قائم ٿي وئي، منگول جن جو دستور هو ته سيوائي دراوڙن جي ڪراڙن، ٻارن ۽ عورتن کي تلوار جو کاڄ بڻايو ۽ جوانن کي ڳولهي ڳولهي ماريو.

ان وقت ميرو جيڪو مير قمبر جي نسل مان هو، جيڪي بعد ۾ ميرواڻي مشهور ٿيا. بروهين جو سردار هو، جيڪو موقع شناس ۽ بهادر هو.تنهن ان انقلاب (حملي) جو فائدو وٺندو، هوا جو رخ ڏسي پنهنجي بهادر قبيلي سميت منگولن جو ساٿ ڏنو ۽ انهن جي ٻاران وڙهيو، جيئن منگولن جي خوشنودي ۽ اعتماد حاصل ڪري سگهي. هن ڇپر، زيارت ۽ دشت گوران مان دراوڙن کي ماري ڀڄايو. ان کان پوءِ سياهه ڪنب، گدر ۽ سوراب مان جدگالن (بروهي نفرت مان سنڌين کي جدگال سڏيندا هئا) کي ڌڪي ٻاهر ڪييو ۽ انهن جي ملڪيتن ۽ ايراضين تي قبضو ڪري ويهي رهيو. ان انقلاب سان ميرو جا قدم ان علائقي ۾ مضبوط ٿي ويا ۽ هن جي قبائلي طاقت زور وٺي وڌي ويئي.

چند سالن کان پوءِ منگولن جو سيلاب رڪجي ويو ۽ هندستان مٿان ڪارا ڪڪر لهي ويا. تڏهن قلات ۾ به انهن جي حڪومت ڪمزور ٿي وئي، قنڌار جي ارغون خاندان قلات تي فوج ڪشي ڪري منگولن کي شڪست ڏني ۽ ذنون بيگ قلات تي قابض ٿي ويو. ان وقت سردار ميرو فوت ٿي ويو هو ۽ ان جو پٽ مير عمر سردار هو. اتان بروهي حڪومت جي تاريخ شروع ٿئي ٿي.

جڏهن 1530ع ۾ ارغون خاندان ڪامران مغل (ظهير الدين بابر جو پاٽ) هٿان شڪست کاڌي جنهن ڪري ذنون




Scanned with CamScanner

بيگ جي طاقت ڪمزور ٿي وئي تڏهن جو فائدو وٺندي جنهن جو گهٽي عرصي کان عمر کي انتظار هو، تنهن قلات تي حملو ڪيو، ڏنون بيگ سخت مقابلو ڪيو پر آخر شڪست کائي افغانستان ڏانهن فرار ٿي ويو ۽ مير عمر قلات تي قبضو ڪري بروهي حڪومت جو بنياد وڌو."

مير احمد يار خان مرحوم اڳوڻو خان آف قلات لکي ٿو ته "سردار مير خان، موقع غنيمت سمجهي مغلن جي حملي دوران هن ڇمي انهن جو ساٿ ڏنو، انهيءَ دوران بروهي، دراوڙن، چاموڻن ۽ جدگالن (جت) جي جاءِ تي پنهنجا پير مضبوط ڪري ورتا. آخر هو 1530ع ۾ قلات جا حڪمران ٿي ويا."

هن خاندان متعلق سيد محمود شاهه بخاري تاريخ بلوچستان ۾ لکيو آهي ته بروهي قبيلي جو سردار قمبر ھو (انهيءَ ڪري قلات جا خان قمبراڻي سڏيا ويندا آهن) جنهن جو تعلق هڪ حبشي قبيلي جي مشهور صاحب ڪرامت، پير جي نسل مان هو، جنهن راجا سيوا جي ڇوڪرن تي مزاري ۽ ڀيا ملتان ۽ شڪارپور کان اچي قرلت ڪندا هئا، جنهن سان هن مقابلو ڪري ڀڄايو، تنهن کان پوءِ هي معزز ۽ اهم شخص بڻجي ويو نه ته ان کان اڳ ۾ پنجگور ۾ هڪ معمولي جائداد جو مالڪ هو، جتان هن جو گذر بسر تنگي واري حالت ۾ ٿيندو هو.

جڏهن راجا سيوا يا سيورائي خاندان جو زوال ٿيو ته ان وقت قلات، خضدار، ڪرخ ۽ ٻين هنڌن تي سنڌي وڏي اڪثريت ۾ رهندا هئا، جن سان بقول مير گل خان نصير هنن پنهنجا سنگ انهن کي پرڻائي ڏنا، پر جڏهن قلات تي قبضو ڪيو ۽ سيورائي خاندان سان غداري ڪئي ته سنڌين سان دشمني شروع ڪئي پر هو، شال، مچ، ڍاڍر، ٻاگ، جهل مگسي، ناڙي ويندي ڏاڙهياڙو ڪرو، مولهه، دريجي، لسٻيلي تي پنهنجو ڏاڪو ڄمائي نه سگهيا ۽ اهي سنڌ جي حڪمراني هيٺ رهيا، پر جڏهن نادرشاهه سنڌ کي ٽڪر ڪندي، ڪڇي، سبي، ٻاگ، ناڙي ۽ بولان کي ايراني سلطنت ۾ شامل ڪيو ته ان جي گورنر مير محبت بروهي کي وارو ملي ويو ۽ انهن علائقن ۾ پنهنجا ماڻهو لڏائي ويهاريا، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ قلات ڪنفيڊرسي جي ٻن رياستن مڪران ۽ خاران 18 مارچ 1948ع ۾ باقاعده پاڪستان ۾ شامل ڪيو ويو ۽ انهيءَ تاريخ تي لسٻيلي جي جام غلام قادر پڻ پنهنجي رياست کي نئين ٺهيل ملڪ پاڪستان جو حصو بڻايو، جنهن کان پوءِ 27 مارچ 1948ع تي رياست قلات جو الحاق ٿيو ۽ ان جي نئين ڪابينا 25 جولاءِ 1948ع تي ٺاهي وئي، انهيءَ عمل جي شهزادي عبدالڪريم سخت مخالفت ڪئي، جنهن کي 8 ڊسمبر 1948ع تي گرفتار ڪيو ويو.

جيئن ته پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڇهن مهينن ۾ ڳجهه ڳوهه ۾ هندستان کان آيل ڪن مسلم ليگي اڳواڻن اهو فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته هو مقامي ٻولي يا صوبائي ٻولي سکڻ يا سيکارڻ جي زحمت ڇو ڪن، انهيءَ ڪري انهن پنهنجي هندستان مان گڏ آندل ٻولي کي پاڪستان جي قومي ٻولي جو درجو ڏيڻ جو فيصلو ڪيو، جڏهن اها ڇرپر ٿي ته سڀ کان پهريان بنگالين 10 ڊسمبر 1948ع ۾ ڍاڪا ۾ ڪاليجن ۽ اسڪولن جي شاگردن سخت احتجاج ڪيو ۽ مظاهرا ڪيا. جنهن کان پوءِ ٻولي جي معاملي تي فساد شروع ٿي ويا، تنهن جي باوجود 19 فيبروري 1948ع تي اردو کي پاڪستان جي سرڪاري ۽ قومي ٻولي بڻائڻ لاءِ بحث جي شروعات ٿي ۽ نيٺ 25 فيبروري تي ان وقت جي وزيراعظم لياقت علي خان دستور ساز اسيمبلي ۾ اعلان ڪيو ته اردو کي سرڪاري ٻولي بڻايو ويو آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته بلوچستان جو تعليمي نصاب اردو ۾ ڪيو ويو، جيئن ته بلوچي ۽ بروهڪي ٻولي جا ڪا به الفابيٽ ڪونه هئي، تنهن ڪري انهن پنهنجي مقامي ۽ صوبائي ٻولي جي پڙهائڻ تي زور نه ڏنو جنهن جو سڀ کان وڏو نقصان اتان جي سنڌي آبادي جو ٿيو، جيڪي گوادر کان وٺي ڪولپور تائين رهندا هئا، تن کي اردو ۾ پڙهايو ۽ سيکاريو ويو جنهن جواچ نتيجو اهو نڪتو آهي جو موجوده آدمشماري جي انگن اکرن موجب بلوچستان جي ڪل آدمشماري ۾ 33 سيڪڙوسنڌي آهي، باقي 67 سيڪڙو، بلوچ، بروهي، پٺاڻ، هزاره، پنجابي، مڪراني ۽ ٻيون قومون آهن.

جيڪڏهن اسان سراسري طور ڏسون ته ٻي ڪا به قوم يا قبيلو سنڌين کان وڌيڪ اڪثريت ۾ ڪونه آهي ۽ اڄ به سنڌي بلوچستان ۾ اڪثريت سان آبادي وارا آهن، پر انهن کي لکڻ ۽ پڙهڻ سنڌي ۾ ڪونه اچي ٿو جنهن ڪري هو ذهني طور تي خلفشار ۽ بيچيني واري صورتحال ۾ آهن ۽ پنهنجي قومي بقاءِ ۽ ٻولي کي بچائڻ لاءِ جدوجهد ۾ مصروف آهن ته ڪٿي ٻولي گم ٿي وڃي يا نئين نسل وٽان نڪري وڃي ته هو پنهنجو نسل، ذات، قبيلي جي سڃاڻپ نه رکي سگهندا ۽ هڪ ڏينهن هو ٻين قومن جو حصو ٿي ويندا، جنهن ڪري هنن جي ذات، قبيلو، قوميت باقي نه رهندي.

انهيءَ لاڙڪاڻو معاهدي تحت نادرشاهه سنڌ جو ٻيو حصو. لاڙڪاڻو جي سرحد کان وٺي شڪارپور سميت ويندي ڊيره اسماعيل خان تائين ميان نور محمد ڪلهوڙي جي خانداني دشمن صادق محمد خان دائودپوٽي جيڪي هاٽي عباسي سڏائن ٿا ۽ نواب آف بهاولپور ڪوٺيا ويندا هئا، تنهن جي حوالي ڪيو. جنهن ڊيره اسماعيل کان وٺي لاڙڪاڻي تائين نادرشاهه جي هر ممڪن مدد ڪئي.

انهيءَ ورهاست جو اهو اثر ٿيو، جو سنڌ جا ذرخيز ۽ سنڌي قبيلن جا علائقا جنهن ۾ سبزل ڪوٽ، چولستان، درياءَ هاڪڙو جو علائقو ۽ ماڇڪو سنڌين جي هٿن کان نڪري ويو. نواب آف بهاولپور سنڌي خاندان مان هجڻ جي باوجود ڪلهوڙا دشمني ۾ سڀ حدون اورانگهي نسل ڪشي تي لهي آيو ۽ اتي وچ پنجاب ۽ ٻين علائقن جا ماڻهو آباد ٿي ويا ۽ ويتر ٽالپور دور ۾ راجا رنجيت سنگهه پنهنجي ڌمڪي ۽ حڪمت عملي سان سنڌ جي ان ٽڪري کي هميشه لاءِ جدا ڪري ڇڏيو ۽ هڪ لڪير اچي ويئي. نواب بهاولپور جنهن پنهنجي ذات ڪلهوڙو جو پاڙو دائودپوٽو سڏايو ۽ پوءِ هڪ هٽرادو قصو گهڙائي ته انهن جي جدا مجد سلطان احمد ٻيو مصر مان هجرت ڪري ڏهه هزار سوارن سان سنڌ جي راجا ڏورنگ تي حملو ڪيو، جنهن معمولي مزاحمت کان پوءِ اطاعت قبول ڪئي ۽ هن جي هڪ ڌي سان شادي ڪئي، نواب بهاولپور حضرت عباس جي اولاد چورائيندي عباسي هجڻ جي دعويٰ ڪئي، جنهن جو اڳتي هلي اثر اهو ٿيو جو اتي رهندڙن سنڌي راڄن پنهنجي ذات سان قريشي، انصاري، عباسي وغيره لڳائي ڇڏيو.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ 4 آڪٽوبر 1947ع تي نواب بهاولپور، پنهنجي رياست کي پاڪستان ۾ شامل ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ 7 آڪٽوبر 1947ع ۾ هو باقاعده پاڪستان ٺهڻ جو حصو بڻجي ويئي. پاڪستان سرڪار جنهن 6 مئي 1954ع تي بنگالين جي سخت احتجاج ۽ اڪثريت ۾ هجڻ جي ڪري اردو ۽ بنگالي کي قومي ٻولي قرار ڏنو، جنهن کان پوءِ اوڀر پاڪستان جي اڪثريت کي منهن ڏيڻ لاءِ اولهندي پاڪستان جي صوبن، مختلف رياستن کي گڏي هڪ صوبي ٺاهڻ جي ڪوشش شروع ٿي ويئي، جنهن جي نتيجي ۾ 13 آڪٽوبر 1955ع تي رات جو ٻارهين بجي اولهه پاڪستان هڪ صوبو ٿي ويو، جنهن ۾ ٻه سڀ کان وڏيڪ نقصان سنڌ جو ٿيو، هڪ ته هندستان کان آيل مهاجر سنڌ ۾ اچي رهيا هئا ۽ ون يونٽ کان پوءِ پنجابي آبادگارن لاءِ سنڌ جا دروازا کلي ويا، جنهن جي ڪري سنڌ ۽ سنڌيت جو وجود خطري ۾ پئجي ويو. ويتر ايوب خان 7 آڪٽوبر 1958ع تي ملڪ ۾ مارشل لا لڳايو ته سنڌ جا دروازا پٺاڻن لاءِ کلي ويا ۽ غير سنڌي قبيلن ۽ ذاتين جو دٻاءُ وڌي ويو.

30 جون 1970ع ته ون يونٽ کي ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو ويو ۽ پهرين جولاءِ 1970ع تي صوبا بحال ٿي ويا. انهيءَ تائين ماڇي ڳوٺ، ماڇڪو، سکر ضلع ۾ شامل هئا پر پوءِ انهن کي زوري پنجاب صوبي ۾ شامل ڪيو ويو جنهن ڪري سنڌي آدمشماري ۾ گهٽتائي آئي، اهو نه رڳو پر جيڪب آباد ضلعي مان بيل پٽ، جهٽ پٽ ۽ اوستو محمد ۽ روجهان جمالي کي بلوچستان صوبي کي ڏنا ويا. اهڙي طرح سان سنڌ جو ٻانهون ڪٽيندا ويا. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو سنڌي سنڌ ۾ پنهنجي بقاءُ جي جنگ وڙهي رهيا آهن.

هڪ طرف پنهنجي اڪثريت کي برقرار رکڻ لاءِ جتن ڪرڻا ٿا پون جيئن سنڌ تي مالڪي برقرار رهي ٻئي طرف اهي سنڌي جيڪي بلوچستان ۽ پنجاب ۾ آهن، پنهنجي سالميت جي جنگ لڙي رهيا آهن. جو انهن جو نئون نسل سنڌيت کان اڻواقف ٿيندو پيو وڃي، جو ان جي چوطرف غيرسنڌي ماحول آهي. تعليم اردو ۾ ڏني وڃي ٿي ۽ سماجي تعلق بروهي يا بلوچ يا پنجابي يا ٻئي ڪنهن غير ٻولي ڳالهائڻ واري سان آهي. جنهن ڪري هنن جو پنهنجو لساني، جاگرافيائي ۽ تاريخي وراثت کسجندي پئي وڃي ۽ هو ڪنهن ٻئي معاشري جا حصا بڻجندا پيا وڃن. نيٺ هڪ ڏينهن هو پنهنجو پاڻ کي بلڪل وساري ڇڏيندا. هو پنجابي يا بلوچ يا بروهي ٿي ويندا. هاڻي ته بلوچستان جي صورتحال اها آهي جو اتان جو سنڌي نه سنڌ جو ٿي سگهي ٿو نه بلوچستان جو، شاؤنسٽ انهن کي پنهنجو قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهن. جيتوڻيڪ هو 1530ع کان اڳ هو اتان جي رياستن جا مالڪ ۽ اڪثريتي آبادي وارا هئا.

اهڙي طرح سان ماڇڪو ۽ سرائڪي پٽي وارا سنڌي، ٻرڙا، اڄڻ، نائچ، ماڇي، مهر، چاچڙ، انڊڙ، ياڳت ۽ ٻيا سنڌي ذاتين وارا لساني ۽ معاشرتي طور تي پنجابي ٿي ويا آهن. سنڌ ۾ ٻه سنڌين لاءِ ماحول سازگار ڪو نه آهي ۽ پنهنجي بقاءَ جي جنگ پيا وڙهن.

14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان سنڌ جو شاهوڪار، مالدار ۽ پڙهيل طبقو مذهبي بنيادن تي




Scanned with CamScanner

لڏي هندستان هليو ويو، جنهن جي جاءِ تي اتان جو، مزدور ۽ هيٺين طبقي جو پڙهيل لڏي اچي سنڌ پهتو، جيڪي اڄ تائين 71 سال گذرڻ باوجود سنڌي معاشري جو حصو نہ ٿي سگهيا آهن، ويتر "آدھا ہمارا آدھا تمہارا" جي ڳالهہ ڪري رهيا آهن.

هوڏانهن سنڌي هندن جي لساني ۽ معاشرتي ۽ سماجي صورتحال اها آهي جو انهن جو نئون نسل، انگريزي ۽ هندي ڳالهائي ٿو پر سنڌي ڳالهائڻ لاءِ تيار نہ آهي. انهن ۾ ڪا بہ سنڌيت جو خوشبو ڪو نہ آهي. آخر اتي بہ ستر سال گذرڻ ڪان پوءِ سنڌين ۾ سجاڳي جي لهر آئي ۽ انهن محسوس ڪيو تہ هو پنهنجي تاريخي، لساني ۽ جداگانہ حيثيت وڃائي رهيا آهيون ۽ آخر هڪ ڏينهن سنڌيت ختم ٿي ويندي، جنهن ڪري انهن مان سڄاڻ ڏرين پنهنجي ٻولي، ثقافت، تهذيب، اصليت ۽ سنڌيت کي برقرار رکڻ ۽ بچائڻ لاءِ تحرڪ ۾ آيا آهن جو ان واسطي هڪ سجاڳي مهم شروع ڪري ڏني ويئي آهي.

اسان هن بيان ڪيل سچي صورتحال جو جائزو وٺنداسين تہ معلوم ٿيندو تہ سنڌيت خطري ۾ آهي، شايد هڪ ڏينهن باقي نہ رهون. انهيءَ حالتن ۾ ضروري آهي تہ اسان سنڌين کي پنهنجي اصليت، بڻ بنياد، خاندان ۽ نسل کان واقف ڪريون جيئن هو پنهنجي سڃاڻپ برقرار رکي سگهن. تاريخ ماضي جو ورق آهي جنهن جي پڙهڻ سان قومون پنهنجي مستقبل جو تعين ڪنديون آهن ۽ حال کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن.

منهنجي هن ڪتاب لکڻ جو اصل ۽ خاص مقصد اهو آهي تہ سنڌ ۽ سنڌيت جي تاريخ کي محفوظ ڪري، حسب، نسب ۽ نسل تان پردو کڻجي جيئن ايندڙ نسل پنهنجو ڳاٽ اوچو ڪري چئي سگهي تہ ها مان سنڌي آهيان!!

ها اها اسان جي سڃاڻپ آهي، ڪٽنب، کهول، قبيلي، نسب، نسل، قوميت، معاشري، سماجي جاگرافيائي ۽ تاريخي جيڪا دنيا ۾ ماضي، حال ۽ مستقبل لاءِ ضروري آهي ان ۾ ڪا بہ وڏائي، برتري ۽ انفراديت جو عنصر شامل ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ انسانن کي اها سڃاڻپ هن دنيا ۾ ڏني آهي جيئن هين جي آڏو مثال بڻجي سگهن ۽ ٻيا انهن جي چڱاين ۽ برائين جو احوال پيش ڪري سگهن. جيئن سورة الحجرات جي آيت نمبر 13 ۾ آهي تہ:

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ وَّ اُنْثٰى وَ جَعَلْنٰكُمْ شُعُوْبًا وَّ قَبَآئِلَ لِتَعَارَفُوْا ؕ

اي انسانو! بيشڪ اسان پيدا ڪيو توهان کي نر ۽ مادي مان ۽ اسان ڪيون توهان ۾ ذاتيون ۽ پاڙا (قبيلا) جيئن هڪ ٻئي کي سڃاڻو.

قبيلائي ۽ نسلي سڃاڻپ الله تعاليٰ جي طرفان مليل آهي، جيئن هڪ ٻئي کي سڃاڻو پر جيڪڏهن الله تعاليٰ چاهي ها تہ سڀني انسانن جو دين هڪ اسلامي هجي ۽ سڀ مسلمان هجن تہ ٿي سگهي پيو پر جيئن تہ الله تعاليٰ ڪيترن ئي ڳالهين ۾ انسان کي آزاد ۽ خودمختيار بڻايو آهي، تنهن ڪري هڪ ئي انسان حضرت آدم ۽ بيبي حوا جي اولاد مختلف مذهبن، خيالن، فڪرن، ٻولين، رنگن ۽ علائقن ۾ ورهايل آهي. انهيءَ ڪري رب سائين انهن کي ڌرتي تي ڦهلايو مختلف ذاتين، پاڙن ۽ نسلن ۾ ورهايو تہ جيئن هو هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهن. الله تعاليٰ کي ان جي ڪا بہ ضرورت نہ هئي ڇاڪاڻ هن جي ويجهو ۽ عزيز اهو انسان آهي، انهيءَ آيت جي ٻئي حصي مطابق:

اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَ اللّٰهِ اَتْقٰكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ خَبِيْرٌ ﴿۱۳﴾

بيشڪ وڌيڪ ڀلو توهان ۾ الله وٽ آهي وڌيڪ پرهيزگار بيشڪ الله ڄاڻندڙ خبر رکندڙ آهي.

الله تعاليٰ وٽ ان انسان جي ڀلائي آهي جيڪو ان جي حڪمن جي تعميل ۽ هدايل راهہ تي هلي ٿو، انسان انفرادي طور اڪيلو، پاڻ پنهنجن اعمالن جي مطابق جوابده آهي. الله تعاليٰ انهيءَ ڪري سورة العصر ۾ فرمايو آهي تہ:

وَالْعَصْرِ ﴿۱﴾ اِنَّ الْاِنْسَانَ لَفِيْ خُسْرٍ ﴿۲﴾ اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَتَوَاصَوْا بِالْحَقِّ ۙ وَتَوَاصَوْا بِالصَّبْرِ ﴿۳﴾

قسم آهي ٽيپهري جو. بيشڪ ماڻهو (انسان) گهاٽي (نقصان) ۾ آهي، مگر (پر) جن ايمان آندو ۽ ڪيائين ڪم چڱا ۽ هڪ ٻئي کي پارت ڪيائون حق (سچ) جي ۽ هڪ ٻئي کي پارت ڪيائون سهپ (برداشت، سهڻ) جي.

قرآن شريف جي هن سورة ۾ واضح آهي تہ انسان پيدائشي طور تي خساري ۽ نقصان ۾ آهي پر اهو نقصان مالي نہ آهي، جي الله تعاليٰ تي ايمان ڪٽي ان جي رسول ۽ ان جي موڪليل احڪامن تي عمل ڪندي سنائي، ڀلائي وارا ڪم ڪيائون ۽ ٻئي کي ان جي تلقين ڪيائون ۽ صاف طور هدايو تہ انسان جي ڀلائي ۽ فلاح وارو رستو ڪهڙو آهي ۽ غلط رستو





Scanned with CamScanner

ڪهڙو آهي، جنهن جي اختيار ڪرڻ سان هن جي تباهي ۽ بربادي آهي.

هاڻي اسان کي دنيا وارن کي ڪهڙي خبر پوي ته حال يا ماضي ۾ ڪنهن ڪنهن سنئو صحيح ۽ الله تعاليٰ جو ٻڌايل رستو اختيار ڪيو ۽ ڪنهن ڪنهن ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ جي باوجود پنهنجي لاءِ ڪڏ کوٽي ۽ نقصان ۾ ويو. ان جي نشاندهي تڏهن واضح ۽ صاف نموني نظر اچي ٿي ته ان جو تعلق ڪنهن خاندان، قبيلي ۽ نسل سان آهي، تنهن ڪري رب سائين هڪ حڪمت عملي سان انسان جي سڃاڻپ، ذات ۽ قبيلي سان رکي جيئن ٻيون قومون سبق پرائين ۽ اهو چوڻ ته الله تعاليٰ جي آڏو انسان جي ذاتي عملن، چاهي سٺا هجن يا برا حيثيت آهي پر ان جي سڃاڻپ، ذات ۽ قبيلي طور ڪئي آهي. الله تعاليٰ قرآن شريف جي مختلف آيتن ۾ قومن جي تباهي جو ذڪر انهن جي قبيلائي نالي سان ڪيو آهي، جيئن سورة التوبہ جي آيت 70 ۾ قوم نوح، عاد، ثمود، قوم ابراهيم ۽ مدين وارن ۽ اونڌن ڳوٺن جي، ساڳي طرح سورة ابراهيم جي 9 آيتن ۾ پڻ انهن کي قوم نوح، عاد، ثمود جي نالي سان تباهه ٿيندڙ قومن جو ذڪر ڪيو آهي.

سورة الحج جي 42، 43 ۽ 44 آيتن ۾ پڻ نافرمان ۽ تباهه ٿيندڙ قومن قوم نوح، عاد، ثمود قوم ابراهيم، قوم لوط ۽ مدين وارن جي نالي سان ذڪر ڪيو آهي ۽ سورة ق جي آيتن 12، 13 ۽ 14 ۾ قوم نوح، اصحاب الرس، ثمود و عاد، فرعون، لوط جا ڀائر، ايڪ وارا ۽ تبع جي قوم اهڙي طرح ٻين جو به ذڪر ڪيو آهي.

هن مان صاف ظاهر ۽ واضح آهي ته ذات ۽ قبيلي جي تخليق سڃاڻپ لاءِ آهي جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته انسانن جي ٽولن جي سڃاڻپ ڪيئن ٿئي ها پر الله تعاليٰ وٽ افضل اهو آهي جو پرهيزگار ۽ صاحب ايمان آهي، مولانا مودودي پنهنجي تفسير تفهيم القرآن ۾ لکيو آهي ته هڪ ئي مرد ۽ هڪ عورت مان هجڻ جي باوجود قومن ۽ قبيلن ۾ ورهائجڻ هڪ فطري امر هو. ظاهر آهي روءِ زمين جي سيني انسانن جو هڪ خاندان ته نه ٿو ٿي سگهي، نسل وڌڻ سان گڏ اهو ناگزير هو ته بيشمار خاندان ٺهن پوءِ خاندانن مان قبيلا ۽ پوءِ قومون وجود ۾ اچن.

انساني ٽولن کي ذات ۽ قبيلا ئي سڃاڻپ الله تعاليٰ جي طرفان مليل نشانين مان آهي، جيئن هو هڪ ٻئي جي ويجهو ٿي سگهن، تنهن ڪري ضروري آهي ته اسان پنهنجي حقيقي خاندان ۽ قبيلي جا فرد ٿي رهون ۽ فرض ٿئي ٿو ته ذات، ڪهول ۽ قبيلي جي به پوري ڄاڻ هجي ۽ ان سان لاڳاپيل رهون.

انهيءَ سيني ڳالهين کي ڏسي اهو چوڻ نهايت سولو ۽ ضروري ٿي پوي ٿو ته فرد يا خاندان کي ذات ۽ قبيلا ئي شناخت پنهنجي رکڻ گهرجي ۽ ڪڏهن به ذات ۽ قبيلو مٽائڻ نه گهرجي، ائين ڪرڻ سان پنهنجي سڃاڻپ وڃائي ويهون ٿا. اهڙي صورتحال اسان وٽ سنڌ ۾ تمام گهڻي آهي، پنهنجو حسب نسب مٽائڻ ۾ دير ڪو نه ٿا ڪن تنهن ڪري اهو ضروري ٿي پوي ٿو ته اهڙن ذاتين وارن جي ڇنڊڇاڻ ڪري انهن کي حق ۽ سچ جو آئينو ڏيکارجي.

ڪو به ذات وارو ٻي ذات واري کان برتر ۽ فضيلت وارو نه آهي. نه ڪو اوچو آهي نه نيچ، ڇاڪاڻ ته سيئي هڪ ئي آدم جي اولاد آهيون. الله تعاليٰ انسانن کي ذات، پاڙي، قبيلي ۾ انهيءَ ڪري ويهاريو آهي ته جيئن اسان فطري صورت ۾ هڪ ٻئي کي سڃاڻون، جڏهن ڪا به معاشرتي، سماجي معاهدو يا مٽي مائٽي ڪيون ته خبر پوي ٿي ته هو ڪير آهي ۽ مان ڪير آهيان، انهيءَ ڪانسواءِ هڪ خاندان، هڪ ڪهول ۽ هڪ قبيلي وارا پاڻ ۾ ويهي گڏيل مسئلن کي حل ڪن، هڪ گڏيل، سماج، معاشرو جوڙي سگهن، جيڪي ماڻهو يا خاندان يا قبيلا پنهنجو نسب بدلائين ٿا يا غلط ٻڌائين ٿا اهو فعل الله تعاليٰ کي ناپسند آهي، سورة الاحزاب جون آيتون 4 ۽ 5 ان جي دلالت ڪن ٿيون جيئن آهي ته:

مَا جَعَلَ اللّٰهُ لِرَجُلٍ مِّنْ قَلْبَيْنِ فِيْ جَوْفِهٖ ۚ وَمَا جَعَلَ اَزْوَاجَكُمُ الّٰٓـئِيْ تُظٰهِرُوْنَ مِنْهُنَّ اُمَّهٰتِكُمْ ۚ وَمَا جَعَلَ اَدْعِيَاۗءَكُمْ اَبْنَاۗءَكُمْ ۭ ذٰلِكُمْ قَوْلُكُمْ بِاَفْوَاهِكُمْ ۭ وَاللّٰهُ يَقُوْلُ الْحَقَّ وَهُوَ يَهْدِي السَّبِيْلَ ۝ اُدْعُوْهُمْ لِاٰبَاۗىِٕهِمْ هُوَ اَقْسَطُ عِنْدَ اللّٰهِ ۚ فَاِنْ لَّمْ تَعْلَمُوْٓا اٰبَاۗءَهُمْ فَاِخْوَانُكُمْ فِي الدِّيْنِ وَمَوَالِيْكُمْ ۭ وَلَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ فِيْمَآ اَخْطَاْتُمْ بِهٖ ۙ وَلٰكِنْ مَّا تَعَمَّدَتْ قُلُوْبُكُمْ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ۝

نه ڪيون آهن الله هڪ ماڻهو لاءِ ٻه دليون سندس اندر ۾ ۽ نه ڪيائين زالون توهان جون اهي جن کي ماءُ جهڙو چئو ٿا. مائرو توهان جو ۽ نه ڪيائين توهان جي ٽيلن کي توهان جا پٽ اهي اٿو، چوڻ توهان جو پنهنجي واتن ۽ الله چوي ٿو حق ۽ اهو ڏيکاري ٿو رستو. سڏيو انهن کي سندن پيئرن جو اهو پورو انصاف آهي الله وٽ، پوءِ جيڪڏهن نه ڄاڻو انهن جا

پيئر (والد) پوءِ آهن پائر توهان جا دين ۾ ۽ توهان جا دوست ۽ ناهي توهان تي ڪو گناهه هن ۾ جو ڀلجي چيو اٿو اهو پر ان ۾ جو ارادو ڪيو توهان جي دلين ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي.

هنن آيتن کي غور سان پڙهندؤ ته معلوم ٿي ويندو ته الله تعاليٰ اولاد کي پنهنجي حقيقي والد جي نسبت سان سڏڻ جو حڪم ڪيو آهي، جيڪو ان جي انحرافي ڪري ٿو اهو الله تعاليٰ وٽ وڏو گناهگار ۽ مجرم آهي. تنهن ڪري پنهنجو حسب نسب، اصل ذات، پاڙو، ڪٽنب، کهول، نسل ۽ قبيلو مٽائڻ نه گهرجي ۽ پنهنجي اصل نسلي سڃاڻپ کي نه رڳو ظاهر ڪريو پر ان کي برقرار به رکو ڇاڪاڻ ائين نه ڪرڻ سان پنهنجن وڏن کي گار ڏني وڃي ٿي. مولانا ابواعليٰ مودودي تفسير تفهيم القرآن ۾ لکيو آهي ته انسان هڪ وقت ۾ مؤمن ۽ منافق، سچو ۽ ڪوڙو، بدڪار ۽ نيڪوڪار نه ٿو ٿي سگهي، هن جي سيني ۾ ٻه دليون ڪو نه آهن. جو هڪ ۾ اخلاص هجي ۽ ٻي ۾ خدا کان بي خوفي. انهيءَ ڪري انسان جي هڪ وقت ۾ هڪ ئي حيثيت رهي ٿي.

اسان ٻنهي آيتن کي غور سان جاچڻ کان پوءِ ان نتيجي تي پهتا آهيون ته جيئن انسان هڪ وقت ۾ هڪ ڪيفيت ۾ رهي ٿو ۽ ٻئو معيار ڪري نٿو سگهي تنهن ڪري هو هڪ وقت ۾ هڪ ئي خاندان جو ٿي رهي سگهي ٿو ان کي بدلائڻ يا حسب نسب غلط بيان ڪرڻ سان هن جي نسلي صورت هرگز تبديل نٿي ٿي سگهي، جنهن ڪري پنجين آيتن ۾ سختي سان منع ڪئي وئي آهي. مولانا مودودي انهيءَ سلسلي ۾ وڌيڪ وضاحت ڪندي لکي ٿو ته پٽيلو (گود ورتل يا نپايل يا ڪنهن کان پنهنجي لاءِ اولاد جي نه هجڻ ڪري اولاد جي جاءِ تي ورتي ان جو درجو ڏنو وڃي) جنهن جي لاءِ ڪيل حڪم جي تعميل ۾ سڀ کان پهريان جيڪا اصلاح نافذ ٿي اها هيءَ هئي ته نبي ڪريم ﷺ جي پٽيلي (پٽ سڏيل، گود ورتل. ڪنهن ٻئي جي اولاد جنهن کي پنهنجو پٽ يا اولاد جو درجو ڏنو ويو هجي) حضرت زيد کي زيد بن محمد چوڻ بجاءِ ان جي حقيقي پيءُ جي نسبت سان زيد بن حارث چوڻ شروع ڪيو. بخاري، مسلم، نسائي، حضرت عبدالله بن عمر جي روايت کي نقل ڪندي لکيو آهي ته زيد بن حارث کي پهريان سڀ ماڻهو زيد بن محمد چوندا هئا پر هن آيت (آيت نمبر 5) نازل ٿيڻ کان پوءِ هن کي زيد بن حارث چوڻ شروع ڪيو. هن آيت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ اها ڳالهه حرام قرار ڏني ويئي ته ڪو به شخص پنهنجي حقيقي پيءُ کانسواءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن پنهنجو نسب منسوب ڪري. بخاري، مسلم ۽ ابوداڊئود ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص کان روايت نقل ڪيل آهي ته حضور جن فرمايو ته من ادعیٰ الیٰ غیر ابیه وهو یعلم انه غیر ابیه فالجنة علیه حرام جنهن پنهنجو پاڻ کي پنهنجي پيءُ (اصل حسب نسب، ذات پات، پاڙو، قبيلو، نسل، قوميت) کانسواءِ ڪنهن ٻي جو پٽ چورايو (حسب نسب، ذات مٽائي) جڏهن ته هن کي خبر (معلوم) آهي ته اهو ان جو پيءُ نه آهي، (ان جي ذات، پاڙي، قبيلي) ان تي جنت حرام آهي، اهو به چيو ويو آهي ته نسب، نسل، ذات، قبيلو، مٽائڻ واري فعل کي سخت گناهه قرار ڏنو ويو آهي. ان جي سختي سان منع ٿيل آهي ته جنهن کي دين جو ڀاءُ ۽ رفيق ٻڌايو ويو آهي، اهو به ڪنهن به صورت ۽ حالت ۾ پنهنجو نسب ڪنهن ٻئي سان ملائي.

اسان وٽ ڇا آهي جو اڪثر سنڌي ذاتيون سنڌي سڏائڻ کي عيب يا گهٽ سمجهي، عرب، بلوچ يا ڪنهن ياجوج ماجوج جي اولاد سڏرائڻ تي فخر سمجهندا آهن. هن آيت ۾ اهو به واضح نموني آيو آهي ته جيڪڏهن اوهان ڄاڻ واڻي پيءُ (نسب، نسل، قبيلو) مٽايو ته اهو گناهه آهي. علامه عماد الدين ابن ڪثير پنهنجي تفسير ۾ لکيو آهي ته توهان ڪنهن کي ڪنهن جو پٽ چئو، ان سان حقيقت بدلجي نٿي وڃي، حقيقت اها آهي ته اهو ان جو پٽ (نسب، نسل، قبيلو) آهي، جنهن مان پيدا ٿيو آهي. اهو ناممڪن آهي ته هڪ ئي پٽ جا ٻه پيئر هجن، جيئن اهو ناممڪن آهي ته هڪ ئي سيني ۾ ٻه دلبون هجن. هو لکي ٿو ته حديث ۾ بيان ٿيل آهي ته جيڪو شخص ڄاڻي واڻي پنهنجي نسب پنهنجي پيءُ طرف ڪرڻ بدران ڪنهن ٻئي ڏانهن ڪري اهو ڪفر آهي (تفسير ابن ڪثير جلد چوٿون، صفحو 206 کان 208) الله تعاليٰ هڪ مرد ۽ عورت مان پيدا ڪيو آهي، ڪنهن کي به ڪنهن جي مٿان فوقيت حاصل ڪونهي، سواءِ ان جي جيڪو مطيع، پرهيزگار ۽ الله تعاليٰ جي حڪمن جي پيروي ڪري ٿو ۽ ان جي هدايل رستي تي هلي ٿو. سورة الاعراف جي آيت نمبر 172 ۾ به واضح لکيل آهي ته الله تعاليٰ حضرت آدم جي پوين مان انهن جا نسل پيدا ڪيا. اسان تي فرض آهي ته اسان ان نسل مان چورايو ۽ ان جي حفاظت ڪيون جيئن الله تعاليٰ وٽ سرخرو ٿيو ان جي عبادت ڪري.

هاڻي اسان تي منحصر آهي ته اسان پنهنجي حسب نسب، نسل، قبيلي جي سڃاڻپ کي برقرار رکي الله تعاليٰ جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ ان جي احڪامن جي پيروي




Scanned with CamScanner

ڪريون جڏهن ته هڪ ڪنهن به نسل ۽ قبيلي کي ٻئي ڪنهن نسل ۽ قبيلي تي فوقيت ڪونهي ته پوءِ پلا ماڻهو پنهنجو حسب ۽ نسب ڇو مڃائين، حضور جن ته واضح ڪري ڇڏيو آهي حجة الوداع جي موقعي تي هڪ هنڌ فرمايو ته:

”توهان خبردار رهو، اوهان سڀني جو خدا هڪ آهي، ڪنهن عرب کي ڪنهن عجمي تي، ڪنهن عجمي کي ڪنهن عرب تي، ڪنهن ڳوري کي ڪنهن ڪاري تي ۽ ڪنهن ڪاري کي ڪنهن ڳوري تي ڪا به فضيلت (وڏائي، فوقيت) حاصل ڪونهي پر تقويٰ جي لحاظ کان الله تعاليٰ جي ويجهو توهان سڀني کان وڏي عزت وارو اهو آهي جيڪو سڀ کان وڌيڪ پرهيزگار هوندو.“

هڪ ٻي حديث ۾ رسول جن فرمايو ته توهان سڀ آدم جي اولاد آهيو ۽ آدم مٽي مان پيدا ڪيو ويو. ماڻهو پنهنجي اباؤ اجداد (وڏن، جدامجد) تي فخر ڪرڻ ڇڏي ڏين نه ته اهي الله تعاليٰ جي نظر ۾ هڪ حقير ڪيڙي کان وڌيڪ ذليل و خوار ٿيندا. تنهن ڪري ڪوڙي ٺٺ ٺانگر، داداگيري، ارهه زورائي، ڏاڍ مڙسي، زوري زبردستي ۽ اڪثريت جي بنياد تي پنهنجي ذات ۽ قبيلو مڃائي ٻي ذات ۽ قبيلي مان سڏائڻ کي الله تعاليٰ معاف نٿو ڪري. ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي پيءُ ماءُ ۽ اباؤ جداد کي گار ڏيئي يعني ابو امڙ مٽائي ڇڏي ٿو، تنهن ڪري اڄ انهيءَ ڪوشش ۾ رڌل آهيان ته ذاتين، قبيلن ۽ نسلن جي حقيقي پشت ۽ شجرو پيش ڪري آئينو ڏيکارجي ۽ جيڪو صدين کان گناهه ڪندا آيا آهن ان جي تلافي ڪري سگهن.

سنڌي قبيلن سان تعلق رکڻ وارين ڪيترين ذاتين ۽ قبيلن پنهنجي سماجي، معاشرتي ۽ تاريخي ورثي کي ڇڏي غير سنڌين جي روشن کي جاءِ ڏيڻ شروع ڪئي آهي، جيڪو پڻ پنهنجي وجود تي وار ڪرڻ جي برابر آهي ۽ سنڌين جي پيرن هيٺيان نه صرف ڌرتي کسڪندي پئي وڃي پر انهن جو سماجي ۽ معاشرتي ورثو به کسجندو پيو وڃي.

جيڪڏهن انهيءَ روش کي نه روڪيو ويو ته هڪ ڏينهن ڪتابن جي ورقن ۾ هونداسين ته سنڌي نالي واري ڪا قوم هئي جنهن پنهنجو وجود پاڻ مٽائي ڇڏيو.

مان جڏهن تحقيق جي سلسلي ۾ ڪيترن ماڻهن ۽ معتبرن شخصيتن سان مليس ۽ ڪائن معلومات ورتي ۽ شجرو طلب ڪيو ته انهن ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ شڪ ڪيو ته مان (اياز) ان مان مال ڪمائي محل ۽ ماڙي نهرائيندس، ان جي انفرادي سوچ تباهي جي علامت آهي، هاڻي وڏيري چڱي مڙس جي جاءِ ته ڀوتار سردار چيف سردار ٿي ويا آهن ۽ گهر گهر سردار بڻجڻ جي شوق ۽ قومي ورثي کي لتاڙي پائمال ڪري رهيا آهن ۽ اهي ذاتيون، جن وٽ سماجي ڪا به حيثيت نه هئي صرف راڄ ۾ شامل هئا، اهي به سردار بڻجي ويا آهن، ڇڪتاڻ ۽ ڊوڙ ۽ ريس پيدا ٿي آهي، جنهن سبب سنڌي سماج، ذات ۽ قبيلي کي وڏو نقصان رسيو آهي.

تحقيق دوران منهنجي آڏو اهو واضح ٿي ويو ته اهلبيت لاءِ ئي سيد جو خطاب ۽ لقب مخصوص آهي، عرب ۽ ان جي تقليد ڪندڙ ڪنهن به غير اهلبيت کي سيد جو درجو ڏيڻ يا ان جي برابر ڪرڻ لاءِ سيدنا نالي جي اڳيان لڳائيندا آهن، جنهن جي ڪري اڻواقف، اڻپڙهيل ۽ جاهل ماڻهو لاءِ ڪا به تميز نه ٿي رهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي ته ڪيترا غير فاطمي سيد ۾ شامل ٿي ويا آهن جو هاڻي ڍرڪي کان وٺي ڪراچي تائين، جيڪب آباد کان وٺي ٺٽ جي پٽن تائين سيدن جو تعداد وڌي ويو آهي ۽ وڏي اهميت وٺندا پيا وڃن، جنهن ڪري اهو ضروري آهي ته سماجي برائين کي ختم ڪرڻ لاءِ اهڙن هٿ ڪنڊن استعمال ڪندڙن جي ڇنڊڇاڻ ٿيڻ گهرجي، انهيءَ ڪانسواءِ ڪوڙ ۽ داداگيري تي ٻڌل سماجي ۽ معاشرتي وڏائي ڪندڙن کي پنهنجو آئينو ڏيکارجي ته گهٽ ۾ گهٽ سماجي برائين ۾ ٿيندڙ واڌ کي ته روڪي سگهجي ٿو.

اڄ سنڌ جي ماضي جي نامور خاندانن جي پوين سان رابطو ڪيو ۽ سندن کان معلومات ۽ ڇاڻ وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن جي موٽ اٽي ۾ لوڻ برابر ملي ۽ محسوس ڪيو ته آخر جو سنڌي گهراڻا پنهنجي وجود کي بچائڻ نه ٿا چاهين يا انهن جي ان ۾ ڪهڙي مصلحت ۽ سبب آهي جو پنهنجي نسل جو بچاءُ رکڻ ۽ آئينده لاءِ محفوظ ڪرڻ ۾ انهن جي چاهت ڇو ڪو نه آهي، جنهن ڪري معلوماتي ادارا ۽ محقق اهو ثابت نه ٿا ڪري سگهن ته سنڌي ماضي جي هڪ شاندار قوم هئي.

ٽالپرن کان پوءِ جڏهن برٽش سرڪار سنڌ جا حاڪم ٿيا ته انهن ننڍي کنڊ جي ذاتين، قبيلن، گهراڻن ۽ کهول جي بڻ بڻياد تي ريسرچ شروع ڪئي، جيئن انهن جو تاريخي جائزو وٺي پنهنجي حڪمت عملي جوڙي سگهجي. جڏهن People of India تي ڪم ٿيو ۽ ڇپائي پڌرو ڪيو ته ان جي ڇهين واليوم جيڪو سنڌ لاءِ مخصوص هو، تنهن ۾ سنڌ ۾ رهندڙ اڪثر ذاتين ۽ قبيلن ۽ ڪٽنبن ۽ کهول وارن کي بلوچ ڪري لکيو، جيئن نومڙيا بلوچ، انڙ بلوچ، جوکيا بلوچ، بعد ۾ انهن تي ترميمون ٿيون پر جن تي غير سنڌي هئڻ جو ڀوت سوار

هو، انهن ان کي پنهنجو جواز بڻائي ڇڏيو.

نسب ۽ نسل جو بدلائڻ تاريخ سان اهڙي هٽ چراند آهي، جو بذات خود تاريخ، وراثت ۽ سچ گم ٿي وڃي ٿو ۽ اهو پاڻ پنهنجي حيثيت ۽ اهميت کي وڃائي ڇڏي ٿو ۽ معاشري ۾ ڪو به عزت ڀريو مقام ۽ احترام لائق نه ٿو رهي ۽ جن کي ان جي بڻ بنياد جي خبر آهي، انهن جي آڏو ڪنڌ شرم کان جهڪيل رهي ٿو، انهيءَ ڪري مان ڪوشش ڪئي آهي ته سنڌ ۽ ان جي آسپاس ۾ رهندڙ ذاتين ۽ ڪٽنب، ڪهول، ڪڙم، قبيلي، نسل بابت تحقيق ڪري سچائي کي پڌرو ڪجي، خاص ڪر سنڌي قبيلا جن کي سنڌي ٿيڻ تي شرم اچي ٿو، تن کي سندن اهليت کان آگاهه ڪريان.

منهنجو هت هي بيان ڪرڻ جو اصل مقصد هي آهي، حقائق سامهون آڻجن جيئن اهو معلوم ٿئي ته سنڌ ۽ سنڌيت ڪيئن سڪڙجندي نندي ٿيندي پئي وڃي ۽ ڪيئن اڪثريت اقليت ۾ تبديل پئي ٿئي، جنهن جو مستقبل ۾ نتيجو اهو نڪرندو جو سنڌي قوم جو وجود ڪو نه رهندو ۽ جڏهن قومي حيثيت ختم ٿي ويندي آهي ته پوءِ ڌرتي به نه رهندي آهي ۽ ڪنهن ٻئي نالي سان منسوب ٿي ويندي ۽ ان نالي سان سڏي ويندي!! 1530ع کان اڳ ۾ بلوچستان ۽ بلوچ نالي جو وجود ڪو نه هو، قلات ملڪ ۽ سيورائي قلات سڏبو جڏهن اتي ٻيا قابض ٿيا ته ان کي نادر شاهه پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪري بلوچستان نالو ڏنو ۽ اتي رهندڙ سنڌي جيڪي 1530ع تائين مالڪ هئا اهي اڄ اتي پنهنجي قومي وجود ۽ ٻولي بچائڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن ۽ موجوده دور ۾ انهن کي اتان جو رهاڪو به تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪري رهيا آهن. ڪيڏو نه وڏو الميو آهي ۽ جيڪڏهن سنڌ ۾ به سنڌي اڳواڻ نه جاڳيا ۽ اکيون نه پٽيون ته هت به بلوچستان جهڙي صورتحال پيدا ٿي ويندي ۽ پنهنجي وجود جي جنگ هارائي ويهنداسين، تنهن ڪري ضروري آهي ته پنهنجي اصل حسب، نسب جي ڄاڻ رکي ان جي حفاظت ڪريون جيئن گلوبل دنيا جي ڦرندڙ حالتن کي منهن ڏيئي سگهون ۽ پنهنجو قومي وجود کي برقرار رکي سگهون ۽ وڏي واڪي سيني کي ٺڏائي سگهون ته ها مان سنڌي آهيان..... ها مان سنڌي آهيان، جنهن جو ورثو پنجاهه هزار سال قبل مسيح کان شاندار آهي، تهذيب، تمدن جو باني آهيان، امن ۽ سلامتي جو مثال آهيان ۽ بنيادي طور توحيد پرستي ۽ عبادت گذار آهيان، ها مان سنڌي آهيان!!

آخر ۾ آءٌ انهن سڀني سڄڻن، خيرخواهن جو نهايت ٿورائتو آهيان، جن ذاتين ۽ قبيلن جي معاملي ۾ مدد ڪئي ۽ آءٌ انهن جو به احسانمند آهيان جن بار بار چوڻ ۽ اسرار ڪرڻ جي باوجود، معلوم هوندي به پنهنجي خاندان، ذات ۽ قبيلي جي معلومات ڏيڻ کان نٽايو، جنهن ڪري مان وڌيڪ جستجو ۽ محنت کي لڳي ويس ۽ وڃي هنڌ ڪيو، جيڪڏهن هو اهو رويو اختيار نه ڪن ها ته شايد مان ايتري ڄاڻ ۽ سڌ حاصل ڪري نه سگهان ها! آءٌ هن ڪتاب جي سلسلي ۾ ڪمپوزرن کان وٺي پبلشر جو به شڪرگذار آهيان جن مواد کي سهيڙڻ ۽ ڇپائڻ ۾ ڪا به ڪوتاهي ۽ دير نه ڪئي.

آءٌ اوهان يعني پڙهندڙن جي راءِ، تنقيد، واڌاري ۽ سڌاري ڪرڻ وارن جي اوسيئڙي ۾ هوندس، انتظار رهندو، الله تعاليٰ اوهان سڀني جي ڀلائي ڪندو، صحت، تندرستي ۽ وڏي ڄمار عطا ڪندو.

**اياز ڀاڳت**

24 سي، اوورسيز پاڪستاني فائونڊيشن

ڪالوني، نئون ديرو روڊ لاڙڪاڻو

تاريخ : 10 آگسٽ، 2018ع

موبائل : +923003418511

# پيدائش: ڪائنات جو وجود

رب العالمين هيءَ ڪائنات ڪهڙي مقصد لاءِ جوڙي، تنهن لاءِ ڪنهن جي به راءِ حتمي نٿي ٿي سگهي پر اهو ضرور چئبو ته هن ڪائنات جي ڪا به شيءِ بغير ڪنهن مقصد جي ڪونه جڙي آهي. هي وسيع ڪائنات ڪرب نوري سالن تي مشتمل آهي، جنهن تائين انسان جو پهچڻ ۽ سوچڻ ناممڪن آهي. هن ڪائنات ۾ الله تعاليٰ انسان کي پنهنجن هٿن سان سهڻو ڪري پيدا ڪيو آهي، جيئن هو پنهنجي رب جي عبادت ۽ اطاعت ڪري سگهي. هن سمجهڻ سوچڻ ۽ ڳالهائڻ جو ڪيس اختيار ڏئي ڇڏيو آهي.

ڪائنات ڪيئن جڙي؟ تنهن لاءِ سائنسدان چون ٿا ته ڪربين سال اڳ دنيا ۾ هڪ وڏو ڌماڪو "بگ بين" ٿيو جنهن جي ڪري ڪائنات وجود ۾ آئي.

انسان، جنهن کي تخليق ڪان تحقيق جو حق مليل آهي تنهن پنهنجن خيالن موجب تخليقِ ڪائنات جا مختلف نظريا پيش ڪيا آهن جنهن جو تفصيل مان پنهنجي ڪتاب "عظيم سنڌ" ۾ ڏنو آهي. سنڌين، سميرين، مصرين، بابلين، آرين، يونانين، چينين ۽ ايرانين جي نظريه تخليق ڪان علاوه بائيبل ۾ پيدائش جو ذڪر ٿيل آهي پر قرآن شريف جيڪو حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تي لٿو ۽ آخري الهامي ڪتاب آهي، تنهن ۾ ان جو ذڪر هيئن آيو آهي:

سورت الرعد آيت 16 ۾ آهي "چئو (اي رسول) الله ئي هر شيءِ جو خالق آهي ۽ اهو ئي اڪيلو غالب آهي."

ٻئي هنڌ هيئن ذڪر آهي:

"الله ڪانسواءِ ڪو به عبادت جي لائق ناهي، اهو ئي عرش عظيم جو مالڪ آهي." (سورت النمل آيت 26)

وڌيڪ پاڻ فرمايو ويو "ان جو عرش پاڻيءَ تي آهي (سورت هود آيت 7) ۽ ان کي فرشتا کنيو بيٺا آهن." سورت المومن ۾ آيو آهي "اهي جن (ملائڪ) عرش کنيو ۽ ان جي چوڌاري پنهنجي رب جي تعريف سان گڏ ان جي پاڪائي بيان ڪن ٿا."

قرآن شريف جي سورت النور ۾ ذڪر آهي ته "الله آسمان ۽ زمين جو نور آهي." (آيت 35) "خدا هر جاندار شيءِ کي پاڻي مان پيدا ڪيو آهي." (آيت 45)

"ڇا اهي ماڻهو جن (نبي جي ڳالهه مڃڻ کان) انڪار ڪيو آهي، غور نٿا ڪن ته هي سڀ آسمان ۽ زمين هڪ ٻئي سان مليل هئا، پوءِ اسان انهن کي جدا ڪيو ۽ پاڻيءَ مان هر زنده شيءِ پيدا ڪئي، ڇا اهي نه ٿا مڃن؟ اسان زمين تي جبل ثاهيا ته زمين انهن (ماڻهن) کي وٺي هلڻ نه لڳي. ان ۾ ويڪرا رستا ٺاهيا (جيئن) شايد ماڻهو پنهنجو رستو معلوم ڪن ۽ اسان آسمان کي هڪ محفوظ ڇت ٺاهيو پر هي آهن جيڪي انهن نشانين طرف توجه ئي نه ٿا ڪن ۽ اهو الله ئي آهي جنهن رات ۽ ڏينهن ٺاهيو، سج ۽ چنڊ پيدا ڪيو، سڀ هڪ هڪ فلڪ ۾ تري رهيا آهن."

قرآن شريف جي سورت مريم ۾ وڌيڪ ذڪر هيئن آهي "اهو رب آهي آسمان ۽ زمين جو ۽ انهن سڀني شين جو جيڪي آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ آهن. الله تعاليٰ پهريون آسمان خلقيو ۽ پوءِ زمين کي پيدا ڪيو ۽ ان (آسمان) ڪانپوءِ زمين کي وڇايو." (سورت النازعات آيت 30)

ٻي هنڌ فرمايو آهي "۽ پوءِ آسمان (جي بنائڻ) ڏانهن توجهه فرمايو ۽ اهو ان وقت) دونهون هو. سو ان کي ۽ زمين کي فرمايو ته اوهين ٻئي خوشيءَ سان اچو يا زور سان، ٻنهي عرض ڪيو: اسان خوشيءَ سان حاضر آهيون، سو ٻن ڏينهن ۾ ان جا ست آسمان بڻايائين ۽ هر آسمان ۾ ان جي مناسب پنهنجو حڪم (فرشتو) موڪليائين ۽ اسان هيٺين آسمان کي ستارن جي زينت ڏني ۽ ان جي حفاظت ڪئي. هي ان عزت

واري ۽ علم واري جو ٺهيل آهي.“ (سورت حم السجدة 12)

سورت الفرقان ۾ ذڪر آهي تہ ”هو (الله) جنهن ڇهن ڏينهن ۾ زمين ۽ آسمان کي ۽ سيني شين کي بڻائي ڇڏيو جيڪي آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ آهي ۽ پوءِ پاڻ عرش تي ويٺو. ان جو شان ڪنهن ڄاڻڻ واري کان پڇو.“ (آيت 59)

زمين بابت ذڪر آهي ”چئو تہ ڇا توهان ان جو منڪر آهيو، جنهن زمين کي ٻن ڏينهن ۾ پيدا ڪيو ۽ ان زمين جي مٿان جبل ٺاهيا ۽ انهن ۾ برڪت رکي ۽ انهن ۾ قوت مقرر ڪئي چئن ڏينهن ۾.“ (سورت حم السجدة آيت 19)

رات ۽ ڏينهن بابت فرمان آهي ”اهو ان لاءِ تہ رات مان ڏينهن ۽ ڏينهن مان رات ڪرڻ وارو الله ئي آهي ۽ اهو الله ئي آهي جنهن رات کي توهان لاءِ لباس ۽ ننڊ کي سڪون (موت) ۽ ڏينهن کي اٿڻ جو وقت بڻايو.“ (سورت الحج آيت 61)

هن ڪائنات ۾ جنهن بہ شيءِ جو وجود آهي ان جو خالق رب العالمين آهي جنهن پنهنجي مرضيءَ موجب شيون خلقيون آهن. هيءَ ڪائنات رب جي حڪم سان ڇهن ڏينهن ۾ وجود ۾ اچي ويئي ۽ هن ڌرتي جي ڄمار ساڍن چئن ارب سالن کان وٺي پنج ارب سالن تائين آهي پر ان کي ضرورتن آهر سنوارڻ لاءِ هڪ ارتقائي مرحلي مان گذرڻو پيو. انسائيڪلوپيڊيا آف ريڊرز ڊائجسٽ مطابق هن ڌرتي کي سمنڊ جي پاڻي مان نڪتي ساڍا تيرهن ڪروڙ سال ٿي ويا آهن. سائنسدانن زمين جي عمل ۽ ان تي زندگي جي آغاز کي مختلف دورن ۾ ورهايو آهي.

آسمان، زمين، جبل، سج، چنڊ، تارا ۽ ڪهڪشائون وجود ۾ اچي ويون پر هتي زندگي جو آغاز ڪيترن اربن سالن کان پوءِ شروع ٿيو جنهن ۾ انسان ڪونہ هو. زندگي جي ارتقا بابت ڊارون پنهنجي نظرئي ۾ ٻڌايو آهي تہ ”ٻوٽن ۽ جانورن جي ابتدا ۾ اها صورت نہ هئي جيڪا اڄ آهي، انهن ۾ ڪروڙن سالن کان تبديليون ايندريون رهن ٿيون. انهن تبديلين جو بنيادي سبب موسم ۽ جاگرافيائي حالتن جي ڦير گهير آهي، جيڪي ٻوٽا ۽ جاندار ان ماحول سان هم آهنگ نہ ٿي سگهيا، اهي ختم ٿي ويا. اهڙا ٻوٽا ۽ جانور ان تبديلي سان گڏ پنهنجي جسم جي بناوت کي تبديل ڪندا رهيا. هي عمل ڪروڙن سالن کان جاري آهي، هي تبديليون ايندڙ نسل ۾ بہ منتقل ٿينديون رهن ٿيون ۽ اهڙي طرح نئون نسل پنهنجي ماحول مطابق وڌيڪ تبديليون ڪندو رهي ٿو ۽ نيون نيون شيون پيدا ٿينديون رهن ٿيون. ڊارون ان عمل کي فطري عمل ڪوٺيو آهي. ڊارون جو چوڻ آهي تہ انسان، حيوان، وڻن ۽ ٻوٽن کي ڪنهن بہ نہ خلقيو آهي. اهي ماحولياتي تبديلين جي ڪري وجود ۾ آيا آهن ۽ موجوده شڪل تائين پهتا آهن.

ڪتاب لکن ٿا تہ شروعات ۾ زندگي جو وجود هڪ مادي مان شروع ٿيو، جتان زندگي مختلف روپ ورتا. ان وقت جي موسمي حالتن، گردشن، گئسن جي ڦهلاءَ جي ميلاپ سان ارتقا جي مرحلا طئي ٿيندا ويا تان جو مڇيءَ جي ڪنهن قسم جل ٻومي جو روپ اختيار ڪيو. اهي جل ٻومي جانور، ويڙهاڪ جانورن جا ابا ڏاڏا هئا. انسان جو اوائلي ابو ڏاڏو ڇهہ ست ڪروڙ سال اڳ نوريئڙي جهڙو جانور هو، جيڪو وڻن جي ٽارين تي گذر بسر ڪندو هو. ماهر چون ٿا تہ انسان ۽ ٻيا ڪيترا جانور پئدائشي طور هڪ جهڙي صورت ۾ هئا جيئن ڳئون، ڪڪڙ، ڪڇون ۽ مڇي. جيئن انهن جي نشونما ٿي تہ انهن عليحده صورت اختيار ڪري ورتي. انهي نوريئڙي جهڙي جانور مان وڻن تي جُهلندڙ باندر نما جانور جو بنياد پيو جيڪو اوائلي زماني ۾ هزارين فوٽ ڊگهن وڻن جي چوٽين تي رهندو هو. انهي جانور جي اولاد مان انسان آهي!

انسان جي تخليق بابت قومن جا مختلف نظريا ۽ عقيدا آهن پر قرآن شريف ۾ انسان جي پئدائش، ان جي نسل ۽ سندس ڏاڏي جو ذڪر بلڪل مختلف آهي. الله تعاليٰ انسان کي انسان جي صورت ۾ ئي پيدا ڪيو آهي. هو ڪنهن نوريئڙي، باندر يا ڪنهن مڇيءَ جو اولاد نہ آهي. هو هڪ مڪمل انسان جي صورت ۾ آندو ويو آهي. اهو برابر اهي تہ هر هڪ خطي ۾ انسان جو معاشرتي سلسلو ۽ منهن مهاندا الڳ الڳ آهن. قرآن شريف ۾ حضرت آدم عليہ السلام جي پيدا ڪرڻ جي سلسلي ۾ ذڪر آيو آهي تہ:

”اسان انسان کي، ڪڙڪندڙ ڳريل مٽيءَ جي سڪي گاري مان ٺاهيو ۽ ان کان اڳ ۾ اسان جنهن کي باهہ جي الي مان پيدا ڪري چڪا هئاسين. پوءِ ياد ڪر ان موقعي کي جڏهن تنهنجي پالڻهار فرشتن کي چيو: آءٌ ڪني، ڳريل مٽيءَ جي سڪي گاري مان هڪ بشر پيدا ڪري رهيو اهيان. جڏهن آءٌ کيس پورو بنائي ڇڏيان ۽ منجهس پنهنجي روح مان ڪجهہ ڦوڪيان تہ توهان سڀ سندس اڳيان سجدي ۾ ڪري پئجو، پوءِ سيني فرشتن سجدو ڪيو سواءِ ابليس جي، جنهن سجدو ڪرڻ وارن جو ساٿ ڏيڻ کان انڪار ڪيو.“ (سورت الحج آيت 26 کان 31)




Scanned with CamScanner

اهو حضرت آدم عليہ السلام هو جنهن ۾ الله تعاليٰ روح ڦوڪي بشر کي پيدا ڪيو ۽ سندس ساٿي طور بي بي حوا کي خلقيائين. سورت النساء جي پهرين آيت ۾ آهي تہ "اي انسانو، ڊڄو پنهنجي رب کان جنهن پيدا ڪيو توهان کي هڪ جِٽي مان ۽ خلقيائين ان مان سندس زال ۽ پکيڙيائين انهن ٻنهي مان مرد گهڻا ۽ عورتون."

ابليس جيڪو جنن مان هو تنهن حضرت آدم کي سجدي ڪرڻ کان انڪار ڪيو تنهن تي الله تعاليٰ لعنت جو طوق وڌو. ابليس پنهنجي عبادت جي عيوض الله تعاليٰ کان انسان جي ڀُلائڻ، گمراهہ ڪرڻ ۽ قيامت تائين زندهہ رکڻ جو اقرار ورتو جيڪو الله تعاليٰ ڪيس ڏنو. ان ڏينهن کان وٺي انسان جو شيطان ويري ٿي ويو ۽ هڪ ڏينهن حضرت آدم کي ورغلائي اهو ميوو کارائي ويو جنهن جي ڪيس منع ڪيل هئي. ميوي کائڻ کان پوءِ الله تعاليٰ ڪيس سزا طور جنت مان ٻاهر ڪڍيو ۽ هو سنڌ ڌرتيءَ تي اچي پهتو ۽ بي بي حوا جدہ ۾. الله تعاليٰ کي جيئن تہ انساني نسل کي وڌائڻو هو، جڏهن کين معافي ڏنائين تہ ٻنهي جو ميلاپ ٿيو. انسان جنهن جي شروعات ڪِني مٽيءَ مان ٿي. اهو هاڻي نطفي مان پيدا ٿيڻ شروع ٿيو. سورت ڪهف ۾ ذڪر آهي "هن جو دوست جيڪا ان سان گفتگو ڪري رهيو هو، تنهن چيو: ڇا؟ تون ان ذات کان ڪفر (انڪار) ڪرين ٿو جنهن توکي مٽيءَ مان پيدا ڪيو، پوءِ نطفي مان، پوءِ توکي ماڻهو ٺاهيو." وري سورت سجده ۾ هيئن ذڪر آهي، "انسان جي تخليق مٽي مان شروع ڪئي ۽ پوءِ ان جو نسل هڪ ست مان هلايو جيڪا حقير پاڻي جي شڪل ۾ نڪري ٿي."

سورت حج جي آيت 5 ۾ آيو آهي: "اي انسانو، جيڪڏهن توهان کي زندگيءَ کان پوءِ موت جي باري ۾ شڪ آهي تہ توهان کي معلوم هجي تہ اسان توهان کي مٽي مان پيدا ڪيو، پوءِ نطفي مان، پوءِ رت جي دڳ مان، پوءِ گوشت جي ٻوٽي مان جيڪا شڪل واري بہ ٿي ۽ بي شڪلي بہ (اهو ان ڪري ٻڌائي رهيو آهيان) جيئن اوهان تي حقيقت واضح ٿئي، اسان جنهن (نطفي) کي چاهيو خاص وقت تائين رحم ۾ رکيو ۽ پوءِ توکي ٻچي جي صورت ڪڍئون (پيدا ڪريون) ٿا (پوءِ تنهنجي پرورش ڪريون ٿا) جيئن تون پنهنجي پوري جوانيءَ کي پهچين." ان بابت وڌيڪ ذڪر آهي "ڇا اهو حقير پاڻيءَ جو نطفو نہ هو جيڪو (ماءُ جي رحم) کان پوءِ دڳ ٿيو، پوءِ الله ان جو جسم ٺاهيو ۽ ڪيس سنئين لڳين ڪيائين. پوءِ ان مان مرد ۽ عورت جا ٻہ قسم ٺاهيائين."

سورت المومنون ۾ ذڪر آهي تہ "اهو الله تعاليٰ ئي آهي جنهن توهان کي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي قوت ڏني ۽ سوچڻ لاءِ دل ڏني پر توهان ماڻهو گهٽ شڪر گذار آهيو." انساني آبادي بابت ساڳي صورت ۾ هيئن ذڪر آيو آهي، "اهو (الله) آهي جنهن اوهان کي زمين تي ڦهلايو." سورت نوح ۾ آهي "۽ الله تعاليٰ توهان لاءِ زمين کي فرش وانگر وڇايو تہ جيئن اوهان ان ۾ ڪليل رستن تي هلو." سورت انعام ۾ آهي "۽ اهو ئي آهي جنهن توهان کي هڪ جيءَ مان پيدا ڪيو (آهي) پوءِ هر هڪ لاءِ هڪ سڪون جي جاءِ آهي ۽ هڪ سانڍڻ جي جاءِ، هي نشانيون اسان کولي بيان ڪيون آهن انهن ماڻهن لاءِ جيڪي سوچ ويچار رکن ٿا."

قرآن شريف ۾ انسانن جي آبادي، قبيلن، ذاتين ۽ ٻولين جو بہ ذڪر ٿيل آهي جيئن سورت الحجرات ۾ آهي "اي انسانو، اسان اوهان کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت مان پيدا ڪيو ۽ پوءِ توهان جون قومون ۽ برادريون (قبيلا) ٺاهيون، جيئن توهان هڪ ٻئي کي سڃاڻو." سورت روم جي آيت 22 ۾ هيئن ذڪر آهي "ان جي نشانين مان آسمانن ۽ زمينن جي پيدائش ۽ توهان جي زبان (ٻولي) ۽ توهان جي رنگن (حسب، نسب) ۾ اختلاف آهن. يقيناً ان ۾ گهڻيون نشانيون آهن دانشمند ماڻهن لاءِ."

قرآن شريف ۾ انسان جي مذهب، عقيدي ۽ فرقن متعلق سورت يونس ۾ ذڪر آهي تہ "شروع ۾ سڀ انسان هڪ ئي امت هئا، پوءِ انهن ڌار ڌار عقيدا ۽ فرقا ٺاهيا ۽ جيڪڏهن تنهنجي رب جي طرفان اڳواٽ هڪ ڳالهہ طئي ڪيل نہ هجي ها تہ جنهن ڳالهہ جي باري ۾ هو پاڻ ۾ اختلاف ڪري رهيا آهن ان جو فيصلو ڪيو وڃي ها."

قرآن شريف ۾ ڪيترين ئي قومن جي تباهي ۽ بربادي جو ذڪر ٿيل آهي جن ۾ عاد، ثمود، ڪوهن وارين، غارن وارين، ڪتبن وارين قومن وغيره جو بيان ٿيل آهي، تاريخ ۾ ڪيتريون ئي قومون ٻين قومن هٿان غلام ٿي ختم ٿي ويون، تن بابت قرآن شريف جي سورت انعام جي آيت 6 ۾ هي ذڪر آهي "ڇا نہ ٿا ڏسن تہ ڪيترائي هلاڪ ڪياسون، انهن کان اڳ ۾ ۽ ڪيئي جڳ جن کي قوت ڏني سون ملڪ ۾، جا طاقت ڏني اٿئون توهان کي ۽ وسايا سون مينهن انهن تي وڏ ڦڙا. بنايا سون اهڙا واهہ جو وهن پيا هيٺان، ان کان پوءِ تباهہ ڪيوسين انهن کي سندن گناهن ڪري ۽ پيدا ڪياسين انهن کان پوءِ جٿا ٻيا."

هڪ قوم آئي، ٻي قوم ويئي، هڪ قوم غالب ٿي، ٻي قوم کي محڪوم بڻايو. هڪ قوم ٻي قوم کي ڪٽيو. ائين قومن جي تاريخ بدلجندي رهي. سڄي دنيا ۾ انسان جون اوائلي آباديون ملن ٿيون جن جي اڄا تائين مڪمل کوجنا ٿي نہ سگهي آهي.

هاڻي هت جيڪي ذاتيون، قبيلا ۽ قومون رهن ٿيون سي سڀ حضرت نوح عليہ السلام ۽ ان جي ماڻهن جو اولاد آهن. اڄ کان هزارين سال اڳ انسانن پهريون دفعو الله تعاليٰ خلاف شرڪ جي بغاوت ڪئي، جن کي سزا ڏيڻ لاءِ دريا ڦاٽي پيا، سمنڊ اٿلي پيا ۽ آسمان مان پاڻيءَ جي ڀالوٽ شروع ٿي ويئي. ان کي تاريخ "طوفان نوح" جي نالي سان سڏي ٿي، ان ٻوڏ ۽ تباهي جو ذڪر قرآن شريف ۽ ٻين مذهبي ڪتابن کان علاوه پراڻي دور جي لڌل ڪتبن ۽ ڪهاڻين ۾ بہ آهي. هن خدائي آفت ۾ ان وقت جا سڀ رهندڙ ماڻهو ختم ٿي ويا سواءِ حضرت نوح عليہ السلام، سندس خاندان جي انهن ڀاتين جن ايمان آندو ۽ سندس قبيلي مان 80 ڄڻن جي. سورت مريم جي آيت 58 ۾ آهي "هي اهي آهن انعام ڪيو الله جن پيغمبرن تي آدم جي اولاد مان ۽ انهن مان جن کي سوار ڪيوسين نوح سان گڏ ۽ اولاد ابراهيم ۽ يعقوب مان ۽ انهن مان جن کي هدايت ڏني سين ۽ چونڊيوسين. جڏهن پڙهبيون هيون انهن تي آيتون الله جون تہ ڪري پوندا هئا سجدي ۾ روئندي." سورت بني اسرائيل آيت 3 ۾ آهي، "ذرية من حمنا مع نوح."

مولانا مودودي پنهنجي تفسير ۾ بيان ڪيو آهي تہ قرآن شريف مان ثابت ٿئي ٿو تہ حضرت نوح عليہ السلام جي وقت صرف دنيا ۾ قومِ نوح هئي ۽ انسان صرف اتي هو جتي عذاب الاهي نازل ٿيو هو. تنهن ڪري انهي ٻوڏ ۾ حضرت نوح وارن کانسواءِ ٻيا ختم ٿي ويا ۽ ٻيهر نسل انساني جي شروعات انهن کان ٿي جيڪي حضرت نوح عليہ السلام سان گڏ هئا يعني ايمان آڻيندڙ خاندان نوح ۽ ٻيو 80 ڄڻن وارو ٽولو.

حضرت نوح واري ٻوڏ بابت عام راءِ اها آهي تہ ان جو اثر ترڪي کان وٺي ايران تائين پيو جنهن ۾ نسل انساني نابود ٿي ويو، ان کان پوءِ نئون نسل شروع ٿيو جيڪو دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهتو. قرآن شريف ۾ جنهن جبل جو ذڪر ٿيل آهي ان جو نالو "جودي" لکيو ويو آهي. محقق چون ٿا تہ حضرت نوح جي ٻيڙي ترڪي جي جبل ارارات تي وڃي بيٺي هئي.

1961ع هڪ روسي مهم جو اعلان ڪيو تہ هن نوح عہ جي ٻيڙيءَ کي ڳولي لڌو آهي پر هو ڪا بہ قابل قبول شهادت ڏيئي نہ سگهيو. هڪ ٻي مهم جو جان لبي چيو تہ هن کي ٻيڙيءَ بابت ڄاڻ هڪ خواب ذريعي ٿي آهي. هن ان کي ڳولڻ لاءِ 1969ع تائين ست دفعا ڪوشش ڪئي پر ڪامياب ٿي نہ سگهيو. ان کان پوءِ فارمنگٽن جي رهاڪو "ارل ڪمنگس" ارارات جبل کي پنج دفعا سر ڪيو پر ڪيس ڪجهہ نہ ملي سگهيو. 1954ع ۾ آمريڪي تيل ڪمپني جي هڪ مزدور "جارج جافرسن گرين" اهڙن ڇهن فوٽن جو ذڪر ڪيو جن بابت سندس چوڻ هو تہ اهي ارارات جبل تي موجود حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙيءَ جا آهن. هن اهي فوٽو 1953ع ۾ هيلي ڪاپٽر تي پرواز ڪندي ڪڍيا هئا. هو 1961ع ۾ فوت ٿي ويو پر اهي فوٽو ملي نہ سگهيا. 1955ع ۾ فرانسيسي مهم جو "فرينڊ نيورا" ڪاٺ جا اهڙا ٽڪرا لڌا جن لاءِ سندس چوڻ هو تہ اهي حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙيءَ جا آهن پر جڏهن ليبارٽري ٽيسٽ ڪرائي ويئي تہ معلوم ٿيو تہ اهي صرف 1400 سئو سال پراڻا هئا. 1974ع ۾ آمريڪي سيٽلائيٽ جبل ارارات جا فوٽو ڪڍيا جنهن مان ظاهر ٿي رهيو هو تہ اتي ٻيڙيءَ جهڙي: ڪا شيءِ آهي پر ڪا بہ تصديق نہ ٿي سگهي. هن جبل جي اوچائي 16946 فوٽ آهي.

اِن کان علاوه ٻي راءِ اها بہ قائم ڪئي ويئي تہ نوح عہ جي ٻيڙي عربستان جي جبل رحمت تي اچي بيٺي هئي پر ان لاءِ ڪي ثبوت ۽ شهادتون پيش نہ ڪيون ويون آهن. مان پنهنجن مضمونن ۾ ثابت ڪري چڪو آهيان تہ عراق جي تهذيب جا باني سنڌ وارا هئا ۽ مصر بہ سندن تسلط هيٺ هو. هي اهو زمانو آهي جيڪو طوفان نوح کانپوءِ شروع ٿئي ٿو. حقيقت اها آهي تہ حضرت انسان جو ڦهلاءُ سنڌ جي ڪيرٿر واري علائقي مان ٿيو. حضرت آدم بہ هت آيو هو. حضرت نوح عليہ السلام جو علائقو بہ ڪيرٿر جبل تائين هو. محقق اهو تہ مڃن ٿا تہ طوفان نوح جي نتيجي ۾ ترڪيءَ کان وٺي ايران تائين پاڻي هو. ان وقت ايران ڪيرٿر ۽ سنڌ هڪبئي سان ڳنڍيل هئا ۽ هڪ ئي علائقو هو. ايران نالي جو وجود تہ گهڻو پوءِ ملي ٿو. حقيقت اها آهي تہ حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي (يا ٻيڙو) طوفان کانپوءِ ڪيرٿر جبل تي اچي لنگر انداز ٿيو هو.

جنهن جبل جو ذڪر ڪيو ويو آهي "جودي"، ان جي معنيٰ آهي ٻيڙي يا پير رکڻ جي جاءِ. جڏهن ڪو بہ ڪنهن سواريءَ تان هيٺ لهندو آهي تہ هميشہ پهريان پير جو پٻ زمين تي رکندو آهي. اهڙي نالي سان ڪيرٿر ۾ "پٻ" جبل موجود آهي. جيئن تہ ٻيڙي مان حضرت نوح پهريون قدم ڌرتي تي

رڪيو تنهن جاءِ کي پهپ (جبل) سڏيو ويو. جودي ۽ پهپ هڪ معنيٰ رکندڙ ٻه لفظ آهن. ڪن عالمن جو خيال آهي ته هت جادو ونشي نسل کي سڏيو ٿي ويو "جودي"، جنهن ڪري جادو ونشي قوم جو شجرو حضرت نوح جي خاندان سان ملي ٿو. ڪن ماهرن لکيو آهي ته ارارات، ارت مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ ٻه ٻيڙي يا پير رکڻ جي نڪري ٿي. اسان وٽ ٻيڙي کي وڏي پاڻي مان هڪلڻ لاءِ "ارت" استعمال ڪيو ويندو آهي. ممڪن آهي ته جڏهن طوفان ڪانپوءِ ٻيڙيءَ کي پاڻي ۾ هلايو ويو هوندو ته ارت جو استعمال ضرور ٿيو هوندو. تنهن ڪري ارت مان ارارات جمع جي نالي سان سڏيو ويو هجي. سڪندر مقدونيءَ جي تاريخ نويسن سنڌ ۾ "اراروتي" قبيلي جو ذڪر ڪيو آهي.

بابل مان لڌل ڪتبن تي هڪ ڪهاڻي "گل گاميش" جي ملي آهي جنهن ۾ ان ٻوڏ جو ذڪر آهي. ڪهاڻي موجب "بابل جي ديوتائن انوبعل، تيب، اينوگي ۽ ياع گڏجي فيصلو ڪيو ته "شريپڪ" شهر جا باشندا شرير ۽ هٺيلا ٿي ويا آهن، تنهن ڪري ڪين پاڻيءَ جي ٻوڏ ذريعي نيست و نابود ڪري ڇڏجي. ياع ديوتا، "مان" (حضرت نوح) کي خواب ذريعي ٻڌايو ته "اي شريپڪ جا حڪمران، تون پنهنجو بچاءُ ڪر، هڪ ٻيڙي ٺاهه، ان ۾ هر قسم جا جانور رک، جيڪڏهن ان ٻيڙي بابت ماڻهو پڇن ته ڪين ٻڌاءِ ته خشڪيءَ جو ديوتا "بعل" ناراض آهي انڪري مان هاڻي زمين تي نه رهندس ۽ سمنڊ ڏانهن هليو ويندس جتي ياع جي فرمان روائي آهي. ڪين ٻڌاءِ ته هڪ ٻوڏ اچڻ واري آهي جنهن ۾ انسان ۽ حيوان سڀ مري ويندا. "مان" ڇهن منزلن جو ٻيڙو ٺاهيو جنهن جا ست حصا هئا ۽ اندران 19 خانان هئا. هر شيءِ مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ "مان" ٻيڙي ۾ چڙهيو، تنهن ڪانپوءِ طوفان شروع ٿي ويو ۽ هر طرف ڪان تباهي اچي وئي. آسماني ديوتائن ان عمل تي پڇتايو پر هاڻي ڇا ٿي پئي سگهيو! جيڪو انهن خلقيو هو تباهه ٿي ويو. طوفان بيهڻ جو نه هو ۽ ديوتائن جي وس ڪان ٻاهر هو. پورا ڇهه ڏينهن ۽ راتيون پاڻي وسندو رهيو، ستين ڏينهن ان ۾ گهٽتائي آئي، سمنڊ خاموش ٿي ويو ۽ برسات بند ٿي ويئي. "مان" ٻيڙي مان نهاريو، ڪيس اکين مان آب وهي رهيو هو. انسان تباهه ٿي چڪا هئا، جيڏانهن نظر ڪري رهيو هو، پاڻي ڪانسواءِ ڪجهه ٻه نه هو. چوويهن ڏينهن ڪان پوءِ سمنڊ مان هڪ ٻيٽ ظاهر ٿيو. ڇهن ڏينهن گذرڻ ڪان پوءِ هن هڪ جهرڪيءَ کي ٻاهر اماڻيو جيڪا گهمي ڦري واپس اچي ويئي، تنهن ڪان پوءِ ابابيل کي روانو ڪيو جيڪو پڻ ڌرتيءَ تي ويهڻ جي جاءِ نه ڏسي واپس آيو. ان ڪان پوءِ "ڪانءُ" کي ٻاهر موڪليو، جيڪو واپس نه آيو ڇاڪاڻ ته پاڻي لهي ويو هو."

هن ڪهاڻي بيان ڪرڻ جو مقصد هيءُ آهي ته جنهن "ڪانءُ" جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ان "ڪانءُ" جي سرزمين سنڌ آهي. ايچ. جي. ويلز لکي ٿو ته "نوَ هزار سال قبل مسيح خليج فارس ۾ جهاز راني ٿيندي هئي." جنهن وقت جو ذڪر ايچ. جي. ويلز ڪيو آهي ان وقت ۾ سنڌ ۽ عراق اهڙا ملڪ هئا جيڪي جهاز راني ۾ ماهر هئا. ڊي. ڊي ڪوسمبي لکيو آهي "جنهن زماني جو ذڪر ايچ. جي. ويلز ڪري ٿو ان وقت نه قطب نما هو ۽ نه وري تارن جي مدد سان جهاز راني ڪرڻ جو فن. هو لکي ٿو ته جهاز راني "ڪانءُ" جي مدد سان ٿيندي هئي، ڇاڪاڻ ته هو هميشه خشڪي تي رهي ٿو، جيڪڏهن ان کي سمنڊ يا ڪنهن پاڻيءَ جي وچ ۾ ڇڏيو وڃي ته هو خشڪي ڏانهن اڏامي ڪندو، ان ڪري ڪيس سڏبو آهي Compass Bird. هو لکي ٿو "ڪانءُ سنڌ ۾ ملي ٿو، نه ڪي عراق ۾."

بابلي ڪهاڻي ۽ محقق ڪوسمبي جي بيان ڪانپوءِ اها پڪ آهي ته حضرت نوح جي ٻيڙي جنهن جبل تي پهتي اهو ڪو ٻيو نه پر ڪيرٿر ئي آهي. هونءَ ٻه ڪيرٿر جي معنيٰ آهي "مٿانهون."

گل گاميش واري ڪهاڻي ۾ بيان ڪيل آهي ته جڏهن ديوتا راضي ٿيا ته هنن ان (حضرت نوح) کي ديوتائن جهڙي زندگي عطا ڪئي ۽ ڪيس نوع انساني جو تخم برقرار رکڻ لاءِ سج اڀرڻ واري سرزمين "دلمون" ۾ رهايو. محققن ثابت ڪيو آهي ته دلمون سنڌ آهي، مهين دڙي مان هڪ اهڙي مهر ملي آهي جيڪا گل گاميش جي داستان جي هيرو جي آهي، جنهن ۾ برسات جو وسڻ، سمنڊ جي موج، ٻيڙي ۽ ڪانءُ جي نشاندهي ٿيل آهي.

اهو ثابت ٿي چڪو اهي ته حضرت نوح جي ٻيڙي ڪيرٿر ۾ اچي پهتي هئي، هن سنڌ جي سرزمين کي آباد ڪيو، جتان پوءِ نوع انساني وڌيو. اڄ ٻه ڪيرٿر جي پهاڙن، ڪوهستان ۽ ڪاڇي ۾ سريءَ ڳوٺ ڪان وٺي "ونگو" تائين هزارين قتل ننڍا وڏا شهر نظر ايندا.

اوائل ۾ دنيا جون جاگرافيائي حالتون اهي نه هيون جيڪي اڄ آهن. ماهر ارضيات چون ٿا ته آسٽريليا ڪان وٺي انڊونيشيا، هندستان، سنڌ، روس، عربستان، يورپ برطانيه تائين ڌرتي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هئي. اهڙي طرح اتر آمريڪا ۽ ايشيا پاڻ ۾ ڳنڍيل هئا. ڏکڻ آمريڪا، آفريڪا ۽ آسٽريليا

بہ پاڻ ۾ هڪ هئا. ماهر چون ٿا تہ اتر آمريڪا جا اڪثر جانور پهريان ايشيا مان نڪري آمريڪا ۾ داخل ٿيا جهڙوڪ، مينهن، ڇاپرو رڍ وغيره. بقو هاورڊ موئر: "ريڊ انڊين (ڳاڙها سنڌي) پڻ ايشيا مان اوڏانهن ويا هئا." هو لکي ٿو "ماڻهن جي پهرين اوسر ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن هنڌ ٿي يا ممڪن آهي تہ ايشيا جي اڄوڪين ڏاکڻين حدن کان بہ اڳتي ڪٿي ڏکڻ ۾ ٿي هجي. انهن هنڌن تي جيڪي اڄ هندي وڏي سمنڊ جي پيٽ ۾ ٻڏي ويل آهن. انهي اندازي ڪيل سرزمين کي سائنسدان "ليموريا" سڏين ٿا جيڪو آسٽريليا کان وٺي سنڌ تائين هو. ماهرن انهن ايراضين مان ليموريا جانورن جا هڏا ۽ نشان هٿ ڪيا آهن جنهن ڪري اهو نالو ڏنو اٿن.

هاورڊ موئر لکي ٿو "ماڻهو جانورن جي هڪ جنس جي صورت ۾ پهريان ڏکڻ ايشيا جي سنڌ (هند) علائقي ۾ سرجيو ۽ انهي مرڪز کان ٻاهر پکڙندي، هو ڌرتيءَ جي گولي جي لڳ ڀڳ سڄي زميني مٿاڇري تي ڇانئجي ويو آهي. نہ رڳو وڏن کنڊن تي پر گهڻي ڀاڱي سيني ٻيٽن تي پڻ هاڻي وڏي وڃي آباد ٿيو آهي. سنڌس هڪ شاخ اولهہ پاسي وڏي آفريڪا ۾ آباد ٿي ۽ اهي ڪن ايامن کان پوءِ ڪاري چمڙي وارا يا سياه فام نسل جا ماڻهو سڏجڻ لڳا. ٻي سنڌن شاخ اتر ۽ اتر اولهہ پاسي ويئي. اهي پورا اڇي چمڙي وارا يا سفيد فام نسل جا ماڻهو مشهور ٿيا. سنڌن ٽين شاخ اتر ۽ اوڀرندي پاسي نڪري ويئي ۽ پيلي چمڙي وارا يا زرد فام ماڻهو سڏيا يعني چيني، جاپاني وغيره نسل جا ماڻهو. شايد هن زرد فام نسل جي ماڻهن جي هڪ شاخ ايشيا مان نڪري "بيرنگ ڳچي سمنڊ" کي پار ڪندي ان سرزمين تي وڃي نڪتي جنهن کي هاڻي آمريڪا چئجي ٿو. انهن جي مڙيءَ جو رنگ اتان جي فضائي حالتن جي اثر هيٺ ڪجھ ڦري پتل جهڙو ٿجي ويو ۽ پوءِ اهي ڳاڙها سنڌي (ريڊ انڊين) سڏجڻ لڳا.

ماڻهن جي اصلوڪي جنس جي هڪ شاخ وري اڀرندي طرف نڪري ويئي ۽ انهن وڃي ملايا يا اپيٽ، ايسٽ انڊيز جا ٻيٽ بورينو، نيو گني ۽ هوائي ٻيٽن سميت ڏکڻ پئسفڪ جا ٻيٽ آباد ڪيا. اهي ناسي چمڙي وارا يا ملائي نسل جا ماڻهو سڏجڻ لڳا. ان مان اوهان کي ڪجھ اندازو ٿي سگهي ٿو تہ ماڻهو پنهنجي اصلوڪي آڪيري مان نڪري ايامن گذرڻ سان پنهنجي ڌار ڌار نسلن ۽ ذاتين سان ڌرتيءَ جي هن گولي تي ڪٿي ڪٿي ۽ ڪيئن پکڙجي وڃي آباد ٿيو آهي!!

هن لکيو آهي تہ "اها ڳالهہ ذري گهٽ پڪ سان چئي سگهجي ٿي تہ اصلوڪن ماڻهن جي چمڙيءَ جو رنگ الڳ الڳ ڪونہ هو. انهن مان ڪي ڪارا، ڪي اڇا، ڪي ڪڻڪاوان، ڪي پتل جي رنگ جهڙا ۽ ڪي ناسي، ايئن هر گز ڪونہ هو. بلڪ ايئن وڌيڪ ممڪن ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ اهي سڀ ساڳي رنگ جا هئا ۽ ڌار ڌار رنگ ۽ نسل جا ماڻهو گهڻن هزارن سالن گذرڻ کانپوءِ مختلف جاگرافيائي ماحول ۾ رهڻ سبب وجود ۾ آيل آهن. انهي ڳالهہ جي وسهڻ لاءِ پڻ دليل موجود آهن تہ پهريان ماڻهو ڪاري چمڙي ۽ ڪارن وارن وارا هئا." اڄ بہ سنڌ جا اڪثر ماڻهو ڪاري چمڙي وارا آهن جنهن کي اسان ڪڻڪائون رنگ چئون ٿا ۽ سنڌن وار ڪارا آهن. مهاڻا ماڇي وغيره تہ هاڻي بہ هزارن سالن جي پراڻن ماڻهن جو ڏيک ڏين ٿا.

هو لکي ٿو تہ اها پڪ آهي تہ پهريان ماڻهو اڇي چمڙي وارا نہ هئا. خود اڄوڪي دور ۾ ماڻهن جا اهي نسل جيڪي اڃا سيپتا جي هيٺين سطح تي آهن اهي گهڻو ڪري ڪاري چمڙي ۽ ڪارن وارن وارا آهن، نہ ڪي اڇي چمڙي ۽ ڀورن وارن وارا. دنيا جي ماڻهن ۾ اڄ جيڪي رنگ، قد بت، هلت چلت، علمي ۽ فني لياقتن جي فرق ڏسجن ٿا، اهي سڀ آبهوا، زمين، ڪاڏي، ڌنڌي، ڪاروبار ۽ قدرتي ماحول جي فرقن جا نتيجا آهن. ڪن نسلن پنهنجي نسلن، پنهنجي ظاهري شڪل صورت، پنهنجي آسپاس جي حالتن، پنهنجي ذهني ڪيفيت ۽ صلاحيتن ۾ وڏيون تبديليون آنديون آهن. اهي اڄ انهن پهرين "ليموريائي" کان بلڪل مختلف آهن جيڪي بيشمار ايام اڳ ان سنڌ (هند) جي علائقي جي ماڻهن جي پهرين پينگهي ۾ رهندا هئا. هن اها راءِ ۽ تحقيق سنڌو تهذيب کي پرکڻ کانپوءِ قائم ڪئي آهي.

اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ انسان جو اصل ماڳ ۽ پدري وطن سنڌ آهي. هن ڪيرٿر پهاڙن ۾ نشوونما پاتي ۽ اڳتي وڌيو. انهي ڪري تہ طوفان نوح جو بيان ۽ قصو هر هڪ قوم ۽ نسل وٽ تقريباً ساڳيو آهي. پروفيسر مئڪس ملر مڃيو آهي تہ "اسان پورب کان آيا آهيون." ماهر لغات ائڊلينگ لکيو آهي تہ "انسان ذات پهريان پيدا اوڀر ۾ ٿي ۽ ڪشمير واري وادي باغ عدن ۾ هو."

پارسين جي زند اوستا ۾ آهي تہ "خدا تعاليٰ پهريان پهريان جيڪو ملڪ خلقيو اهو ايران وينجو هو" يعني اهو ملڪ جتي ايران وارن آرين جو نسل پيدا ٿيو مسٽر سپگل جنهن زند اوستا جو ترجمو ڪيو آهي تنهن جو چوڻ آهي تہ اهو ملڪ ايران جي مٿانهين پٽ جي اوڀر طرف هو ۽ اهو سنڌ آهي.

# سنڌ نالو ڪيئن پيو!!

سنڌ تي سنڌ نالو ڪيئن پيو آهي، مختلف عالمن ۽ محققن مختلف رايا ۽ خيال ڏيکاريا آهن تحفة الڪرام جي مصنف مير علي شير قانع لکيو آهي "سنڌ تي اهو نالو حام بن نوح جي پٽ هند جي ڀاءُ سنڌ جي نالي پٺيان پيل آهي. مرزا قليچ بيگ پڻ انهي خيال جو آهي هو "قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ لکي ٿو ته "سنڌ ملڪ تي نالو سنڌ تان پيو آهي، جيئن هندستان يا هند نالو هند تان پيو. سنڌ ۽ هند ٻئي ڀائر هئا ۽ حام بن نوح جا پٽ هئا. حضرت نوح مشهور وڏو نبي هو."

هن راءِ کي رد ڪندي قديم سنڌ ۾ ڪاڪي ڀيرومل ڪمبرج هسٽري آف انڊيا جو حوالو ڏيندي لکيو آهي.

سنڌ تي سنڌو ندي تان نالو پيو آهي، سنسڪرت ۾ سنڌو معنيٰ سمنڊ يا وڏو درياءَ. اڳي ڪابل ندي، گومتي (گومال) وغيره سنڌوندي ۽ جون ڀرتي ڪندڙ شاخون هونديون هيون تنهن ڪري سنڌو رواجي ندين کان تمام گهڻو وڏي هوندي هئي ۽ سمنڊ سان ڪلهو پئي هڻندي هئي، انهي سبب آڳاٽي آرين اهو نالو رکيس."

معنيٰ ته سنڌ تي آرين نالو رکيو هو، ان کان اڳ ۾ ڪو به نالو نه هيس! ها راءِ به صحيح نه آهي، اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته هڪ اهڙي ملڪ جي ڌرتي جنهن ۾ وڏا وڏا شهر تعمير ٿيل هجن، ڪوٽ قلعا هجن، دنيا جي ملڪن سان واپار هلندڙ هجي ۽ سڀ کان وڌيڪ ته سڌريل تهذيب جا باني ۽ مالڪ هجن.

ڪاڪي ڀيرومل وڌيڪ لکيو آهي ته هندستان جي امپيريل گزيٽيئر بيسنفي صاحب واري سنسڪرت ڊڪشنري، پروفيسر آپٽي واري سنسڪرت ڊڪشنري ۽ ٻين ڪيترن ڪتابن موجب "سنڌو" جو ڌاتو بنياد آهي. سنسڪرت لفظ (جديد تحقيق موجب اهو سنسڪرت جو لفظ نه آهي پر اصل سنڌي لفظ آهي) "سينڌ" (SYAND) معني وهڻ انهي سبب "سنڌو" جي بنيادي معنيٰ آهي "اها ندي جا سدائين پئي وهي" پروفيسر مئڪس ملر جي خيال موجب "سنڌو" جو ڌاتو آهي "سڌ" معنيٰ رکي وٺڻ يا بچاءُ ڪرڻ "سنڌو ندي جن هنڌان وهي ٿي تن هنڌن جي رهاڪن جو ڌارين جي ڪاهن ۽ جهنگلي مرن جي حملن کان بچاءُ ڪري ٿي." پر ٻهرين معنيٰ وڌيڪ عام آهي.

پروفيسر مئڪلس ملر واري مفهوم ۽ رايو ائين به ٿي سگهي ٿو ته رکي وٺڻ ۽ بچاءُ ڪرڻ. هڪ قسم جو پناهه ڏيڻ، جڳهه ڏيڻ، رهائش ڏيڻ، سڪون ڏيڻ، ظاهر آهي ته اهي وصفون انسان ذات لاءِ ئي مخصوص ٿي سگهن ٿيون.

سينڌ اصل ۾ سينڌو مان نڪتو آهي جنهن جو اُصل مفهوم ۽ معنيٰ آهي پناهه ڏيندڙ ۽ حفاظت ڪندڙ. جيئن ته حضرت آدم کي سزا طور بهشت مان ڪڍي هن ڌرتي تي موڪليو ويو هو شرمساري ۽ پريشاني واري حالت ۾ هو. جيئن ته هي ڌرتي ان جي جاءِ پناهه ۽ حفاظت ڪرڻ واري جاءِ هئي جتي پريشاني واري حالت ۾ سڪون حاصل ڪري سگهي تنهن ڪري حضرت آدم هن کي "سينڌو" جو نالو ڏنو يا سينڌو سڏيو يعني پناهه ۽ تحفظ ڏيندڙ. اها هن جي پنهنجي ٻولي هئي. ان مان اهو به ثابت ٿئي ٿو ته انسان جي پهرين ٻولي سينڌيئي آهي. جيڪا آسمان مان لٿل ٻولي آهي جنهن جو ذڪر مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي ۽ اڄ تائين هڪ صورت ۾ موجود آهي. اهو به ممڪن آهي حضرت آدم کي هن ڌرتي جو نالو سينڌو الهامي طور مليو هجي. جنهن جي تصديق قرآن شريف مان ٿئي ٿي. سورت البقرة جي هيٺين آيتن موجب:

"۽ سيکاريائين آدم کي نالا سمورا پوءِ سامهون آندائين انهن کي ملائڪن تي پوءِ چيائين ٻڌايو مون کي نالا

هنن جا جيڪڏهن اوهين سچا آهيو.[31]

چيائون تون پاڪ آهي نه آهي ڪا ڄاڻ اسان کي مگر جيترو تو اسان کي سيکاريو. بيشڪ تون ئي خوب ڄاڻيندڙ پڪي ڪم وارو آهين.[32]

فرمايائين اي آدم تون ٻڌاءِ هنن کي نالا انهن جا پوءِ جڏهن کين ٻڌايائين انهن جا نالا ته فرمايائين ڇا کو نه چيو هيم توهان کي ته آءٌ ڄاڻان ٿو ڳجهه آسمانن ۽ زمين جو ۽ ڄاڻان ٿو جيڪي توهان ظاهر ڪريو ٿا ۽ جيڪي پيا لڪايو.[33]

الله تعاليٰ حضرت آدم کي بوتي مان انسان بڻجڻ سان ڪائنات جي هر شيءِ جي ڄاڻ ڏني هئي جنهن ۾ اهلبيت ڪانسواءِ هن ڌرتيءَ جو نالو به ٻڌايو هوندو! ان جي تصديق انهي مان ٿئي ٿي ته جڏهن سندس هڪ پٽ هابيل ٻي پٽ قابيل هٿان مارجي ويو ته هو ڏاڍو پريشان رهڻ لڳو، هڪ پٽ مارجي ويو ۽ ٻيو پٽ نافرمان ٿي ويو، انهي حالت ۾ الله تعاليٰ مٿس رحمت نازل ڪندي ڪيس ٽيون پٽ عطا ڪيو جنهن جو نالو هن "سينڌو" رکيو. جنهن کي توريت سيت، اسلامي ڪتاب شيث يا شيت ڪري لکن ٿا. ابن ڪثير جي مطابق ان جو مطلب آهي "خدا تعاليٰ جو عطيو" توريت جي سيت، اسلامي نالي موجب شيت يا شيث ۽ بيروني جي ٻڌايل نالي شيث جو اصل نالو سيئنڌ آهي جنهن کي هاڻي سنڌ ڪري سڏيون ٿا، جنهن جي معنيٰ آهي خدا جو عطيو، تحفو. انهيءَ ڪري مئڪس ملر وارو چوڻ به درست لڳي ٿو. وڌيڪ معلومات ۽ تفصيل پڙهڻ به درست لڳي ٿو. وڌيڪ معلومات ۽ تفصيل پڙهڻ لاءِ ڏسو منهنجي لکيل سنڌ جي تاريخ جلد پهريون، حصو پهريون.

هن ڌرتي لاءِ جيڪڏهن اهو ظاهر ڪيو وڃي ها ته هي ئي نالو باري تعاليٰ طرفان مليل آهي ته انسان هن ڌرتي جي پوڄا ڪن ها! جنت جو درجو ڏين ها! هڪ مضبوط بدعت پيدا ٿئي ها! پر جيئن ته الله تعاليٰ کي ڪعبة الله ڪنهن ٻي هنڌ ٺاهڻون هو تنهن ڪري سنڌ جو ظاهري طور بيان ڪيو ويو.

هونءَ به سنڌ جي ڌرتي آسٽريليا کان وٺي ترڪي تائين ڦهليل هئي جيڪا بعد ۾ ارضياتي تبديلين ڪري مختلف حصن ۾ ورهائجي ويئي. جيڪڏهن ڪٿي ايئن به چئون ته موجوده ڪعبة الله شريف قديم سينڌو جي حد ۾ هو ته ڪوبه وڌاءُ يا غلط نه ٿيندو. ڇاڪاڻ ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن ان جي تصديق ڪئي آهي پاڻ فرمايو اٿن.

"مون کي سنڌ مان رباني خوشبو اچي ٿي."

پاڻ سڳورا نه رڳو سنڌين کي سچا ڄاڻيندا هئا پر سنڌي سمجهندا به هئا اهڙي طرح حضرت علي ؓ به سنڌي ڄاڻندو هو جنهن جو تفصيل تاريخ سنڌ حصي پهرين ۾ موجود آهي. محترم ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب پنهنجي تحقيقي ڪتاب "سنڌي ٻولي جي بڻ بنياد" ۾ ڪيترن حوالن سان ثابت ڪيو آهي ته سنڌ جو اصل نالو "سنئينڌو" بعد ۾ سينڌو پوءِ سينڌ ۽ هاڻي سنڌ ٿي ويو آهي. هو لکي ٿو ته رگ ويد واري زماني ۾ سنڌو ماٿر جي قديم لوڪن (رهواسين) کي سئينڌو (SAINDHAVA) جي نالي سان سڏيندا هئا. جنهن جي مراد هئي سنڌوءَ جي ڪناري يا سنڌو ماٿر ۾ رهندڙ لوڪ.

هو وڌيڪ لکي ٿو ته آرين هنن لوڪن (سنڌو ماٿر جي اصلوڪن رهاڪن) کي انهي نالي (سنئينڌو) سان ڪوٺيو ۽ سنڌن ٻوليءَ کي سئنڌو / سئنڌو ئي سڏيو. هونءَ به ته سنڌ جي وياڪرڻ جي اصولن موجب "سنڌو" لفظ جي صفتي صورت سنڌو ئي / سئينڌو ئي ٿيندي. اها صورت اڳتي هلي پهرين سنڌ ئي بڻي هوندي ۽ پوءِ سنڌي. هو وڌيڪ لکي ٿو ته سئنڌو يا سئينڌ ئي لفظ صفت آهي. سنڌ نالي جي پويان اتان وهندڙ ندي يا درياءُ کي سنڌ يا سنڌو سڏيو ويو، جيمس ٽاڊ جي مطابق سنڌ سٿين ٻوليءَ جو لفظ آهي (پر حقيقت ۾ ان ۾ موجود آهي پر ان ٻوليءَ جو لفظ نه آهي) تاتاري ان کي سن، چيني ٽسن ۽ تبت، لداغ، گلگت ۽ ان جي ماٿرين ۾ رهڻ وارا اباسن يا اباسين ڪري سڏيندا آهن، جنهن جو مطلب آهي، پيءُ، وڏو يعني وڏو درياءُ، تنهن جو مطلب ته هنن سنڌ کي ابي واري سرزمين يا سيني جي ماٿر پومي سمجهي مٿس انهيءَ نالي سان ڪوٺيو.

حقيقت واضح ۽ صاف آهي ۽ شاهدن ثابتين مان معلوم ٿئي ٿو ته هن ڌرتيءَ جو نالو رب العالمين جي طرفان عطا ڪيل آهي، جنهن جي ڄاڻ حضرت آدم عليه السلام کي ڏني وئي هئي.

آرين سنڌ کي سنڌ ڇو سڏيو ان بابت اڳتي بيان ايندو.

# قديم سنڌي

حضرت نوح عليہ السلام ۽ سندس ساٿين مان جيڪو نئون انساني نسل شروع ٿيو اهو آهستي آهستي دنيا ۾ پکڙجڻ لڳو. آفريڪا کان وٺي آسٽريليا تائين. سائيبيريا کان وٺي آمريڪا تائين ڌرتي ڳنڍيل هئي، پهريان ماڻهو وچي اتي آباد ٿيا. دنيا ۾ جاگرافيائي تبديليون اينديون رهيون، موسمي حالتون بدلجنديون رهيون تان جو ڌرتي هٽندي ويئي، نوان سمنڊ ۽ پيٽ ٺهندا ويا. لنگهہ ۽ رستا بند ٿي ويا. آسٽريليا دنيا کان ڪٽجي الڳ ٿي ويو ۽ آمريڪا وارا تہ وسري ويا. اهڙي طرح حضرت نوح وارو نسل ورهائجي ويو ۽ انهن کي هڪ ٻئي جي خبر بہ نہ پئي. جيئن نسل انساني ۾ واڌ ايندي ويئي تيئن ذڪيائي وڌندي ويئي، مسئلن ڪَر کڻڻ شروع ڪيو، جيڪي آمريڪا جي رهاڪن سان مسئلا هئا اهي آسٽريليا وارن وٽ ڪونہ هئا، آفريڪا وارن جون تڪليفون الڳ هيون، يورپ وارن جا پنهنجا مسئلا هئا، آفريڪا وارن جون تڪليفون الڳ هيون، يورپ وارن جا پنهنجا مسئلا هئا، سنڌ وارن کي پنهنجي جياپي جو الڪو هو. اهڙي طرح رشتيداري ۾ دوري پئجي ويئي. سنڌين جڏهن واهڻ، ڳوٺ آباد ڪندي مهين جي دڙي جيڏا عظيم الشان شهر تعمير ڪري ورتا هئا تہ آمريڪا وارن اجا وبس پائڻ بہ نہ سکيو هو. آفريڪا وارا اونداهي مان نڪري بہ نہ سگهيا هئا ۽ آسٽريليا وارن جو پتو بہ ڪونہ هو. هي اهڙا دور هئا جن جي تاريخ ۽ تمدن ملڻ مشڪل نہ بلڪ ناممڪن آهي. رڳو ڏڪا هنيا پيا وڃن ۽ ان مان نتيجا ڪڍي اپيا وڃن. ڪڏهن نسل انساني آسٽريليا کان شروع ٿئي ٿو تہ ڪڏهن آفريڪا مان چاٽايو وڃي ٿو. ڪي تہ عراق ۽ عربستان کي گهر چون ٿا. ڪي وري سائيبيريا کان ايندڙ لکن ٿا، ڪن تہ وري نسل انساني جو ڦهلاءُ چين مان ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهڙي طرح ڪڏهن انسان جو ابو باندر ٿو بڻجي تہ ڪڏهن بن مانس. ڪڏهن مڇي ۽ نوريئڙي جي اولاد سڏجئون ٿا. هر هڪ مفڪر ۽ محقق پنهنجي پنهنجي خيال کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيترا مثال ۽ تجزيا بيان ڪيا آهن پر حقيقت ڏانهن ڪڏهن بہ نہ نهاريو ويو آهي. جيڪڏهن ڪن محققن سنڌ جي سرزمين کي ابوالبشر ڪوٺيو آهي تہ ان تي وڌيڪ تحقيق ڪرڻ بدران پنهنجا رايا ٿاڦيا آهن.

جيڪڏهن دنيا جي قديم آثارن کي جاچينداسين ۽ مليل ڪتبن کي پڙهنداسين تہ اهو تسليم ڪرڻو پوندو تہ دنيا ۾ انساني نسل جو ڦهلاءُ اوير کان ٿيو آهي ۽ اوير هميشہ سنڌ کي ڪوٺيو ويو آهي. سنڌي تهذيب جا باني هئا، جڏهن سنڌ جا ماڻهو انو وقت جي پيرس مهين ۾ رهندا هئا تہ ان وقت يورپ وارا غارن کان اڃا ٻاهر بہ نہ نڪتا هئا ۽ اهي جهنگلي جانورن وانگر رهندا هئا جڏهن تہ مهين جي لکت هر هنڌ پڙهي ۽ سمجهي ويندي هئي. اها ان وقت انٽرنيشنل ٻولي ۽ لکت جو درجو رکندي هئي، هن جون مهرون وغيره ايران، عراق، شام، مصر، ترڪي، عدن، ايٿوپيا ۽ ٻين هنڌن تي جام مليون آهن ۽ ڪيترا شهر ڳوٺ ۽ واپاري مرڪز سنڌ جي نالي تي قائم هئا. اُتي انهن هنڌن جون پنهنجون لکيتون ڪونہ مليون آهن ۽ نہ مهرون، جنهن مان ثابت آهي تہ ڏهہ هزار سال قبل مسيح کان وٺي پندرهن سئو سال قبل مسيح تائين سنڌ وارن دنيا تي راڄ ڪيو ۽ پنهنجو سڪو ڄمايو. هنن نہ ڪنهن سان زيادتي ڪئي، نہ ڪنهن ملڪ تي حملو ڪيو، نہ ڪا لٽ مار ڪئي، نہ ڪو قتل غارت ڪيو. هنن واپار، هنر، علم، عقل ۽ دانشمنديءَ سان پنهنجو پاڻ ملهايو.

حضرت نوح جي پونئيرن مان پهرين ڪهڙي قبيلي يا ڪهڙين ذاتين جنم ورتو تنهن جي حقيقت تہ معلوم ٿي نہ ٿي سگهي پر ان قبيلي جو نالو "نوح قبيلو" چئي سگهجي ٿو. اهڙي طرح سنڌ ۾ پهريان نوح قبيلو آباد ٿيو.

ايڇ. جي. ويلز "آئوٽ لائين آف هسٽريءَ ۾ لکيو آهي

تہ "جڏهن انسان حيوانيت مان قدم ٻاهر رکيو تہ ان کي زراعت جي زماني تائين پهچندي هزارين سال لڳا هوندا." هن ڪئپٽن آر ڪيمبل ٿامسن جي تحقيقات کي بنياد بنائي لکيو آهي تہ پٿر جي زماني جي وحشي ماڻهن آخري دور ۾ زراعت شروع ڪئي. اي. ايل. باشم پنهنجي ڪتاب "ونڊر ديٽ واز انڊيا" ۾ لکيو آهي تہ دنيا ۾ پهرين زراعت جي شروعات سنڌ جي ڪيرٿر جبل ۾ ٿي، جنهن جا آثار اڄ بہ گبربندن جي صورت ۾ "باجڪ" وٽ موجود آهن.

باشعور دور ۾ اسان کي هت مهين ماڻهو باجڪ ڪول، مينگلي واسي، ڪول، ڀيل ۽ جت نظر اچن ٿا، جن ڏاهرياڻي جبل کان مهين تائين هزارن سالن جو سفر طئي ڪيو، پنهنجي عظيم الشان تهذيب ۽ سلطنت جو بنياد وڌو. ماهر چون ٿا تہ هندستان ۾ رهندڙ تامل، تلنگا، مالي، ڪولهي، ڀيل ۽ ڊيڊ انهن ئي ڪن قبيلن جي باقيات آهن. مغربي ماهرن انهن کي دراوڙ جو نالو ڏنو آهي ۽ لکيو آهي تہ اهي بہ سنڌ ۾ ٻاهران آيا هئا، ڪن لکيو آهي تہ اهو لساني گروهہ هو.

هت سنڌ ۾ مغربي ماهرن کي هر شيءِ ٻاهران آيل نظر اچي ٿي جا حقيقت ناهي ۽ سچ کان انحرافي آهي. اسان پنهنجي لکت ۾ ثابت ڪري آيا آهيون تہ نسل انساني جو ابو، سنڌ ۾ هو ۽ سنڌ انسان جو پدري وطن آهي. مان ان کي نوح قبيلو، مهين ماڻهو وغيره سمجهان ٿو ۽ ٻيا ان کي دراوڙ لکن ٿا. ماهر ۽ عالم تسليم ڪن ٿا تہ عراق جي تهذيب جا باني سميري ۽ آشوري، سنڌين جو اولاد آهن. پونچ سمنڊ ۾ رهندڙ مهاڻا، سنڌي آهن، مصر ۽ ايلام سنڌي وسنديون آهن تہ پوءِ چو نہ پلا اهو تسليم ڪيو وڃي ٿو تہ مهين ۽ سنڌ سلطنت جا باني اصل سنڌي آهن. سنڌ کي نہ ڪنهن منگول آباد ڪيو آهي، نہ وري چين وارن ۽ نہ ڪنهن ٻي قوم آباد ڪيو. مهين دڙي مان بہ ٿي ٻاهريون انساني کوپڙيون ملڻ مان اهو ڪيئن ثابت ٿي سگهي ٿو تہ سنڌ ۾ سڀ ڌاريا هئا. ڇا اهو ممڪن نہ آهي تہ اهي حملہ آور هجن. پناهگير هجن يا ڪنهن ڪم ڪار سانگي آيا هجن.

## اصل باشندا

سنڌ جا اصل قديم رهاڪو سنڌي ئي آهن. ائين نہ آهي جيئن ڪتابن ۾ بيان ڪيو ويو آهي اهو رايو يا خيال سچو مفروضي تي ٻڌل آهي. جڏهن دنيا جا وڏا وڏا عالم دوکو کائي اصل حقيقت تي پهچڻ کان اڳ ۾ پهرين دريافت تي باقي رايو قائم ڪري ويندا آهن. جيئن سنڌ جي رهاڪو لاءِ چيو ويو تہ ڪاڪي ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي جي موجب تہ سنڌ جي پٽن کي جن اچي آباد ڪيو اهي سنٿال، ڀيلن ۽ منڊلوڪن جا ابا ڏاڏا هئا، جيڪي آسٽريليا کان چين ولايت واري واٽ وٺي آسام ۽ بنگال ڏي آيا ۽ پوءِ اتر هندستان ڏي وڌيا. هن اهو بہ لکيو آهي تہ ڪولن، سنٿالن وغيره جون ٻوليون آسٽريليا جي ٻولين جي خاندان جي هڪ شاخ ليکجن ٿيون. هن اها راءِ سر گريئرسن جي ڪتاب لنگسٽڪ سروي آف انڊيا جي جلد پهرين ۾ بيان ڪيل خيال جي بنياد تي لکي.

ڪاڪي ڀيرو مل جي مطابق ڪولن، سنٿالن ۽ ٻين کان پوءِ سنڌ ۾ دراوڙ اچي آباد ٿيا، جيڪي نئين پٿر واري زماني جي سڀيتا جو بنياد وجهندڙ هئا. سندس خيال موجب تہ انهن بابت بہ رايا آهن. پهريون تہ دراوڙ اصل ۾ ڏکڻ هندستان جا رهاڪو هئا ۽ اتان اتر هندساتن ۾ تڏهن آيا جڏهن اهو پاسو خشڪي رستي آسٽريليا سان ڳنڍيل هو. ٻيو رايو اهو آهي تہ دراوڙ يونوچ سمنڊ طرف رهندڙ قومن مان هئا، اهي پهريان ڪجھ وقت مسيوپوٽيميا ۾ رهيا پر پوءِ عربن ۽ ٻين سميٽڪ قومن وارن اتان ڪين ٽڙي ڪڍيو، جنهن ڪري بلوچستان واري واٽ وٺي هندستان ڏي آيا، منجهائن ڪي گنگا ندي واري ماٿر تہ ڪي سنڌو ندي واري ماٿر والاري ويٺا. سندس چوڻ موجب اوڏ ذات وارا اصل دراوڙن جي ڪل مان آهن ۽ بلوچستان ۾ رهندڙ بروهن جي ابن ڏاڏن جو تعلق بہ ٻوليءَ جي بنياد تي انهن سان آهي.

مسٽر راولسن، پروفيسر وان اڪسدٽ جي خيال جي تائيد ڪندي لکيو آهي تہ سنڌو ماٿري سڀ کان پهريان آباد ڪار اهي ڪارا ماڻهو هئا جيڪي برفاني دور ۾ آفريڪا ۽ ملنشا مان اتي پهتا ۽ ڪنهن هڪ حصي تہ نہ پر سڄي ملڪ ۾ ڦهلجي ويا.

انهيءَ سلسلي ۾ پروفيسر پال مسين اورسيل مختصر لفظن ۾ لکيو تہ سنڌ ماٿر ۾ سڀ کان پهرين آبادي انهن ماڻهن جي هئي جيڪي ڪوليدي پامندا ٻولي ڳالهائيندا هئا جيڪي انڊو چائنا نسل جي هڪ گروهہ "مون گهمير" سان تعلق ڪندا هئا.

مسٽر رنگ آچاريہ، پري اسٽارڪ انڊيا ۾ سيني خيالن کي ذهن ۾ رکي سنڌو ماٿر جي رهاڪن جو هڪ خاڪو تيار ڪندي لکيو تہ پهرين حجري دور ۾ هتان جا رهاڪو، بلڪ پهريان رهاڪو وڏن مٿن واري نسل جا هئا جن کي هو آفريڪا جي نيگرو ۽ آسٽريليا جي ماڻهن جهڙو چوي ٿو ۽ لکي ٿو تہ

اهو ممڪن آهي ته انهن ۾ هي نسل جي ماڻهن جي ميلاپ مان دراوڙن جنم ورتو هجي. جن جي اولاد هاڻي هندستان جي جبلن ۽ ميدانن ۾ رهي ٿي. پنهنجي ننڍي قد، تنگ پيشاني، ويڪري منهن، ننڍي نڪ ۽ ڪاري رنگ سبب هاڻي به نيگرو نسل مان لڳن ٿا ۽ سيلون جي ويدن، ملايا جي ساڪن ۽ آسٽريليا جي قديم باشندن سان مشابهت. انهن جي آسٽريلوي نسل هجڻ جو ثبوت آهي اها پهرين نسل آهي جنهن ڪي اسان پري درا ويدن در آوڙن ڪان اڳي جو نالو ڏيون ٿا جيڪي ڪول ۽ منڊا ماڻهن جي هٿان مغلوب ٿي هئي جيڪي آسٽريليا ڪان وٺي اوله بنگال تائين هڪ ئي وقت ڦهليل هئا، ٿي سگهي ٿو ته اهي ماڻهو ميڊي طيران هجن بهرحال هي ماڻهو ماڪڙ وانگر آسٽريليا ڪان وٺي اوله بنگال تائين سرزمين تي قابض ٿي ويا. ڊاڪٽر سٽون ڪنور ته ان خيال جو آهي ته اهي ماڻهو سنڌو ماٿر تائين ڦهلجي ويا هئا، جن جا سياسي ۽ سماجي اثر ملڪ گير هئا.

مرحوم مولائي شيدائي تمدن سنڌ ۾ آڳاٽا سنڌي ڪير هئا؟ جي عنوان سان لکيو ته اهي آڳاٽا دراوڙ هئا جن دکن مان نڪري سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ ڪلدانيا تائين بيٺڪون وڌيون هيون. هو هڪ محقق رزلي جي حوالي سان لکي ٿو ته: برصغير هند جا قديم رهاڪو ڊرويڊي آهن، جن جو رنگ ڪارو نڪ ويڪرو، وار ڪارا ۽ قدري گهنڊي دار، ڪارين اکين وارا ۽ قد ۾ بندرا هئا، جن سان پوءِ آرين، سٿين ۽ مغل قومون گڏجي ويون.

هو هڪ ٻئي محقق محترم ٿر سٽن جي حوالي سان دراوڙن متعلق لکي ٿو ته "آڳاٽن ڊرويڊن پوئين ڊرويڊن ۾ ابترو فرق آهي ته آڳاٽن ڊرويڊن جا نڪ ويڪرا ڪو نه هئا، نه وري قدم ۾ بندرا هئا، اهي سيلان جي ويداس، سليبس جي تولاز، سوماترا جي باتين ۽ آسٽريلين سان مشابهت رکندڙ هئا."

مشهور محقق اي ايل باشم پنهنجي شهر آفاق ڪتاب ۾ قديم سنڌ جي اصل باشندن متعلق لکي ٿو، جن ڍانچن جو اڀياس ڪيو ويو آهي انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هڙاپا جا ڪجھ رهواسين ڊگها، سنهڙي نڪ وارا ۽ رومي سمنڊ واري طبقي جا ماڻهو هئا جيڪي قديم وچ اوڀر ۾ دريافت ٿيا آهن. جيڪي هاٺوڪي هندساتن جي آبادي جا اهم عنصر آهن. ٻيو عنصر ابتدائي آسٽريلين جو هو جن جا ننڍا نڪ ۽ ٿلها چپ هوندا هئا، انهن جو تعلق آسٽريليا جي قديم رهواسين ۽ هاٺوڪي هندستان جي ڪجھ غير مهذب جابلو قبيلن مان معلوم ٿئي ٿو، فقط هڪ کوپڙي اهڙي لڌي وئي آهي جيڪا منگولي جي نمائندگي ڪري ٿي ۽ ٻي کوپڙي جيڪا ننڍي آهي ان جو تعلق الپائن سان آهي. پائنجي ٿو ته ڏاڙهي واري تصوير، ان ۾ ٻيئي عنصر شامل آهن، پتل جي ٺهيل ناچڻي پڪ سان آسٽريليا سان تعلق رکي ٿي. ان مان معلوم ٿئي ٿو اڄ وانگر تڏهوڪي زماني ۾ به اتر اوله هندستان مختلف نسلي گروهن جو سنگم هو.

هاٺوڪو ڏکڻ هندستان، رومي سمنڊ ۽ آسٽريليا جي نمائندگي ڪري ٿو، اهي ٽئي هڙاپا تهذيب جا به خاص نسلي عوامل رهيا آهن، وڌيڪ اهو ته هڙاپا جي تهذيب ۽ دراوڙن جي ملڪ ۾ جيڪي هندو مذهب جا عنصر ملن ٿا، اهي ڪافي حد تائين هڪ ٻئي سان هڪ جهڙائي رکن ٿا. بلوچستان جي جبلن ۾ جتي نال ۽ زوب تهذيبن پنهنجا ننڍا ننڍا ڳوٺ آباد ڪيا. مثلاً بروهي جيڪي نسلي لحاظ ڪان ايراني آهن پر پوءِ به دراوڙي ٻولي ڳالهائن ٿا. انهيءَ ڪري خيال ظاهر ڪيو ويو آهي ته هڙاپا (سنڌو ماٿر) واسي دراوڙ هئا.

سبط حسن پڻ انهيءَ خيال جو آهي ته سنڌو ماٿري جا اصل رهاڪو دراوڙ آهن. هو لکي ٿو: "مهين جو دڙو، هڙاپا ۽ ٻين هنڌن جي کوٽائي مان هن وقت تائين چاليهه ماڻهن جا ڏانچا (پنجرا) مليا آهن، انهن پنجرن جي معائني ڪان پوءِ محقق ان نتيجي تي پهتا آهن ته سنڌو ماٿر جا باشندا قد جا ننڍا ۽ سر (مٿو) وڏو هو، رنگ جا ڪارا ۽ وار گهنڊي دار هئا. نڪ ويڪرو ۽ ننڍو هو. چپ وڏا، ٿلها جيڪي اڳتي نڪتل هئا، انهيءَ ڪري چيو وڃي ٿو ته انهن ماڻهن جو تعلق دراوڙ نسل سان هو.

سنڌ سلطنت جي قديم دور تي جن محققن ۽ عالمن تحقيق ڪئي آهي ۽ لکيو آهي، اهي سڀ هڪ خيال جا نه آهن، هنن پنهنجا مختلف موقف بيان ڪيا آهن، جن مختلف نسل جي ماڻهن ۽ مختلف دور ۾ رهندڙن لاءِ گڏيل لفظ دراوڙ استعمال ڪيو آهي. عالم اڄ تائين به اهو طئي نه ڪري سگهيا آهن ته آيا منڊا ٻولي ڳالهائڻ وارا ڪول ۽ دراوڙ هڪ ئي انساني نسل سان تعلق رکندڙ هئا يا انهن جا نسل مختلف هئا.

حقيقت اها آهي ته ڏيهي توڙي پرڏيهي عالم لکير جا فقير بڻجي ساڳين خيالن ۽ راين کي مختلف انداز سان بيان ڪري اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته سنڌ جا اصل قديم ۽ مهذب رهاڪو دراوڙ آهن، جن جي نسل مان تامل،

تلنگو، اوڏ ۽ بروهي آهن.

اسان جڏهن سنڌ سلطنت جي اصل باشندن جي ڇنڊڇاڻ ڪريون ٿا ته اصل حقيقت ڪا ٻي نظر اچي ٿي، ڪولن، سنٿالن، ڀيلن ۽ دراوڙن کان اڳ ۾ ٻي قوم سنڌ ۾ رهندي هئي جيڪا سنڌيئي هئي ۽ حضرت نوح کان وٺي انهن جو مسڪن سنڌ هو. آءٌ انهيءَ سلسلي ۾ تاريخ سنڌ جلد پهرين جي پهرين حصي ۾ تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي، پر هن ان جو وري به سراسر جائزو وٺنداسين.

هاورڊ موئر لکيو آهي ته: ”اها گهٽي قدم پڪ آهي ته انسان جي جنس جي ابتدا جنهن ايراضي ڪي ڌرتيءَ جي اولهه وارو اڌ چئجي ٿو، اتي ڪا نه ٿي آهي ۽ نه وري اتان ڪنهن مرڪز کان ڌرتيءَ تي چوڌاري ٻين پاسي اها پکڙي آهي.“

هاورڊ موئر انهيءَ خيال ڪي يڪسر رد ڪري ڇڏيو آهي ته انسان جي جنم ڀومي آفريڪا يا اولهه جو ڪو هنڌ اهي. جڏهن اڪثر عالم اها غلطي ورجائيندا آهن ته آفريڪا انسان جي جنم ڀومي آهي. انهي غلط بياني محققن ڪي اصليت تائين پهچڻ ڪو نه ڏنو، جنهن ڪري غلطين مٿان غلطيون ورجائجي ويون، جن عالمن پنهنجي سر تحقيق ڪئي ته نتيجو ان جي ابتڙ نڪتو.

آفريڪا ڪي انسان جي جنم ڀومي ڊارون قرار ڏنو هو، جنهن آفريڪاريپ ۽ انسان جي وچ واري ڪڙي دريافت ڪرڻ ڪانپوءِ اهو مفروضو قائم ڪيو ته انساني خاندان آفريڪا مان نڪتو آهي، جيئن ته آفريڪا هن جي ويجهو هو ۽ اتان جا اهڙا قصا ۽ ڪهاڻيون عام ٿي ويون هيون، تنهن ڪري هن اوڀر جي ملڪن خاص ڪري سنڌ ڏانهن نظر ڪو نه وڌي نه وري هن جي زماني ۾ سنڌ جي آثارن جي ڪا ڇاڻ هئي. 1920ع کان اڳ ۾ دنيا وارن ڪي سنڌو ماٿر جي تهذيب ۽ اصلوڪي رهاڪن جي ڪا به خبر ڪو نه هئي تنهن ڪري دنيا وارن آفريڪي ڌرتي ڪي انسان جي جنم ڀومي سمجهو نه ته ڊارون جي Descent of Man کان اڳ ۾ اهو نظر ئي ڪو نه هو.

حقيقت ۾ سنڌ سلطنت واري ڌرتي ئي انسان جي جنم ڀومي هئي، انهيءَ سلسلي ۾ محترم اؤميل لکيو آهي ته عيسائين جي ابتدائي دور ۾ سنڌي ماڻهن لاءِ چيو ويندو هو ته اهي هيٺ ڪريل فرشتا آهن، جيڪي دوزخ لاءِ ڀلا ۽ بهشت لاءِ برا آهن، ڇاڪاڻ ته هو خدا ۽ شيطان جي وچ ۾ لڳل جنگ ۾ ڪنهن به پاسي ڪو نه هئا. چيو ويندو آهي ته انسان ذات جي تخليق کان سنڌي Sindhi ماڻهن ڪي ڌرتي تي لاٿو ويو هو.

انهيءَ مقصد سان ته جيئن هو ڌرتي تي ديوتا جي حيثيت ۾ رهن. ليڊي وائيلڊ Lady Wilde پنهنجي ڪتاب ائنسئنٽ ليجنڊ آف آئرليند Ancient Legends of Ireland ۾ واضح لکيو اهي ته ڌرتي تي پهريان ديوتا سڌي/سنڌي يا سنڌ جا هئا.

جديد دور جا محقق جن ۾ آئن مورا، اؤميل ۽ ٻيا شامل آهن، اهي سڀ انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته سنڌ ۾ 470000 لک سالن قبل ۾ انساني آبادي هئي. جڏهن ته آفريڪا ۽ ٻين ملڪن ۾ انسان جي وجود ڪي هڪ لک سال کان وڌيڪ ڪونه نه ٿيو آهي. ليڪي ٻين ڌرتي جي عالمن ترڪانه ڊنڊ ۽ ٻين هنڌان مليل آثارن ۽ هڏاون پنجرن تي انساني قرار ڪو نه ڏنو آهي، انسان جي ڪڙي قرار ڏنو آهي. يعني اهي انسان نه هئا. ڪن عالمن تي انهيءَ بنياد تي آفريڪا ڪي انساني جنم ڀومي قرار ڏئي ڇڏيو.

آفريڪا مان مليل پنجرا مڪمل انساني نه آهن، تنهن ڪري ان ڪي انسان جي جنم ڀومي قرار نه ٿو ڏئي سگهجي. جيئن ته مان جلد اول جي پهرين حصي ۾ ثابت ڪري آيو آهيان ته انسان جو اولين وجود سنڌ ڌرتي تي هو. هاورڊ موئر ان جي تصديق هيئن ڪئي آهي.

”هاڻي اهو مڃيو وڃي ٿو ته ماڻهوءَ جي پهرين اوسر ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن هنڌ تي يا ممڪن آهي ته ايشيا جي اڄوڪي ڏاکڻين حدن کان به اڳتي ڪٿي ڏکڻ ۾ ٿي آهي. انهن هنڌن تي جيڪي اڄ سنڌي (هندي) وڏي سمنڊ جي پيٽ ۾ ٻڏي ويل آهن. انهيءَ اندازي ڪيل سرزمين ڪي سائنسدان ”ليموريا“ جي کنڊ جي نالي سان سڏن ٿا.

۽ سنڌ ليموريا کنڊ جي باقي ڌرتي آهي جا هن جي هڻي وڃڻ جي ڪري وجود ۾ رهي ۽ اتي انسان جي پيدائش کان وٺي مهذب ٺيٺ تائين نشونما ٿي پر ان کان به وڌيڪ ته هن ڌرتي تان انسان ماڻهپي ۾ دنيا جي کنڊ ڪڙڇ ۾ لڏپلاڻ ڪئي.

موجوده سنڌ ليموريا کنڊ جي ٽيٿيا سمند جي هڻي وڃڻ ڪري وجود ۾ آئي ۽ دنيا جي اها پهرين ڌرتي هئي جتي زندگي پيدا ٿي ۽ نشونما پاتي. محترم اوميل عهدنامه عتيق جي حوالي سان لکيو آهي ته: ”انسان ذات جي شروعات سنڌ مان ٿي آهي.“

دنيا ۾ جيڪي قديم ۽ جديد قومون موجود آهن اهي بنيادي طور سنڌي ماڻهن جي اولاد جو نسل آهي. انهن جي لڏپلاڻ بابت آئينده صفحن ۾ تفصيل سان ذڪر ايندو، جنهن مان

ثابت ٿيندو تہ سنڌي دنيا ۾ ڪيئن ۽ ڪٿي ڪٿي ڦهلجي ويا.

عالمن جو اهو چوڻ تہ سنڌ ڌرتي انساني وجود کان خالي پئي هئي تہ تورانن، منگولن، آسٽريليا، آفريقا ۽ يونوج سمنڊ جي ماڻهن اچي آباد ڪئي، سراسر غلط ۽ مفروضي تي ٻڌل آهي، هت زمين کي آباد ڪندڙ يا اصلوڪا رهاڪو مقامي ماڻهون هئا، جن وڏا وڏا شهر آباد ڪري سنڌو تهذيب، تمدن، سماج ۽ معاشري جو بنياد وڌو، هتان جي ڌرتي ۾ ڪنهن بہ ٻئي غير ملڪي ۽ ڌارئي جو هٿ نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪا بہ تهذيب سنڌو تهذيب جي همعصر ۽ برابر نہ آهي، جيڪڏهن منگول، توراني، آسٽريلين، دراوڙ ۽ ٻيون قومون ايتريون ترقي يافتہ ۽ مهذب هجن ها تہ مهين ۽ هڙاپا وارن شهرن کان قديم شهر انهن جا اڏيل دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ملي وڃن ها! ظاهر آهي تہ اهي تهذيب، جديديت ۽ شهرن جا باني هئا، اهي تہ ٺهيل ۽ آباد ڪيل شهرن ۾ ضرورت آهر رهيا. ڪهڙي بنياد تي انهن کي سنڌ سلطنت جي ڌرتي آباد ڪندڙ ۽ بنياد وجهندڙ چيو وڃي ٿو؟ اڄ تائين ڪنهن وٽ بہ مثبت ۽ درست جواب نہ آهي، صرف ڏوڪن کان ڪم ورتو پيو وڃي.

آئن مورا پنهنجي ڪتاب ۾ انهيءَ حقيقت تي سليم ڪيو آهي ۽ لکيو آهي تہ "اولهہ وارن اوڀر قريب جي تهذيب تي اتاچري نظر وجهڻ کان پوءِ پنهنجو اصلي ۽ حقيقي ورثو وساري ڇڏيو آهي، جنهن جو واسطو فقط سنڌ سان هو. دراصل حقيقت اها آهي تہ انسان ذات پيدا ٿي سنڌ ۾ ٿي آهي."

هاڻي اهو خيال، رايو ۽ مفروضو رد ٿي چڪو آهي تہ سنڌ کي آباد ڪندڙ ٻاهر کان آيا هئا ۽ ڌرتي تي ڪنهن بہ انسان ذات جو وجود ڪو نہ هو. هتي حضرت آدم کان وٺي اڄ تائين ڌرتي انسانن گهوارو رهي آهي، هن ڌرتيءَ کي ڪنهن بہ ڌاري قوم اچي آباد ڪو نہ ڪيو آهي. هاڻي تہ اهڙا ثبوت هٿ اچي ويا آهن جن جي سائنٽيفڪ جاچ کان پوءِ شاهدن جي ڪا بہ ضرورت ڪونهي تہ حيات ۽ زندگيءَ جي شروعات سنڌ سلطنت واري ڌرتيءَ مان ٿي آهي. ڪيرن آر مسٽرانگ بہ ان حقيقت کي تسليم ڪيو آهي تہ سنڌ ماٿر واري تهذيب جا باني اتان جا مقامي رهواسي هئا.

هاورڊ موئر تي صاف اکرن ۾ لکيو آهي تہ ماڻهو جانورن جي هڪ جنس جي صورت ۾ پهريان شايد ڏکڻ ايشيا جي سنڌ رهندڙ علائقن ۾ سرجيو، انهي مرڪز تان پوءِ ٻاهر پکڙندي هو ڌرتيءَ جي گولي جي لڳ ڀڳ سڄي زميني مٿاڇري تي ڇانئجي ويو آهي. نہ رڳو وڏن کنڊن تي پر گهٽي ڀاڳي سيني ٻيٽن تي پڻ هاڻي وڏي وڃي آباد ٿيو آهي. سنڌس هڪ شاخ اولهہ پاسي وڏي آفريقا ۾ آباد ٿي ۽ اهي ڪن ايامن ڪانپوءِ ڪاري چمڙي وارا يا سياهہ فام نسل جا ماڻهو سڏجڻ لڳا. ٻي شاخ اتر ۽ اولهہ پاسي ويئي ۽ اهي پوءِ اڇي چمڙي وارا يا سفيد فام نسل جا ماڻهو ٿي مشهور ٿي ويا. سنڌن ٻي شاخ، اتر ۽ اوڀر ندي پاسي نڪري ويئي ۽ پيلي چمڙي وارا يا زرد فام ماڻهو يعني چيني، جاپاني وغيره نسل جا ماڻهو سڏجڻ لڳا. شايد هن زرد فام نسل جي ماڻهن جي ٿي هڪ شاخ ايشيا مان نڪري بيرنگ ڳچي سمنڊ کي پار ڪري ان سرزمين تي وڃي پهتي جنهن کي هاڻي آمريڪا ٿو چئجي. انهن جي چمڙيءَ جو رنگ اتان جي فضائي حالتن جي اثر هيٺ ڪجهہ ڦري پتل جهڙو يا ڳاڙهسرو بڻجي ويو ۽ اهي پوءِ ڳاڙها سنڌي يا آمريڪي سنڌي سڏجڻ لڳا، ماڻهن جي ان اصلوڪي جنس جي هڪ شاخ وري اڀرندي نڪري ويئي ۽ وڃي ملايا جو اپهيٽ ايسٽ انڊيز (سنڌ جي نسبت سان نالو) جا ٻيٽ، بورنيو، نيو گني ۽ هوائي ٻيٽن سميت ڏکڻ پئسفڪ جا ٻيٽ آباد ڪيائين ۽ اهي ناسي چمڙي وارا يا ملايائي نسل جا ماڻهو سڏجڻ لڳا. ان مان اوهان کي ڪجهہ اندازو ٿي سگهي ٿو تہ ماڻهو پنهنجي اصلوڪي آکيري مان نڪري ايامن گذرڻ سان پنهنجي ڌار ڌار نسلن ۽ ذاتين سان ڌرتيءَ جي هن گولي تي ڪٿي ڪٿي ۽ ڪيئن پکڙجي وڃي آباد ٿيو.

هاورڊ موئر هي انسان جي پکيڙ جو اهڙو حقيقي نقشو پيش ڪيو آهي، جنهن کان ڪو بہ انڪار ڪري نہ ٿو سگهي. مئڪس ملر ۽ ٻين يورپي ماهرن اهو مڃيو آهي تہ اسان يورپ کان آيا آهيون ۽ خاص ڪري سنڌ جي سرزمين سان تہ پوءِ اهو ڪيئن ممڪن اهي تہ يونوج سمنڊ جي قومن ۽ توراني نسل جي ماڻهن اچي سنڌ آباد ڪئي ۽ اتي تهذيب جو بنياد وڌو.

عالمن جو اهو چوڻ بہ غلط ثابت ٿي چڪو آهي تہ سنڌ جا اصل رهاڪو آسٽريلين نسل جا ماڻهو آهن، جڏهن تہ جديد تحقيق جي روشنيءَ ۾ سائنسي طور ان حقيقت کي مڃيو ويو آهي تہ آسٽريليا جا قديم باشندا ۽ آمريڪا جا قديم رهواسين سنڌ جي ٽري ماڻهن جي اولاد آهن. اتي سنڌ سلطنت واري سرزمين کان اڳ ۾ ڪجهہ بہ انساني آثار نہ ٿا ملکن جڏهن تہ آسٽريليا جي سرزمين 25 ڪروڙ سال اڳ بہ پاڻي هيٺ هئي. اتي انساني آبادي وجود سنڌ ڌرتي تي رهندڙ انسان کان قديم نہ آهي، جڏهن انسان حضرت نوح جي مها ٻوڏ کانپوءِ نئين سر

جيئو ته ان جو وجود سنڌ ۾ ملي ٿو نه ڪي آسٽريليا يا يونوچ سمنڊ يا منگلوليا طرف. انهيءَ ڪري اهو چوڻ سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي ته ڪول ۽ سنٿالن کان وٺي آرين تائين غير سنڌين سنڌ کي آباد پئي ڪيو.

بنيادي طور انسان جو رنگ سانورو هو جنهن کي عام طرح ڪڪ رنگو چيو ويندو آهي. انسانن جو ڏاڏو حضرت آدم جو رنگ به سانورو عرف عام ڪڪ رنگو هو. سنڌي ماڻهو جو اڄ به رنگ ڪڪ رنگو آهي، جيڪو شروعات ۾ انسان جو رنگ هو. انهيءَ رنگ مان مختلف نسلن جو رنگ مختلف ڪيئن ٿيو جيڪو هن وقت هنن سڃاڻپ اهي. اڄ جيڪي رنگ، قد، بت، هلت چلت ۽ علمي ۽ فني لياقتن جا فرق نظر اچن ٿا، اهي سڀ موسمي حالتن آب هوا، زمين ڪاڏو خوراڪ ۽ مختلف قدرتي نظام جي بدولت آهن، جنهن ڪري وٽامنز ۾ گهٽ وڌائي ۽ تبديلي ٿئي جنهن جو رنگ متائڻ سان گهرو تعلق آهي. ان وٽامنن جو انساني هڏن جي نشونما لاءِ هجڻ ضروري آهي. انساني چمڙيءَ جي ذفلين به هڪ ڪيميائي مادو هوندو آهي جيڪو ڪوليسٽرول وانگر آهي، جيڪو وٽامن "ڊي" ۾ تبديل ٿي ويندو آهي، انهيءَ عمل لاءِ مادي ۾ موجود ڇهن ڪاربن جي ٿهن (Six Carbon Rings) مان هڪ جو ڀڃڻ ضروري آهي ۽ اهو تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن سج جي روشني ۾ موجد الٽراوائيٽ شعاع ڪنهن اگهاڙي جسم ۾ داخل ٿيندا آهن، هڪ دفعو انهن مان هڪ تهه ٽٽي پوي ۽ رت جي گردش دوران ان ۾ شامل ٿي ۽ پوءِ جيري ۽ بڪي ۾ موجود اينزائم سان ملي وڃي ته اهو وٽامن "ڊي" ۾ تبديل ٿي ويندو آهي، جنهن ڪري انساني نشونما ۾ تبديلي واقع ٿي ويندي آهي.

اهڙي طرح سان سانورا سنڌي مختلف رنگن ۽ هڏ ڪاٺ ۾ تبديل ٿي ويا ۽ هزارن سالن جي گذرڻ ڪانپوءِ نئين نسل کي اها ڄاڻ رهي ئي ڪو نه ته سندن اصل وطن ۽ رنگ ڪهڙو هو. اهڙي طرح ڌرتيءَ جي گولي تي مختلف رنگن ۽ نسلن جا ماڻهو پيدا ٿيا پر سنڌ سلطنت ۾ رهندڙن جا رنگ ۽ ڍنگ اڄ تائين تبديل نه ٿيا آهن ۽ اهي اڄ به سنڌيئي سڏجن ٿا جيئن منو کان وٺي سندن سڃاڻپ آهي. ڊاڪٽر غلام علي پنهنجي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد ۾ پڻ اهو تسليم ڪندي لکيو آهي ته: "سنڌو ماتر جي قديم لوڪن کي سئنڌو جي نالي سان سڏيندا هئا، جنهن جي مراد هئي، سنڌوءَ جي ڪناري يا سنڌو ماتر ۾ رهندڙ لوڪ."

تنهن ڪري اهو چوڻ غلط آهي ته سنڌ سلطنت جي رهواسين کي دراوڙ، منگول، آسٽريلين يا توراني ۽ يونوچ سمنڊ وارو چئجي، اهي سڀ خيال ۽ مفروضا آهن جنهن جو بنياد ڪنهن عالم جي خيال کي بٽائي ڳنڍ ڏيئي بيهي رهيا آهن. ساڳي مصنف و سڪانيسن يونيورسٽيجي ائنٿراپالاجي شعبي جي ائسوسيئيٽ پروفيسر ڊاڪٽر جي مارڪ ڪنائر جي جون 1997ع ۾ ڪيل هڪ تقرير جي حوالي سان لکيو آهي ته: "اهو سمجهڻ غلط آهي ته سنڌو تهذيب ۽ ان جي شهرن کي ڪو ٻاهران آيل ماڻهن يا قومن اچي تعمير ڪيو، اهڙو ڪو به ثبوت نه ٿو ملي ته هن علائقي ۾ ڪا ٻاهرين، يا ڌاري قوم اچي رهي آباد ڪيو."

انهيءَ خيال جا ڪافي عالم آهن، جن ۾ محمد رفيق مغل، مهر عبدالحق ۽ ٻيا ڪيترا ڏيهي ۽ پرڏيهي عالم شامل آهن، جن ماضيءَ ۾ ڏنل ٿيوري کي رد ڪري ڇڏيو آهي. حقيقت اها آهي ته سنڌ سلطنت ۾ واقع هزارن ڳوٺن ۽ سوين شهرن جي وجود مان ئي اها ثابتي ملي ٿي ته سنڌ جا اصل رهاڪو نه دراوڙ آهن نه منگول، نه آسٽريلين نه وري ٻي ڪا به قوم، پر اصل رهاڪو هتان جا مقامي باشندا جن جي جنم ڀومي نسل در نسل سنڌ جي سرزمين هئي، اهي پڻ سنڌي هئا جن کي اڄ به سنڌيئي سنڌجي ٿو.

انهيءَ سلسلي ۾ مرحوم محترم تاج صحرائي وڏي جاکوڙ ڪئي ۽ ان نتيجي تي پهتو ته سنڌ سلطنت جي ڌرتي جا رهواسي سنڌيئي آهن. هن تحقيق طور ڪيترين ثابتيون پيش ڪيو ۽ لکيو ته:

"سيوهڻ، اروڙ، ٻهمن آباد، آمري، ڪوٽڏيجي وغيره ۽ لڪي، بزن ڪوٽ، ڪائي، نيشنگ ۽ ڪن جابلو غارن ۽ آس پاس جي ماحول، نئين گاج، نئين موهن، نئين باران ۽ ٻين نئين جي ماٿرين سنڌو، هاڪڙو، مهراڻو، سنڌ ۽ ڪنپ درياهن جي وهڪرن، منڇر ۽ ٻين ڍنڍن ڍورن جي ڪنارن، ڪنڌين، مٿان وسندين، پراڻن ڪوٽن، قلعن، ڪرٽيرن دڙن، ٻنين، سنڌ جي سرزمين جي ورنن، خطن ۽ پهاڙي سلسلن جي مطالعي کان پوءِ، مان ذاتي طور ان نتيجي تي پهتو آهيان ته سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو سنڌي هئا، جي هن ڌرتي مٿان ڄميا، اسريا ۽ ارتقا جون منزلون طئي ڪري مهر ڳڙهه، آمري، ڪوٽ ڏجي ۽ مهين تهذيبن جا خالق ٿيا."

سنڌ سلطنت جي ايراضي ۾ مليل آثار ۽ حقيقتون واضح ڪن ٿيون تہ انهن کي آباد ڪندڙ ۽ عروج تائين پهچائيندڙ مقامي رها ڪوئي هئا، جن جو هن ڌرتي سان ازل کان وٺي رشتو هو ۽ سنڌن سڃاڻپ سنڌي هئي. ٻاهران ايندڙ قومون جو ايڏي ايراضي تي غالب ٿين ناممڪن آهي تہ انهن جي داخل ٿيڻ سان سنڌ جا اصلوڪي رهاڪو پنهنجا ماڳ، مڪان ڇڏي ڪنهن نامعلوم هنڌ ڏانهن مليا ويا، جمع انهن جو وجود ملڻ محال ٿي ويو. ڏيهي عالمن، پرڏيهي عالمن جي راين کي آمنہ صدقنہ چئي قبول ڪيو ۽ اها ٿيوري پيش ڪئي، تہ سنڌ کي اچي ٻاهرين قومون آباد ڪيو هو. دنيا جي جن ملڪن، علائقن ۽ ايراضين بہ قديم قومن جا آثار مليا آهن، جيڪڏهن انهن جي ڪل ايراضي کي بہ گڏايون ٿا تہ اها ايراضي سنڌ سلطنت جي هڪ صوبي، يا علائقي جي برابر بہ نہ ٿي ٿئي، جنهن مان اهو ثابت آهي تہ سنڌ سلطنت جي رهاڪن جو تعلق هن ئي ڌرتي سان هو، هو ڪٿان ٻاهران آيل هرگز نہ هئا پر هتان ڪي فرد ڪي گهراڻا ۽ ڪي قبيلا لڏي وڃي ٻين ملڪن کي آباد ڪيو. هتي باجڪ، ڍورن، ڍنڍن، درياهن، نئين کان وٺي مهين جهڙي عظيم شهر جي بنياد رکڻ تائين سنڌ جي اصلوڪي مفروضو ۽ رايو ختم ٿيڻ گهرجي. سنڌ کي ڪن ڌارين اچي آباد ڪيو هو. اهو سنڌ سلطنت جي اصلوڪي رهاڪن ۽ ڌرتي ڌڻين سنڌين سان هڪ وڏي زيادتي آهي.

## دراوڙ

اولهہ جي عالمن لکيو آهي تہ دراوڙ سنڌ جي قديم قوم مان آهن ۽ مهين واري دؤر سان انهن جو تعلق هو ۽ هو ان جا باني هئا جديد تحقيق موجب دراوڙ سنڌ جا وارث ڪونہ هئا. هو پڻ مختلف دورن (وقت) ۾ مختلف هنڌن تان سنڌ ۾ روزگار واسطي بولان لڪ، مولالڪ ۽ سامونڊي رستي ذريعي آيا هئا. دراوڙ جي معنيٰ اهي در معنيٰ گهر، گهر ٻاهران- ٻاهر کان

آوڙ معنيٰ- آيل- آندل، مطلب ٻاهر کان گهر آيل.

دراوڙ هڪ قوم، قبيلو ۽ لساني گروهہ نہ آهي پر حقيقت ۾ مزدورن جو اهو طبقو آهي جيڪو سنڌ ۾ روزگار لاءِ آيو. جيئن اڄ دبئي، سعوديہ ۽ وچ اوڀر جي ملڪن ۾ مزدوري خاطر مختلف ملڪن جا، مختلف نسلن جا ماڻهو وڃن ٿا پر اهي اتي اتان مقامي ٻولي ڳالهائن ٿا ۽ جڏهن پاڻ ۾ گڏجندا آهن تہ پنهنجي مادري زبان ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪندا آهن جنهن دوران مقامي ٻوليءَ جا لفظ بہ ڪتب آڻيندا آهن ۽ هڪ گاڏڙ ٻولي ٺهي پوندي آهي. اهڙي طرح مهين واري دور ۾ ٻاهران آيلن ۽ مقامي ٻولي مان گاڏڙ ٻولي ٺهي جنهن کي دراوڙ ٻولي يعنيٰ ٻاهرين جي ٻولي چيو ويو جنهن ۾ گهڻا لفظ قديم سنڌي ٻوليءَ جا آهن جيڪا ان وقت سنڌ ۾ ڳالهائي ويندي هئي. جن کي اڪثر ماهر اڻ ڄاڻائي ۾ دراوڙي لفظ چوندا آهن.

اسان کي پنهنجي تاريخ ۽ ماضي کي درست ڪرڻ گهرجي. هنن جو گهڻو وقت سنڌ ۾ رهڻ جي ڪري هو هميشہ لاءِ هتان جا باشندا ٿي ويا. جن عالمن غلطي ۽ بي خبري وچان بنا ڪنهن تحقيق جي چئي ڇڏيو تہ هو اصل ۾ قديم سنڌ جا وارث آهن. جنهن وقت کان وٺي انهن جو ذڪر ملي ٿو. ان کان اڳ ۾ سنڌ جا اصل سنڌي، وارث ۽ مهين دؤر جا باني مهاڻو، جت، سمو، ڪولهي، ڀيل ۽ باگڙي پنهنجي عروج تي هئا ۽ ٻيون قومون انهن جي نقش قدم تي هلي رهيون هيون. اهو چوڻ سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي تہ سنڌو تهذيب جا باني دراوڙ آهن.

جڏهن آرين ۽ سنڌين جي ويڙهاند جاري هئي تہ سنڌ جي صورتحال تبديل ٿيندي ويئي. شهر ويران ٿيندا ويا، ڪارخانہ، زراعت ۽ واپار متاثر ٿيا ۽ هنرمند، ڪاريگر، واپاري ۽ هاري سنڌ مان لڏي مختلف هنڌن ۽ ملڪن ڏانهن هليا ويا، هڪڙا هندستان جي طرف هليا ويا جن جي اولاد کي تامل چيو وڃي ٿو ۽ ٻيا سنڌ جي اولهندي طرف ويا جن مان ڪي ايران ۽ ٻين ملڪن تائين وڃي پهتا ۽ جيڪي مالوند ماڻهو هئا اهي اولهندي جبلن ۾ وڃي پناهہ ورتي. انهن ۾ اڪثريت دراوڙ ماڻهن جي هئي. جن جي اولاد کي بروهي چيو وڃي ٿو. انهن ۾ بہ هاٽي بہ گروهہ آهن هڪڙا سنڌي ۽ دراوڙ نسل ۽ ٻيا توراني يا اهي جيڪي ايران جي طرف کان ڪنهن سبب جي ڪري اچي ويا. انهن تي نالو بہ سنڌ وارن رکيو هو.

جيئن تہ تامل ۽ بروهي ٻولي ۾ دراوڙي لفظ ٻي لفظن ۾ قديم سنڌي الفاظ گهڻي تعداد ۾ ملن ٿا انهي ڪري عالمن جي هڪ گروهہ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ مهين ۽ سنڌ جا قديم باشندا دراوڙ آهن. جيڪو صحيح نہ آهي.

## دراوڙ ڪير هئا؟

سنڌ سلطنت جي تهذيب بابت عام رايو اهو آهي تہ ان جا بانيڪار دراوڙ هئا، جيڪي اولهہ اتر کان بولان لڪ جي رستي

سنڌ ۾ داخل ٿيا ۽ مقامي ماڻهن جي جاءِ والاري.

ڪاڪي ڀيرو مل جي مطابق "نئين پٿر واري زماني جي سيتا جو بنياد وجهندڙ دراوڙ لوڪ چوڻ ۾ اچن ٿا. هنن بابت عالمن کوجنائون ڪري ڄاڻايو آهي ته ڪولن ۽ سنٿالن جي مٿان اهي لوڪ ڪاهي آيا."

سبط حسن دراوڙن بابت لکيو آهي ته مهين جي دڙي جي کوٽائي مان ڪجهه پنجرا (انساني) مليا آهن جيڪي بحر روم جي اوڀر ندي ساحل جي پراڻن باشندن سان ملن ٿا، هڪ هڏائون پنجرو ڪنهن منگول جو آهي، اهي براهوي ٻولي سان ملندڙ جلندڙ دراوڙي ٻولي ڳالهائيندا هئا.

پاڪستان جي قوميتن تي تحقيق ڪندڙ روسي عالم گنگو فسڪي دراوڙن لاءِ هيئن لکيو آهي ته: "اصل دراوڙي فرقو جنهن قديم ترين تهذيب جو بنياد وڌو، ان جو پيدائشي رشتو درياءَ سنڌ جي وادي ۾ ان آبادي سان ملي ٿو جيڪا اتي جديد بحري دور ۾ اتي رهندڙ هئي. هو 2900 سال قبل مسيح ۾ اتر اولهه جي لڪن، بولان ۽ خيبر ڪان نندي ڪنڌ ۾ پهتا.

اي ايل باشم جنهن ٽيهن سالن تائين سنڌ ۽ هند تي تحقيق ڪئي آهي، تنهن سنڌو ماٿر جي تهذيب جو اڀياس ڪندي لکيو آهي ته: "هڙاپا جي تهذيب ۽ دراوڙن جي ملڪ ۾ جيڪي هندو مذهب جا عنصر ملن ٿا اهي ڪافي حد تائين هڪ ٻئي سان ويجهڙائي رکن ٿا. بلوچستان جي پهاڙن ۾ جتي نال ۽ زوب تهذيبن پنهنجا ننڍا ننڍا ڳوٺ آباد ڪيا. مثلاً بروهي جيڪي نسلي لحاظ کان ته ايراني آهن پر پوءِ دراوڙي ٻولي ڳالهائين ٿا. ان ڪري ئي اهو خيال ظاهر ڪيو ويو آهي ته هڙاپا واسي دراوڙ ئي هئا." هو وڌيڪ لکي ٿو ته: "هندي ڊاڪٽين علائقي ۾ جيڪو دراوڙي نسل آباد هيو ۽ اجا تائين آهي سو ڪنهن زماني ۾ سنڌ ۽ بلوچستان اندر آباد ٿيل هو صرف اتي ئي نه پر پوري هند ۾ دراوڙن جون عام آباديون هيون ۽ جيئن جيئن ڀاهريان حملو آور سنڌ بلوچستان سان گڏ اتر اولهه جي سرحدي علائقي تي پنهنجا ڏاڪا ڄمائيندا آيا تيئن دراوڙي قبيلا پوئتي هٽندا ويا."

پري هسٽارڪ انڊيا ۾ ڪانڊول لکيو آهي ته دراوڙي اصل ۾ توراني آهن جن جو گهر وچ ايشيا ۾ هو ڇاڪاڻ ته انهن جي ٻولي ۾ سڪتين، ترڪش، منگولي ۽ فينش ٻولين جا ڪيترا الفاظ موجود آهن ۽ انهن ٻولين جا گرامر ۽ لساني خدوخال جو بنياد هڪ جهڙو آهي.

ڪالڊول انهيءَ سلسلي ۾ دارا اول جي انهن ڪتبن جو به جائزو ورتو جيڪي بهشتون جي نالي سان مشهور اولهه ميڊيا ۾ آهن. اتان جا ڪتبا ٽن ٻولين ۾ لکيل آهن، جن ۾ بابلي، سڪتي ۽ ميدي ٻولي آهي هو لکي ٿو ته: انهن ڪتبن جي سڪتي ٻولي ۽ دراوڙي ٻولي جو جيڪڏهن جائزو ورتو وڃي ته معلوم ٿيندو ته انهن جو گرامر هڪ ٻئي سان ملي ٿو. هن انهن ٻولين جي ڪيترن اختلافن جو به ذڪر ڪيو آهي. تاهم انهن جي گهڻن گڏيل لفظن کي ڏسي اها راءِ قائم ڪئي آهي ته دراوڙي ٻولي سڪتي ٻولي مان نڪتي آهي. يعني دراوڙ جن کي سڏيو وڃي ٿو، اهي اصل ۾ سڪتي نسل جا ماڻهو هئا.

هسٽري آف آرين رول ان انڊيا جي مصنف اي بي هومل لکيو آهي ته جڏهن آريا قبائل موجوده پاڪستان جي اتر اولهه جي ميدانن ۾ داخل ٿي اتي دراوڙ قبيلن کان علاوه ٻيون قومون به رهنديون هيون ۽ دراوڙ انهن سڀني کان گهڻا مهذب ۽ شاستو هئا ۽ انهن وٽ جيڪو ٻهراڙي وارو نظام رائج هو، ان کي بنياد بڻائي آريا فاتحين پنهنجو نظام لاڳو ڪيو.

دراوڙن بابت جيڪي رايا ۽ تجزيا آهن انهن جو تت هي آهي ته: "دراوڙ سنڌ ۾ بولان لڪ ۽ خيبر لڪ کان داخل ٿيا، بولان لڪ کان ايندڙ درياءَ سنڌ جي ٻهراڙن ۽ شهرن تي قابض ٿي ويا ۽ هڪ مذهب تهذيب جو بنياد رکيو، جنهن ڪري هو سنڌو ماٿر واري تهذيب جا اصل بانيڪار آهن. خيبر لڪ وارا اوڀر ڏکڻ موجوده هندستان جي سرحد ۾ گنگا، جمنا، برهمپترا جي ڪنارن تي آباد ٿي ويا، انهن سان هڙاپا جهڙا شهر نهي ويا. مجموعي طور سنڌو تهذيب جا خالق اهي ئي هئا، جيڪي آرين جي اچڻ ڪري پنهنجا علائقا شهر ۽ ڳوٺ، ڏنڍا ۽ زمينون ڇڏي پروارن پناهه گاهن ۾ وڃي پناهه ورتي جنهن مان درياءَ سنڌ جي رهاڪن ۽ مهين جي شهر وارن موجوده بلوچستان جي جبلن ۾ وڃي بيسرو ڪيو، اهڙي طرح سان اوڀر هندستان وارا دراوڙ اڳتي ڏکڄي ويا ۽ موجوده تلو، تلنگو، تامل انهن جي اولاد آهن ۽ جڏهن سنڌو ڪناري تي رهندڙ جي باقيات، بروهي ۽ اوڏ نسل وارا آهي. اهي بنيادي طور پونوچ سمنڊ جا رهاڪو هئا، جيڪي عراق، ايران ۽ توران کان ٿيندي سنڌ سلطنت جي ايراضي ۾ داخل ٿي ويا.

هي هو مختصر تت جيڪو ڏيهي ۽ پرڏيهي عالمن ڏنو ۽ لکيو آهي. مان انهيءَ خيال جو آهيان ته دراوڙ نالي سان ڪو به نسلياتي گروهه، قبيلو يا قوم ڪو نه هئي جن سنڌ سلطنت تي يلغار ڪئي اتي رهندڙ آسٽريليا جي نسل سان تعلق رکندڙ، ڪولن، سنٿالن ۽ منڊا لوڪن کي پيچائي ڪييو. اچ تائين ڪو به

عالم اهو ثابت نہ ڪري سگهيو آهي يا سند طور نہ پڌايو آهي، هنن درآوڙ لفظ ڪٿان آندو آهي يا ڪٿان مليو آهي، ڪنهن ٻہ عالم محقق ۽ آثار قديمہ جي ماهر وٽ ان جو جواب ڪونهي. انهيءَ سلسلي ۾ پوري گنگو فسڪي لکيو آهي:

"وچين هجري دور ۾ يوريشيائي ماڻهو جيڪي اتر اولهہ کان آيا، اهي بنيادي نسل سان تعلق رکندڙ هئا جيڪي نهايت تيزي سان نيگرو آسٽريليا ئي گروهن جي علائقي (سنڌ سلطنت جي حدن) ۾ داخل ٿيا، انهن ٻنهي جي گڏجڻ سان وچين هجري دور جي آخري وقت ۾ سنڌ سلطنت جي سرزمين تي انسياياتي قسم جي هڪ گروهہ دراوڙ جنم ورتو."

هڪ ٻئي پرڏيهي عالم فادر ايچ هيرس لکيو آهي تہ:
"هي سمجهيو ويو آهي تہ هڙاپا (سنڌ سلطنت) جا باشندا قديم آسٽريلوي نسل سان تعلق رکن ٿا جو هڪ ئي وقت سنڌ سلطنت جي ايراضي تي حاوي ٿي ويو هو ۽ بحر رومي نسلي اثر هيٺ دبيل هو جو سنڌو ماٿر جي حدن ۾ تهذيب جا عنصر ڪٿي گهٽو وقت اڳ آيو هو. بعد ۾ وڏيڪ حملن جي زور ڪري هي بحر رومي عنصر سڄي نندي ڪنڊ (سنڌ سلطنت) ۾ ڦهلجي ويو ۽ وري ڏيهي باشندن سا ملي جلي دراوڙ بڻجي ويا."

انساني نسل جي اصطلاح بابت آرنلڊ-جي-ٽائن-بي جي لکت کي بہ نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. هن لکيو آهي تہ:

"نسل جي اصطلاح جو مطلب اهو آهي تہ انسانن جي ڪنهن خاص گروهہ ۾ چند امتيازي (خاص) وصفون جيڪي انهن جي جاءِ نشينن جي ميراث طور منتقل ٿينديون هجن، نسل جو هي گمان ڪيل وصفون جن جو اسان کي هتي سروڪار آهي، اهي مٿانهين نفسي يا روحاني خصلتون جيڪي مختلف معاشرن جي فطرت ۽ جبلت ۾ داخل سمجهيون وينديون آهن، پر نفسيات خصوصن گڏيل نفسيات جو علم اڃا ابتدائي مرحلي ۾ آهي ۽ نسل کي تهذيب جي پيدا ڪرڻ جو هڪ عامل قرار ڏيندي جيترا بحث ٿيا آهن. اهي ان مفروضي تي مبني آهن قابل قادر ونفسي (ذاتي) عادتون ۽ مزاج ۽ کي ٻاهرين جسماني طبيعت ۽ تاثير جي وچ ۾ گهرو تعلق آهي.

جنهن جسماني خصوصيت تي نسلي نظريات جا اولهہ وارا داعي خاص طور زور ڏيندا آهن، اهو آهي رنگ اها ڳالهہ تصور ۾ ضروري اچي سگهي ٿي تہ روحاني ۽ ذهني برتري ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان چمڙيءَ جي رنگ ۽ روغن سان وابستہ آهي، انهيءَ ڪري انهن ٻنهي جي وچ بہ واقعي هڪ علائقو آهي. جڏهن تہ حياتيات جي نقطئہ نظر سان هيءَ ڳالهہ غير يقيني معلوم ٿئي ٿي، جيئن تہ تهذيب جي نسلي نظريات ۾ سڀ کان وڏيک هر دل عزيز نظريو اهو آهي جنهن ۾ اڇي چمڙي واري نسل جي سونهري وارن پورين اکين ۽ وڏي مٿي وارن ماڻهن کي مٿانهين تي رکيو ويو ڪن انهن ماڻهن کي نارڊڪ (اتر جرمني نسل) چيو. نٽشي انهن کي پوري رنگ واري حيوان جو نالو ڏنو."

شايد انهيءَ ڪري اولهہ جي عالمن پوري رنگ وارن کي سانورن تي مسلط ڪرڻ لاءِ دراوڙ لفظ جو مفهوم استعمال ڪيو، جنهن جو سنڌ سلطنت جي حدن ۾ ڪو بہ وجود نہ آهي. انهيءَ حقيقت کي مجيندي پروفيسر اي جي را پسن دراوڙن جي معلوم حالتن کي فرضي قرار ڏنو آهي. حقيقت اها آهي تہ دراوڙ لفظ، ڪنهن بہ مذهبي ڪتاب، ويد گرنٿ ۽ روايتن ۾ ڪو نہ ملي ٿو، ان جي سچي هجڻ جي تصديق گنگارام سمراٽ سنڌو سئو ويو ۾ هن لفظ سان ڪئي آهي پلا ويد ۾ ڪٿي دراوڙ شبد آيو آهي؟ جواب ملي ٿو نہ. تہ پوءِ اهو لفظ پرڏيهي عالمن ۽ ان جي پوءِ لڳ ڏيهي عالمن ڪٿان هٿ ڪيو آهي؟ جواب وري بہ اهو ملندو تہ محققن ايئن لکيو آهي؟ ۽ محققن وٽ ان جو ڪو بہ تسلي بخش جواب نہ آهي، ڇاڪاڻ انهن سنڌ سنڌي ۽ سنڌي ٻولي کي سڄي اک سان ڏٺو ئي نہ آهي، ان ڪري انهن مفروضن کي ڏوڪن کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ مفروضن مٿان مفروضہ گهڙيندا ويا تان جو سچائي غائب ٿي ويئي. سنڌي جي جاءِ تي دراوڙ لفظ استعمال ٿيڻ لڳو.

دور آڙ يا دراوڙ انهن عالمن جي ذهن جي پيداوار آهي پر جيڪڏهن اسان ان لفظ کي سنڌي ٻولي ۾ پرکي ۽ ڇيد ڪري ڏسون ٿا تہ ان جي معنيٰ بہ ڪنهن قوم، ڪنهن قبيلي ۽ گروهہ جي نہ ٿي نڪري سنڌي ٻوليءَ موجب هو ٻن لفظن در ۽ آوڙ جو مرڪب آهي جنهن جي معنيٰ ٿئي ٿو. در معنيٰ گهر گهر ٻاهران، ٻاهر ڪان ملڪ کان ٻاهريون آوڙ معنيٰ آيل آندل ٻاهر کان گهر آيل، غير ملڪي، ڌاريو.

جيڪڏهن اسان سنڌ سلطنت جي انهيءَ عروج واري دور ۾ ان کي ڏسنداسين تہ معلوم ٿيندو تہ مزدورن ۽ ڪمن جو اهو طبقو جيڪو روزگار واسطي، سنڌ جو عروج ۽ خوشحالي جي هاڪ ٻڌي، بيروزگاري جي صورت ۾ سنڌ جي حدن اندر، ساموندي

رستي، ٻيڙن ۽ ٻيڙين تي چڙهي سنڌي سمنڊ جي ڪناري يا سنڌو نديءَ جي ڪپرن تي لٿو، اهي ڏاريا جيڪي روزگار واسطي، بولان، لڪ، مولا لڪ، ونگو لڪ ۽ ٻين لڪن، لڪين سان قافلن ۽ ماڻهن جي ميڙن سان گڏجي مهين واري شهر تائين پهتا، اهڙي طرح خيبر لڪ ۽ ٻين واٽن مختلف سامونڊي رستي ذريعي مختلف سامونڊي ڪنارن تي اچي پهتا، جن مان خيبر لڪ ۽ ٻيا لڪ پار ڪري هڙاپا تائين پهتا باقي ڏکڻ، اوڀر هندستان جي ساحلن تي پهچندڙ، گنگا، جمنا وارين آبادين تائين رسائي حاصل ڪئي. مطلب انهن جو ڪنهن به هڪ نسلياتي گروهه سان تعلق نه هو نه وري ڪا هڪجهڙي ٻولي ڳالهائيندڙ هئا. بنيادي طور اهي مزدور طبقي سان تعلق رکندڙ هئا، جيڪي روزگار واسطي سنڌ سلطنت جي شهرن ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ مزدوري ڪرڻ لاءِ آيا، جيئن اڄ وچ اوڀر جي ملڪن، سعودي عرب ۽ دبئي ڏانهن ماڻهو مزدوري ڪرڻ خاطر وڃن ٿا. انهن مان نسلياتي گروهه پيدا ٿيا جيڪي اولهه جي طرف کان آيا، تن کي ڪن عالمن دراوڙ سڏيو، ڪن عالمن اوڀر کان ايندڙن کي منڊا سڏيو. ڪن وري انهن کي گڏيل طور دراوڙ ڪوٺيو. مطلب جيترا ذهن اوترا خيال، اهي رايا، انومان ۽ انديشه تڏهن بيان ڪيا ويندا آهن، جڏهن ڪا به حقيقت نه هجي ته ان کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ من گهڙت ڳالهيون گهڙيون وينديون. اهو سوال اڃا تائين منجهيل آهي، رما شنڪر ترپاٺي لکي ٿو:

"انساني هڏاون پنجرن جي باقيات ان ڪانسواءِ به مجسمن جا سر، جن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هڙاپا ۽ مهين واري شهر جي آبادي هر رنگ ۽ نسل جي ماڻهن تي ٻڌل هئي جن ۾ چار مختلف نسل ملن ٿا. يعني اصلي آسٽرولائڊ، بحر روم وارا، لپي ۽ منگول. انهن چئن مان ڪهڙي نسل وارا سنڌو ماٿر وادي تهذيب جا باني هئا؟ ان سوال جا مختلف جواب ڏنا ويا آهن. هڪ خيال اهو به آهي ته اهل سنڌ آرين جي اچڻ کان اڳ ڪهڙي نسل سان تعلق رکندڙ هئا، جن جي تهذيب کي آرين تباهه ڪيو هو."

سنڌو ماٿر جي تهذيب مان چند انساني هڏاون پنجرن جي بنياد تي. سنڌ سلطنت جي اصل باشندن جي سڃاڻپ ڪري ڪجهه به طئي نه ٿو ڪري سگهجي. صرف مهين واري شهر جي آدم شماري هڪ لک هئي. انهيءَ آباديءَ مان صرف پنجاهه انساني ڍانچن جي ملڻ تي اها راءِ قائم ڪيئن ٿي سگهجي ٿي ته سنڌو تهذيب جا باني اڻ سڃاتل دراوڙ هئا. عالم ۽ محقق اڄ تائين اهو طئي نه ڪري سگهيا آهن ته منڊا ٻولي ڳالهائڻ وارا ڪول ۽ دراوڙ هڪ ئي انساني نسل سان تعلق رکن ٿا. يا الڳ الڳ نسل جا آهن. فرانسيسي محقق ڊاڪٽر گستاؤلي بان جنهن هند ۽ سنڌ جي ماڻهن جي نسل تي ڪافي تحقيق ڪئي آهي. ان کو به واضح موقف اختيار نه ڪيو آهي. هن جي خيال مطابق "ائين معلوم ٿئي ٿو" دراوڙ قوم هند ملڪ جي قديم باشندن ۽ زرد رنگ جي قومن جي ميلاپ سان پيدا ٿي آهي، جيڪي برهمپترا جي طرف کان هندستان ۾ آيا هئا ۽ پوءِ انهن ۾ توراني جيڪي اتر اولهه کان آيا ۽ شامل ٿي ويا. مطلب ته هنن جي ٽنهي ميلاپ مان دراوڙ آهن ۽ اهي به گروهن ۾ ورهايل آهن. پهريان اهي جن ۾ اصلي باشندن جو جز وڌيڪ غالب آهي، جنهن کي پرو دراوڙ چيو وڃي ٿو. ٻيو اهي جيڪي پرو دراوڙ ۽ توراني قوم جي ميل سان ٺهي آهي، اها خاص دراوڙ آهي."

ڊاڪٽر گستاؤلي بان ته قديم قومن جي سڃاڻپ نالن سان به نه ڪري سگهيو آهي ۽ دراوڙ لفظ کي ورجايو آهي، تنهن جو مطلب ته حقيقت ڪا ٻي آهي جو محقق، عالم، تاريخ نويس اڄ تائين هڪ خيال يا رائي جا نه ٿي سگهيا آهن. ڪن جو رايو آهي ته دراوڙ، آرين جي اچڻ ڪانپوءِ آيا آهن. سر هربرٽ رسلي ته مورڳو ان خيال کي رد ڪري ٿو دراوڙ منگول نسل جا آهن. هو لکي ٿو ته "اهو خيال بنيادي طور ان ڪري ناقص آهي ته تبت جي ماڻهن جو رنگ پيلو ۽ اڇو آهي ۽ منهن جي هڏي نڪتل آهي. جيڪڏهن دراوڙ منگول نسل جا هئا ۽ تبت کان آيا هئا ته هنن جو رنگ پيلو (ڦِڪو) هجي ها! ۽ منهنجي بناوت به انهن سان مشابهت رکي ها! ان جي ابتڙ درراوڙن جو ڪارو رهگ انهن لاءِ ۽ انهن کان پوءِ ايندڙ آرين جي نزديڪ هڪ غيرمعمولي عيب هو."

انٿرالوجي جو هڪ ماهر هو ريشيو هيل دعويٰ ڪري ٿو ته دراوڙ، آسٽريليا جي قديم نسل سان تعلق رکن ٿا جن ۾ ٻولي ڪانسواءِ ڪيترين ڳالهيون هڪ جهڙيون آهن. جيڪڏهن اهو تسليم ڪجي ته سنڌ سلطنت واري دور ۾ دراوڙ نالي نسلياتي گروهه رهندو هو. جن جي باقيات مان تامل، تلنگو، بروهي ۽ اوڊ آهن ته سوال پيدا ٿئي ٿو. تامل، بروهي ۽ اوڊ ۾ ايڏو وڏو فرق ڇو آهي. تامل ڪارا، اوڊ ڪٽڪ رنگو ۽ بروهي ڳاڙهو ۽ اڇو ٿئي ٿو. اهي سڀ انهيءَ پٽيءَ ۾ رهن ٿا جتي عموماً موسمي حالتون هڪ جهڙيون رهن ٿيون، پوءِ انهن ۾ جسماني ۽ رنگ جو فرق ڇو آهي؟

حقيقت اها آهي ته اهي نسلي طور الڳ الڳ گروهن سان

تعلق رکن ٿا ۽ انهن جي موجود هجڻ ڪري ڪو بہ نسلياتي گروهہ دراوڙ نالي سان وجود رکندڙ ئي ڪو نہ هو. موجوده بروهي نسل اصل ۾ توراني ۽ ايراني نسل سان تعلق رکندڙ آهن، جيڪي نوشيروان شهنشاهہ ايران جي دور ۾ سنڌ جي راءِ گهراڻي جي حڪمران تي حملي ڪرڻ وقت سنڌ جي جابلو پٽيءَ جو سيستان ۽ ايران جي جابلو پٽيءَ ۾ آباد ڪيا ويا. هنن جو ڪنهن بہ طرح سان سنڌو ماٿري جي تهذيب ۾ قبل مسيح واري دور سان تعلق نہ آهي. هي جديد ايران جا باشندا آهن. ڪاڪو پيرو مل مهر چند آڏواڻي لکي ٿو تہ ”بلوچستان ۾ هن وقت جيڪي بروهي آهن تن جا ابا ڏاڏا بہ قديم زماني ۾ شايد ميسوپوٽيميا طرف رهندا هئا ۽ اها ساڳي ٻولي ڳالهائيندا هئا. انهي سبب بروهي جي نحوي بناوت دراوڙي ٻولي جهڙي آهي، باقي ٻي طرح بروهي لوڪن جي مدراس ڪاتي وارن سان ڪا بہ مٽي مائٽي ڪانهي. بروهي ٻوليءَ جي انهيءَ جڳري ناتي سبب ڪن عالمن ائين پئي مسجهيو تہ بروهي ۽ دراوڙ، ٻئي وچ ايشيا طرفان آيا هئا جن مان بروهي بلوچستان ۾ هميشہ لاءِ رهي پيا ۽ دراوڙ اتر هندستان ۾ آيا جتان پوءِ ڏکڻ ڏانهن ويا.

مان جڏهن ذاتين ۽ قبيلن جي نسلياتي بڻ بنياد متعلق وڏيڪ تحقيق ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ موجوده بروهي قبيلي جي قبيلن ۾ ٽي نسلياتي گروهہ آهن. پهريون اهي بروهي جن جو قديم سنڌين سان تعلق آهي ۽ انهن مان آهن. ٻيو قديم دور يعني مهين واري وقت ۾ ايندڙ ٻاهريان ماڻهن جي اولاد جن کي ڏسي ماهرن مفروضي طور دراوڙ لفظ ڪتب آندو ۽ ٽيون اهو گروهہ جيڪو ايران ڪان ماضي ۾ پهتو ۽ پنهنجي سياسي اثر و رسوخ ڪري پهرين ۽ ٻئي گروهہ تي ڇانئجي ويو. مان انهيءَ سلسلي ۾ الڳ بلوچستان جي سنڌي قبيلن متعلق لکيو آهي ۽ ان ڪانسواءِ اهو بہ ثابت ڪيو آهي تہ بلوچ ۽ بروهي يا براهوي هڪ نسل جا ماڻهو نہ آهن پر بنيادي طور الڳ بڻ بنياد رکن ٿا.

اهو واضح آهي تہ بروهي يا دراوڙي ٻولي جي لفظن ڳالهائڻ وارا مهين جي شهر يا سنڌو ماٿر جي تهذيب جا بانيڪار يا وارث نہ ٿا ٿي سگهن، بروهي قديم دور ڪان وٺي اڄ تائين سنڌ جي سرزمين تي خانہ بدوشي واري حالت ۾ ايندا رهندا آهن. ڪن گهراڻن ڪانسواءِ اڪثر بروهي ڪامي جي حيثيت سان سياري جي مند ۾ ايندا هئا. بروهي جو سنڌ ۾ مستقل رهڻ محترم ذوالفقار علي ڀٽو جي دور 1971ع ڪان پوءِ ٿيو آهي.

جيڪڏهن بروهي فرضي خاڪي دراوڙ مان هجن ها يا اصل ۾ دراوڙ هجن ها تہ ان جا بہ ثبوت پيش ڪيا وڃن ها! پر عالمن اهو سڀ ڪجهہ اندازو لڳائي ڪيو جنهن ڪري اڄ تائين اهو مسئلو حل نہ ٿي سگهيو آهي. انهيءَ ڪري رما شنڪر ترپاٺي لکيو آهي تہ: ”بدقسمتيءَ سان انهن جي اصل هجڻ جو مسئلو هڪ معمو بڻيل آهي، ان ڪري ڪو بہ قطعي حل اڄ تائين نہ ڳولهيو ويو آهي.

جڏهن دراوڙ نسل بابت ڪوجنا ڪنداسين تہ اچا بہ حقيقت واضح ٿي ويندي تنهن جا ٻہ طريقا آهن.

پهريون: انساني هڏاون پنجرا

ٻيو: پٿر ۽ ڪانجهي جا انساني مجسمہ

سنڌ سلطنت جي ڪوٽائي ڪيل شهرن مان هن وقت تائين سوا سؤ کان وڏيڪ انساني هڏاون پنجرا ملي چڪا آهن. جن ۾ هڙاپا مان 57، مهين مان 50، لوٿا مان هڪ نل مان ۽ ڪجهہ چانهون جو دڙو ۽ مهر ڳڙهہ مان. هڙاپا جو قبرستان R-37 قلعي جي ڏکڻ بہ آهي جتان 57 ڍانچا مليا آهن. انهن ڪانسواءِ باقي عام ماڻهن جا ڇيا وڃن ٿا. انهن ڍانچن جو تعلق دولتمند طبقي مان هو، جنهن مان هڪ عورت هئي جيڪا ڪاٺ جي تابوت ۾ بند هئي ۽ ٻي قبر ۾ لاش جنهن کي چئني طرفن کان سرن جي ديوار ڏنل هئي. اهڙي طرح مهين جي شهر مان پنج مختلف هنڌن تان لاش مليا، جن لاءِ عام خيال اهو آهي تہ ڪين قتل ڪيو ويو هو. انهن لاءِ وهيلر جو خيال هو تہ اهي آخري قتل عام جي مقتولين جا لاش هئا. انهن مان 3 ڪاڪيشيائي (پروٽو آسٽريلائڊ) 6رومي، يا غالباً الپائن نسل وارن جا ۽ هڪ ڍانچو الپائن نسل جي منگوليائي شاخ واري جو بقول وهيلر اهو واحد منگول مرد يا ڪوئي مسافر يا پرديسي هو.

سنڌ سلطنت مان مليل هڏاون پنجرن ڪان پوءِ نسلياتي ماهرن نسلن جي نشاندهي ڪئي آهي جنهن ۾:

پهريون: قديم ترين نيگرو نسل

ٻيو: ڪاڪيشيائي نسل

ٽيون: منگول نسل

چوٿون: روسي نسل

پنجون: آريائي نسل جيڪي سيني ڪان بعد ۾ آيا جن جو سنڌو تهذيب سان ڪو بہ واسطو ڪونهي.

ڪن عالمن جو خيال آهي تہ هنن چئن (۽ بعد ۾ آريا نسل وارن) نسل وارن کي اصل سنڌ جي رهاڪن هڪ ڪيو هو تہ پوءِ

دراوڙ نسل جا ماڻهو ڪنهن کي چئجي، ان مان اهو صاف ظاهر آهي تہ دراوڙي سڏيندڙ نسل وارن جو سنڌ سان ڪو بہ تعلق نہ هو ۽ نہ وري هو سنڌو تهزيب جا بانيڪار هئا. مان هتي وري بہ اهو ورجائيندس تہ دراوڙ محقق عالمن ۽ تاريخ نويسن جو هڪ تصوراتي نالو آهي. ان جو حقيقت سان ڪو بہ تعلق ڪونهي پر جيڪڏهن هتي پورهيو ڪندڙن کي قديم سنڌي ۾ در آوڙ چيو وڃي تہ ڪو بہ حرج ڪونهي، ڪن عالمن دراوڙ لفظ کي سنسڪرت جو لفظ چيو آهي، جن کي دراوڙ چيو وڃي يا سمجهيو وڃي ٿو تہ انهن جي ٻوليءَ ۾ بہ دراوڙ لفظ ڪو نہ آهي، انهن کي ڪهڙي قوميت يا قوم شامل ڪنداسين. جڏهن تہ سنڌو ماٿري واري ڪوٽايل شهرن مان جنهن کي دراوڙ يا دراوڙ چيو وڃي ان جو ڪو بہ ثبوت ۽ مجسمو ڪو نہ مليو آهي، عالمن جن کي دراوڙ چيو آهي يا ان ۾ شمار ڪيو آهي، اهي سنڌ ڌرتي جا اصل جاشندا هئا ئي ڪو نہ. جڏهن تہ ايس وي ونڪٽ سوميرا جي مطابق دراوڙي قبيلا ٻاهران سمنڊ رستي يا خيبر لڪ جي راھ کان هن ملڪ ۾ داخل ڪو نہ ٿيا هئا، بلڪ هي ماڻهو اصلي هتي جائي رهاڪو هئا ۽ سندن خمير هن ئي ڌرتي جي مٽيءَ مان آهي."

جيڪڏهن اسان محترم سوميرا جي خيال تي نظر وجهون تہ دراوڙ واري ڪوڙي ڪيل ديوار پنهنجو پاڻ اچي پٽ پوي ٿي، عالمن جن کي دراوڙ قرار ڏنو آهي، اهي حقيقت ۾ اصل سنڌي آهن، جيڪي ازل کان وٺي پنهنجي ماتر ڀومي تي نسل در نسل رهندا اچن ٿا، اهي ڪنهن بہ هنڌ، علائقي ملڪ مان لڏي اچي سنڌ کي آباد نہ ڪيو آهي ۽ بنيادي طور سنڌ جا رهواسي سنڌيئي آهن، جن جو مهين، هڙاپا، مهر ڳڙهہ، گنيري والا، چانهون، ست ڪاگن، نال، زوب، لاڪين، آمري، ڪوٽ ڏجي ۽ اهڙن ٻين سون شهرن جو بنياد وڌو ۽ هڪ عظيم تهذيب وجود ۾ آندي ۽ سنڌ سلطنت قائم ڪئي. تنهن جو ثبوت هزارن سالن کان موجود تسلسل آهي جنهن پنهنجي همعصرن کان الڳ ڪري بيهاريو آهي. جيئن قديم دور جي ڏاند گاڏي، اجا تائين ساڳي صورت ۾ موجود آهي. مهين جي شهر مان مليل ڦٽي، اڄ بہ انهيءَ صورت ۾ موجود آهي، ان پيهڻ وارو جنڊ 1960ع جي ڏهاڪي ۾ سنڌ جي شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ عام هو، جڏهن کان بجلي تي هلندڙ چڪيون ايجاد ٿيون تہ جنڊ تي ان پيهڻ جو رواج ختم ٿي ويو آهي پر اڄ بہ ڪيترن ٻهراڙين ۽ ڳوٺن ۾ جنڊ جو استعمال ٿئي ٿو. مهين وارو اجرڪ اڄ بہ سنڌ ۽ سنڌين جي سڃاڻپ آهي، ان ڪانسواءِ ڪوهہ، سوٽي ڪپڙي جو جام پائڻ، ڪٽڪ، هارپ ۽ گهرن جو اتر اوڀر ٺاهڻ ڪانسواءِ، ڪنيارڪو ۽ لوهارڪو ڪم اڄ تائين ساڳي نموني سان ٿيندو اچي ٿو، جڏهن تہ عراق ۽ همعصر تهذيبن جو تسلسل نظر نٿو جنهن مان معلوم ٿئي ٿو، انهن جي دفن ٿيڻ سان ڪا بہ باقيادت ڪو نہ رهي، پر سنڌ سلطنت وارا سنڌي اڄ بہ پنهنجي لکن سالن واري نالي سان وجود رکن ٿا. اهو برابر هوندو تہ دنيا جون مختلف قومون سنڌ ۾ پناھ وٺڻ يا روزگار يا ڪنهن ٻي مجبوري يا حملي ڪرڻ جي نيت سان آيون هونديون پر انهن جو سنڌي تهذيب ۾ ڪو بہ ڪردار نہ هو. انهن جي اچڻ کان اڳ ۾ سنڌي پنهنجو وجود رکندا هئا. جنهن جو ثبوت ڪير ٿر جبل جا ڳوٺ، آبادي ۽ بہ لک سال پراڻي، نئين سيتا، تني، ٽڪي، ڪنجي ۽ مزاراڻي جي ڪنارن تي موجود چٽ سالي آهي. مرحوم تاج صحرائي لکي ٿو تہ: "سنڌ جي پراڻي ٻولي ۽ لپي اڄ تائين سموري ۽ پوري طرح پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ اچي نہ (هاڻي سنڌي لکت پڙهي ويئي) سگهي آهي. جيتوڻيڪ سنڌ جا اصلوڪا ۽ پراڻا جهونا ڏوٻي سنڌي ٻوليءَ جا اکر ڪن "مارڪن" جي صورت ۾ ڪپڙن تي سڃاڻپ خاطر لکندا اچن ٿا، نہ فقط ايترو پر سن 1930-32 تائين سنڌ جا واپاري ۽ سکر ماڻهو هندين ۽ دستاويزن تي پنهنجن صحيحن بدران پنهنجا مخصوص مقرر ڪيل قديم مارڪا يا نشان هڻندا هئا، جن جي سرڪاري ۽ واپاري حيثيت قبول ۽ تسليم ڪئي ويندي هئي. ايوب خان جي دور ۾ مينهن، ڳئون، ٻڪي ۽ ڏاند تي سرڪاري طور اهڙا نشان هنيا ويندا هئا جن جو تعلق مهين جي شهر وارن نشانن سان ملندڙ هئا.

سنڌ جون همعصر سڀ قديم تهذيبون ختم ٿي ويون ۽ کنڊرن ۽ دڙن جي صورت ۾ موجود آهن پر اتان جي موجود قومن ۽ رهواسين جو انهن سان ڪو بہ تعلق ۽ تسلسل نہ آهي. جڏهن تہ سنڌ ۾ ايئن نہ آهي. اهو رڳو انهيءَ ڪري تہ ڪيرتر ۽ مهين وارن جي اولاد جو نسلي سلسلي اڄ تائين هلندو اچي ٿو، جيڪي پنهنجن وڏن جي روايتن کي سيني سان سانديون ڪنيون پيا اچن، جنهن ڪري سنڌ ۽ سنڌي جو وجود اڃا تائين آهي، جڏهن انهن پنهنجي هزارن سالن جي ورثي کي ڇڏي ڏنو تہ سنڌ ۽ سنڌي مٽجي دفن ٿي ويندا.

سنڌو تهذيب هڪ وڏي ايراضي تي ڦهليل آهي، محترم وهيلر جي مطابق:

Indus Civilization Appears to Spring Into Being Fully Shaped its Ultimate Spread, Form The

Sea to the Himalayas, From The Indus to The Tapi.

جن کي سنڌو تهذيب جو بانيڪار شريڪ ڪار چيو وڃي ٿو، انهن جي اصل وطن ۾ سنڌو تهذيب جهڙي قدامت رکندڙ تهذيب جا ڪي به آثار نه مليا آهن. ابو ريحان البيروني سنڌ ۽ هند جي متعلق ڪتاب الهند لکيو آهي، جنهن ۾ ڪٿي به دراوڙ قوم جو ذڪر يا لفظ استعمال نه ڪيو آهي جيڪي واقعي دراوڙ قوم يا لفظ جي ڪا به حقيقت هجي ها ته ان جو ذڪر ضرور ڪري ها! پر ائين نه آهي، جنهن مان صاف ظاهر اهي دراوڙ لفظ انگريز اسڪالرن جي ذهني پيداوار آهي. اهڙي طرح محترم عطا محمد ڀنڀرو جنهن سنڌي لکت کي پڙهيو آهي، تنهن سنڌ ۾ موجود ڪيترن ذاتين جو ذڪر ۽ ڇاڻ ڏني آهي پر ڪيس ڪٿي به دراوڙ قوم يا ٻوليءَ جو لفظ يا نالو نظر نه آيو آهي.

جيڪڏهن سنڌوءَ جي تهذيب جا باني دراوڙ آهن ۽ انهن جي قديم سنڌ ۾ اڪثريتي آبادي هئي ته پوءِ هن ملڪ جو نالو سنڌ نه پر دراوڙ ديس هجڻ گهرجي ها! پر ائين ڪو نه آهي، تنهن جو مطلب ته سنڌ جي رهاڪن جو اصل نالو سنڌي ئي آهي.

ڪن لفظن ڪي دراوڙي لفظ جو نالو ڏيئي ڪن قبيلن ڏانهن منسوب ڪري ڪين قديم سنڌ جي رهاڪن جي اولاد چيو وڃي ٿو، جڏهن ته سنڌ جيڪا ازل کان انهيءَ نالي سان قائم آهي. تنهن جي رهواسين جي ٻولي، هڪ شاهوڪار ٻولي آهي، تنهن کي نظرانداز ڪري سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙن کي سنڌو تهذيب جو باني تسليم نه ڪرڻ، سچ آڏو هٽ ٺنگڻ جي برابر آهي.

اها ڪيڏي نه وڏي زيادتي ۽ ناانصافي آهي جو ڌرتي جي اصل وارثن جن جو نسلياتي تعلق هزارن ۽ لکن سالن جي گذرڻ کان پوءِ وجود رکي ٿو، تن جي جاءِ تي ڪنهن غير، اڻڄاڻ ۽ ڪنهن نامعلوم کي ان جو باني يا وارث قرار ڏنو وڃي.

جيڪڏهن عالمن، محققن ۽ تاريخ نويسن سنڌ جي قديم رهواسين کي دراوڙ سمجهيو اهي ته اهو غلط آهي، جيڪڏهن هنن سنڌين جو ٻيو نالو دراوڙ رکيو آهي، اهو به غلط آهي، جڏهن ته سنڌي هڪ مڪمل قوم جي حيثيت سان موجود آهي. ته ان کي ڪنهن ٻئي نالي سان نه ٿو سڏي سگهجي، تنهن ڪري دراوڙ سنڌي آهي ۽ نه وري سنڌي دراوڙ، تنهن ڪري ان غلطي کي درست ڪندي جن عالمن، محققن ۽ تاريخ نويسن سنڌيءَ جي حيثيت سان دراوڙ جو ذڪر ڪيو آهي، ان کي "سنڌي" جو احوال سمجهڻ گهرجي.

مرحوم تاج صحرائي ان حقيقت جي نقاب ڪشائي ڪندي لکيو ته: "ڪاڪي ڀيرو مل جن ماڻهن جو ذڪر ڪيو آهي يعني ڀيل، ڪولهي، سنٿال ۽ منڊا، اهي نالا حقيقت ۾ آرين جي اچڻ ۽ ذاتين ۽ ذاتين سان ڳنڍ ڏنڌن، ڪمن ۽ ڪرتن جي جنم وٺڻ کانپوءِ آرين ڪن سنڌي قبيلن مٿان مڙهي ۽ انهن کي تڙي ٻاهر ڪيدي ڇڏيو." سنڌو تهذيب واري دور ۾ انهن جو وجود ڪو نه هو.

وي اي سمٿ جي مطابق درويد جي لفظي معنيٰ آهي منو ۽ سهڻو، جيڪو صرف سنڌين تي صادر ٿئي ٿو. ٿن، ڇئن سالن تائين جرمن محقق مائيڪل جا نسن ۽ اٽلي جو عالم ڊاڪٽر موريز ٽوري مهين واري شهر تي تقيق ڪئي آهي، تن جي رپورٽن مطابق پٿر جي مجسمن يا ٿتن گهڙڻ جو فن مهين جي تهذيب وارن جو پنهنجو هو، بادشاهه پروهت وغيره وارا بوتا سنڌين پنهنجي تخيل ۽ محنت سان گهڙيا آهن. هنن ثابت ڪندي ڄاڻايو آهي ته سنڌو تهذيب، سنڌو ماٿري ۾ ئي اپري ۽ اسري هئي ۽ سنڌ ۾ رهڻ وارا سنڌو تهذيب جا خالق ۽ معمار آهن."

عالم ۽ تاريخدان نه ڄاڻ ڪهڙي سبب ڪري دراوڙن کي ان جو بانيڪار سمجهيو آهي. حقيقت ۾ دراوڙ لفظ انهن لاءِ ڪتب آندو ويو هو، جيڪي ٻاهران مزدوري ڪرڻ جي سانگي خوشحال سنڌ سلطنت جي شهرن، ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ آيا هئا.

## آريا

ماهرن جنهن گروهه کي "آريا" سڏيو آهي اهي 2000 سال قبل مسيح کان 1500 سال قبل مسيح تائين سنڌ ۾ ايندا رهيا. هي ڌنار ماڻهن جو ٽولو پنهنجي مال جي چاري لاءِ چراگاهن جي تلاش ۾ گهمندو ڦرندو رهندو هو. جڏهن روس ۾ ٿڌ وڌي ويندي هئي ۽ چارو گهٽ ٿي ويندو هو، ته اهي سنڌ ۾ اچي مال چاريندا هئا. سڄي دنيا ۾ موسم ڏهه هزار سالن کان ائين آهي جيئن هاڻي آهي. هاڻي به روس جا پکي سياري ۾ سنڌ جي ڍنڍن ۾ اچي پهچندا آهن ۽ وري بهار ۾ واپس هليا ويندا آهن. ائين سمجهو ته بلوچستان جا بروهي گذر بسر لاءِ سياري جو سنڌ ۾ ايندا هجن ۽ وري گرميون شروع ٿيڻ سان واپس هليا ويندا هجن، هاڻي ته انهن جي اڪثريت هتي رهي پئي آهي، مالدار ۽ ملڪيت وارا ٿي ويا آهن. اهڙي طرح ان وقت ۾ به آريا سرديءَ جي موسم ۾ ايندا هئا ۽ گرميءَ ۾ واپس هليا ويندا هئا. اهڙن ڪشالن ڪرڻ کان پوءِ نيٺ اهي مستقل طور سنڌ ۾ رهڻ لڳا تان جو هي مالوند ماڻهو آهستي آهستي پنهنجا ديرا ڄمائيندا ويا ۽ جڏهن طاقتور ٿي ويا ته انهن ڌرتي ڌڻين خلاف سازشون شروع ڪري ڏنيون ۽ ملڪ ۾

خانه جنگي وارو ماحول پيدا ڪري ڇڏيو. سنڌين ۽ آرين جي وچ ۾ اندازاً پنج سئو سال ويڙهه هلي، جنهن ڪان پوءِ سنڌ جون حالتون تبديل ٿي ويون. سنڌ جو خوشحال ۽ واپاري ماڻهو سنڌ ڇڏي ويو، خوشحال سنڌ ڪنگال بڻجي وئي. پرامن معاشرو جنگ و جدل جو ميدان بڻجي ويو. جن جدوجهد جاري رکي ۽ مزاحمت ڪندا آيا اهي وحشي ۽ جهنگلي بڻجي ويا. شهر اجڙي ويا. گهڻو پوءِ سنڌ ۾ رونق تڏهن موٽي ائي جڏهن هي مالوند ماڻهو ذرتي ڌڻين سان ملي ويا ۽ هڪ نئين معاشري جو بنياد پيو. آريا ڪير هئا، تنهن بابت تفصيل لاءِ پڙهو سنڌ جي تاريخ جو پهريون حصو جلد ٿيون تنهن جو مختصر ذڪر هي آهي.

اسان جا سنڌي عالم، جن ۾ ڊاڪٽر لال بخش نائچ ۽ بخش علي سهتو سرفهرست آهن، تن جو چوڻ آهي ته آريا ٻاهريان نه آهن ۽ هو سنڌ ڄاوا آهن ۽ آريو سنڌين جو لقب آهي. سنڌن حمايت ۾ حاجي خان چاچڙ ۽ ٻيا سنڌي ليکڪاري آهن.

جيڪڏهن اسان هنن جي راءِ سان متفق ٿيون ٿا ته اسان کي پنهنجي ماضي جي ان راءِ تي نظرثاني ڪرڻي پوندي ته آريا، ڌاريا هئا جن سنڌ سلطنت کي تباهه ڪري ڇڏيو. مان جڏهن انهن تي باريڪ بينيءَ سان سوچيو ۽ تحقيق ڪئي ته هي حقيقت سامهون آئي.

سنڌ سلطنت تي جن آريا نالي وارن جو ذڪر 2000-ق-م حملي آور جي صورت ۾ ڪيون ٿا ته اهي دراصل تاتاري هئا جو منگوليا ڪان نڪري هڪ طرف تبت ڪان ٿيندا، ڪيلاش جي رستي ڪان ڪشمير واري علائقي ۾ داخل ٿيا جيڪو ان وقت سنڌ سلطنت جو حصو هو. ٻئي طرف منگوليا ڪان نڪري ترڪمستان ڪان ٿيندا افانستان جي واٽ ڪان ڪشمير جي وادي ۾ داخل ٿيا ۽ ان وقت افغانستان ذري گهٽ سڄو ملڪ سنڌ سلطنت جو حصو هو ۽ هنن جو پهريان ڪشمير ۾ اچڻ جو سبب ڪان وڏو سبب اهو هوندو نهايت سرسبز ۽ شاداب هو جتي وڏا چراگاهه موجود هئا ۽ اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو ته هنن جي اچڻ ڪان گهڻو وقت يا پوءِ ڪجهه تاتاري رولو ڪٽنب مال جي گاهه جي تلاش ۾ اتي پهتا هوندا، جن علائقي جي سرسبز جي خوشحالي کي ڏسي ٻين تاتاري ڪٽنبن يا قبيلن کي ڏس ڏنو هوندو جنهن ڪري تبت ويندڙ قبيلا، خجراب لڪ پاس ڪري ڪشمير پهتا ٻيا خيبر لڪ ڪان نڪري ڪشمير آيا.

هنن ڪشمير جي شاداب ۽ سرسبز زمين کي ڏسي يقينن فيصلو ڪيو هوندو ته خانه بدوشي ۽ رولاڪ زندگيءَ ڪان ڇوٽڪاري جو هي وقت آهي ته هو مستقل طور ان سرزمين تي رهن، جتي مال جو گاهه جام هو ۽ دريائن ۽ گليشيئر ۽ دريائن جي وهڪري ڪري مٺو پاڻي به جام هو، تنهن ڪري هو لڏو لاهي ويهي رهيا ۽ اهو به ممڪن آهي ته ڪجهه ڪٽنب پنهنجا ڏڻ ڇڏي ڪجهه وقت لاءِ واپس ويا هوندا ۽ پوءِ لاڏو قبيلا هميشه لاءِ سنڌ سلطنت ۾ رهي پيا.

هنن کي سنڌ ۾ رهڻ دوران پنهنجي بقا لاءِ مقامي قبيلن سان منهن ڏيڻو پيو جن هنن جي مستقل رهائش اختيار ڪرڻ جي خلاف مزاحمت ڪئي پر جيئن ته سنڌ جو معاشرتي ۽ سماجي نظام واپار، صنعت، زراعت تي منبي هو جنهن جي ترقي لاءِ امن جو هجڻ لازمي آهي، تنهن ڪري يقينن شروعاتي ويڙهاند ڪانپوءِ انهن جي وچ ۾ سماجي معاهدو ٿيو هوندو جنهن درميان هنن هڪ ٻئي سان مٽيون مائٽيون ڪيون.

تاتارن ۽ سنڌين جي رشتي داري سان جيڪا اولاد ٿي اها نهايت سگهاري، ذهين ۽ بهادر هئي، جديد سائنسي تحقيق موجب ٻن مختلف انساني گروهن جي ميلاپ جي نتيجي ۾ جيڪو ٽيون نسل پيدا ٿئي ٿو اهو نهايت ذهين، هوشيار ۽ بهادر ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري هن گڏيل نسل جي فردن طاقت جو مظاهرو 1750ق-م ۾ هڙاپا جي ڪاهه وقت ڪيو.

مان جڏهن هن پهرين حملي جي ڪارڻ جا سبب جاچڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان نتيجي تي پهتس ان جو سبب معاشي ۽ سماجي اڻ برابري هئي. سنڌ جو خوشحال، واپار وڻجارا ۽ جهاز ران طبقو مهين ۽ هڙاپا جهڙن شهرن ۾ رهندو هو ۽ شهري زندگي گذاريندا هو، جڏهن ته ٻهراڙي ۾ رهندڙ اڄ جي صورتحال وانگر سهولتن ڪان محروم هئا، هو صنعت ۽ واپار لاءِ خام مال ته تيار ڪندا هئا پر فائدو صنعت ڪار، واپار ۽ جهاز ران کي حاصل ٿيندو هو، يقينن اهڙ صورتحال پيدا ٿي جنهن جا ثبوت مهين جي شهر هڙاپا ۽ ٻين قلعي بندن شهرن مان ملن ٿا ته ٻهراڙي جي رهاڪن شهرن جو رخ رکيو ۽ شهرن ۾ رهڻ جي گنجائش نه رهي جنهن ڪري هي شهرن جي پناهه يا قلعي جي ٻاهران گهر ٺاهي ويهي رهيا. ان سماجي ۽ معاشي اڻ برابريءَ جي نتيجي ۾ ٽين نسل پنهنجو ڪردار ادا ڪيو ۽ شهري حڪومتن جي خلاف بغاوت ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ 1750 ق-م ڪان وٺي 1200 ق-م تائين سنڌ جا سيئي شهر ويران ۽ برباد ٿي ويا. هنن انهن کي ٻيهر آباد ڪرڻ جي

ڪوشش ڪئي، جنهن جا آثار هڙاپا مان ملن ٿا پر هو اها ڪاميابي ۽ ترقي حاصل نه ڪري سگهيا. 850 سالن واري عرصي دوران ان نسل ڪي سنڌ سلطنت جي شهري ماڻهو کهڙي نالي سان سڏيو هوندو تنهن جي ڪا به ثابتي ڪونهي پر جديد محقق مئڪس ملر ڪان وٺي هنن کي آريا جي نالي سان سڏن ٿا. جيڪو سنڌي شهري ماڻهن لقب يا سڃاڻپ جو معيار رکيو هوندو، عالمن ان لقب جي پنهنجي سوچ مطابق مختلف معنائون بيان ڪيون آهن.

هي نسل جيڪو 800 سال هڪ گروهه جي صورت ۾ الڳ ۽ هڪ ٿي رهيو لازمي آهي ته انهن جي پنهنجي الڳ حيثيت ۽ سڃاڻپ اختيار ڪئي هوندي. هنن جي سنڌي هجڻ جو اهو به هڪ ثبوت آهي ته هنن جا اختيار ڪيل ديوتا اندر ڪان سواءِ سيني جو تعلق سنڌ سلطنت جي معاشري سان آهي ۽ اندر جنهن جي ديومالائي تخليق ٿي هئي. اهو آهستي آهستي ختم ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ تي برهما، وشنو ۽ شوديوتا اچي جاءِ والاري جنهن کي پوءِ تمورتي سڏيو ويو اهي ديوتا سنڌين توحيد پرستي واري زماني ۾ حضرت نوح ڪانپوءِ جا اوتار هئا.

اولهه جا عالم ۽ محقق، سنڌ ۽ سنڌين ڪي وڌيڪ باريڪ بيني سان تحقيق ڪرڻ بجاءِ پنهنجي هڪ راءِ قائم ڪري نتيجا ڪيندا رهيا ۽ قديم سنڌ جي قديم قومن کي ٻاهران ايندڙ چئي ڇڏيو.

لوڪمانيه پال گنگا ڌرتلڪ "آرڪٽڪ هوم" ۾ لکيو آهي: "آڳاٽا آريا ميرو پربت تي رهندا هئا جو سائبيريا جي اتر قطب ۾ هو." پروفيسر مئڪس ملر لکي ٿو: "آريا لفظ جو ذاتو يا بنياد آهي "آر" معنيٰ هر ڏيڻ. جيڪي ماڻهو زمين کي هر ڏيئي آباد ڪندا هئا، خانه بدوشن مالدارن ڪان وڌيڪ سڌريل ليکبا هئا. اهي خاندان جا وڏ گهراڻا سمجهيا ويندا هئا. انهي سبب آريا لفظ جي معنيٰ ٿي زمين آباد ڪندڙ ۽ شريف يا وڏ گهراڻو. آريا جي لفظي معنيٰ ڪيترن مختلف بيان ڪئي آهي. جيڪا هاڻي تسليم ڪئي وڃي ٿي اها آهي "آرتيمي"، جنهن کي يورو گنڪو فسڪي لکيو آهي: آري معنيٰ اجنبي (اڻ سڃاتل- اوپرو) نووارد. نئون ايندڙ ۽ غير ملڪي (ٻاهريون، بيگانو (دربدر، بي گهر)، آري مان آريا ٿيو (نڪتو) يعني نون ايندڙن متعلق، نون ايندڙن جو مددگار، ميزبان، غير ميزبان، وحشين جي مقابلي ۾ ميزبان، مهمان نواز (جيڪا اڄ تائين سنڌين جي صفت رهي آهي). آر... پنهنجي نسب جي نون ايندڙن کي مددگار سمجهندا هئا ۽ مقامي ڪين نووارد سمجهندا هئا. انهي مفهوم ۾ هي متفرق قبيلا آريا چورائن ٿا. چاڪاڻ ته آريا نه ڪنهن نسل انساني جو، نه ڪنهن واحد گروهه جو نالو آهي بلڪ بي شمار قبيلن کي گڏيل طور آريا ڪوٺيو وڃي ٿو. هنن جي ڪا هڪڙي مخصوص ٻولي به نه هئي، اهي ڪيترين ٻولين ڳالهائيندا هئا. اڄ اسان انهن بيشمار گروهن کي هڪ نالو "آريا" ڏيون ٿا ۽ گڏيل صفت ۾ سنسڪرت زبان ۽ مذهب جي حوالي سان گهڻن گروهن کي هڪ زبان سمجهون ٿا. سندن اصل وطن خوارزم هو، جنهن کي هاڻي ازبڪستان ڪوٺيو وڃي ٿو. هي قبائل 2000 سال قبل مسيح کان وٺي 1000 سال قبل مسيح تائين لڏپلاڻ ڪندا رهيا ۽ وري هتان نڪرندا رهيا. هو ڪڏهن به لشڪر جي صورت ۾ ڪاهه ڪري ڪونه آيا البته اهي هت رهي طاقتور ٿي ويا ۽ پوءِ هنن ڌرتي ڌڻين کي لٽڻ، مارڻ، زمينن ۽ چراگاهن تي قبضو ڪرڻ شروع ڪري ڏنو.

ڪوسمبي جو چوڻ آهي ته انهن گروهن ۾ هڪڙي گروهه جي ذات آريا هئي. فارس (ايران) جي دارا اول 486 ق.م ۾ پنهنجي قبر تي ڪتبو لڳرايو هو:

"پارسُو پار سهيا پهترا آريه، آريه پهترا"

معنيٰ: "پارسي، پارسيءَ جو پٽ آريا، آريا نسب"

ڪوسمبي لکي ٿو: آريا جو مطلب آهي هڪ نئين طرز زندگي، طرز گفتگو، پهريان آرين جا ڪل پنج قبيلا آيا جن جو ذڪر رگ ويد ۾ هيئن آهي: پنج جن يا ڪرشتايه ۽ پوءِ انهن جي قبيلن ۾ واڌارو ٿيندو ويو. مختلف قبيلن سان تعلق هئڻ باوجود هنن کي هت آريو چو سڏيو ويو؟ ان جو سبب هي نظر اچي ٿو ته "انهن جا اوزار، نظريا، عقيدا جيڪي وٽن محفوظ هئا تن کي بدلائڻ جي گنجائش پيدا ڪئي."

رگ ويد جنهن مان آرين جي باري ۾ معلومات ملي ٿي تنهن بابت ڪوسمبي لکي ٿو ته ان جو عرصو 150 سال قبل مسيح آهي. "روميلا ٿاپر" 1000 سال قبل مسيح ٻڌائي ٿو ۽ ايل- ايم جوشي جو خيال آهي ته 500 سالن تائين رگ ويد لکيو ويو. هن جي لکڻ جو آغاز 1500 سو سال قبل مسيح ۾ شروع ٿيو ۽ 1000 سال قبل مسيح تي مڪمل ٿيو. ڪي رگ ويد جو زمانو 2500 قبل مسيح لکن ٿا ۽ عالم ان راءِ تي متفق آهن ته رگ ويد جي شروعات ۾ آرين ۽ سنڌين جي وچ ۾ ٿيل ويڙهه جا قصا بيان ٿيل آهن.

رگ ويد ۾ لڳ ڀڳ 1500 سال قبل مسيح ۾ مهين جي حڪمران سمبارا (ڪن جو خيال آهي ته هي سنڌ جي هڪ

قبيلي جو نالو آهي) جيڪو هڪ سئو شهرن جو بادشاهه هو ۽ ڪيس شاهي قلعا هئا، جن جون ديوارون پٿر جون نهيل هيون، تنهن ۽ آرين جي وڏي ۾ وڏي سورمي اندر جي وچ ۾ سخت جنگيون لڳيون پر اندر ڪيس شڪست ڏني.

اهڙي طرح سنڌ جي ٻين سپهه سالارن جو ذڪر آهي جيئن لي بيشا، ڏوني، چموري ۽ ورتر ۽ قبيلن مان پرناڪ، سميو (سما، سمبارا راجا جو قبيلو) اجس (جت) شڪرو، يڪشو- پٽي (مهاڻا جيڪي ڏيساور ڏانهن مال ڪٽي ويندا هئا ۽ ڏيساور ڪان مال آڻيندا هئا) يعني واپاري ۽ تجارتي طبقو يا ماڻهو، جن لاءِ ذڪر آهي ته سرما ديوي اندر جو پيغام ڪٽي پٽي ماڻهن وٽ ويئي ۽ مال جي گهر ڪئي. پٽي ماڻهن ڏيڻ ڪان انڪار ڪيو جنهن ڪري ڪين پوت ۽ شيطان ڪوٺيو ويو ۽ سرما ديوي کي ڪتيا ديوي سڏيو ويو ڇاڪاڻ ته اهي مقامي ماڻهن جي ديوي هئي جنهن کي ماءُ جي حيثيت حاصل هئي.

رگ ويد ۾ هڪ هنڌ وانڪ جو لفظ آيو آهي جيڪو اسان وٽ اڄ تائين ”واڻيو“ لفظ موجود آهي، واڻيو معنيٰ وڻجارو يعني واپاري، انهن لاءِ لکيل آهي ته اهي ڏاڍا ڪنجوس ۽ بدزبان آهن.

وڻجارن (واڻين) ۽ پٽي، يعني مهاڻن ۽ واڻين جون آرين سان ڇڪريون هليون. بعد ۾ آرين هنن سان ناهه ڪيو. سنڌ جي قوت جو اصل سرچشمو هاري، مزدور ۽ محنت ڪش هئا جن آخر تائين هار نه مڃي جنهن ڪري ڪين برن لفظن سان لکيو ويو آهي ۽ ڪين داسيو سڏيو ويو آهي. هي اهو زمانو هو جنهن ۾ دلمون جو عظيم شهر مهين ۽ ٻيا برباد ٿي اجڙي ويا هئا.

هڪ هنڌ نموچي بادشاهه جو ذڪر آهي جو ٻن دريائن جي وچ ۾ رهندو هو يعني سنڌو دريا جي ڇوڙ وارو علائقو جتان هڪ شاخ ٿي ڪيٽي بندر ۽ ٻي ڦاڪ ٿي شاهه بندر آهي. اهو به ممڪن آهي ته پٽيالا وارو هنڌ هجي. هن جي فوج ۾ بهادر عورتون به شامل هيون. اندر ڪيس شڪست ڏيئي نه سگهيو جنهن ڪري هن ڏانهس دوستي جو هٿ وڌايو ۽ ڪيس دوکي سان قتل ڪري ڇڏيو. نموچي جي فوج سان گڏ ”ورشام“ قبيلي جو به ذڪر ٿيل آهي.

رگ ويد جي آخري زماني ۾ ”ديواداس“ جو لفظ آيو آهي. ڪوسمبي ان بابت لکيو آهي: ”ديواداس آرين ۽ سنڌي ماڻهن جي تڏهوڪي سماجي امتزاج ۽ مفاهمت جي مرحلي جي نشاندهي ڪري ٿو جڏهن آرين سنڌين کي پاڻ سان گڏ ڪيو. تنهن جو سبب سمجهه ۾ اهو ٿو اچي ته آرين سنڌ کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو هو. شهر ويران ۽ اجڙجي ويا هئا، محلاتون ڍهي پٽ پئجي ويون. آباد ڪرڻ لاءِ وسيلا ڪونه رهيا، دولت ڪٿي به ڪونه هئي جو شهر اڏايا وڃن ها! هي ڏنار ماڻهو هئا. هنن جي مزاج ۾ اهو ڪونه هو ته هو خوبصورت گهر ناهي رهن، پنجن ڇهن سَوَن سالن ڪان پوءِ يعني 1000 ق.م سنڌ جي شهري تهذيب نئون جنم وٺڻ شروع ڪيو پر مهين جهڙا شهر اڏجي نه سگهيا.

آر. ايس. شرما لکي ٿو ته داس ۽ داسيو ۾ فرق آهي. داس آريا ماڻهو هئا ۽ داسيو مقامي ماڻهو، ڪٿي اهو ذڪر به ملي ٿو ته آريا داس ۽ داسيو سان به ڪشمڪش ۾ رهيا. ان جو مطلب ته داس مقامي حڪمران طبقو هو ۽ داسيو عوام يا مقامي قبيلا جن کي بعد ۾ شودر به ڪوٺيو ويو آهي. سبط حسن ”پاڪستان مين تهذيب ڪي ارتقا“ ۾ لکي ٿو: 3500 ق.م ۾ داسيو ۽ اشور قومون سنڌ ۾ رهنديون هيون. ان ڪانسواءِ ”راوتي“ ”اراروتي“ ”واهڪي“، ”ناگي“ (هن نالي واري ذات اڄ تائين آهي) ۽ شِو (Sivas) قبيلي جو ذڪر آيو آهي، جنهن کي ”سبائي“ يا ”سبوئي“ ڪري به لکيو ويو آهي. ٿي سگهي ٿو ته اهي قديم سما هجن.

آريا اقليت ۾ هئا جيڪي مقامي قبيلن سان ملي ويا ۽ پيهر ذاتين ۽ طبقن جي ترتيب عمل ۾ آئي. هنن کان اڳ ۾ سنڌ ۾ ذاتين، طبقن ۽ قبيلن جو هڪ مضبوط نظام رائج هو، جنهن کي هنن پيهر رائج ڪيو. آريا جن ٻين هنڌن تي ويا آهن اتي هنن ڪابه ذات، ڪو قبيلو ۽ طبقو ڪونه ناهيو آهي. ذاتين، قبيلن ۽ طبقن سنڌ جي معيشت اندر جنم ورتو آهي. ڪوسمبي لکي ٿو ”سڀ کان پهرين جنهن طبقي جنم ورتو اهو برهمڻ هو، جيڪو سنڌين ۽ آرين جي مذهبي عالمن جي گڏيل تعاون سان وجود ۾ آيو. سنڌي مذهبي عالم آرين جي عالمن ڪان افضل هئا: پر برهمڻن جا ست بنيادي قسم آهن. انهن ۾ لاتعداد پاڙا جيڪي پنهنجي گڏيل ملڪيت يعني جانورن تي پنهنجو مخصوص نشان ”نيو“ هڻندا هئا. اڳتي هلي پاڙا، برادريءَ ۾ تبديل ٿي ويا جن کي گوتر سڏيندا هئا جنهن مان گوٺ نهيو. بعد ۾ ذات وارن پنهنجو شجرو ۽ نسب ناهڻ شروع ڪيو جنهن جي شروعات ڪنهن رشي (هڏڻ وارو) ۽ ڪنهن مذهبي عالم ڪئي.“ ڪوسمبي لکي ٿو ته ڪيتر برهمڻ جو مقامي نسل هئڻ جو وڏو ثبوت اهو آهي ته انهن نالا سندن مائرن جي نالي تي آهن (مهين جي زماني ۾ جي وڏي عورت هوندي هئي جنهن ڪري سنڌ ۾ مادري ن

رائج هو) جڏهن تہ آرين جا نالا انهن جي پيئرن جي پويان لکيل آهن. ڪوسمبي ٻن ذاتين جو ذڪر ڪيو آهي هڪ "آگمتي" ۽ ٻي "وسشٽ" جيڪي ڏلي يعني گهڙي مان پيدا ٿيون. ڏلو رحم مادر جي علامت سمجهيو ويندو آهي ۽ آرين کان اڳ بہ اِهو ديوي ماءُ جي کُک جي علامت هو. گهڙو يا ڏلو مقامي نسل ڪنير جي سجاٽپ آهي، اهي قديم دستڪارن جي نسل مان هئا، پوءِ برهمڻ ٿيا ۽ کين آريو تسليم ڪيو ويو.

رگ ويد ۾ ڏهن بادشاهن جي جنگ جو ذڪر آهي. هن مهاڀارت ۾ ڀرت قبيلي جي بادشاهن جي جنگ جو ذڪر آهي، هن مهاڀارت لڙائي ۾ ڀرت قبيلي جي بادشاهہ سدارٿ جي خلاف ڏهن قبيلن متحد ٿي جنگ ڪئي جنهن ۾ سدارٿ ڪٽيو ۽ انهن هارايو.

ڀرت قبيلي جو هڪ بادشاهہ ديوداس هو جنهن جو لقب "اتي تگوا" يعني وڏو مهربان هو. هي ديوداس اول هو جنهن جون آرين قبيلن "ترشو"، "پورو" ۽ "رس" سان جنگيون ٿيون جنهن ۾ هن کين شڪست ڏني. هي مقامي قبيلي جي نسل مان هو. هن لاءِ لکيل آهي تہ هو آريہ هو. ڀرت بہ هو ترشو بہ، يعني مقامي قبيلي ڀرت مان، ترشو ذات مان هو ۽ هاڻي آرين سان شامل ٿي ويو هو.

هن جي خاندان مان سدارٿ هو جنهن جو شاهي پروهت "وشوا مترا" هو. هو برهمڻ نسل آريا کتري هو. هن جو هڪ ٻيو پروهت "وسشٽ" هو جيڪو مقامي ڪاريگرن جي خاندان مان هو، هن جي قابليت کان متاثر ٿي کيس شاهي پروهت مقرر ڪيو ويو هو، جنهن ڪري وشوا مترا ناراض ٿي هليو ويو. ڏهن قبيلن جا نالا هي آهن: (1) پورو (2) يادو (3) تروش (4) آنو (5) ڌريو (6) آلين (7) پختا (8) ڀلان (9) شميو (10) وشاڻي. هن جنگ ۾ سدارٿ کي فتح ملي جنهن کان پوءِ هُن هڪ وڏي سلطنت قائم ڪئي. هندوستان جو نالو سندس قبيلي ڀرت تان ڀارت پيو. عالم لکن ٿا تہ ڀرت قبيلو مقامي ۽ غير مقامي قبيلن جي وحدت جو نالو هو.

ويدن جي ابتدائي زماني جي شروعات ۾ سماج کي ٻن ذاتين ۾ ورهايو ويو: هڪ برهمڻ ۽ ٻيو کتري. ان کانپوءِ ٽن حصن ۾ ورهايو ويو: هڪ برهمڻ پوڄاري يعني مذهبي طبقو، ٻيو کتري يعني حڪمران طبقو، ٽيون وينس يعني عوام. آخري ويد زماني ۾ چار ذاتيون ٿيون: هڪ برهمڻ ٻيو کتري، ٽيون وينس ۽ چوٿون شودر، جنهن کي بطليموس سنڌ جو "سودراءِ" قبيلو لکيو آهي. ان بابت روميلا لکي ٿو تہ چوٿين ذات جو اصل مقصد شودر ۽ اڇوتن کي شرفا کان الڳ ڪرڻ هو، جنهن جو بنياد نسل ۽ پيشي تي رکيو ويو. اڇوت کي حقارت سان ڏٺو ويندو هو. جيڪڏهن هو ڪنهن کي هٿ لائيندو هو تہ ان جي سزا موت ٿائين بہ هئي. بلاشڪ ان زماني ۾ ذات ظلم ڪرڻ ۽ ظلم سهڻ جو ذريعو هئي. جنگ واري زماني ۾ کتري ذات وارن کي مان ملندو هو. ان کان پوءِ برهمڻ جو رتبو هو، تنهن کان پوءِ وينس يعني تجارتي، واپاري ۽ دڪاندار طبقو، سڀ کان گهٽ شودر جن ۾ هنرمند، ڪاريگر ۽ هاري وغيره شامل هئا. رگ ويد ۾ ذات پات جي بنياد پوڻ بابت هڪ گيت آهي:

جڏهن ديوتائن قرباني ڏني
۽ پرش (ماڻهو) کي پنهنجو شڪار بڻايو
موسم بهار ان جو گهر هو ۽ گرميون ٻارڻ
۽ خزان اپرڻ،
ان همہ گير قربانيءَ مان
مکڻ ڪڍيو ويو،
ان مان هن جانور ٺاهيا
هوا، جهنگ ۽ ڳوٺ جا،
هن ان وڏي قرباني مان
مناجات ۽ حمد پيدا ڪيا
ان مان قرباني جا منتر ٺهيا
تڏهن گهوڙا پيدا ٿيا
سڀ جانور - ڏاندن جي ٻن قطارن وارا
تڏهن مال پيدا ٿيو
۽ تڏهن ٻڪريون ۽ رڍون
جڏهن هُن ماڻهو ورهايو
ان جي منهن مان ڇا ٿيو، ان جي ٻانهن ڇا ٿي
ان جي رانن ۽ ان جي پيرن ڇا ڇورايو،
برهمڻ ان جو منهن هو
هن جي ٻانهن مان کتري پيدا ٿيو
هن جي رانن مان وينس ٺهيو
هن جي پيرن مان شودر پيدا ٿيو
چنڊ ان جي ذهن مان اپريو
ان جي اکين مان سج پيدا ٿيو
ان جي دن مان اندر ۽ اڳني پيدا ٿيا
هن جي ساهہ مان آنڌي پيدا ٿي
هن جي مٿي مان آسمان ٺهيو

هن جي پيرن مان زمين ۽ ان جا چار ئي پاسا،
ائين هن دنيا ٺاهي
ان قرباني جي ديوتا، قرباني تي قرباني پيش ڪئي
هي پهريان مقدس قانون هئا.
هي طاقتور هستين تائين پهچي ويو
جتي ابدي روح يعني ديوتا آهن.

هن ۾ جنهن پرش جو ذڪر ڪيو ويو آهي اهو ئي پرجاپتي آهي جنهن کي بعد ۾ "برهما" ڪوٺيو ويو. عملي طور سماج ۾ ذاتين جو عمل دخل چئن ذاتين جي حوالي سان گهٽ ۽ ننڍين ذاتين ۽ پاڙن جي حوالي سان زياده ٿيندو هو، جن کي "جاتي" ڪوٺيو ويندو هو. جاتي (جاتي سنڌ ۾ هڪ شهر بہ آهي) جي لفظي معنيٰ آهي ڄمڻ. ذات کي ورڻ چوندا هئا، جنهن جي معنيٰ ٿئي ٿي "رنگ يا نمونو." جاتي مان اڪثر مطلب پيشي واري، ذات هو، مطلب تہ اوچ، نيچ جي ذات جو بنياد آرين واري دور ۾ پيو. ويدڪ زماني ۾ حڪمران، وچين ۽ غلام طبقي جي ترتيب، سڀ نسل، سڀ قبيلا، مقامي ۽ ڌاريا، سڀ جا سڀ اٿل پٿل جو شڪار ٿي ويا. ڪي مٿين طبقي ۾ شمار ٿي ويا ۽ ڪي هيٺين طبقي ۾ اچي ويا. اهڙي طرح شودرن ۾ مقامي ۽ غير مقامي ماڻهو بہ شامل هئا ڇاڪاڻ تہ معاشي تنگي، بي روزگاري، غربت ۽ سماجي استحصال جي ڪري سڀ گڏجي ويا. آرين ۽ مهين ماڻهن جي سڃاڻپ رنگ ۽ روپ جي ڪري ڪئي ويندي هئي. ان رنگ ۽ روپ جي ڪري اڳتي هلي "ورنا" يعني قومن جي ورهاڱي جو بنياد پيو ۽ برهم ورنا جي عمارت کڙي ڪئي ويئي ۽ آرين پنهنجي نسب کي پنهنجن معبودن سان ملائڻ شروع ڪيو.

قومن جي عروج ۽ زوال متعلق ابن خلدون لکيو آهي "جڏهن ڪا بہ قوم دولتمند ۽ شاهوڪار ٿي ويندي اهي، تڏهن سندن شهواني خواهشن ۾ اضافي ٿيڻ سان گڏ سندن زندگيءَ جي ضروري شين ۾ اضافو ٿي ويندو آهي ۽ پوءِ ٻي اڻ سڌريل قوم طاقتور ٿي مٿن غالب ٿي ويندي آهي."

جڏهن آريا سنڌ ۾ آيا تہ اهي بلڪل جهنگلي ۽ اڻ سڌريل هئا ۽ سندن مقابلي ۾ سنڌي مهذب، عالم، ڪاريگر، صنعتڪار، جمهوري، زرعي ۽ خفتي ماڻهو هئا. هو ٻن ٽن ماڙن وارن گهرن ۾ رهندا هئا ۽ دنيا جا سير سپاٽا ڪندا هئا. سندن معاشرو پرامن ۽ واپاري هو ۽ اهي پيئڻ لاءِ صاف سٿرو پاڻي استعمال ڪندا هئا جيئن اڄ منرل واٽر استعمال ٿئي ٿو. اهي عاليشان شهرن ۾ رهندا هئا.

قومن جي عروج ۽ زوال تي هڪ نظر وجهنداسين تہ اهو واضع ٿي ويندو تہ پرامن معاشري واريون قومون، قبيلا يا ڪٽنب اهي رهيا آهن جيڪي مالي طور مستحڪم، خوشحال ۽ شاهوڪار رهيا آهن ۽ فاتح يا حملي آور اهي قومون رهيون آهن جيڪي غير مهذب، اڻ ترقي يافتہ، جاهل ۽ جهنگلي ۽ وحشي هئا يا انهن ۾ مال ميڙڻ جو هوس ۽ عياش هئا. انهيءَ ڪري هتي آريا ۽ اڻ آريا جو ٽ صور ڏنو ويو پر پوءِ بہ سوپ سنڌين جي ٿي جيڪي اڄ تائين پنهنجي وجود سان موجود آهن ۽ سنڌي ٻولي بہ سون ٻولين جي لفظن، اچارن کي ڪٺي زنده آهي سنڌي ٻولي جي انهيءَ خصوصيت ۽ بنياد کي مدنظر رکي اهو تسليم ڪيو آهي تہ سنڌي دنيا جي سڀني ٻولين جي ماءُ آهي.

ٻولين جي ماهرن جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، تن کي مدنظر رکي ٻولين جو هي چارٽ پيش ڪجي ٿو، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ مهين واري قوم جي ٻولي يعني قديم ترين سنڌي دنيا جي ڪيترين ٻولين جي ماءُ آهي ۽ ڪيترين ٻولين سان سندس تعلق آهي.

# سنڌ جي قديم ٻولي ان سان تعلق ۽ واسطيداري



# سنڌي نسل

سنڌي دنيا جي چند انهن نسلن مان آهي جيڪي باقي وڃي بچيا آهن سنڌن همعصر نسل ختم ٿي ويا آهن. عراق جا قديم ماڻهون جن جو ڪوبه نالو ۽ نشان نه ٿو ملي ۽ نه وري نسلي سلسلو باقي رهيو. اهڙي طرح مصر جون قديم قومون پنهنجي اصليت مٽائي چڪيون آهن. مايا قوم جو وجود نه رهيو آهي ۽ سنڌي اڄا تائين پنهنجي وجود جي جنگ ڪندا نظر اچن ٿا جنهن ڪري انهن جو نالو ۽ نسل باقي رهيو آهي. اها حقيقت آهي ته سنڌي به خالص سئينڌي ڪونه رهيو آهي ۽ گڏيل نسلن جو امتزاج آهي ۽ پر اهو به سچ آهي ته سنڌي ۾ وري به پنجهتر سيڪڙو سنڌيت ۽ مهين ڏور واريون نشانيون برقرار آهن. سنڌ جا ڪيترا قبيلا مهاڻو، جت ۽ ماڇي هاڻي به تقريباً خالص نسل آهن ان کان سواءِ ڀيل، اوڏ، باگڙي ۽ ڪولي يا ڪولهي ڇاڪاڻ ته هو ڪنهن به ڌارئي سان مٽي مائٽي ڪونه ڪن ۽ نه وري ٻيو ڪوبه هنن کي سڱ ڏيڻ چاهيندو آهي جنهن ڪري انهن ۾ گاڏڙ نسل نه هجڻ جي برابر آهي. پر مجموعي طور وري به سنڌي گاڏڙ نسل جا ماڻهون آهن تمدن هند ۾ ڊاڪٽر گستائولي بان لکيو آهي ته پنجاب، سنڌ ۽ راجپوتانه جا رهواسي مختلف نسل جا ماڻهون آهن. هن پنجابن لاءِ خاص طور لکيو "جيئن ته پنجابي فاتحن جي رستي ۾ آهن تنهن ڪري اهي نهايت گاڏڙ نسل جا آهن. اتي توراني، آريا ۽ مسلمان جزا بلڪل صاف ۽ علحده معلوم ٿين ٿا پر انهن ۾ مهين وارا جزا بلڪل نه آهن" هت ان پنجاب جو ذڪر آهي. جنهن جو هڪ وڏو حصو هندستان ۾ آهي جتي سکن جي گهٽائي آهي ۽ ٻيو اهو حصو جنهن کي سينٽرل پنجاب يعنيٰ اوڪڙا کان وٺي راولپنڊي تائين.

سنڌ جيئن ته پاڻيءَ جي گهٽائي ۽ وڌيڪ آباديءَ جي ڪري دنيا جو خوشحال ملڪ هو تنهن ڪري ڪيترن قومن، روزگار حاصل ڪرڻ ۽ رهڻ واسطي هيڏانهن جو رخ ڪيو ۽ ڪيترن قومن سنڌ جي خوشحالي تي قبضي ڪرڻ لاءِ حملہ ڪيا. سڀ کان اول شايد سنڌ ۾ ايندڙ توراني نسل جا ماڻهو هئا، جيڪي بولان لڪ ۽ مولالڪ کان سنڌ ۾ داخل ٿيا، اهڙي طرح ايران جي طرف کان ايندڙن کي گڏي درآوڙ سڏيون ٿا يعني ٻاهران آيل. در معنيٰ اندر ۽ آوڙ معني ٻاهران آيل معنيٰ ٻاهران آيل قومون جن ۾ هڪ گروهه يا نسل جا ماڻهو نه هئا پر مسلسل ڌارين جي اچڻ ۽ رهڻ وارن کي مجموعي طور در آوڙ سڏجي ٿو جيڪو ٻاهرين عالمن سڄاڻپ خاطر استعمال ۾ آندو، منهنجي نظر ۾ اهو نالو اصل ۾ بروهي تان ورتل آهي. بر معنيٰ پري، روهه معنيٰ جبل. مطلب پري کان جبلن جي طرف کان آيل، عالمن بر کي در ۾ تبديل ڪيو. روهه کي وڙ ۽ پوءِ آوڙ ۾، جنهن جو مطلب ۽ معنيٰ ۽ مفهوم ساڳيو آهي. ٻاهران يا پري کان آيل - بروهي. جيڪو نالو به قديم سنڌين مٿان رکيو هو. اهي نه رڳو سنڌ جي معاشري جو حصو ٿي ويا پر انهن پنهنجو پاڻ کي سنڌيت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري اوله وارن محققن ۽ تاريخ نويسن سڄي سنڌي قوم کي درآوڙ سڏيو جيڪا انهن جي وڏي ڀل آهي. درحقيقت سئينڌين ۽ درآوڙن کي الڳ الڳ ڪرڻ گهرجندو هو، ڇاڪاڻ ته ان وقت به سنڌ ۾ ٻه نسلي گروهه موجود هئا هڪ اصلي سنڌي جن کي ڊاڪٽر الانا سئينڌي چوي ٿو جنهن ۾ مهاڻو، جت، سمون، ڀيل، اوڏ، باگڙي ۽ ڪولهي اچي وڃن ٿا ۽ ٻيا ڌاريا، ٻاهر کان آيل جو گڏيل گروهه نالو درآوڙ. جن ۾ توراني، آسٽريلوي، آفريڪا ۽ ٻين نسلن جا ماڻهو شامل آهن. اڳتي هلي درآوڙن مقامي ماڻهن سان مٽيون مائٽيون ڪيون جنهن ڪري دنيا جي تاريخ ۾ پهريون دفعو معاشي ضرورت کي مدنظر رکي ذات پات جي شروعات ٿي ۽ بعد ۾ اها مذهبي صورت اختيار ڪري ويئي. پروفيسر عزيز احمد لکي ٿو ته ذات پات جو

بنياد معاشي مقصد لاءِ هو جنهن لاءِ نسل جي غلط تصورات مذهب استعمال ڪيو.“

ڏارين ۽ سنڌين جي مٽڻ، مائٽڻ ۽ گڏجڻ ڪري سنڌ جو معاشرو ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هڪ اهي حاڪم، اعليٰ، صنعت ڪار ۽ واپاري ۽ ٻيو اهي ڪڙمي، ڪاسبي، مزدور ۽ ڪاريگر- در آوڙن جي اڪثريت جو تعلق ٻي گروهه سان هو. اسان کي مهين واري دؤر ۾ اهو واضح نظر اچي ٿو.

ڏارين جي گڏجي وڃڻ ڪري سنڌي قوم، قومن ۾ ورهائجڻ شروع ٿي ويئي ۽ قوم جو هڪ نئون تصور سامهون آيو. قوم جنهن کي انگريزي ۾ NATION چوندا اهن جيڪو اصل ۾ لاطيني ٻوليءَ جو لفظ آهي. لاطيني ۾ -NASCOR NATUSSUM-NASCI جنهن جي معنيٰ اهي پيدا ٿيڻ اهڙي طرح NATIO-ONIS جو مطلب آهي پيدائش. ڇم هن جو ابتدائي لفظ NATIO آهي جنهن جو لفظ COGNATIO سان گهرو تعلق آهي جنهن جي معنيٰ اهي رت جو رشتو ۽ COGNTUS ٿيو. مائٽ جنهن سان رت جو ڳانڍاپو هجي انهي ڪري NATION جو مطلب ٿيندو رت جي رشتي وارن جو گروهه. اهو گروهه پهريان ذات پوءِ قبيلو ۽ بعد ۾ قوم ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. اهڙي طرح مهين واري دؤر ۾ ڏارين يا در آوڙن جي اچڻ ڪري سنڌي ٻن سلياني گروهن ۾ ورهائجي ويا هڪ مقامي ۽ اصل سنڌي ۽ ٻيو مقامي ۽ در آوڙن جو گاڏڙ نسل، جنهن کي به اسان سنڌي ۾ شامل ڪيون ٿا.

حقيقت ۾ ڏنو وڃي ته انهي تفرق ڪري اڳتي هلي ڪرت ۽ ڪم جي ڪري ذاتين جو بنياد پيو جنهن ڪري اسان کي مهين واري دؤر ۾ سمه، جت، مهاڻو، اسور، اشور ۽ ٻيو ذاتيون ملن ٿيون، جن جو ذڪر رگ ويد ۾ آهي. رگ ويد جو قديم حصو هزارين سال اڳ قديم سنڌين جو لکيل آهي بعد ۾ پيو مواد ان ۾ وقت به وقت شامل ٿيندو رهيو آهي.

سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ اهڙي هلچل ٿي جنهن سنڌ جي معاشري، مذهب، ثقافت ۽ وجود کي لوڏي ڇڏيو. جڏهن آريا ڌنارن جا ٽولا ۽ ٻيا اتر کان سنڌ ۾ داخل ٿيندا رهيا ۽ ڪن مقامي ماڻهن کي راضي ڪري سنڌ جي عروج کي تباهه ڪري ڇڏيو ۽ سنڌ سلطنت جو وجود مٽائي ڇڏيو.

ڪيترن عالمن ۽ محققن جو خيال آهي ته آريا ڏاريا نه پر مقامي ماڻهون هئا جنهن لاءِ مختلف دليل ڏيندا آهن پر اهي اڪثر رد ٿي ويا آهن ۽ حقيقت اها ظاهر آهي ته آريا، ترڪستان ۽ ازبڪستان جي علائقن جا رهواسي هئا جيڪي پنهنجي مال جي چاري (گاهه پني لاءِ) سنڌ ۾ داخل ٿيا جيڪو ان وقت دنيا جو خوشحال، سرسبز ۽ آباد ملڪ هو. ان تي تفصيل طور ذڪر ٿي چڪو آهي. مان حوالي ۽ سمجهاڻي طور هتي ان کي استعمال ڪيو آهي.

سنڌين ۽ آرين جو سون سالن تائين هڙاپا ڪان وٺي پنيور تائين جنگيون هلنديون رهيون، جنهن ڪري سنڌ جا ٻه سئو ڪان وڌيڪ آباد شهر ويران ۽ برباد ٿي ويا. جنهن ۾ ان وقت دنيا جو وڏي ۾ وڏو شهر ”مهين“ به شامل هو. جنهن جي ان وقت آبادي هڪ لک کان به مٿي هئي.

THE GROWTH OF CIVILISATION- W.J PERVY ۾ لکي ٿو اهڙيون جنگجو قومون هزارن جي تعداد ۾ هونديون جڏهن انهن من پسند قومن تي حملو ڪيو هوندو. جيڪي دريائن جي شاداب وادين ۽ چراگاهن ۾ آباد هيون. يقينن نسلي مسئلا پيدا ٿيا هوندا.“

آرين جي حملن جي نتيجي ۾ سنڌ اندر هڪ وڏي معاشرتي، معاشي ۽ مذهبي تبديلي آئي، جنهن ڪري ڪجهه مقامي فردن ۽ قبيلن ۽ آرين جي وچ ۾ سڱا بنديون ٿيون ۽ ڪن سنڌي قبيلن ويڙهه ۽ مزاحمت کي جاري رکيو جنهن جي نتيجي ۾ ڪي آريا قبيلا سنڌ مان نڪري هندستان جي طرف هليا ويا ۽ گنگا ۽ جمنا کي وڃي وسايو.

انهي صورتحال ۾ سنڌ ۾ وڏي تبديلي اچي ويئي هئي جنهن ڪري متيپد وارو معاشرو قائم ٿيو. اعليٰ ۽ ادنيٰ ذاتين جو وجود پيو. ”وارنا“ لفظ استعمال ٿيڻ شروع ٿيو. وارنا سنسڪرت جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ اهي ”رنگ“. جيئن سنڌ جي رهندڙن مان اڪثريت جو رنگ ”ڪٽڪ رنگو“ هو ۽ آهي. انهي ڪري ڪرشن جي معنيٰ به آهي سانورو.

جيئن ته سنڌ جا ماڻهو سانورا ۽ ڪٽڪ رنگا هئا ۽ آريا جيڪي ٿڌي ملڪ جا رهواسي هئا تن جو رنگ پورو ۽ ڳاڙهو هو جنهن ڪري انهن پنهنجو پاڻ کي آريا يعنيٰ ”وڏي رتبي وارا“ چورايو. (اها به هڪ صفت بيان ٿيل آهي)

متيپد واري ورتاءَ ڪري اڳتي هلي مذهب جي بنياد تي اوچ، نيچ پيدا ٿي جنهن ڪري برهمڻ، ڪتري، وينس ۽ شودر جو فرق پيدا ٿيو. ابن خلدون پنهنجي مقدمي ۾ لکيو آهي اهڙيون تبديليون انهي ڪري پيدا ٿينديون آهن جو فاتح مفتوح تي پنهنجون ڳالهيون مڙهي ڇڏيندو آهي. وحشي قومون سڌريل معاشري کي ضابطي ۾ آڻڻ لاءِ غير فطري،

غير اخلاقي ۽ ناجائز ڳالهيون مڙهيندا آهن." انهي ڪري سنڌ جو پرامن، سڌريل معاشرو ۽ نظام ڊانوان ڊول ٿي ويو ۽ ذاتيون مذهبي بنياد تي متڀيد واري نظرئي تحت قائم ٿيو ۽ مقامي قبيلا جن ۾ سمه، مهاڻو، جت، ڀيل، باگڙي، ڪولهي ۽ گاڏڙ نسل در آوڙ شودر ٿي ويا وڌيڪ تفصيل ڄاڻڻ لاءِ تاريخ سنڌ حصو پهريون ڏسو.

ويدامت يا برهمڻ ازم جبر، ظلم ۽ ڏاڍ تي سنڌي معاشري کي ورهائي ڇڏيو ۽ غلام ذاتين جو تصور اڀريو جيڪو اڳتي هلي سنڌين جي جدوجهد جي نتيجي ۾ بي اثر ٿي ويو پر ان جا اثرات اڄ تائين موجود آهن.

آرين جي حملن ڪري سنڌ جا در آوڙ هڪ طرف هندستان جي ڏورانهن علائقن ۾ هليا ويا ۽ ٻيا ڪيرٿر جبل تي چڙهي وڃي ڏورانهن علائقن ۾ هليا ويا ۽ ٻيا ڪيرٿر جبل تي چڙهي وڃي پناهه ورتي. باقي نج سنڌي قبيلن جن ۾ سمه، جت، مهاڻو، ڀيل، ڪولهي ۽ باگڙي هئا انهن پنهنجي ڌرتي کي نه ڇڏيو. ڪجهه ڀيل، ڪولهي ۽ باگڙي بعد ۾ هندستان جي ڏورانهن علائقي هليا ويا ۽ کي هتي رهجي پيا جيڪي اڄ تائين ٿر ۽ ڪڇ ۾ رهن ٿا. آرين هنن مان ڪن سان ناهه ڪيو جنهن ڪري نئون طبقاتي نظام وجود ۾ آيو، جنهن خلاف سدارث المعروف ٻڌ علم بلند ڪيو ۽ ان جي پاڙ پٽي ڇڏي.

انهي ويد واري زماني ۾ سنڌ جي طبقاتي نظام ۾ ته ورهايل هئا، هڪ داسيو هئا ۽ ٻيا شودر پر سندن ذاتيون ۽ قبيلا برقرار هئا. جڏهن آرين ۽ ويدا جو زور ٽٽو ته سنڌين جي سڃاڻپ ذاتين ۽ قبيلن طور سامهون آئي نه ته ٿيڻ ائين گهربو هو ته اهي سڀ ويدا مان ٻڌ يا ڪنهن ٻئي مخصوص نالي، ذات يا قبيلي ۾ تبديل ٿي وڃن ها! پر ائين ڪونه ٿيو جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته مهين، هڙاپا، چانهوڻ مهر ڳڙهه، لاڪين ۽ اهڙن سون شهرن وارا سنڌ جا سنڌي پنهنجي اصلي نسلي سڃاڻپ برقرار رکندا آيا ۽ اهي اڄ تائين مختلف ذاتين، نسليَ گروهن ۽ قبيلن جي صورت ۾ موجود آهن.

اها حقيقت آهي ته اسان وٽ مهاڻو، جت، ماڇي، ڀيل باگڙي ڪانسواءِ ٻي ڪابه ذات نج نظر نه ٿي اچي. جنهن جو سبب اهو آهي ته آرين ۽ برهمڻن کان وٺي اڄ تائين انهن ذاتين سان ٻين ذاتين وارا سڱابندي ڪرڻ کان ڪيٻائيندا آهن جنهن ڪري اهي پنهنجي ذات ۾ متي مائٽي ڪندا آهن. جنهن ڪري سندن اڪثر نسل نج ۽ اصل آهي. سومرا به پهريان ڌارين سان متي مائٽي ڪونه ڪندا هئا پر سومرا حڪومت جي زوال ڪانپوءِ انهن جو اهو رواج باقي نه رهيو. ٻيون سنڌي ذاتيون آرين کان وٺي اڄ تائين ڌارين ذاتين ۾ سڱابندي ڪندي آيون آهن. خاص طرح سمن ۽ ڌارين ذاتين ۾ ايتري ڏي وٺ ٿي آهي جو شايد ڪنهن ٻي ذات ۾ ٿي هجي انهن ڪري اهو ٿيو آهي ته اڄ اسان وٽ چند مخصوص ذاتين ڪانسواءِ ٻين ذاتين ۾ نج نسل ڪونه رهيو آهي ۽ اڪثر گاڏڙ نسل آهي. هاڻي ته سنڌي ذاتين وارا نه رڳو پنهنجن سنڌين پر مهاجر، پنجابي، پٺاڻ، بروهي ۽ بلوچ سان ڏي وٺ واري سڱابندي ڪن ٿا، انهي ڪري گاڏڙ نسل اڃا به وڌي ويو پر اهو ضرور ٿيو آهي ته مختلف جينز جي پاڻ ۾ گڏجڻ ڪري سنڌين جو هڪ خوبصورت، حسين ۽ هوشيار نسل پيدا ٿيو آهي.

سنڌي نسل نه رڳو برقرار آهي پر اڃا به وڌيو آهي ۽ ان کان به انڪار ڪري نه ٿو سگهجي ته ڌارين سان متي مائٽي ڪرڻ کان پوءِ پدري نظام تحت ذاتين ۽ قبيلن ۾ ڪوبه فرق نه پيو آهي.

سنڌ جي تاريخ ۾ دراوڙن کان وٺي اڄ تائين ايتريون ذاتيون قبيلا ۽ قومون آيون آهن جو اسان سنڌين جو نج نسل چند ذاتين مهاڻي، جت، ماڇي، ڀيل ۽ ڪولهي کان سواءِ ٻي ڪنهن ذات وٽ رهيو ئي ڪونه آهي ۽ اڪثريت گاڏڙ نسل وارن جي ٿي ويئي آهي جن ۾ در آوڙ، آريا، سٿين، ترڪ، ايراني، عرب، منگول، مغل ۽ ٻيا پناهه گير ٽولا شامل آهن ۽ اڃا تائين ايندا رهن ٿا.

جيڪڏهن اها صورتحال رهي ته نه ڄاڻ اڳتي سنڌي نسل ۽ ذاتين جي ڇا صورت هوندي. ڇا اهڙو مرحلو ايندو جو سنڌيءَ جي سڃاڻپ D.N.A ٽيسٽ ذريعي ٿيندي. انسان نسلي طور رت جي گروهن ۾ ورهايل آهي جيڪي هيءَ آهن.

1. AB
2. A
3. B
4. O

پروفيسر جي. بي. ايس هالڊين ۽ ٻين عالمن ڪانسواءِ ٻين سائنسدانن اهو مڃرايو آهي ته رت انهي گروهن جي ذريعي نسل جي سڃاڻپ ٿئي ٿي، مثال طور هڪ جاءِ تي رهڻ

وارن جي رت جو گروهہ O (او) وڌيڪ هوندو جيڪي خالص نسل هوندا. انهي بنياد تي آمريڪا ۾ رهندڙ (اصل باشندا) ڳاڙهن سنڌين کي ڙ جي رهواسين جي اولاد چيو وڃي ٿو. ٽرين جي اڪثر قبيلن کي خالص نج نسل وارو چيو وڃي ٿو.

## شروعاتي ذاتين جو جائزو

جيئن تہ مان منڍ ۾ ذڪر ڪيو ھو تہ مهين واري دؤر ۾ ٻاهرين ماڻهن جي اچڻ ڪري پهريون دفعو نسلياتي گروهہ بندي ٿي هئي اسان هتي ان جو هڪ سراسر جائزو وٺنداسين.

مهين جي دؤر ۾ سمہ، جت ۽ مهاڻو هڪ ئي نسب ۽ نسل جا ماڻهو هئا پر طبقاتي طور ورهائجي ويا جنهن ڪان پوءِ هو الڳ الڳ ٿي ويا. اسان جي مطالعي ۽ تحقيق مطابق انهن جون هيٺيون ذميواريون هيون.

| سمہ | جت | مهاڻو | درآوڙ، ڀيل ۽ باگڙي |
|---|---|---|---|
| حڪمران | ٽرانسپورٽر | جهازران | زراعت ڪار |
| واپاري | واپاري | واپاري | مزدور |
| صنعتڪار | رستن جا محافظ | آرماڙ جا جوڌا | ڪاريگر |
| فوجي ماهر | قلعدار | خارجہ امور | موجد |
| سالار | فوجي سپاهي | فوجي سپاهي | مال وند |

## مهين جي زوال بعد

| | | | درآوڙ-ڀيل ۽ باگڙي |
|---|---|---|---|
| سمہ | جت | مهاڻو | زراعت ڪار |
| داس | گلہ بان | ملاح | مال وند |
| داسيو | داس | ماڇر | مزدور |
| وينس | مزدور | داس | غلام |
| شودر | شودر | شودر | شودر |
| اناس | اناس | اناس | اناس |

آريا سماج ۾ سنڌين جي اها حالت هئي.

ڊاڪٽر غلام علي الانا سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد ۾ ثابت ڪيو آهي تہ سنڌ جا اصل رهواسي ۽ سنڌي ٻولي ڳالهائڻ وارو مهاڻو آهي. مان ان ۾ اهو اضافو ڪريان ٿو تہ سمہ ۽ جت ان سان گڏ هئا ڇاڪاڻ تہ نسلي طور اهي هڪ آهن جن سنڌو سلطنت سنڌو تهذيب ۽ مهين وارن جهڙن شهرن جو بنياد وڌو. هون بہ سنڌ بنيادي طور درياهي ماڻهن جو ملڪ آهي جتي، انهن جو گذر بسر پاڻي تي هو. اها چو نہ زراعت هجي، واپار هجي يا جهاز راني هجي. انهن جو تعلق پاڻيءَ سان آهي. جڏهن واپار، زراعت ۽ جهاز راني هڪ هنڌ گڏ هجن تہ يقيناً خوشحالي ايندي. انهي ڪري سنڌي ماڻهون خوشحال هئا. جنهن ڪري هميشہ ڌارين جي آمد جو سبب رهيو. مختلف موسم، طبعي ۽ جاگرافي حالتن جي ڪري مختلف مدون رهيون، جنهن ڪري هتي هميشہ پوکي راهي ۽ آبادي رهندي ائي، جنهن ڪري ماڻهو خوشحال ۽ سنڌ آباد رهي.

# ڇا سنڌي هڪ قوم آهي؟

سنڌ جيڪا مهين ڪان وٺي 13 آگسٽ 1947ع تائين ملڪ جي حيثيت رکندي هئي ۽ ان جا رهواسي هڪ قوم ۽ هڪ ملڪ هئا پر 14 آگسٽ 1947ع ڪان پوءِ ملڪ جي حيثيت ختم ٿي ويئي ۽ نئين ملڪ پاڪستان جو هڪ حصو يا صوبو بڻجي ويئي. انهي صورت ۾ ڇا سنڌي هڪ قوم جي حيثيت رکي ٿي.

مان شروعات ۾ ئي قوم جي تشريح ڪئي هئي وري به قوم لاءِ جيڪي بنيادي شيون گهربل آهن انهن جي وضاحت هت بيان ڪيان ٿو. قوم بنجڻ لاءِ پهريان ان وقت.

1. ڪٽنب
2. نک
3. پاڙو
4. ذات
5. قبيلو

وري سيني ذاتين وارا هڪ قبيلي جا فرد هجن ۽ اهڙي طرح ٻيا قبيلا جڏهن پاڻ ۾ گڏ ٿين ته هڪ قوم ٺهندي. قوم بنجڻ لاءِ ٻي اهم شيءِ آهي ته قوم کي-

1. پنهنجي ٻولي هجي
2. پنهنجي ثقافت هجي
3. پنهنجي جاگرافي هجي
4. پنهنجي تاريخ هجي
5. پنهنجي ڌرتي هجي

جيڪڏهن اهي وصفون نه آهن ته اها قوم نه پر فرد جو ميڙاڪو آهي. سنڌين وٽ اهي وصفون مڪمل موجود آهن ۽ اهي هڪ قوم آهن.

اهڙي طرح ٻين صوبن پنجاب، پختون ۽ بلوچستان وارا به قوم ۾ شمار ٿين ٿا ۽ قومن جي پاڻ ۾ گڏجڻ سان ڪا به قوم نه ٺهندي آهي پر انهن جي اتحاد کي ملت چيو ويندو آهي. ڊاڪٽر گستائولي بان پنهنجي شهر آفاق ڪتاب تمدن هند ۾ لکي ٿو "لفظ قوم جو مفهوم جنس جو ته آهي پر هي لفظ ملت کان بلڪل الڳ آهي يعنيٰ قوم ۽ ملت مترادف لفظ نه آهن ملت جو اطلاق قومن جي انهن مختلف گروهن تي ٿيندو آهي جو ڪنهن خاص سبب خواهه اهو سياسي هجي يا جاگرافي ڪنهن هڪ حڪومت جي ماتحت هجن."

ڪو مڃي يا نه مڃي پر اها حقيقت آهي ته پاڪستاني نه هڪ قوم آهي نه وري ملت بڻجي سگهي آهي. پر اهو ضرور آهي ته هن ملڪ ۾ چار قومون رهن ٿيون، ڪيترا قبيلا ۽ هزارين ذاتيون آهن پر اهي ملت نه آهي. جيئن ته پاڪستان گهڻ قومي ملڪ آهي جتي مختلف قومون رهن ٿيون جن جا مفاد پنهنجا پنهنجا آهن جنهن ڪري اهي ڪڏهن به هڪ ملت نه ٿي بڻجي سگهي پر اهو سچ آهي ته سنڌي هڪ قوم آهي.

## سڃاڻپ

سنڌي نسل جنهن جي پنهنجي سڃاڻپ پنهنجي ثقافت ۽ تاريخ سان آهي جن قومن اهو وساري ڇڏيو اهي دنيا مان ميسارجي ويا. سنڌي جيڪي اڄ تائين هن ڌرتي تي صرف ان ڪري موجود آهن ته هنن پنهنجي ثقافت، تاريخ، ٻولي ۽ ريتن رسمن جي حفاظت ڪئي آهي جنهن ڪري هو ٻين قومن کان ممتاز آهي.

هاڻي محسوس ٿئي ٿو ته انهن تي ٻين قبيلن، ذاتين ۽ فردن جو اثر ٿيندو ٿو وڃي ۽ اهي پنهنجي ثقافت ۽ ريتن رسمن کي وساريندا وڃن ٿا ۽ ٻين قومن جي ريتن کي پاڻ وٽ جڳهه ڏين ٿا. جيئن ڪاروڪاري جي رسم جيڪا سنڌين جي نه آهي ۽ اها بلوچن وٽ آهي پر اسان وٽ گهر ڪري ويئي آهي جنهن ڪري سڌريل ۽ تهذيب يافته معاشري ۾ سنڌين کي بري نظرن سان ڏٺو وڃي ٿو. اڪثر ان رواج کي پنهنجي مقصد

لاءِ غلط نموني استعمال ڪيو وڃي ٿو ۽ پنهنجا مفاد حاصل ڪيا وڃن ٿا. ماضي ۾ سنڌي، عورت جي وڏي عزت ۽ احترام ڪندا هئا جنهن جو مثال دنيا جي تاريخ ۾ ٻي ڪنهن قوم جو نہ ٿو ملي.

اهڙي طرح سنڌين چڱو مڙس جي جاءِ تي مير ۽ وڏيرو جي جاءِ تي سردار لفظ ۽ لقب ڪتب آڻڻ شروع ڪيا آهن، هتي سردار ٿيڻ جي هڪ لهر اچي ويئي آهي. مير ۽ سردار سنڌيءَ ۾ ڪوبہ لقب ڪونہ آهي اهي بلوچ جا لقب آهن. مير معنيٰ مٿي يعنيٰ جبل جي چوٽي وارو. مٿانهون، مطلب ڪنهن ويڙهي يا ذات جو چڱو ۽ سردار معنيٰ قبيلي سيني سرن جو مالڪ، مختار ڪل. جنهن جي لفظن کي الهامي سمجهي اکيون ٻوٽي مڃيو وڃي.

سنڌين وٽ اصل لقب آهي چڱو يا چڱو مڙس ۽ وڏيرو چڱو يا چڱو مڙس ان کي چيو ويندو آهي جو ڪنهن ذات جي پاڙي يا ڪٽنب، کهول ۽ گهر جو وڏو هجي. جنهن جي سيئي، کهول، ڪٽنب ۽ ذات وارا ڪيس پنهنجو وڏو سمجهن ۽ سندس هر حڪم کي مڃڻ جا پابند هجن. اهڙي طرح هر ڳوٺ ۾ گهڻا چڱا مڙس ٿي سگهن ٿا.

اهڙي نموني وڏيرو جيڪو وڏ + يرو مان نڪتو آهي وڏ معنيٰ وڏو، پڳ دار- روءَ معنيٰ زمين يا زمين جو ٽڪر يا مخصوص حصو. مطلب تہ ماڻهن جي رهڻ لاءِ ڳوٺ ۽ ان ڳوٺ وارن جي هٽ هيٺ واري زمين جي ايراضي جو وڏو. جنهن ۾ چڱا يا چڱا مڙس بہ اچي وڃن ٿا. وڏيري جي سنڌي ۾ معنيٰ اهي اها هستي جيڪا ڳوٺ / ايراضي خاص هنڌ ۽ هنڌن جي ڌارين، ڌاڙيلن، چورن ۽ جهنگلي جانورن کان حفاظت ڪري ۽ ڪين بچائي رکي. تنهن ڪري اسان کي پنهنجي ٻولي درست ڪرڻ گهرجي وڏيري جي معنيٰ آهي، ڳوٺ، ماڻهن، ڍورن ڍڳن ۽ ملڪيتن جي ڌارين کان حفاظت ۾ رکڻ ۽ بچاءُ ڪرڻ وارو.

اهو وڏيرو يا چڱو مڙس، پنهنجن ذات وارن، پاڙيچي وارن يا راڄ وارن جو ڪنهن مسئلي تي پيدا ٿيل اختلافن کي راڄوٽي طور حل ڪندو آهي جنهن کي سنڌي ۾ راڄوٽي چيو ويندو آهي پر ان جي جاءِ تي اسان وٽ "جرڳو" لفظ عام ٿي ويو آهي جيڪو بلوچن ۽ پٺاڻن وٽ آهي ۽ جڏهن اهي افغانستان ۾ گڏ رهندا هئا تہ باهمي اختلافن کي دور ڪرڻ لاءِ جرگو ڪوٺايو ويندو هو ۽ جيڪو فيصلو ٿيندو هو جيڪي اڪثر مڙهيا ويندا هئا. انهن تي زوري عمل ڪرايو ويندو هو پر سنڌي پاڻ ۾ ويهي راڄوٽي طور ان مسئلي جو اهڙو حل ڪڍندا هئا جو ڌرين کي قابل قبول هوندو هو.

سنڌي نسل وارن جيڪڏهن پنهنجي ورثي کي مضبوطي سان نہ سنڀاليو تہ هڪ ڏينهن ٻين جي پيروي ڪندي هنن جو حصو بڻجي ويندا ۽ قومي وجود ختم ٿي ويندو، تنهن ڪري اهو لازمي آهي تہ ابن ڏاڏن وارن ريتن ۽ رسمن تي عمل ڪري هن ميڊيا واري دؤر ۾ پاڻ کي بچائي سگهجي ٿو.

قوم پنهنجي انفرادي حيثيت سنڀالڻ ۽ ضروري آهي تہ اهي پنهنجي مخصوص ريتن، رسمن، رواج، سنوڻ، ساٽ، سماجي، تاريخي حيثيت کي بچائي پاڻ وٽ محفوظ ڪري ۽ ان جي پاسداري ڪندي ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش نہ پر پورو عمل ڪري، جيڪڏهن اهي پوريون نہ ٿيون ٿي سگهن ۽ نٽا ڪري سگهون ۽ ڌارين جي ريتن، رسمن ۽ سماجي ادراڪن کي پاڻ وٽ رائج ڪريون ٿا ۽ ان تي عمل ڪريون ٿا تہ لازمي آهي تہ قومي سڃاڻپ متاثر ٿيندي ۽ آهستي آهستي قومي وجود ۽ سڃاڻپ ميسارجي ويندي.

# سنڌ ۽ سنڌي

سنڌ ۾ رهندڙ قديم دور کان وٺي اڄ تائين سنڌي ٿي آهن، جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ اڄ نہ سنڌ هجي ها ۽ نہ وري سنڌي. سنڌ بابت مواد هٿ ڪرڻ ۽ هڪ راءِ قائم ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم آهي ڇاڪاڻ تہ تاريخ نويسن ۽ محققن پنهنجا رايا قائم ڪري ان کي منجهائي ڇڏيو آهي. هنن هميشہ سنڌ جي، هِين علائقن ۽ تهذيبن سان پيٽ پئي ڪئي آهي ۽ اهو ڪڏهن بہ نہ لکيو آهي تہ فلاڻي شيءِ سنڌ وانگر يا فلاڻو ڪم سنڌ جو آهي. مهين دڙي، هڙاپا ۽ ٻين قديم سنڌي شهرن کي کوٽيو ٿو وڃي تہ انهن کي بہ عراقي تهذيب ۽ ٻين تهذيبن جو اهڃاڻ ٻڌايو وڃي ٿو، پر ائين نہ لکيو ويو آهي تہ عراق جي تهذيب سنڌ وانگر، اتان جا رهاڪو سنڌي وغيره وغيره.

اڪثر ماهرن اهو مڃيو آهي تہ تهذيب جو بنياد اوير کان پيو آهي، اهڙي طرح انسان جي شروعات بہ اوير کان ٿي. جيئن سج اوير کان اڀري ٿو، تيئن انساني ڦهلاءُ بہ ٿيو، ڇاڪاڻ تہ انساني فطرت اها آهي تہ هو هميشہ وهڪري واري پاسي ويندو آهي.

جيئن تہ ڪيرٿر واري پاسي دنيا جي پهرين زراعت ڪاري ٿي، جنهن جو مطلب تہ انسان پنهنجي گذر بسر ۽ کاڌ خوراڪ جو بندوبست شروع ڪيو، جنهن ڪانپوءِ سماج، معاشري، ضرورت ۽ جديديت جو بنياد پيو.

هٽ جن قديم سنڌين کي دراوڙ نالو ڏنو ويو آهي تن کي بہ ٻاهران آيل چيو ويو آهي ۽ اڄ تائين ان جي پيروي ٿيندي پئي اچي. اي. وي. ونڪٽ سوميرا لکيو آهي ”دراوڙ قبيلا سمنڊ رستي يا خيبر لڪ رستي سنڌ ۾ داخل ڪونہ ٿيا هئا پر اهي سنڌ ڌرتي جا اصل رهاڪو هئا.“ محترم تاج صحرائي لکيو آهي تہ ”سنڌ جا اصل رهاڪو سنڌي هئا، جيڪي هن ڌرتي تي ڄاوا، اسريا ۽ ارتقا جون منزلون طئي ڪري آمري، ڪوٽ ڏجي ۽ مهين تهذيب جا خالق ٿيا.“ هو وڌيڪ لکي ٿو تہ ”جيڪڏهن سنڌ ۾ ٻاهران يعني ڏکڻ هندستان يا پونچ سمنڊ ٻي هنڌ کان ڪي گروهہ يا قبيلا اچي سنڌ کي آباد ڪن ها تہ سنڌ ۾ انساني عمل ۽ استعمال ۾ آيل شيون، جن جو تعلق پٿر واري دور سان آهي، تن جو ملڻ مشڪل نہ پر ناممڪن هو ۽ غارن ۾ انساني وجود بہ نہ ملي ها!“ ڪيرٿر جا جهڏا انساني آبادي جو ثبوت ڏين ٿا. ڪيرٿر کان وٺي مهين تائين سوين آبادين جا نشان آهن. پٿر واري دور ۾ انسان جو ملڻ ورلي هو. اهي اتي ۾ لوڻ برابر هئا. ايچ. جي ويلز ان حقيقت کي مڃيو آهي ۽ ڪيس جهنگلي جانور سڏيو آهي.

”تمدن هند“ جي مصنف هندستان جي قديم قومن کي سنڌين جو اولاد سڏيو آهي. هن هڪ قديم قوم نائر جي متعلق لکيو آهي تہ نائر جي لفظي معنيٰ ”ڪش“ آهي. ”مالڪ“ مالابار ۾ هنن جي حڪومت هئي. نائر خاندان ۾ مادري نظام آهي جيڪو سنڌين جو قديم نظام هو.

سنڌ ۾ مادري نظام جو بنياد ان ڪري پيو هو تہ انسان کي پيدا ڪندڙ عورت آهي، جنهن ڪري ان جي مڃتا، عزت ۽ احترام کي برقرار رکڻ ۾ اهو بنيادي عنصر شامل هو. اسلام ۾ آهي تہ ماءُ جي پيرن هيٺيان جنت آهي. ماءُ کي ڪٽنب، خاندان ۽ قبيلي جو وڏو مڃڻ ۽ مقرر ڪرڻ مان ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌي ٻين قبيلن کان الڳ هئا ۽ اهي اصل هتان جا رهاڪو هئا. ڪين دراوڙ نالو انگريز عالمن ڏنو آهي. هو دراوڙن بدران سنڌي چئي پئي سگهيا پر هنن ائين نہ لکيو، انهي ڪري جتي دراوڙ لفظ اچي اتي اسان کي سنڌي قوم سمجهڻ گهرجي. اهڙي طرح مهين واري ٻولي کي بہ قديم سنڌي سمجهڻ گهرجي. محترم سراج الحق ثابت ڪيو آهي تہ ”سنڌي هڪ مکيہ ٻولي آهي جنهن مان اڪثر هند يورپي ٻوليون سنسڪرت سميت جڙيون آهن.“ محترم ابراهيم

جوئي واضح طور لکيو آهي تہ "ٻولي جنهن جي بنياد تي قوم جو مخصوص مزاج ۽ عليحده وجود ٿيي ٿو ۽ قائم رهي ٿو. سوين هزارن سالن جي تاريخي پس منظر ۾ ئي ٻولي پنهنجي مستقل ۽ عليحده صورت اختيار ڪري ۽ قائم رکي سگهي ٿي. قومن پڻ پنهنجي تاريخ ۾ ايترين ئي قديم آهن جيترين سندن عليحد عليحده ٻوليون." محترم نبي بخش خان بلوچ سنڌي ٻولي بابت لکي ٿو "سنڌيءَ جو خمير سنڌ جي سرزمين ۾ ئي تيار ٿيو ۽ ان جي بڻ بنياد ۾ ان جو پنهنجو ئي سرمايو آهي."

هاڻي اهو نظريو ختم ٿيڻ گهرجي تہ سنڌ کي ٻاهرين اچي آباد ڪيو آهي. سنڌ ۾ رهندڙ ۽ ان کي آباد ڪندڙ سنڌ جا ئي هئا جن تي اهو نالو سرزمين "سنڌ" تان پيو. فادر هيرس ۽ ٻين عالمن مڃيو اهي تہ "دراوڙ اصل سنڌ جا باشندا هئا ۽ اهي اتان پوٺچ سمنڊ تائين ويا." گستان باولي "تمدن هند" ۾ هنن بابت لکيو آهي تہ اهو قومن جي گروهہ جو نالو آهي. مرحوم مولانا ابو جلال ندوي پنهنجن مقالن ۾ ثابت ڪري چڪو آهي تہ عرب جا باشندا سنڌ مان لڏي آيا هئا ۽ قوم ابراهيم جو اصل ۽ ٻهريون وطن سنڌ هو. سيد سليمان ندوي لکيو آهي تہ "عرب دعويٰ ڪندا آهن تہ هنن جو سنڌ سان هزارن سالن جو تعلق ناهي پر پيدائش کان وٺي هنن جو پدري وطن آهي. مان پنهنجن مضمونن ۾ هميشہ سنڌ کي ابوالبشر سڏيو آهي."

عراق جي هڪ قديم شهر "ڪش" مان هڪ مهر ملي آهي جيڪا هڪ مندر جي ڪمري جي بنياد وٽ هئي. ان بنياد جو نالو "شمسوايلانا" آهي. شمسو ايلانا 2080 قبل مسيح کان 2042 قبل مسيح تائين حڪومت ڪئي هئي. هي مهرون ٻڌائين ٿيون تہ 2750 قبل مسيح کان 2050 قبل مسيح تائين سنڌ ۽ عراق جي وچ ۾ اچڻ وڃڻ هو. انهي دور ۾ سميرين جو زوال شروع ٿي ويو هو. اتي ٻہ ٻوليون ڳالهايون ويندڙيون هيون: هڪ ايمي لخا (مرداني ٻولي) توراني ٻولي جيڪا سميري ڳالهائيندا هئا ۽ ٻي ايمي سل (زناني ٻولي) يعني سميرين جي عورتن واري ٻولي.

سنڌ وارن جو انهن ٻولين سان واسطو هو ۽ ڪين چاڻ هئي پر هو پنهنجي ٻولي سنڌي ڳالهائيندا هئا جيڪا تمام قديم هئي. اتي سنڌي مهرن جي وڏي تعداد ۾ ملڻ جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو تہ عراقي سنڌي ٻولي جي لکت کان چڱي طرح واقف هئا ۽ اها سندن رابطي واري ٻولي هئي.

مسٽر سيڊني، مسٽر وولي، سر ايچ هال، لنگڊن، جنرل ڪننگهم، هنٽر ۽ باشم مڃيو آهي تہ قديم سميرين جي شهرن عدر، ڪش، العبير ۽ ايلام جي عمارتن ۽ سنڌ وارن عمارتن ۾ هڪ جهڙائي آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي تہ ٻنهي علائقن جا رهواسي هڪ ئي نسل جا هئا. بقول سيڊني سمٿ "سميرين ۽ سنڌ وارن جي وچ ۾ خوني رشتو موجود هو." جيڪو سميري تاريخي دور کان ٻهريان جي حقيقت آهي. سميري سنڌي ماڻهن جو اولاد هئا.

مرحوم مولانا ابو جلال جدوي پنهنجن مقالن ۾ ثابت ڪيو آهي تہ "عراق جا اهي باشندا جيڪي عربي فنيقي ٻولي ڳالهائن ٿا جن جو قرآني نالو "قوم ابراهيم" آهي. سيني بنو سام وارن جو ابتدائي وطن سنڌ آهي، سڄي دنيا وارن کي لکڻ ۽ پڙهڻ جو هنر بہ سنڌ وارن سيکاريو آهي."

سنڌ تي سنڌ نالو ڪيئن پيو ۽ اتان جا رهواسي سنڌي ڪيئن ٿيا ان بابت هڪ ٻي راءِ بہ موجود آهي. ان تي بہ روشني وجهجي تہ بهتر ٿيندو. هڪڙن جو رايو آهي تہ سنڌ نالو حضرت نوح عليہ السلام جي پوٽي سنڌ تان پيو آهي. ٻيا چون ٿا تہ، سنڌ نالي سان تجارتي مرڪز موجود هئا. تنهن جو مطلب تہ سنڌ نالو آرين کان گهڻو اڳ موجود هو.

جڏهن کان انسان هوش سنڀاليو آهي تہ هن پنهنجي معبود جي تلاش ڪئي آهي جنهن ڪري ڪڏهن هو سج کي پوڄي ٿو، ڪڏهن باهہ کي ۽ ڪڏهن چنڊ کي تہ ڪڏهن وري پنهنجي ٺاهيل بتن کي. پر ان وقت سنڌ جي صورتحال ڪجهہ ٻي هئي.

سنڌ جا ماڻهو اهڙي علائقي سان وابستہ هئا، جتي نئين زراعت ڪاري شروع ٿي هئي، سندن سڄي زندگي جو دارومدار پاڻيءَ تي هو. هنن جي زراعت ڪيرٿر کان شروع ٿي جيڪو مٿانهون علائقو هو، جتي پاڻي جي ضرورت پئي پوي، جنهن ڪري هنن اتي بند ٻڌا، جن کي اسان هاڻي گبر بند يا ڪافر ڪوٽ سڏيون ٿا جيڪي حقيقت ۾ پاڻي جا ننڍا ننڍا ڏئم آهن. پاڻي هنن جي روزمره جي زندگي کان وٺي، ڪاڏ خوراڪ ۽ جياپي جو سهارو هو. تنهن ڪري هنن پاڻيءَ کي سڀ ڪجهہ سمجهي پنهنجو معبود بڻايو ۽ ان جي صبح ۽ شام عبادت ڪرڻ لڳا.

جڏهن هي زراعت ڪار، صنعتڪار ۽ واپاري ٿي ويا تڏهن بہ هنن جي زندگي ۽ ڪار وهنوار جو ذريعو پاڻي هو جنهن ڪري هنن ڪيرٿر کان وٺي مهين تائين پاڻي کي پنهنجو

معبود بڻايو. سنڌوءَ جي ٻوڏ جو بہ ان ۾ وڏو عمل دخل هو. مهين جي دڙي وارو حوض ڪو سوئمنگ پول نہ آهي پر اهو پاڻي جي عبادت جو اجتماعي عبادت گاهہ آهي ۽ چوگرد ٺهيل ڪمرا پروهتن ۽ عبادت گذارن لاءِ مخصوص هئا. پاڻيءَ جي پوڄا اڄ تائين هندستان ۾ "اشنان" جي صورت ۾ موجود آهن. قرآن شريف ۾ اصحاب الرس جو ذڪر آهي يعني کوهن وارا. انهن تي عذاب ڇو نازل ٿيو تنهن جو تفصيل تہ ڪونهي پر اهو سمجهي سگهجي ٿو تہ هنن رب پاڪ جي عبادت نہ ڪئي ۽ پاڻيءَ کي پنهنجو معبود سمجهيو جنهن ڪري هو خدائي عذاب هيٺ اچي ويا ۽ ڏنار آرين جو شڪار ٿي ويا. قرآن شريف ۾ کوهن وارا معنيٰ پاڻي وارا.

مهين جو شهر سنڌوءَ جي ڪناري تي هو جتي چانڊوڪين راتين ۾ درياءُ جا نظارا ٿيندا هئا ۽ پاڻي چنڊ وانگر چمڪندو هو. انهي علائقي ۽ پوري لاڙڪاني ضلعي کي قديم دور ۾ "چانڊوڪ" سڏيو ويندو هو، يعني چنڊ جي روشني وانگر چمڪندڙ. سنڌ، سنڌوءَ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي "چنڊ" يعني چنڊ وانگر چمڪندڙ ڌرتي. انهي ڪري اتان جي رهواسين کيس سڏيو "سنڌ" ۽ درياءَ کي سڏيو "سنڌو".

انهيءَ کانپوءِ مختلف قومن پنهنجي زبان ۾ سنڌ کي رائج ڪيو ۽ پنهنجي زبان مطابق تشبيهون ڏنيون. اهڙي طرح آرين سنڌ جو نالو تبديل ڪونہ ڪيو ۽ کيس مختلف صفاتي نالن سان سڏيو:

"سنڌ گهوڙن ۾ شاهوڪار، رٿن ۾ شاهوڪار، ڪڙي ڳنڊيءَ ۾ شاهوڪار، عمدن ڳهڙيل ڳهڻن ۾ شاهوڪار، ڪاڌي پيتي ۾ شاهوڪار، سدا تازي اُن ۾ شاهوڪار ۽ سياڳي سنڌوءَ جا ڪنارا ماکي ڏيندڙ گلن سان سينگاريل آهن."

رگ ويد ۾ هيءَ سنڌ جي تعريف آرين کان اڳ جي آهي. هنن جي وقت ۾ تہ سنڌ جون اهي رونقون موتي ڪونہ آيون. مهين واري شهر جي آثارن مان انهي جي تصديق ٿي آهي.

سنڌوءَ جي پاڻي جي تعريف هيئن ٿيل آهي "اي سنڌو! جڏهن تون ميدانن مان وهين ٿي، تڏهن بي شمار ڪاڏو پاڻ سان آڻين ٿي، تنهنجو پاڻي اتم آهي، اي سنڌو! جيڪڏهن تنهنجي خوبصورتي جي پيٽ ڪجي تہ تون نووَرني ڪنوار وانگر اهين. سنڌو سدائين جوان ۽ سدائين سهڻي آهين."

اڄ بہ اسان وٽ درياءَ بادشاهہ کي خواجہ خضر سڏيو ويندو آهي. آءٌ مختلف موضوعن ۾ مختلف هنڌن تي انهيءَ سلسلي ۾ ڪافي بحث ۽ مباحثي کان پوءِ ثابتين سان واضح ڪري چڪو آهيان. سنڌ شروعات کان وٺي سنڌين جي آهي، ان جا پهريان، ابتدائي آبادڪار هن مٽيءَ جي خمير جي پيداوار آهن ۽ اهي سنڌي ئي آهن ۽ اڄ تائين بہ ان جا وارث ۽ ان جا پٽ ان جي خمير ۽ ڌرتي تي جيئندڙ سنڌي ئي آهن. ان جي ترقي، تهذيب، مهذب ٿيڻ ۾ ڀي ڪنهن بہ قوم جو عمل دخل ڪونهي ۽ هو انهيءَ ڪري اڄ جي جديد دور ۾ بہ انفراديت واري حالت ۾ رهن ٿا.

# سنڌي حامي يا سامي؟

سنڌ جي سماٽ قبيلن (جنهن ۾ سما، جت ۽ مهاڻا وغيره شامل آهن) جو نسلي تعلق هڪ طرف حضرت نوح عليه السلام جي پٽ سام سان ملايو وڃي ٿو جنهن جو سلسلو نبي ڪريم جن جي خاندان سان اچي ملي ٿو ۽ ٻيو حضرت نوح جي پٽ حام سان ڏيکاريو وڃي ٿو. جنهن جو سلسلو ايران جي بادشاهه جمشيد سان اچي جڙي ٿو ۽ ٽين راءِ اها به آهي ته سما دوارڪا جي راجا ڪرشن جو اولاد آهن. ڪي هنن ڪي آريا نسل جو چون ٿا، ڪي هنن ڪي اصل مقامي قبيلي مان ڄاڻائن ٿا ۽ ڪي وري هنن ڪي چين جي يوچي قبيلي مان لکن ٿا.

اسان ذڪر ڪيو آهي ته حضرت نوح جو قبيلو جڏهن وڌيو تڏهن ان جا فرد سنڌ مان نڪرڻ شروع ٿيا ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هليا ويا ۽ اهو زمانو پٿر جو اوائلي دور هو. ان ۾ سام جو اولاد به هو. حام وارا به هئا ۽ ٻين ايمان آڻيندڙن جو اولاد به، جنڪي مان گڏيل طور نوح قبيلو لکيو آهي. اهو ممڪن ئي نه آهي ته قبيلن جا سڀ فردلڏي ويا هجن. انهي ڪري هتي سامي، حامي ۽ ٻيا رهيا هوندا.

تاريخ طبري ۾ وهب بن منبه جي حوالي سان لکيل آهي ته سام بن اهل عرب، فارس ۽ روم جو پيءُ آهي ۽ حام اهل سوڊان ۽ يافث ترڪن ۽ ياجوج ۽ ماجوج جو پيءُ آهي جيڪي ترڪن جا سؤٽ آهن. اسان پنهنجي لکيل سنڌ جي تاريخ جلد پهريون حصو ٽيون ۾ ثابت ڪيو آهي ته ياجوج ۽ ماجوج، تاتاري ۽ منگول آهن جن ڪي قديم سنڌين جي حوالي سان آريو چيو وڃي ٿو.

طبقات ابن سعد ۾ آهي ته "سمره ﷛ کان روايت آهي ته: "رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: "نوح ؑ جي اولاد مان عربن جو پيءُ (وڏو سام آهي. حبشن جو حام (ڪارا، شيدي آفريڪي نسل وارا ماڻهو) ۽ رومين جو يافث آهي.

سعد بن المسيب ﷛ چوي ٿو ته نوح کي ٽي پٽ، هئا سام، حام ۽ يافث. سام مان اهل عرب، فارس ۽ روم وارا پيدا ٿيا، انهن سيني ۾ خير و فلاح آهي. حام مان، سوڊاني بربر ۽ قبط قومون پيدا ٿيون ۽ يافث مان ترڪ، صقاليه ۽ ياجوج ماجود قومون پيدا ٿيون.

طبقات ابن سعد واري انهيءَ سلسلي کي اڳتي وڌائيندي ابن عباس جو حوالي سان لکيو آهي ته "عرب، نبطي، هندستاني، سنڌي ۽ ٻندي (سنڌين سان ملندڙ هڪ قديم قوم) به سام بن نوح جي اولاد آهن.

اهڙي طرح سان محمد بن السائب جي چوڻ مطابق هندستان، سنڌي، ۽ ٻندي يوفر بن يقطن بن عابر بن شالخ بن ارفخشد بن سام بن نوح عليه السلام جي اولاد آهن.

حضرت عباس ﷛ چوي ٿو: "الله تعاليٰ موسيٰ عليه السلام ڏانهن وحي موڪلي اطلاع ڏنو ته اي موسيٰ تون ۽ تنهنجي قوم (يهودي، اسرائيلي) اهل جزيره ۽ اهل العال (يعني عراق جي مٿين علائقن جا باشندا جن ۾ سميري، آشوري آهن جيڪي سنڌ سلطنت جي قديم باشندن جي اولاد يعني قديم سنڌي به سام بن نوح جي اولاد آهن.

طبقاتي ابن سعد مان معلوم ٿئي ٿو ته قديم سنڌ جي حدن جي علائقي مڪران جا اوائلي باشندا به سام بن نوح جي اولاد مان آهن جن کي ٻندي چيو ويو آهي.

مشهور تاريخ نويس علامه عبدالرحمان ابن خلدون طبري جي سنڌين جي نسلي تعلق جي تصديق ڪندي وڌيڪ لکيو آهي ته سام بن نوح جي ارفخشند جنهن کي بزرگيءَ جواهو شرف مليل آهي هن جي نسل مان نبي سڳورا ۽ رسول پيدا ٿيا، تنهن جي پٽ شالغ ۽ ٻيو يقطن جنهن کي قحطان چون ٿا، چاڪاڻ ته عربن يقطن کي اعراب لڳائي قحطان بڻائي ڇڏيو. عبراني توريت ۾ پڻ يقطن نالو آيو آهي. فالغ مان

ابراهيم ۽ ان جو نسل آهي. يقطن مان ڪيترين شاخون نڪتيون، جنهن مان ابو فير هو جيڪو سنڌ ۽ هند جي قومن جو جد اعليٰ آهي، جنهن جو ذڪر توريت ۾ پڻ آهي ۽ حضرت سليمان جي وقت ۾ سنڌ جي سرزمين کي اوفير جي نالي سان پڻ سڏيو آهي، جتان سون ملندو هو.

تاريخ ابن ڪثير ۾ آهي ته حضرت آدم کان وٺي حضرت نوح تائين سيئي مسلمان ۽ اسلام تي قائم هئا. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي شروعات ۾ ئي مسلمان ۽ عبادت گذار هئا. هاڻي ته اها سائنسي، تجرباتي طور ثابت ٿيو آهي ته سنڌ ڌرتي دنيا جي پهرين ڌرتي آهي جيڪا پاڻي کان نڪري نروار ٿي ۽ يقين اهائي ڌرتي هئي جنهن جي خمير مان آدم ٺهيو، رهيو، جتان انساني آبادي دنيا ۾ ڦهلجندي وئي ۽ مختلف علائقا آباد ٿيندا ويا. تاريخ مسعوري ۾ ابوالحسن بن حسين بن اعلي المسعودي، ان حقيقت کي تسليم ڪيو آهي ۽ قديم سنڌي عالمن جي ان راءِ کي مڃيو آهي ته دنيا جي قديم ترين سرزمين سنڌ آهي، جتان جبل، رڻ پٽ، جهنگ ۽ سيني حيوانات جي ابتدا ٿي آهي.

اسلامي روايتن موجب سنڌ ۾ رهندڙ قومون سامي النسل آهن

اسان شجرن، واقعن، بيانن ۽ تاريخن مان اخذ ڪري طئي ڪري سگهون ٿا ته هن اوائلي دور ۾ سام جو اولاد مهين واري دور ۾ سمبارا جي نالي سان هو ۽ اڪثريت سان رهندو هو ۽ اهي ان وقت سنڌ سلطنت جا مالڪ ۽ حڪمران هئا. جن وٽ ڳوٺ، شهر ۽ سوين قلعا موجود هئا. تن کي اسان سام جو اولاد ئي سمجهنداسين. هت جن کي سمبارا راجا، سمر جو قبيلو، سمبارا قبيلو، سووير، سوگدي، قبيلو سڏيو ويو آهي اهي يقيناً سام جو اولاد آهن، جيڪي پنهنجي وڏي جي نالي جي نسبت سان سڏيا ويا آهن ۽ اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته راجا ڪرشن قديم سنڌين جو اولاد مان آهي ۽ هو نسلاً سنڌي آهي. سندس پوئين مان راجا ساميا يا سنيوس جو نالو ملي ٿو جيڪو سڪندر مقدوني جي وقت ۾ سما ننگر معنيٰ سيوهڻ جو راجا هو. يقينن ان جو نالو سمون هوندو جنهن کي يوناني تاريخ نويسن بدلائي ڇڏيو آهي. هن پهريان سڪندر سان ناهه ڪيو جنهن ڪري ڪوهستان جو والي مقرر ٿيو پر پوءِ بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيائين جنهن ڪري قتل ٿي ويو. اهڙي طرح ٻڌ مذهب اختيار ڪندڙن جي اڪثريت ۽ راءِ خاندان وارا ساڳي قبيلي مان هئا. اهي سما سڏبا آيا. جن کي هاڻي اسان سماٽ سڏيون ٿا. انهيءَ لاءِ ڏسو سماٽ جو اهو شجرو جنهن ۾ نبي سگوري جي خاندان سان تعلق ڏيکاريو ويو آهي. (ڏسو شجرو نمبر پهريون ۽ شجرو نمبر ٻيو) سماٽ جو تعلق ايران جي بادشاهه جمشيد کان وٺي حام تائين آهي جنهن ڪري هتان جي رهواسين کي حامي سمجهيو وڃي ٿو.

تاريخ طبري ۾ پڻ لکيل آهي ته حام جي گهرواري نحلب مان ٽي پٽ هئا. هڪ ڪوش، ٻيو قوحا، ٽيون ڪنعان، ڪوش کي پنهنجي زال قرنبيل مان ٽي پٽ حبش، سنڌ ۽ هند هئا. جنهن جي نسل مان اتان جا ماڻهو آهن. انهيءَ خاندان مان نمرود هو، جنهن کي نمرود بعلوص چيو وڃي ٿو. بلوچ تاريخ نويس ان کي بلوچ قبيلن جو جد امجد ڪري لکندا آهن. تنهن جو مطلب ته سنڌي ۽ بلوچ هڪ ئي خاندان جي ڦري مان آهن.

حقيقت اها آهي ته سنڌي، سام جي اولاد هجڻ جي ڪري سامي، سمہ يا سماٽ سڏجن ٿا. جڏهن ته ڪيترن شجرن ۾ سنڌ جي ڪيترن ذاتين ۽ قبيلن کي حام بن نوح مان ڄاڻايو ويو آهي.

اسان جي نئين تحقيق مطابق شجرن جو بنياد مرڪز حضرت نوح جي اولاد ثابت ڪرڻ جي ڪوشش آهي ڇاڪاڻ ته حضرت نوح سان پنهنجي خاندان کان سواءِ ٻيا به هئا. انهي ڪري هڪڙن پاڻ کي سام جي اولاد چئي، سنڌ ملڪ جي وارث بنجڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ٻين حام بن نوح سان تعلق ظاهر ڪيو، سنڌ کانسواءِ سڄي هندستان ۽ ٻين قومن جو ابوالبشر بنجڻ جو ثبوت پيش ڪيو آهي. منهنجي راءِ مطابق اسان سنڌي حضرت نوح جي اولاد مان آهيون تنهن ڪري نوح پوٽا سڏائڻ وڌيڪ مناسب رهندو. انهي ڪري سنڌي اولاد نوح آهن.

ان کانسواءِ سمن کي يوچي ۽ چيني نسل سڏيندڙن غلط فهمي جي بنياد تي اها راءِ قائم ڪئي، جنهن لاءِ مون ثابت ڪيو آهي ته اها حقيقت نه آهي. سنڌي قبيلن ۾ اڪثريت سامي نسل وارن ماڻهن جي آهي. انهن جي هڪ شاخ اوائلي دور ۾ اوڏانهن ويئي جنهن کي پڻ سامي سڏيو ويو جنهن مان قوم ابراهيم آهي. گهڻي وقت گذرڻ ڪري ٻنهي شاخن جي نسلن ۾ واضح فرق ٿي پيو. منهنجي تحقيق موجب سنڌ جو اصل شجرو اهو آهي جيڪو مون قومن جي سلسلي ۾ ڏنو آهي. جيتوڻيڪ انهن ۾ ڪيترن نالن جو سلسلو نه ٿو ملي ۽ وقت جو خال به آهي پر پوءِ به هڪ تعلق ضرور آهي. سنڌي قبيلن مان اڪثريت سام جي اولاد جي آهي.

## سامي النسل نسب نامو (شجرو نمبر پهريون)

نوح
سام
ارفخشد
شالع
عابر
فالغ
رائمو
سادوع
ناحور
آذر
حضرت ابراهيم
حضرت اسماعيل
قيندار

حجل
نبت
سلامان
الهميع
اليسح
اود
اذ
عدنان
معد
نضر
مالڪ
فهر
غالب

لوي
ڪعب
مرة
ڪلاب
قصر
عبدالمناف
هاشم
عبدالمطلب
ابي لهب
عتبہ
ابي الهثيم
عبدالرحمان
دين

جادم
هسپت
چن
برد
ياڳرت
پرت
وسرت
سراءِ (سرائي)
لي
وڏار
اوڏار
اوة
لاڪيار لاڪو

## شجري نمبر پهرين سان تعلق رکندڙ

- نوح
  - سام
    - اولاد سام
      - جت
        - مختلف ذاتيون ۽ ڏيساور ۾ رهندڙ قومون رام ۽ لڪشمڻ
        - جرمن ۽ يورپين قومون
      - مهاٽا
        - مختلف ذاتيون ۽ مصر جا فرعون
        - چند گپت موريو موريو خاندان
        - ميد ← ڪرد
      - آشوري
        - عراق طرف لڏي ويندڙ
      - سميري
        - ميسوپوٽيما جا حڪمران
      - سمبارا
        - سووير لوڪ
          - سوگردي
      - سامي
        - قوم ابراهيم
          - بني اسرائيل ۽ مختلف قبيلا
          - حضرت اسماعيل جي اولاد
        - مختلف قومون




حضرت اسماعيل
جي اولاد
قريشي
قريش جا ٻيا
قبيلا
هاشمي
رسول ڪريم ﷺ جو خاندان
سيد
مختلف قومون
سوگردي
سومرا
سمہ
هنن مان
راجا سمبارا
راجا ڪرشن
راجا سانيس (راجا سمون- راجا مهڙ
راءِ گهراڻو
سمہ حڪمران
برهمڻ ۽ ٻڌ
انڙ
ابڙا
ٻگهيہ
مختلف ذاتيون

# شجرو نمبر ٻيو



## حامي نسل نسب نامو

شجرو نمبر ٻيو ۽ ان سان تعلق رکندڙ



## نسب نامہ حامي

(شجرو نمبر ٻيو ۽ ان سان تعلق رکندڙ)




(نسب نامو تاريخ طبري جي مطابق)



# ڏيساور ۾ سنڌي

سنڌ وارن جو هڪ جٿو يا طبقو اهو هو جيڪو اوائلي پٿر واري دور ۾ جهالت واري حالت ۾ سنڌ ڇڏي ويو، جيڪو جهالت کان وٺي سڌرڻ تائين اتي رهيو ۽ اتان جو چورايو. ٻيو دفعو سنڌ مان لڏپلاڻ ۽ اچڻ وڃڻ تڏهن ٿيو جڏهن اهي ترقي يافته ۽ سڌريل هئا ۽ انهن علم و هنر ۽ حرفت کي ڦهلايو، پنهنجا ڳوٺ ۽ شهر قائم ڪيا. منهنجي تحقيق موجب عراق جي تهذيب جا باني سميري، سنڌي ماڻهن جو اولاد هئا جن پنهنجن ڪتبن ۾ سنڌ کي دلمون سڏيو آهي جنهن کي پنهنجو اباڻو وطن ۽ ديوتائن جي سرزمين ڪوٺيو آهي. عالمن مڃيو آهي ته سميري سنڌ وارن جو اولاد آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ ۾ دلمون جو مطلب لکيو آهي "منهنجو يا مان". اهڙي طرح سميرين جو دلمون يا دلمن آهي منهنجو وطن، ڳوٺ، شهر يا اباڻا ٺاڪ.

ڪن عالمن اهو خيال ڏيکاريو آهي ته هنن کان پوءِ جن سامي نسل آشورين جڳهه والاري، اهي پڻ سنڌي النسل ماڻهو هئا. هي اوائلي دور ۾ سنڌ جو هڪ قبيلو هو. جنهن جو ذڪر سمبارا، جت، مهاڻا، پٽي قوم سان گڏ آيو آهي.

مصر جي فرعونن جي باري ۾ منهنجي اڄ تائين اها راءِ آهي ته اهي به سنڌ النسل هئا. عرب ۾ هڪ قديم قبيلو "رع فان" نالي رهندو هو. رع فان ٻن لفظن جو مجموعو آهي. هڪ رع مصر جي فرعونن جو نالو جنهن جي معنيٰ اهي فرمان روا. ٻيو لفظ آهي فان جنهن کي عبراني لهجي ۾ پڙهجي ته پان، پاڻي ٿئي ٿو جيڪو پٽيءَ مان نڪتل لڳي ٿو. رع پان جي معنيٰ ٿئي ٿي پاڻي جا فرمان روان: ملاح، ميربحر، جيڪي شهرن جا وڏا هئا. مهين واري دور ۾ مهاڻي قبيلي وارن کي پٽي سڏيو ويو آهي، جيڪي جهاز راني کان علاوه واپار به ڪندا هئا. مان پنهنجي ڪتاب تاريخ سنڌ حصو ٻيو "سنڌ سلطنت" ۾ ثابت ڪيو آهي ته مصر جا فرعون سنڌي ماڻهن جو اولاد هئا. اهڙي طرح 1500 قبل مسيح ۾ عدن جي طرف به انهي قوم جو ذڪر ملي ٿو. ايٿوپيا جا قديم باشندا پڻ سنڌ مان لڏي ويا هئا. اها ڳالهه مسٽر ٽاڊ ۽ ٻين قبول ڪئي آهي.

يونانين جنهن سڌريل واپاري ۽ جهاز ران قوم کي فونيقي يا فونيشن سڏيو آهي. اهي اصل ۾ سنڌ سلطنت جا رهاڪو هئا ۽ مهين جي شهر جا باشندا هئا، جيڪي 3000 قبل مسيح ۾ موجوده شام، لبنان ۽ فلسطين جي ان ايراضي ۾ وڃي آباد ٿيا جنهن کي ڪنعان سڏيو ويندو هو. توريت ۾ رڳو فلسطين واري ايراضي کي ڪنعان لکيو ويو آهي. ڪنعان جو جديد نالو اسرائيل آهي.

مهين جي شهر جا هي سنڌي ماڻهو بعد ۾ يونان ۽ يورپ طرف ڦهلجي ويا جو اڄ به يورپ جي ڪيترن ملڪن ۾ انهن جي اولاد رهي ٿي. فلپ ڪي حتي، روايتين جي حوالي سان لکيو آهي ته اهي ايراني نار جي رستي کان آيا هئا. جتان مهين جي شهر ۽ سنڌ سلطنت جي ٻين بندرگاهن کان ٻيڙا، انهي رستي، دجله، فرات جي ڪناري تي آباد شهرن، مصر، ايٿوپيا (حبش) ۽ ٻين ملڪن ڏانهن ويندا هئا. هيروڊوٽس پڻ انهن کي سنڌي ماڻهو ڪري لکيو آهي.

هاڻي ته عالم، محقق ۽ انساني نسل جا ماهر ان ڳالهه کي مڃن ٿا ته ڪرسٽوفر ڪولمبس کان پوءِ آمريڪا جي رهواسين کي ريڊ انڊين (ڳاڙها سنڌي) سڏيو وڃي ٿو، اهي سنڌ کان آيا هئا. اهو نه رڳو پر مايا قوم جي باقيات مان معلوم ٿئي ٿو انهن جو نسلي ۽ مذهبي تعلق سنڌ سلطنت سان هو.

پارسين جي مذهبي ڪتاب "زند اوستا" جو ترجمو مسٽر سپيگل ڪيو آهي جنهن جي تشريح مان معلوم ٿئي ٿو ته ايران جا اصل باشندا به سنڌ مان ويا هئا. هونءَ به هزارن سالن کان ايران ۽ سنڌ جا خوني، سياسي ۽ ثقافتي لاڳاپا رهيا آهن.

ايران جي ساساني بادشاهه بهرام گورجا سنڌ جي بادشاهه راءِ سان گهرا لاڳاپا رهيا هئا. جنهن ڪري سنڌ جا راڳيندڙ اوڏانهن ويا هئا. سنڌ ۾ اڄ به ماءُ جڏهن پنهنجي ٻچي کي سمهاريندي آهي ته ڪيس ننڊ ڪرائڻ واسطي جنهن مڌر آواز سان گنگنائيندي آهي ان کي لولي چوندا آهيون. ”طبقات ناصري“ ۾ آهي ته بهرام گور ايران مان خاص قاصد موڪليو ۽ راءِ ڪڳان هند (سنڌ) جا موسيقار طلب ڪيا. راءِ هڪ هزار موسيقار مرد ۽ عورتون اوڏانهن روانا ڪيا. چون ٿا ته ”ايران لولي“ انهن جي نسل مان آهن. شاهنامه فردوسيءَ ۾ ان جو ذڪر هيئن ٿيل آهي:

به نزديک شنگل فرستاد کس
چنين گفت کاي، شاه فرياد رس
از آن لوليان برگزين ده هزار
نرو ماده بر زخم بربط سوار
که استاد بر زخم داستان بود
وز آواز او رامش جاد بود
چونامه به نزديک. شنگل رسيد
سراز فخر برچرخ گردون کشيد
هم آنگاه شنگل گزين کرد زود
ز لولي کجا شاه فرمود بود.

هن راءِ حڪمران جو نالو ”چڳو“ لکيو آهي. ڪتابن ۾ آهي ته بهرام گور سنڌ جي راجا جي ڌيءَ سان شادي ڪئي جنهن ڪيس ڏاج ۾ مڪران ۽ ديبل جا پرڳڻا ڏنا ۽ سندس چوڻ تي ڏهه هزار موسيقار پڻ راڻيءَ جي ڏاج ۾ ڏنا جيڪي ايران ۾ آباد ٿي ويا، جن کي بادشاهه اتي زمينون، ڍور ڍڳا ۽ اناج وغيره ڏنو. جيئن ته انهن جو پيشو زراعت نه هو، تنهن ڪري هو ان کي سنڀالي نه سگهيا جنهن تي بادشاهه ناراض ٿيو. پوءِ اُتان هو مصر ڏانهن هليا ويا. بعد ۾ هنن يورپ وڃي وسايو، جتي ڪين اڄ جپسي سڏيو وڃي ٿو.

سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي زوال ۽ چچ برهمڻ جي اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ منو جي سخت قانون لاڳو ڪرڻ ڪري ٻڌ مت سان وابسته ڪيترا سنڌي ملڪ ڇڏي ايران ۽ عرب ملڪن ڏانهن هليا ويا جتان پوءِ يورپ وڃي پهتا جن کي پڻ جپسي سڏيو ويو آهي.

THE STORY OF GYPSIES جو مصنف لکي ٿو ”جنهن وقت سڪندر سنڌ تي حملو ڪيو هو ان وقت ئي اهي آيا هئا. پوءِ يا ته انهن کي پنهنجي وطن مان زوري ڪڍيو ويو هو يا هو پنهنجي خوشيءَ سان يونانين سان گڏ آيا هئا. پهرين هو ننڍين ٽولين ۾ نڪتا ۽ پوءِ وري وڏا ٽولا پهتا.“

گريئرسن ۽ ٻين انگريز عالمن جو چوڻ آهي ته محمود غزنوي سترهن دفعا هندستان تي ڪاهون ڪيون. هو جيڪو هر دفعي اتان جي باشندن کي غلام بڻائي، پنهنجي ملڪ وٺي ويندو هو. جڏهن هن ڪين آزاد ڪيو ته اهي وطن ورڻ بدران مصر ڏانهن هليا ويا.

يونيسڪو جي رپورٽ مطابق جپسي هڪ هزار سال اڳ سنڌ ڇڏي چڪا هئا. سنٽريل يورپ ۾ پوليس صدين تائين انهن جي مردن جو قانوني طور جائز شڪار ڪيو ۽ انهن جي ڏاري وجهڻ وارين عورتن کي ڏائڻ سمجهي زنده جلايو ويو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ 30 لک جپسين جي قتل عام ڪيو ويو.

فيليڪس گراند هنن لاءِ چوي ٿو ته ”اهو چوڻ مشڪ آهي ته هنن پنهنجو ملڪ ڇو ڇڏيو پر اهو سمجهڻ آسان آهي ته هو 5000 هزار سال اڳ تهذيب يافته هئا.“ اڄ به جپسي يورپ ۽ آمريڪا ۾ 30 لکن جي تعداد ۾ رهن ٿا. ڪين ٻي نمبر جو شهري ليکيو وڃي ٿو.

تاريخ جي ابي هيروڊوٽس لکيو آهي ته ”عيسوي سن کان 600 سال اڳ سنڌي ڪاري سمنڊ جي ويجهو ”تامن“ ٻيٽ ۾ رهندا هئا.“ ڪن عالمن جو خيال آهي ته جرمني جا اصل باشندا جٽ نسل مان هئا. انهي ڪري ٽاڊ جرمن ۽ جٽ کي هڪ نسل ڪري لکيو آهي.

ڪيترن عالمن جو خيال آهي ته انڊونيشيا ۽ ملايا ڏي سنڌ مان ڪيترا ڪٽنب لڏي وڃي اتي آباد ٿيا ۽ اتان جا ٿي ويا. ڪتاب لکن ٿا ته 75ع ۾ ”اجي ساڪا“ لڏي ويا ۽ پوءِ وري موٽي آيا.

603ع ۾ گجرات جي بادشاهه کي نجومين ٻڌايو ته تنهنجي حڪومت ختم ٿيندي. انهي ڪري هن پنهنجي پٽ سان پنج هزار ماڻهو جاوا موڪليا جن اتي رهائش اختيار ڪئي. فرگوسن لکي ٿو ته ٻڌ ازم واري زماني ۾ گجرات ۽ سنڌو نديءَ جي ڇوڙ وارا ماڻهو اوڏانهن ويا هئا. جن جاوا ۽ سماترا کي وڃي وسايو. هڪ محقق لکيو آهي ته بادشاهه ”سنگايا“ جا وڏا اتر هندوستان کان آيا هئا. تيرٿ داس هوتچند ان جي تصديق ڪئي آهي ته سنڌي ماڻهو ٻاهر وڃي آباد ٿيا. GLIMPSE OF WORLD HISTORY ۾ پڻ اهو مڃيل آهي ته اهي هتان جا باشندا هئا جن وڃي بيٺڪون وڌيون.

ڪئپٽن اسٽينلي نيپئر ريڪس ٽر ۽ پارڪر جي

يادگيرين ۾ لکيو آهي تہ پارڪر وٽندڙ ملڪ آهي، اهو پنهنجي چوڌاري وارن پاڙيسري ملڪن مان ائين ٿو لڳي جيئن ڪا حسين عورت زيورن سان سينگاريل هجي. هن موجب جيئن گيتا هندن جي سمورن ڪتابن مان مقدس آهي، سيتا عورتن مان افضل آهي، مارو جبل سڀني جبلن مان سٺو آهي، چنڊ تارن کان وڌيڪ آهي، تيئن پارڪر دنيا جي پنج هزار ملڪن ۾ وڌيڪ حسين ۽ دلڪش آهي. هن حسين و دل ڪش خطي کي سمنڊ پنج ڇهہ صديون اڳ ڇڏي ويو هو، جنهن ڪري هتان جا ماڻهو جاوا ويا، اتي هنن هندو ۽ ٻڌ ڌرم جو بنياد وڌو ۽ هميشہ لاءِ اتي رهجي ويا.

”ٽالپرن ۽ انگريزن جي زماني ۾ سنڌ جي هندن، يورپ ۽ آفريڪا ۾ پنهنجون واپاري بيئڪون قائم ڪيون هيون ۽ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪيترا انهن هنڌن تي دائمي طور رهي پيا.

مرحوم ابو جلال ندوي پنهنجي هڪ مقالي ۾ عرب عالمن ۽ عرب تاريخ نويسن جي حوالي سان عرب ۽ مصر جي ڪيترن اهڙن ڳوٺن، شهرن ۽ ماڻهن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي هند ۽ سنڌ نالي تي قائم هئا، مثال طور:

1. سنڌ_ اندلس ۾ هڪ شهر
2. سنڌ_ مصر جو هڪ شهر
3. سنڌيون_ مصر جو هڪ شهر
4. سنڌبلس_ مصر ۾ هڪ هنڌ
5. سنڌف _ مصر ۾ هڪ ننڍو شهر
6. سنڌور_ مصر ۾ هڪ مشهور جڳهه
7. سنڌ_ عرب جو هڪ مشهور شهر
8. سنڌيہ_ بغداد ۽ انهار جي وچ ۾ هڪ شهر
9. سنڌان_ هڪ وادي
10. سنڌاد_ حيره ۽ الابلہ جي وچ ۾ هڪ شهر
11. سنڌ_ هڪ قلعو
12. سنڌ_ خراسان ۾ هڪ شهر
13. سنڌ بابا_ آزربائيجان ۾ هڪ جڳهه
14. سنڌ_ هرات جو هڪڙو ڳوٺ
15. سنڌ ابل_ مملڪت جبن ۾ هڪ شهر

مصر جي هڪ بادشاهہ جو نالو SENDI ۽ SENTI پڙهيو ويو آهي. اهڙي طرح روم کي فتح ڪندڙ ايراني لشڪر ۾ سنڌين جي هڪ الڳ ريجمنٽ هئي ۽ جڏهن سڪندر مقدوني ايران تي ڪاهي آيو تہ ارما بيل جي ميدان ۾ سنڌ ريجمنٽ سندس ڏند کٽا ڪري ڇڏيا هئا. ايران ۽ عرب ۾ رهندڙ سنڌين اساوره جو ذڪر ٿيل آهي. ان کانسواءِ احامره بہ سنڌي ماڻهو اتي رهندڙ هئا. خليفن جي وقت ۾ سنڌي اهم عهدن تي فائز هئا، عرب جي تاريخ نويسن جنهن برامڪ خاندان جي تعريف ڪئي آهي تنهن جو تعلق سنڌ سان هو ۽ اهي ٻڌ مذهب سان تعلق رکندڙ هئا. اڄ بہ سعودي عرب ۾ السندي ۽ الهندي مسلمان گهراڻا رهن ٿا. اهو نہ رڳو پر، ابوظهبي، دبئي، قطر، بحرين ۽ عراق ۾ ڪيترا قبيلا اصل ۾ سنڌي نسل جا آهن. وڌيڪ ڄاڻ لاءِ ڏسو سنڌ جي تاريخ حصو ٻيو.

سڪندر مقدوني عرب ۽ سنڌ کي فتح ڪرڻ کانپوءِ هزارين عالمن، مفڪرن ۽ سائنسدانن کي پنهنجي ملڪ وٺي ويو ۽ اتي آباد ڪيو. يوناني طب ۽ عربي طب ۾ سنڌي طبيبن ۽ عالمن جو وڏو حصو آهي، ان کانسواءِ ڪيترا مسلمان عالم اهڙا ٿي گذريا آهن جن جو نسلي تعلق سنڌ سان هو.

# نسل

الله تعاليٰ انسان کي پنهنجي سڃاڻپ لاءِ ذاتين ۽ قبيلن ۾ ورهايو جيئن هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهن. قرآن شريف جي صورت الحجرات جي تيرهين آيت جي معنيٰ آهي.

"اي انسانو (بيشڪ) اسان اوهان کي هڪ نر ۽ ماديءَ مان پيدا ڪيو آهي ۽ اوهان کي ذاتيون ۽ پاڙا ڪيوسين ته (اوهان پاڻ ۾) هڪ ٻئي کي سڃاڻو. بيشڪ اوهان مان وڌيڪ مانُ وارا الله وٽ اهو آهي جيڪو اوهان مان وڌيڪ پرهيزگار آهي. بيشڪ الله (سڀ) ڄاڻيندڙ خبر رکندڙ آهي."

قرآن شريف جي فرمان مان معلوم ٿئي ٿو ته نسب هڪ فطري سڃاڻپ آهي، پر الله تعاليٰ وٽ افضل اهو آهي جيڪو ان جي حڪمن جي پيروي ۽ عبادت ڪري ٿو. اسان انساني تاريخ تي نظر وجهنداسين ته ان جي شروعات حضرت آدم کان وٺي ٿئي ٿي، جڏهن سندس ٻن پٽن قابيل (قابل) ۽ هابيل جي وچ ۾ اقليچ جي شادي جي معاملي تان دنيا ۾ پهريون قتل ٿيو. قابل ڪڙمي هو ۽ هابيل ڌنار يا مال وند.

هنن جي سڃاڻپ سندن ڪرت ۽ معاشي وسيلي جي ڪري ٿي، جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته صرف ذڪر ٿئي ها حضرت آدم جا پٽ پر انهن متعلق بيان ڪيل وضاحت سان نسل انساني جي سڃاڻپ شروع ٿي جنهن کي ڪسب، ڌنڌو ۽ ڪرت چئجي مطلب ته انسان جي ذات جي شروعات ڪرت سان ٿئي ٿي، جنهن کي اڳتي هلي حسب و نسب جي نالي سان سڏيو ويو، جنهن جو مطلب آهي نسب معنيٰ، ماڻهو اصليت ۽ ڪنهن مان ڄاول، جڏهن ته حسب جي معنيٰ آهي ڪنهن شخص جي ذاتي، اهليت، قابليت، لياقت يا انهن جي وڏن ابي، ڏاڏي جا ڪارناما، فضيلتون، اوصاف ۽ بزرگي. انهيءَ ڪري رسول ﷺ جن جو فرمان آهي ته:

تَعَلَّمُوْا اَنْسَابَكُمْ وَتَصِلُوْا اَرْحَامَكُمْ

پنهنجو نسب سکو ۽ صله رحمي اختيار ڪريو.

هن جو مطلب آهي پنهنجي نسب جي متعلق ڄاڻ رکو ۽ پنهنجن مٽن مائٽن ۽ برادريءَ وارن سان ميل جول قائم رکو، جيئن اوهان ۾ محبت ۽ ڀائيچارو قائم رهي سگهي. انهيءَ ڪري هر انسان لاءِ لازمي آهي ته هو پنهنجو خانداني ۽ نسلي تعلق جي ڄاڻ رکي جيئن هن کي سندس وڏن جي حسب جي خبر پوي ۽ انهن جي پوئيواري ڪندي الله تعاليٰ جو راضپو ۽ مهرباني حاصل ڪري ٻئي جهان سنواري.

مقدمه ابن خلدون ۾ آهي ته خاندان جا ٻه قسم ٿين ٿا حقيقي ۽ مجازي، ان جو سبب اهو آهي ته شرافت ۽ حسب عادتن ۽ اخلاق جو معيار ۽ خاندان جو مطلب آهي ته وڏن جي بزرگي، خانداني شرافت ۽ اعليٰ معيار جنهن جي ڪري هو مشهور هئا. جيئن ته هڪ شخص ان شريف ۽ مشهور گهراڻي ۾ پيدا ٿيو آهي ۽ انهن سان نسبت اٿس انهيءَ ڪري هو قوم جي نگاهن ۾ عزت و احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو ته هن جا وڏا، عزت دار، معتبر ۽ لائق ۽ محترم هئا ۽ انهن جي اخلاقي قدرن ڪري ڪين شرافت کي مڃيو ويندو هو.

ان جو سڀ کان وڏو فائدو آهي عصبيت ۽ حمايت جيئن هڪٻئي جي ڏکن ۽ سورن ۾ شريڪ ٿين ۽ مدد ڪرڻ وقت هڪ ٻئي جو سهارو بڻجن جيئن ماڻهن تي انهن جي عصبيت، رعب و تاب ظاهر ٿئي ته هو خانداني نسل جا پاڪ ۽ خالص آهن، جنهن مان انهن جي وڏن جي عظمت جي جهلڪ واضح طور تي نظر ايندي ۽ هنن جي شرافت ۽ عزت ۾ واڌارو ٿيندو.

جڏهن ته ڳوٺن ۾ الڳ الڳ رهڻ وارن ۾ عصبيت صرف نالي ماتر هوندي آهي، جيڪڏهن انهن کي ماڻهو خانداني چوي ته بطور مجاز جي چيو وڃي ٿو. جيڪڏهن اهي خانداني هجڻ جي دعويٰ ڪن ته سراسر ڌوکو ۽ فريب آهي.

جيڪڏهن ابن خلدون جي راءِ ۾ ڏٺو وڃي ته ان جو

مطلب معنيٰ ۽ مفهوم اهو رهي ٿو. ڏک سک ۾ هڪ هجڻ، هڪ ٻئي جي ڪم اچڻ. وڏن جي بزرگي جو احترام ڪندي انهن جي پوئيواري ڪري سلسلي کي قائم رکڻ وارو حسب ۽ نسب طور باقي رهي ٿو. جڏهن ته ان جي منفي هلندڙ کي ڪنهن مجبوري سبب خانداني چيو وڃي ته اهي حسب طور اعليٰ ڪو نه آهن پر وقتي طور ڪن مجبورن ۽ حالتن جي موجب ڪين خانداني چيو وڃي ٿو، جن کي مجازي خاندان چيو وڃي ٿو جيڪو عارضي طور ڪن سببن جي ڪري اعليٰ حسب ۽ نسب جا ٿي ويندا آهن پر ماضي ۾ ڏسڻ سان معلوم ٿيندو ته هنن جو شان و شوڪت عارضي ۽ بناوتي آهي. جيڪڏهن اڄوڪي دور ۾ ان کي ڏسون ته معلوم ٿيندو ته مجازي يا عارضي خاندان گهراڻن جو تعداد وڌندو وڃي ٿو، جنهن ڪري ڪوڙا حسب ۽ نسب بيان ڪري برتري حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پر هو اصل حسب ۽ نسب حاصل ڪري نه سگهندا، جنهن ڪري هو ڪوڙن ۽ هٿرادو ٺهيل حسب کي پنهنجي نسل جو شان قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جنهن ڪري هو پنهنجا ابا ڏاڏا حقيقي بيان ڪرڻ بدران دل مان گهڙيل پيش ڪندا آهن.

قرآن شريف جي سورت الاحزاب جي پنجين آيت ۾ الله تعاليٰ حڪم ڏنو آهي. (ترجمو)

”ڪين سندن پيئرن جا (پٽ ڪري) سڏيو. اهو الله وٽ بلڪل انصاف آهي، پوءِ جيڪڏهن سندن پيئر نه ڄاڻندا هجو ته اوهان جا دين ۾ ڀائر ۽ اوهان جا دوست آهن ۽ جنهن ڳالهائڻ ۾ غلطي ڪئي هجيوَ، تنهن ۾ اوهان تي ڪو گناهه نه آهي پر اوهان جي دلين جيڪي ڄاڻي واڻي ڪيو (تنهن ۾ گناهه) آهي ۽ الله بخشڻهار ۽ مهربان آهي.

مولانا ابوالاعليٰ مودودي ان جي وضاحت، تشريح ۽ تفسير هيئن بيان ڪيو آهي ته هن آيت جي نازل ٿيڻ ڪانپوءِ ان ڳالهه کي حرام قرار ڏنو ويو ته ڪو به شخص (ذات، قبيلو، فرد) پنهنجي حقيقي پيءُ کانسواءِ ڪنهن ٻئي سان منسوب ڪري. حضرت سعد بن ابي وقاص جي حوالي سان رسول ﷺ جن جي حديث بخاري، مسلم ۽ ابو دائود ۾ بيان ٿيل آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو ته: ”من ادعیٰ الیٰ غیرابیه وهو یعلم انه غیرابیه فالجنة علیه حرام“ جنهن پنهنجو پاڻ کي پنهنجي پيءُ کانسواءِ ڪنهن ٻئي جو پٽ چورايو جڏهن ته هن کي خبر آهي ته اهو شخص ان جو پيءُ نه آهي. ان تي جنت حرام. مطلب ته ڪنهن به صورت ۾ اهو درست ۽ صحيح نه آهي ته ڪنهن شخص سان خوامخواهه نسب ملايو وڃي.

انهيءَ ڪري ضروري آهي ته انسان کي پنهنجي حقيقي ۽ اصل نسب ۽ حسب جي خبر هجي ۽ ڪنهن وڏي، نالي واري يا ڪنهن جنگجو يا ظالم نسب واري قوم ۽ قبيلي سان پنهنجي نسب جو ڳانڍاپو نه ڪري، جنهن ڪري هو حقيقي خاندان جو فرد بڻجي نه سگهندو مجازي خاندان جو ٿي رهجي ويندو.

دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ رهندڙ انسان ڀل ڪنهن به ڪٽنب، ذات يا قبيلي سان تعلق رکندڙ هجي. هو رنگ جو اڇو هجي يا ڪارو، پورو هجي يا ناسي، ڳاڙهو هجي ڪڻڪ رنگو پر بنيادي طور ڏاڏي آدم ۽ ڏاڏي حوا جي ئي اولاد آهيون چو ته اهي ڪنهن مذهب سان تعلق رکندڙ هجن يا لامذهب پر سڀئي هڪ جا نسل آهيون. سورت الاعراف جي آيت 189 جي مطابق:

”اهوئي (الله) آهي جنهن پيدا ڪيو توهان کي شخص هڪڙي مان ۽ بڻايائين انهيءَ مان سندس زال جيئن آرام (سڪون) وٺي.“

سڀ انسان هڪ ئي زال ۽ مڙس جي اولاد آهيون. انهن جي سڃاڻپ لاءِ الله تعاليٰ ذاتين ۽ قبيلن ۾ ورهايو جيئن حسب جي سڃاڻپ ڪرائي سگهون. جنگ حنين جي موقعي تي پاڻ رسول اڪرم ﷺ جن بلند آواز تي فرمايو:

”انا النبی لاکذب اما ابن عبدالمطلب“ يعني:

مان نبي آهيان ان ۾ ڪو به ڪوڙ ڪونهي ۽ مان عبدالمطلب جو پوٽو آهيان رسول ڪريم ﷺ جن پنهنجو نسب بيان ڪيو ۽ پنهنجي وڏي جي شان ۽ شوڪت کان آگاهه ڪيو.

عرب ۾ نسب جي حفاظت ڪئي ويندي هئي جيئن وقت ضرورت تي ان جو حسب بيان ڪري سگهجي. حضرت علي ڪرم الله وجهه جن معاويه جي مقابلي ۾ پنهنجي خانداني عظمت بلند آواز ۾ بيان ڪئي هئي.

محمد النبی اخی و صهری و حمزة سیدالشهداء عمی و جعفر الذی یضحی و یمسی یطیر مع الملئکة ابن امی۔

يعني: محمد نبي منهنجو ڀاءُ آهي ۽ منهنجو سهرو آهي ۽ سيد الشهداء حمزه منهنجو چاچو آهي ۽ جعفر جيڪو صبح ۽ شام فرشتن سان گڏ اڏامندو آهي منهنجو سڳو ڀاءُ آهي.

هڪ ٻئي موقعي تي حضرت علي جن فرمايو:

انا علی و اعلی الناس فی النسب بعد النبی الهاشمی

المصطفیٰ العربي-

"مان علي آهيان ۽ نسب ۾ محمد مصطفيٰ ﷺ هاشمي عربي نبي کانپوءِ سڀني کان اعليٰ آهيان."

اهو آهي حسب نسب جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ بيان ٿيل آهي تنهن ڪري اهو لازمي آهي ته هر انسان پنهنجي نسب کي درست ۽ صحيح رکي. جيئن حسب صحيح طور تي بيان ڪري سگهي.

حضرت امام شافعي جي متعلق لکيل آهي ته سندس والده ڏهن سالن جي عمر ۾ ناناڻن کان ڪيدي سندس چاچي ڏانهن مڪي شريف انهيءَ ڪري روانو ڪيو هو ته متان هو پنهنجو نسب وساري نه ويهي. انسان لاءِ پنهنجو اصل نسب ظاهر ڪرڻ ۽ ان جي حفاظت ڪرڻ خداوندي حڪم آهي، جنهن جي تحت موروثي ورهاست وغيره به ٿئي ٿي، پر هتي ان جي برخلاف نسب جو غلط سلسلو ٻڌائڻ ۽ بيان ڪرڻ جو رواج ٿي پيو آهي جيڪو قرآن شريف جي فرمان جي خلاف آهي. الله تعاليٰ نسب جي اهميت جو ذڪر سورة آل عمران ۾ هيئن ڪيو آهي.

"الله آدم، نوح ۽ ابراهيم جي اولاد ۽ عمران جي اولاد کي سڄي جهان تي ترجيح ڏيئي (پنهنجي رسالت لاءِ) منتخب ڪيو. هو پاڻ ۾ هڪٻئي جو نسل آهن. الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. *(آيت نمبر 33-34)*

الله تعاليٰ حضرت ابراهيم جي نسل مان، نبي ۽ رسول آڻڻ جو واعدو ڪيو هو. نسل انسان جي سڃاڻپ جي پهرين ڪڙي آهي يا پهرين سوال جو جواب آهي. جيئن ته مان اڳ ۾ بيان ڪري آيو آهيان ته نسل انساني جي تاريخ جي شروعات حضرت آدم کان ٿي جنهن جو بنياد ڪرت، ڪم ۽ ڪارهو ۽ پوءِ اهو سلسلو وڌندو ويو.

ڪن عالمن جي مطابق نسل يا ذات جي شروعات انسان جي انهي دور ۾ ٿي جڏهن هو گمراهي، جهالت ۽ ڪفر جي انتها تي هو. سندس ذات مان پهريان جادوگر يعني ناقابل يقين ڳالهين کي ممڪن ڪري ڏيکارڻ تانجو هنن جو سحر وڌڻ شروع ٿيو ۽ هو جادوگر مان پروهت بڻجي ويا، جن عوام کي پنهنجي رعب ۽ تاب ۾ رکڻ لاءِ وڏا وڏا مندر قائم ڪيا جن کي ديوتا جو گهر ڪري ظاهر ڪيو ويو ۽ اتي رهندڙ وڏو پوڄاري يا پروهت،ديوتا جو روپ اختيار ڪيو، انهيءَ دور ۾ انسان ٻن طبقن ۾ ورهائجي ويو، هڪ ديوتا ۽ ديوتا جي اولاد ۽ ٻيا عبادت گذار يا پرجا جنهن اڳتي هلي ذات، قبيلي، نسب ۽ حسب جو بنياد وڌو. تانجو پوءِ ذاتين ۽ قبيلن ۾ واڌارو ٿيندو ويو ۽ انسان نسبن ۾ ورهائجي ويو.

ڏٺو وڃي ته مذهبي، ديوتا ۽ پروهت جي نالي تي طاقت حاصل ڪندڙ پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ طاقتور ۽ اثرائتو بنائڻ لاءِ ديوتا جي اولاد يا ان جو نسل سڏائڻ شروع ڪري ڏنو، انهيءَ طاقت حاصل ڪرڻ واري ويڙهه ۾ اهو طبقو يا عوامي گروهه جنهن جو انهن جي مٿان انڌو عقيدو ۽ ايمان هو، اهو ڪمزور گروهه ٿي ويو ۽ انفرادي نسلي تعلقات ۾ ورهائجي ويو. اهڙي طرح سان ذاتين ۽ انساني طبقات جي شروعات ٿي. ڇاڪاڻ ته ديوتا ۽ ان جي اولاد اڳتي هلي مستقل حڪمراني ۽ بادشاهت قائم ڪري رهتي، جنهن ڪري انساني آبادي ٻن ذاتين ۾ ورهائجي ويئي هڪ شاهي گهراڻو يا ديوتا جي اولاد يا آسمان مان لٿل انساني روپ اختيار ڪندڙ جداگانه مخلوق ۽ ٻي عام عوام جيڪي ڌرتي تي پيدا ٿيا. جيئن مصر جا فرعون جيڪي بنيادي طور سنڌي نسل جا ماڻهو پنهنجي جبر ۽ طاقت کي قائم رکڻ لاءِ اهو تاثر ڏنو هو ته سندن موت کان پوءِ روح آسمان ڏانهن ڪنهن خاص هنڌ تي آرام ڪرڻ لاءِ هليو ويندو آهي. جڏهن ته سندن رعايت جو روح مرڻ کانپوءِ زمين جي هيٺين حصي يا پاتال ۾ هليو ويندو آهي ۽ هو مٽيءَ ۾ هميشه لاءِ دٻجي رهجي ويندو آهي. انهيءَ حصي جي فرعونن پنهنجن لاشن کي صحيح سلامت رکڻ لاءِ اهرام تعمير ڪيا ۽ پنهنجي جسم کي ممي بڻائي ڇڏيو، اڄ تائين مصر ۾ ڪنهن به غريب رعيت ۽ هيٺين طبقي واري جي ممي ٿيل لاش ڪو نه مليو آهي. صرف حڪمران ۽ صاحب حيثيت ان جي لائق، حقدار هئا.

قرآن شريف ان ڳالهه جي شاهدي ڏئي ٿو ته حضرت آدم جي اولاد هابيل ۽ قابيل ڌنار ۽ ڪڙمي هئا. يعني ٻن حصن، ٻن طبقن ۾ ورهايل هئا، جتان ئي انساني گروهن جي الڳ الڳ ٿيڻ جي شروعات ٿي، وڌيڪ تصديق قرآن شريف مان سورت الحجرات مان ٿئي ٿي. عالم جتان ديوتائن جي سلسلي ۾ ذات، طبقي جي شروعات بيان ڪن ٿا. اهو هزارن ۽ لکن سالن کانپوءِ ديوتا ۽ ديوتا جي اولاد يا مافوق الفطرت مخلوق جي پيداوار يا نظرئيه، بذات خود انسان جي ذهن جي پيداوار آهي جنهن جو عرصو حضرت نوح عليه السلام جي ٻوڏ کانپوءِ جو آهي جيڪو پڻ هزارن سالن کان پوءِ شروع ٿيو. جنهن ۾ هنن پٿر جي پهرين دور کان وٺي زراعت جي شروعات تائين نسلي ۽ قبائلي تعلق ماءُ جي ڪٽنب سان هو

اولاد ماءُ جي سڃي ويندي هئي ۽ ان جي پيءُ جي نالي و نشان جي ڪا بہ خبر نہ هوندي هئي ۽ اولاد جا وارث ناناڻا ۽ ماماڻا هوندا هئا. وڌيڪ ڇاڻڻ لاءِ ڏسو سنڌ جي تاريخ جلد پهريون.

نسل، نسب جو تعلق هڪ فطري عمل اهي جيڪو ڏاڏي آدم کان وٺي شروع ٿيو جيڪو بعد ۾ انساني ذهن، سوچ، سماجي ۽ معاشي سببن جي ان ۾ تبديلي ٿيندي رهي، جنهن کي قرآن شريف رد ڪري ڇڏيو، پر ان هوندي بہ اڄ تائين هندستان ۾ رهندڙ قديم نسلن جي ذاتين ۽ قبيلن ڪاسي نائرا ناگا، گارو ۽ نانگ ڪول وغيره ۾ اهي ۽ عورتون پنهنجي مرضي ۽ منشا موجب پنج پنج مڙس هڪ وقت رکي سگهن ٿيون.

اموي نظام متعلق پروفيسر ريورز لکيو آهي تہ هر شخص جا حق، هين جي مقابلي ۾ پوري معاشري جي مقابلي ۾ ماءُ جي رشتي سان متعين ٿيندا هئا. معاشري جي حد تائين ان جا فرض ۽ حق ان رشتن سان منسلڪ هوندا آهن جو ان شخص ۾ ۽ ان جي ماءُ جي مائٽين ۾ ۽ انهيءَ ماءُ جي سماجي حلقي ۾ قائم ٿيندا هئا. مختصر اهو تہ اموي نظام ۾ قبيلي جي هر شخص جا حق ۽ فرض ماءُ جي طرفان ملندا هئا نہ ڪي پيءُ جي طرفان.

انهيءَ ڪري ذات، قبيلو ماءُ وارو ئي هوندو هو، اهڙي طرح مڙس بہ پنهنجي ماءُ جي قبيلي يا ذات سان منسوب هوندو هو، پدرانہ نظام تڏهن رائج ٿيو جڏهن کان انسان ڳوٺ ٻڌڻ شروع ڪيا، جنهن جي شروعات بہ سنڌ کان ٿي.

قديم دور ۾ اهو وقت بہ آيو جڏهن نسب ۽ نسل جي سڃاڻپ جو معيار رنگ تي هو، جنهن کي قديم سنڌ ۾ ورن جي نالي سان سڏيو ويندو هو، جنهن جو بنياد 1000 قبل مسيح ۾ پيو، جڏهن هڪ ڌاري قوم، طاقت وٺي ويئي جنهن کي تاريخ نويس آريا قوم جي نالي سان سڏن ٿا. ورن يا ورنا معنيٰ رنگ، انسان چمڙيءَ جو رنگ، جنهن ڪري اڇي ۽ ڪاري رنگ جي متيڀد شروع ٿي ۽ هنن پنهنجي بالادستي قائم رکڻ لاءِ رنگ (ورن، ورنا) کي چئن طبقن ۾ ورهائي ڇڏيو.

پهريون: برهمڻ

ٻيو: کتري (ڪشتري، ڇتري)

ٽيون: ويش (ويسن، وئيش)

چوٿون: شودر.

آريا جيئن تہ رنگ جا پورا هئا ۽ قديم سنڌي ڪڻڪ رنگو جيئن اڄ بہ آهي، تنهن ڪري هنن سماجي متيڀد جو بنياد رنگ تي رکيو، دنيا جي ٻين هنڌن تي بہ رنگ جي فرق کي ذات ۾ تبديل ڪيو ويو هو. انهيءَ جو وڏو سبب اهو هو تہ جيئن مفتوح ۽ پرامن قومن ۽ قبيلن جي الڳ سڃاڻپ ٿي ۽ انهن کي پاڻ کان گهٽ ڪري پيش ڪيو وڃي.

تاريخ تي نظر وجهنداسين تہ معلوم ٿيندو تہ سنڌي دنيا جي پهرين سڌريل، ترقي يافتہ ۽ مهذب قوم هئي جن وٽ ڪرت جي حساب سان انساني طبقو ورهايل هو، جيڪو بعد ۾ ذاتين ۽ پوءِ قبيلن ۾ تبديل ٿي ويو. جڏهن آريا سڏيندڙ نسل 2000 قبل مسيح ۾ پهريون دفعو داخل ٿيو هو تہ هنن وٽ ذات جو ڪو بہ تصور ڪو نہ هو پر جڏهن هو وحشيت، درندگي ۽ دربدري واري ڪيفيت کان تبديل ٿي سنڌين جي معرفت ۽ وسيلي تهذيب يافتہ بڻجڻ شروع ٿيا تہ هنن ذات جو پهريون بنياد ورن يا ورنا مطلب رنگ تي رکيو ۽ جڏهن هنن ۽ قديم سنڌين جو گڏيل نسل پيدا ٿي طاقتور ٿي ويو تہ هنن سماج کي طبقن ۾ ورهائي ڇڏيو جيڪي بعد ۾ ذات ۾ تبديل ٿي ويو. سراسر طور نظر وجهنداسين تہ ذات جو بنياد بہ سنڌ وارن وجهي هڪ ٻئي کي نسلي طور سڃاڻپ جي ابتدا ڪئي جنهن جي شروعات هابيل ۽ قابيل کان ٿي هئي.

ڊاڪٽر گستاؤلي بان تمدن هند ۾ لکيو آهي تہ: "ڏٺو وڃي تہ قومن جي ورهاست ۾ مجيل خاصيت اها آهي جنهن کي جسماني خصالت چيو وڃي. مثال طور چمڙيءَ جو رنگ، وارن جو رنگ يا کوپري (منهن) جي بناوٽ وغيره هي اهي خاصيتون آهن جيڪي سڀ کان پهريان نظر اچن ٿيون، پر غور ڪرڻ کانپوءِ معلوم ٿئي ٿو تہ هرورو ائين بہ نہ آهي. ان ذريعي صرف هيٺين سطح جي ورهاست ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن رڳو چمڙي ۽ وارن جي رنگ جي بنياد تي قومن کي ورهايو وڃي ۽ دنيا ۾ قومون چار يا پنجن کان مٿي ڪو نہ ٿينديون پر جيڪڏهن ان سان گڏ کوپري (منهن يا صورت) جي ڊول کي بہ شامل ڪيو وڃي تہ انهن چئن يا پنجن قسمن جي قومن مان هر هڪ جون ٻہ يا ٽي قومون وڌيڪ ٿي سگهنديون."

پر هاڻي قومن، قبيلن ۽ ذاتين جي وصف تبديل ٿي وئي آهي. اهي علائقي، سرزمين، جاگرافيائي، تاريخي ۽ سائنسي بنياد تي وجود رکن ٿيون، جنهن ڪري پوري دنيا ۾ مختلف ذاتيون، نسل ۽ قومون رهن ٿيون، جن جو ڳاڻاٽو هزارين نہ پر لکن تائين آهي، جنهن جو سبب اهو آهي تہ نسب، نسل ۽ قوم کي اهميت ڏني وڃي ٿي، جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ اڄ

يورپ جا ماڻهو جپسن کي پاڻ جيترو اختيار ۽ اهميت ڏين ها ۽ آمريڪن، ڳاڙهن سنڌين (ريڊ انڊين) کي ٻئي درجي جو نه سمجهن ها! پر پاڻ وٽ سنڌ ۾ ڪيترو نسلي فرق موجود آهي جو غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙڻ ڪري سنڌي چورائڻ ۾ هيڪ محسوس ڪيون ٿا، ڪيترا ته سنڌي قبيلن مان هجڻ جي باوجود پنهنجو نسلي سلسلو ڪنهن ٻي ڌاري قوم سان ملائي ڇڏيندا آهيون، اها ان ڳالهه جي نشاني آهي ته سنڌي پنهنجو ماضي، تهذيب ۽ تمدن کي وساري ڇڏيو آهي، هاڻي هو نهايت ڪمزور، ڪم چور، رياڪار، بي همت، لالچي، خوشامندي ۽ ٻڌيءَ (اجتماعيت) هڪ ٽيڻ بدران انفراديت جا قائل آهيون ۽ پاڻ ۾ سماجي طور هڪ ٻئي کي نه برداشت ڪرڻ جنهن ڪري ٽولن ٽولن ۾ ورهائجي الڳ ٿي ويا آهيون. جيتوڻيڪ نسب، نسل، قبيلو ۽ قوم سنڌين جو بنيادي عنصر ه جنهن تي ماضيءَ ۾ سنڌ جون خودمختيار حڪومتون قائم هيون پر اڄ پنهنجي حق حاصل ڪرڻ لاءِ مطلبي بڻجي سائين.... سائين.... سائين بابا چئي پويان لڳا ٿا وتئون، جنهن ڪي اسان شرافت، عزت دار پرامن قوم جو نالو ڏيئي پنهنجي اجتماعي ڪمزوري لڪايون ٿا. ابن خلدون پنهنجي مقدمي ۾ لکيو آهي ته:

"غلام قوم ۾ سستي پيدا ٿي ويندي آهي، ڇاڪاڻ ته هو ٻين جا محڪوم ۽ آلهٔ ڪار بڻجي ويندا آهن ۽ انهن جي رحم ۽ ڪرم تي زنده رهندا آهن، جنهن ڪري هنن جا حوصلا ختم ٿي ويندا آهن ۽ سندن اولاد به ڪمزور ۽ سست پيدا ٿيندي آهي."

ڪمزوريءَ، حوصلا شڪني، سستي ۽ ڪم چور هجڻ جي ڪري قوم پنهنجو وجود وڃائي ويهندي آهي ۽ ڪنهن غيرمذهب قوم جا ٻانهي بڻجي ويندا آهن جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو آهي جو مستقبل ۾ قوم پنهنجو وجود وڃائي ويهندي آهي. جديد دور ۾ اها قوم زنده رهي سگهي ٿي، جن وٽ علم، محنت، جفاڪشي، وقت جو قدر ۽ اجتماع هوندو. ماضي ۾ قومون وحشي قومن جي هٿان برباد يا ختم ٿينديون هيون پر هاڻي علم، سائنس، ٽيڪنالاجي، واپار، صنعت ۽ محنت جي ڪري غالب ٿينديون.

نسب هن دنيا ۾ انسان جي سڃاڻپ آهي جنهن جو حڪم خداوندي آهي. بائيبل ۾ نبين سڳورن جي شجرا ملن ٿا، جنهن مان پڻ معلوم ٿئي ٿو ته قديم دور کان وٺي نسب جي ڄاڻڻ جي اهميت هئي. توريت جي پيدائش واري ڪتاب ۾ آهي ته جڏهن حضرت ابراهيم (ابرام) ڪنعان پهتو. تڏهن خداوند ابرام کي ڏيکاري ڏئي چيو هي ملڪ مان تنهنجي نسل کي ڏيندس.

جيڪڏهن پنهنجي نسل جي حفاظت ڪرڻي آهي ته نسب کي بچايو. ان جي حفاظت ڪريو ان جو اهو مطلب ناهي ته ڪنهن ٻاهرين قبيلي يا ذات وارن سان مٽي مائٽي ڪجي پر پنهنجي نسل جي سلسلي کي ڪنهن غير نسل وارن سان شامل نه ڪجي، جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو ته هو پنهنجو حسب وساري ويهندا ۽ نسب ۾ ملاوٽ شروع ٿي ويندي جنهن ڪري هڪ نسب يا نسل موجود هوندي پنهنجو وجود وڃائي ويهندو. ابن خلدون نسل جي بگاڙ متعلق لکي ٿو: "ڪڏهن ڪنهن قبيلي جو ڪو به ماڻهو مٽي مائٽيءَ جي ڪري يا ڪنهن ناهه جي ڪري يا دوستيءَ جي ڪري يا ڪو به ڏوهه ڪري پناهه وٺڻ جي ڪري وڃي رهي ٿو، اهو انهن ۾ ڳٽيو ويندو آهي، يعني نسب جا جيڪي فائدا آهن اهي به حاصل ڪري ٿو ۽ انهن جو طرفدار ٿي وڃي ٿو نه صرف اهو پر قصاص و ديت پر هو ڳالهه ۾ شريڪ ٿي وڃي ٿو. جڏهن نسب جا فائدا حاصل ڪري ٿو ته يقينن انهيءَ نسب جي فردن ۾ شامل ٿي وڃي ٿو. جڏهن اهو چيو وڃي ته فلاڻو شخص فلاڻي قبيلي جو آهي ته ان جو اهو مطلب ٿئي ٿو ته ان سان رت جو رشتو ٿي وڃي ٿو، پوءِ ان شخص جو پهريون ۽ اصلي نسب گهٽي عرصي گذرڻ ڪري وسري وڃي ٿو ۽ ان کي سڃاڻڻ وارا به ختم ٿي وڃن ٿا."

اهو سلسلو اڄ به اسان وٽ ڪيترن قبيلن جي خاندانن ۾ موجود آهي، جنهن جي نتيجي ۾ نسب جي اصليت ختم ٿي وڃي ٿي ۽ هڪ ڳاڏڙ نسل پيدا ٿئي ٿو. هاڻي ته مختلف ذاتين وارا مختلف قبيلن ۾ مٽي مائٽي ڪرڻ جي ڪري گڏجي ويا آهن، جنهن ڪري اصل نسب ۽ حسب کي تلاش ڪرڻ ڏکيو ٿيندو پيو وڃي ۽ هڪ صدي کان پوءِ سنڌ جي شهرن ۾ ڪو به خالص نسل جو ماڻهو نه رهندو ۽ ڳوٺ به ان جي ور چڙهي ويندا. هن وقت دنيا جي اندر قديم قبيلائي آهن جيڪي اصل نسب سان تعلق رکن ٿا. جيئن آمريڪا ۾ ڳاڙها سنڌي، يورپ ۾ جپسي، عرب ۾ بدو، آفريڪا ۾ ڪارا، سنڌ ۾ ٿري، پيل، باگڙ، ماڇي مهاڻو ۽ جت، اهڙي طرح سان هندستان ۾ تامل تلگو، نائر، نانگ وغيره.

ابن خلدون جي مطابق هڪ خاندان ۾ حسب جون چار پيڙهيون رهن ٿيون جنهن ڪانپوءِ ان جو زوال اچي وڃي ٿو. هو لکي ٿو ته: "هي دعويٰ آهي ته حسب صرف چئن پيڙهين تائين

هلي ٿو. اڪثر ايئن ڏٺو ويو آهي، ان لاءِ ڪو بہ قاعدو قانون ڪونهي، چاڪاڻ تہ ڪن خاندانن ۾ ڇئن پيڙهين تائين پهچڻ ڪان اڳ ۾ پنهنجي شرافت ۽ بزرگي وڃائي ويهندا آهن ۽ انهن جو شان ۽ شوڪت ختم ٿي ويندو آهي ۽ ڪڏهن حسب ۽ شرف پنجن ۽ ڇهن پيڙهين تائين لڳاتار هلندو رهندو آهي، پر ڇئن پيڙهين ڪانپوءِ تنزل شروع ٿي ويندو آهي ۽ زوال طرف وڌڻ لڳندا آهن.

هو وڏيڪ لکي ٿو تہ چار پيڙهين ان ڪري تہ پهريون شرف ۽ حسب جو موجد هوندو آهي، ٻيو شرافت ۽ بزرگي جي ٺهيل عمارت جو نگهبان، ٽيون ان جي پوئواري ڪرڻ وارو چوٿون شرف ڪي وڃائڻ وارو ۽ ان جي تعمير ٿيل عمارت ڪي ڪيرائڻ وارو.

طبراني معجم الاوسط ۾ ابو هريره جي حوالي سان روايت بيان ڪئي جنهن ۾ رسولﷺ جن فرمايو تہ: "جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ الله تعاليٰ هڪ سڏڻ واري اهو چوڻ جو حڪم ڏيندو. ڏسو مان هڪ نسب ٺاهيو ۽ توهان بہ هڪ نسب ٺاهيو. مان توهان مان سڀ ڪان وڏيڪ متقي ڪي سڀني ڪان وڏيڪ عزت وارو ڪيو تہ اوهان ان ڪي نہ مڃيو ۽ اهو چوندا رهيا فلاڻو پٽ فلاڻي جو سٺو آهي. اڄ مان پنهنجي نسب ڪي سربلند ڪريان ٿو ۽ توهان جي نسب (قبيلو ذات) ڪي ختم ڪريان ٿو، ڪٿي آهن متقي ماڻهو؟

حديثن مان ثابت ٿئي ٿو تہ حسب ۽ نسب ڪنهن بہ خاندان، قبيلي جي سڃاڻپ ۽ تعرف آهي ۽ قيامت جي ڏينهن سواءِ رسول جن جي نسب جي سڀ نسب، ختم ٿي ويندا، يعني اهلبيت جو نسب قائم رهندو.

پر ان جو مطلب اهو ڪونهي تہ دنيوي دنيا ۾ پنهنجي ذات، قبيلي نسب ۽ حسب جي سنڀال ۽ رکوالي نہ ڪجي ۽ ان جي حفاظت نہ ڪجي. چاڪاڻ تہ الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ انسان جي سڃاڻپ، سندس نسب سان بيان ڪئي آهي جنهن جي حفاظت ڪرڻ ضروري آهي.

# ذاتين جو بڻ بنياد

سنڌ جون اصل ۽ قديم ٿي ذاتيون هيون، سمه، جت، مهاڻا جن مان نيون ذاتيون پيدا ٿيون جن کي اوائلي ذاتيون چئجي، تنهن کانپوءِ آرين جي متپيد جي ڪري اهي سڀ اوائلي ذاتيون طبقات ۾ ورهائجي ويون، جيئن برهمڻ، کتري، وينس، شودر، پر انهن مان اصل نسل جي ڄاڻ نه ونبي ۽ جڏهن برهمڻ جو زور ٽٽڻ شروع ٿيو ته کيتريون اوائلي ذاتيون پنهنجن اصلي نالن سان سڏجڻ لڳيون ۽ ڪي ذاتيون جيئن شودر، سودراءِ جي نئين نالي سان ڪونجڻ ۾ آيا، برهمڻ، کتري، راجپوت سڏجڻ لڳا، وينس، لهاڻو وغيره سڏيا ويا. جڏهن ذاتين جي نئين حد بندي ڪئي ويئي ته انهن جي شروعات ديو، ديوتا جي نالي سان ڪئي ويئي جنهن ڪري سورج ونشي ۽ چندر ونشي نالي مذهبي ذاتين سڏيو جنهن کان پوءِ ان ۾ واڌارو آئي اگني ڪل جون چار ذاتيون شامل ڪيون ويون، جنهن کان راجپوت ۽ ٻين نالن سان ذاتيون ڪونجڻ لڳيون، ۽ انهن جا پاڙا به وڌي هزار تائين پهچي ويا.

ذات جو تعلق نسب سان آهي ۽ نسب جو تعلق نسل سان آهي جيڪو انسان جي پيدائش جي سڃاڻپ جي نشاني آهي. اصل نسب ۽ نسل جو هاڻي ملڻ مشڪل نه پر ناممڪن آهي، اهي علائق جتي تاتارين جي يلغار ڪونه هئي، اهي به اڄ اصل حالت ۾ نه رهيا آهن، تنهن ڪري ڪنهن به خاندان، نسب، نسل ۽ قبيلي کي نج نه ٿو چئي سگهجي، آفريقا اهڙو علائقو آهي جتي اڪثريت هڪ جهڙي نسل وارن جي آهي پر انهن ۾ به ٻين نسلن جي ميل شامل رهيو آهي.

ماضي کان وٺي اڄ تائين ۽ مستقبل ۾ به نسل جي اٿل پٿل ٿيندي رهندي ڇاڪاڻ ته انسانن جو هڪ ٻئي سان ميل جول، مٽيون مائٽيون ٿينديون رهن ٿيون جنهن ڪري انهن جي اولاد ۾ ڪيترن نسلن جو آميزش شامل آهي، جنهن ڪري اصل نسل باقي ڪونه رهيو آهي پر پنهنجي وڏن جي نسل جي سڃاڻپ کي برقرار رکڻ پڻ نسل جي تسلسل جو جاري رهڻ جو سبب آهي، انهي ڪري هاڻي قبيلا ۽ نسل مختلف نسبن جو ميلاپ بڻجي ويو آهي، پر ان هوندي به انهن جي سڃاڻپ اصل نسل جي نالي ئي سان رهندي ۽ انهن کي ٻه ذاتيون گڏائي هڪ ذات ڪري نه ٿا سگهون.

سنڌ جي رهندڙن کي مجموعي طور سماٽ چيو ويندو آهي ان جو مطلب اهو نه آهي ته سنڌ ۾ رڳو سمه ذات وارا آهن پر حقيقت ۾، سمه، جت ۽ مهاڻا جيڪي اوائلي ذاتيون هيون، انهن جي مجموعي جو نالو سماٽ آهي، جنهن جي وضاحت "سما" ذات جي سلسلي ۾ ڪئي آهي، انهن ٽنهي ذاتين ۾، پٽي، چنا جن لاءِ چيو ويو آهي ته جيسلمير، پٽي ڪاڇو چنا، تن جي پاڙن ۽ مجموعي طور سنڌ راجستان ۽ هندستان جو اوائلي نسل جو هڪ نالو آهي "سماٽ".

سماٽ مان مراد صرف سما نسل نه سمجهڻ گهرجي جيڪو هر گزدرست ثابت نه ٿو ٿئي ۽ سماٽ جو مطلب ٿئي ٿو، اوائلي سنڌ جا اصل رهاڪو اصل ماڻهون اصل قبيلا ۽ قومون. ذاتين جي ورهاست ۽ نين ذاتين ٺهڻ جو سلسلو اڃا جاري آهي ۽ جاري رهندو جيسين دنيا قائم آهي ۽ اڳتي هلي انهن ۾ اڃا به مضبوطي ٿيندي ڇاڪاڻ ته اها سندن قومي سڃاڻپ جي صورت اختيار ڪري وٺندي.

پهريان مجموعي طور مختلف گروهه، هڪ نسل سان تعلق هجڻ جي باوجود ذميوارن جي بنياد تي پنهنجي سڃاڻپ اختيار ڪئي جيڪا اڳتي هلي ذات بڻجن جو سبب بڻي ۽ هو هڪ قبيلو بڻجي ويا ۽ ان قبيلي مان ڪٽنبن جي نالن پويان ذاتيون سڏجڻلڳيون جن ۾ ڪي ڪم ۽ ڪرت جي ڪري وجود ۾ آيون، جڏهن انهن ۾ واڌارو ايندو ويو ته اهي ڪٽنب ذاتيون بڻجي ويا ۽ ذاتيون قبيلا سڏجڻ لڳا ۽ قبيلا هڪ قوم بڻجي ويا.

اهڙي طرح هڪ خاندان جا فرد جڏهن وڌڻ شروع ٿيا تہ انهن جي سڃاڻپ پنهنجي وڏن جي نالي تي ٿيڻ لڳي جنهن ڪري پهريان نکون (STERS) ٿهيو ۽ پوءِ اهي ذات بڻجي ويا ۽ جڏهن انهن جو تعداد گهڻو وڌي ويو تہ هڪ قبيلو جڙي پيو. اوهان، ڪيترن شجرن ۾ اهو ڏسندا تہ پهريان شروعات هڪ ڪان ٿي ۽ پوءِ ان ڪيترن ذاتين ۽ قبيلن جو بنياد پيو، پر اصل شيءِ اها هي تہ ڪيتريون بہ ذاتيون ۽ قبيلا وجود ۾ اچي ويا پر نسلن طور اهي هڪ ئي هئا.

پر جڏهن انهن قبيلن لڏپلاڻ ڪئي تہ اهو پنهنجي اصليت يعني هڪ نسل هئڻ واري حقيقت کي وساري وينا جنهن ڪري هتي ديشي نسل هجڻ باوجود وديشي نسلن جا ماٿهون، ذاتيون، قبيلا سڏجڻ لڳا. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ هم نسل ذاتيون ۽ قبيلا هڪ ٻئي کان پري ٿي ويا ۽ سندن نسلي تعلق بہ ختم ٿي ويو ۽ ٻين قبيلن ۽ قومن جي قريب هجڻ ڪري انهن جي ثقافت، رسم ۽ رواج ۾ فرق اچي ويو، جنهن ڪري اصليت تي تحقيق ڪرڻ ۽ سندن پڻ بنياد ڳولهڻ ۾ محققن ۽ عالم کي ڏکيائيون پيش آيون ۽ هو هڪ پنهنجو رايو ڏنو جنهن ڪري قديم نسل جي ڇنڊڇاڻ تي هڪ رايو قائم نہ ٿي سگهيو.

سنڌ ۾ اڪثر ذاتيون، ڪن ذاتين جا پاڙا هئا ۽ ڪيتريون ذاتيون، نکن مان ٿهيون، اهڙي طرح ڪيتريون ذاتيون اهڙيون هيون جيڪي اصل ۾ ذاتيون نہ هيون پر پنهنجي ڪرت، ڪم ۽ مخصوص حالتن ڪري وجود ۾ آيون. جن جو بڻ بنياد جيڪڏهن ڳولهيو وڃي تہ اهي وڃي ڪنهن هڪ هنڌ تي هڪ ٻئي سان گڏبيون. هاڻي انهن حالتن ۾ هزارن نالي وارن ذاتين کي چند ذاتين تائين مهدود ڪرڻ يا اصل نالي پويان سڏڻ مشڪل نہ پر ناممڪن آهي. ڇاڪاڻ تہ انهي جي حال جي سڃاڻپ ڪري ڪين ڪير بہ سامي واري ذات سان ياد نہ ڪندو. پر اها حقيقت آهي تہ هزارن ذاتين پاڙن ۽ نکن هجڻ جي باوجود، انهي نسب وارن کي پنهنجي اصل نسل جي ڄاڻ ضرور آهي.

تنهن ڪري مان هن ڪتاب ۾ انهي مسئلي تي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي ۽ ذاتين جي بڻ بنياد کي ظاهر ڪيو آهي جيئن سندن کي اصل نسل جي ڄاڻ رهي ۽ حقيقت کان واقف رهن. هر هڪ انسان تي اخلاقي، ديني ۽ دنيوي طور اهو لازم آهي تہ هو پنهنجي بڻ بنياد جي صحيح معنيٰ ۾ ڄاڻ رکي ڇاڪاڻ تہ اها سندن جي سڃاڻپ آهي.

# مهاڀارت واري دؤر ڪان

مهاڀارت واري زماني سنڌ ۾ مقامي ذاتيون ۽ قبيلا گهٽا رهندا هئا. آرين جي جيتري مزاحمت سنڌ ۾ ٿي اوتري هندستان جي ٻين علائقن ۾ نہ ٿي جنهن ڪري هو هتان هليا ويا ۽ اتي وجي مقامي ماڻهن سان گڏجي پنهنجن حڪومتن جو بنياد وڌو هو اقليت ۾ هوندي رنگ ۽ روپ ڪري الڳ رهيا تانجو منوجي قانون جي زور تي راڄ ڪرڻ لڳا ۽ ڏکيو وقت اچڻ تي پنهنجو پاڻ ۾ متحد ٿي ويندا هئا ۽ نئين قبيلي جو بنياد رکندا هئا، جيئن ڪورون جو قبيلو ٿهيو ۽ نئون سياسي اتحاد وجود ۾ آيو.

سنڌ جا ڪيترا قبيلا هندستان جي ڏورانهن علائقن ڏانهن هلي ويا ۽ جيڪي هت رهيا انهن ۾ سمہ، مهاٽا ۽ جت شامل آهن جن هڪ ٻئي جي زبردستي ڪي قبول نہ ڪيو ۽ پاڻ ۾ وڙهيا، جنهن جي نتيجي ۾ "دريو ڌن" پنهنجي ڀيڻ دهسلا ڪي سنڌ روانو ڪيو. جيڪا جت قبيلي جي جئدرٿ سان شادي ڪري ويهي ٿي جنهن جي گادي جو هنڌ روڙڪا آهي. ڪي مؤرخ روڙڪا ڪي روهڙي لکن ٿا ۽ ڪي ان ڪي لاڙڪاڻي وارو علائقو ۽ مهين سمجهن ٿا. هيءَ هتي ويهہ سال حڪومت ڪري ٿي.

هي جئدرٿ اهو آهي جنهن جو ذڪر مهاڀارت ۾ ڪورون جي مدد طور اچي ٿو هو ڪورون جو نياڻو آهي. ڪن ليڪڪن ڪيس آريو لکيو آهي جيڪو صحيح نہ آهي. مهاڀارت ۾ جئدرٿ دروپدي ڪي پنهنجو شان ۽ شوڪت بيان ڪندي ٻڌائي ٿو "هو سترهن قبيلن" مان آهي. ان وقت ۾ ذات ۽ قبيلن جي نالن تي حڪومت جو بنياد پيل هو جيئن، مدرا (مهاٽا) ڪڪا، امشت، وساٽت، سوئر (شودر ۽ سمہ) سبي يا شو، مالو يا مالهي، اجيدا (جت) وغيره. ان وقت ۾ ڪيترين راجوٽو حڪومتون هيون جن جو سردار چند ڳوٺن ۽ مخصوص علائقن تائين محدود هو.

آرين جيڪو طبقاتي نظام قائم ڪيو، تنهن ۾ مقامي ماڻهون محنت ۽ مزدوري ڪري شاهوڪار ۽ دولت مند ٿي ويا ۽ آريا سنڌن مال تي گذر بسر ڪرڻ لڳا، تانجو مهاتما گوتم ٻڌ جي زماني ۾ هڪ وڏو انقلاب اچي ويو ۽ منوجا قانون اچي پٽ پيا.

مهاتما گوتم ٻڌ جي اختيار ڪيل مذهب ڪي گهٽي مان گهٽي موٽ سنڌ ۾ ملي ڇاڪاڻ تہ هو نسلي طور سنڌي هو ۽ جهڪر شهر جو رهواسي هو. هن هتي بذات خود تبليغ ڪئي، جنهن جو اثر اهو ٿيو جو مقامي ماڻهو ان جي پوئواري ڪرڻ لڳا ڇاڪاڻ تہ اهي آريا سماج جا ستايل هئا. هنن نئين انقلاب ۾ پنهنجو "جيون" سمجهي گوتم ڪي قبول ڪيو. سنڌ وارن نہ رڳو مذهب اختيار ڪيو پر ان ڪي ڦهلائڻ ۾ بہ وڏو ڪردار ادا ڪيو. گوتم ٻڌ جي رڻ هلائيندڙ جو نالو "چنا" هو، جيڪا ذات اسان وٽ اڄ تائين موجود آهي اهو سنڌس ويجهو ساٿي هو.

سنڌ وارن ويدي مذهب جي شروعات ۾ ئي ڪنهن نہ ڪنهن نموني مخالفت ۽ مزاحمت پئي ڪئي. رگ ويد ۾ لفظ "مني، آيو آهي، هن ۾ اهڙي شخص جو ذڪر آهي جيڪو وڏن وارن وارو تارالدنيا فقير آهي ۽ سندس لباس گيڙو رنگ وارو آهي، جيئن اسان وٽ صوفي موجود آهن، رگ ويد ۾ سندس نالي سان رور جو ذڪر آيو آهي، جنهن جو مطلب آهي. رود معنيٰ گجڻ وارو، گجگوڙ، ٻاڙهو شعاعن وارو، هي مقامي روايتن جو مذهبي فقير هو جيڪو تارالدنيا آهي، حقيقت ۾ اهو مقامي عوامي انقلاب جو آغاز هو، جيڪو طبقاتي ۽ غلامي نظام جي خلاف هو.

مان هتي رور_ روڪا جو ذڪر ڪيو آهي يعني آسمان مان نڪرندڙ ٻاڙها شعلہ مطب سج ديوتا جيڪو پڻ سنڌين جو ديوتا هو، هت جيڪي سج يا سورج ونشي سڏيا وڃن ٿا

چندر ونشي اهي اصل ۾ سنڌي قبيلا آهن. ساڳي وقت پراڻي زماني ۾ سنڌؤ جو پاڻي ڳاڙهو بہ هوندو هو ۽ هتي هميشہ سيلاب واري صورتحال رهندي آئي آهي جنهن ڪري پاڻي ۾ موج ۽ ڪڙڪا بہ هوندا هئا. ان ڪري سنڌو جو صفاتي نالو "رور" هجي ۽ ان پاڻي جي عبادت لاءِ مهين ۾ ٺهيل حوضن جو نالو "رور" هجي. انهي رور تان روڪا نالو پيو معنيٰ اها جاءِ جتي گجگوڙ، گاڙهي ۽ بي قابو واري جي پوڄا ڪئي وڃي ۽ ان جي پوڄاري جو نالو "مني" آهي يا پوڄا واري هنڌ جو نالو هجي. رگ ويد جي "مني مارا" سميري ڪتبي ۾ "مي.اي.لو.جا" ٿئي مهين جي شهر جا نالا آهن. جتي پاڻي ۽ سج ديوتا جي پوڄا ڪئي ويندي هئي ۽ پوءِ چنڊ ديوتا جي.

قديم سنڌي قبيلا اڄ بہ پنهنجي اصليتن برقرار رکيون پيا اچن. قديم مني يا پٽي صوفي رنگ ۾ اڄ بہ رتل آهن. وشنو پراڻ ۾ ذڪر ڪيل پرڳڻن جا نالا مڪ قبيلن تان پيل آهن.

سنڌين جي اڄ تائين اها انفراديت آهي تہ مهين جي راجا سمبارا جي مجسمي کي پاتل اجرڪ اڄ بہ سنڌ جي سوڪڙي آهي. منهنجي راءِ موجب اهو مجسمو سنڌ ۾ آيل پيغمبر جو ٿي سگهي ٿو. قديم سنڌين جي زمين کان گهر ۽ مال ڍوئڻ لاءِ آمدورفت واري ڏاند گاڏي اڄ تائين ائين ئي استعمال ۾ آهي پاڻي لاءِ نار جو وهڻ ۽ استعمال لاءِ ٺڪر جا ٽانو بہ ڪجهہ زمانو اڳ ائين ڪتب ايندا هئا. جيئن پنج هزار سال اڳ ۾ هار سينگار واري ڦٽي موجود آهي. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ مهين ماڻهن جي اولاد اڃا تائين سنڌ خاص ڪري لاڙڪاڻي ضلعي ۾ موجود آهي. جنهن جي تصديق ماهرين عالمن ڪئي آهي.

سڪندر مقدوني واري زماني ۾ سنڌ جي هيٺين طبقن جو ذڪر ٿيل آهي.

1. عالم: هي اهي آهن جيڪي مذهبي تعليم ڏين ٿا، ديوتائن ي ڏيندر قرباني جي نظرداري ڪن ٿا، پاڻ محنت ڪري ڪونہ ٿا ڪائن. انهن ۾ ڪي ساڌو بہ آهن جيڪي پنين اگهاڙا رهن ٿا.
2. هاري: هي تمام وڏو طبقو آهي، انهن جو ڪم زراعت ڪاري آهي.
3. ياڳيا: هي مالوند ماڻهون رڍن، ٻڪرن ۽ چوپائي مال کي پالن ٿا، هميشہ خانہ بدوش رهن ٿا.
4. هنرمند: هي ڪاريگرن، هرمندن، لوهارن ۽ صنعتڪارن تي مشتمل آهن.
5. سپاهي: هي صرف فوجي خدمتون انجام ڏيندا آهن.
6. ڪارندا: هي ماڻهن جي مٿان نگراني ڪندا آهن ۽ حڪومت لاءِ جاسوسي جو ڪم بہ سونپيل اٿن.
7. مشير: هي حڪومت جي صلاح ڪارن، وزيرن تي مشتمل آهن جيڪي بادشاهہ، قاضي کي حڪومتي ۽ ٻين معاملن جو مشورو ڏيندا آهن، سرڪاري عملدارن جون مقرريون ۽ بدليون بہ ڪندا آهن.

جڏهن سڪندر ايران کان ٿيندو سنڌ تي ڪاهي آيو هو تہ ان وقت بہ 28 مختلف راجا ۽ رياستون قائم هيون، جن مان رڳو 14 خالص سنڌي قبيلن وارن جون هيون ۽ 9 رياستون غير آريائي هيون، ان جو مطلب تہ 23 رياستون انهن قبيلن وارن جون هيون جيڪي مقامي هئا.

اسان تاريخ ۾ ڏسون ٿا هت يوچي قبيلي جي ٻن پاڙن واري بہ واري ڪاهہ ڪري حڪومت ڪئي آهي هڪ ساڪا ۽ ٻيو سٿين جن جو نسل مقامي ماڻهن سان ملي ويو، جديد تحقيق جي مطابق سٿين جتن جو نسل آهي جيڪي ڏيساور لڏي ويا هئا. اهڙي طرح يوناني، باختري، ڪشان، هوڻ مقامي ماڻهن ۾ شامل ٿي ويا. اسان وٽ انهن جي نسل مان پنجاب ۽ هندستان ۾ قومون رهن ٿيون. ليمبرڪ لکيو آهي "هاريهر ۽ راجپوتن جا ڪي مشهور قبيلا هوڻ ۽ ٻين غير ملڪي سردارن ۽ سنڌن پوءِ لڳن جو نسل آهن جيڪي پاڻ کي مقامي امير گهراڻي جي حيثيت ۾ آباد ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن ۽ ڪين هندو قوم ڪتري طور پنهنجي دامن ۾ سميٽي ورتو.

موريا خاندان جي وقت ۾ سورهن طبقہ هئا.

| | | |
|---|---|---|
| (1) برهمڻ | (2) ڪدشڪا | (3) گوپالا |
| (4) سيواگينين | (5) واجوديڪا | (6) مارگايوڪا |
| (7) پتا | (8) منترين | (9) اماتيا |
| (10) مهاماترا | (11) آدياڪشا | (12) اپليو ڍاڪا |
| (13) سترين | (14) ڪارو | (15) سلپين |
| (16) ويديهاڪا | | |

هن ڪانپوءِ اسان کي 84 تجارتي پيشہ قومون نظر اچن ٿيون.

| | | |
|---|---|---|
| (1) سري سري مال | (2) سرمال | (3) اوسوال |
| (4) پاگيروال | (5) ڊين ڍو | (6) پشڪروال |
| (7) مير تاول | (8) هر سور وہ | (9) سور دروال |
| (10) پلي وال | (11) پنيو | (12) ڪنديل وال |

(13) روحيل وال (14) ڪهدر وال (15) ويساوال
(16) گجروال (17) سوهود وال (18) اگروال
(19) جيال وال (20) منت وال (21) ڪجو وال
(22) ڪورتا وال (23) ڇهترا وال (24) سوڵي
(25) سوجت وال (26) ناگر (27) ماد
(28) جل هيرا (29) لاڙ (30) ڪيوپول
(31) خورتيا (32) بوردري (33) ديو سورا
(34) پميرال (35) نگودرا (36) ڪربيرا
(37) بنوريا (38) ميواڙا (39) نرسنگ پورا
(40) ڪتروال (41) پنچم وال (42) هنروال
(43) سرليرا (44) بائسير (45) منوڪي
(46) ڪمبووال (47) جيرڻ وال (48) پاچل وال
(49) اورچٽ وال (50) بامڻ وال (51) سرگور
(52) ٽاڪر وال (53) بالمي وال (54) ٽي لوٽا
(55) ابتربي (56) لاڏي ساڪا (57) بيڏنورا
(58) چنچي (59) گيو سورا (60) پاؤر
(61) جيمو (62) پرمورا (63) مهيريا
(64) ڏاڪر وال (65) منگورا (66) گوهيل وال
(67) موهور وال (68) چنورا (69) ڪاڪيوليا
(70) باريجا (71) اندورا (72) سچورا
(73) پنون گروال (74) منڏا هيولو (75) بريميونيا
(76) جاگريا (77) دندوريا (78) بورروال
(79) سوربيا (80) اورروال (81) تيوفيگ نگورا

زراعت ڪار ۽ ڏنار:

(1) اهير (2) گويلا (3) ڪورمي
(4) ڪولميي (5) گجر (6) جت

# سورج (سج) بنس يا ونس

قديم سنڌ جنهن ۾ برما، بنگال، موجوده هندستان، نيپال، ڪشمير، تبت جو ڪجهه حصو، افغانستان ۽ موجوده پاڪستان اچي وڃي ٿو. تنهن ۾ حضرت نوح عليه السلام جي اولاد جي پيٽيڪل قوم، الله جي عبادت ڪرڻ بجاءِ ستارن جي عبادت شروع ڪئي جنهن جي بنياد تي ڪ اعليٰ نسل وجود ۾ اچي ويا. هڪ سورج بنس يا ونس يعنيٰ سج جي اولاد، نسل، خاندان ۽ ڪٽنب جنهن عرف عام ۾ سورج ونشي چيو ويندو آهي.

هندو ڌرم جو بنياد رکندڙن پنهنجو پاڻ کي بالاتر ۽ اعليٰ ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ڪهاڻيون گهڙيون جنهن جي بنياد تي منو ڌرم شاستري ترتيب ڏنو ويو. جيئن قديم سنڌ جي ذاتين ۽ قبيلن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي سگهن جنهن ڪري هنن قديم سنڌين جي ديوتائن شو ۽ وشنو جو سهارو وٺي سنڌين جي نظريئه تخليق جي ڪردار برهما کي پنهنجي داستان يا مت جو محور بڻائي هڪ چار وڏو جيئن پنهنجو تعين يا سڃاڻپ حاصل ڪري سگهن. جنهن ڪري ان ۾ وقت به وقت تبديليون ٿينديون رهيون تانجو هڪ ڏينهن برهام وارو تصور به اچي پٽ پيو. ڪيرن آرم سٽرانگ پنهنجي ڪتاب A. Short History of Myth ۾ لکيو آهي ته: ”ڪهاڻين جي ڪا به هڪ مستند روايت ڪو نه رهي آهي. جيئن جيئن حالتون تبديل ٿينديون انهن آکاڻين جي مختلف طريقن سان بيان داخل يا شامل ڪرڻ جي ضرورت پوندي رهي.“

هندو مذهب جي روايت ۽ عقيدي موجب برهما ان ڪنول مان جنم ورتو هو جيڪو وشنو جي ڌُن مان نڪتو هو يجر ويد ۾ اعليٰ ترين هستي کان هيئن چورايو ويو آهي.

”مون مان برهما پيدا ٿيو جيڪو سيني کان اعليٰ ۽ سيني انسانن جو پيءُ آهي. وڏيڪ چائنڊ لاءِ سنڌ جي تاريخ جلد پهريون هو پهريون ڏسو جنهن ۾ ان جو تفصيل موجود آهي. هن ڪي هندو مذهب جي روايت ۾ منو به چيو ويو آهي. هندو مذهب اصل ۾ سنڌي مذهب آهي يعني اهو مذهب جيڪو سنڌ ڌرتي يا سنڌو درياهه جي پاٽيءَ تي آباد ڪندڙن اختيار ڪيو.

برهما کي ٻه پٽ پيدا ٿيا هڪ برنچه ۽ اتمر، برنچه مان ڪشپ پيدا ٿيو. جنهن کي سورج نالي پٽ پيدا ٿيو سج جهڙو ان ڪري لکيو ويو آهي ته ڪشپ ديوتا سج کي اپاريو ۽ سج جي پيٽ هيو سوٽ من يا ببو سوٽ جي نڪ مان نڇ اچڻ ڪري اڪر باڪ پيدا ٿيو. جنهن جي اولاد کي پنهنجي خانداني وڏي سورج جي نالي سان سورج ونس يا بنس ڪوٺيو ويو.

روايتن ۾ اهو به آيو آهي ته برهما ديوتا تخليق جي دوران غلطيون به ڪيون جنهن ڪري ڪيس چار اهڙا پٽ هڪ سنڪ، ببو سنند ٿيون سان تن ۽ چوٿون سنت ڪمار چاوا جن وڏيڪ انسانن جي پيدا ڪرڻ جي مخالفت ڪئي ۽ هو عبادت ڪرڻ ۾ لڳي ويا ۽ هنن واسو ديو جي پوڄا شروع ڪئي. منهنجي تحقيق موجب واسو ديو جو تعلق جهڪر جي دڙي واري شهر سان هو، جتان هن جا گهٽا سڪا ۽ ثبوت مليا آهن.

سورج بنس خاندان ۾ سڀ کان وڏو ناليوارو حڪمران اڪشواڪو هو جيڪو فارس جي حڪمران جمشيد بن طهورث جو همعصر هو چون ٿا ته هن ئي هندستان ۾ سورج بنس خاندان جي حڪومت جو بنياد وڌو هو. ٽاڊ جي مطابق هن خاندان سڀ کان پهريان اجوڌيا شهر جو بنياد رکيو، جنهن کي گاديءَ جو هنڌ بڻايو جيڪو هاڻي اوڌ جي نالي سان مشهور آهي. ان کان پوءِ راجا اڪشواڪو جي پوٽي ميٿلا پنهنجي نالي سان رياست قائم ڪئي ۽ انهيءَ نالي سان رياست جي گاديءَ جو شهر قائم ڪيو. موجوده وقت ۾ ان شهر کي ترهٽ چون ٿا جيڪو بنگال ۾ آهي. هن کي وڏيڪ شهرت سندس پٽ ”جنڪ“ ڏني، جنهن ڪري رياست کي مٿيلا جنڪ پور

جي نالي سان بہ سڏيندا هئا.

مسٽر جيمس ٽاڊ لکيو آهي تہ سورج بنس خاندان جي سلطنت بکر ماجيت سن کان ڇهہ سئو صديون بعد يعني 650ع ۾ ختم ٿي. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ سورج ونس خاندان جي ڪيترن جنگ وجدل ۽ سپاهہ گيري ڇڏي مذهبي پروهت ٿي ويا پر اڳتي هلي انهن جي پنهنجو قديم پيشو سپاهہ گيري اختيار ڪئي. جيئن اڪشواڪوجي ڏهن پٽن مان ٽن پٽن مذهبي فرقا ٺاهيا چون ٿا تہ انهن مان ڪنين مشهور ٿيو، پهريان اگني هوتر ٺاهيو ۽ ان جي پوڄا ڪئي، ٻي واپار ڪرڻ شروع ڪيو. ”پرورا“ جا ڇهہ پٽ جيڪي چند خاندان مان هئا، جيڪي ”آياتي“ جي نالي مشهور آهن. انهن جي اولاد مان پندرهن نسلن بعد ”هريٽي“ جيڪو پنهنجن اٺن ڀائرن سميت برهمڻ ٿيو.

ٻيات جي نسل مان چوويهين راجا ”بهار دوارج“ هڪ نئون مذهب فرقو ٺاهيو. اهڙي طرح سان سورج ونس خاندان مذهبي رنگ اختيار ڪندو ويو جو هندو ڌرم جا اڪثر مذهبي هن خاندان جا هئا ۽ پاڻ کي راجپوت چورائيندا هئا. هن نسل مان 56 قبيلا ٺهيا جن مان ذاتيون سون ۽ هزارن ۾ آهن.

## سورج بنس جو بنيادي شجرو ۽ رامچندر جي وڏن جو پهريون شجرو:



## سورج بنس خاندان جو سلسلو، پڳ پٽ ڪشپ جي اولاد جنهن مان چوهاڻ، سولنگي، پرهار ۽ پنوار ڏيکاريا ويا آهن.




نوٽ: اڳني ڪل وارين ذاتين ۾ هنن کي ڏيکاريو ويو آهي جيڪو برهمڻن جو گهڙيل قصو آهي. تنهن جو تفصيلي ذڪر اڳتي پڙهندا.

## سورج بنس سلسلو- ديوست پت سورج جي اولاد:



## شجرو سورج بنسي خاندان ۽ رامچندر جي وڏن جو ٻيو شجرو




هن ٽي شاديون ڪيون، هڪ راڻي جو نالو ڪو شيلا ، ٻي جو سومترا ۽ ٽين ڪيڪئي هئي.

نوٽ: راجا ڪرن- جنهن مان ڪائيو ذات ۽ ٻيا سنڌي قبيلا آهن.

## سورج بنس خاندان جو سلسلو

اڪشوا (اڪشواڪو) باني سورج بنس خاندان جن جي وڏن سنڌ جي ڪناري وهڪرن ۽ ڦاٽن تي خاص ڪري مهين جي شهر جي پرسان وهندڙ اوهندي ناري ۽ ديهات واري وهڪري تي سج جي پوڄا ڪئي، جنهن ڪري ڪين سورج بنس سڏيو ويو.



## خاندان سورج بنس سلسلو- لو پُٽ رامچندر جي اولاد:



## سورج بنس سلسلو- لو پُٽ رامچند جي اولاد جو سلسلو:



## خاندان سورج بنس سلسلو، ڪشن پٽ رامچند جي اولاد:

جيڪو موريو چند (گپت موريو)، پنهور جو جد امجد آهي



# چندر ونس يا بنس

سورج ونس خاندان جي سلسلي ۾ بيان ٿيل برهما کي ٻه پٽ ڄاوا هئا هڪ برنچ ۽ ٻيو اتمر، برنچ جي نسل جي ماڻهن ۽ اولاد کي سورج ونس سڏيو ويو. برهما جي ٻي پٽ اتمر کي سمدر نالي پٽ هو، جنهن پنهنجي پٽ جو نالو چندر رکيو، جنهن جي نالي پويان هن جي اولاد چندبيا چندر ونس (بنس) چورائي ٿي. چندر کي ٻڌ نالي پٽ هو (هي گوتم ٻڌ ناهي) جنهن پنهنجي سوٽاڻ جي خاندان سورج ونس جي راجا اڪشواڪو جي ڌيءُ ايلا عرف پرٿي سان شادي ڪئي.

ٻڌ جو ٻيو نالو مرڪري يعني عطارد به آهي هن خاندان جي رياست پرياڳ کي ڪنهن قائم ڪيو هو، ان بابت ڪا به معلومات ڪونهي پر جيمس ٽاڊ جو خيال آهي ته هن خاندان جي ڇهين نسل پورو ان جو بنياد رکيو هوندو. جهلم جو راجا پورس چندر ونس خاندان جو هو جنهن سان سڪندر مقدوني 325 قبل مسيح جنگ ڪئي هئي. هستاپور شهر جو بنياد وجهندڙ هن خاندان جي مشهور ۽ نالي واري شخص ”هستي“ رکيو هو جيڪو هن جي نالي پوياڻ سڏيو ويو.

جادو يا جادؤ، پورو ۽ اوروهن خاندان سان تعلق رکندڙ آهن. پورو خاندان مان راجا هستي هو جنهن جو ذڪر ڪري آيو آهيان، هن جي اولاد مان سنڌي قبيلا آهن اجميوا (جت) ديو ميد، (مهاٽو) ۽ پورميد (ماڇي) آهن. جتن مان ڪورؤ ۽ پانڊؤ پيدا ٿيا.

جيمس ٽاڊ جي مطابق اجميدا يعني جت جو نسل اتر هندستان، پنجاب ۽ درياءَ سنڌ تائين 1600 قبل مسيح تائين ڦهلجي چڪو هو. اجميدا جي چوٿين نسل ۾ ”بجيا شو“ پيدا ٿيو جنهن مٿي بيان ڪيل علائقي کان علاوه درياءَ سنڌ تي قبضو ڪري ورتو. هن جي پنجن پٽن پنجاب مان وهندڙ دريائن تي پنهنجي نالي پٺيان نالو پنچال رکيو هو. هنن جي نندي پاءُ رياست جي گادي جو هنڌ ڪمپيل ننگر جو بنياد رکيو.

اجميدا جو هڪ پٽ ڪس وتي جيڪو ٻئي قبيلي جي گهرواريءَ مان هو، هڪ ٻي سلطنت ۽ قبيلي جو بنياد رکيو، جنهن کي خاندان کو سڪ چون ٿا. هن کي چار پٽ هئا جن مان به ڪسانپ ۽ ڪشميا مشهور هئا. هن جي خاندان قنوج جي رياست جو بنياد وڌو هو ۽ راءِ گهراڻي جي وقت ۾ سنڌ جي پاڙيسري ۽ پرجهلو رياست هئي جنهن تي شهاب الدين غوريءَ 1193ع ۾ حملو ڪيو هو.

چندر ونس خاندان ٻڌا کان وٺي بدهشتر تائين46 نسلن تائين هو، جنهن مان سوين قبيلا ۽ هزارين ذاتيون وجود رکن ٿيون، پنجاب ۾ جاٽ نسل سڏائيندڙ هن نسل جي باقيات مان آهن. مشهور هندو حڪمران پرٿوي راج جو تعلق چندر بنس خاندان سان هو ۽ چون ٿا ته دهلي جو بنياد وجهندڙ به هي آهن.

هن خاندان کي چندر ونس انهيءَ ڪري به چيو ويندو آهي، جو هنن رات جي وقت چندر جي پوڄا ڪئي ۽ اونداهي ۾ روشني جو محور سڏيو.

## شجره چندر بنس



چندر بنس جو سلسلو خاندان پورؤ بنس- جنهن مان سنڌي قبيلا، جت، مهاٽو ۽ ماڇي آهن:



## چندر بنس سلسلو- اولاد ججات- اورهن:



## چندر بنس سلسلو- اولاد ديو ميد - مهاٽو



## چندر بنس سلسلو۔ اولاد رکش



## شجره تنور (طور) چندر ونسي خاندان

راجا بڪرماجيت
حضرت عيسيٰ کان 56 سال اڳ
جائو هو. 10 سال تخت تي ويٺو
|
سمندر پال 102ع
|
چندرپال 129ع
|
نيپال 150ع
|
ديس پال 164ع
|
سنگها پال 182ع
|
گوبدن پال 201ع
|
مکها پال 223ع
|
هرچند پال 236ع
|
جهمي پال 250ع
|
هرپال 265ع
|
مدن پال 283ع
|
ڪرم پال 289ع
|
مڪرم پال 310ع

# يادؤ يا جادؤ ونس

قديم سنڌ جو نالي وارو خاندان ۽ قبيلو آهي جنهن کي جوڏا يا يوڌا بہ سڏيو ويو آهي. يادؤ ونس چندبہ ونس قبيلي جي هڪ شاخ آهي جيڪا راجا ججاتي جي پٽ ياؤو يا جادؤ منهنجي تحقيق موجب هن جو نالو جادم هجڻ گهرجي. تنهن جي اولاد کي يادؤ يا جادؤ ونس سڏيو ويو. هن نسل مان اڪثر سنڌي قبيلا آهن. هنن جي هڪ طرف درياءَ ستلج کان وٺي دوارڪا تائين ۽ ٻئي طرف سبي، ڪڇي، ڪاڇي، ڪوهستان کان وٺي سنڌي سمنڊ تائين حڪومت هئي ۽ هنن جي آيامڪاري ۾ ئي سنڌ جي ميداني علائقي کان وٺي، ڪرو ۽ ڪيرتر جبل جي ماٿرين ۾ ڪورون ۽ پاوندن جي جنگ لڳي جنهن کي مهاڀارت جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

جادم جي اولاد کي ٻائيتاليهہ پشتن تائين يادؤ يا جادؤ ونسي چيو ويندو هو. جڏهن هن جي اولاد مان ئي راجا دوارت جو پٽ شور ۽ ان جو پٽ سيني پيدا ٿيا تہ انهن پيءُ پٽن جي نالي تي يادؤ ونسي بدران شور سيني سڏيا ويا، پر راجا سيني کان پوءِ پنجن نسلن بعد وري هنن کي يادؤ ونسي سڏيو، انهيءَ ڪري تہ ڪرشن کي يادؤ ونسي ڪري لکيو ويو.

ڪرشن جي اولاد کي يادؤ نسل ڪوٺيو ويندو آهي، جنهن مان ڀٽي، سمہ، جاڙيجا آهن.

سڪندر مقدوني جي زماني ۾ سامر ننگر (سيوهڻ) جنهن کي يونانن مينا ننگر لکيو آهي، انهن جي گادي جو هنڌ هو، ڪرشن جو مشهور لقب سيام يا سامہ هو ڇاڪاڻ تہ هو ڪٽڪ رنگو هو، انهي ڪري جاڙيجا ۽ سمہ ساما پوتر جي لقب سان مشهور ٿيا، ان جا حڪمران سمو (سامبس، سيوهڻ جي راجا جو نالو جيڪو سڪندر مقدوني جي وقت ۾ اتي حڪمراني ڪندو هو) ڪوٺيا ويا. ٿاڌ راجستان ۾ لکي ٿو تہ سمہ اهل اسلام جا ايترا تہ عقيدت مند ٿي ويا آهن جو انهن پنهنجو ماضي وساري ڇڏيو آهي ۽ ان کي پنهنجي بي عزتي سمجهن ٿا، انهي ڪري هو پنهنجي اصليت شام (ملڪ) جي ظاهر ڪندا آهن ۽ جمشيد ايراني جي نسل مان ڄاڻائيندا آهن، جنهن ڪري هو سيام مان بدلجي جام ٿي ويا آهن.

اهي سورج ونشي خاندان سان تعلق رکندڙ آهن، جنهن ڪري هنن کي "اندو" جي خاندان مان بہ چيو ويندو آهي.

يادؤ چندر ونشي آهن جيڪي اٺن پاڙن ۾ ورهايل آهن.
(1) يادؤ (2) ڀٽي (3) جاڙيجا (4) سميجا (5) موريچا (6) بدمون (7) بدوا (8) سوها (سوهو؟). جاڙيجا مسلمان ٿيڻ کان پوءِ پنهنجو نسل شام کان آيل ٻڌائيندا آهن ۽ چوندا آهن تہ هو جمشيد ايراني جي اولاد آهن ۽ هو لقب جام استعمال ڪندا آهن. جاڙيجا (سمہ) اصل ۾ ڪڇ جي قوم ۽ ڪرشن جي اولاد آهن.

راجپوت جي ديوتائن ۾ سورج ديوتا وڏو سمجهيو ويندو آهي ۽ پتامبر سورج ديوتا جو لقب آهي. پتامبر اها علامت آهي جيڪا سج نڪرڻ کان اڳ ۽ سج لهڻ کانپوءِ جيڪا آسمان تي ڳاڙهاڻ نظر ايندي آهي. پتامبر ڪرشن جو صفاتي نالو آهي. اهڙي طرح ڪشن کي "رڻ ڇوڙ" بہ چيو ويندو آهي جيڪو رڻ ڪڇ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ميدان جنگ" ان لقب سان سندس دوارڪا ۾ پوڄا ٿيندي هئي.

ان ڪري چندبہ روشني کي سوم ونشي بہ ڪوٺيو وڃي ٿو.

## چندر بنس- يادؤ خاندان:

## شجرو راجا جادم عرف يادؤ کان راجا ڪرشن تائين




راجا ورسو (دوسو)
راجا پرهٽ
راجا گني
راجا پروپ پرتاپ (پدرپ)
راجا جنتو جاتو
راجا ستوتي-
يادؤ ونس شاخ جي شروعات، باني
راجا اندڪا (تڪ)
ديو پرٽ
پينسي
راجا پجن عرف پجمن
راجا ڪڪر
اولاد جو شجرو الڳ موجود آهي
راجا دروپا (وداٿ)
راجا سورت (سور)
راجا سيني
راجا پوج
راجا راوڪ (راوس)
راجا ديو ميد
راجا سور (ثاني)
راجا واسديو
راجا واسديو (مهين جو هڪ راجا 20000 قبل مسيح)
بلرام عرف پدر مهين واري لکت موجب پدر آهي . هن جي اولاد بارڪا سڏجي ٿي ۽ سنڌ ۾ رهندا هئا
مهاراج
راجا ڪرشن
هن کي يادؤ ونس به سڏيو ويو
پروديومند
راجا سمون (سامب)
پريومن
شجور موجود آهي پنهي ۽ بين سنڌي قبيلن جو وڏو
راجا جهاريجه (جاڙيجو)
جاڙيجه قبيلي جو باني- جد امجد

## هڪ ٻئي شجري جي مطابق راجا ڪرشن جي اولاد




جو باني + جدامجد

## شجرو

### جادم عرف راجا يادؤ کان راجا ڪرشن تائين




راجا سڪتنا
راجا ڪرشتڪ (ڪروتڪ)
راجا ڪر
راجا ديورٿ
راجا چيتر
راجا ماڌو
راجا ورسو (درسو)
راجا پرهٽ
راجا گني
راجا پروپ پرناپ (پدرپ)
راجا جنتو جاٿو
راجا ستوتي (يادؤ ونس جي شاخ شروعات)
ديوپرٿ
پينسي
(تڪ) راجا اندڪ
راجا پچن عرف پچمن
راجا ڪڪر
(شجرو الڳ موجو آهي)


راجا دروپا (وداٿ)
راجا سورت (سور)
راجا سيني
راجا پوڄ
راجا راوڪ (راوس)
راجا ڌيوميد
راجا سور (ثاني)
راجا واسديو
يادؤ ونسي
بلرام عرف پدر
راجا ڪرشن
مهاراج
مهين واري لکت موجب
پدر آهي هن جي اولاد
بادشاهه سنڌ جي ٿي. سنڌ
۾ رهندا هئا.
پرديومند
راجا سمون (رسامب)
(پريومن) پرديومند
شجرو موجود آهي.
پٽين ۽ ٻين سنڌي
قومن جو وڏو
راجا جهاريجه (جاڙيجو)
سنڌ جي سمه قبيلن
جو وڏو

## هڪ ٻئي شجري جي مطابق



## خاندانِ چندر بنس جو سلسلو- اولاد پينسي



## چندر بس جو سلسلو (خاندان يادؤ عرف جادم)



**راجا ستوتي**

|

**تڪ عرف انندڪ**

|

**عرف انندڪ**

|

**راجا ڪڪڙ** جنهن جي نالي پويان ڪاڪا حڪمران سڏجن ٿا جن ڪي حڪمراني ڪي ڪاڪا راڄ سڏيو ويو جيڪا ٻڏيہ پرڳڻي جا حڪمران هئا. موجوده ڪڪڙ جو شهر راجا ڪڪڙ جو ٻڌايل آهي جيڪو ان جي گاديءَ جو هنڌ هو. محترم عطا محمد ڀنڀرو جي تحقيق موجب مهين واري لکت ۾ ان خاندان جو ذڪر آهي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو.

**راجا ستدان** (ٻيادؤيا جادم، سورج بنس يا چندر ونس قبيلا، قديم سنڌي ماڻهن جا آهن. اڄ بہ سنڌ ۾ ڪڪڙ ذات وارا رهن ٿا.

|

**راجا بلوم**

|

**راجا ڪپوت (ہيو)**

|

**راجا آنو (اتو)**

|

**راجا انندڪ**

|

**راجا ڏنڏي**

|

**راجا ديرورت**

|

**راجا پروسو**

|

**راجا اڪوڪ**

**راجا اگرسين** — **راجا ديوڪ**

|

**راجا ڪنس۔ راجا ڪرشن (مهاراج) جو مامو جنهن کي ماريو.**

نوٽ: راجا ڪس بابت بہ شجرا موجود آهن. جن جو جد امجد هڪ ئي راجا ستوتي آهي پر هن جي پٽن. تڪ ۽ ڀنسي جي شجرن ۾ الڳ الڳ ڏيکاريل آهي. منهنجي راءِ موجب ڪنس جو هي شجرو وڌيڪ صحيح آهي.

## چندر بنس سلسلو- يادؤ خاندان



# اگني (باھ) ڪل واريون ذاتيون

اگني ڪل وارين ذاتين لاءِ مختلف روايتون ملن ٿيون جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو هڪ مذهبي طور گهڙيل ڪوڙو قصو آهي، جنهن جو سهارو وٺي، ڌرتي ڌڻن ڪي هڪ ٻئي سان ويڙهايو ويو. جيئن هندو ڌرم جي ڪرندڙ ديوار کي سهارو ملي سگهي ۽ ان وسيلي هندو ڌرم کي قدرت جو ڪرشمو ڏيکاري ٻيهر جيارڻ جو سبب بيان ڪري سگهجي. باھ وارين ذاتين يا انهن جي جد امجد جي پيدا ٿيڻ بابت بہ مختلف قصا آهن جيڪي بيان ڪجن ٿا.

## 1_ تاريخ مرات السلاطين جي بيان مطابق:

تاريخ جي هن ڪتاب جي روايت موجب 1197 هجري (1782ع) کان 2554 سال 5 مهينہ ۽ 27 ڏينهن اڳ (انداز 222 قبل مسيح) هڪ شخص مهابا، نالي وارو، باھ جا اڙاھ ٻاري پنهنجي مذهب مطابق عبادت ڪندو هو. ان تي ڪيترن ماڻهن جو مذهبي عقيدو ٿي ويو جن حقيقي خدا سان ملڻ لاءِ ان ٻرندڙ باھ ۾ پاڻ کي زندھ ساڙي ڇڏيو. اها صورتحال ڏسي ٻڌ مذهب جي ڀڪشو "سيورھ" وقت جي حاڪم کي ان رسم کي روڪڻ لاءِ زور ڀريو ۽ باھ کي وسائڻ لاءِ چيو. حاڪم ان تي عمل ڪندي حڪم جاري ڪيو ۽ ان رسم ادا ڪرڻ جي سختيءَ سان منع ڪئي.

باھ جي پوڄارين ان کي ٻڌ ڌرم وارن جو فساد ڪرڻ قرار ڏنو ۽ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ دعائون گهرڻ شروع ڪيون. آخر مذهبي روايت موجب ڀڳوان پنهنجو جلوو ڏيکاريو ۽ ان آتشڪده مان هڪ نوراني چهري وارو ماڻهو نڪتو جنهن جي هٿ ۾ تلوار هئي جنهن کي ڪن هڻن جي تہ ڪن ڏن جي سڏيو جيڪو دکن کان اچي ڪري مالوھ جي تخت تي ويٺو، جنهن جي راڄ ڪرڻ کانپوءِ پنوار خاندان سلطنت سنڀالي.

## 2_ بنس مها سڪر جي روايت موجب:

جڏهن ڪل جڳ جا هڪ هزار سال پورا ٿي ويا تہ ٻڌ ڌرم زور ورتو تہ ان کي ڪمزور ۽ ختم ڪرڻ لاءِ ٿبشٽ رشيءَ وڏي پرتگيہ ڪري ديوتائن مان چار ڪشتري پيدا ڪيا جن فساد ڪندڙن (هندو مت جي مخالفت ڪرڻ وارن. ٻڌ مذهب جا پيروڪار) ۽ ٻڌمت کي ختم ڪيو. اهي هئا. پهريون هري پال تہ پوار (پنوار) جيڪواندر مان ڄائو. ٻيو ڪرشن پال پرهار جنهن مان نوناگلي جا راڄا پيدا ٿيا، ٽيون، مهي پتي سولنگي جيڪو برهما جي ميل جول ۽ محبت سان پيدا ٿيو ۽ چوٿون چتر ڀيڄ چوهاڻ جيڪو وشنو جي انس مان ڄائو، جيڪو مهيشور جو راڄا ٿيو ۽ دکن تي راڄ ڪيو.

## 3_ تاريخ مالوھ جي بيان موجب:

تاريخ مالوه اگني ڪل جي پئدائش متعلق پنج روايتون بيان ڪيون آهن. پهرين روايت موجب ٻڌ ڌرم جي ڪري زمين تي پاپ وڌي ويا ۽ ڪفر ۽ جهالت ڦهلجي ويئي ۽ ماڻهو ان مان بيزار ٿي پيا تہ وسوا متر ڇترين (ڪتري-ڪشتري) کي ٻيهر پيدا ڪرڻ و ارادو ڪيو، جنهن واسطي ابو جبل تي ويو، جتي ڪجهہ "مني" (هندو ڌرم جا مذهبي پيشوا) رهندا هئا، جيڪي سمند (سنڌي سمند) جي ڪناري تي فرياد ڪرڻ واسطي ويا هئا، انهن اتي ڀڳوان کي ڏٺو جيڪو هڪ نانگ تي سوار هو، جنهن هنن کي حڪم ڏنو تہ هو ابو جبل تي هليا وڃن جو هو ڇتري پيدا ڪرڻ چاهي ٿو، جن اهڙو ذڪر وسوامتر ملاقات ۾ ڪيو. پوءِ هنن گڏجي "اگن ڪنڊ" کي گنگا جي پاڻيءَ سان صاف ڪيو ۽ مذهبي رسمون ادا ڪيون، انهيءَ دوران چئن ديوتائن يعني، اندر، برهما، شو (رُدر) ۽ وشنو چار بوتا ٺاهيا جن کي اگن ڪنڊ ۾ وڌو جتان چار ماڻهو

نڪتا جن مان پهريون امل راؤ چتر پوچ (چئن هٿن وارو) جيڪو پڳوان جي انس مان پيدا ٿيو. چوهاڻ راجپوت جو نسل ان مان شروع ٿيو، ٻيو درجن ڪش سولنگي، برهما جي انس مان پيدا ٿيو جنهن مان سولنگي ذات وارا آهن. ٽيون ڪسل سنگهه ديبي جي انس مان جنهن جي اولاد کي پرهار جو لقب مليو ۽ چوٿون درور عرف اگني پلڪ راجا مهاديو جي انس مان پيدا ٿيو. پنوار راجپوت جو سلسلو اتان شروع ٿيو.

ٻي روايت موجب برهما ديوتا جڏهن ڏٺو ته جهان ۾ ڪفر وڌي ويو آهي ته هن ڪل جڳ جي شروعات ۾ انل ڪنڊ تي وحي بوتو ٺاهيو جنهن کي دشمن ڊاهي ڇڏيو، جنهن تي ونشٽ رشي برهما تي زور پريو ته هو ان جو تدارڪ ڪري آخري گهٽي اصرار ۽ زور پرڻ تي برهما بشنو جي خدمت ڪئي، جڏهن هو راضي ٿيو ته هن پنهنجو مطلب بيان ڪيو جنهن هن کي پنهنجي سيني جي وارن مان چار بوتا ٺاهي ڏنا، جنهن انهن کي اگني ڪنڊ ۾ وڌو جتان اگني پلڪ راجا پيدا ٿيو، جيڪو تير ۽ ڪمان سان ليس هو، جنهن کي برهم ديو چيو، چو بيٺو آهين، دشمنن کي مار، جنهن دشمنن تي حملا ڪري هنن جي لاشن جو ڍير ڪري ڇڏيو. ان وقت برهم ديو، ونشٽ رشيءَ کي چيو، هي بشنو جي حڪم سان جوان مرد راجا ٿيو آهي. هن جو لقب پرهام اهي. هن جي اولاد پرمار (مارينڊڙ) راجپوت چورايو جيڪي بعد ۾ پنوار سڏجڻ لڳا.

ٽين روايت موجب ست رشي ابو جبل تي عبادت ڪرڻ لاءِ ويا جن کي راڪشش عبادت ڪرڻ نه پيا ڏين جنهن ڪري ”سرو“ نالي واري رشيءَ چار بوتا ٺاهيا ۽ ڪنڊ ۾ وڌا، انهن چئن بوتن مان چار راجا پيدا ٿيا جن راڪششن کي ماريو. رشين پنهنجي عبادت پوري ڪئي. جنهن ڪانپوءِ چوهاڻ کي ارڙهن قلعه ۽ مارواڙ جو علائقو سولنگي کي آنند پور، پاٽن ۽ گجرات وارو علائقو، پرهار کي ابوجبل وارو علائقو ۽ پنوار کي مالوه جو ملڪ مليو.

چوٿين روايت مطابق سيونگ پٽ شيش نانگ جي اولاد تڪشڪ مان هو، برهمڻن هن کي پنهنجو مذهب سيکاريو، جنهن ڪانپوءِ هن مگڌ جي بدمت جي راجا ”ڊپن جي“ تي چڙهائي ڪري ماري ڇڏيو. سيونگ جي اولاد مان مها نند پاٽلي پتر ۾ راڄ ڪيو، چندر گپت ان جو پٽ هو، جنهن مان پنوار خاندان پيدا ٿيو.

پنجين روايت موجب رامچندر جي اولاد مان راجا سومتر اجوڌيا جو راجا هو، هن جي پٽ جي اولاد کي پنوار چيو ويو جيڪي سورج بنس خاندان مان آهن.

## پراڻ ۾ ذڪر:

ويدن ڪانپوءِ هندو مت جو اهم ڪتاب پراڻ آهي جنهن ۾ پڻ اگني ڪل نسل جو ذڪر ٿيو آهي. تنهن جي مطابق راجستان جي ابو جبل کي مقدس سمجهيو ويندو آهي، جتي تارڪ الدنيا رشي نفساني خواهشن کان پري صرف ڳئون جي کير ۽ ميون تي گذر ڪري تپسيا ۾ مشغول رهندا هئا. دنيا جي نعمتن کان بي پرواهه جڏهن رياضت ڪندا هئا ته شيطان انهن جي رياضت ۾ خلل وجهندا هئا ۽ ديوتائن جي قرباني کي ناپاڪ ڪري ڇڏيندا هئا. برهمڻ ڏکڻ اولهه طرف ”هوڻ ڪنڊ“ ٺاهي ويهندا هئا، ٻئي طرف شيطان، راڪشش وغيره مٽيءَ جو طوفان آڻي، پليت رت، ناپاڪ هڏيون ۽ گوشت وغيره سان ان کي ناپاڪ بڻائي ڇڏيندا هئا، جنهن ڪري هنن جي عبادت پوري ٿي نه سگهندي هئي، جنهن ڪري انهن وري ”هوڻ“ ڪرڻ جو رٿيو جنهن واسطي مقدس رشي، مٽي ۽ ڪامل برهمڻ گڏ جي ”اگن ڪنڊ“ جي چوڌاري گڏ ٿي شري مهاديو جي کي پراٿنا ڪئي ته مهاراجا مدد ڪر، امداد جو وقت آهي. هنن جي دعا قبول ٿي، هوڻ ڪنڊ مان هڪ ماٺهو نمودار ٿيو، جنهن کي هنن ڏٺو ته هو جنگ ڪرڻ جي لائق نه آهي، هن کي ”يگ منڊپ“ جي دروازي جي نگهباني جي ذميواري ڏني ۽ ان جو ”پرٽي دوارا“ نالو رکي، جنهن جو نالو بگهڙي پرهار ٿي ويو.

هنن ٻيهر هوڻ ڪرڻ شروع ته هٿ جي ترِيءَ مان هڪ شخص نڪتو، جيئن ته سنسڪرت ۾ ترِيءَ کي ”چلو“ چوندا آهن، تنهن ڪري ان جو نالو چلوڪ رکيو جيڪو سولنگي جي نالي سان مشهور ٿيو.

هنن ٽيهر هوڻ ڪيو جيڪو ٽيون شخص ظاهر ٿيو تنهن کي پرمار جو خطاب ڏنو، چاڪاڻ ته انهن محسوس ڪيو ته هن ۾ بهادري ۽ جوان مردي وارا گڻ آهن جنهن کي دشمن کي سيڪت ڏيڻ لاءِ روانو ڪيو.

پوءِ ششٽ مني هوڻ ڪنڊ تي ويٺا، ويد ۽ منتر پڙهي ديوتائن کي ٻاڏايو ته اوچتو هڪ مضبوط جسم جو مالڪ جنهن جي هٿ ۾ چترنگ هو. چترنگ هٿيار هجڻ جي ڪري ان جو نالو چتر ڀڄ رکيو، جنهن دشمنن کي شڪست ڏني.

## سرڪار هند برطانيا جي رپورٽ مطابق:

اگني ڪل جي ذاتين متعلق مالوه جي برٽش آفيسر

گورنر جنرل هند جي حڪم موجب هڪ رپورٽ تيار ڪئي، جنهن ۾ لکيل هو تہ جڏهن پرسرام ايڪويهين دفعي دنيا کي زندهہ رکيو تہ ست رشين بدنظمي ڏسي ان کي ختم ڪرڻ واسطي ڪنهن قابل ماڻهو جي ضرورت محسوس ڪئي جنهن ڪري هو ابو جبل تي عبادت ڪرڻ لڳا، تڏهن اگن ڪنڊ مان چار ڪشتري نڪتا.

يگ ڪرڻ وارن رشين هر هڪ ششٽ (بشٽ) جمدگن بهار دواج، مارڪنڊي، مريچ، پارگو، بشوامتر- هنن بوتا ناهي باهہ ۾ وڌا، ديوتائن هنن جي يگ کي قبول ڪيو.

پهريون برهما جي حڪم سان چتر پچ چوهاڻ، ٻيو بشنو جي حڪم سان پرهار، ٽيون مهاديو جنهن سولنگي کي پيدا ڪيو. هنن سڀني کان پوءِ "ڪالي ديوي" هڪ چاليهہ گز ڊگهي ماڻهوءَ کي پيدا ڪيو جنهن جي هٿ ۾ تلوار هئي ۽ مارا ماري ڪندو اگن ڪنڊ مان نڪتو، تڏهن رشين ان کي پرمار سڏيو يعني دشمنن کي مار (يا مارينڊڙ) جيڪو پرمار مان پنوار بڻجي ويو. هن جو نالو پرودوا راءِ رکيو، جنهن جي اولاد راجا ٿي جن جي اولاد پنوار بنس ڪوٺي ويئي.

## ٽاڊ جي تحقيق:

ڪيپٽن جيمس ٽاڊ فيبروري 1818ع ۾ راجستان جي تاريخ لکي جنهن ۾ اتان جي قومن جي نسلي تعلق جي بہ خبر پوي ٿي. هن انگريز آفيسر 30 سالن تائين تحقيق ڪئي جنهن دوران هن ذاتي طور اهي جايون، جڳهيون، ماڳ، مڪان وغيره ڏٺا جن جو ذڪر قديم ڪتابن بازباني طور معلوم ٿيس. هن اگني ڪل جي ذاتين جي پيدائش متعلق بيان ڪيل ابو جبل، اگني ڪنڊ بہ بذاتي ڏٺو. هن پنهنجي تحقيقي ڪتاب ۾ ان جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ راجستان ۾ اُبو يا اديد جو هڪ هنڌ آهي، جنهن کي هو يونانن جي او سپس سان ڀيٽ ڏيئي ٿو، جنهن سان رشي، مني ۽ برهمڻ جون ڪهاڻيون منسوب آهي. جتي "اگني ڪنڊ" موجود آهي. قديم ڪتابن جي لکت ۽ روايت موجب اتي گرو جبل اهڙو پاڪ هنڌ تي آهي جنهن جي چوٽيءَ تي هڪ ڏينهن جو برت رکڻ سان سڀ گناهہ معاف ٿي وڃن ٿا. جيڪڏهن ياتري يا برت رکندڙ هڪ سال جو عرصو اتي رهي تہ اهي گرو (بزرگ هستي) بڻجي ويندو. ابو يا گرو جبل تي رهندڙ ۽ گوشئي نشيني اختيار ڪرڻ واري کي ڪنهن بہ سبب ڪري ڪا بہ تڪليف نہ ٿيندي هئي.

انهيءَ غرض سان هڪ قوم "رک ڊسني" عبادت ۾ مصروف ۽ نفسياتي خواهشن کي ترڪ ڪري ڪير ۽ ميون تي پنهنجو گذر سفر ڪندا هئا، جنهن سان ساڙ حسد جي ڪري ديت ذات وارا جن متعلق جيمس ٽاڊ لکي ٿو تہ هو ڀيل قبيلي سان تعلق رکندڙ هئا هنن جي عبادت کي ناپاڪ بڻائي ڇڏيندا هئا.

اتي هڪ غار هو جتي برهمڻ پنهنجي مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ باهہ ٻاري قرباني ڏيندا هئا، پر جڏهن هو باهہ ٻارڻ يا روشني ڪرڻ چاهيندا هئا تہ شيطان طوفان آڻي ان کي وسائي ڇڏيندو هو ۽ غار واريءَ، مٽيءَ، رت گوشت ۽ غلاظت سان ڀرجي ويندو هو، جنهن ڪري هنن جي هر شيءَ ناپاڪ ٿي ويندي هئي. هو پنهنجي قرباني ۽ عبادت ڪرڻ لاءِ مقدس باهہ کي ٻيهر روشن (ٻاريو) ڪيو ۽ پوڄاري انهيءَ اگني ڪنڊ جي چوڌاري گڏ ٿي مهاديو کان دعا گهري تہ هو انهن جي مدد ۽ سهائتا ڪري. مهاديو انهن جي دعا قبول ڪندي باهہ مان هڪ شڪل پيدا ڪئي پر ان جو مهاندو جنگي جوڌي وارو نہ هو.

برهمڻن ان کي ٺاهيو، ان جو نالو "پرهار" رکيو. هڪ ٻي شڪل وارو پيدا ٿيو، هو هٿ جي آڱر مان نڪتو، جنهن کي شاستري ۾ چالو چوندا آهن، جنهن کي چالڪ يعني سولنگي سڏيو ويو. ان مان ٽين شڪل نمودار ٿي جيڪا جنگي جوان جهڙي هئي جنهن کي پهنور ڪوٺيو ويو. هنن (برهمڻن) ٽنهي کي شيطانن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ موڪليو پر اهي ڪامياب نہ ٿي سگهيا جنهن ڪري هنن منتر پڙهڻ شروع ڪيا ۽ ٻيهر ديوتا جي مدد طلب ڪئي. جنهن ڪري هڪ چوٿين شڪل پيدا ٿي. ڊگهو قد ڪليل سينو، ڪارا وار، وڏيون اکيون، ڪليل پيشاني، شڪل غضبناڪ، هٿيارن سان ليس، ترڪش تيرن سان ڀريل، هڪ هٿ ۾ تير ۽ ڪمان ۽ ٻي هٿ ۾ گول شڪل واري شي جنهن کي شاستري ۾ چترنگ (چتر- معنيٰ چار- انگ معنيٰ جسم) چوندا آهن انهي ڪري ان کي "چوهاڻ سڏيو. ان کي ڏسي بششٽ دعا گهري ڇيو تہ منهنجي اميد پوري ۽ مايوسي ختم ٿي. برهمڻن جنهن کي شيطانن سان مقابلي ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو ويو جنهن شيطانن کي ماري مات ڪيو. هن اگني ڪلُ جي سڀني ذاتين وقت بہ وقت هندستان ۽ راجستان تي حڪمراني ڪئي. مذهبي طور هنن جي حڪمراني قبول ڪئي ويئي هئي. هن ذاتين جي اولاد کي راجپوت ڪوٺيو ويو ۽ سنڌ ۾ اڄ بہ موجود آهن. جن جو ذڪر پنهنجي جاءِ تي ٿيندو.

## مصنف جي راءِ:

مٿي بيان ڪيل اڳني ڪل يعني ٻاھ مان پيدا ٿيندڙ يا نڪرندڙ ذات وارن کي هندو مذهب ۾ وڏي اهميت ۽ حيثيت حاصل آهي. ڏنو وڃي ته ٻاھ جي شعلن مان انسان جو پيدا ٿيڻ ناممڪن آهي پر برهمڻن پنهنجي مذهب ۽ ان جي دشمن کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ اهڙي ڪهاڻي گهڙي جنهن سان انهن جا مطلب پورا ٿي پئي سگهيا. هن ڪهاڻي جي پويان اصل حقيقت اها آهي ته هندو مت، ڪٽرپڻ ۽ طبقاتي نظام تي قائم هو، جنهن اوائلي دور يا شروعاتي وقت ۾ جڏهن ان جو نفاذ طاقت جي زور تي ٿيو ته قديم سنڌ جا رهاڪو انهيءَ نظام جي ذريعي غلام ۽ ٻي نمبر جا رهاڪو ٿي ويا.

مت ٻيد جي ان نظام ۽ طبقاتي طور مراعات حاصل ڪندڙن جي خلاف ساڪيا خاندان جي.شهزادي سدارٿ المعروف گوتم ٻڌ اٽڪل 550 قبل مسيح جي آواز بلند ڪيو ۽ قديم سنڌين جي ترجماني ڪندي انسانيت وارو پيغام ڏنو، جنهن ڪي مذهبي طور پيڙهيل طبقي پنهنجي نجات سمجهي ان تي عمل ڪيو ۽ ڏسندي ڏسندي موجود هندستان جي اندر ۽ خاص ڪري راءِ گهراڻي واري سنڌ ۾ حدن ۾ نه رڳو وڏي ويو پر مقبول عام مذهب ٿي ويو جو لاڙڪاڻي وارو علائقو ان جي نالي سان منسوب ٿي "ٻڌيه" ٿي ويو.

ٻڌ مت جي عام ٿيڻ سان هندومت جو زوال اچي ويو ۽ مخصوص هندن ۽ طبقي ڪانسواءِ جيڪي مراعات يافته هئا باقي وڃي رهيو. اها صورتحال ڏسي برهمڻ جيڪي مذهبي پيشوا ۽ سڀ کان وڏيڪ مراعات يافته ۽ طاقتور هئا تن پنهنجي گرفت ۽ بقاءَ کي قائم رکڻ ۽ بچائڻ لاءِ هڪ اهڙي ڪهاڻي تيار ڪئي جيئن عام ماڻهو، عوام ان تي پروسو ڪري ٻيهر هنن جي دامن ۾ اچي ڦاسائي ۽ ٻڌمت کان علحدگي اختيار ڪري جيئن ان جي وڌندڙ اثر کي روڪي سگهجي، جنهن ۾ هو ڪامياب ٿي ويا.

تاريخ طور ثابت ٿئي ٿو ته ٻڌمت جي زوال ڪانپوءِ وري هندو مت ڪجھ بنيادي تبديلين سان ٻيهر جاري ٿي ويو پر سنڌ ۾ محمد بن قاسم جي 712ع تي اچڻ تائين مقبول مذهب هو ۽ سنڌين هندو مت جي نفرت ڪري نه رڳو عربن جي مدد ڪئي پر دين اسلام اختيار ڪيو.

ڏنو وڃي ته برهمڻن جن ذات وارن کي پنهنجي حق ۾ استعمال ڪيو ۽ انهن کان مذهب جي تحفظ ڪرڻ جو ڪم ورتو، تن کي ڀڳوان جو عطيو قرار ڏيئي، اهڙي طرح پيدائش جو ڊرامو تيار ڪيو جو هو ٻين مڙوئي انسانن کان مٿيرا ثابت ٿين، جنهن لاءِ هنن ڀڳوان جو سهارو وٺي ان کي هڪ ڪرشمو قرار ڏنو.

برهمڻ جن ٻڌمت کي ختم ڪرڻ لاءِ اهڙي ڪهاڻي گهڙي تن متعلق سوامي ڌرم تيرٿ پنهنجي ڪتاب History of Hindu Imperialism ۾ لکي ٿو: "دنيا جي ڪنهن به سماج ۾ انسانن جي ڪنهن به طبقي ايترا مراعات پنهنجي لاءِ حاصل نه ڪيا ۽ نه ئي اهڙو ڪو طبقو مليو آهي جنهن پنهنجي مفادن خاطر محڪومن کي اهڙي بي رحمي سان ڪچليو هجي." جيمس ٽاڊ لکيو آهي: "جڏهن هندن جو عقل تنزل تي پهتو ته هنن کي سچ ۽ حقيقت ۾ مزو نه آيو، تڏهن هنن پنهنجن لکڻين ۽ تصنيفن ۾ ڪوڙ ملائڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجي گهڙيل خيال جي خلاف ورزي کي قدرت جي قانون جي خلاف ورزي قرار ڏنو. ايتري قدر جو پنهنجي خيالن کي جيڪي قدرت جي قانون جي ابتڙ هيا. انهن کي شامل ڪيو." جنهن جي تصديق سوامي ڌرم تيرٿ ساڳي ڪتاب ۾ ڪئي آهي. هو لکي ٿو: "جنهن بي رحميءَ سان برهمڻ پنهنجي همعصرن جي تذليل ڪئي آهي، ان جو مثال نه ٿو ملي. روءِ زمين تي برهمڻن کان وڌيڪ خود غرض، غلط، مغرور، نسل ڪش ۽ نسلي تڪبر ۾ مبتلا گروھ ڳولهڻ سان به نه ملندو."

اڳني ڪل واريون ذاتيون ته موجود آهن پر برهمڻن انهن کي پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مذهبي طور استعمال ڪيو.

# اندو خاندان

مسٽر جيمس ٽاڊ لکيو آهي "قديم دؤر ۾ يونان، مصر ۽ سنڌ ۾ دريائن جي ڪناري سج ۽ چنڊ جي پوڄا ٿيندي هئي جنهن مان سورج ونشي ۽ چندر ونشي خاندانن جو وجود پيو. هي اندو سان معروف ٿيا. ٻڌ (عقل ۽ دانائي) فرزند اندهو. هن جي ايلا پوٽي سوريا سان شادي ٿي جنهن مان "خاندانِ اندو" شروع ٿيو. هي دريا سنڌ جا باشندا هئا يعني سنڌي هئا.

سورج ونشي ۽ چندر ونشي جن جي اولاد کي راجپوت چيو ويندو آهي. راجپوت هڪڙي ڪٽنب، ذات ۽ قبيلي جو نالو ناهي. راجپوت ان کي چيو ويندو آهي. راج ڪرڻ وارن جي اولاد يعني راجائن ۽ مهاراجائن جي اولاد. ان جو مطلب ته هو اصل ۾ هو سورج ونشي ۽ چندر ونسي نه ٻه هجن پر پوءِ ٻه انهن ۾ شامل ٿي وڃن ٿا. اهڙي طرح سان راجپوتن جا پاڙا وڌندا وڌندا 36 شاهي خاندان جي نالي سان ٿي ويا ۽ راجپوتن جا اٽڪل پنج هزار ٻه سئو پاڙا آهن.

محققن سورج بنس ۽ چندر بنس خاندان ۽ انهن جي شاخن کي خاندان اندو سڏن ٿا، جن جي اولاد کي شاهي نسل قرار ڏنو آهي ۽ کين راجپوت جو لقب ڏنو ويو. جڏهن ته راجپوت ۾، ڪيترا قبيلا ۽ ذاتيون ائين شامل ٿي ويو آهن جيئن اڪثر سنڌي قبيلا عرب ۽ بلوچ ٿي ويا آهن. عالمن، چندچاڻ ڪانپوءِ انهن جي اصل قبيلن ۽ ذاتين جي فهرست مختلف دورن ۾ مختلف عالمن ڏني آهي، جنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو، جنهن ۾ روايتي طور راجپوتن کي ڇهن ونس ۽ ڇٽيهه پاڙن ۾ ورهايو آهي جيئن (1) سورج بنس (2) چندر بنس (3) رشي بنس (4) اگن بنس (5) نانگ بنس (6) اومهر بنس.

## راجپوتن جي 36 شاهي قومن جي فهرست

### پهرين فهرست — قديم لکت موجب

| | | |
|---|---|---|
| (1) اڪشواڪو | (2) سورج | (3) چندر |
| (4) جدو | (5) چوهاڻ | (6) پرمار |
| (7) سولنگي | (8) پرهار | (9) چامڙو |
| (10) ڏوڏيو | (11) رائوڙ | (12) گوهل |
| (13) والي | (14) مڪواڻا | (15) انورڪا |
| (16) اسوربه | (17) سالار | (18) سنڌ |
| (19) سٽي پٽ | (20) هوڻ | (21) ڪومل |
| (22) هرير | (23) راجپال | (24) ڏندچال |
| (25) اگني پال | (26) بالا | (27) جهالا |
| (28) ياڳت (ياڳوت) | (29) موئدن | (30) مدور |
| (31) ڪوگهير | (32) ڪرجيتو | (33) چاول |
| (34) ڪوڪر | (35) لڪمپ | (36) سلال |

### ٻي فهرست — ڪب چند جي لکت موجب

| | | |
|---|---|---|
| (1) سورج | (2) چندر | (3) يادو |
| (4) ڪاڪٽ | (5) پرمار | (6) چوهاڻ |
| (7) چلوڪ | (8) چندڪ | (9) سلار |
| (10) اپير | (11) ماڪوهڻ (مڪواڻ) | |
| (12) گوهل | (13) گهلوت | (14) پرهار |
| (15) رائوڙ | (16) تومري | (17) مالواهڻ |
| (18) ڏڻ پال | (19) راج پالڪا | (20) دوهيه |
| (21) ترندو ليڪ | (22) هڻ | (23) بال |
| (24) هريل | (25) موڪر | (26) پوڪر |

### ٽين فهرست- سنسڪرت جي ڪتابن مان ڪمار پال چرتر جي مطابق

| | | |
|---|---|---|
| (1) اڪشواڪو | (2) سوم | (3) يادو |
| (4) پرما | (5) چوهاڻ | (6) چالوڪ |
| (7) چندڪ | (8) سلار | (9) ٿڦوتڪٽ |
| (10) پرٽار | (11) سڪرنگ | (12) ڪورپال |

(13) چنديل (14) اوهل (15) اپالڪ
(16) تومري (17) مالواهڻ (18) ڏڻ پال
(19) راج پالڪا (20) دوهيه (21) ترندو ليڪ
(22) هڻ (23) بال (24) هريل
(25) موڪر (26) پوڪر

گجراتي ڪتابن موجب (چوٿين)

(1) گوجر گوهل (2) بوني گوهل (3) ڪاني روڪاٺي
(4) ڪسر (5) مڪپ (6) بربيت
(7) بادريا (8) ماروا (9) مڪواڻ
(10) واهمر (11) ڏوڏيا (12) پلا
(13) بگهيل (14) ياٽو (15) جيتو
(16) جاڙيجا (17) جيت (18) سولنگي
(19) پرمار (20) ڪاب (21) چاوڙو
(22) پورسينا (23) ڪهاهنت (24) ڪسمر
(25) راوٽي (26) مسائيه (27) پلاٽي
(28) هالا (29) جهالا (30) ڏار
(31) ٻاهريو (32) ساريو (33) پرهار
(34) چوهاڻ

پنجين فهرست- پيوڪ جي ڪبسير جي مطابق

(1) گهلوٽ (2) پرمار (3) چوهاڻ
(4) سولنگي (5) رانوڙ (6) تواڙ
(7) برگجر (8) پرهار (9) جهالا
(10) يادو (11) ڪڇوا (12) گودر
(13) ستگر (14) بلا (15) ڪروڙ
(16) چاوڙا (17) واهمر (18) وهيو
(19) ٻابپ (20) گيروال (21) نڪمپ
(22) ديوت (23) جويو (24) سڪروال
(25) ڏاهيا (26) دودا (ڏوڏا) (27) موري
(28) موڪرا (29) اپرا (30) ڪلجورڪ
(31) اگني پال (32) اسوريه (عرف سرجاءُ)
(33) ڦول (34) ممانت وال (35) ماڻي
(36) چاهل

ڇهين فهرست- مسٽر ٽاڊ جي مطابق

(1) ڪشواڪ عرف سورج، سورج ونشي
(2) انڊي، اندو سومر، عرف چندرا يعني چنڊ
(3) گرهلوٽ چندر سلوٽ (4) يادو (5) تواڙ
(6) رانوڙ (7) ڪڇوا (8) پرمار
(9) چاهو مان عرف چوهاڻ (10) چالوڪ عرف سولنگي
(11) پرهار (12) چورا
(13) تڪ، توڪ، تڪشڪ (جن کي تغلق سڏيو وڃي ٿو.
(14) جت عرف جيٽي (15) هڻ عرف هوڻ (16) ڪاٺي
(17) بالا (18) جهالا (19) جينو عرف ڪماري
(20) گيهل (21) سرويه (22) سلار
(23) والي (24) گور (25) ڏوڏ عرف ڏوڻ
(26) ڪبير وال (27) برگجر (28) ميڪر وال
(29) بايڪ (30) ايا (31) جوهيه، جويه
(32) نڪمپ (33) راج پال
(34) واهمر وغيره هل، ڏهمر

ستين فهرست- رائچند جي مطابق

(1) سوريه (2) اندوشومر (3) گهلوت 24 نکون
(4) يدومر 4 نکون (5) ڪتور 17 نکون (6) رانوڙ 13 نکون
(7) ڪشواها (8) پرمار 35 نکون (9) چوهاڻ 26 نکون
(10) سولنگي 16 نکون (11) پڙهيار 12 نکون
(12) چاوڙا هڪ نک (13) ٽانگ (14) جت
(15) هڻ (16) ڪاٺي (17) بلا
(18) اجهالا 2 نکون (19) جينوا يا ڪامري
(20) گوهل (21) سرويا (22) سلار
(23) ڏاٻي (داهي) (24) گوڙي 5 نکون
(25) ڏوڏا (26) گوهر وال (27) برگجر 3 نکون
(28) سينگر هڪ نک (29) سيڪر وال هڪ نک
(30) وينس هڪ نک (31) ڏاهيا
(32) جويا (33) موهل (34) نڪومپ
(35) راجپالي (36) ڏاهيا

اٺين فهرست بيتال پچسي جي مطابق:

1- گهيروال 2- پنوار يا پهنور 3- ماڇي 4- ٻچ گوتي 5- بيروال 6- رانوڙ 7- جنگواهو 8- اوپي 9- ڪڇواهو. 10- گهلوٽ 11- جيت 12- چوهاڻ 13- ٻڪاٽي 14- تور (طور) 18- ڪل ونت يا ڊنت 16- سومر بنس 17- لودراتي 18- چرڙ 19- چنديل 20- ڪرچٽ 21- بگل 22- باڊل پوٺو 23- سبسر 24- سڙخي (سرکي) 25- سرنگ 26- بنت 27- لال 28- پني ديواتي 29- ڊگهل 30- يوپ 31- سمتور 32- هاڏو 33- مانو 34- ميواني 35- پرهار 36- ڪورٽ.

# عرب

عرب جو علائقو قديم جاگرافيائي موجب حضرت نوح عليہ السلام کان اڳ ۾ ئي قديم سنڌ ۾ شامل هو جنهن جون سرحدون ترڪي جي جبل الپس تائين هيون ۽ اتان جي قديم رهواسين جو نسلي تعلق انهيءَ خاندان سان آهي جنهن سان قديم ۽ جديد سنڌين جو آهي، وڌيڪ لاءِ آخر ۾ ڏنل شجرن ۾ شجرو ڏسي سگهجي ٿو.

عرب ملڪ جو پهريون نالو عرب نہ هو هن کي ”اوير جي سرزمين“ ۽ ڏکڻ جي سرزمين ڪري سڏيو ويندو هو. حضرت ابراهيم عليہ السلام انهيءَ نالي سان سڏيو هو. جڏهن خاندان مان قبيلا ٺهڻ شروع ٿي ويا تہ اتر عرب جي ڪن علائقن کي اتان جي رهندڙ قبيلن ادوم، عمواني، مواب، انو عمان، مدياني ۽ عاليق جي نالي سان سڏيو ويو. اهڙي طرح قديم سنڌي پٽي لوڪ جن ڪنعان کي وسايو هو، تن کي ڪنعاني سڏيو ويو جن کي يونانين فونيفي جي نالي سان سڏيو. جڏهن تہ ان وقت، بابل ۽ ٻيا شهر آباد هئا پر ڪنهن بہ خطي، علائقي، ملڪ جو نالو هڪ نظر نہ ٿو ۽ نہ وري تاريخ ۾ ملي ٿو. توريت مان معلوم ٿئي ٿو تہ الله تعاليٰ اهو علائقو سندس اولاد کي ڏيڻ جو فرمايو هو. ڊاڪٽر گستاؤلي بان تمدن عرب ۾ لکيو آهي تہ: ”عرب جون قديم کان قديم روايتون حضرت ابراهيم کان اڳ جون نہ ٿيون ملن.“ ان جو مطلب حضرت ابراهيم کان اڳ کي پيون قومون بہ رهنديون هيون.

عرب قوم ۽ عرب تي تحقيق ڪندڙ عالمن شروعات ۾ اهل عرب کي ٻن وڏن حصن ۾ ورهايو آهي. پهريون العرب البائده ۽ ٻيو العرب الباقيہ.

العرب البائده- اهي قبيلا ۽ خاندان جيڪي الله تعاليٰ جي نافرماني ۽ زماني جي گردش ۾ فنا ۽ ختم ٿي ويا جنهن ۾ عاد، ثمود، طسم، جديس ۽ ٻيا. ڪن محققن جو خيال آهي تہ ڪجھ عرب سرزمين جي رهڻ وارا باقي بچيا هئا جن کي تاريخ ۾ ڪمالق جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. جيڪي پڻ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا هڪ ڪلداني جن عراق ۾ حڪومت قائم ڪئي ۽ ٻين وڃي مصر وسايو پر اهو بہ تحقيق طلب آهي. سراسر طور ڏٺو وڃي تہ اوائلي عرب جي سرزمين تي رهندڙ قومون خدا جي وجود کان انڪاري هيون جن نافرماني، ڪفر ۽ جهالت وارا رستو اختيار ڪيو ۽ قرآن شريف جي مطابق اهي ختم ۽ فنا ٿي ويا. انهن بہ ڪنهن علائقي کي عرب نہ سڏيو هو.

العرب الباقيہ- هي ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ العرب العاربہ ۽ ٻيو العرب المستعر بہ ياالعرب المتعربہ بہ چيو وڃي ٿو. العرب العاربہ جو تعلق شام جي انهي اولاد سان آهي جنهن مان قديم سنڌي هئا. هنن کي بنو قحطان چيو وڃي ٿو جنهن کي توريت ۾ يقطان جي نالي سان سڏيو ويو آهي جيڪو يمن جي قبيلن جو جدامجد آهي، جنهن مان ملڪ سبا هئي ۽ العرب المستعربہ يا المتعربہ مان حضرت اسماعيل جي اولاد آهي، جيئن تہ حضرت اسماعيل جي ٻولي عربي نہ هئي. جڏهن بنو قحطان جو هڪ قبيلو جرهم مڪي شريف ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي هئي، جنهن مان حضرت اسماعيل شادي ڪئي هئي، جنهن وٽان هن عربي ٻولي سکي، تنهن ڪري ان کي العرب المستعر بہ چيو ويندو آهي.

هنن کي عرب ڪڏهن ۽ ڪهڙي معنيٰ ۾ چيو وڃي ٿو تنهن متعلق جرجي زيدان پنهنجي ڪتاب ”العرب قبل الاسلام“ لکيو اهي تہ ”اوائلي دور ۾ جڏهن مصر جا فرعون، اشوري ۽ فينيقني (ٽنهي جو تعلق قديم سنڌ سلطنت سان هو. وڌيڪ لاءِ ڏسو. سنڌ جي تاريخ جلد پهريون حصو ٻيو) رڻ پٽ ۾ رهڻ وارن کي عرب چوندا هئا جيڪي عرب جي اترين ٻيٽ ۽ نيل ماٿريءَ جي اوير ۾ رهندا هئا يعنيٰ اوير ۾ درياءَ فرات ۽ اولھ ۾ نيل درياءَ جي وچ واري حصي کي عرب چيو ويندو هو.

حقيقت اها آهي ته بنو قحطان ۽ بنو اسماعيل عرب نه هئا. جنهن جي تصديق عرب جي تاريخ نويس موسيو سيديو فرانسي ڪئي آهي هو لکي ٿو هي ٻئي عرب العربا يعني اصل عرب نه هئا. اصلي عربن جي ٻولي يعنيٰ حقيقي عربي هن وقت حجاز ۽ نجد ۾ باقي آهي جنهن کي صرف بدوي يعنيٰ باديه ۽ صحرا جا رهاڪو ڳالهائن ٿا. باقي يمن جي شهرن ۾ حميري ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي جيڪا بنو قحطان جا پهريان وڏا ۽ انهن جي اولاد ڳالهائيندي هئي.

سوال پيدا ٿئي ٿو ته هي علائقي جيڪو موجود حدن مطابق ڏکڻ اولهه ۾ بحر احمر، ڏکڻ ۾ خليج عدن بحره عرب، اتر اوڀر ۾ خليج عمان ۽ خليج فارس تائين آهي عرب ڇو سڏيو ويو آهي؟ انسائيڪلوپيڊيا برٽينيڪا جي مطابق ان عرب علائقي جي ايراضي اٽڪل ڏهه لک چورس ميل آهي، هن جي ڊيگهه بحر احمر تائين چوڏهن سو ميل ۽ يمن کان اومان تائين ويڪر ٻارهن سؤ پنجاهه ميل آهي جنهن کي جاگرافيدانن پنج حصن يعني (1) التهامه (2) الحجاز (3) النجد (4) العرومن (5) يمن ۾ ورهايو آهي، انهن کي وري مختلف حصن ۾ ورهايو آهي.

علم انساب سان تعلق رکندڙ عالم ۽ محقق چون ٿا جيئن ته هن ملڪ جو پهريون باشندو يعرب بن قحطان هو، جيڪو يمن جي عربن جو ابو آهي تنهن ڪري ان نسبت سان اتان جي رهاڪن ۽ ملڪ کي عرب چيو ويو.

عرب بابت ابن خلدون لکي ٿو ته: "هي گروهه پنهنجي همعصرن ۾ سيني کان وڌيڪ سٺي ڳالهائڻ، ٻوليءَ ۾ فصاحت ۽ بلاغت ۽ گفتگو رواني سان ڪرڻ جي مشهور هو جنهن ڪري ان کي عرب چيو ويو." عالمن جي مطابق، عرب، اعراب مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي: وسيع زبان، پر اهو رڳو عرب قوم سان لاڳو نه ٿو ٿي سگهي. مولانا ندوي لکي ٿو، اها ڳالهه ڪي مطمئن ڪرڻ لاءِ ننڍي ڳالهه آهي، دنيا ۾ هر قوم پنهنجي ٻوليءَ ۾ شاهوڪار آهي." جيڪڏهن ايئن هجي ها ته پوءِ سنڌيءَ کي سنڌي نه پر عرب چئجي ها! چيني کي چيني نه پر عرب چئجي ها!

حقيقت اها آهي ته نه يعرب بن قحطان ان ملڪ جو پهريون باشندو يا حاڪم هو نه وري عربي رڳو بلاغت ۽ فصاحت ۾ سيني کان الڳ آهي ۽ نه وري عربي لفظ لساني قاعدي موجب يعرب ڏانهن منسوب ٿي سگهي ٿو ۽ نه وري عربي ٻولي بني قحطان جي مادري زبان هئي. سيد سليمان ندوي لکي ٿو "جاگرافي دان اهو بلڪل صحيح چون ٿا ته عرب جو پهريون نالو "عربته" ۽ "عربه" هو جيڪو بعد ۾ عرب ٿي ويو ۽ ان ملڪ جي نالي پويان اتان جي رهواسي کي عرب يا عربي سڏيو ويو. جيئن ته سامي ٻولين ۾ عرب کي رڻ پٽ جي مفهوم ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي. عبراني ٻوليءَ ۾ پڻ "عربا" بيابان ۽ ميدان کي چوندا آهن. جيئن ته عرب جو گهڻو حصو بيابان ۽ رڻ پٽ آهي، تنهن ڪري مٿس اهو نالو پيو، خود عرب، عرابة جي معنيٰ بدويت لاءِ استعمال ڪن ٿا. هو مڪمل رڻ کي صحرا ۽ نيم صحرا کي باديه سڏيندا آهن ۽ باديه جي رهواسي کي بدوي چيو ويندو آهي جنهن جي معنيٰ ٿئي ٿي ريگستان جو رهواسي جيئن سنڌ ۾ ٿر جي رهواسي کي ٿري سڏيو ويندو آهي." ڏٺو وڃي ٿو ته عرب تي اهو نالو بدوي قبيلي وارن جي ڪري پيو جيڪي اتي هزارن سالن کان وٺي خانه بدوشي جي حالت ۾ صحرا، ريگستان، برپٽ ۾ پنهنجن اٺن سان رهندا هئا، پر هاڻي عرب علائقي جي رهواسين کي گڏيل طور عرب چيو وڃي ٿو، جنهن ۾ ڪيترا سنڌي نسل وارا پڻ شامل آهن.

عرب گهڻي وقت کان وٺي قديم سنڌ ۾ ايندا ويندا هئا ۽ اهڙي طرح سنڌي به عرب علائقن ۾ ايندا ويندا هئا. يوناني سنڌ جو شيون عربن کان حاصل ڪندا هئا تنهن ڪري هنن عرب جي پيداوار ۾ ڳاڻايو.

گستاولي بان تمدن عرب ۾ لکيو آهي ته "اهي عرب جيڪي مڪي شريف ۾ رهن ٿا، ڪنهن وقت ۾ خالص نسل جا هئا پر جڏهن کان رسول الله جن آيا ته. ان وقت کان وٺي اڄ تائين بحر اٽلانٽڪ کان وٺي درياءَ سنڌ تائين جيڪي ملڪ آهن، انهن جا باشندا حج ڪرڻ واسطي هر سال ايندا رهندا آهن، جنهن ڪري ڪيترين قومون انهن سان گڏجي ويون آهن."

بهرصورت اها حقيقت آهي ته 712ع يعني محمد بن قاسم کانپوءِ ڪيترا عرب قبيلا ۽ خاندان عارضي ۽ مستقل طور سنڌ ۾ رهي پيا جن جي اولاد جو نسل اڃا باقي آهي. ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته هو سنڌي سماج ۾ ايئن رنگجي ويا آهن جو جدا هجڻ جو احساس نه ٿو ٿئي.

سنڌ ۾ عرب قديم زماني کان وٺي ايندڙ ۽ ويندڙ آهن، هو تجارتي ماڻهون سنڌ جي شهرن ۾ ايندا هئا جتي انهن جون ڪوٺيون هونديون هيون، قديم زماني کانوٺي عراقن عربن ۽ سنڌين جو هڪ ٻئي سان ميل جول هو. مصر سعودي عرب،

عراق ۽ ٻين ملڪ ۾ ڪيترا هنڌ ڳوٺ ۽ شهر اهڙا آهن جيڪي سنڌ ۽ سنڌين جي نالن سان منسوب ٿيل هئا.

عربن جي ڪيترن ماڻهن ۽ قبيلن سنڌ ۾ اچي پناهه ورتي محمد بن قاسم کان پوءِ جڏهن سنڌ اميه خلافت جو حصو ٿيو ته هتي مارڌاڙ شروع ٿي وئي سنڌين عربن جي سخت مزاحمت ڪئي جنهن ڪري هميشه خانه جنگي ۽ مارشلا واري صورتحال رهي ان کان پوءِ عمر بن عبدالعزيز جي زماني کان سنڌي مسلمان ٿيڻ شروع ٿيا جنهن ڪري ڪيترا عرب عالم، درويش، بزرگ ۽ الله لوڪ اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا.

سنڌين دين جي تبليغ ڪندڙن بزرگن ۽ اوليائن کي اکين تي رکيو ۽ وڏو مان ۽ مرتبو ڏنو. پر عرب سپاهي جيڪي هتي دهشت گردي ۽ خوف جي علامت هئا. تن کي سنڌ ۽ سنڌين ڪا به جاءِ نه ڏني ۽ انهن جي وڏي اڪثريت آهستي آهستي سنڌ ڇڏي ويئي جنهن کانپوءِ سنڌ جي صورتحال تبديل ٿي ويئي ۽ مقامي ماڻهون اقتدار ۾ اچي ويا ۽ عرب جيڪي وڃي بچيا هئا، تن سنڌين جي سهاري ۾ پنهنجي بقا سمجهي ۽ انهن سان رلي ملي ويا تڏهن ته اڄ سنڌ ۾ مادري زبان عربي ڳالهائيندڙ گهراڻو ڪونه آهي.


نوٽ: هي شجرو - طبقات ابن سعد
تاريخ طبري، تاريخ ابن ڪثير ۽ ٻين
ڪتابن کي مدنظر رکي لکيو ويو آهي
حضور جن جو فرمان هو تہ عدنان
تائين نسب صحيح آهي - باقي
۾ گهڻي عرصي جو وقفو آهي
اوڏ- اوڊ- اوڊو
تبط عمرو
ضحاڪ اعصي
عدنان
(بنت)
حلم عرف عوف شڪ قضاء
اوڏ معد عدن عڪ ابين
عدنان بخت نصر جي وقت
۾ يمن جي شهر حضور ۾ رهندو،
الاهي جڏهن هن يمن تي حملو ڪيو تہ
يمني عدنان جي قيادت ۾ گڏ ٿي
ان جو مقابلو ڪيو، بخت نصر
فتحياب ٿيو، عدنان پڻ مود
سودو گرفتار ٿيو، جنهن کي هو
پاڻ سان گڏ وٺي ويو ”حزان“
جي شهر ۾ رهايو
نزار قيض قضام سنام حيران ميده خياده جنيد جنازه
عبدالرماح
مضر ربيعہ اياد انمار
(ڪنهن ڏيءَ لکيو آهي ڪنهن پڻ ابن ڪثير)
الياس ناس- (عيلان)
عمير
(عامر) مدرڪ طانجہ (عمرو)
هذيل هوني
خزيمہ ايسده
اسد
ڪنانہ
(مانيلا پائر جن کي ابو جذام چيو ويو)
اصل نالو قيس (ڪنيت ابو النضر)
غزوان جرول غنم عوف
(اصل نالو قيس هو)
نضر نضير مالڪ ملڪان عامر حارث عمرو سعد
محزمہ
مالڪ يخلديہ الصلت
لاولد
حدال
فهر
جثومہ (ڪنيت ابو تيم هئي)
ڏيءَ
غالب حارث محارب اسد عوف جون ذئب
لوي تيم قيس
عوف سامہ عامر ڪعب حارث سعد خزيمہ
هنن جي اولاد کي بنو ناجيہ
چيو وڃي ٿو
مرة عدي
حضرت عمر هن جي اولاد مان هو
شجرو الڳ موجود آهي)
ڪلاب
ڪنيت ابو زهره
نالو حڪيم ڪن جي
مطابق عروه هو
تيم
حضرت ابوبڪر هن جي اولاد مان
هو. شجرو الڳ موجود آهي)
هن تي حضور جن
جي والد ۽ والده جو نسب
هڪ ٿي وڃي ٿو



ڪلاب
حضور جن جي والده آمنه هن جي پوين مان آهي
زهره
قصي
اصل نالو زيد - ڪنيت ابو مغيره- لقب قمهر
عبدالدار
عبدالمناف هن جو نالو مغيره هو
عبدالعزي هن جي پوين مان بهاءالدين زڪريا آهي
عبد بن قصي (عبد قصي)
ٻيون پنج ڌيئرون
هالو (اصل نالو عمرو)
هاشم (2)
مطلب (1)
عبد شمس (3) هن جي پوين مان حضرت عثمان هو
نوفل
عمرو
ابو عبيده
اميه
عوامر
حجل اصل نالو مغيره
قثم
اسد
صيفي
ابو صيفي
عبدالمطلب
عبدالله
حارث (1)
الزبير
ابو طالب
حمزه
ابولهب
الخيراق
المقوم
ضرار
العباس
حضرت محمد ﷺ
عبدامناف ۽
عبدالڪعبه
حضرت علي رض
اسد
فاطمه = حضرت علي جي والده
جن ننڍپڻ ۾ حضور جن جي پرورش ڪري جوان ڪيو
مطلب
اسد
عيان (اياز)
عبدالرحمان
عبدالرحيم
مطرق
تاج الدين
امير عالم
سلطان فزيمه
سلطان مطرق
سلطان علي حسين
سلطان عبدالله
سلطان محمد حسن
شيخ علاؤالدين
عبدالرحمان
شيخ ابابڪر
شيخ محمد
شيخ بهاؤالدين زڪريا قريشي سڌجن سندن هٿ هيٺ گهڻا سنڌي قبيلا مسلمان ٿيا، ملتان ۾ مزار آهي هو سيد عرف اهلبيت مان نه آهن
حڪن ڪتابن مرجب 12 ۽ ٻين جي مرجب 14 پٽ هئا

## شجرو والده محترم حضرت محمد ﷺ

آمنہ (والده حضور ﷺ جن)
بنت
وهب
بن
عبدالمناف
بن
زهره
بن
ڪلاب
بن مره

بره- حضور جن جي والده جي ماءُ
بنت
عبدالعزيٰ
بن
عثمان
بن
عبدالدار
بن
ڪلاب

بره- والده حضور جن جي ناني
بنت
عوف
بن
عبيد
بن
عديج
بن
عدي
بن
ڪعب
بن
لوي

امہ حبيب- حضور جن جي والده جي ناني
بنت
اسد
بن
عبدالعزيٰ
بن
قصي
بن
ڪلاب

نوٽ: ڏنو وڃي تہ ڏاڏاڻان ۽ ناناڻان هڪ ئي خاندان مان هئا جنهن ڪري تہ حضور جن جي خاندان ۾ پاڪائي، طهارت ۽ غلط قسم جون ڳالهيون سفاح وغيره ڪو نہ هو.

حضورﷺ جن پنهنجي چمار ۾ ابن هشام جي مطابق 13 شاديون ڪيون هيون، ابن ڪثير جي مطابق 15۽ هڪ روايت مطابق 18 جنهن جو تفصيل هن ريت آهي:

## 1) بي بي خديجه بنت خويلد:

جنهن مان بي بي فاطمه آهي، جنهن جي اولاد مان حضور جن جي ذريت جو سلسلو سيد ۽ اهلبيت جي نالي سان هليو. بي بي خديجه، عرب جي شاهوڪار ۽ مالدار عورت هئي جنهن حضور جن جي شرافت، قرابت، نسب، امانت، حسن اخلاق، رياست بازي ڏسي ساڻس شادي ڪرڻ جي خواهش ڪئي. ان وقت حضرت محمد مصطفيٰﷺ جن جي عمر پنجويهه سال ۽ بي بي خديجه جي عمر چاليهه سال هئي، جنهن مان ڪيس هي اولاد نبوت کان اڳ ڄائي ۽ پوءِ هي بيبيون مسلمان ٿيون.

1- بي بي زينب
2- بي بي رقيه
3- بي بي ام ڪلثوم
4- بي بي فاطمه
5- قاسم
6- طاهر
7- طيب

حضورﷺ جن جي انهيءَ پٽ قاسم جي ڪري سندس ڪنيت هئي، هي نبوت کان اڳ فوت ٿي ويا.

بي بي خديجه ان کان اڳ ٻه ابن سعد جي مطابق ٽي نڪاح ڪيا هئا. سندس ٻي شدي عتيق بن عابد بن عبدالله بن عمر بن مخدوم سان ٿي، جنهن مان هڪ ڌيءَ هند نالي هئي. ابن سعد عتيق کان اڳ ابو هالو بن نباش بن زراه بن وقدان بن حبيب بن سلام بن غوي بن جوده بن اسيد بن عمرو تميم سان شادي ڪرڻ ڄاڻائي ٿو جنهن مان هند نالي نياڻي پيدا ٿي ۽ بي بي خديجه انهي ڪري ٻي نياڻي جو نالو ان جي نسبت سان رکيو. بي بي خديجه جي ٽين شادي جعفر بن اميه بن عابد بن عبدالله بن عمر بن مخزوم سان ٿي جنهن مان محمد نالي پٽ هو، جنهن جو نسل باقي نه رهيو. هن جو نڪاح سائين جن سان هڪ روايت موجب هن جي پيءُ خويلد جڏهن ته ٻي روايت موجب سندس ڀاءُ عمرو بن خويلد ڪرايو. ان کان اڳ بي بي خديجه جو رشتو ورقه بن نوفل سان طئي ڪيو ويو هو. سندس نسب هيئين آهي. خديجه بنت خويلد بن اس بن عبدالعزيٰ بن قصي بن ڪلاب بن مرة بن ڪعب بن لوي بن غالب بن فهر بن مالڪ بن نضر بن ڪنانه.

## 2) بي بي سوده بنت زمعه:

بي بي خديجه جي وفات کان پوءِ خوله بنت حڪيم بن اميه بن الاوقص جيڪا عثمان بن مظعون جي گهرواري هئي تنهن حضرت محمدﷺ جن کان پڇيو ته اوهان شادي ڇو نه ٿا ڪريو؟ حضور جن پڇيو ڪنهن سان ڪريان. اوهان خوله جواب ڏنو ته اوهان چاهيو ته ڪنواري عورت سان ڪريو ۽ چاهيو ته ڪنهن بيواهه سان ٻئي ممڪن آهن. سائين جن پڇيو ڪهڙي ڪنواري ڇوڪري ٻڌاءِ؟ خوله جواب ڏنو حضرت ابوبڪر جي ڌيءَ عائشه سان ۽ بيواهه بابت ٻڌايو ته سوده بنت زمعه بن قيس.

حضور جن مٿس اها ذميواري عائد ڪئي ته ٻنهي وٽ اهڙو پيغام پهچايو وڃي. حضرت ابوبڪر 6 سالن جي پنهنجي ڌيءَ حضور جن کي نڪاح ۾ ڏيئي ڇڏي، پر جيئن ته هو بالغ نه هئي تنهن ڪري خوله سود وٽ ويئي ۽ اهڙو ذڪر ڪيو، جنهن ڪيس پنهنجي والد سان ڳالهائڻ لاءِ چيو. سندس والد ڪراڙپ جي ڪنڌي تي پهچي ويو هو تنهن پهريان ان کي مذاق سمجهيو پر پوءِ ڌيءَ جي راضپي سان ها ڪئي، ان جو نڪاح ڪري ڇڏيو.

سود بن زمعه جو پهريون مڙس سڪران بن عمرو بن عبد شمس هو، جيڪو هجرت ڪري حبش هليو ويو ۽ اتي عيسائي مذهب اختيار ڪيو ۽ هن اتي وفات ڪئي.

معلوم ٿئي ٿو ته حضور جن جو ٻيو نڪاح بي بي عائشه سان ٿيو، پر ٻي گهرواري بي بي سوده بنت زمعه هئي.

## 3) بي بي عائشه بنت حضرت ابوبڪر:

هجرت ڪرڻ کان ارڙهين مهينن بعد ڪن جي مطابق سترهن مهينن کان پوءِ شادي ڪي. بي بي خديجه جي وفات کان پوءِ هجرت کان ٽي سال اڳ حضور جن جو نڪاح بي بي عائشه سان ٿيو هو. ان وقت ان جي عمر ڇهه يا ست سال هئي.

## 4) بي بي حفصه بنت عمر:

سن 3 هجري شعبان مهيني ۾ حضرت عمر جي نياڻي حفصه سان نڪاح ڪيو. ان کان اڳ ۾ هن جي شادي خيس بن خدافه السهمي سان ٿي هئي جيڪو مري ويو هو، هي بيواهه هئي.

## 5) بي بي زينب بنت خزيمہ:

سن 4 هجري جي رمضان مهيني ۾ حضور جن زينب بنت خزيمہ سان نڪاح ڪيو ۽ انهيءَ مهيني شادي ڪئي. هن کي سندس پهرين مڙس طفيل بن الحارث طلاق ڏني هئي، جنهن کانپوءِ عبيد بن حارث سان نڪاح ڪيو جيڪو جنگ احد ۾ شهيد ٿي ويو هو.

## 6) بي بي ام سلمہ بنت سنڌ/بي بي هند بنت ابي اميہ بن المغيره:

حضور جن سن 4 هجري جي شوال مهيني هن سان نڪاح ڪيو ۽ ان وٽ رهيو. عرب تاريخ نويس سلمہ بنت هند لکيو آهي، جنهن جي حقيقت اها آهي تہ اهو اصل نالو سنڌ هو. عرب سنڌ کي هند سڏيندا هئا جيڪو اڪثر ڪتابن پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو. عربن وٽ ڪافي نالا سنڌين جي نالن سان ملندڙ آهن. جيئن: هالا يا هالو، اوڏيا اوڍو وغيرهٓ.

سندس پهريون مڙس سلمہ بن ابي مسلمہ بن عبدالاسد هو جيڪو جنگ بدر ۾ زخمي ٿي پيو، جنهن جي ڪري بعد ۾ فوت ٿي ويو، جنهن کان پوءِ سائين جن ان کي پنهنجي عقد ۾ آندو.

## 7) بي بي زينب بنت حجش:

حضور جن سن 5 هجري ۾ بي بي زينب سان شادي ڪئي. هو ان کان پهريون زيد بن حارثہ جي گهرواري هئي، هڪ ڏينهن سائين جن زيد جي گهر آيا جتي هو موجود نہ هئا پر سندس زال زينب عجلت ۾ پوريءَ طرح سان ڪپڙا بہ نہ پائي سگهي ۽ حضور جن جي سامهون اچي ويئي، جنهن کان پوءِ زيد پنهنجي زال کي طلاق ڏني ۽ رب جي رضا سان ان سان شادي ڪئي. هو نهايت حسين ۽ سهڻي عورت هئي.

## 8) بي بي جويريہ بنت الحارث:

سن 5 هجري ۾ حضور جن کي خبر پئي تہ بنو المصطلق قبيلو گڏجي حملو ڪندو. ان کان اڳ جو هو حملو ڪن سائين جن پاڻ ان تي ڪاهي ويا جن کي سمنڊ جي ڪناري قديد جي پرسان هڪ چشمي ”آب مريسيع“ وٽ گهيرو ڪيو، سخت جنگ لڳي جنهن ۾ هنن کي شڪست ملي. هنن جي اولاد، عورتن ۽ ملڪيتن کي مسلمانن ۾ ورهايو ويو، جنهن مان جويريہ بنت الحارث، ثابت بن قيس بن الشماس جي حصي ۾ آئي، ڪن جي مطابق ان جي سوٽ کي ملي، جنهن ان کي رقم جي عيوض آزاد ڪرڻ لاءِ چيو جيڪا پاڻ حضور جن وٽ آئي پنهنجي آزادي لاءِ مدد گهري. سائين کيس چيو تہ ڇو نہ اهڙو شرط قبول ڪرين جيڪا ان کان وڌيڪ (افضل) هجي. هن پڇيو، ڪهڙو؟ سائين جن وراڻيو مان تنهنجي قيمت ادا ڪري تو کي آزاد ڪرايان ٿو ۽ تون مون سان نڪاح ڪر. بي بي جويريہ اها ڳالھ قبول ڪئي. هو نهايت خوبصورت ۽ حسين هئي جنهن کي ڏسي ڪو بہ دل ڏيئي وجهي. تاريخ طبري ۾ بي بي عائشہ جي حوالي سان لکيل آهي تہ جڏهن هو حضور جن جي حجري جي دروازي تي آئي هئي تہ مان ان کي ڏسي چيو ڏاڍو برو ٿيو جو هيءَ آئي آهي، ڇاڪاڻ تہ مان سمجهان پئي تہ خود رسول الله جن جي قلب تي ان جي صورت جو اهو اثر ٿيندو جيڪو مون تي ٿيو آهي. ابن خلدون جي مطابق هوءَ ان کان اڳ سافع بن صفوان مصطلقي جي نڪاح ۾ هئي.

## 9) بي بي ام حبيبہ بنت ابي سفيان:

حضور بن حبش جنهن کي هاڻي ايٿوپيا چيو وڃي ٿو، تنهن جي بادشاھ نجاشي کي اسلام جي دعوت ڏني هئي جنهن واسطي جعفر بن ابي طالب جي اڳواڻي ۾ هڪ وفد موڪليو هو. نجاشي اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيو هو. حضور جن شاھ نجاشي کي هڪ خط لکيو ۽ چيو تہ تو وٽ ام حبيبہ بنت ابي سفيان ترسيل آهي، جنهن سان منهنجي شادي ڪرائي وڃي. شاھ نجاشي پنهنجي ٻانهي ابره جي هٿان اهڙو پيغام موڪليو، جنهن کي هن ڏاڍي مسرت ۽ خوشيءَ سان قبول ڪيو. ابره خالد بن سعيد بن العاص کي ام حبيبہ جو وڪيل مقرر ڪيو. شاھ نجاشي حضرت محمدﷺ جي طرفان گهر ڪئي، جنهن کي خالد قبول ۽ نڪاح پڙهيوويو. شاھ نجاشي چار سئو دينار، حضور جن جي طرفان ڏنا.

ام حبيبہ ٻين مسلمانن سان گڏجي ٻن ٻيڙين ۾ سوار ٿي حبش کان حجاز پهتي ۽ پوءِ خشڪي جي رستي مديني آئي. انهن ڏينهن ۾ حضور جن خيبر کي فتح ڪرڻ لاءِ اوڏانهن ويل هئا، جڏهن سائين جن واپس آيا تہ ام حبيبہ سندس خدمت ۾ حاضر ٿي. جڏهن اها خبر ابو سفيان کي پئي تہ هن چيو اها نر آهي جنهن کي نڪ ۾ ناڪيلي نہ ٿي وجهي سگهجي.

## 10) بي بي صفيہ بنت حي:

حضور جن سن 7 هجري جي محرم مهيني جي پوئين

ڏينهن ۾ خيبر تي فوج ڪشي لاءِ روانو ٿيو. هن وات تي ايندڙ ملڪيتن جائدادون ۽ ڳوٺن کي فتح ڪندو ويو. پهريون حصن ناعم فتح ٿيو. جتي محمود بن مسلمه قلعي تان جانداهه اڇڻ جي ڪري شهيد ٿي ويو. جنهن کان پوءِ قموص ۽ ابن ابي الحقيق جا ڳوٺ فتح ٿيا. جتان صفيه زوجه ڪنانه بن الربيع بن الحقيق ۽ هڪ ٻي عورت حضور جن جي خدمت ۾ گرفتار ڪري آندي ويئي. انهن کي وٺي ايندڙ بلال رضه هو جيڪو هنن کي يهودين جي لاشن وٽان وٺي ٿي آيو، صفيه سان گڏ ٻي عورت لاش ڏسي رڙ ڪئي ۽ منهن مٿو پٽي مٿي ۾ خاڪ وڌي. حضور جن ان کي ڏسي فرمايو هن شيطان عورت کي مون وٽان وٺي وڃو ۽ صفيه لاءِ حڪم ڏنو ته ان کي حفاظت ۾ رکيو وڃي ۽ مٿس چادر وڌي وڃي، جنهن جو مطلب هوته سائين جن ان کي پاڻ لاءِ منتخب ڪيو آهي.

ڪنانه بن الربيع کي پهريان زبير بن العوام جي حوالي ڪيو ويو ۽ بعد ۾ محمد بن مسلمه جي حوالي جنهن محمود بن سلمه جي خون عيوض ان کي قتل ڪري ڇڏيو.

ابن خلدون جي مطابق ڪنانه کان اڳ سلمه بن مشڪم جي گهرواري هئي.

## 11) بي بي ماريه:

حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن سن 6 هجري جي ذيقعد مهيني ۾ حديبيه کان واپس اچي حاطب بن ابي بلتعه کي هڪ خط ڏيئي اسڪندريه جي بادشاهه مقوقس قبطي ڏانهن موڪليو. ڪن تاريخ نويسن روم لکيو آهي ۽ ڪن مصر. جيئن ته اسڪندريه مصر ملڪ ۾ آهي، تنهن ڪري ان کي مصر ملڪ ڪري لکيو ويو آهي، طبقات ابن سعد وارو اسڪندريه لکيو آهي، علامه طبري به ان خيال جو آهي.

مصر جي بادشاهه مقوقس قبطي خط ملڻ کان پوءِ رسول الله ﷺ جن جي سفير حاطب بن ابي بلتعه جي هٿان.

1- ماريه جيڪا نهايت حسين، گهنڊي دار وار ۽ ڀوري رنگ واري هئي.
2- ان جي ڀيڻ سيرين
3- پنهنجو گڏهه نالي يعفور
4- خچر جنهن کي دلدل چوندا هئا، جيڪو اڇي رنگ جو هو ۽ ان وقت عرب ۾ اهڙو خچر ڪو نه هو.
5- هڪ خصي ٿيل غلام

حاطب مديني اچڻ کان پهريان ماريه ۽ سندس ڀيڻ سيرين کي اسلام جي دعوت ڏني ۽ هو مسلمان ٿيون. هي مصر جي علائقي "انصفا" جي ڳوٺ "دفن" جون رهاڪو هيون. حضور جن کين ام سليمه بنت ملحان جي گهر ۾ رهايو. ان جي ڀيڻ سيرين جي حسان بن ثابت سان شادي ڪرائي جنهن مان هن کي پٽ عبدالرحمان ڄائو.

حضور جن کي سن 8 هجري جي ذوالحج مهيني ۾ بي بي ماريه مان هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو ابراهيم رکيو، جنهن کان پوءِ بقول علامه طبري ۽ ٻيا عرب تاريخ نويس ته رسول الله ﷺ جون ٻيون زالون ان تي رشڪ ڪنديون هيون ۽ کين بي بي ماريه لاءِ ساڙ ۽ حسد پيدا ٿيو.

حضرت ابراهيم بن محمد ﷺ ڪن جي مطابق سورهن، ڪن جي مطابق، سترهن ۽ ارڙهن مهينن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو، جنهن تي حضور جن ڏاڍا غمگين ۽ اداس ٿي ويا هئا.

## 12) ميمونه بنت الحارث:

حضور جن سن 7 هجري جي آخر ۾ حج جي موقعي تي جڏهن پاڻ جن کي احرام ٻڌل هو ميمونه بنت الحارث سان نڪاح ڪيو، عباس بن عبدالمطلب اها شادي ڪرائي هئي.

رسول جن ٽي ڏينهن مڪي ۾ ترسيا ته يطب بن عبدالعزيٰ ۽ ٻيا قريش وٽن آيا ۽ کين مڪي مان نڪري وڃڻ لاءِ چيو جنهن تي حضور جن چيو ته توهان جو ڇا ويندو جيڪڏهن توهان مون کي اجازت ڏيندا ته مان هتي شادي ڪيان ۽ توهان کي به دعوت ڏيان. هنن صاف انڪار ڪيو، جنهن ڪري حضرت محمد ﷺ جن مڪي مان ٻاهر نڪري ويا ۽ ابو رافع کي اتي ڇڏيو ته هو سندس جي گهرواري ميمونه کي وٺي "سرف" جي هنڌ اچي ملي.

## 13) نشاة بنت رفاعه:

هن جي نالي تي اختلاف آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته هن جو نالو سناء بنت اسماء بن الصلت السلميه آهي، ٻين جي مطابق ان جو نالو سباء بن اسماء بن الصلت آهي. رسول الله ﷺ جن ان سان نڪاح ڪيو هو. ان کان اڳ جو هو هن وٽ وڃن، اها فوت ٿي ويئي.

## 14) بي بي فاطمه بنت شريح ـ عرف ام شريڪ:

هن جو اصل نالو غزيه بنت جابر آهي. حضور جن جي

نڪاح ڪان اڳ ۾ هن کي مڙس هو جنهن مان ڪيس هڪ پٽ شريڪ نالي وارو هو. جنهن ڪري ان کي ام شريڪ چيو ويندو آهي. جڏهن سائين جن ان وٽ ويا ته هن کي ضعيف ۽ وڏي عمر جو ڏٺو، پاڻ سڳورن ان کي طلاق ڏيئي ڇڏي.

## 15) تسنباء بنت عمر الغفاريہ:

حضور جن هن سان نڪاح ڪيو. جڏهن ساڻس ملڻ لاءِ ويو ته ان وقت هن کي حيض آيو هو. انهن ڏينهن ۾ حضرت ابراهيم بن محمد ﷺ جن وفات ڪري ويا، جنهن تي هن چيو ته جيڪڏهن محمد ﷺ سچو نبي هجي ها ته ان جو پٽ نه مري ها! انهيءَ ڪري حضور جن ان کي ڪڏي ڇڏيو.

## 16) اسماء بنت النعمان:

حضور جن اسماء بنت النعمان بن الاسود بن شراحيل بن الجون بن حجر بن معاويہ الڪندي سان نڪاح ڪيو. جڏهن هن وٽ ويا ته ڏٺائون ته هوءَ ڪوڙه جي مرض ۾ ورتل آهي، هن سان همبستري نه ڪئي ۽ حق مهر ادا ڪرڻ سان گڏ سفر جو خرچ ڏيئي واپس موڪلي ڇڏيو.

حضور جن انهن ڪان علاوه غزيہ بنت جابر، عاليہ بنت طبيان، خولہ بنت الهذيل، عمره بنت يزيد، شراف بنت الخليفہ ۽ قتيلہ بن قيس سان نڪاح ڪيو. ان ڪان اڳ جو قتيلہ وٽ وڃي حضور جن وفات ڪري ويا، جنهن ڪان پوءِ هوءَ مرتد ٿي ويئي. ابن هشام جي مطابق سائين جن 15 عورتن سان نڪاح ڪيو. 13 سان مباشرت ڪئي. هڪ وقت ۾ 11 موجود رهيون ۽ وفات جي وقت 9 باقي هيون.

حضور جن جو نسبي سلسلو سندس ڌيءُ بي بي فاطمہ مان شروع ٿيو جو هوءَ حضرت علي رضہ جي گهرواري هئي. انهن ٻنهي جو تعلق حضور جن سان هو. جڏهن جنگ احد ۾ حضرت علي رضہ سندن جي حڪم سان ڪفار جو صفايو ڪيو ته حضرت جبرائيل رسول ﷺ جن وٽ آيا ۽ چيو "اها آهي همدردي، جنهن تي سائين جن وراڻيو بيشڪ علي مون مان آهي ۽ مان ان مان آهيان. انهيءَ موقعي تي حضرت جبرائيل چيو، اوهان ٻنهي جو ٽيون مان آهيان. هن ڪان علاوه تاريخ طبري ۾ اهو به ذڪر آهي ته رسول جن سورت براة جون آيتون حج جي موقعي تي ٻڌائڻ لاءِ حضرت ابوبڪر کي حج جو امير مقرر ڪيو.

جڏهن هو مديني ڪان ذوالحليفہ جي ويجهو "شجره" ۾ پهتو رسول ڪريم ﷺ جن ان جي پويان حضرت علي رضہ کي روانو ڪيو، جنهن حضرت ابوبڪر ڪان آيتون ورتيون ۽ هو واپس مديني موٽي آيو. جڏهن هن حضور جن ڪان ان جو سبب معلوم ڪرڻ چاهيو ته پاڻ فرمايائون "مان چاهيو ته ان پيغام کي صرف مان پاڻ پهچايان يا منهنجو ڪو به پنهنجو."

اهلبيت لاءِ ته حضور جن، حضرت علي، بي بي فاطمہ الزهرا، حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين واضح ٿي چڪا آهن، جنهن سان اهو سمجهڻ سولو آهي ته حضرت علي ۽ بي بي فاطمة الزهرا مان پيدا ٿيندڙ ئي حضور جن ذريت جي سلسلي جا وارث آهن. اهي اهلبيت، سيد ۽ امام آهن.

حضرت علي رضہ جي ٻي اولاد جيڪا ٻين گهروارين مان آهي اهي سيد، اهلبيت نه پر علوي وغيره سڏجن ٿا. هاڻي ته انهن مان ڪيترا پاڻ کي سيد سڏرائن ٿا پر اهي اصل ۾ سيد نه آهن.

# سادات ۽ سنڌ جا تعلقات

حضرت ابراهيم ﷺ جو اصل وطن سنڌ هو. ڪن جي مطابق هن جا وڏا موجوده سيوهڻ جنهن کي شو+ آستان، شوستان، سيوستان سڏيندا هئا. اتان لڏي ايران جي سوس واري رستي کان عراق پهتا هئا. انهيءَ دور ۾ سنڌ جا ڪيترا وڏا ۽ اهم شهر هئا پر تجارتي بنياد تي مهين جو شهر وڏي اهميت وارو ۽ مرڪزي شهر هو ۽ ان کان پوءِ هڙي يو پيا موجوده هڙاپا شهر جو نالو اچي ٿو. جن جو ذڪر رگ ويد ۽ عراق مان لڌل ڪتبن ۾ آهي ۽ گل گاميش واري داستان جو هيرو بہ مهين جي شهر سان تعلق رکندڙ هو جو اتان اهڙيون ثبوت طور مهرون مليون آهن.

يورپ کان وٺي چين تائين مهين جي واپارين جون بيٺڪون قائم هيون ۽ انهن جو اچ وڃ هو. تاريخي طور بہ اهي شاهديون مليون آهن جن جو تفصيلي ذڪر سنڌ جي تاريخ سنڌ سلطنت ۾ ڪيو آهي تہ ڪنعان، يورپ، مصر، عراق، يونان، آمريڪا ۽ آسٽريليا ڪي وسائيندڙ قدم سنڌي هئا ۽ سنڌ جا پٽي، وٽج، واپاري، شو، آشو، سميدا، ميدا اجميدا، چؤل ۽ پيا هئا جن مان اڪثريت جو تعلق مهين جي شهر ۽ علائقي سان هو. تاريخي طور مليل ثابتين جي آثار تي حضرت ابراهيم عليہ السلام جي خاندان جو اصل تعلق سنڌ سان هو ۽ هو هتي موحد ۽ مسلمان هئا پر جڏهن هتان هليا ويا تہ ان وقت عراق، سوس (ايران) مطلب ايران نار کان وٺي عراق ۽ مصر جي سرزمين ملحدن بتن پرستن ۽ هٽراڏو خدائن جو مرڪز بڻجي وئي هئي جنهن ڪري هن جي وڏن پنهنجي گذر بسر لاءِ بت ۽ بوتا ناهڻ شروع ڪيا. ابن خلدون لکيو آهي تہ حضرت ابراهيم جي پيءُ جو نالو تارح يا تارخ هو جنهن کي آزر بت جو لقب يا تخلص مليل هو. ان کي آزر (آذر) ان ڪري چوندا هئا هو حمورابي (جنهن کي نمرود سڏيو وڃي ٿو، تاريخ ۾ ڪو بہ نمرود نالي حڪمران ڪو نہ ٿي گذريو آهي ۽ نہ وري قرآن شريف ۾ ان جو نالو آيو آهي، پر توريت ان کي نمرود سڏي ٿو) جي معبد آزر جا بت ٺاهي ڏيندو هو جنهن جو سڀ کان وڏو گراهڪ هو پاڻ هو. اهو بہ واضح طور تي معلوم آهي تہ حمورابي قديم سنڌين جي نسل مان هو.

ڪيترا ليکڪ ۽ محقق، محبت ۾ سرشارٿي اهو لکندا آهن تہ آزر حضرت ابراهيم جو پيءُ نہ پر چاچو هو پر ابن خلدون جي تحقيق ان راءِ ڪي رد ڪيو آهي.

حضرت ابراهيم عليہ السلام جو اصل نالو براهم يا براهمہ هو جنهن کي اؤميل ۽ آئن مورا برهمڻ لکن ٿا پر جنهن دور سان حضرت ابراهيم جو تعلق جيڪو 2000 قلب مسيح آهي. ان وقت قديم سنڌ جي ڪنهن بہ علائقي ۾ برهمڻ، برهمڻ مت برهمڻ سماج يا ڪنهن بہ طبقاتي گروهہ جو وجود ڪو نہ هو. تنهن ڪري ان جو برهمڻ نالو نہ ٿو ٿي سگهي. اسان جي تحقيق موجب ان جو اصل نالو ئي براهم يا براهمہ جنهن جو تصور پيدا ڪندڙ خلقيندڙ يعني الله تعالىٰ وارو هو. يعني الله تعالىٰ جو اهو ٻانهو جنهن تي رحمت، شفقت هجي. عبراني يا سرياني ٻولي ۾ ان کي برام سڏيو ويو جنهن کي توريت ۾ ابرام ڪري لکيو ويو ۽ قرآن سريف ۾ ان جو نالو عربي ٻولي جي مطابق ابراهيم ٿي ويو.

حضرت ابراهيم جي ٻولي عربي، سرياني يا عبراني ڪو نہ هئي پر جنهن کي عجمي ٻولي چيو ويو اها هئي ۽ ان وقت اها ٻولي سنڌي هئي جيڪا مهين ۽ سنڌ سلطنت جي دور ۾ ڳالهائي ويندي هئي. مختلف لغتن موجب عجمي جو مطلب آهي ٻاهريون يا ٻاهرين، سرياني ۽ عبراني عرب ۽ ان جي آس پاس وارن ملڪن ۽ علائقن جي زبان هئي جنهن جي جاءِ بعد ۾ عربي ٻولي ورتي، اهڙي طرح سان عربي، عبراني ۽ سرياني عرب جون ٻوليون هيون ۽ جنهن کي عجم يا عجمي چيو ويو، اها سنڌ ۽ سنڌي ٻولي آهي. علامہ ابن خلدون

پنهنجي تاريخ جي پهرين حصي ۾ لکيو آهي تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ سندس وڏا عجمي يعني سنڌي هئا ۽ عجمي يعني سنڌي ٻولي ڳالهائيندا هئا. تاريخ يعقوبي جي پهرين جلد ۾ لکيل آهي تہ حضرت ابراهيم جي خاندان مان عربي ڳالهائڻ وارو پهريون شخص حضرت اسماعيل عليہ السلام هو. ابن خلدون ان جي تصديق ڪندي لکيو آهي تہ ابراهيم عليہ السلام ۽ ان جا وڏا عجمي (ٻاهريان) هئا ۽ عجمي (سنڌي) ٻولي ڳالهائيندا هئا ۽ حضرت اسماعيل کي عربي ٻولي سيکارڻ وارو جرهم نالي وارو هو. محترم اؤميل توريت جي حوالي سان لکيو آهي تہ حبرون ۾ حضرت ابراهيم سان ڪي شخص اچي مليا جيڪي عجمي ٻولي يعني سنڌي ۾ ڳالهائي رهيا هئا. سيد سليمان ندوي عرب و هند جي تعلقات ۾ مير آزاد بلگرامي جي سجتہ المرجان في آثار هندستان جي حوالي سان لکيو آهي تہ محمد رسول اللهﷺ جن جو ابتدائي ظهور قديم سنڌ جي سرزمين تي ٿيو آهي ۽ سائين جن پاڻ فرمائيندا هئا تہ مون کي سنڌ (هند) جي طرف کان رباني خوشبو ايندي آهي." ۽ عرب اها دعويٰ ڪندا آهن تہ سنڌ انهن جو پدري وطن آهي جيڪو اسان مختلف ڏنل شجرن ۾ ان حقيقت کي واضح ڪيو آهي ۽ انهن جي دعويٰ کي سچو ثابت ڪيو آهي تہ سيد (اهلبيت) جو اصل پدري وطن يعني مدرلينڊ سنڌ هو. اهو نہ رڳو پر حضرت امام حسين عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ جيڪو نسل امام زين العابدين کان شروع ٿيو ان ۾ سنڌي رت ۽ سنڌ جو خمير شامل هو.

حضرت امام حسين جي گهرواري شهربانو جو تعلق سنڌ سان هو پر ڪن عرب تاريخ نويسن ان سان اختلاف ڪيو آهي. جيئن ابو القاسم زمخشري ربيع الابرار ۾ لکيو آهي تہ حضرت عمر جي وقت ۾ ايران جي قيدين کي مديني آندو ويو جن ۾ يزدگرد جون ٽي ڌيئرون بہ هيون، جن کي وڪڻڻ لاءِ حضرت عمر حڪم ڪيو، جنهن تي حضرت علي رضہ چيو تہ بادشاهہ جي ڌيئرن سان عام ماڻهو وارو ورتاءُ نہ ڪرڻ گهرجي، جنهن تي حضرت عمر پڇيو ڇا ڪرڻ گهرجي؟ حضرت علي جن وراڻيو تہ هنن جي قيمت مقرر ڪئي وڃي جيڪو اهو ادا ڪري، کين ان جي حوالي ڪيو وڃي. حضرت علي رضہ جن مقرر قيمت جي عيوض انهن کي خريد ڪيو، جنهن مان هڪ حضرت عبدالله بن عمرو کي ٻي پنهنجي پٽ حضرت امام حسين رضہ کي ۽ ٽئين محمد بن ابوبڪر کي ڏني. انهن مان عبدالله کي سالم حضرت امام حسين کي زين العابدين ۽ محمد کي قاسم نالي پٽ ڄاوا جيڪي پاڻ ۾ ماسات هئا.

جڏهن تہ ابن قتيبہ "المعارف" ۾ لکيو آهي تہ حضرت زين العابدين جي ماءُ سنڌياڻي هئي، جنهن کي سلافہ چيو ويندو هو ۽ غزالہ بہ. سيد سليمان ندوي عرب و هند کي تعلقات ۾ ان جي تصديق ڪئي ۽ تاريخ ابن خلڪان ۾ پڻ اهڙو ذڪر ٿيل آهي. بيبي شهربانو جو ايران جي شاهي خاندان مان ملڻ جو پسمنظر ۽ حقيقت هي آهي تہ خسرو پرويز 590ع ۾ پيءُ هرمز جي قتل کان پوءِ ايران جي تخت تي ويٺو جيڪو مغرور ۽ سخت طبيعت جو مالڪ هو، تنهن سنڌ جي راءِ گهراڻي سان دوستي هوندي حملو ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ راءِ سيهرس بيو 4 مارچ 626 عيسوي يعني 29 رمضان 4 هجري ۾ قلات جي ويجهو ايراني لشڪر جي پيش قدمي کي روڪيندي مارجي ويو، جنهن کان پوءِ راءِ ساهيسي بيو تخت تي ويٺو جنهن ايراني شهنشاهيت جي خلاف قيصر روم سان تعلقات وڌايا ۽ عرب جي سرزمين تي نئين آيل انقلاب ۽ حضرت محمدﷺ جن متعلق عرب واپارين کان معلومات بہ وٺندا رهيا. ڇاڪاڻ تہ ان متعلق سنڌن اختيار ڪيل مذهب ٻڌ ڌرم ۾ پيشن گوئي ٿيل هئي ۽ ٻڌ ان کي اختيار ڪرڻ ۽ احمد رسول الله جي پيروي ڪرڻ جو حڪم مليل هو. انهيءَ ڪري هن پنهنجو هڪ سفير بہ اوڏانهن اماڻيو هو.

روم جي قيصر هرقل ۽ سنڌ جي راءِ جي دوستي کان پوءِ ايران جي اها فوجي ڪمڪ ۽ مدد بند ٿي ويئي جيڪي ايراني شهنشاهہ بوقت ضرورت فردن ۽ هاٿين ۽ ڪتن جي صورت ۾ وٺندا هئا. ڇاڪاڻ بقول ايڊورڊ گبن خسرو پرويز کي فارس ۽ سنڌ جي حڪومت ورثي ۾ ملي هئي پر جڏهن سنڌ وارن جو ساٿ نہ رهيو تہ حضرت محمدﷺ جن جي پيشن گوئي ۽ قرآن شريف جو فرمان پوري ٿيڻ جو وقت اچي ويو. ايران دمشق 613ع ۾ فتح ڪيو ۽ 614ع تي بيت المقدس کي ايراني سلطنت جو حصو بڻائي ڇڏيو ۽ 90 هزار عيسائن کي قتل ڪري اها صليب جن متعلق عيسائن جو عقيدو هو تہ حضرت عيسيٰ کي ان صليب تي چاڙهيو ويو هو. بيت المقدس کان مدائن کڻي ويا. اڪثر مفسرين جو خيال آهي تہ انهيءَ سال يا 615ع ۾ سورت روم نازل ٿي هئي، جنهن ۾ ايران جي زوال جي پيشن گوئي ٿيل آهي. ايڊورڊ گبن پنهنجي ڪتاب A History of Deeline and Fall of Roman Empire ۾ لکيو ٿو: "حضرت محمدﷺ جن پيش گوئي ڪئي هئي تہ

خدا تعاليٰ هن حڪومت جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندو. هن اها ڳالهه ان وقت چئي هئي جڏهن سلطنت فارس عروج تي هئي ۽ هي پيشن گوئي به ڪئي ته گهڻو وقت نه گذرندو ته ٻيهر رومي حڪومت قائم ٿي ويندي. هو لکي ٿو ته ان وقت ان پيشن گوئي پوري ٿيڻ جو ڪو به سوچي نه پئي، ڳهيو."

هرقل 623ع ۾ آرمينيا کان حملو شروع ڪيو ۽ 624ع ۾ آذربائيجان تائين وڃي پهتو. انهيءَ دوران هن سنڌين کان مددي لشڪر طلب ڪيو هو جيڪو نه ملڻ جي صورت ۾ پنهنجو لشڪر موڪلي سنڌ تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ راءِ سيهرس ٻيو مارجي ويو، جنهن ڪري سنڌ جا راءِ خسرو پرويز جا دشمن ٿي پيا ۽ پنهنجو رخ روم جي قيصر هرقل ۽ عرب جي رسول الله محمد ﷺ ڏانهن موڙيو.

راءِ سيهرس جي مارجڻ کان پوءِ هرقل فيصلہ ڪن جنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو جيڪا نينويٰ ۾ سن 627ع ۾ لڳي جنهن خسرو پرويز جي غرور ۽ تڪبر کي خاڪ ۾ ملائي ڇڏيو ۽ هن جي مسلسل شڪستن جي ڪري هن جي سپهه سالارن ۽ اميرن بغاوت ڪئي ۽ سندس وڏي پٽ شرويہ کي تخت تي ويهاريو ۽ هڪ فوجي دستي ڪيس مدائن ۾ نظربند ڪري ڇڏيو جتي هن جي روبرو سورهن پٽن کي قتل ڪيو ويو.

سنڌ جي راءِ ۽ روم جي قيصر هرقل جا تعلقات ايترا ويجها ٿي ويا هئا جو جڏهن 21 مارچ 629ع هرقل فتح جو جشن ملهائڻ بيت المقدس آيو هو ته ڪيس فتح جي مبارڪ ڏيڻ لاءِ سنڌ مان خاص سفير کي موڪليو ويو هو. انهيءَ دور ۾ حضور جن جا پنج اصحاب سنڌ ۾ تبليغ ڪرڻ لاءِ پهتا هئا. (تفصيل لاءِ پڙهو سنڌ جي تاريخ جلد ٻيو حصو پهريون)

شيرويہ قباد ٻئي جي نالي سان ايران جو شهنشاهه ٿيو جنهن حالت کي سڌارڻ لاءِ سڀ کان پهريان هرقل سان مصالحت ڪرڻ لاءِ پنهنجو سفير قيصر روم جي دربار ۾ موڪليو، جنهن جي نتيجي ۾ ايران ۽ روم جي وچ ۾ صلح جو معاهدو ٿي ويو جنهن موجب:

1) مصر، فلسطين، شام، ايشائي ڪوچڪ ۽ ٻيا قبضي ٿيل رومي علائقا روم جي حوالي رهندا.
2) هڪ ٻئي جا قيدي آزاد ڪيا ويندا.
3) مقدس صليب جيڪا خسرو پرويز بيت المقدس مان ڪٽي ويو هو واپس ڪئي ويندي.
4) روم ۽ ايران هڪ ٻئي جي سرحدن جو احترام ڪندا.

هن معاهدي متعلق گبن لکي ٿو "ٻن قومن جي وچ ۾ صلح جو معاهدو طئي ٿي ويو جيڪو پتل ۽ لوهه کان به وڌيڪ مضبوط هو."

شيرويہ قباد سلطنت ايران کي وڌيڪ شڪست ۽ خواري کان بچائي ورتو ۽ عوام جي هر طرح سان دلجوئي ڪرڻ لڳو جنهن ۾ هن ٽن سالن تائين ڍل معاف ڪري ڇڏي، جن ماڻهن سان زيادتيون ٿيون. انهن کي نوازيو، قيدين کي آزاد ڪيو ۽ پاڙيسري ملڪ سنڌ سان نئين طرح تعلقات قائم ڪيا ۽ غلط فهمين کي ختم ڪرڻ لاءِ اتي رهندڙ سنڌي خاندان جنهن کي تاريخ برمڪ ۽ برامڪ جي نالي سان لکي ٿي جيڪي ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ ۽ وهارجا پڪشو هئا جن جو اصل تعلق ٻڌيہ پرڳڻي سان هو جن جا وڏا ڪن سببن جي ڪري ايران طرف لڏي ويا، جتان جو سرڪاري مذهب مجوسيت يعني باهه، آتش جا پوڄاري هئا پر هنن پنهنجي مذهب کي نه ڇڏيو ۽ جڏهن هو مسلمان ٿيا ته هنن ٻڌ جي پيشن گوئي کي مدنظر رکي مذهب تبديل ڪيو هو. تن مان برمڪ بن فيروز کي پنهنجو وزير بڻايو هو.

شيريہ، روم جي قيصر هرقل سان تعلقات بهتر ڪري ورتا هئا ۽ ساڳي وقت سنڌ جي راءِ ڏانهن به دوستي جو هٿ وڌايو. انهيءَ صورت حال ۾ سنڌ سلطنت لاءِ ضروري هو ته هو پنهنجا تعلقات ايران سان ٻيهر بهتر ڪن جو هو پاڙيسري ۽ سرحدي ملڪ هو ۽ روم جي سلطنت جي حد هن کان گهڻو پري هئي ۽ اسلامي سلطنت اڃا پنهنجي شروعاتي ڏينهن مان گذري رهي هئي، تنهن ڪري ملڪ جي مفاد لاءِ بهتر اهو هو ته اهي ماضي وانگر ايران جا پرجهلو ٿي بيهن جنهن ڪري سنڌ ملڪ ۽ ايران جي سلطنت جي وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو، جنهن تحت:

1) ايران سنڌ تي ڪو به حملو نه ڪندو.
2) ايران جي سالميت کي بچائڻ لاءِ سنڌ وقت بہ وقت مدد ڪندو.
3) ايران جي لشڪر جي خراب صورتحال کي جيڪا روم جي فتح ۽ خسرو پرويز جي شڪست جي ڪري ٿي آهي، تنهن کي سڌارڻ ۽ دلجوئي ڪرڻ لاءِ راءِ ٽيهه هزار سنڌي فوجي جوانن جو لشڪر ايران جي فوجي طاقت لاءِ ڏيندو، جنهن جي اتي الڳ سڃاڻپ هوندي.
4) سنڌ نه رڳو فوجي جوان ڏيندو پر ان سان گڏ تربيت يافتہ هاٿي به ڏيندو، جيڪي وقت بوقت ضرورت طلب ڪيا ويندا.

هن معاهدي کان پوءِ راءِ ساهيسي ٽيهه هزارن جو چونڊ

لشڪر تيار ڪري ايران ڏانهن اماڻيو ۽ ان سان گڏ ڇهن سپاهين جي سواري لاءِ هڪ هڪ هاٿي بہ روانا ڪيا.

انهيءَ دوران شيريہ قباد پليگ جي بيماريءَ ۾ فوت ٿي ويو. هن صرف ڇهہ مهينا حڪومت ڪئي، جنهن کان پوءِ سندس ست سالن جي پٽ ارد شير ٽئين کي تخت تي ويهاريو ويو. جنهن کي سندن جرنيل براز هرقل سان اليڪ سليڪ ڪري 629ع ۾ ئي قتل ڪري ساساني تخت و تاج حاصل ڪيو. جنهن لاءِ هرقل پنهنجي ڌيءَ هن کي پرڻائي ڏني هئي. هن اجا ٻہ مهينا حڪومت مس ڪئي هئي تہ خراساني سپاهي فرخ نيزو هٽي گهوڙي کان ڪيرايو جنهن کي ٻين سپاهين تلوارن جا وار ڪري ماري ڇڏيو.

براز جي قتل کان پوءِ قباد ٻئي جي پٽ خسرو ٽيون کي تخت تي ويهاريو ويو، جنهن کانپوءِ خسرو پرويز جي ڌيءَ پوران دخت تخت تي ويٺي جيڪا ڇهہ مهينا حڪومت ڪري بيماري سبب مري ويئي. ان کانپوءِ خسرو ٽيون جي ڀاءُ گشتا سپده کي گاديءَ تي ويهارو ويو، جنهن کي نااهل سمجهي لاهي ڇڏيو ويو، ان کان پوءِ خسرو پرويز جي ٻيءَ ڌيءَ آزرمي دخت تخت تي ويٺي.

خسرو پرويز جي مقرر ڪيل خراسان جي حاڪم ۽ سپهہ سالار فرخ هرمز، آزرمي دخت کي ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ چيو جنهن کي هن گهرائي مدائن ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو. هن جي قتل جو پلاند وٺڻ لاءِ سندس پٽ رستم جيڪو پيءُ جي مرڻ کان پوءِ خراسان جو حاڪم بڻجي ويٺو هو، تنهن مدائن تي حملو ڪري آزرمي دخت کي قيد ڪيو، پوءِ هن کي انڌو ڪرايو ۽ پوءِ قتل ڪرائي ڇڏيو.

آزرمي دخت جي 630ع ۾ حڪومت جي خاتمي کان 634ع تائين غيريقيني صورتحال رهي، هڪ ٻئي جي پويان هرمز پنج خسرو چوٿون، ۽ فرخ زاد خسرو تخت نشين ٿيندا آيا، جيڪي ننڍي عمر جا حڪمران هئا ۽ ايران ۾ غيريقيني واري صورتحال هئي. هن جي مرڪزي حيثيت ختم ٿي چڪي هئي. صوبن جا حاڪم پنهنجي مرضيءَ جا مالڪ بڻجي ويا هئا ۽ سپهہ سالارن جو اثر وڌي رهيو هو.

انهيءَ وقت ۾ عرب جي صحرا ۾ اسلام جا نعرا گونجي رهيا هئا. رسول جن جي وفات کانپوءِ حضرت ابوبڪر مسند خلافت تي ويٺو جنهن سن 12 هجري مطابق 633، 634ع ۾ پنهنجي سپهہ سالار خالد کي ايران جي حڪومت ماتحت عراق تي حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو، ان وقت عراق جو حڪمران هرمز هو. هنن جي وچ ۾ حضير جي هنڌ سخت مقابلو ٿيو. جنهن ۾ سنڌ جي راءِ ساهيسي ٻيو جي فوجين هڪ ٻئي کي زنجيرن سان جڪڙي مقابلو ڪيو، جنهن ڪري ان جو جنگ جو نالو ئي "جنگ سلاسل" يعني زنجيرن واري لڙائي پيو. هن جنگ ۾ هرمز شڪست کاڌي ۽ سنڌي فوج ۽ عرب فوج جي وچ ۾ پهريون دفعو روبرو جنگ ٿي.

ايراني حڪومت جنهن جي تخت تي اڻ تجربيڪار ۽ صغير ٻار ويٺا هئا جنهن ڪري غيريقيني صورتحال هئي ۽ شاهي تخت تي ڪو بہ اهڙو حڪمران نہ هو جيڪو ايران جي سرحدن ۽ اندروني خلفشار کي منهن ڏيئي، ايڪو ۽ اتحاد پيدا ڪري سگهي. آخر ايراني سپهہ سالارن ۽ اميرن کي معلوم ٿيو تہ هڪ شهزادو يزدگرد بن شهريار بن خسرو پرويز استخر ۾ رهي ٿو جنهن کي سن 634ع ۾ مدائن ۾ وٺي اچي تخت تي ويهاريو.

ايران ۾ قباد ٻيو کان پوءِ 629ع کان 634ع تائين اٽڪل پنجن سالن جي عرصي دوران غيريقيني صورتحال رهي، هڪ طرف صوبائي حاڪم، خودمختيار ٿيندا پيا وڃن، ٻئي طرف سپهہ سالارن جي مرضي مطابق ملڪي سرشتو هلي رهيو هو، جنهن دوران گهريلو بغاوت ۽ خلفشار وڌي رهيو هو ۽ ٽئين طرف عرب جي صحرا ۾ اسلامي حڪومت طاقتور ٿيندي پئي وڃي، تنهن ڪري يردگرد انهي خوف ۽ انديشي سان تہ متان ايران جي فوج ۾ شامل سنڌي فوج باغي نہ ٿي وڃن، تنهن ڪري هن سنڌ جي راءِ ساهيسي کان اهڙي ضمانت طلب ڪئي تہ هو باغي يا ڪنهن بہ بغاوت ۾ شريڪ نہ ٿي سگهن، تنهن ڪري هن الور (اروڙ) پنهنجو سفير موڪلي اهڙي خدشي جو اظهار ڪيو ۽ ضمانت طور، شاهي خاندان جي فردن مان طلب ڪئي.

راءِ ساهيسي ٻيو ڪا بہ ٻي واٽ نہ ڏسي پنهنجي خاندان مان ڪجهہ عورتون جن ۾ شهزادي شهربانو بہ شامل هئي ڏياري موڪلي.

يردگرد انهن کي مان ڏيندي پنهنجي شاهي خاندان جي عورتن سان محل ۾ رهايو ۽ راءِ جي خاندان جي عورتن کي ڌيءَ ۽ ڀينرن جو مرتبو ڏنو، جنهن ڪري ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ايترا تعلقات مضبوط ۽ مستحڪم ٿي ويا جو يردگرد بوقت ضرورت مدد طور سنڌي فوج ۽ هاٿي گهرائي وٺندو.

انهيءَ ڪري تہ ايڊورڊ گبن روم جي تاريخ ۾ يردگرد ايران ۽ سنڌ جو بادشاهہ ڪري لکيو آهي، جنهن ڪري عرب تاريخ نويسن شهزادي بيبي شهربانو کي يردگرد جي اولاد ڄاڻايو

آهي. جيئن طبري جهڙي تاريخ نويس، يردگرد جي سنڌ جي حڪمران کي ڏاهر ڪري لکيو آهي. جڏهن تہ ان وقت راءِ ساهيسي پيو هو. اهڙي طرح يردگرد جي مالي غنيمت مان ملندڙ تلوار کي راءِ سان منسوب ڪرڻ بدران ڏاهر ڏانهن ڪئي ويئي. حقيقت ۾ بيبي شهربانو جو تعلق سنڌ سان ئي هو جنهن جي تصديق حضرت علي جن جي انتخاب مان ئي ٿئي ٿي تہ هن حضرت امام حسين لاءِ اهڙي عورت کي منتخب ڪيو جيڪا مجوسي نہ هئي پر سندن مذهب ۾ اسلام جي اچڻ جي چاڻ ڏني ويئي هئي۽ هو هڪ شريف ۽ پاڪيزه خاندان جي فرد هئي، جتان اهلبيت جو هڪ سلسلو شروع ٿيڻو هو ۽ آخري امام جو ظهور ٿيڻ آهي.

بيبي شهربانو جي متعلق عرب تاريخ نويس ۽ علم الرجال جا عالم هڪ ڳالھ تي متفق نہ آهن، هنن مختلف روايتون ۽ نالا ڏنا آهن. تاريخ يعقوبي ۾ ان جو نالو حرام آيو آهي ۽ روايت لکي اٿن تہ هن جي ماءُ ڪابل جي قيدي عورتن مان هئي. قلمي مسودن ۽ اڪثر ڪتابن ۾ متفقہ نالو بيبي شهربانو آهي. متفرقہ نالن جي ملڻ مان اها تقويت وڏيڪ ٿئي ٿي تہ بيبي شهربانو جو تعلق سنڌ سان هو. انهيءَ نسبت سان سادات حسيني جي خون ۾ سنڌي خون شامل آهي ۽ اهي پدري هاشمي ۽ مادري سنڌي آهن.

## سنڌ ۾ رهندڙ عرب ذاتين جو هڪ ٻئي سان تعلق






حضرت بيبي فاطمه جي ڪري سيد سڏيا ويا. باقي
اولاد علوي سڏجي ٿي.

## مخدوم بهاؤالدين ذڪريا جو شجرو




جنهن حضور جن جو هر حالت ۾ ساٿ ڏنو ۽ ان کي
پاڻ وٽ رهايو ۽ پرورش ڪئي
ابو طالب
عقيل
علي (شير خدا)
جعفر
طالب
سعيد
ابو سعيد
محمد شهيد ڪربلا
عبدالله
عبدالرحمان شهيد ڪربلا
مسلم شهيد ڪربلا
جعفر شهيد ڪربلا
علي شهيد ڪربلا
محمد
جعفر اصغر
عثمان
عيسىٰ
حمزه
عبدالله اصغر
عبدالله اڪبر
محمد مرتضيٰ جي ڌي ام ڪلثوم
قاسم شهيد ڪربلا
عون
اسماعيل شهيد ڪربلا
عبدالله مرتضيٰ جي ڌي زينب
جعفر
اسحاق
محمد شهيد ڪربلا
عون شهيد ڪربلا
علي
ابوبڪر لاولد والده ليليٰ بنت مسعود
شهيد ڪربلا
عبدالله
شهيد ڪربلا
عثمان لاولد والده ام البنين بنت حزام
شهيد ڪربلا
جعفر لاولد هن جي والده ام البنين بنت حزام
شهيد ڪربلا
عبيدالله
جنهن کي مختار بن ابي عبيد الثقفي شهيد ڪيو
ليليٰ بنت مسعود هن جي والده
عباس والده ام البنين بنت حزام
شهيد ڪربلا
عمر والده صهبا ڪنيت ام حبيب بنت ربيعه
محمد اصغر ڪنيت ابوبڪر عرف محمد الاصغر هن کي نثار محمد
شهيد ڪربلا هن جي والده ليليٰ بنت مسعود هئي
محمد حنفيه والده خوله بنت جعفر المعروف محمد اڪبر




نوٽ: حضرت علي ڪرم الله وجهه جي اولاد جي اصل تعداد جي خبر نہ ٿي پوي. طبقات سعد واري لکيو آهي تہ هن کي چوڏهن پٽ ۽ نوَ ڌيئرون هيو. جڏهن تہ پاڻ تفصيل ۾ انهن جو تعداد وڌيڪ لکيو آهي. مسعودي پٽن جو تعداد يارنهن ۽ ڌيئرون سورنهن لکيون آهن. بين محققن، پٽ سترهن ۽ نياڻيون ٻارهن ۽ ڪن ايڪيهہ پٽ ۽ پندرهن ڌيئرون لکيون آهن، پر مون کي جيڪي مناسب احوال ۽ تفصيل مليا آهن انهن جا نالا لکيا آهن. حضرت علي جي اولاد جو تعداد ڪيترو آهي. اوالله عالمر.


سلسلو اولاد حضرت علي- اهلبيت، سيد حضرت امام حسن جو سلسلو- حسني سيد
امام حسن رضہ
ماه ربيع الاول سنہ 49 هجري ۾ ڪن جي مطابق 28 صفر
50 هجري ۾ ڪيس زهر ڏيئي شهيد ڪيو ويو
عبدالله بڪر (شهيد ڪربلا)
قاسم شهيد ڪربلا
عمر شهيد
احمد شهيد ڪربلا
عبدالله اصغر شهيد
عبدالرحمٰن
اسماعيل
جعفر
علي اصغر
علي اڪبر
حسن اصغر
محمد اصغر
محمد اڪبر
فاطمہ ام الحسين
ام اسمليٰ
عمران
حسين الازم
حسن مثنيٰ زخمي ڪربلا
رقيہ
صفران
فاطمہ ام الحسن
حمزه
يعقوب
عقيل
ابوبڪر
زيد
طلحہ جواديہ
شهيد
اسحاق
محسن خطيب
علي اصغر
عبدالہ ابوزيد
قاسم
ابراهيم
ابوالحسن محدث
زيد
ظاهر
عبدالرحمٰن سنجري
علي اڪبر
محمد طبحاني
محمد اسماعيل
علي سنجري
شڪر
وسيم
ابوالحسن
احمد
ابي حسين
داعي اصغر
عيسيٰ بطحاني
ابو تراب
موسيٰ بطحاني
ابوزيد
حسن
حسن
ابوالحسن
الجروش
ابو الفضل
هارون
ناطق
احمد
عبدالله
عبدالاحد
قاسم
عبدالرحمٰن
زيد داعي الحليل
مرجان
عبدالله
حسين اصغر
ابوالحسن علي
سيد شجاع
سيد عبدالرحمٰن
سيد علي الجلابي
سيد عثمان االجلابي
داتا گنج بخش علي
هجويري
لاهور جو مشهور
بزرگ


سلسلو اولاد حضرت امام حسن- حسني سيد
امام حسن
حسن مثنيٰ
دائود حسن
مثلث
جعفر
ابراهيم
عبدالله محض
ميران محي الدين
خاندان جو شجرو الڳ ڏنل آهي
سليمان
علي
حسين عابد
حسن
عبدالله
حسن
اسماعيل ديباج
يحيٰ
موسيٰ جون
سليمان سيد محمد (شهيد)
المعروف نفس ذڪيه
ادريس
طاؤس
تغلب
فتاده
محمد سليق
محمد علي
ابو سيلمان
محمد ادواع
نبي ملحون
حسين
ابراهيم طباط
سنڌي زال مان
الڳ شجرو
ڏنل آهي
عبدالله الاشتعر
جنهن سنڌ ۾ لاڏڪاڻي
جي علائقي مان شادي
ڪئي. مزار عبدالله شاهه
غازي، ڪراچي
ابوالحسن ابراهيم
نفس المرض
حسن فزريس
حسن اصغر
جعفر
ابو قاسم
احمد طباط
قاسم
حسين
ابو اسماعيل
ابو جعفر
ابو البرڪات
علي
احمد
محمد
يحيٰ
عبدالله
ابراهيم
حسين
حسن
عثمان
سليمان
اسماعيل
هارون
احمد
علي
احمد
يحيٰ
محمدعبدالله
محمد شعرابي
احمد ابو القاسم
محمد
پڊيه لاڙڪاڻي وارن جي نسل
مان. جنهن مان سيد جو هڪ
خانداني سلسلو شروع ٿيو
سيد حسن
سيد سرايو
سيد ابو طالب
همداني
سيد ابو جعفر ڪوفي


سلسلو اولاد سيد عبدالله محض- حسني سيد
عبدالله محض
موسيٰ جون
ادريس
عبدابو صالح رضا
حمزه
محمد
علي طاهر
موسيٰ ثاني
احمد
جبار
جعفر
عميق سراج
علي
عبدالله
حسن
امير
صالح
يحيٰ
امير دائود محمد اڪبر
عبدالرحمٰن
اشرف
عطيه
تراتر
يحيٰ
حسن
عبدالله
محمد
بدر
احمد
سهيم
مقيم
قاسم
هاشم
محمد
يحيٰ
محمد
محمد ذڪريا
شمس الدين
يحيٰ زاهد
عبدالله جبلي
موسيٰ ابو صالح
هن ڪي عبدالقادر جيلاني
جو پيءُ چيو ويندو آهي
پر هن ڪي ڪا به اولاد ڪو نه هئي
سليمان
دائود
عبدالله
محمد مفتح
حسن محقوق
يحيٰ
سلمه
سراج
بنو قاسم
صالح
نقي
ضحاڪ
يقين
عبدالله
عبدالرحمٰن فاتڪ
محمد
يحيٰ
ابو طيب
ابوبڪر
علي
عبدالله
عالم
اڪرم
اشرف
قاسم
حسن
بنو خان
عاق
حمزه
عبدالحي
سراج
محمد
ابوفيام
عماد
يحيٰ
بيد موسيٰ
دائود
خادم
ادريس
الورقع
صالح
هويڪان
عبدالله
نزار
محمد اڪبر
يحيٰ
عبدالوهاب
شرف الدين
مقسوم
عبدالله
مختار


سلسلو اولاد سيد عبدالله محض- حسني سيد
عبدالله محض
ادريس
ابراهيم
يحيٰ رابع
عمر
ادريس ثاني
علي
يعيوب
احمد
سيد علي
عبدالله
احمد
احمد علي
حسن يحيٰ
يحيٰ ثاني
ادريس ثاني
قاسم
يحيٰ ثالث
يحيٰ رابع
ادريس
حسن
ادريس
عمر علي ثاني
عمر
ادريس ثالث
هن بصره تي
حڪومت ڪئي
سيد ناصر احمد
عباس
رشيد
ناصر احمد
سيد محمد
ناصر احمد
هادي محمد
ناصر احمد
منتحب حسين
ابراهيم
ناصر احمد
ابراهيم
مرتضيٰ محمد
ابراهيم
سيد محمد


سلسلو اولاد حضرت امام موسيٰ ڪاظم
بغداد ۾ 25 رجب 183 هجري بروز جمعي تي خليفي هارون رشيد جي حڪم تي سنڌي بن شاهڪ زهر ڏيئي شهيد ڪيو
حضرت امام موسي ڪاظم
سيد حمزه
اسحاق
هارون
ابراهيم
حسين
محمد العابد
حسن
جعفر الحواري
عباس
زيد النار
امام علي رضا
احمد
عبدالله
اسماعيل
عبيدالله


شيخ عبدالقادر جيلاني
ابوالحسن ابراهيم
سيدنا عبدالرزاق
عبدالله
قاسم
جعفر
عيسي
يوسف
احمد
قطب الدين
نظام الدين
رڪن الدين
صدر الدين
قيام الدين
امير الدين
سيدنا علي قادري
اولاد حو پنور
بر آهي
سيدنا ابو نصر
رڪن الدين
امان الله
برهان الدين
مسعود
يحيٰ
نعمت الله
مبارڪ
شهاب الدين
ابو صالح
احمد متقي
قاسم
علاؤالدين
ابو صالح
جمال الدين
شاهه دائود
جلال الدين
بهاؤالدين
ابو حيات
شاهه قميص
عرف شاهه دهوري
ابو صالح
شاهه دائود
شمس الدين
علاؤالدين
سيد حسن
سيدنا علي
عبدالجبار
سيدنا ابو موسي
شجرو الڳ ڏنل آهي
تاج الدين ابوبڪر
شجرو الڳ
ابو عبدالرحمان
شرف الدين
ابو عبدالرحمان
عبدالله
ابو نصر موسيٰ
عبدالجبار
شمس الدين
عرف عبدالعزيز
سيدنا محمد
شمس الدين
شرف الدين
زين العابدين
ولي الدين
نورالدين
سيدنا حسام الدين
(مزار بغداد ۾ آهي)
جمال الدين
ابو عبدالرحمان
ابو ذڪريا يحيٰ
عبدالوهاب سيف الدين
شجرو الڳ
جو امجد
خيرالدين شاهه جيلاني
پراڻي سکر وارو ۽
بزرگ اچوي جيلاني
ابوالفضل محمد
عرف محمد شاهه
حافظ سليمان
هي ٻيءَ ۽ ٻٽ
امروٽ شريف
تعلقي ڳڙهي ياسين
جي تاريخي قبرستان ۾ مدفن
آهي وڌيڪ لاءِ ڏسو
شجرو حضرت تاج محمد شاهه
امروٽي جو - امروٽ جا
پير هن جي اولاد مان آهن


مخدوم احمد المعروف دائود (7)
مخدوم تاج الدين (8)
مخدوم عماد
مخدوم مراد
مخدوم ادريس
مخدوم شعيب عرف پير لڏو
مخدوم قاضي عبدالله (9)
مخدوم قاضي ابراهيم
مخدوم عبدالله
مخدوم عالم
مخدوم مراد
مخدوم محمد عيسيٰ
مخدوم جعفر
مخدوم محمد معصوم
مخدوم قاضي عثمان السنڌي الدربيلي (900-1002ھ)
رحمت الله
مخدوم رحمت الله (10)
مخدوم حميد
مخدوم محمد (950-1030)
مخدوم محمود (953ھ)
مخدوم عبداللطيف (11) (961-1024)
مخدوم عبدالجليل (12) (991-1033)
مخدوم عبدالرزاق
مخدوم محمد معصوم
مخدوم عبدالواحد
مخدوم جعفر
عبدالواحد
محمد جان
عبدالملڪ
نور محمد
قطب الدين
معين
سعيد
عبدالواصف
محمد صادق
مير محمد
منگيلڏو
مخدوم عبدالوالي (1240-1288)
مخدوم علي گوهر (1250-1281)
عبدالبقا
نور محمد عرف صاحبڏنو
عبدالنبي
محمد عارف
شفيع الله
حبيب الله
فضل الله
فيض محمد
غلام محمد
محمد قاسم
سعيد
مير محمد
محمد صادق
عبدالجليل
پريل
مير حسن
منگيلڏو
ادريس
جعفر
عبدالوالي
علي گوهر
صاحبڏنو
ميان محمد
شير محمد
شمس الدين
فضل الله
علي احمد عرف فوٽل
عبدالنبي (1280-1320)
عثمان (1282ھ)
منگيلڏو (13) (1288-1347)
تاج الدين احمد (1290-1361)
مخدوم دائود
احمد
خالد
زاهد
جاويد
محمد علي
بابر
حاجن
مخدوم بديل
غلام رسول
شاهه محمد
علي بخش
شير محمد
عطا محمد
مخدوم عبدالقادر
احمد علي
احمد
الله بخش
عمر
عبدالحفيظ
محمد موسي
محمد
شعيب
محمد جان
عبدالعليم
غلام صديق
غلام فاروق
غلام سليمان
ڊاڪٽر حيدر
عبدالڪريم
محمد دائود

## مخدوم نوح جو شجرو



# سچل سرمست جو شجرو

حضرت عمر فاروق (ٻيو نمبر خليفو)



(2) پيڙهي ۾ مخدوم عبدالوهاب



(16) پيڙهي ۾ مخدوم عبدالوهاب



ميان محمد حافظ
عرف صاحب ڏنو

ميان صلاح الدين



ميان عبدالوهاب
عرف سچل سرمست
(درازا شريف)


حضرت عبدالمطلب
حضرت ابوطالب (اصل نالو عبدالمناف هو)
حضرت عبدالله
حضرت محمد
حضرت بي بي فاطمه رضه
طالب
عقيل
جعفر
علي رضه
ام هاني اصل نالو برهنه
جمانه
ربط
طليق
هن جي ماءُ
ڪله هئي ۽ باقي
اولاد جي ماءُ
فاطمه بنت اسد بن هاشم بن
عبد مناف بن قصي- هن
حضور جن کي پاليو هو
اولاد اهل بيت ۽ سيد سڏجي ٿي ۽ سندن
پويان امام به هنن مان آهن
امام حسن
امام حسين
بي بي زينب
بي بي ام ڪلثوم


ابو طالب- جنهن حضور جن جو هر حالت ۾ ساٿ ڏنو ۽ ان کي پاڻ وٽ رهايو ۽ پرورش ڪئي
طالب
جعفر
علي (شير خدا)
عقيل
جعفر
عبدالله (مڙس بي بي زينب)
عون
محمد (مڙس بي بي ام ڪلثوم)
علي
عون شهيد ڪربلا
اسحاق
محمد شهيد ڪربلا
اسماعيل
قاسم شهيد ڪربلا
محمد
علي شهيد ڪربلا
جعفر شهيد ڪربلا
مسلم شهيد ڪوفه
عبدالرحمان شهيد ڪربلا
ابو سعيد
محمد شهيد ڪربلا
عبدالله
سعيد
عبدالله اڪبر
عبدالله اصغر
حمزه
عيسيٰ
عثمان
جعفر اصغر
محمد حنيفه والده خوله بنت صفص المعروف محمد اڪبر
محمد اصغر ڪنيت ابوبڪر عرف محمد الاصغر يعني ننڍو محمد
شهيد ڪربلا هن جي والده ليلا بنت مسعود هئي
عمر والده صهبا ڪنيت ام حبيب بنت ربيعه
عباس والده ام البنين بنت حزام
شهيد ڪربلا
عبيدالله
جنهن کي مختار بن ابي عبيد المذار ۾ شهيد ڪيو. هن جي والده ليلا بنت مسعود هئي
جعفر لاولد
عثمان لاولد
هنن جي والده ام البنت بنت حزام
شهيد ڪلابلا
شهيد ڪربلا
عبدالله
شهيد ڪربلا
ابوبڪر لاولد والده ليلا بنت مسعود
شهيد ڪربلا




نوٽ: حضرت علي ڪرم الله وجهه جي اولاد جي اصل تعداد جي خبر نه ٿي پوي. طبقات سعد واري لکيو آهي ته هن ڪي چوڏهن پٽ ۽ نوَ ڌيئرون هيون. جڏهن ته پاڻ تفصيل ۾ انهن جو تعداد وڌيڪ لکيو آهي. مسعودي پٽن جو تعداد يارنهن ۽ ڌيئرون سورنهن لکيون آهن. بين محققن، پٽ سترهن ۽ نياڻيون ٻارهن ۽ ڪن ايڪيهه پٽ ۽ پندرهن ڌيئرون لکيون آهن، پر مون ڪي جيڪي مناسب احوال ۽ تفصيل مليا آهن انهن جا نالا لکيا آهن. حضرت علي جي اولاد جو تعداد ڪيترو آهي. والله عالم.

سلسلو اولاد حضرت علي- محمد حنيف جا پويان



## سلسلو اولاد حضرت علي- اهلبيت، سيد حضرت امام حسن جو سلسلو- حسني سيد

امام حسن رضه

ماه ربيع الاول سنه 49 هجري ۽ ڪن جي مطابق 28 صفر 50 هجري ۾ ڪيس زهر ڏيئي شهيد ڪيو ويو

- عبدالله بڪر (شهيد ڪربلا)
- قاسم شهيد ڪربلا
- عمر شهيد
- احمد شهيد ڪربلا
- عبدالله اصغر شهيد
- عبدالرحمٰن
- اسماعيل
- جعفر
- علي اصغر
- علي اڪبر
- حسن اصغر
- محمد اصغر
- محمد اڪبر
- فاطمه ام الحسين
  - زيد
  - طلحه جواديه
- ام اسملئ
- عمران
- حسين الازم
- حسن مثنيٰ زخمي ڪربلا
- رقيه
- صغران
- فاطمه ام الحسن
- حمزه
- يعقوب
- عقيل
- ابوبڪر

حسن مثنيٰ جو اولاد:

- حسين اصغر – ابوالحسن علي – سيد شجاع – سيد عبدالرحمٰن – سيد علي الجلابي – سيد عثمان الجلابي – داتا گنج بخش علي – هجويري || لاهور جو مشهور بزرگ
- شهيد
  - أسحاق – محسن خطيب
  - علي اصغر
  - عبدالله ابوزيد
  - قاسم
  - ابراهيم – ابوالحسن محدث
  - زيد – ظاهر
  - عبدالرحمٰن سنجري
    - علي سنجري
      - احمد
      - ابي حسين
      - داعي اصغر
    - شڪر
    - وسيم
    - ابوالحسن
  - علي اڪبر – محمد بطحاني
    - عيسيٰ بطحاني – ابو تراب
    - موسيٰ بطحاني – ابوزيد – حسن
    - حسن
      - ابوالحسن
      - الجروش
      - ابو الفضل
    - هارون
      - ناطق
      - احمد
    - قاسم – عبدالرحمٰن
      - زيد داعي الحليل
      - مرجان
      - عبدالله
    - عبدالله – عبدالاحد
  - محمد اسماعيل




سلسلو اولاد حضرت امام حسن- حسني سيد
امام حسن
حسن مثنيٰ
ميران محي الدين
خاندان جو شجرو الڳ ڏنل آهي
عبدالله محض
ابراهيم
جعفر
مثلث
دائود
حسن
علي
سليمان
عبدالله
حسين عابد
طاؤس
تغلب
فتاده
محمد سليق
محمد علي
ابو سليمان
محمد ادواع
نبي ملحون
ادريس
سيد محمد (شهيد)
سليمان
المعروف نفس ذڪيه
موسيٰ جون
يحيٰ
حسن
اسماعيل ديباج
حسين
ابراهيم طباط
حسن اصغر
جعفر
ابو قاسم
ابوالحسن ابراهيم
نفس المرضہ
حسن فزريس
عبدالله الاشتر
جنهن سنڌ ۾ لاڙڪاڻي
جي علائقي مان شادي
ڪئي. مزار عبدالله شاهه
غازي، ڪراچي
سنڌي زال مان
الڳ شجرو
ڏنل آهي
احمد طباط
قاسم
حسين
ابو اسماعيل
ابو جعفر
ابو البرڪات
علي
احمد
محمد
يحيٰ
عبدالله
ابراهيم
هارون
احمد
حسين
علي
احمد
يحيٰ
حسن
عثمان
سليمان
اسماعيل
محمدعبدالله
محمد شعرابي
احمد ابو القاسم
محمد
ٻڌيءِ لاڙڪاڻي وارن جي نسل
مان، جنهن مان سيد جو هڪ
خانداني سلسلو شروع ٿيو
سيد ابو جعفر ڪوفي
سيد ابو طالب
همداني
سيد حسن
سيد سرايو



سلسلو اولاد سيد عبدالله محض- حسني سيد
عبدالله محض
موسىٰ جون
ادريس
عبدابو صالح رضا
حمزه
محمد
علي طاهر
سليمان
يحيٰ
صالح
عبدالله
موسىٰ ثاني
احمد
دائود
سلمه
سراج
بنو قاسم
نقي
ضحاڪ
يقين
عبدالرحمٰن فاتڪ
جبار
جعفر
عميق
سراج
عبدالله
محمد مفتح
حسن مسحترق
محمد
يحيٰ
مقسوم
مقسوم
ابوبڪر
علي
علي
عبدالله
حسن
امير
صالح
يحيٰ
امير دائود محمد اڪبر
ابو طيب
عبدالله
عالم
عبدالرحمٰن
اشرف
عطيه
حسن
عبدالله
احمد
اڪرم
اشرف
سهيم
مقيم
ترادر
محمد
يحيٰ
بدر
قاسم
بنو خان
عاق
حمزه
عبدالحي
سراج
حسن
بيد موسىٰ
قاسم
هاشم
محمد
يحيٰ
محمد
محمد ذڪريا
شمس الدين
يحيٰ زاهد
عبدالله جبلي
موسىٰ ابو صالح
هن کي عبدالقادر جيلاني
جو پيءُ چيو ويندو آهي
پر هن کي ڪا به اولاد ڪو نه هئي
محمد
ابوخيام
عماد
يحيٰ
دائود
خادم
ادريس
عبدالله
نزار
محمد اڪبر
يحيٰ
عبدالوهاب
شرف الدين
الورقع
صالح
هويڪان
مقسوم
عبدالله
مختار


سلسلو اولاد سيد عبدالله محض - حسني سيد
عبدالله محض
ادريس
ابراهيم
يحيٰ رابع
عمر
ادريس ثاني
عبدالله
احمد
يعيوب
علي
سيد علي
احمد
احمد علي
حسن يحيٰ
يحيٰ ثاني
ادريس ثاني
قاسم
يحيٰ ثالث
ادريس ثالث
عمر
عمر علي ثاني
ادريس
حسن
ادريس
يحيٰ رابع
سيد ناصر احمد
هن بصره تي حڪومت ڪئي
عباس
رشيد
ناصر احمد
سيد محمد
ناصر احمد
هادي محمد
ناصر احمد
منتحب حسين
ابراهيم
ناصر احمد
ابراهيم
مرتضيٰ محمد
ابراهيم
سيد محمد

## سلسلو اولاد حضرت امام حسن۔ حسن مثنيٰ جي اولاد



## سلسلو اولاد حضرت امام حسين شهيد ڪربلا ـ حسيني سيد

حضرت امام حسين (شهيد ڪربلا)




نوٽ- ڪن ڪتابن ۾ امام زين العابدين جي اولاد جو تعداد مختلف بيان ٿيل آهي ۽ نالا بہ مختلف آهن، پر امام باقر، زيد شهيد، علي ۽ حسين (اصغر) جي نالن تي اتفاق آهي، جن مان اولاد جو سلسلو هليو.

حضرت امام زين العابدين جي ڏنل اولاد جي شجري ۾ بيان ڪيل اولاد ڪانسواءِ مختلف ڪتابن ۾ پيا بہ نالا مليا آهن، ممڪن آهي تہ ساڳين نالن کي متفرق نالن سان لکيو ويو هجي، ڇاڪاڻ تہ عرب تاريخ نويسن، ڪينيت عرفيت ۽ اصل نالي کي پنهنجي مرضيءَ مطابق لکيو آهي. عرب ۾ اڪثر اهو رواج رهيو آهي تہ اصل نالي سان گڏ مختلف نالن سان سڏيو ويندو هو، آءٌ چندچاڻ ڪان جيڪي ظاهري متفرق نالا مليا آهن، اهي هي آهن:

(1) محسن (2) موسيٰ (3) اظهر (4) افطر (5) ابو تراب (6) طيب.

تن جي اولاد جو ذڪر هيٺئن مليو آهي، محسن کي ٽي پٽ هئا:

(1) نقي (2) نقي (3) عسڪري.

موسيٰ کي نوَ (9) پٽ هئا:

(1) شيث (2) اسحاق (3) اسماعيل (4) ايوب (5) يوشع (6) هابيل (7) قابيل (8) روحيل (9) اڌهم.

اظهر کي اٺ پٽ هئا:

(1) ابرار (2) مختار (3) ڪرار (4) حوت (هوت) (5) نوح (6) لوط (7) هاشم (8) محشم.

افطر کي ڏهہ پٽ هئا:

(1) قيدار (2) علم (3) ارد (4) هابت (5) تميم (6) شمس (7) خضر (8) الياس (9) ايليا (10) هارون.

شجره نسب بنو ابراهيم - (ابن خلدون جي مطابق، جنهن لکيو آهي ته حضرت ابراهيم جا وڏا ٻاهران آيل هئا ۽ ڌارئي ٻولي ڳالهائيندي هئا. اسان جي تحقيق موجب حضرت ابراهيم جا وڏا سنڌي هئا ۽ سنڌ کان ايران رستي عراق پهتا ۽ سندن ٻولي سنڌي هئي)




ناحور:
- ماغي
- تاعش
- ڪاخم
- طابع
- بشوپل
- بلداف
- بلداس
- قمويل ← ارمن
- حذو
- ڪاس
- بوص
- عوص

ابراهيم:
- شوخ
  - تيرخ
  - زمران
  - مدان
  - نقشان
- اسحاق
  - عيمو
    - رعويل
    - بعوش
    - افيداع ← فورح ← اليفا
      - عمالق
      - اومار
      - ڪتعام
      - تيمال
      - صفو
      - قتال
  - يعقوب
    - وان
    - بني امين
    - روبيل
    - شمعون
    - لاوي
    - يهودا
    - زبولون
    - يسافر
    - ڪار
    - اشمه
    - نقتالي
    - يوسف ← افرائيم ← منشي
- اسماعيل
  - اشبق ← نابت
  - معه
  - ميراه
  - قيما
  - بطور
  - نافس
  - قدما
  - قيداز (شجرو ڏنل آهي)
  - اوبيل
  - بسام
  - مشمع
  - ذوما
- مدائن
  - عيقين
  - حنوخ
  - ايذاع
  - عيفا
  - الداعا

## شجرو بنو اسماعيل_ طبقات ابن سعد مطابق_ وفات 230 هجري

1- حضرت اسماعيل عليہ السلام

2- قيدز
3- عرام
4- مخرمي
5- شمي
6- زارح
7- ناحث
8- مقصي
9- ايهام
10- اقناد
11- عيصر
12- ويشان
13- ڪيفيا (ڪيفي)
14- ارعوي
15- يلحن
16- نخرن
17- يثربي

||

18- سبز
19- حمدا
20- الوعا
21- عبيد
22- عبقر
23- عيفي
24- ماخ
25- ناحش
26- جاحم
27- طابخ
28- تدلاف
29- بلواس
30- حز
31- ناشد
32- العوام (عوام)
33- ابي

|||

34- قموال
35- يوز
36- عوص
37- سلامان
38- همسيع
39- اوڌ- اوڊو -اوڌو عدنان جو پيءُ

## شجرو بنو اسماعيل طبري جي مطابق۔ وفات 310 هجري

1 حضرت اسماعيل

2 بعثمر- (هن کي عوامر- نبيت ۽ قيذرجي نالي سان سڏيو ويو جنهن جي معنيٰ آهي ملڪ جو مالڪ- بنو اسماعيل ۾ سڀ کان پهريان هي حڪمران ٿيو)

3 ابن صيقا- هن کي سمر ۽ صيفي بہ چيو ويندو هو

4 ابن مخررا

5 ابن سمي- جنهن کي سمہ ۽ مجثر بہ چوندا آهن

6 ابن زارح- جنهن جو ٻيو نالو قمير آهي

7 ابن مقعہ- جنهن کي مقاصري ۽ ناحث بہ چوندا آهن- مقاصري جي معنيٰ قلعو ۽ ناحث جي معنيٰ لهڻ آهي

8 ابن شامار- جنهن جو ٻيو نالو بهامي دوس اللمتق آهي

9 ابن قاندي- عرف قاندہ هن کي امامتہ بہ چوندا هئا

10 ابن عاصار- عرف عاصد- هن جو ٻيو نالو نيد وان هو

11 ابن ماسا- ٻيو نالو زائد

12 ابن عاقاري- عرف عاقر

13 ابن دعواني- عرف دعوايٰ- معنيٰ آهستي هلڻ وارو

14 ابن يلحاني- عرف يلحن، ٻيو نالو عبود

15 ابن يخراني- عرف يخرن- جنهن جي معنيٰ آهي جابر

16 ابن يثرابي- عرف يثرم

17 ابن يثماني- عرف لشين- جنهن جي معنيٰ آهي ذڪار ۾ ڪارائڻ وارو

18 ابن همادي- عرف همدان اسماعيل ذوالا عوج- عوج هن جي گهوڙي جو نالو هو

| | | |
|---|---|---|
| 19 | ابن ابداعي- | عرف عبيد يزن الطعان |
| 20 | ابن سداعي- | جنهن کي دعا اسماعيل ذوالمطانج چوندا هئا |
| 21 | ابن عاقاري- | عرف عاقرا ابراهيم |
| 22 | ابن عقارا- | جنهن جو پيو نالو عافي عبقر ابوالجن آهي |
| 23 | ابن معجالي- | عرف ماصي- هن جو پيو نالو ظريب آهي |
| 24 | ابن محشي- | هن کي تاحش ۽ شحدور بہ سڏيندا هئا |
| 25 | ابن جهمي- | هن جو نالو حلد عرف جاحم بہ آهي |
| 26 | ابن طعبا- | عرف طاهب- هن کي دائم ۽ عيقان بہ چوندا هئا |
| 27 | ابن بدلانا- | عرف يدلاف- هن کي دائم جي نالي سان بہ سڏائيندا هئا |
| 28 | ابن بلدان- | عرف محتمل |
| 29 | ابن حراما- | جنهن کي عوام جي نالي سان سڏيو ويو آهي |
| 30 | ابن ڪسدانا- | عرف محلم ذوالعين |
| 31 | ابن عحماما- | هن جو نالو مرمح التاصب هو - جنهن کي قموال بہ چوندا هئا |
| 32 | ابن شوخا- | جنهن کي سعد رجب بہ چوندا هئا |
| 33 | ابن بورا- | عرف بور |
| 34 | ابن عوض- | جنهن کي ثعلبہ ۽ ثعلبيہ بہ چون ٿا |
| 35 | نبيت- | |
| 36 | ابن سلامان- | جنهن کي منجر نبيت بہ چوندا هئا |
| 37 | بن همتيح- | عرف هميدع |
| 38 | بن هميسع- | عرف سلمان |
| 39 | بن اوڏ-اوڊو-اوڏو- | عرفان جو پيءُ |

## شجرو بنو اسماعيل_ ابن خلدون جي مطابق_ وفات 808 هجري

1 حضرت اسماعيل 1910 قبل مسيح
|
2 قيذار دقيدار
|
3 عوامر
|
4 عوص اول
|
5 مره
|
6 سمائي
|
7 زراح
|
8 ناجب
|
9 معصر
|
10 ايهامر
|
11 افتاد
|
12 عيسيٰ
|
13 حسان
|
14 عنفا
|
15 ادعوا
|
16 بلخي
|
17 بجري
|
18 هري
||

19 ليسن
|
20 حمران
|
21 الرعا
|
22 عبيد
|
23 عنف
|
24 عسفي
|
25 ماحي
|
26 ناخور
|
27 نارجمر
|
28 ڪالح
|
29 بدلان
|
30 بلهدرامر
|
31 حرا
|
32 ناصلي
|
33 ابي العدمر
|
34 ناديل
|
35 برو
|
36 عوض پيو
|||

|||

37 سلامان پهريون

|

38 همسيح پهريون

|

39 اوڏ پهريون

|

40 عدنان- پهريون عرف عڪ

|

41 معد- پهريون

|

42 حمل

|

43 نابت

|

44 دوسلم امان

|

45 اليسع

|

46 اوڏو پيو

|

47 اوڏ- عدنان جو پيءُ

## شجره نسب بنو قيداز بن اسماعيل عليہ السلام (ابن خلدون جي مطابق)

شجرو نمبر 2



# حسني سيد

سنڌ ۾ رهندڙ سيدن ۾ اڪثريت لڪياري، مٽياري ۽ بخاري سيدن جي آهي. باقي ٻيا مختلف وقتن تي لڏپلاڻ ڪري اچي آباد ٿيا. مٿي بيان ڪيل سيدن جا ناناڻا سنڌي آهن. هنن جي رڳن ۾ سنڌي خون شروعات کان ئي گردش ڪري رهيو آهي. عباسي جيڪي سادات جي حمايت واري تحريڪ ڪري اقتدار ۾ آيا هئا تن کي اچي خوف ورايو ته متان اقتدار هنن جي هٿ مان نڪري وڃي تنهن ڪري هنن سيد مان چونڊ ماڻهن کي مارائڻ جو حڪم ڏنو ۽ مهتصم بالله ته هنن جي جان جو دشمن بڻجي ويو ۽ ڪين ڏسڻ شرط مارڻ (قتل) جو حڪم ڏنو.

سيد به انهي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ تحرڪ ۾ اچي ويا ۽ پنهنجي حمايت حاصل ڪرڻ لڳا. انهي سلسلي ۾ 144 هجري ۾ محمد المعروف نفس زڪيه، پنهنجي پٽ عبدالله، المعروف عبدالله الاشتر کي سنڌ مان حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو. جيڪو بصره مان چند گهوڙا وٺي، گهوڙن جي واپاري جي روپ ۾ منصوره پهتو. جتي ابو جعفر منصور 142 هجري ۾ عمرو بن جعفر کي گورنر ڪري موڪليو هو. هن سنڌن واپاري جي حيثيت سان آدرياءُ ڪيو ۽ شهر ۾ چورائي موڪليو ته جيڪي پنهنجا گهوڙا وڪڻڻ چاهن ٿا اهي هنن سان رابطو ڪن.

هن جو اهو حسن سلوڪ ڏسي عبدالله الاشتر جي هڪ ساٿي عمرو بن جعفر کي اصل حقيقت کان واقف ڪيو جنهن هنن جي مدد ڪرڻ جو واعدو ڪيو. هن جو رويو هون به سادات ڏانهن نرم هو. جنهن ڪري هنن کي ڪنهن مخفي ۽ محفوظ جاءِ تي رهايو ۽ هڪ خمس ڏينهن تي بيعيت ڪرڻ ۽ خطبو ڏيارڻ جو رٿيو جنهن لاءِ اڇو جهنڊو ۽ هڪ سفيد وڳو تيار ڪرايو ويو. جيڪو پهري عبدالله الاشتر خطبو پڙهي ها! طئي ٿيل ڏينهن تي هڪ جهاز بغداد کان پهتو، جنهن ۾ هڪ تاجر هو، جنهن جي هٿان عمرو بن حفص جي گهر واري هڪ خط پنهنجي مڙس ڏي موڪليو هو ۽ جنهن ۾ لکيل هو ته محمد (نفس زڪيه) ۽ سندس ڀاءُ ابراهيم عباسي فوجن ٿان شڪست کائي قتل ٿي ويا آهن. نفس زڪيه ماهه رمضان 145 هجري ۾ مديني جي ڀرسان، عيسيٰ بن موسيٰ جيڪو چار هزار فوج سان ڪاهي آيو هو، تنهن جي هٿان شهيد ٿيو ۽ ابراهيم 26 ذي العقده 145 هجري ۾ ڪوفي کان فرسنگ پري ”جاعمزي“ جي هنڌ، ڪيترن ساٿين سميت ساڳي لشڪر هٿان شهيد ٿيو.

عبدالله الاشتر اهو احوال ٻڌي مايوس ٿي ويو ۽ بيعت واري منصوبي تي عمل نه ٿي سگهيو ۽ عمرو ڪيس پاڙي واري هندو راجا وٽ پناهه وٺي ڏني. ڪن جو خيال آهي ته اهو راجا ڪڇ جو هوندو پر منهنجي تحقيق موجب ته ان وقت اتر سنڌ ۾ اهڙي راجا جي حڪومت موجود هئي جيڪو اسلام ته قبول ڪري چڪو هو پر عربن جو تابعدارانه هو چاڪاڻ ته اهو علائقو سخت گير مزاحمت جي ڪري هميشه عربن جو درد سرهيو. جنهن ڪري عربن اتي عمل دخل ڏيڻ ڇڏي ڏنو هو ۽ ڪڏهن ضرورت وقت دخل ڏيندا هئا.

عبدالله الاشتر نو ڏهه سال اتي آرام سان گذاريا ۽ هڪ سنڌي نياڻي سان شادي ڪئي، هڪ روايت موجب هن کي راجا پنهنجي ڌيءُ ڏني، جنهن مان ڪيس هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو پنهنجي پيءُ جي نالي پويان ”محمد“ رکيو. هن جي عقيدت مندن جو انگ وڌندو ويو ۽ چار سئو فدائين تيار ڪري ورتا.

151 هجري ۾ ڪهڙي طرح سان عباس خليفي منصور کي خبر پئي ته عبدالله الاشتر سنڌ ۾ رهيو پيو آهي، جنهن بابت عمرو کان پڇاڻو ڪيو. ان بابت صلاح مشوري دوران سندس هڪ دوست تجويز ڏني ته عبدالله کي پناهه ڏيڻ ۾ ان

جو نالو ڏنو وڃي. ممڪن آهي ته خليفو معاف ڪري ڇڏي. پر ائين ڪونه ٿيو ۽ ان کي بغداد گهرائي قتل ڪيو ويو ۽ عمرو کي انهي سال آفريقا جو گورنر مقرر ڪيو ۽ هشام بن عمر تغلبي کي ان جي جاءِ تي موڪليو ويو، هي به سادات جو خير خواهه هو ۽ ڪنهن نموني سان عبدالله الاشتر جي معاملي کي ٽاريندو رهيو.

انهي دوران سنڌ ۾ بدامني وڌي ويئي جنهن کي منهن ڏيڻ لاءِ سندس ڀاءُ سفيع تغلبي اوڏانهن وڃي رهيو، واٽ تي هن درياءَ سنڌ جي ڪناري تي ڌوڙ ڏٺي ۽ سمجهيو ته ڪو جٿو اچي رهيو آهي جنهن سان منهن ڏيڻ لاءِ اوڏانهن جو رخ رکيو، جڏهن قريب پهتا ته ڏٺو ته ڏهه گهوڙي سوار آهن جن ۾ عبدالله الاشتر به آهي. هن کين گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏنو، جنهن تي سندس ڪن ساٿين ائين ڪرڻ کان منع ڪئي پر هو نه مڙيو ۽ انهن جي وچ ۾ ويڙهه ٿي ۽ هو ساٿين سوڌو شهيد ٿي ويو، انهي دوران عبدالله الاشتر جا ٻيا ساٿي به پهچي ويا جن لاش کي لڪائي ڇڏيو ۽ بي حرمتي کان بچائي ورتو ۽ سندس ميت کي دفن ڪرڻ لاءِ مديني تي ڪنيو پيا وڃن ته موجود ڪراچي جي ڪلفٽن واري علائقي ۾ سندس ڪيل هدايت موجب دفن ڪيو ويو. جنهن کي هاڻي عبدالله شاهه غازي جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

اهو اطلاع بغداد ڏنو ويو جنهن ڪنهن به نموني سندس گهر واري ۽ پٽ کي هٿ ڪري اوڏانهن اماڻڻ جو حڪم جاري ڪيو. ان ڪانپوءِ سندس بي بي ۽ سندس پٽ بغداد روانا ڪيا ويا ۽ خليفي منصور انهن کي مديني اماڻي ڇڏيو.

عبدالله اشتر محمد جي اولاد مان ڪيترا ڪٽنب سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا جيڪي حسني سيد سڏجن ٿا. ان ڪانسواءِ حضرت امام حسن جي نسل مان ٻيا به سيد سنڌ ۾ وارد ٿيا، تن کي به حسني سيد سڏيو وڃي. مطلب حضرت امام حسن جي اولاد.

# لڪياري سيد

لڪياري سيدن جي جدامجد سيد علي متعلق تحفة الڪرام ۾ آهي تہ "دلوراءِ امراڻي جو پاءُ ڇتو امراڻي جڏهن پاءُ جي ظلم ڪان تنگ ٿيو ۽ پاءُ جي نحوست ڪان اروڙ شهر جي ويراني ۽ پانيرا (برهمڻ آباد) جي بربادي پنهنجي اکين سان ڏٺائين تڏهن بغداد وڃي خليفي ڪان سيد علي موسوي جي سر ڪردگي هيٺ سامري جا رهاڪو هڪ سئو عرب سنڌ ۾ وٺي آيو، جنهن ڪان پوءِ هو بقول مير علي شير قانع "دلوراءِ پنهنجي پاءُ ڇتي بن آمر جي هدايت ڪرڻ تي برن ڪمن ڪان توبهہ تائب ٿي پشيمان ٿي اچي سيد جي خدمت ۾ پهتو ۽ پنهنجي نياڻي جو سگ سيد جي نڪاح ۾ ڏنائين هو سنڌ ۾ رهي پيو ۽ پويان اولاد ڇڏيائين. متعلوي (منياري) نالي ڳوٺ سندن رهڻ جو هنڌ هو. وري پڻ هنڌ لکيو آهي تہ "لڪ علوي (لڪي) هڪ ناليرو شهر سيدن جي رهڻ جو هنڌ آهي. اتي جو جبل سنڌ جو هڪ نهايت سوڙهو لڪ آهي."

مرزا قليچ بيگ قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو ۾ لکيو آهي تہ "جڏهن دلوراءِ الور جو راجا هو، تڏهن سندس پاءُ ڇتو امراڻي بغداد ۾ وڃي سامره مان سيد علي موسوي کي هڪ سئو عربن سان سنڌ ۾ وٺي آيو ۽ سيد لڪ علوي ۾ اچي رهيو جنهن کي هاڻي لڪي چون ٿا. اتي جا سيد انهيءَ جي اولاد آهن."

جنت السنڌ ۾ مولائي شيدائي تحفة الڪرام جو حوالو ڏيندي لکيو آهي تہ "سنڌ ۾ راجا دلوراءِ پنهنجي پاءُ ڇتي امراڻيءَ تي ظلم ڪيو. ڇتو امراڻي بغداد جي خليفي وٽ دانهين ويو. خليفي سامره جي سئو عربن کي سيد علي جي اڳواڻيءَ ۾ سنڌ ڏانهن روانو ڪيو.

سيد علي دلوراءِ کي شڪست ڏيئي لڪي وٽ جنهن کي سندس ئي نالي پنيان پوءِ لڪ علوي ڪري سڏيائون. مستقل سڪونت اختيار ڪئي. سيد عليءَ جو اولاد لڪاري سادات سڏجڻ ۾ آيا.

هڪ ٻي روايت آهي تہ راجا دلوراءِ سنڌ جي سيوهڻ واري حصي تي حڪومت ڪندو هو. سندس پاءُ ڇتو امراڻي ان جي ظلمن ڪان تنگ ٿي عباسي خليفي معتصم باالله ڏانهن دانهين ٿي بغداد ويو، جنهن سرمن راءِ جي فوجي ڇانوڻي مان ترڪ سپاهي ۽ سيد علي نالي هڪ سپهہ سالار ڏيئي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو.

دلوراءِ بنا ڪنهن جنگ جي سيد علي جي هٿ تي بعيت ڪئي. هو هتي 220 هجري ڪان پوءِ آيو هو. دلوراءِ نہ رڳو مسلمان ٿيو پر پنهنجي نياڻي ڪيس پرڻائي ڏني ۽ هو سدائين لاءِ سنڌ ۾ رهي پيو.

نسب نامہ سنڌ فارسي ۾ لکيل آهي تہ سيد علي عرب مان سنڌ آيو ۽ لڪي شهر ۾ 641 هجري ۾ اچي رهيو.

مان جڏهن سيد علي جي سرمن راءِ جي ڇانوڻي ۽ شهر مان اچڻ جي تصديق لاءِ عرب تاريخ نويسن جي ڪتابن، تاريخ مسعودي، تاريخ يعقوبي، تاريخ طبري، تاريخ ابن ڪثير، تاريخ ابن خلدون ۽ ٻين پڙهيون تہ ڪٿي بہ سرمن راءِ مان سنڌ ڏانهن ڪنهن بہ اهڙي قسم جي فوج ڪشي يا سيد علي نالي سپهہ سالار يا سفير جو نالو سامهون نہ آيو. سرمن راءِ شهر ۽ فوجي ڇانوڻي عباسي خليفي معتصم باالله 220 هجري ۾ تعميرا ڪرايو ۽ ان کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻايو هو. البتہ سنڌ جي جتن جي شورش جو ذڪر آهي جن کي منهن ڏيڻ لاءِ عجيف بن عنبسہ کي مقرر ڪيو ويو هو.

هي اهو دور آهي جڏهن عباسي خليفو معتصم باالله السادات جي قتل ڪرڻ جو فرمان پنهنجي گورنرن کي جاري ڪيو هو، جنهن ڪري ڪيترا سادات پناهہ حاصل ڪرڻ لاءِ سامره ۽ ٻين هنڌن تان لڏپلاڻ ڪئي ۽ اهي انهي دوران مختلف هنڌن تي شهيد ٿي ويا. خليفو معتصم باالله مامون جي وقت

ڪان ئي سادات جو دشمن بڻجي چڪو هو جو مامون رشيد 201 هجري ۾ امام علي رضا کي پنهنجو ولي عهد مقرر ڪيو هو ۽ 202 هجري ۾ پنهنجي ڌيءُ ام حبيب سان شادي ڪرائي، جنهن کي معتصم بالله يعني چاچي چوڻ تي انگورن ۾ زهر ملائي ڏنو جنهن ڪري ڪيس دست ٿي پيا ۽ صفر 203 هجري ۾ شهادت ماڻي. ڪن تاريخ نويسن مطابق اهو زهر مامون رشيد پاڻ ڏياريو هو جو عباسي امير امراء، امام علي رضا جي ولي عهد مقرر ڪرڻ تي سخت ناراض هئا.

معتصم بالله 18 رجب 218 هجري ۾ خلافت جي مسند تي ويٺو ۽ 8 ربيع الاول 227 هجري ۾ فوت ٿي ويو، جنهن جي وقت ۾ سنڌ جو گورنر هارون بن ابي خالد هو ۽ سنڌ 240 هجري مطابق 854ع ۾ عباسي خلافت کان عملي طور آزاد ٿي ويئي ۽ عمر بن عبدالعزيز هباري منصوره جو انتظام سنڀاليو، جنهن ڪانپوءِ سنڌ جي مختلف حصن تي آزاد رياستون قائم ٿي ويو جنهن مان هڪ ديبل به هئي جنهن جي انتظامي سرحد سيوهڻ تائين هئي. ان تي راجا امراڻي کان پوءِ راجا دلوراءِ جي حڪمراني هئي. منهنجي تحقيق موجب ان جو دور 435هجري (مطابق 44-1043ع) کان سن هجري 475 يا 485 (مطابق 1082ع يا 1092ع) تائين هو. سندس همعصر عباسي خليفه عبدالله بن قادر قائم بامرالله جنهن جي مدت خلافت 422 هجري کان 467 هجري تائين هئي جيڪو 16 شعبان 467 هجري تي فوت ٿي ويو ته سندس پوٽو عبدالله بن محمد مقتدي بامرالله تخت تي ويٺو جنهن 5 محرم 487 هجري تي وفات ڪئي.

مٿي بيان ڪيل تاريخي حقيقتن ۽ حوالن مان اهو ثابت نه ٿو ٿئي ته خليفو معتصم بالله جي وقت ۾ سيد علي نالي وارو ڪو به سپه سالار يا سفير جنهن جو تعلق سادات سان هجي، هڪ سئو ترڪ يا عرب سپاهين سان گڏ سنڌ آيو هجي ياد رهي ته هن جي وقت ۾ سنڌ جا گورنر عمران بن موسيٰ برمڪي ۽ هارون بن ابي خالد هئا. معتصم جي شروعاتي ڏينهن ۾ عمران بن موسيٰ برمڪي سنڌين کي ڇيتاڙڻ ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي هئي ۽ بوبڪ ۾ هڪ فوجي ڇانوڻي قائم ڪئي هئي جنهن جي قلعي جا آثار اڄ به موجود آهن. انهيءَ دور ۾ سيد علي جو سنڌ ۾ فوجي جٿي سان داخل ٿيڻ ناممڪن ۽ غيريقيني ڳالهه آهي ۽ نه وري ان وقت ۾ راجا دلوراءِ ان حصي تي حڪمراني ڪري رهيو هو. تنهن ڪري ان وقت ۾ سيد علي جو اچڻ ۽ راجا دلوراءِ جي حڪمراني غلط بياني آهي، جنهن ڪري ان تي يقين نه ٿو ڪري سگهجي ۽ نه وري سيد علي معتصم بالله جو همعصر ٿي سگهي ٿو.

سوال پيدا ٿئي ٿو ته سيد علي سنڌ ۾ ڪڏهن آيو؟ جيڪڏهن هو راجا دلوراءِ جي وقت ۾ آيو آهي ته سندس اچڻ 435 هجري کان 485 هجري جي درميان هوندو ۽ اهو به ان صورت ۾ ته هو سنڌ ۾ پناهه وٺڻ لاءِ آيو هوندو نه حملي آور جي حيثيت سان اهو مفروضه ان ڪري گهڙيو ويو. جيئن سومرا ذات ۽ قبيلي وارن کي عرب نسل يا ڪنهن ڏاريءَ ۽ ٻاهرين نسل مان ثابت ڪجي ڇاڪاڻ ته ڪيترن ليکڪن لکيو آهي ته سومرا عرب جا سامره يا سامره مان آيل آهي جيڪو سراسر غلط آهي جنهن جا تفصيلي ثبوت سومرن جي ذڪر ۾ ڏنا ويا آهن. جيڪڏهن هو واقعي راجا دلوراءِ جي وقت ۾ اچي لڪي جي جبل ۾ پناهه ورتي آهي ۽ اهو ممڪن آهي ڇاڪاڻ ته اهلبيت عرف سادات پنهنجي ملڪ کان ٻن سببن جي ڪري نڪتا آهن. پهريون تبليغ ۽ ٻيو جاءِ پناهه جي تلاش ۾ هو راجا دلوراءِ جي وقت ۾ سيوهڻ جي پرسان لڪي واري جبل ۾ رهيو جتي ڇتو امراڻيءَ جي ملاقات ٿي هوندي، جنهن راجا دلوراءِ کي آمده ڪيو ته هو سيد علي جي هٿ تي اسلام قبول ڪري جيڪو هن اڳ ۾ ئي اختيار ڪري مسلمان بڻجي چڪو هو. راجا دلوراءِ نه رڳو مسلمان ٿيو پر سيد علي کي هميشه پنهنجو ڪرڻ ۽ سنڌ ۾ رهڻ جو سبب بڻائيندي پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ڏنو جنهن مان سندس اولاد جو سلسلو هليو.

تحفة الڪرام ۾ سندس شجرو هيئن لکيل آهي. سيد علي بن سيد عباس بن سيد حسين بن سيد ارشد بن سيد زيد بن سيد جعفر بن سيد عمران بن سيد هارون بن سيد عبدالله اشرف بن قاسم بن عبدالله بن امام موسيٰ ڪاظم.

هڪ قلمي نسخي مطابق سندس شجرو هي لکيل آهي. سيد علي پٽ سيد عباس پٽ سيد حسين پٽ سيد راشد پٽ سيد زيد پٽ سيد جعفر پٽ سيد حمزه پٽ سيد عمران پٽ سيد هارون پٽ عبدالله اشرف پٽ سيد قاسم پٽ عبدالله پٽ امام علي رضا.

هڪ مقامي ليکڪ محمد قاسم سومرو 1988ع واري مهراڻ رسالي ۾ ان سلسلي جو شجرو هن طرح لکيو آهي. سيد علي پٽ سيد عباس پٽ سيد زيد پٽ سيد اسد الله پٽ سيد عمر پٽ حمزه پٽ هارون پٽ سيد عبدالله پٽ سيد حسين پٽ امام علي رضا.

مون جڏهن شجرن تي نظر وڌي ۽ تحقيق ڪئي ته معلوم

ٿيو تہ حضرت امام علي رضا کي سيد حسين نالي ڪو بہ پٽ ڪو نہ هو، پر حسن نالي وارو آهي جنهن جي اولاد جو شجرو امام علي رضا جي اولاد جي سلسلي ۾ ڏنو آهي. هن کي پنج پٽ هئا: 1) حضرت امام محمد تقي، 2) سيد حسن، 3) سيد جعفر، 4) سيد علي، 5) سيد ابراهيم جن جي اولاد جو مون اڳ ۾ تفصيل ڏنو آهي. باقي بہ شجرا هڪ تحفة الڪرام وارو ۽ بيو قلمي نسخي وارو آهي. ٻنهي ۾ صرف هڪ نالي سيد حمزه جو واڌارو آهي جيڪو درست لڳي ٿو ۽ ان ڪانسواءِ تحفة الڪرام واري عبدالله پٽ امام موسيٰ ڪاظم لکيو آهي جيڪو صحيح آهي، قلمي نسخي واري نالو ڪاتب جي غلطي محسوس ٿئي ٿي، جنهن امام موسيٰ ڪاظم رضا جي جاءِ تي امام علي رضا لکي ڇڏيو آهي. عبدالله کي سيد قاسم کان علاوه ٻي بہ اولاد هئي جنهن جو شجرو مون اڳ ئي ڏيئي ڇڏيو آهي، جنهن جي تصديق شيخ ابونصر بخاري 341 هجري ۾ لکيل ڪتاب سرالسلسة العلويہ ۾ ڪئي آهي تہ عبدالله پٽ امام موسيٰ ڪاظم مان ڪافي اولاد ٿي آهي.

سيد علي جي اولاد سادات لکياري سڏجي ٿي جنهن مان ڪافي پاڙا نڪتا آهن، پر راشدي پاڙو وڌيڪ مشهور آهي جو انهن مان ڪنگري جو پير پاڳارو، پير جهنڊي وارا، تحريڪ آزادي جو اڳواڻ تراب علي شاهه راشدي ۽ پائر سيد حسام الدين راشدي ۽ پير علي محمد راشدي جن آهن.

## لڪياري سيد جو شجرو



## سلسلو سادات لڪياري




سيد هالو
الياس
جاده
الياس
عبدالحليم
محمد اشرف
محمد شجاع
شهاب الدين
عباس
ستهڙ
ڪمال الدين
يعقوب
ابوبڪر
طالب
رحمت الله
عبدالرحمٰن
محمد
حسن
ساجن
ابوسعيد
عمر
عثمان
غازي خان
حسين
نور محمد
نتو
پسڻ

(✻✻)


ناصرالدين
معروف
محمد مراد
لڏو
داود
مير علي
نندو
(سندس
پوئين مان
راشدي پير)
گوٺ سائبڏڏني
پرڳڻو
ڪاڪري ۾
رهي ٿو
غياث الدين
دتو (ڏتو)
جلو
پريو
شاه علي
شعبان
معين
عباس
يعقوب
ناصرالدين
غياث الدين
معروف
جنيد
جاده
ناصرالدين
رتو
ڪڇڙ
صالح
(ديده) ديدار
معين
صالح
غياث الدين
ستابو
فتح محمد
اولاد بکيرا پور
طرف رهي ٿي
منصور
عبدالقي
آدم
بهاؤالدين
جنيد
واصل
عبدالقادر
هوند
دين محمد
سادپيه
الهڏنو
بهاؤالدين

# شيرازي شڪر الاهي

قاضي سيد شڪر الله ولد سيد وجہ الدين سنہ 906 هجري ۾ هرات کان قنڌار آيو ۽ اتان 927 هجري ۾ جڏهن شاهہ بيگ ارغون، بابر بادشاهہ جي خوف کان خونخوار لشڪر وٺي سنڌ تي قابض ٿي ويو تہ هن ان کي ٺٽي گهرايو جيڪو هڪ واپاري جي ويس ۾ ٽن دوستن هر هڪ سيد ڪمال سيد منبہ ۽ سيد عبدالله سان گڏجي پهتو.

مرزا شاهہ حسن ارغون هن کي قاضي جي عهدي تي مقرر ڪيو هو، جنهن بعد ۾ استعيفيٰ ڏيئي عهدي کان الڳ ٿي ويو. هن برهان پور مان لڏي آيل انصاري خاندان مان شادي ڪئي. سنڌس پوئين مان مير علي شير قانع مصنف تحفة الڪرام ۽ ٻيا ڪتاب ۽ ولي الله آهن. قاضي شڪر الله جو اصل تعلق شيراز، ايران سان هو، جنهن ڪري سنڌس پوئين کي شيرازي شڪر الاهي سيد سڏيو وڃي ٿو جيڪي هن وقت بہ ٺٽي ۽ ان جي آس پاس ۾ رهن ٿا. سنڌس اولاد جو شجرو هيٺن آهي.

## شجرو شيرازي شڪر الاهي ـ ٽٽو ـ جنهن مان مير علي شير قانع آهي





عبدالواسع
علي اصغر
حبيب الله عرف سيد ساجو
فتح محمد عرف سيد قتو
سيد محمد فاضل
محمد حسين عرف ماڪو پير
قمر الدين
صالح محمد عرف سيد ٺاريو
سيد مگيلڏو
مراد علي عرف سيد پارو
ذوالفقار علي
محمد فضل ٻه پٽ نالا نامعلوم
سيد علي
فقير محمد
محمد ڪاظم
عزت الله
فخرالدين
حيدر علي
يار محمد
مير ڪريم الدين
مير عظيم الدين
امين محمد
صدرالدين
محمد انور
مير علي شير قانع تحفة الڪرام ۽ ٻين ڪتابن جو مصنف
مير غلام علي
مير غلام ولي الله
محمد صالح سيد محمد شاهه
ضياءالدين

# شيرازي انجوئي سيد

هن خاندان جو پهريون شخص سيد ميران محمد پنهنجي پٽ سيد احمد سان گڏ ڄام صلاح الدين بن تماچي جي وقت ۾ 786 هجري ۾ ماڃر پرڳڻي جي ڳوٺ مراد اوٺو ۾ آيو ۽ اتي وفات ڪئي.

سيد احمد قاضي نعمت جي نياڻي سان شادي ڪئي جنهن مان چار پٽ هئا. سيد علي، سيد جعفر، سيد محمد شريف ۽ سيد محمد حسين، سيد احمد 845ع ۾ وفات ڪئي.

سيد علي کي ٻه پٽ هئا. هڪ سيد جلال ٻيو سيد جمال، سيد جلال جو پٽ علي ثاني فقير ٿيو، سندس پٽ جلال ثاني هو جنهن کي مرزا صالح ترخان پنهنجي نياڻي پرڻائي ڏني. انهي نسبتن جي ڪري مرزا باقي ترخان هن کي اڪبر مغل جي دربار ۾ موڪليو ۽ اتي وفات ڪري ويو.

هنن جي اولاد ٺٽي ۽ ان جي آس پاس ۾ رهي ٿي ۽ انجوي شيرازي سيد سڏجي ٿي.

## شجرو شيرازي_ انجوئي_ ٺٽو



# مشهدي سيد

ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڊو جي وقت ۾ 901 هجري ۾ مشهد مان ٻه ڀائر سيد يعقوب ۽ سيد اسحاق لڏي ساموئي ۾ اچي ويٺا ۽ اتي 922 هجري ۾ سيد يعقوب وفات ڪري ويو. هن جي اولاد ڪڪرالي ۽ ٺٽي جي آس پاس رهي ٿي.

جڏهن خسرو خان چرڪس جامع مسجد ٺٺرائي ته ان جو متولي انهي خاندان جي هڪ فرد کي مقرر ڪيو. ڪين مشدي يا مشهدي سيد ان ڪري سڏيو وڃي ٿو ته اهي مشهد ايران کان آيا هئا.

# لوڌي يا مازندراني سيد

هن خاندان جو پهريون شخص سيد بدرالدين هو جو مازندران مان نڪري ڪتبات عاليات جي زيارت ڪندو. 967 هجري ۾ ٺٽي کان ٿيندو ساڪر جي ڳوٺ هالا (هالن) ۾ وڃي آباد ٿيو، اتي سلطان شاهه برقعه پوش رهندو هو، جنهن کي لوڌي ڪوٺيندا هئا، ان جي ڌي سان شادي ڪئي، جنهن مان ٽي پٽ ٿيا، سيد لوڌي، سيد جنيد ۽ مير ڪمال الدين محمد ۽ پوءِ اچي ٺٽي ۾ رهيو، سندس اولاد لوڌي يا مازندراني سڏجي ٿي. جو اتان آيو هو ۽ لوڌي سلطان شاهه جي لقب ڪري ان جي نياڻي جي اولاد هجڻ ڪري سڏجن ٿا.

# معصومي سيد

هي سيد نظام الدين معصوم سکر واري جي ڪري معصومي سڏيا ويندا آهن، جيڪو ستين رمضان 966 هجري ۾ پراڻي سکر ۾ ڄائو سندس وڏا ترمذ جي سيد مان هئا. جيڪي ٻن ٽن پيڙهين کان وٺي قنڌار ۾ رهندا هئا ۽ اتي هڪ بزرگ بابا شير قلندر جي مقبري جي سنڀال ڪندا هئا.

مير معصوم جو والد سيد صفائي سلطان محمود خان ڪوڪلتاش جي دؤر ۾ بکر ۾ آيو. سيوهڻ جي هڪ ڳوٺ ڪاپڙپٽ جي سيدن مان شادي ڪئي جنهن مان مير معصوم ۽ سندس ٻه پائر پيدا ٿيا.

هي نالي وارو عالم ۽ فاضل هو. سکر ۾ هن جو ٺهرايل معصوم شاهه جو منارو مشهور آهي. سندس اولاد معصومي سيد سڏيا وڃن ٿا. جيڪي هاڻي به سکر ۾ رهن ٿا. سندن خاندان متعلق شجرو مکيه شجري ۾ موجود آهي.

## سيدن جا پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) حسيني | (2) حسني | (3) لڪياري |
| (5) متياري | (6) راشدي | (7) بخاري |
| (8) زيدي | (9) سنائي | (10) مشهدي |
| (11) ترمذي | (12) جيلاني | (13) گيلاني |
| (14) رضوي | (15) شيرازي | (16) شڪور لاهي |
| (17) صفومي | (18) مزندراني | (19) ميرڪي |
| (20) اميرخاني | (21) شمسي | (22) خراساني |
| (23) موسوي | (24) ڪاظمي | (25) استرذي |

# بخاري سيد

ڪتاب ۾ ڏنل سادات جي نسب ۾ حضرت امام علي نقي رضہ جي پٽ سيد جعفر الذڪي جي اولاد جي سلسلي ۾ سيد عبدالله لاءِ ڏنل آهي تہ هو بخاري سادات جو جدامجد آهي جيڪو سيد اصغر ڪي خدا يار خان جي نياڻي بيبي غلام صفوران مان هو. سيد عبدالله ہہ شاديون ڪيون هڪ بيبي رحمت بن ابو تراب جنهن مان سيد احمد ڄائو. هو 6 ربيع الاول 340 هجري مطابق جولاءِ 951ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس قبر بغداد ۾ آهي.

سيد احمد ڪي پڻ ہہ زالون هيون. انهن مان هڪ بيبي حاجره بنت عبدالله قريشي هئي جنهن مان سيد محمود ڄائو. سيد احمد 5 صفر 380 هجري مطابق پهرين اپريل 990ع ۾ بغداد ۾ وفات ڪئي. سيد محمود عباسي خليفن جي سادات ڏانهن سخت رويي جي ڪري لڏي بخارا آيو. ڪيس هڪ گهر واري بيبي خدا بندي هئي جنهن مان سيد محمد ڄائو. هو بخارا ۾ 21 جمادي الاول 470 هجري مطابق آڪٽوبر 1077ع ۾ وفات ڪئي.

سيد محمد هڪ شادي ڪئي جنهن جو نالو بيبي الله بندي هو جنهن مان ڪيس ہہ فرزند سيد جعفر ۽ سيد محمد ڄاوا هن 9 شوال 547 هجري مطابق جنوري 1153ع ۾ وفات ڪئي. سيد جعفر بيبي نور بانو سان شادي ڪئي جنهن مان ڪيس چار پٽ هئا. انهن مان هڪ سيد ابو المويد بخاري هو جنهن چار شاديون ڪيون انهن مان هڪ بيبي شهربانو ڌيءَ سلطان محمود شاهہ طوران هئي جنهن مان سيد جلال الدين المعروف قطب الاقطاب مير سرخ پوش بخاري اچ وارو سن 595 هجري مطابق 99-1198ع ۾ بخارا شهر ۾ ڄائو. سيد ابوالمويد جا باقي ٽي پائر ننڍي عمر ۾ فوت ٿي ويا. جنهن ڪري بخاري سادات جو سلسلو سندس ڪان شروع ٿئي ٿو. هي 6 ذي الحج 600 هجري مطابق پهرين آگسٽ 1204ع ۾ بخارا ۾ وفات ڪري ويو.

سيد جلال الدين حيدر سرخ پوش بخاري اڃا ڇئن سالن جو هو تہ هڪ ڏينهن پنهنجي عمر وارن ٻارن سان راند ڪيڏي رهيو هو تہ ماڻهن جي مجموعي ڪي ڏٺو جيڪي هڪ هنڌ گڏ ٿي رهيا هئا. هن انهن مان ڪنهن هڪ کان پڇيو تہ هو ڇو گڏ ٿيا آهن، جنهن ڪيس ٻڌايو تہ فلاڻو ماڻهو فوت ٿي ويو آهي، اهي سڀ هن جي جنازه نماز پڙهندا. جنهن تي سيد جلال الدين وري پڇيو تہ پوءِ هي ڇا ڪندا. هن شخص ڪيس ٻڌايو تہ پوءِ هن ڪي دفن ڪندا. اهو ٻڌي لرزي ۾ اچي ويا ۽ سندس جسم ڏڪڻ لڳو ۽ نعره الله اڪبر لڳائي ان ميت جي پرسان ويا ۽ چيو "قم باذن الله" ۽ اهو مرده شخص زندهہ ٿي ويو ۽ چاليهہ سال زندهہ رهيو.

جڏهن اها خبر سندس والد ڪي پئي تہ ڪيس هدايت ڪئي تہ اهڙي طرح سان شريعت محمدي ۾ رخنو پوندو آهي ۽ آئينده ايئن نہ ڪندو ڪر. جنهن تي ننڍڙي جلال الدين چيو "جيڪڏهن اوهان مون ڪي منع نہ ڪريو ها تہ بخارا ۾ ڪو بہ نہ مري ها! جيڪڏهن فوت ٿئي ها تہ اهڙي طرح ٻيهر زندهہ ٿئي ها!"

جڏهن هو جوان ٿيو تہ پنهنجي والد سيد ابوالمويد بخاري کان اجازت وٺي پنهنجن وڏن جي روضن تي حاضري ڏيڻ لاءِ نجف اشرف لاءِ روانو ٿيو ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي روضي اقدس کان ڪربلا مولا وڃي شهيد اعظم حضرت امام حسين جي روضي تي حاضري ڀري، جڏهن هو مديني شريف پهتا ۽ سيد هجڻ جي ڳالهہ ڪئي تہ سادات مدينہ ۽ اهل مدينہ مڃڻ کان انڪار ڪيو تہ هو انهن سان گڏجي حضور جن جي روضي مبارڪ تي آيا ۽ چيو "الصلوٰة والسلام عليڪ يا جدي" سائين جن جي روضي مان آواز آيو تہ "و عليڪ السلام يا ولدي و قرة عيني و سراج ڪل امتي انت مني و من اهل بيتي" اهو آواز ٻڌي جنهن ۾ سائين جن هن جي اهلبيت هجڻ جي تصديق ڪئي

تن ان جي تعظيم ڪئي ۽ وڏو مانُ ڏنو.

مظهر جلالي ۾ لکيل آهي تہ جڏهن سيد جلال الدين بخاري واپس بخارا پهتو تہ ان وقت جي حڪمران چنگيز خان جي جاءِ نشين هلاڪو خان هن کي گهرائي پڇيو تہ تون ڪير آهين، جنهن تي جواب ڏنو تہ مان سيد ابن رسول آخرالزمان آهيان. اهو ٻڌي هلاڪو خان ان کي ستن ڏينهن تائين باهہ جا آڙاهہ ٻارڻ تي ويهاريو پر ان تي باهہ جي شعلن جو ڪو بہ اثر نہ ٿيو اهو ڏسي هلاڪو خان جو پٽ مسلمان ٿي ويو.

سيد جلال الدين بخاري سيد قاسم شاهہ بادشاهہ بخارا جي ڌيءَ حافظ غلام جنت سان شادي ڪئي جنهن مان سيد علي ۽ سيد جعفر پيدا ٿيا. جن سان گڏجي سن 630 هجري مطابق 33-1232ع ۾ ايران کان ٿيندو سنڌ جي شهر بکر ۾ پهتو جتي حضرت امام علي نقي عليہ السلام جي پٽ سيد جعفر الذڪي جي پٽ جي اولاد مان سيد محمود مڪي شير سوار جي پٽ سيد سلطان صدرالدين خطيب جي پٽ سيد بدرالدين سان ملاقات ٿي جنهن کي حضور جن خواب ۾ هدايت ڪئي تہ هو پنهنجي نياڻي سيد جلال الدين جي عقد ۾ ڏيئي. هن فرمان جي پيروي ڪندي پنهنجي ڌيءَ بيبي غلام فاطمہ جو سڱ ڏنو جنهن مان ڪيس هڪ پٽ سيد شاهہ محمد غوث ڄائو. ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ بيبي فاطمہ رحلت ڪري ويئي. سيد بدرالدين بکري فرمان رسول الله جن کي پورو ڪندي پنهنجي ٻي ڌيءَ غلام زهرا سان شادي ڪرائي جنهن مان ڪيس سلطان سيد احمد ڪبير ۽ سيد بهاؤالدين ڄاوا. سنڌ جا بخاري سيد انهي احمد ڪبير جي اولاد آهن.

سيد جلال الدين بخاري سن 635 هجري مطابق 38-1237ع ۾ بهاؤالدين زڪريا سان ملڻ لاءِ بکر کان ملتان ويو. انهيءَ دوران هن جي هٿ هيٺ سيال ذات وارا مسلمان ٿيا. هو 641 هجري مطابق 1243ع دوران بکر واپس موٽي آيو. جنهن کان پوءِ خانداني مسئلن جي ڪري 643ع هجري مطابق 1245ع ۾ بکر کان لڏي هميشہ لاءِ اچ شريف هليو ويو، جنهن جو بنياد سنڌ جي راءِ گهراڻي جي بادشاهہ راءِ ساهيسي پٽ سيهرس وڌو هو. هي انهن ڇهہ هنڌن مان هڪ آهي جن کي راءِ ساهيسي ڍل جي عيوض مٽيءَ سان ڀرڻ جو حڪم ڏنو هو. جيئن تہ اهو هنڌ آيس پاس جي ڳوٺن کان مٿانهون ٿي ويو هو. تنهن ڪري ڪيس سنڌيءَ ۾ اوچو سڏيو ويو جيڪو بعد ۾ اچ جي نالي سان مشهور ٿي ويو. هن جو اڳ ۾ نالو اسحلنده هو.

سيد جلال الدين سرخ پوش بخاري ڪيترن خاندانن ۽ ذاتين کي مسلمان ڪرڻ ڪانپوءِ 95 سالن جي ڄمار ۾ 19 جمادي الاول 690 هجري مطابق 30 مئي 1291ع ۾ وفات ڪري ويو. سنڌ ۽ هنڌ ۾ رهندڙ بخاري سيد، نقوي سيد ۽ جهانيان وارا سيد سندس اولاد مان آهن.

# ڳوٺ موندر لاڪا جا بخاري سيد

موجوده موندر لاڪا بخاري نقوي ساداتن جو شجره نسب (38) پيڙهي ۾ سيدنا حضرت امام حسينؑ بن حضرت امير المؤمنين مولا علي ڪرم الله وجهه الڪريم جن سان ملي ٿو. سندن اولاد تبليغ اسلامخاطر شهر بخاره موجوده ازبڪستان مان هجرت ڪري اُوچ شريف موجوده پنجاب ۾ اچي رهائش پذير ٿيا. جتي (18) پيڙهي جو بزرگ اولياءُ سيد شير شاهه جلال سرخ پوش بخاري نقوي قيام پذير ٿيو. جنهن سهروردي صوفي طريقت مطابق تبليغ اسلام ڪئي ۽ سندس تبليغ مان متاثر ٿي ڪيترائي قبيلا مسلمان ٿيا. جن ۾ سومرا، سما، چڏڙ، سيال، ڏهر ۽ وراڙ سر فهرست آهن. بعد ۾ سندن اولاد (مان هڪ حصو موجوده ضلع بکر پنجاب ۾ وينا ۽ ٻيو حصو جهانيان ويو) ڪي حڪم ڪيائون ته پيغمبر اسلام جو پيغام وڏيڪ علائقن ۾ به عام ڪيو وڃي. سندن اولاد مان قطب الاقطاب مخدوم الجهانيان بخاري نقوي موجوده ضلعي نوابشاهه جي تعلقي شاهپور جهانيان ۾ قيامپذير ٿيا ۽ تبليغ اسلام جاري رکيائون.

اٺاويهين (28) پيڙهي ۾ سيد حاجي عبدالوهاب شاهه بخاري نقوي ڪي ڪشف ٿيو ۽ پاڻ دين الله جي تبليغ خاطروارهه تعلقي جي جابلو پٽي واري علائقي حمل شريف ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائون ۽ تبليغ ۾ مصروف رهيا. سيد حاجي عبدالوهاب شاهه ڪي ٻه پٽ هئا. هڪ امير علي شاهه جنهن جي اولاد حمل ۽ ڳاجي ۾ آهي. ٻيو سعيد علي شاهه عرف ٻچل شاهه جنهن جي اولاد موندر لاڪا ۽ ٻچل شاهه جو ڳوٺ وارهه تعلقي ۾ ۽ ڪجهه ساماري تعلقي ۾ آهي. سائينحاجي عبدالوهاب شاهه ڪيترائي پيرا سعودي عرب پيادل حج ڪرڻ ويا ۽ پاڻ وڏا عالم فاضل ۽ شريعت جا پابند ٿي گذريا.

چوٽيهين (34) پيڙهي ۾ سيد سردار وڏو حبيب شاهه بخاري نقوي اچي موجوده ڳوٺ موندر لاڪا ۾ تبليغ جي غرض سان رهيا ۽ ڪجين جو نخلستان تعمير ڪرايائون پاڻ وڏا حڪيم، عالم، سماجي رهنما، اسلامي صوفي طريقت جا پابند هئا. سائينجياولاد مان سندس پٽ سيد غلام حيدر شاهه بخاري نقوي (اول) پڻ هڪ صاحب شريعت انسان ۽ مشهور حڪيم هيو. سندس پٽ سيد غوث علي شاهه بخاري نقوي "مست" جي لقب سان مشهور ۽ ڪافي ڪرامت ۽ رسول پاڪ ﷺ جن جي سنت مطابق زندگي گذاريائين جو سائين جن رحلت وقت پنهنجن ڇهن (6) پٽن لاءِ فقط ڇهه (6) ڪٽا ۽ ڇهه عصا مبارڪ (لڪڻ) ورثي ۾ ڇڏيائين.

سندن رحلت ڪان بعد ۾ سخي سردار سيد شير محمد شاهه جلال ثاني گادي نشين بڻيا، پاڻ مشهور حڪيم، سياسي، سماجي ۽ مذهبي رهنما هئا. ايوب خان جي دؤر ۾ حڪومت ۾ جڏهن B-D اليڪشن ٿي ته چيئرمين چونڊجي آيا ۽ عملي سياست جو آغاز ڪيائون سندس مقبرو موجوده موندر لاڪا ۾ آهي.

سيد غلام حيدر شاهه جو ٻيو پٽ سيد حاصل شاهه وڏو حڪيم ۽ عالم شخص هو سندس پٽ سخي سيد غلام حيدر شاهه بخاري نقوي هڪ وڏو ڪرامت وارو ۽ شريعت محمدي مطابق وحدانيت موجب زندگي گذاريندڙ شخص هيو. سندس بيپناهه محبت ڪلام الله ۽ درگاهه سائين لال شهباز قلندر سان هئي، جتي هو درگاهه جا مَٽَ ڀريندو هيو ۽ آيل سائلن جي من جون مرادون پوريون ڪندو هيو ۽ تبليغ اسلامجي ڪم ۾ رڌل هوندو هيو جو ڪيس قلندر ثاني جو لقب مليو ۽ گادي نشين جي چونڊ طريقيڪار مطابق درگاهه لال شهباز قلندر جي گادي نشيني جوحقدار بڻيو پر جيئن ته پاڻ الستي انسان هيا.تنهنڪري پاڻ انسان جي ڀلائي ۽ تبليغ اسلام خاطر درگاهه جي گادي نشين ٿيڻ ڪان انڪار ڪيائون سندس

تڪيو/قيام گاھ پڻاڻ جي ڪافي سيوهڻ ۾ اڄ سنڌو موجود آهي ۽ سندس مقبرو ڳوٺ موندر لاڪا کان لڳ ڀڳ اولهه ۾ هڪ ڪلوميٽر مفاصلي تي درگاھ سخي غلام حيدر شاھ بخاري جي نالي سان موجود مشهور آهي.

## پروفائيل سيد ثناءُ الله شاھ بخاري نقوي

موجوده موندر لاڪا جي ساداتن جو پڳدار ۽ درگاھ سيد شير محمد جلال بخاري نقوي ثاني ۽ درگاھ سخي سردار غلام حيدر شاھ بخاري ۽ تڪيو، درگاھ لعل شهباز قلندر جي گادي نشين سيد ثناءُ الله شاھ بخاري نقوي ولد سيد شير شاھ جلال بخاري ثاني آهي، پاڻ ڳوٺ موندر لاڪا 1955ع ۾ ڄاوا ۽ شروعاتي تعليم پڻ اتان حاصل ڪئي اٿن. سندن ديني تعليمسائين محمد عالم لاڪي سندس والد سيد شير شاھ جلال ثاني بخاري جي نگهباني ۾ مڪمل ڪرائي.

سائين سندس والد جي وفات جي ڪري مئٽرڪ کان اڳتي تعليم حاصل نه ڪري سگهيا. سائين سياست ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتو. 1979ع ۾ ضياءُ الحق جي دؤر حڪومت ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي جي پليٽ فارم تان علائقي جي مشهور زميندار علي حسنخان ڏيپر کي شڪست ڏئي ميمبر ڊسٽرڪٽ ڪائونسل لاڙڪاڻو چونڊجي ويا. سائين سيد ثناءُ الله شاھ بخاري نقوي اهي پهريان سياستدان هيا، جنهن ضلعي ڪائونسل لاڙڪاڻي ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ نذير عباسي جي شهادت جي مذمت ڪندي ان وقت جي آمر ۽ جابر ڊڪٽيٽر جنرل ضياءُ الحق جي حڪم تي ڪيس ضلعي ڪائونسل لاڙڪاڻي مان جبري نااهل قرار ڏياريو ويو بعد ۾ جڏهن ايم. آر. ڊي (MRD) تحريڪ شروع ٿي ته ڀرپور مزاحمت ڪيائين، جنهن جي نتيجي ۾ تيرهن (13) مهينا مختلف جيلن ۾ اذيتون ڪاٽيندي سياسي قيدي رهيو.

سنڌي بلوچ پختون نيشنل فرنٽ ٺهڻ کان بعد ۾ تعلقي وارھ جو جنرل سيڪريٽري ٿيو. ممتاز علي ڀٽو جڏهن سنڌ نيشنل فرنٽ ٺاهي ته ويجها سياسي تعلقات هجڻ ڪري سنڌ نيشنل فرنٽ تعلقي وارھ جو صدر بڻيو. ﭘر جيئن ته پاڻ انسان دوست ۽ انقلابي سياسي نظريو رکندڙ شخص هجڻ جي ڪري موجوده سياست ۾ جاگيردارانه ۽ آمرانه سوچ رکندڙ عنصرن جي خلاف پاڻ بغاوت جو عَلَمُ کڻي موجوده سياسي نظام کان الڳ ٿي ويو ۽ سماجي خدمت ذريعي عوام جي جاڳرتا ۾ رڌل آهي.

پاڻ شاھ لطيف جو وڏو پارکو، صوفي نظام شريعت تي هلندڙ سماجي برائين خلاف وڙهندڙ مشهور حڪيم ۽ مشهور سماجي فيصلا انصاف مطابق ڪرڻ لاءِ مشهور آهي. سندس پٽ سيد شبير حسن شاھ بخاري نقوي هاءِ ڪورٽ جو مشهور وڪيل ۽ هينئر ڪراچي ۾ رهندڙ آهي. سندس ٻاءُ ربڏنو شاھ بخاري مشهور ڊاڪٽر، سماجي ۽ مذهبي رهنما آهي. سندس ننڍو ڀاءُ عبدالسبحان شاھ بخاري انجنيئر آهي. سندس وڏو پائيٽو سيد احمد فواد شاھ بخاري ڊپٽي ڪمشنر آهي. سندس ٻيو پائيٽو سيد امجد سليم شاھ بخاري پوليس آفيسر ۽ ننڍو پائيٽو سيد شير شاھ جلال (iii) شهيد محترمه بينظير ڀٽو ميڊيڪل يونيورسٽي ۾ ملازمت ڪري رهيو آهي.

# رضوي سيد

رضوي سيد حضرت امام علي رضا جي اولاد سندس نالي جي پويان رضوي سڏجن ٿا. جيڪي ايران مان لڏي آيل رضوي آهن. اهي سيد هادي بن امام علي رضا جي پٽن هر هڪ سيد عبدالله، سيد دائود سيد محمود جي اولاد آهن، جيڪي عباسي خليفي معتصم بالله جي وقت اهلبيتؑ جي قتل عام جي شاهي فرمان کان پوءِ سر بچائي پهريان تبريز ايران ۾ اچي پناهه ورتي ۽ پوءِ مستقل طور نخجوان ۾ سڪونت اختيار ڪئي. انهن مان سيد عبدالله ۽ سيد محمود کي ڪافي اولاد ٿي جيڪا حضرت امام علي رضا جي نسبت سان رضوي سادات سڏي ويئي.

اهڙي طرح سان سيد علي نقي جا پٽ سيد ابو طالب، سيد حسين سيد نعمت ۽ سيد صالح مديني شريف مان "خارو ڪلبيا يگان" هجرت ڪري ويا ۽ اتي مشتمل سڪونت اختيار ڪئي. جن جي اولاد بہ حضرت امام علي رضا جي پشت مان هجڻ ڪري رضوي سادات چورايو.

ايران جي شهر قم کان هڪ بزرگ سيد حسين رضوي، سلطان زين العابدين بڊا شاهه بادشاهه ڪشمير جي وقت ۾ آيو هو، جنهن جي اولاد بہ امام علي رضا جي پشت مان هجڻ ڪري رضوي سڏرايو.

ايران مان ڪيترا رضوي سادات گهراڻا مختلف سببن جي ڪري سنڌ، هند ۽ مختلف علائقن ۾ وڃي آباد ٿيا ۽ رضوي سادات سڏجن ٿا پر سنڌ ۾ اڪثر رضوي سادات ۽ رضوي بزرگ سيد محمد مڪي عرف سيد محمود مڪي شير سوار جي اولاد مان آهن.

سنڌ ۾ رهندڙ رضوي سيد جو تعلق حضرت امام علي نقي عليہ السلام جي پٽ سيد جعفر الذڪي (تواب) جي اولاد مان آهي. جنهن مان سيد محمد مڪي عرف سيد محمود مڪي شير سوار سن 658 هجري مطابق 1260ع ۾ بکر ۾ آيو.

سيد محمد مڪي جو والد سيد محمد شجاعؒ ايران جي شهر مشهد ۾ رهندو هو. جيڪو پنهنجي وقت جو سلطان العارفين هو. هي اتان ڪعبت الله جي زيارت ڪرڻ لاءِ مڪي شريف آيو. جتي شهاب الدين سهروردي جي محبت ۽ صحبت ۾ رهيو. جنهن هن کي پنهنجي نياڻي جو سڱ ڏنو جنهن مان سيد محمد عرف محمود مڪي شريف ۾ پيدا ٿيو، انهيءَ ڪري ڪيس مڪي ڪوٺيو ويو.

سيد محمد مڪي شير سوار بقول مير علي شير قانع جڏهن فرشتہ واري شهر وٽ پهتو تہ هن چيو تہ "جعل الله بکهر تي في البقمة" يعني الله تعاليٰ منهنجو صبح، مبارڪ جاءِ تي ڪرايو. ان متعلق ڪن جي روايت آهي تہ سيد محمد مڪي کان سندس ملازمن پڇير تہ سائين منزل ڪٿي ڪئي ويندي، جنهن تي ورندي ڏنائين تہ جتي باک ڦٽڻ وقت بقر جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو.

بقر عربي ٻوليءَ ۾ ڍڳي کي چوندا آهن جيڪو پوءِ سيد محمد مڪي جي حوالي سان پهريان بقر (بکر) پوءِ ڦري بکره يا بکره ٿي ويو جيڪو وقت گذرڻ سان بکر سڏجڻ لڳو. اسان جي تحقيق موجب اتي قلعو ملڪ ناصرالدين قباچہ 622 هجري مطابق 1225ع ۾ ٺهرايو هو پر شهر اروڙ جي بربادي کان اڳ آباد ٿي ويو هو جنهن ڪري اتان جا رهاڪو اڪثريت بکر ۾ لڏي آيا. قلعي جي تعمير متعلق مولائي شيدائي لب تاريخ جي حوالي سان لکيو آهي تہ عباسي خلافت جي دور ۾ بکر وارو قلعو 333 هجري مطابق 45-1944ع ۾ تعمير ٿيو هو پر ناصرالدين قباچہ جي بکر تي حڪومت ڪرڻ وقت اهڙي قلعي جي وجود جو ذڪر نہ ٿو ملي جهن ڪري هن اچ واري قلعي کي غير محفوظ سمجهي بکر واري قلعي کي تعمير ڪرڻ ضروري سمجهيو.

سيد محمد مڪي 691 هجري مطابق 1292ع ۾ وافت

ڪري ويو. سندس تربت ڊپٽي ڪمشنر سکر جي آفيس هيٺان آهي. سندس پوين مان سيد شمس الدين، سلطان ناصرالدين محمود پٽ التمش جي ڏينهن ۾ الله اباد ڏانهن تبليغ ڪرڻ واسطي ويو هو. سندس پٽ تقي شاهه ۽ ان جي اولاد الله آباد ۾ رهي پئي. الله آباد ۽ يوپي جا رضوي سيد انهن جي پشت مان آهن. انهيءَ کان علاوه سيد مير محمد ثاني بکري جون پور ويو هو جتي مخدوم شيخ منجي شطاري جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ ڪمال پور ضلعي جون پور ۾ دفن ٿيل آهي.

سيد محمد مکي جي تربت جي پٿر تي لکيل شجرو هن ريت آهي سيد محمد مکي بن سيد شجاع نورالله مضجعه بن سيد ابراهيم بن سيد قاسم بن سيد زيد بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد اسماعيل. اسان کي مليل شجرن مطابق سيد عقيل بن عبدالله بن اسماعيل آهي بن سيدنا جعفر الثاني بن امام علي. ويندي حضرت علي ڪرم الله وجهه تائين.

جنت السنڌ ۾ مولائي شيدائي تاريخ آئينه اوڌ جي حوالي سان لکيو آهي ته سيد محمد مکي جا وڏا اصل يمن جا رهاڪو هئا، جتان هو ناصرالدين قباچه خلاف جهاد جي ارادي سان ٽيهه هزار لشڪر ساڻ ڪري بکر ۾ آيو هو. هي روايت سراسر غلط ۽ مفروضي تي ٻڌل آهي، ٻنهي جي وچ ۾ صدين جو تفاوت آهي. رضوي سيد، سکر، روهڙي، نصرپور ۽ لاڙڪاڻي کان سواءِ سنڌ جي ٻين هنڌن تي به رهن ٿا.

# ڪاشاني سيد

مرزا محمد باقي ترخان عهد حڪومت 973 هجري (66-1565ع) کان 993 هجري (1585ع) جي دور ۾ مير غروري ڪاشان مان لڏي ٺٽي آيو. جڏهن عبدالرحيم خان خانان اڪبر بادشاهه جي خواهش موجب سنڌ کي فتح ڪيو، تڏهن هن کي غير ملڪي هجڻ جي ڪري مانُ ۽ مرتبو مليو ۽ هو مغلن پاران مختلف هنڌن تي نواب ۽ حاڪم ٿي رهيو. هن جي وفات کان پوءِ سندس پٽ مير ۽ حاڪم ٿي رهيو. هن جي وفات کانپوءِ سندس پٽ مير محمد منعم ۽ مير جهنگلي ٺٽي ۾ رهيا جن جو اولاد اڄ بہ ٺٽي ۾ رهي ٿو ۽ ڪاشاني سيد سڏجن ٿا.

# عريضي يا سبزواري سيد

هن خاندان جو پهريون شخص مير عبدالله سلطان هو جيڪو پنهنجي تخلص "خان عريضي" سان مشهور ٿيو ۽ سندس خاندان جو سلسلو سبزواري هجڻ جي باوجود ان نالي سان ٿيو. هن جو ڏاڏو مير غياث الدين رضائي سبزواري 927 هجري ۾ سنڌ تي قبضي ڪندڙ شاهه بيگ ارغون سان گڏجي آيو ۽ بکر ۾ اچي رهيو جيڪو سلطان جنيد صفوي جو ڏوهٽو ۽ مشهور ڪتاب "حبيب السيد" جي مصنف آخوند مير جو پوٽو هو. سندس پٽ ميرابوالمڪارم پهريان شاهه حسن ارغون ۽ پوءِ سلطان محمود ڪوڪلتاش بکر واري جي اميرن مان هو. هي سلطان محمود ڪوڪلتاش پاران وڪيل ٿي ايران جي بادشاهه شاهه اسماعيل صفوي وٽ ويو هو، جتان مختلف نواز شون ۽ سلطاني جو خطاب وٺي آيو هو.

مير ابوالمڪارم جڏهن سيوهڻ ۾ هو تہ اتي ڪيس مير عبدالله سلطان ڄائو هو. هي مرزا غازي بيگ سان رهيو. جڏهن جهانگير بادشاهه هن کي قنڌار ۽ ٺٽي جو حاڪم مقرر ڪيو تہ هو ان جي پاران ايران جي شهنشاهه ڏانهن ويو. جهانگير مرزا غازي بيگ جي مرڻ کان پوءِ مير عبدالله سلطان کي ٺٽي ۾ نواب مقرر ڪيو.

جڏهن جهانگير کانپوءِ شاهجهان دهلي جي تخت تي ويٺو تہ ڪنهن سبب جي ڪري شريف الملڪ مٿس ناراض ٿيو ۽ نواب امير خان مير عبدالله ۽ سندس طرف دارن کي ستايو جنهن ڪري مير عبدالله سلطان ۽ سندس پاءُ مير عبدالرسول پنهنجو عهدو ڇڏي ڏنو ۽ هميشہ لاءِ ٺٽي ۾ رهي پيا. مير عبدالرسول لاولد فوت ٿي ويو. جيئن تہ مير عبدالله سلطان کي پنج پٽ هئا جن جو نرينہ سلسلو بہ اڳتي هلي ختم ٿي ويو ۽ ڪو بہ پونيئر ڪو نہ رهيو آهي پر پوءِ بہ انهن جي نسبت سان سبزواري سيد سڏجن ٿا.

# مٽياروي (متعلوي) سادات

هرات جي سادات گهراڻي مان "سيد علي هراتي" 801 هجري مطابق 1398ع ۾ امير تيمور لنگ سان گڏ هندستان آيو هو. ٻي روايت موجب تہ هو امير تيمور کان اڳ آيو، جيڪا مضبوط ۽ مڃڻ جوڳي آهي. ساڻس گڏ ٻہ پٽ بہ هئا جن مان سيد حيدر، پيءُ جي اجازت سان سنڌ گهمڻ آيو ۽ شهر هالا ڪنڊي ۾ پهتو، انهي دؤر ۾ سمن پاران حاڪم ميران محمد هو.

سيد حيدر جا تعلقات اتان جي جاگيردار ۽ هالا قبيلي جي وڏيري شاهہ محمد ولد دريا خان هالي سان وڌي ويا، جنهن پنهنجي نياڻي ڪيس پرڻائي ڏني. اتي ڪيس خبر پئي تہ سندس والد وفات ڪري ويو آهي، جنهن ڪري هو سترهن مهينن کان پوءِ هرات هليو ويو، انهي دوران سندس گهر واري کي پيٽ ٿيو، جنهن لاءِ وصيت ڪيائين تہ جيڪڏهن پٽ ڄمي تہ ان جو نالو "علي" رکجو، نشاني طور هن پنهنجي منڊي ۽ خنجر ڏنو. سندس پوياڻ "هالا ڪنڊي" ۾ ڪيس پٽ ڄائو جنهن جو نالو علي رکيو ويو والد جي وفات ڪري هو اتي رهي پيو تانجو ٽي سال ستاويهہ ڏينهن ڪانپوءِ پاڻ وفات ڪري ويو.

سيد علي جنهن کي سيد علي سنڌي لکيو ويو آهي، جڏهن وڏو ٿيو تہ هو هرات ويو جتي سندس ٻہ ويڳا ڀائر محمد ۽ حسين موجود هئا، جن سان حال احوال اوريان ٿي ۽ ٻئي نشانيون ڏيکاريون جن کي هن کي پنهنجو ڪيو، هو گهڻو وقت اتي ڪونہ رهيو ۽ پنهنجي چاچي شرف الدين کي ساڻ ڪري "هالا ڪنڊي" واپس موٽي آيو.

سيد علي سنڌي ٻہ شاديون ڪيون هڪ ناناڻن مان يعني "هالا" قبيلي مان ۽ ٻي ترڪ قبيلي مان جن مان ڪيس اولاد ٿيو.

## مٽياروي سڏائڻ جو سبب:

سيد علي جو پٽ شرف الدين هالا ڪنڊي (پراڻو هالا) ۾ رهندو هو. ان ڳوٺ ۾ ڪنڊي جو وڏو وڻ هو ۽ هالا ذات وارا رهندا هئا جنهن ڪري ان کي هالا ڪنڊي سڏيو ويندو هو اتان لڏي اچي ڳوٺ مٽ هالا ۾ ويٺو ان ماڳ جو نالو مٽ هالا ان ڪري، سڏيو ويندو هو جو اتي ماڻهن جي سهولت لاءِ مٽُ يا مَٽَ رکيل هئا جن مان واٽهڙو پاڻي پيئندا هئا، انهي ڪري هالن جي ان ڳوٺ کي مٽ هالا سڏيو ويو جيڪو بعد ۾ مٽياري جي نالي سان مشهور ٿيو اتي رهندڙ سيد مٽياري ڪوٺيا ويا جن کي ان وقت ۾ متعلوي، متهلوي سڏيو ويندو هو.

محترم مقصود احمد قاضي تاريخ مٽياري ۾ لکي ٿو تہ مير علي پنهنجي اولاد سان هالا ويجهو هڪ ڳوٺ "متعالا" ۾ وڃي رهيو. ان جي اولاد ڪجهہ عرصي بعد اچي مٽياري جي موجوده ماڳ تي رهيو. اتي ان وقت چانگ قبيلي جا ننڍا ننڍا ڳوٺ هئا. جن انهن کي اتي رهايو ۽ متعالا مان اچڻ ڪري ڪين متعلوي سادات سڏيو ويو جڏهن انهن زور ورتو تہ آهستي آهستي شهر جو نالو بہ هنن ساداتن جي متعالا مان اچڻ ڪري متعلوي سڏجڻ لڳو ۽ مرزا عيسيٰ خان ترخان جي دؤر ۾ شهر جو باقاعده نالو متعلوي سڏيو ويو.

هو وڌيڪ لکي ٿو تہ انهي دؤر ۾ مٽياري شهر جو نالو "مٽارن" بہ مشهور ٿيو. سيد حاجي شهر جي گهٽ تي مٽ رکيو ويٺو هوندو هو جتي هاڻي سندس مزار آهي اتان اڪثر واٽهڙو ۽ قافلا ايندا ويندا هئا، انهي مٽ رکڻ جي نسبت سان ئي هن شهر جو نالو عام زبان تي مٽارن پئجي ويو.

هڪ ٻي روايت موجب هڪ ٻيو بزرگ سيد حسن آري رحہ بہ شهر جي دڳ تي مسافرن لاءِ پاڻيءَ جا مٽ رکيو ويٺو هوندو هو. جيئن تہ هو تمام حسين هو جنهن ڪري هميشہ منهن تي نقاب پاتل هوندو هيس جنهن ڪري هن کي "آري" سڏيو ويندو هو. انهي نسب سان شهر جو نالو مٽارن سڏجڻ لڳو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مٽياري متعلق لکيو آهي تہ ان تي نالو آري چانگ جي مٽ ڪري پيو آهي جيڪو اتي مسافرن جي پيئڻ لاءِ مٽ ڀري رکندو هو. اتي چانگ ذات وارن جا ڳوٺ هئا. هيوز گزيٽيئر پراونس آف سنڌ ۾ لکيو آهي تہ هي شهر 322ع ۾ هڪ سمي ذات واري ٻڌايو هو، جنهن متعلق محترم مقصود احمد قاضي لکي ٿو تہ اهو شهر يا ڳوٺ موجوده مٽياري شهر جي ويجهو اڄ بہ موجود آهي جيڪو مرزا باقي جي دؤر سان تعلق رکي ٿو. جنهن صاحب سمي نالي جاڙيجہ ڪي ڪڇ مان لڏائي اچي اتي آباد ڪيو هو. مير علي شير قانع لکياري سادات جي متعلق لکيو هو تہ اهي مٽيارن ۾ وڃي رهيا هئا. تنهن جي تصديق قاضي ڪندي لکيو آهي پنجين صدي هجري ۾ سيد اسماعيل اتي وفات ڪئي هئي.

پهريان ڪين سيد مٽ هالن وارا سڏيو ويو هوندو جيڪو وقت گذرڻ سان سادات مٽ هالا- متعلوي، متهلوي ۽ پوءِ مٽياروي سادات سڏجڻ ۾ آيا ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي روايت غلط آهي اهو چانگن جو ڳوٺ هو، جنهن ڪي ڳوٺ جو نالو ئي رد ڪري ٿو. اهو برابر آهي تہ آس پاس ۾ چانگن جا ڳوٺ موجود هوندا پر هن ڳوٺ جو بنياد وجهندڙ هالا ذات وارن مان ڪو بہ هوندو. انهيءَ خاندان جي سيد ابراهيم ڪي چانگ ذات وارن شهيد ڪيو هو، جنهن جي عيوض ڄام نظام الدين سندس پٽ بدرالدين ڪي سن واري جاگير ڏني. جنهن ڪان پوءِ سندس پوٽي سيد حيدر سنائيءَ جي اولاد جو سلسلو شروع ٿيو. مطلب تہ مٽ هالا جو ڳوٺ سيد شرف الدين جي اولاد جي نسلي سڃاڻپ ٿي ويو.

ان جو مطلب تہ مٽ هالا ڳوٺ جو وجود سيد شرف الدين جي هالا ڪندي لڏي اچڻ کان اڳ هو، جيڪا هڪ وسندڙ وستي هئي. مٽ هالا ڳوٺ جي نالي مان ئي معلوم ٿئي ٿو تہ اهو اصل ڳوٺ هالا ذات وارن جو هو، جتي واٽهڙن لاءِ هالا ذات وارن يا ان مان ڪنهن پاٽيءَ جا مٽ ڀري رکندا هئا، جنهن ڪري ان ڪي ڳوٺ مٽ هالن وارو سڏيو ويو جيڪو پوءِ مٽ هالا ٿيو ۽ سيد شرف الدين جي اولاد جي سڃاڻپ ان ڳوٺ سان ٿي.

## پاڙا:

(1) شرف پوٽا (2) جراڙ پوٽا (3) ميرڻ پوٽا
(4) باقيل پوٽا (5) ڪريم پوٽا (6) مير علي پوٽا
(7) موسيٰ پوٽا (8) عيسيٰ پوٽا (9) ميان پوٽا
(10) مير حسن پوٽا

## انهن پاڙن مان

(1) پيرزاده (2) هاشمي (3) مغماٽي
(4) اجناٽي (5) صدر الدين پوٽا (6) عيسب پوٽا
(7) جيئندر پوٽا

## جنهن مان مٽيارن جا

(1) ڄاموٽ (2) ڀٽائي (3) مبين پوٽا
(4) مير پوٽا


سلسلو اولاد حضرت امام موسيٰ ڪاظم
بغداد ۾ 25 رجب 183 هجري بروز جمعي تي خليفي هارون رشيد جي حڪم تي سندي بن شاهڪ زهر ڏيئي شهيد ڪيو
حضرت امام موسيٰ ڪاظم
سيد حمزه
سيد احمد شهاب
قاسم
محمد
علي رضا
شجر الگ ڌنل
ابو طالب
محمد مهدي
محمد جعفر
علي عڪسري
ابو القاسم حمزه
الاظهر
اشرف
هندستان
۾ دفن ٿيل
اسحاق
عباس
محمد
اسحاق
مير ابو القاسم
مير محمد فاضل
مير معصوم بکري
سکر ۾ معصومي سادات جو جدامجد
سيد علي سندي
وڏيڪ لاءِ متعلوي سادات پڙهو
هارون
احمد
محمد
شاهه حسين
مخدوم حسن ابدال
محمد
علاؤالدين
شمس الدين
عين الدين
شير قلندر
سيد شاهه
سيد بزرگ
امام الدين
سيد علي
سيد مرتضيٰ
مير سيد صفائي
ابراهيم
محمد اڪبر
علي
محمد
باقر
قاسم
جعفر
علي
محمد
اڪبر
عبدالرحمان
عبدالڪريم
عبدالله
سراج الدين
غياث الدين
سيد معين الدين چشتي
اجمير شريف
حسين
محمد العابد
ابراهيم
عبدالله
حسين
محمد
احمد
شمس الدين
نصر الدين
حسن
جعفر
جعفر الحواري
موسيٰ
حسن
علي
يوسف عرف
ابراهيم
محمد عرف
حسين
احمد
مير علي شاهه
حسين
محمد
مير علي هراتي
حيدر
سن 801 هجري ۾
هال ڪندي آيو ۽
شاهه محمد هالوجي
ڏيءَ سان شادي ڪئي ان مان
عباس
قاسم
زيد النار
حسن
امام علي رضا
شجرو الگ ڌنل آهي
احمد
هاشم
قاسم
ابوالحسين
ابوالحسن
ابوالفضل
طيب
جعفر
هادي
شاهه نور
حسين
حسن
طاهر
قاسم
عباس
سيد علي
ضياءُالدين
اسماعيل
قاسم
عبدالله
قطب الدين
منصور
نوزر
عزيز
عون ابراهيم
امان الله
فيروز
عين الله
عبدالله
اسماعيل
سعيد
علي شاهه
ابراهيم
عبدالباري
عبدالله
محمد رضا
حسين
ابو القاسم
ابو مظفر
ابو منصور
نصير الدين
اشرف العلما
سيد طاهر
محمد
علي شهيد
عبدالهادي
اسد الله
عبدالله
موسيٰ
قاسم
وهب الله
اسود
حسن ذڪريا
علاؤالدين يحيٰ
ڪرن الدين
نور يوسف
قاسم
عبدالرحمان
اسماعيل
محمد
احمد
اسحاق
عبدالرحيم
سيد مير خضر
ملان مير سبزواري
سنڌ ۾ آيو الگ شجرو
عبدالمجيد
اسماعيل
بدر الدين
برهان الدين
ڪمال الدين
جلال الدين
احمد شاهه
محمد عثمان
جمال الدين
فتح الله شاهه
محمد سليمان
محمد حسن
محمد يعقوب
عبيدالله

## سيد علي سنڌي جو اولاد



# شجره سيد حيدر سني – جي. ايم. سيد جي خاندان جو شجرو



# موسوي- پوراني- سيد

هي گهراڻو جنهن جو تعلق حضرت امام موسيٰ رضا عليه السلام سان آهي، ان جي نسبت سان موسوي سيد سڏجن ٿا ۽ شيخ السلام قطب الاقطاب شيخ جلال الدين پوراني جي اولاد هجڻ جي ناتي پوراني به سڏيا وڃن ٿا. ڪين سبزواري به لکن ٿا جو انهيءَ خاندان جو سيد بايزيد الحسين "عارف" جنهن کي ميرڪ بايزيد به چون ٿا پنهنجي پاءُ شيخ السلام ميرڪ محمود عرف شيخ ميرڪ سان گڏجي سبزوار کان قنڌار لڏي آيا هئا ۽ جڏهن شاهه بيگ ارغون سنڌ کي هڙپ ڪرڻ لاءِ 920 هجري مطابق 1514ع ۾ سبي کي مڪمل طرح پنهنجي قبضي هيٺ آڻي سمن کان کسي ڇڏي. ڇاڪاڻ ته هڪ معاهدي تحت شاهه بيگ کي قنڌار بابر بادشاهه جي حوالي ڪرڻو هو. جڏهن هو ڪابل جو حڪمران هو.

شاهه بيگ ارغون جڏهن مڪمل طرح قنڌار خالي ڪيو ته ميرڪ بايزيد ۽ سندس پاءُ شيخ ميرڪ شاهه بيگ ارغون جي چوڻ تي ساڻس گڏجي سنڌ جي سرزمين تي پهتا. سنڌ عملي طور 11 محرم 927 هجري مطابق 22 ڊسمبر 1520ع ۾ سمن جي وزيراعظم دولهه دريا خان قبوليو ابڙو جي شاهه بيگ ارغون جي هٿان ڏوڪي سان قتل ڪرڻ کان پوءِ غلام بڻجي ويئي. انهيءَ عرصي دوران پهريان ميرڪ بايزيد بکر ۾ شيخ السلام جي عهدي تي مقرر ٿيو. خرابي سنڌ کان پوءِ شيخ ميرڪ نئين ڏانهن لڏي ويو. جنهن کي پڻ شيخ السلام جي عهدي تي فائز ڪيو ويو.

هن خاندان جو تعلق نيشاپور جي مشهور اولياءَ امير سيد علي عرف عرب علي شاهه نيشاپوري سان آهي، جنهن جو ذڪر معصومي هيئن ڪيو آهي "وڏين اوليائن مان هڪ آهي ۽ گهڻين ڪرامتن جو مالڪ هو. هڪ ڏينهن قنڌار جا بزرگ ڪي سوار ٿي ۽ ڪي پيادا سندس ديدار ڪرڻ لاءِ ويا ته هو پاڻ پيٽ تي سوار ٿي انهن بزرگن جي استقبال لاءِ اڳتي آيا ۽ اچي انهن سان مليا. اها پٽ مير معصوم بکري تائين موجود هئي. هن خاندان ۾ علي شاهه نيشاپوري واري بزرگي جو سلسلو هلندو اچي ٿو. جڏهن شاهه بيگ ارغون ميرڪ بايزيد کي بکر جو قاضي القضا مقرر ڪيو هو، ان وقت به هن مخلوق خدا جي خدمت ڪرڻ ۾ مصروف رهيا ۽ علم تدريس لاءِ سکر ۾ هڪ عاليشان مدرسو تعمير ڪيو ۽ عام مسافرن جي اچڻ وڃڻ ۽ رهڻ لاءِ مسافر خانو ٺهرايو، جنهن جو هو خرچ پاڻ برداشت ڪندو هو. سندس لنگر خانو هر وقت چالو رهندو هو، جنهن مان سندس خانداني سخاوت جي خبر پوي ٿي. مولائي شيدائي لکيو آهي ته سندس فرزند مير عبدالباقي مهمانن ۽ مدرسي جي شاگردن جي پاڻ خاطرداري ڪندو هو، ايتري قدر جو پنهنجي هٿن سان مفرج مشروبات، مربا ۽ چٽڻيون ناهي پيش ڪندو هو.

ميرڪ بايزيد جي مدرسي ۾ خط نستعليق ۽ جاميٽري جي تعليم ڏني ويندي هئي، جنهن جو هو وڏو ماهر هو. ان تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ عراق، ايران ۽ ٻين ملڪن کان شاگرد تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هئا هن ڪهڙي سال وفات ڪئي. تنهن جي تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي، پر پوءِ وفات کانپوءِ سندس پٽ مير عبدالباقي پوراني بکر ۽ سکر جو شيخ السلام مقرر ٿيو جيڪو پڻ هڪ وڏو عالم ۽ بزرگ هو ۽ پنهنجي وڏن جي رواداري کي برقرار رکيو ۽ 3 رمضان 1019 هجري مطابق 21 نومبر 1610ع ۾ سکر ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو لوڪلبورڊ آفيس جي اوڀرندي ۾ چوني گچ جي پلستر سان ٺهيل آهي جنهن جي گنبذ جي اولهه ۾ ٻيبين جون قبرون آهن جنهن جي ڏکڻ ۾ مسجد جا آثار آهن. ان جي ڀرسان هڪ منارو ٺهيل هوندو هو جنهن کي حلالي ۽ حرامي جو منارو چيو ويندو هو. جنهن لاءِ عام مشهور هو ته ان مان حلالي لنگهي سگهندو ۽ حرامي وڃي نه سگهندو. هي منارو

1904ع کان پوءِ ڍھي پٽ ٿي ويو. ميرڪ عبدالباقي جي مقبري تي ھي عمارت اڪريل آھي.

”ميرعبدالباقي پوراني آن قطبي که بود
قدوه آل رسول وزبده خاص آله
سال فوتش شيخ قاضي شاه محمد زد رقم
داد جان را ميرعبدالباقي پوراني
1019ھجري

ميرڪ بايزيد جو پاءُ شيخ ميرڪ بہ ٺٽي ۾ شيخ السلام جي عھدي تي فائز ھوندي بہ پنھنجو فيض جاري رکيو ۽ ڪيترا طالب علم پيدا ڪيا ۽ ھو پڻ خط نستعليق جو وڏو ماھر ھو. ھو محرم 962 ھجري مطابق ڊسمبر 1554ع ۾ ٺٽي ۾ وفات ڪري ويو. ”رفت ميرڪ آھ آھ“ سندس تاريخ آھي. ھو پنھنجي اولاد جي محلي ۾ ھڪ عاليشان مسجد ۽ مقام جي مشھور رائنڪ ۾ دفن ٿيل آھي.

ميرڪ بايزيد ۽ شيخ ميرڪ جي اولاد بدستور اڄ تائين روھڙي ۽ ٺٽي ۾ رھي ٿي جن جو تفصيلي ذڪر مختلف ڪتابن ۾ موجود آھي. روھڙي جي موسوي سيدن مان سيد عطا حسين علمي ۽ ادبي ماڻھو ھو جن جي ڪاوشن جو تفصيل آخر ۾ ڏنل آھي. سندس پوٽو محترم سيد عبدالحسين موسوي پوراني سيد انجنيئر آھن، جن ھن معاملي ۾ مون سان ڏاڍو سھڪار ڪيو جو آءٌ پوراني موسوي سيدن جو تفصيلي شجرو ڏيئي سگھيو آھيان.

## عطا حسين موسويءَ جي لکيل مضمونن جو وچور

(الف) اڻڇپيل علمي ۽ ادبي مضمون

1. سنڌ
2. ٿر
3. ملير
4. مارئي
5. سنڌ جي عام ۽ خاص شاعرن مارئي ڇو ڳاتي آھي؟
6. ٿري
7. روھڙي
8. ہ اکر روھڙيءَ بہ لھٹا
9. روھڙيءَ جي باغات
10. اروڙ
11. ڪراچي
12. سائين ايسر لعل
13. سيٺ سگنگچند
14. مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽو
15. قاضي فقير محمد ”قانع“
16. اتفاق
17. تماش گاھ عالم
18. علم تصوف
19. سلوڪ جا مقام يا خال جا عالم
20. حال
21. سماع
22. معشوق جو مرتبو ۽ مان
23. ڪافي
24. ميڙو
25. شادي
26. بک
27. نکمٽائي
28. غريبي گلزار اٿئي، موچاري مينگھو چوي
29. عارب
30. ماستر
31. اٽ
32. گھنڊ
33. ٿي اڪر
34. ٽ
35. ڊ
36. 880

(ب) ”صراط المستقيم“ رسالي ۾ ڇپيل مذھبي مضمون

| نمبر | عنوان | اشاعت |
|---|---|---|
| 1 | فوج حسينيءَ جو شير خوار سپاھي | صفرالمظفر 1342ھ |
| 2 | ذڪرِ شھادت حسنين<br>ايضاً<br>ايضاً | ربيع الثاني ۽ جمادي الاول 1342ھ<br>جمادي الثاني ۽ رجب المرجب 1342ھ<br>شعبان العظم ۽ رمضان المبارڪ 1342 ھ |

| | | |
|---|---|---|
| 3 | تبصره | شوال المڪرم ۽ ذوالقعد 1342ھ |
| 4 | اقوال زرين | ايضاً |
| 5 | واقعه غدير | ايضاً |
| 6 | فلسفه شهادت | محرم الحرام 1342ھ |
| 7 | شهيد اعظم | صفر المظفر 1343ھ |
| 8 | بحث اولي الامر | ربيع الاول 1343ھ |
| 9 | فضيلت جناب امير عليه السلام | ربيع الثاني 1343ھ |
| 10 | نفس رسول الله | ايضاً |
| 11 | نماز | جمادي الاول ۽ جمادي الثاني 1343ھ |
| 12 | ثبوت ماتم حسين | رجب، شعبان ۽ رمضان 1343ھ |
| 13 | مسافر جي عيد | شوال، ذوالقعد ۽ ذوالحج 1343ھ |
| 14 | يوم غدير خم | ايضاً |
| 15 | سوال جواب | صفر المظفر 1344ھ |
| 16 | ايضاً | ربيع الاول 1344ھ |
| 17 | خصايص حسيني | ربيع الثاني 1344ھ |
| 18 | تقيه<br>ايضاً | جمادي الثاني 1344ھ<br>رجب المرجب 1344ھ |
| 19 | اقوال پيغمبر آخر الزمان ﷺ | شوال المڪرم 1344ھ |
| 20 | محرم جو چنڊ | محرم الحرام 1345ھ |
| 21 | دنيا | ايضاً |
| 22 | دين ۽ دنيا | ربيع الاول 1345ھ |
| 23 | سوال ۽ جواب | ربيع الثاني 1345ھ |
| 24 | سوال ۽ جواب | جمادي الاول 1345ھ |
| 25 | اهلبيت | ذوالقعد ۽ ذوالحج 1345ھ |
| 26 | الله وارن جا آثار ۽ مزار غريب | محرم الحرام 1346ھ |

## شجرو موسوي- پوراني سيد ٺٽي وارا



## سلسلو اولاد شيخ ميرڪ



# جيلاني

ايران جي هڪ علائقي جو نالو "گيلان" آهي جنهن کي ڪيلان ۽ جيلان بہ چيو ويندو آهي. جتي ڪيدوسي قوم وارن جي اڪثريت آباد آهي، جنهن ڪي پهريان ان ذات وارن جي نسبت سان ڪيدوس چيو ويندو هو جيڪو بعد ۾ گيلان ۽ جيلان جي نالي سان مشهوري ٿيو. اتان جي رهواسين کي پهريان گهيلگي چيو ويندو هو جيڪي ڦري گيلاني ٿيا ۽ پوءِ جيلاني بہ سڏيا ويا.

سنڌ ۾ رهندڙ جيلاني مشهور بزرگ ۽ ولي الله حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني المعروف پيران پير دستگير جي اولاد مان هجڻ جي ناتي سڏيا وڃن ٿا. انهن مان ڪي خاندان اهڙا بہ آهن جن جي نسبت پيران پير سان آهي ئي ڪو نہ پر پوءِ جيلاني سڏائن ٿا شايد ان ڪري تہ هنن جا وڏا ڪنهن سبب ڪري جيلان يا گيلان کان لڏي سنڌ ۾ آيا، خاص ڪري سمن جي دور ۾ ڪيترا ڪٽنب سنڌ جي خوشحالي ۽ آسودگي ڏسي آيا ۽ ڪي ڪٽنب علم و تدريس جي سلسلي ۾ گهرايا ويا. جن بہ اڳتي هلي پنهنجي نسبت شيخ عبدالقادر جيلاني سان منسوب ڪري ڇڏي.

جيلاني سنڌ ۽ هند ۾ جتي بہ آهن اهي پاڻ سان گڏ سيد، شاهہ ۽ پير جو لقب ۽ نسبت استعمال ڪندا آهن. اهل تشيع ۽ ڪجھ ٻيا. حضرت عبدالقادر جيلاني کي اهل بيت ۾ شامل نہ ڪندا آهن ۽ چوندا آهن تہ هو ايراني هو ۽ هرگز عرب نسل مان نہ هو. هو گيلان ۾ پيدا ٿيو جيڪو ايران ۾ آهي ۽ شيخ عبدالقادر جي نسبت بہ ان گيلان مان آهي. هن بغداد هجرت علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي. بعد ۾ هن تدريس جو آغاز ڪيو، ان وقت معاشري ۾ اخلاقي قدرن جو فقدان هو ۽ تنزل ڏانهن وڃي رهيو هو، جيئن تہ هو زاهد ۽ پرهيزگار هو ان ڪري ماڻهن جو ان سان تعلق پيدا ٿي ويو ۽ ان جي وفات ڪانپوءِ ماڻهن "قادري طريقي" جو بنياد رکيو جيڪو هن ڏانهن منسوب آهي، جيئن ٻين صوفين جا پيروڪار ڪندا آهن.

سنڌ ۾ حضرت عبدالقادر جيلاني کي سيد ۽ پير جي نسبت ۽ لقب سان سڏيو ويندو آهي ۽ جيلاني اهل بيت سڏيا ويندا آهن. مولانا تاج محمد امروٽي، راٽيپور جا پير، نيئينگ جا بزرگ ۽ بدين جا جيلاني وڏيون گاديون چيون وڃن ٿيون.

تاريخ اقوام ڪشمير ۾ محمد الدين فوق لکيو آهي تہ سيد عبدالقادر ثاني جيڪو شيخ عبدالقادر جيلاني جي پندرهين پشت مان هو ان جا ٽي پٽ، سيد عبدالله، سيد محمد محسن ۽ سيد احمد سنڌ ۾ آيا هئا. سيد عبدالله جيڪو عبدالله الحموي (حما کان آيل) جي نالي سان سڏيو ويندو هو، تنهن جا پٽ شاهہ ابوالحسن پشاور ۽ شاهہ محمد فاضل ڪشمير ۾ وڃي آباد ٿيا.

هو وڌيڪ لکي ٿو تہ سيد عبدالقادر ثاني جا ٻيا پٽ سيد نورالدين الحموي ۽ سيد عبدالڪريم هئا. سيد نورالدين جو پٽ سيد احمد الحموي ان جو پٽ سيد يوسف ان جو پٽ سيد عبدالمجيد ۽ ان جو پٽ سيد ابو البرڪات جن جون مزارون آهن.

سيد ابوالبرڪات، سنڌ مان وڃي ڪشمير ۾ آباد ٿيندڙ شاهہ محمد فاضل ڪشميري جو پيٽيو هو، جنهن مان ڪيس ٽي پٽ سيد ابو تراب، سيد محمد محمود ۽ سيد محمد تقي هئا. جن کي شاهہ محمد فاضل سنڌ مان ڪشمير گهرايو، جتي سيد محمد محمود ۽ سيد محمد تقي پنهنجي ڌيئرن جون شاديون ڪرايون، جيڪي اتي رهي پيا جن مان سيد محمد محمود خانيار ڪشمير ۽ سيد محمد تقي محلو ريٽنگ جيڪو خانيار سان لڳ آهي اتي دفن ٿيل آهن، باقي سيد ابو تراب ڪنهن هنڌ يا امروٽ واپس هليو ويو.

سکر وارو شاهه خيرالله عرف شاهه خيرالدين ولد سيد احمد بغدادي سن 911 هجري ۾ بغداد ۾ ڄائو هو، جنهن جو پنجين نسب سان واسطو شيخ عبدالقادر جيلاني سان آهي، تنهن پڻ سنڌ جو رخ ڪيو هو ۽ سکر ۾ ٿي 27 رمضان 1027 هجري ۾ رحلت ڪري ويو. سندس مزار پراڻي سکر ۾ آهي.

امروٽ تعلقي ڳڙهي ياسين جي قبرستان ۾ پير عبدالقادر جيلاني جو چوٿون نمبر پٽ پير مشائخ محمود شاهه عرف سيدنا محمد رضا ۽ ان جو پٽ حافظ سليمان دفن ٿيل آهن، جنهن مان واضح ٿئي ٿو تہ شروعات کان وٺي پير عبدالقادر جيلاني جي اولاد بغداد کان سنڌ ڏانهن پئي سفر ڪيو ۽ ان جا واضح ثبوت موجود آهن تہ انهن جي تبليغ جو مرڪز امروٽ هو ۽ اهو اڳتي هلي هنن جو خانداني ڳوٺ بڻجي ويو ۽ اهو سلسلو اڄ تائين جاري آهي.

## پيران پير دستگير جو شجرو



پيران پير دستگير متعلق اهو شجرو جنهن ۾ هو حضرت علي رضہ جي نسب مان نہ آهي




نسب نامہ سنڌ جي مطابق حضرت عبدالقادر جيلاني المعروف پيران پير دستگير جو والد هو پر رياض الانساب جي مطابق کيس ڪا بہ اولاد ڪو نہ هئي.

پير عبدالقادر جيلاني المعروف پيران پير دستگير جو اهو بيان ڪيل شجرو جنهن موجب، پيءُ جي طرفان حسني سيد ۽ ماءُ جي طرفان حسيني سيد آهي.



## شجرو حضرت سيد تاج محمود امروٽي رحه






نوٽ ڪل اولاد 24 جن مان سورنهن فرزند ۽ 8 نياڻيون جن مان منير احمد شاھ شهيد ڪيو ويو ۽ نذير احمد شاھ 22 ڏينهن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو ۽ حاجي نثار احمد شاھ بہ وفات ڪري ويو ۽ اهليہ اوليٰ ۽ اهليہ رابعہ بہ فوت ٿي ويون باقي حيات آهن.


شيخ عبدالقادر جيلاني
ابوالحسن ابراهيم
سيدنا عبدالرزاق
عبدالله
قاسم
جعفر
عيسيٰ
يوسف
احمد
قطب الدين
نظام الدين
رڪن الدين
صدرالدين
قيام الدين
امير الدين
سيدنا علي قادري
اولاد جون پور ۾ آهي
سيدنا ابو نصر
رڪن الدين
امان الله
برهان الدين
مسعود
يحيٰ
نعمت الله
مبارڪ
شهاب الدين
ابو صالح
احمد متقي
يحيٰ
قاسم
علاؤالدين
ابو صالح
ابو صالح
سيدنا علي
عبدالجبار
سيدنا ابو موسيٰ
شجرو الڳ ڏنل آهي
شاهه دائود
شمس الدين
علاؤالدين
سيد حسن
جمال الدين
شاهه دائود
جلال الدين
بهاؤالدين
ابو حيات
شاهه قميص
عرف شاهه دهوري
تاج الدين ابوبڪر
شجرو الڳ
ابو عبدالرحمان
شرف الدين
ابو عبدالرحمان
عبدالله
ابو نصر موسيٰ
عبدالجبار
شمس الدين
عرف عبدالعزيز
سيدنا محمد
شمس الدين
شرف الدين
زين العابدين
ولي الدين
نورالدين
سيدنا حسام الدين
(مزار بغداد ۾ آهي)
جمال الدين
ابو عبدالرحمان
ابو ذڪريا يحيٰ
عبدالوهاب سيف الدين
شجرو الڳ
جو امجد
خيرالدين شاهه جيلاني
پراڻي سکر وارو ۽
بزرگ اچوي جيلاني
ابوالفضل محمد
عرف محمد شاهه
حافظ سليمان
هي پيءُ ۽ پٽ
امروٽ شريف
تعلقي ڳڙهي ياسين
جي تاريخي قبرستان ۾ مدفن
آهي وڌيڪ لاءِ ڏسو
شجرو حضرت تاج محمد شاهه
امروٽي جو - امروٽ جا
پير هن جي اولاد مان آهن

## سلسلو شجره اولاد تاج الدين ابوبڪر




سيد علي
مشتاق الاهي
مؤمن
شمس الدين
نصير الدين
ظهير الدين
صدرالدين
علاؤالدين
محمود
ابو الشير
قلندر گيلاني (جيلاني)
محمد نورالدين
شاهہ چام طهاري
مقيم شاهہ
تاج مير
شاهہ نور
محمد شاهہ ثاني
صدرالدين
قطب الدين
علي ياسين
امير علي شاهہ
سيدنا حسين

# شجرو اولاد عبدالوهاب سيف الدين




سلسلو اولاد محمد غوث اوچوي
مبارڪ
عبدالله
سيدنا محمد
سيدنا عبدالقادر
ميران شاهہ (مزار مياڻي لاهور ۾)
نظام الدين
حسين شاهہ
عبدالقادر
شرف الدين
ناظم علي
هاشم علي
اشرف علي
اڪبر علي
محمود شاهہ
محمد شاهہ
مقصود شاهہ (سمبڙيال)
طالب حسين
فاضل حسين
علي شاهہ
تصدق حسين
ولي شاهہ
نور شاهہ
عظيم شاهہ
قطب شاهہ
حسن شاهہ
محمود شاهہ
عبدالله شاهہ
حسن شاهہ
بهاؤالدين شاهہ
شاهہ سليمان
امان الله شاهہ
نعمت الله شاهہ
فقيرالله شاهہ
غلام غوث
ديوان شاهہ
اولاد شڪر ڳڙهہ
ضلعو گورداس پور ۾ رهي ٿي

# مخدوم درپيلو

درپيلو ساهتي پرڳڻي جو قديم شهر آهي. هن شهر جي تعمير ۽ بنياد پوڻ متعلق مختلف روايتون آهن:

درپيلو علمي، ادبي ۽ سنڌ جي انهن شهر مان آهي، جنهن سان تاريخ سلهاڙيل آهي. ساهتي پرڳڻي جو اهم شهرهجڻ جو سبب اتان جا نالي وارا سهتا حڪمرانن چو ماڳ هو جن کي تاريخ بهادر، غيرتمند، محب وطن قرار ڏيئي ٿي. اتان جي رهندڙن مان هڪ اهم گهراڻو جنهن علم، ادب ۽ انصاف ۾ نالو ڪمايو، اهو آهي درپيلي جا مخدوم صاحبان جن جو نسبي تعلق حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي ناناڻي گهراڻي سان آهي. سائين جن جي مامي سيدنا سعد بن ابي وقاص رضہ جي پونيئرن مان ڪنهن سبب جي ڪري محمود يمني، يمن مان هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو ۽ درپيلي پرڳڻي ۾ قاضي جي عهدي تي فائز ٿيو. سندس اولاد درپيلي ۾ وڌي ويجهي مطلب تہ درپيلي جي سيني مخدومن جو جدامجد آهي ۽ اڄ تائين اتي رهن ٿا. مخدوم محمود يمني واپس يمن يا عرب ڪو نہ ويو ۽ هو هميشہ لاءِ سنڌ جي مٽيءَ جو حصو ٿي ويو. سندس قبر ڪڪڙ شهر ۾ پير ابرهام الدين جي قبرستان ۾ آهي:

سعد بن ابي وقاص جو اصل نالو مالڪ هو، پر ابي وقاص جي نالي سان مشهور هئا. طبقات ابن سعد جي مطابق ابي وقاص جو نالو مالڪ بن وهيب بن عبد مناف بن زهره ابن ڪلاب بن مره هو ان جي ڪنيت ابو اسحاق هئي. والده حسنہ بنت سفيان بن اميہ بن عبد شمس بن عبد مناف بن قصي هئي.

تاريخ ابن ڪثير جي مطابق، سندن نالو ابو اسحاق مالڪ بن اهيب بن عبد مناف بن زهره بن ڪلاب القرشي الزهري هو. سعد بن ابي وقاص جي اولاد مان اسحاق اڪبر نالي پٽ هو جيڪو لاولد فوت ٿي ويو، جنهن جي نالي سان ان جي ڪنيت ابو اسحاق هئي جنهن جي ماءُ بنت شهاب بن عبدالله بن الحارث ابن زهره هئي.

حضرت سعد بن ابي وقاص سترهن سالن جي عمر ۾ اسلام قبول ڪيو ۽ جڏهن هي مسلمان ٿيو هو. ان ڏينهن ڪو بہ ٻيو دين اسلام ۾ داخل ڪونہ ٿيو هو، انهن ڇهن اصحاب شوريٰ ۾ شامل هو، جن ڪان سائين جن برقعي مٽائڻ تائين راضي هئا.

حضرت سعد بن ابي وقاص جنگ بدر ۾ الله جي راهہ ۾ تير هلائڻ وارو پهريون شخص هو ۽ هو بعد جي لڙائين ۾ بہ برابر شامل رهيو. حضور جن سندن جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا.

حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي وقت اهم معززين ۾ شمار ڪيا ويندا هئا ۽ جڏهن حضرت عمر سن 13 هجري ۾ خلافت جي سند تي ويٺا تہ هن ايران کي فتح ڪرڻ لاءِ حضرت سعد بن ابي وقاص کي سپهہ سالار ڪري عراق روانو ڪيو. ابن خلدون جي مطابق هن جي هٿ هيٺ ٽيهہ هزار (30,000) اسلامي فوج هئي، جنهن قادسيہ جي ميدان ۾ ايران جي مشهور سپهہ سالار رستم کي 14 هجري ۾ شڪست ڏيئي يزدگرد جي طاقت کي ٽوڙي ڇڏيو. هي قادسيہ جي جنگ ۾ اهڙي حالت ۾ شريڪ ٿيا جو سڄي جسم تي ڦرڙيون ۽ ڦٽ ٿي پيا هئا جنهن مان پيپ وهي رهيو هو ۽ هو گهوڙي تي چڙهي بہ نہ پئي سگهيا پر ميدان جنگ ۾ موجود هئا.

حضرت عمر بنا ڪنهن سبب جي ڪين ڪوفيءَ جي نائبي تان هٽايو. هن ڪوفي جي تعمير حضرت عمر رضہ جي حڪم سان ڪئي ۽ هو ساڍي ٽي سال ڪوفي جو حاڪم ٿي رهيو.

حضرت عثمان رضہ 24 هجري ۾ جيئن خلافت تي ويٺو تہ هن حضرت سعد بن ابي وقاص کي ٻيهر ڪوفي جو گورنر مقرر ڪيو جنهن کي سن 35 هجري تي انهيءَ ڳالهہ تان لاٿو

ويو جو هن بيت المال مان ڪجهه رقم قرض طور ورتي هئي، عبدالله بن مسعود جي طلبي ادا نہ ڪري سگهيو ۽ جڏهن اها خبر حضرت عثمان رضہ تائين پهتي تہ وليد بن عقبہ بن ابي محيط کي مقرر ڪري حضرت سعد بن ابي وقاص کي معزول ڪري ڇڏيو.

حضرت سعد بن ابي وقاص سن 55 هجري مدينہ کان ڏهہ ميل پري عقيق نالي هنڌ تي پنهنجي محل ۾ 80 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. ان وقت سندس وٽ روڪ رقم ٻہ لک پنجاهہ هزار درهم، انهيءَ پنج هزار درهمن کان سواءِ هئي جيڪا هن زڪوات طور مروان بن الحڪم ڏانهن موڪلي هئي. سندس ميت کي عقيق مان ڪُٽي مديني شريف آندو ويو سندس جنازي کان اڳ حضور جن جي گهروارين جي حجرن ۾ آندو ويو. روايت مطابق بي بي سڳورين ان جي جنازي نماز ادا ڪئي جنهن کان پوءِ مديني جي گورنر مروان بن حڪم جنازي نماز پڙهائي.

حضرت سعد بن ابي وقاص جو 14 نمبر پٽ عمرو بن سعد هو، جنهن جي ماءُ جو نالو سلميٰ بنت حفصہ هو. جنهن جا ٻہ سڳا ڀائر عمير اصغر ۽ عمران هئا. جيڪي ذوالحج 63 هجري سن ۾ يوم الحره جي موقعي تي يزيد جي لشڪر سان وڙهندي شهيد ٿي ويا. انهيءَ کان علاوه محمد بن قاسم سان سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت قاسم بن عمرو گڏجي آيو. خاندان قريش جي قلمي مسودي مطابق اروڙ (الور) تي حملي ڪرڻ وقت عرب فوج جو سپهہ سالار هو.

مخدوم محمود يمني، دهيلي ۾ رهڻ دوران سندس پٽ شمس الدين جي شادي دهيلي پرڳڻي جي حاڪم محمد شاهہ سهتي جي ڌيءَ سان ڪرائي، جنهن ڪري قريشي خاندان جو سنڌ ۾ سلسلو سهتي گهراڻي مان شروع ٿيو ۽ هو سهتن سان ايئن مليا جو جڏهن دهلي جا حڪمران سهتن سردارن کي آڻ ميڃائڻ لاءِ مٿن فوج ڪشي ڪئي تہ مخدوم شمس الدين انهن سان گرفتار ٿي قيدي جي صورت ۾ دهلي ويو، جتي وفات ڪيائين.

سمن جي دور حڪومت ۾ جڏهن عبدالقادر جيلاني جو پٽ عبدالوهاب ٺٽي ۾ آيو هو تہ سمہ ڄام عربي ٻولي ڪو نہ پيا ڄاڻن جنهن ڪري عربي ۽ سنڌي مترجم جي ضرورت پئي. جيئن تہ شمس الدين کي ٻہ پٽ هئا. مخدوم احمد المعروف دائود ۽ ٻيو مخدوم عماد، انهيءَ مان مخدوم دائود ترجمان جي حيثيت سان ڪم سرانجام ڏنو، جيئن تہ مخدوم دائود شيخ عبدالقادر جيلاني جو خليفو ۽ شاگرد هو، تنهن ترجمان جو ڪردار ادا ڪيو جو سمہ ڄام حڪمران بيعت ڪري دين اسلام اختيار ڪيو.

جيئن تہ مخدوم دائود کي هڪ پٽ تاج الدين احمد هو جنهن دهيلي ۾ ويهي خلق خدا جي خدمت ڪئي ۽ اتي وفات ڪيائين. سندس مقبرو دهيلي شهر جي اوير ۾ موجود آهي ۽ سندس پٽ مخدوم قاضي عبدالله مڪلي ٽڪري ۾ دفن ٿيل آهي.

مخدوم قاضي عبدالله کي هڪ پٽ نالي مخدوم قاضي ابراهيم هو، جنهن جي پٽ جو نالو ڏاڏي جي نالي پويان عبدالله رکيو ويو. يعني مخدوم عبدالله هو جيڪو شاهہ بيگ ارغون جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌين سان ٿيندڙ ڏاڍاين ۽ ظلم کان بيزار ٿي پاڻ شريف جي بزرگن وانگر سنڌ ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو. هو ان کان اڳ ۾ دهيلي کان باغبان لڏي ويو، جتان سن 934 هجري ۾ گجرات هليو ويو، جتان مديني شريف لڏي ويو ۽ هميشہ لاءِ اتي سڪونت وٺي گذاري ويو.

تحفة الڪرام جي حاشيہ ۾ ڪتاب النور السافر في اخبار القرن العاشر جي حوالي سان لکيل آهي تہ "شيخ علامہ گهڻن فنن جو ماهر هو عبدالله بن سعد الدين مدني سنڌي (سنڌي) سن 984 هجري جي ذوالحج مهيني ۾ مڪي شريف ۾ وفات ڪري ويو."

معلوم ٿئي ٿو تہ سندس ٻہ پٽ مخدوم رحمت الله ۽ مخدوم حميد ساڻس سان گڏ سنڌ مان گجرات لڏي ويا هئا. جتان پوءِ مڪي شريف هليا ويا. مخدوم عبدالجليل جي تذڪره خاندان قريش جي مطابق مخدوم حميد شاهہ عبدالحق محدث دهلوي جا استاد هئا.

مخدوم رحمت الله جي متعلق ڪتاب "النور السافر في اخبار القرن العاشر" جي مطابق سندس وفات 12 محرم سن 993 هجري ۾ مڪي شريف ٿي ۽ ڪين اتي دفن ڪيو ويو. ساڳي ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ هو سن 1000 هجري ۾ مستقل طور مديني مان مڪي شريف هليا ويا جتي سن 1009 هجري ۾ وفات ڪيائين هنن جي اولاد مڪي شريف ۾ رهي ٿي.

هن ئي خاندان مان مخدوم تاج الدين جي هڪ پٽ مخدوم ادريس جي اولاد سنڌ دهيلي ۾ ئي مستقل طور رهي پئي، جنهن مان مخدوم قاضي عثمان السنڌي پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ بزرگ هو جنهن جو ذڪر تاريخ معصومي ۽ تحفةالڪرام ۾ آيو آهي. مير علي شير قانع ان متعلق لکيو آهي تہ خدا وارن جو مرجع گاهہ هو. هن کي رسول اطهر جي

جناب جو قاضي سڏيندا هئا ۽ حاجتن پوري ڪرڻ لاءِ عام ۽ خاص ماٿهو وٽان دعا گهرائي، دل جو مطلب حاصل ڪندا هئا.

مير معصوم هن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ "سهڻن اخلاقن ۽ وڻندڙ صفتن سان موصوف هو. علم جي ڪمال ۾ وڏي عمر هوندي بہ منجهس تواضح ۽ ڪسر نفسي جو گڻ هو. دنياوي ڳالهين سان قطع تعلق جهڙو ڪيس حاصل هو، تهڙ سندس همر عصرن مان ڪنهن ۾ ڏسڻ ۾ نتي آيو. هو ڪنهن ڪان بہ نظر ۽ نياز قبول نہ ڪندو هو.

مخدوم قاضي عثمان درٻيلي سن 1002 هجري ۾ وفات ڪري ويو. سندس گادي تي مخدوم عبداللطيف ويٺو جنهن جي اولاد مان هينئر مخدوم شاه محمد گادي نشين آهن.

هن ئي خاندان مان مخدوم عثمان درٻيلي جو علمي وارث ۽ سندس نهرايل جامع مسجد درٻيلو جو متولي مخدوم عبدالجليل ٿيو، جيڪو سلسلو اڄ تائين جاري آهي ۽ هاڻي ڊاڪٽر پروفيسر مخدوم منورالدين جامع مسجد جا متولي آهن ۽ هن ئي خاندان مان محترم مخدوم عبدالمنان صاحب جنرل مئنيجر سول ايوي ايشن اٿارٽي آهن. جن جي مهربانيءَ سان مخدوم درٻيلو جي خاندان جي معلومات ۽ شجرو مون تائين پهتو.

مخدوم شعيب عرف پير لڏو بن مخدوم ادريس والد جي وفات ڪان پوءِ قاضيءَ جي لقب سان رشد و هدايت جي مسند تي ويٺو. سندس زماني ۾ مغل بادشاه شير شاه سوريءَ ڪان شڪست ڪائي سنڌ ۾ آيو. همايون بادشاه درٻيلي جي زميندارن عمر شاه سهتو ۽ دائود شاه سهتو جيَ دعوت تي درٻيلي آيو. درٻيلي ۾ همايون بادشاه قاضي شعيب وٽ دعا وٺڻ لاءِ حاضر ٿيو. مخدوم بلاول اڪثر درياه پار ڪري مخدوم صاحب سان ملڻ ايندو هو. مخدوم صاحب 930 هجري ڌاري وفات ڪئي.

قاضي عبدالله بن تاج الدين احمد مخدوم عبدالله بن تاج الدين احمد حج تان موٽندي ٺٽِي ننگر ۾ وفات ڪري ويو. سندس مقبرو مڪلي تي آهي. مير شير علي قانع پنهنجي مشهور ڪتاب تحفة الڪرام ۾ مخدوم صاحب جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ مخدوم صاحب جي مقبري تي خميس ڏينهن زيارت ٿيندي آهي. زيارت جو وڏو تعداد شاگردن جو هوندو آهي جيڪي حافظ جي سگهه واسطي اچي هن بزرگ جي قبر تي دعائون گهرندا آهن. مخدوم صاحب 745 هجري ٺٽي ننگر ۾ وفات ڪئي.

قاضي عبدالله بن ابراهيم بن عبدالله 850 هجري ۾ درٻيلي ۾ ڄائو ابتدائي تعليم مخدوم شعيب عرف پير لڏو ڪان حاصل ڪيائين. فضائل ۽ سلوڪ جا سبق عبدالعزيز ڪان سکيائين. شاه بيگ جي سنڌ فتح ڪرڻ ڪان پوءِ درٻيلي ڪي ڇڏي باغبان هليو ويو ۽ سن 934 هجريءَ ۾ گجرات ويو پوءِ اتان اهل و عيال سان گڏ مديني پاڪ هجرت ڪري ويو. مخدوم صاحب جي لکيل ڪتاب مان هيٺين ڪتابن جي خبر پئجي سگهي آهي.

1........

مخدوم رحمت الله بن مخدوم عبدالله مخدوم رحمت الله 930 هجري ڌاري درٻيلي ۾ پيدا ٿيو ۽ شروعاتي تعليم مخدوم عثمان السنڌي الحجازي الدرٻيلي ڪان حاصل ڪيائين. مخدوم صاحب جي لکيل ڪتاب اڄ بہ الازهر يونيورسٽي ۾ پڙهايا وڃن ٿا. مخدوم صاحب 994 هجري 8 محرم الحرام جمعي جي ڏينهن منجهند جي وقت مڪي پاڪ ۾ وفات ڪري ويو.

مخدوم عبدالحميد بن مخدوم عبدالله. مخدوم صاحب 935 هجريءَ ۾ درٻيلي ۾ ڄائو. شاه بيگ ارغون سنڌ فتح ڪرڻ ڪان پوءِ ڀاءُ ۽ پيءُ سان گڏ پهرين گجرات پوءِ مڪي پاڪ هجرت ڪري ويو. شاه عبدالحق محدث دهلوي بہ مخدوم صاحب جو شاگرد رهي چڪو آهي. مخدوم صاحب 1009 هجريءَ ۾ مڪي پاڪ ۾ گذاري ويو. ڪيس سندس ڀاءُ جي پير ۾ دفن ڪيو ويو.

مخدوم عثمان السنڌي المجازي الدرٻيلي مخدوم عثمان بن مخدوم شعيب 900 هجري ۾ درٻيلي ۾ ڄائو. ظاهري علم بوبڪن ۾ مخدوم ميران ڪان حاصل ڪيائين. سنڌ جي تاريخن ۾ مخدوم صاحب ڪي العلماءَ ۽ اڪمل الاولياءَ طور ياد ڪيو ٿو وڃي. مخدوم صاحب عربي ۽ سنڌي زبان ۾ شاعري ڪئي آهي. مخدوم صاحب 1002 هجري درٻيلي ۾ وفات ڪئي. سندس قبر تي عاليشان مقبرو ٺهيل آهي.

مخدوم عبداللطيف بن مخدوم عثمان مخدوم عبداللطيف بن مخدوم عثمان، مخدوم عثمان ڪانپوءِ گاديءَ تي ويٺو.

مخدوم عبدالجليل بن مخدوم عثمان مخدوم صاحب رمضان شريف 3 تاريخ اربع جي رات پهرين ساعت 991 هجري درٻيلي ۾ ڄائو. مخدوم صاحب جي وفات 1033

هجريءَ ۾ ٿي. مخدوم صاحب علم، فقه ۽ حديث جو وڏو ڄاڻو ۽ حال جو صاحب ۽ اهل دل هو. مخدوم عثمان کانپوءِ جامع مسجد جو متولي ٿي رهيو.

مخدوم محمد جان بن مخدوم عبداللطيف مخدوم محمد جان السنڌي بن مخدوم عبداللطيف وڏن عالمن ۽ اوليائن مان هو. ولايت ۾ ٽن جاين تي علم حاصل ڪرڻ ويو پر هرڪو ائين چوي ته اسان کي اوهان جي ادب جي طاقت ناهي. مخدوم صاحب سڄي عمر شادي ڪو نه ڪئي. مخدوم صاحب تمام گهڻن ڪتابن جو مصنف آهي. 1053 هجري درٻيلي ۾ وفات ڪئي.

مخدوم عبدالملڪ بن مخدوم محمود (حبيب الله) وڏو عالم ٿي گذريو آهي. سندس مزار درٻيلي ۾ موجود آهي. 1057 هجري ۾ وفات ڪيائين.

مخدوم ادريس مخدوم صاحب 1215 هجري ۾ درٻيلي ۾ ڄائو ۽ 1324 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. مخدوم صاحب 10 سال مڪي ۽ مديني جي مشهور عالمن کان علم حاصل ڪيو، اتي جي عالمن کان حديث، فقه ۽ اصول فقه جي باقاعده سنت ۽ اجازت ورتائين. مخدوم صاحب عربي فارسي زبانن تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين علمي جو تمام قابل ۽ ماهر هو. جيستائين شرعي تحرير کي سندس صحيح نه ٿيندي هئي. تيستائين اها تحرير سڄي سنڌ ۾ ڪٿي به قبول نه پوندي هئي.

مخدوم صاحب جا ڪيترا ڪتاب قلمي صورت ۾ موجود آهن. مخدوم صاحب عربي ۽ فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪافي شاعري ڪئي آهي.

مخدوم دائود بن مخدوم ادريس مخدوم صاحب جي ولادت 1290 هجري درٻيلي ۾ ٿي. شروعاتي علم پنهنجي والد مخدوم ادريس کان حاصل ڪيائين، وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ شهدادڪوٽ جي مشهور بزرگ عالم غلام صديق شهدادڪوٽي کان حاصل ڪيائين. مخدوم صاحب جامع الشريعت و طريقت هيو. مخدوم صاحب جي فتوائن جو سلسلو سموري سنڌ ۽ عرب دنيا تائين وسيع هو. مخدوم صاحب چئن زبانن جو وڏو شاعر هو، سندس شعر خطائت، خطبات، مناجات، عربي، فارسي، سنڌي ۽ اردوءَ ۾ مشهور آهن.

مخدوم دائود ۽ سندس ڀائيٽيو مخدوم عبدالعليم ٿوري وقت لاءِ مخدوم محمد الزمان طالب المولىٰ جا استاد ۽ اتاليق ٿي رهيا آهن. مخدوم صاحب 1361 هجريءَ ۾ وفات ڪئي.

## مخدوم عبدالعليم درٻيلي

مخدوم عبدالعليم بن مخدوم عبدالنبي نه رڳو پنهنجي وقت جا جيد عالم هئا. بلڪ پنهنجي صدي جا چڱ مجدد هئا. حافظ قرآن هئا، حاجتي الحرمين هئا، صاحب فتوي هئا. عالم هئا، عارف هئا، سنڌڙيءَ سندس ڪمال جهڙا بزرگ تمام ٿورا اپايا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ مخدوم صاحب جي علم جي هاڪ ٻڌي درٻيلي ۾ مخدوم صاحب سان ملاقات ڪرڻ آيو. ملاقات کانپوءِ حاضرين کي چيائين ته مخدوم صاحب علم جو سمنڊ آهي. مخدوم صاحب پهريائين اسڪول ۾ ماسٽر هو. خلافت تحريڪ دوران سرڪاري نوڪري ڇڏي پنهنجي چاچي ۽ مرشد مخدوم دائود وٽ اچي ديني تعليم پڙهيو. تفسير، حديث، فقه، صرف النحو، منطق، صغرا، ڪبرا، فلسفو، علم ادب، سلوڪ، تصوف، علم ميراث سبب علم پنهنجي چاچي مخدوم دائود وٽ پڙهيو. بغداد وڃي بادشاهه پير جي سجاده نشين سيد مصطفىٰ قادري جي هٿ تي بيعت ڪيائين.

مديني پاڪ جي وڏن عالمن سان علمي گفتگو رهندي هئي. خاص ڪري مڪي پاڪ جي مفتي سيد احمد محدث سان گهڻي رغبت هئي. مخدوم صاحب 1318 هجريءَ ۾ ولادت ۽ 1400 هجريءَ ۾ وفات ڪئي.

جامع مسجد درٻيلي جو بنياد مخدوم عثمان 950 هجري ۾ وڌو ۽ مسجد سان گڏ مدرسي جو بنياد رکيائين. سن 1104 هجري مخدوم عبدالباقي بن مخدوم فاضل مسجد جي مرمت ڪرائي. آخر سن 1335 هجري ۾ مخدوم محمد دائود پراڻي مسجد کي شهيد ڪرائي ۽ نئين سر مسجد کي ٺهرايو. مسجد جو ورانڊو ۽ مک دروازو مخدوم عبدالعليم فقير خدا بخش ميمڻ جي مدد سان ٺهرايو.

مسجد جا متولي مخدوم عثمان 930 هجري کان 1002 تائين 2 مخدوم محمود سن 1002 هجري تائين. 3 مخدوم عبدالملڪ 1034 کان 1057 هجري تائين 4 مخدوم محمد فاضل 1057 هجري کان 1100 تائين. 5 مخدوم عبدالباقي 1100 کان 1130 تائين 6 مخدوم محمد فاضل 1130 کان 1170 تائين 7 مخدوم افضل 1170 هجري کان 1200 تائين 8 مخدوم عبدالنبي 1200 هجري کان 1267 هجري تائين 9 مخدوم ادريس 1267 کان 1324 تائين 10 مخدوم دائود 1324 کان 1361 تائين 11 مخدوم عبدالعليم 1361 کان 1400 تائين 12

ڊاڪٽر مخدوم منورالدين 1400 هجري ڪان اڄ تائين.

## درٻيلي (ڏيرو) جي مخدومن جون علمي ڪاوشون:

**-1مخدوم قاضي عبدالله بن ابراهيم درٻيلي**

1. التحة الفاڪهية بثمار الصلوات النبوية (عربي)

**-2شيخ رحمت الله بن قاضي عبدالله درٻيلي (وفات 993ھ)**

1. المنسڪ الصغير (عربي)
2. المنسڪ المتوسط (عربي)
3. المنسڪ الڪبيز (عربي)
4. غاية التحقيق في اقتداءِ المخالف في المذهب (عربي)
5. تلخيص تنزيه الشريعة المرفوعة (عربي)
6. رسالة في ڪراهة تڪرار الجماعة في المسجد (عربي)
7. رسالة في تائيد القول بالعصر الثاني (عربي)
8. رسالة في الاقتداءِ بالمخالف (عربي)

**-3مخدوم حميد بن قاضي عبدالله درٻيلي (وفات 1009 ھ)**

1. القول الحسن في جواز الاقتدارء بالامام الشافعي في النوافل والسنن (عربي)

**-4مخدوم عبدالله متقي بن سعد درٻيلي (وفات 996ھ)**

1. حواشي مشڪوة المصابيح (عربي)

**-5مخدوم نعمة الله درٻيلي**

1. ديوان نعمو (فارسي)

**-6مخدوم محمد عيسيٰ درٻيلي (خواهر زاده وداماد مخدوم عثمان درٻيلي) (وفات 1035ھ)**

1. فتوي در رد مهدي جونپوري (فارسي)
2. حل المشڪلات

**-7ميان فاضل درٻيلي**

1. حواشي "شرح الجامي" (عربي)

**-8مخدوم عبداللطيف بن محمد عثمان درٻيلي (وفات 1024 ھ)**

1. شرح "الفوائد الضيائيه" (عربي)
2. منقع العوامل شرح "مائة عامل" (غربي)
3. رسالة في النهي عن الاشارة في التشهد

**-9مخدوم محمد جان بن عبداللطيف درٻيلي**

1. صلوة درٻيلي (فارسي)
2. حاشيہ بر "شرح جامي" (عربي)
3. حاشيہ علي رسالة الزوراء و شرحها (عربي)
4. شرح "قصيده بانت سعاد" (عربي)
5. رسالة في تحقيق الاشارة والبشارة (عربي)
6. حاشية مشڪوة المصابيح (عربي)
7. هاشيہ ضريري (عربي)
8. رسالة في التعائد (عربي)
9. ترجمہ ڪلمات ڪفريہ (فارسي)

**-10مخدوم عبدالملڪ بن عبداللطيف درٻيلي (وفات 1057ھ)**

1. رسالة بيان الڪلمات الڪفرية علي السنة الناس في معاملا تهم و مڪالما تهم (عربي)
2. حواشي الفوائد الضيائية (عربي)

**-11مخدوم محمد سعيد بن عبداللطيف درٻيلي**

1. حواشي "الفوائد الضيائيہ" (شرح جامي) (عربي)

**-12مخدوم مير محمد بن محمد صادق بن عبدالجليل بن مخدوم عثمان درٻيلي**

1. ملحقات صلوة درٻيلي (فارسي)

**-13مخدوم نظام الدين بن عبدالرزاق بن سڪندر درٻيلي**

1. چشم چراغ (فارسي)
2. انيس انجمن (فارسي)
3. شمع انجمن (فارسي)
4. هفت ڪواڪب (فارسي)

**-14قاضي خير محمد بن حيدر علي درٻيلي**

1. شجره مخدومان درٻيلہ (فارسي)

**-15مخدوم علي گوهر بن مخدوم محمد جعفر درٻيلي**

1. شرح شجره مخدومان درٻيلہ (فارسي)

**-17مخدوم غلام محمد درٻيلي**

1. بياض مخدوم غلام محمد درٻيلي

# شجره مخدومان دربيلو





مخدوم احمد المعروف دائود (7)
مخدوم تاج الدين (8)
مخدوم ادريس
مخدوم شعيب عرف پير لڏو
مخدوم قاضي عثمان السنڌي الدربيلي (900-1002 ھ)
رحمت الله
مخدوم محمد (950-1030)
مخدوم محمود (953 ھ)
مخدوم عبداللطيف (11) (961-1024)
عبدالواحد
عبدالواصف
محمد جان
عبدالملڪ
نور محمد
قطب الدين
معين
سعيد
عبدالبقا
نور محمد عرف صاحبڏنو
فيض محمد
غلام محمد
محمد قاسم
سعيد
صاحبڏنو
ميان محمد
غلام رسول
شاھ محمد
علي بخش
احمد
الله بخش
عمر
مخدوم قاضي عبدالله (9)
مخدوم قاضي ابراهيم
مخدوم عبدالله
مخدوم رحمت الله (10)
مخدوم حميد
مخدوم عبدالجليل (12) (991-1033)
محمد صادق
مير محمد
منگيلدو
عبدالنبي
مير محمد
محمد صادق
عبدالجليل
پريل
مير حسن
منگيلدو
ادريس
شير محمد
شمس الدين
حاجن
شير محمد
عطا محمد
عبدالحفيظ
محمد موسيٰ
محمد
عبدالنبي (1280-1320)
عثمان (1282 ھ)
منگيلدو (13) (1288-1347)
تاج الدين احمد (1290-1361)
شعيب
محمد جان
عبدالعليم
مخدوم دائود
مخدوم عبدالقار
احمد علي
غلام صديق
غلام فاروق
غلام سليمان
ڊاڪٽر حيدر
عبدالڪريم
محمد دائود
احمد
خالد
زاهد
جاويد
محمد علي
بابر
مخدوم عماد
مخدوم مراد
مخدوم عالم
مخدوم مراد
مخدوم محمد عيسيٰ
مخدوم جعفر
مخدوم محمد معصوم
مخدوم عبدالرزاق
مخدوم محمد معصوم
مخدوم عبدالواحد
مخدوم جعفر
مخدوم عبدالوالي (1240-1288)
محمد عارف
جعفر
عبدالوالي
مخدوم علي گوهر (1250-1281)
شفيع الله
حبيب الله
فضل الله
علي گوهر
فضل الله
علي احمد عرف فوٽل
مخدوم پيل


عبدالنبي
يار محمد
عبدالملڪ
رحمت الله
عبدالباقي
ادريس
عبدالحق
ظفر علي
ڊاڪٽر اسد
مير محمد
عبدالحق
آفتاب احمد
عنايت الله
امداد
شمس الدين
غلام سرور
رحمت الله
نعمت الله
علي اصغر
بشير احمد
شبير احمد
عبدالرشيد
عبدالعزيز
اظهر حسن
عبدالمنان
عبدالقدوس
منورالدين
عبدالغفور
جنرل مئنيجر سول ايوي ايشن اٿارٽي
متولي جامع مسجد
غلام قيوم
غلام رسول
حضور بخش عرف احمد
عبدالرحيم
شاهه محمد
محمد
جو موجوده گادي نشين

# سومرو

سنڌ ۾ عربن جي حڪومت ڪان پوءِ جن مقامي ماڻهن زور ورتو ۽ پنهنجو راڄ قائم ڪيو سومرا انهن مان هڪ آهن. حڪمران هجڻ ڪري هنن جي نسب تي بہ اختلاف سامهون آيا آهن. تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ڪين عُرب قبيلي جي سامره قبيلي مان ڄاڻايو آهي. هي لکي ٿو تہ هي چوٿين هجري صدي ۾ هت آيا. جڏهن دلوراءِ امراڻي جي پاءُ "ڇڻو" هن جي ظلم کان تنگ ٿي. برهمڻ آباد ۽ اروڙ شهر جي بربادي ڏسي بغداد جي خليفي وٽ ويو ۽ سيد علي جي سرڪردگي ۾ سامره (رهاڪو) مان هڪ سؤ عرب وٺي سنڌ ۾ آيو جيڪي سومرا سڏجن ٿا. سامره جو اصل نالو سرمن راءِ هو جو گهٽي استعمال ٿيڻ ڪري سامره ٿي ويو فرعون جو هڪ جادوگر سامري نالي سان پڻ ٿي گذريو آهي.

هيءَ هڪ ڇانوٽي هئي جيڪا عباسي خليفي معتصم بالله عباسي بغداد ڪان نوي ميل پري دجلہ جي هڪ شاخ قاطون تي سن 220 هجري ۾ قائم ڪئي هئي، جتي ترڪ لشڪر رهندو هو. هن پنهنجو تخت گاهہ بغداد بدران اتي قائم ڪيو هو.

دلوراءِ سيد علي جي هٿ هيٺ تابعداري قبول ڪئي ۽ پنهنجي نياڻي سندس نڪاح ۾ ڏني، ان ڪانپوءِ هو سدائين لاءِ سنڌ ۾ رهي پيو. سنڌ ۾ ڪيترن سيد خاندانن جي شروعات اتان ٿي آهي. سامره يا سرمن راءِ جي فوجي ڇانوٽي مان اچڻ وارو قصو سراسر غلط آهي جو 220 هجري ۾ راجا دلوراءِ جو ڪو بہ وجود ڪونہ هو. جنهن جي مان وضاحت لڪياري سادات جي سلسلي ۾ ڪئي آهي تنهن ڪري اهو مفروضو ۽ سومرن کي زوري عرب بنائڻ وارو سبب ختم ٿي وڃي ٿو.

سومرن بابت تحفة الڪرام ۾ منتخب التواريخ جي حوالي سان لکيل آهي "جڏهن سلطان محمود غزنوي جو پٽ سلطان عبدالرشيد تخت تي ويٺو، ان جي سادگي ۽ ڪم عقلي جو فائدو وٺي سنڌ جي ماڻهن سرڪشي ۽ بغاوت ڪئي سن 445 هجري ۾ سومرا قوم جي ماڻهن ٿرڙي ۾ لشڪر گڏ ڪري سومري نالي هڪ شخص کي پڳ ٻڌرائي ۽ پنهنجو سرواڻ مقرر ڪيو. هن "صاد" نالي هڪ زميندار جي ڌي سان شادي ڪئي جنهن مان ڀونگر نالي هڪ پٽ ڄائو. جنهن ڪانپوءِ سومرن جي سنڌ جي هڪ حصي تي حڪمراني ٿي. تاريخ ريگستان ۾ "راجپوتانا اتهاس" جي حوالي سان لکيل آهي سومري راجا جو نالو "جيئسنگ" هو. مولائي شيدائي لکي ٿو سومرن جو پهريون امير سردار امير سومرو هو جنهن کي سمن قومن ٿري شهر ۾ پنهنجو حاڪم تسليم ڪيو. سنڌن نالا ڀونگر، دودو، سنگهار، خفيف، عمر، ڦتو، کهنرو، چنيسر ۽ همير وغيره آهن.

سومرن کي عرب جي سامره نسل مان چوڻ ائين آهي بقول سيد سليمان ندوي "سومرن جي قوم جو تعلق سامره شهر سان ڳنڍڻ لفظي صنعت گيري ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. سيد ابو ظفر ندوي لکي ٿو "محمود غزنوي جي حملي ڪان اڳ ۾ سومرو نالي ڪو بہ خاندان نہ هو پر سومره يا سومرو راءِ هڪ شخص جو ذاتي نالو يا لقب آهي.

جيئن تہ تاريخ نويسن سومري سان گڏ راءِ بہ لکيو آهي جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سومرا اصل ۾ ٻڌ مذهب جا پوءِ لڳ هئا ڇاڪاڻ تہ راءِ ولهار مان نڪتل آهي ۽ ولهار ٻڌ مذهب وارن جي عبادت گاهن کي چيو ويندو آهي. اسان جي ليکڪن جو اوڏانهن خيال ويو ئي نہ آهي. حقيقت ۾ سومرا معنيٰ مٿي ۽ راءِ معنيٰ ٻڌ جو عبادت گاهہ. مطلب عبادت گاهن جي مٿانهان، معني پوڄاري، جنهن جو مطلب ٿئي ٿو تہ سومرا اصل ۾ ٻڌ عبادت گاهن جا ڀڪشو هئا ۽ سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو هئا. جيئن بعد ۾ سنڌن رسمن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو برهمڻ معنيٰ هندو مذهب اختيار ڪيو هو.

سنڌ جو عالم مولوي عبدالله شائق هڪ ڪتاب ”دولت علويہ“ نالي لکيو آهي. جنهن مولوي عبدالرحيم سومري جي جوڙيل منظوم تاريخ ”گلزار سنڌ“ تان مواد ورتو آهي. جنهن ۾ سومرن کي حضرت علي عليہ السلام جي اولاد سڏيو ويو آهي هڪ ٻي ليکڪ ابو مصطفيٰ ڪمال لکيو آهي ”سومرا قوم يثرب معنيٰ مديني ۾ رهندڙ سمرا قبيلي مان آهن ان قبيلي جو سردار سومره بن جنب، نبي ڪريم ﷺ جن جو اصحابي هو، هو عثماني دؤر ۾ مڪران جو گورنر هو ۽ هن سنڌ تي ڪاهہ ڪئي هئي ۽ محمد بن قاسم سان ڪيترا ماڻهو سمرا قبيلا جا سنڌ ۾ آيا هئا. ڪن مقامي محققن ڪين قديم قوم سميري سمجهيو آهي جن ميسوپوٽيما معنيٰ عراق جي قديم تهذيب سان تعلق ڏيکاريو آهي ڪين عڪادي بہ ڪوٺيو ويو آهي. انهن ۾ سرفهرست ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومرو ملتان وارو آهي جنهن پنهنجي ڪتاب The Soomras ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سومرا قديم دور ۾ سيني ڪان وڏيڪ سڌريل ۽ تهذيب يافتہ قوم هئي جنهن کي هو سميري قوم سڏي ٿو، جن عراق ۾ تهذيب ۽ تمدن جو بنياد وڌو هو، جنهن لاءِ هو مختلف طريقن سان مثال ڏئي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، پر حقيقت اها آهي تہ سومرن ۽ سميرن جو هڪ ٻئي سان ڪو بہ تعلق ڪونهي. (وڌيڪ لاءِ پڙهو منهنجو ڪتاب ”تاريخ سنڌ“ جلد ٻهريون حصو ٻيو.)

قريشي حامد علي خانائي پنهنجي مضمون سنڌ جي سومرا قوم ۾ لکيو آهي تہ عربي دؤر حڪومت جي ابتدائي دؤر ۾ عرب سنڌ جي اصلوڪن رهواسين سان شهرن ۾ گڏجي ڪونہ رهندا هئا (چاڪاڻ تہ ڪين ڊپ هوندو هو ڪنهن بہ وقت ڪين قتل ڪري ڇڏي) پر هنن پنهنجي لاءِ جدا شهر تعمير ڪرايا هئا. انهي ڪري، ابتدائي دؤر ۾ عرب مسلمانن ۽ سنڌي هندن جو پاڻ ۾ ايترو ميل ميلاپ ڪونہ هو. ان ڪانسواءِ محمد بن قاسم سان گڏ جيڪي عرب سپاهي سنڌ ۾ آيا هئا، تن پاڻ سان گڏ عورتون ۽ ٻار ڪونہ آندا هئا. چاڪاڻ تہ سنڌ هڪ پري وارو ملڪ هو.“

سنڌين کي عرب سان ڳنڍڻ جو سبب اهو بہ آهي تہ جڏهن خليفي سليمان اهو حڪم جاري ڪيو تہ سنڌ ڏانهن ويل عرب ڪٽنبن لاءِ شام ۾ ڪابہ جاءِ ڪونهي ان ڪانپوءِ هو سنڌ ۾ رهڻ لڳا جنهن ڪري انهن هتي مٽيون مائٽيون ڪيون، جنهن ڪري انهن جي اولاد اسلام سان محبت ڪرڻ جي خاطر پنهنجي ناناڻن عربن سان منسوب ٿي ويا. جيئن اڄ بہ ڪيترا لکيل ۽ پڙهيل ڪنهن جذبي ۽ محبت خاطر پنهنجي اصل ذات بدلائي انسيت مان انس واري ذات سڏائيندا آهن. جيئن ٻير شريف وارو بزرگ مولوي مرحوم عبدالڪريم، ذات جو ميمڻ هو پر قريشي سڏائڻ کي ترجيح ڏني، اهڙي طرح ماضي ۾ ذات بدلائڻ جو رواج تمام گهڻو هو. انهي ڪري هتي عربي نسل جا سڏائيندڙ ماڻهو وڌي ويا ۽ مقامي ماڻهن جي اڻاٺ نظر اچڻ لڳي. هون بہ اها حقيقت آهي تہ جڏهن ڪوبہ پنهنجو مذهب يا دين تبديل ڪندو آهي پاڻ کي ان سان سچو ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجي ذات کي ان سان لاڳو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ پاڻ کي محبت وچان ان دين وارن سان ڳنڍيي ڇڏيندو آهي جنهن ڪري اڳتي هلي ان جي اصليت ختم ٿي ويندي آهي. اهڙي طرح سنڌ ۾ ذاتين جي تبديلي مذهب تبديل ٿيڻ سان ٿي وڃي ٿي، انهي ڪري اڄ بہ اسان کي سنڌ ۾ عربي نسل چورائڻ وارا ماڻهو گهڻا نظر اچن ٿا ۽ ائين محسوس ٿئي ٿو تہ قديم ذاتين وارا يا تہ مري ويا يا وري شرنار ٿي ڪنهن ٻئي ملڪ هليا ويا.

مولانا عبدالحليم شرر ڪين نومسلم يهودي ڪوٺي ٿو سومرن جي اصليت جي جاچڻ کان اڳ ضروري آهي تہ انهن جي رسم ۽ رواج تي هڪ نظر وجهون.

1. هڪ دفعو عورت ٻار ڄڻيندي هئي تہ ٻيهر ان جي ويجهو نہ وڃڻ.
2. هٿن ۽ پيرن جي نهن کي پاڙان ڪيرائي ڇڏڻ.
3. هڪ دفعو پاتل ڪپڙو ٻيهر نہ پائڻ.
4. پنهنجي غريب مائٽن ۽ نوڪرن جي ڪلهن تي مخصوص نشان ڪرائڻ.
5. ڇوڪريءَ کي ڄمڻ شرط ماري ڇڏڻ.
6. مد مست ٿي شراب پيئڻ ۽ وڏو گوشت کائڻ.

ڊاڪٽر بخشاڻي لکيو آهي تہ ”ڪڇ ملڪ جي لکپت صوبي تي راٺو ڪنگهار سولنگي راجپوت حڪومت ڪندو هو. سندس ڌيءَ ڪونئرو ديول ڪوٽ تي سومري ذات جي داسڙو پاڙي وارو چنيسر حڪومت ڪندوهو. تنهن تي موهہ جي پئي. هن کي ليلان نالي سهڻي زال هئي. ليلان جڏهن چنيسر کي هار تي هارايو ۽ ڪانئس منهن مڙيو تہ هن چنيسر جي جدائي ۾ پاڻ کي جهوري وڌو ۽ سندس اڳيان دم ڏنو. چنيسر اهو صدمو سهي نہ سگهيو ۽ ليلان جي لاش تي ڪري دم ڏنو. تحقيق مان ثابت ٿيو آهي تہ داسڙي ذات واري چنيسر جي حڪومت موجوده قمبر ضلع جي ڳوٺ دوست علي پرسان

هئي جتي ان جا آثار دڙن ۽ ماڳن جي صورت ۾ اڄ بہ موجود آهن. وڌيڪ ڄاڻڻ لاءِ تاريخ سنڌ حصو پهريو ڏسو.

انهي ريتن رسمن هجڻ جي باوجود سومرن کي عرب نسل سان ڳنڍڻ ۽ پاڻ کي قريشي چورائڻ سچ کي آرسي ڏيکارڻ جي برابر آهي. مٿي ذڪر ڪيل رسم و رواج، هرگز مسلمان عربن جا نہ تا ٿي سگهن ڇاڪاڻ تہ اسلام رنگ، نسل وڏائي کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. سومرا اصل ۾ هندو هئا جيئن جيمس ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ لکي ٿو "سومرا پرمارا راجپوت آهن" ڪن ڪين يادو راجپوت "بلند" جي پٽ "ساما" جي اولاد، پٽني راجپوت مان لکيو آهي. سنڌ گزيٽيئر موجب هي پرمار راجپوت آهن انڊس ڊيلٽا ڪنٽري جو مصنف ميجر جنرل هيگ ڪين اصل هندو ڪوٺيو آهي. گجرات جي مشهور ڪتاب راس مالا ۾ ڪين هندو راجپوت لکيل آهي. اهڙي طرح جوڌپور جي اتهاس ۾ ڪين هندو راجپوت ڄاڻايو ويو آهي "ائبٽ" پنهنجي ڪتاب "سنڌ ۽ ان جا ماڻهو ۾ لکي ٿو" ڪو زمانو ڪڇ، گجرات ۽ سورت تي جيڪا راجپوت قوم حڪمران هئي. اها سومره قوم هئي، مرزا قليچ بيگ قديم سنڌ ۾ لکيو آهي "سومرا اصل ۾ راجپوت هئا جيڪي بعد ۾ مسلمان ٿيا." اهڙي طرح ڪاڪو ڀيرومل پڻ سنڌي ٻولي جي تاريخ ۾ اصل هندو راجپوت ڄاڻايو آهي. تاريخ فرشتہ واري چنيسر کي جنيسر لکيو آهي، طبقات ناصري ۾ آهي "ملڪ سنان الدين چنيسر والي ديول و سنڌ- ڊاڪٽر دائودپوٽي تاريخ معصومي ۾ چنيسر جو اصل نالو "چندر ايشور" ڪري لکيو آهي.

سومرا ذات جي بڻ بنياد ۾ هيئن لکيو ويو آهي تہ ديو راج کي سونگر قوم جي راڻيءَ مان ٽي پٽ هئا، جنڪهن، سرون ۽ همير. همير وڏو بهادر هو ڪيس ٽي پٽ هئا. چيتو، لونڪرن ۽ ميره. همير جي اولاد کي سومرو يا سومرا چيو ويو. هي پرمار راجپوت آهن.

سومرن کي اصل ۾ سومرا راءِ ڪري چوندا هئا، سوم جي معنيٰ آهي چند يعني چندر ونشي خاندان مان، وقائع راجستان مطابق سومرا سورج ونشي خاندان مان پرمار راجپوت آهن ڪن جي چوڻ موجب هي چندر گپت موريا جي اولاد آهن. ان ڪانسواءِ اهو بہ لکيو ويو آهي "اوڌجي راجا رامچندر جي پٽ "سپو متهري" جي شاهي نسل مان آهن.

ممبئي گزيٽيئر ڪين "هندو جاتي جو چيو آهي، محترم عبدالغني عبدالله تاريخ سنڌ جلد ٽيون، ۾ لکيو آهي "سومرن جون جيڪي خاص رسمون ۽ چال چلت جون ڳالهيون تاريخ طاهري ۽ چچ نامي ۾ لکيل آهن تن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سومرا عربي نسل قوم جا نہ هئا ڇاڪاڻ تہ اهي رسمون ۽ ريتون عربي تهذيب ۽ تمدن جي خلاف آهن. انهن تي ويچار ڪرڻ سان سومرن جو پهريان راجپوت هئڻ ۽ پوءِ قرمطي بنجڻ ۽ تنهن کانپوءِ مسلمان ٿيڻ يقيني ڳالهہ آهي.

تاريخ ريگستان ۾ رائچند هريجن لکي ٿو جيڪي عرب نسل قومون عربن جي حڪومت وقت سنڌ ۾ آيون ۽ پوءِ سنڌ ۾ رهجي ويون تن مان ڪابہ قوم سنڌ کان ٻاهر ڪڇ، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ڏي ڪونہ ويئي پر سومرن جي قوم قديم وقت ۾ گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ طرف حڪمران قوم جي حيثيت رکندڙ هئي. جهڙي طرح ائبٽ صاحب گجراتي ڪتابن مان ثابت ڪري ڏيکاريو، جيئن هن وقت بہ انهن جو سنڌ جي بنسبت وڌيڪ تعداد اتي رهي ٿو.

ائبٽ صاحب گجراتي تاريخن جي ورق گرداني ڪندي ثابت ڪيو آهي تہ ڪڇ گجرات ۽ سورت تي جيڪا قوم حڪمراني ڪندي هئي اها سومرا قوم هئي. ڪاٺياواڙ جي مهاجرن جون روايتون ڏيکارن ٿيون تہ، ڪاٺياواڙ بہ ڪنهن زماني ۾ سومرن جي هٿ هيٺ هو. مقلبين جي آڪاٽين ۽ پيم الله لوڪ جي شهادت واري قصي مان ظاهر آهي تہ ان وقت ڪڇ، گجرات ۽ سورت تي اهڙو زبردست سومرو حاڪم هو جنهن جي مجتا ڪڇ مڪران، ملتان ۽ بکر تائين هوندي هئي. ڪتاب نجم التواريخ ۾ منشي عاشق علي خان ناطق بن محمد قاسم علي خان راجپوت ڪلا نوري صفحہ 162 تي لکيو آهي تہ سومرا ذات وارا مهاراجا بڪرماجيت جي نسل مان راجا سنڌو يا سنڌول جي پٽ مهاراجا پوڄ جي پٽ پوجهاپڪ جنهن پوپال جو بنياد رکيو هو، تنهن جي اولاد جي پٽ سنگ ديو جي مالڪن صاحب جي مطابق پنجنيهہ ۽ ناطق ڪلانوري جي مطابق پنجويهہ پٽن مان وڏو پٽ سومر هو، جنهن جي اولاد ان جي نسبت سان سومرا سڏجي ٿي جن 550 سال سنڌ تي حڪومت ڪئي. آڳتي ان کي وڌيڪ وضاحت سان پيش ڪرڻ لاءِ آخر ۾ شجرو ڏنو آهي.

ابن بطوطہ پنهنجي سفرنامي ۾ جناني شهر جي ذڪر ۾ لکيو آهي سومرا هن ۾ اڪثريت سان رهن ٿا. جن لاءِ ڪيس شيخ برهان الدين ٻڌايو هو تہ "سنڌ ملڪ ۾ اهڙي قوم رهي ٿي جيڪا نہ ڪنهن سان ڪائي ٿي ۽ نہ وري ڪنهن ٻي سان مٿيون مائيون ڪن ٿا. جناني شهر تي منهنجي تحقيق تاريخ

سنڌ حصو ٻيو ۾ تفصيل سان آئي آهي.

عبدالله بن ميمون ايراني جيڪو اسماعيلي شيعو هو تنهن بغداد جي خلافت کي ڊاهڻ ۽ اسلام کي بي وقار ڪرڻ جي نيت سان خليفي معتمد عباسي جي وقت ۾ سن 268 هجري ۾ ڪوفي شهر ۾ ان فرقي جو بنياد وڌو. ايران جا جيڪي آتش پرست ظاهري طور مسلمان ٿيا هئا تن مذهبي رنگ ۾ اسلام جي خلاف سازشون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. انهي عبدالله جو هڪڙو مريد احمد نالي هو، جنهن 287 هجري ۾ پاڻ کي قرمط يعني اڻ لکيو ليکو سڏايو. جنهن ڪري ان کي سڏيو ويو قرمطي فرقو. هن فرقي ايترو زور ورتو جو بغداد جون ديوارون هلجي ويون ۽ ان جو زور سنڌ ۽ ملتان تائين پهتو. اثبت صاحب سنڌ ۾ لکي ٿو تہ قرمطي جڏهن ديول بندر تي آيا تہ انهن جا تعلقات سومرن سان ٿيا جيڪي ان وقت ديبل بندر جا مالڪ هئا. قرمطين انهن جي زور تي منصوره مان عرب حاڪمن کي پڇائي ڇڏيو. هو لکي ٿو اتي مذهبي زور قرمطن جو ۽ سياسي طاقت سومرن جي هئي. جڏهن غزنوي، غوري ۽ غلام گهراڻي وارن قرمطن جي خلاف وٺ پڪڙ ڪئي ۽ سنڌ مان تڙي ڪڍيو تہ سومرا ڏکڻ سنڌ ۾ گڏ ٿي ويا.

اسماعيلي شيعيت جا ٽي قسم آهن: (1) قرمطہ (2). اسماعيلي (3) باطنہ (ملحده) جنهن جو اڳواڻ حسن بن صباح هو. مصر جي اسماعيلي فاطمي خليفي بامر الله هڪ ٻيو فرقو پيدا ڪيو جنهن کي دروز سڏيو ويو آهي. انهن جي ڪتاب مان هڪ تحرير ملي آهي جنهن جو سن 423 هجري لکيل آهي. تنهن ۾ لکيل آهي ”ملتان ۽ هندستان جي اهل توحيد جي نالي عموماً ۽ شيخ ابن سومر راج ٻال جي نالي خصوصاً مطلب تہ سومرا سنڌ ۾ قرامطہ جا مذهبي اڳواڻ ۽ امام مقرر ٿيل هئا. ان خط ۾ وڌيڪ لکيل آهي ”راجا بل پنهنجي خاندان کي اثار (تيار ڪر) موحدن کي ۽ دائود اصغر (ننڍو دائود کي سچي دين ۾ واپس آڻ ۽ مسعود جنهن حال ۾ ئي قيد ۽ غلامي کان آزاد ڪيو آهي. اهو انڪري آهي تہ تون پنهنجو فرض پورو ڪر جيڪو تو کي ان جي ڀاڻيجي عبدالله ۽ ملتان جي شهرن جي خلاف انجام ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيو آهي. تقدس ۽ توحيد کي مڃڻ وارا جهالت، ضد، سرڪشي ۽ بغاوت واري جماعت کان ممتاز ٿي.“

مراة مسعودي ۾ آهي تہ سلطان محمود جي حملي وقت ملتان جو حاڪم راجا انڪپال هو“ جيڪو پڻ سومرو معلوم ٿئي ٿو. ملتان جي قرمطي عرب رياست تي شيخ حميد ۽ سندس پٽ نصر جي سن 351 هجري 390 هجري تائين حڪومت هئي. نصر کانپوءِ سندس پٽ ابوالفتح دائود گادي تي ويٺو (هي جلم بن شيبان جي خاندان مان هو).

اسماعيلي فرقي جو پهريون داعي الهثيم 270 هجري ۾ سنڌ آيو. ان دؤر ۾ عمر هباري جي حڪومت هئي. جيئن تہ هو ڪٽر قسم جو قرمطي هو تنهن ڪري مصر جي فاطمي خليفي کيس معزول ڪري ڇڏيو 382 هجري ۾ جلم بن شيبان کي مقرر ڪيو.

جڏهن محمود غزنوي راجا آنند پال تي حملو ڪيو تہ هن سندس جي مدد ڪئي پر راجا آنند پال شڪست کائي ڪشمير ڏانهن هليو ويو. سلطان محمود ملتان جو ستن ڏينهن تائين گهيرو ڪيو ۽ آخر ابوالفتح دائود سان ٺاهہ ڪيو جنهن ۾ طئي ٿيو تہ هو قرمطي مذهب بدران اهل سنت وارو طريقو اختيار ڪندو پر بعد ۾ هو ان تان ڦري ويو جنهن ڪري سلطان محمود غزنوي 401 هجري مطابق 1010ع ۾ ٻيهر ملتان تي حملو ڪيو ۽ کيس گرفتار ڪري غور جي قلعي ۾ نظربند ڪري ڇڏيو جتي هو وفات ڪري ويو.

مٿين خط مان خبر پوي ٿي تہ:

1. سومر جيڪو سنڌ جو رهاڪو هو بعد ۾ سومرا خاندان جو باني ٿيو. اهو اسماعيلي مذهب جو هو.
2. سومر غالباً سنڌ جي اسماعيلن جو شيخ ۽ امام هو ڇاڪاڻ تہ شيخ لقب خاص طور تي اسماعيلي پنهنجي مذهبي سردار لاءِ استعمال ڪندا آهن.
3. خط مان معلوم ٿئي ٿو تہ سومر هڪ طاقتور ۽ پُر زور شخص هو. سومر سلطان محمود جو همعصر هو ۽ سومر جو پٽ سلطان مسعود جو همصر هو.
4. سومر هن خط جي ويهن سالن کان پوءِ سلطان عبدالرشيد بن محمود غزنوي (وفات 444 هجري) جي ڪمزور حڪومت جي زماني ۾ غزنوي بدران سنڌ جو مالڪ ٿي ويو.

مصر جي فاطمي سلطنت 567 هجري ۾ غازي سلطان صلاح الدين ايوبي جي هٿان ختم ٿي ۽ حسن صباح جي پوءِ لڳن واري حڪومت کي 654 هجري ۾ هلاڪو خان ختم ڪري ڇڏيو.

علامہ بيروني سومرن بابت لکيو آهي ”هندي سمنڊ جي لاڙ واري پاسي هڪ قوم رهي ٿي جيڪا بت پرستي سان گڏ اسلام سان بہ واسطو رکن ٿا.

ايلئٽ هسٽري آف انڊيا ۾ لکيو آهي ”سومرا اصل ۾ هندو راجپوت هئا، پوءِ قرمطي بڻيا. تنهن کانپوءِ شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني جي روحاني فيض سان سچا مسلمان ٿيا. عرب و هند کي تعلقات ۾ سيد سليمان ندوي لکي ٿو ”اسماعيلي جماعت جي مرڪز جي بربادي کانپوءِ ان جو اثر ٿيو هوندو. جنهن ڪري ڪيترا سومرا سيد جلال الدين بخاريءَ هٿان سني ٿيا. حقيقت اها آهي ته سومرا مقامي نسل جا سنڌي آهن، جن جي شاندار تاريخ، ماضي ۽ حسب کي پنهنجو ڪرڻ يا ان سان ساڙ ۽ حسد ڪري غيرملڪي بنائڻ جي ڪوشش ڪئي. سومرن جي سنڌي ۽ مقامي نسل مان هجڻ جي تصديق ته ٿي وئي آهي جنهن کي محترم پروفيسر غلام رسول اڪرم سومري پنهنجي ڪتاب ”سومرن جو اصل نسل“ ۾ مڃيو آهي ۽ وضاحتون ڪيون آهن. آءٌ ان سلسلي ۾ وڌيڪ سنڌ جي تاريخ جلد ٻيو حصو ٻيو ۾ وڌيڪ ثابتين ۽ وضاحت سان لکيو آهي.

سومرا حڪمرانن تي اڃا تاريخ مڪمل نه ٿي سگهي آهي. محترم ايم. ايڇ. پنهور ان تي ڪافي ڪم ڪيو آهي پر تنهن هوندي به تاريخ اڃا تائين مڪمل ٿي نه سگهي آهي. سنڌن دؤر اونداهون نظر اچي ٿو. ”رڳو ڪٿي ڪٿي ذڪر مليو آهي، پر جن ڪتابن ۾ سومرا حڪمرانن جو ذڪر مليو آهي. انهن ۾ به اختلاف موجود آهن. تاريخ معصومي ۾ 9 حاڪمن جو ذڪر آهي. تحفة الڪرام واري 19 حاڪمن جا نالا ڏنا آهن. دولت علوي واري 21 حڪمران لکيا آهن. آئين اڪبري ۾ ابوالفضل 36 سومرا حڪمران لکيا آهن.

## پاڙا:

| | | |
|---|---|---|
| (1) اوستو | (2) بوجار (ٻجا) | (3) ٻبراٽي |
| (4) پياٽي | (5) پنجاٽي | (6) جعفراٽي |
| (7) جهمراٽي | (8) جساٽي | (9) جوٽيا |
| (10) جوکيا | (11) جوٽيجاٽي | (12) چاکي |
| (13) چتاٽي | (14) چوڏاور | (15) هيڪاتاٽي |
| (16) خفي پوٽا | (17) دوداٽي | (18) دودي پوٽا |
| (19) ڏوهي | (20) ڏوڪڙ | (21) ڏاگها (داگا) |
| (22) ڏنور | (23) ڏيتا | (24) ڊڪڻ |
| (25) ڊيکر | (26) ڊيکڻ | (27) ساڪروئي |
| (28) سامٽياٽي | (29) ساوند | (30) سٽيا |
| (31) سپيا | (32) سوڊا | (33) شيخ جا پوٽا |
| (34) صابرا | (35) طائي پوٽا | (36) عناياٽاٽي |
| (37) ڪاڪڙ | (38) ڪيچيلا | (39) ڪلهيا |
| (40) عمر پوٽا | (41) ڪنڊي پوٽا | (42) ڪوري |
| (43) ڪتو | (44) ڪٽي | (45) ڪنياڻي |
| (46) رنگريز | (47) گلاهي | (48) ڳن |
| (49) لاڪوڙيا | (50) لاڪا | (51) لنڊر |
| (52) متو پوٽا | (53) متو | (54) مرڪنڊا |
| (55) مستاني | (56) موندرا | (57) نيروٽي |
| (58) واڍا | (59) وردلي | (60) هالي پوٽا |
| (61) همون (همون پوٽا) | (62) همير | (63) هيسباٽي |
| (64) نورنگ پوٽا | (65) نورنگ زاده | (66) ريهاڻ پوٽا |
| (67) طائي | (68) متوئي | (69) ڪينئڙا |
| (70) خفيف | (71) پينءِ | (72) پينئان |
| (73) پياٽي | (74) جيئا | (75) جکري |
| (76) جکرا (جاکرا) | (77) ريحاڻ پوٽرا (ريهاڻ) | |
| (78) لڌا | (79) سڪرياٽي (ساڪرياٽي) | |
| (80) گهاگناٽي | (81) محمد پوٽرا | (82) عيساٽي |
| (83) سٿهيان | (84) آسو | (85) سميسا |
| (86) مرڪندا | (87) ساجناٽي | (88) جيئا پوٽا |
| (89) پئياٽي | (90) رڪن | (91) رڪناٽي |
| (92) راءِ ناٽي | (93) ابڙا | (94) مير راٽي |
| (95) قياساٽي | (96) مرزاٽي | (97) هولياٽي (هولاٽي) |
| (98) گورچاٽي | (99) روا | (100) ڪيبتا |
| (101) پارا | (102) مرڪڻ | (103) ننگرپوٽا |
| (104) ربو | (105) موجا | (106) عمراني |
| (107) حماد | (108) فراش | (109) شجاع |
| (110) ٿهيم | (111) خيراٽي | (112) ٻاگهل |
| (113) ساتاٽي | (114) حسناٽي | (115) ذودائي |
| (116) پڙپوٽا | (117) ڪلا | (118) رتڙ |
| (119) پورگر | (120) مرڪنڊ | (121) چورا |
| (122) بابلاٽي | (123) پاپاٽي | (124) بيجا |
| (125) چتاٽي | (126) ڏاگا | (127) ڏيتا |
| (128) ڍوڪر | (129) دوداٽي | (130) ڍوور |
| (131) ڳن | (132) ڳلائي | (133) هالي پوٽا |
| (134) حمير | (135) همائون پوٽا | (136) حياتاٽي |
| (137) ڪيناتاٽي | (138) جماراٽي | (139) جنساٽي |
| (140) ڪاچيلا | (141) ڪڪر (ڪکر) | (142) ڪانڊي |

(143) خافر پوٽا (144) ڪاٽيو (145) ڪولهيا
(146) لاڪير (147) لانڊر (148) ماسترياڻي
(149) ماٽيو (150) ماٽيو پوٽا (151) پنجاڻي
(152) ساڪراڻي (153) سامٽائي (154) سنوانڊ
(155) سٽيا (156) شيخ جيئوپوٽا
(157) تائي پوٽا (158) ڍڪڻ (159) صابرا
(160) موندرا (161) حسناڻي (162) داسڙو
(165) عاقلاڻي (164) ڪالاڻي (163) عمرپوٽا

انهن ڪانسواءِ هيٺيان پاڙا بہ سومرن ۾ سڏيا ويندا آهن.

(1) ڪٽي: لٽن ڪپڙن ڌوئڻ جو ڪم ڪري.

(2) ڍڪڻ: ڪاٺ جو ڪم ڪرڻ جي ڪري.

(3) قريشي: شروعاتي دؤر ۾ سومرن ۽ عربن جي پاڻ ۾ مٽن مائٽن ڪرڻ ڪري.

شيخ صادق علي سومرن بابت هڪ شجرو ڏنو آهي، جنهن موجب هنن جو تعلق حضرت نوح جي پٽ حام مان ڪوش خاندان آهي.




هن شجري مطابق ڪوش جي اولاد مان سنڌ وارا آهن خاص ڪري سومرا.

## شجرو صاحباڻي سومرا ميرپور ماٿيلو

نوٽ: هي شجرو محترم عبدالشڪور سومرو جي تعاون سان تيار ڪيو ويو جنهن حاجي محمد عظيم، مولوي محمد عالم ۽ حاجي علي مراد جي ڪلتن ۽ معلومات جي آڌار تي بيان يو.




مشتاق احمد
اشتياق احمد
منصور احمد
فاروق احمد
مسعود احمد
بشير احمد
رشيد احمد
محمد حفيظ
ڪامران علي
عطاءُ الله
عرفان احمد
عامر حسين
عابد حسين
خالد حسين
عزيز احمد
طالب حسين
فيصل
محمد عارف
آصف علي
آفتاب علي
سرفراز علي
صاحب ڏنو
امداد علي
شفقت حسين
بابر علي

## محمد سومر جو باقي خاندان




عبدالله جو باقي خاندان
عبدالله
عبدالرزاق
حامد علي
خير محمد
واحد بخش
محمد ابراهيم
عبدالحڪيم
عبدالله
مبارڪ علي
محمد عثمان
جانڻ
محمد الياس
علي مراد
محمد بلال
ثمير محمد
عبدالرزاق
حامد علي
محمد صديق
عبدالله
حافظ محمد
سليمان
نبي بخش
مبارڪ علي
ڪشمور ضلعي جو ڪونسلر ٿي
سلطان
حاجي عبدالفتاح
عبدالرحمان
عزيز الله
عنايت الله
عبدالله
ثناءالله
صفت الله
عبدالحق
عبدالله
اسد الله
سميع الله
حفيظ
ظفر الله
عبدالاحد
عبدالرحمان
شفيق الرحمان
ياسر عرف رمضان
حسن علي
شفيع الله
اسمتيع الله
ذڪي بخش
صدام حسين
غضنفر علي
ڪامران
عبدالفتاح
سيف الله
وقار احمد
انتظار احمد
اسرار احمد
گلزار احمد
مطلوب احمد


آدم
جانڻ
ادريس
الياس
حاجن
شفيع محمد
بلال
محمد ادريس
وحيد احمد
ظهير احمد
الياس
جمشيد
اويس
آدم
خدا بخش
اسرار احمد
ابرار احمد
جان محمد
فضل الله
اويس
جمشيد
معيز احمد
علي رضا

## عبدالله جي خاندان جو سلسلو



## بولو خان جي اولاد

بولو خان

محمد صالح خان

حاجي خان — مولي ڏنو خان — سئدو خان

سئدو خان: ساماڻو

مولي ڏنو خان: بلو خان — الهڏنو — محمد عالم

بلو خان: اتل بيگ — محمد سومر — چتو خان — حاجي خان

اتل بيگ — محمد سومر — چتو خان — حاجي خان — محمد عيدن (شجرو الڳ موجود آهي.)
ڪريم بخش — قادر بخش — غلام حيدر
نور احمد
منظور — ڪريم بخش — مظهر احمد — خورشيد احمد — عبدالغفار — فخرالدين
نور احمد — سعادي علي — حسنين رضا

الهڏنو: محمد عيدن

محمد عالم: محمد عظيم — محمد نعيم — محمد اعظم

محمد نعيم: محمد عالم

محمد عالم: محمد عظيم — محمد نعيم — عبداللطيف — محمد اعظم (محمد اويس) — محمد اڪرم (عرف محمد اڪبر)

محمد عظيم: عبدالغفار — فخرالدين

عبدالغفار: محمد سعيد

محمد نعيم: عبدالجبار — عبدالهادي

عبداللطيف: محمد حنيف — محمد شريف — محمد امجد


محمد عيسيٰ جي اولاد
صاحب ڏنو خان
عبدالله
بولو خان
محمد عيسيٰ خان
محمد سليمان
سعدالله
فتح محمد
محمد عمر
محمد ابراهيم
عبدالرحمٰن
محمد سليمان
حاجي سعدالله
محمد عمر
محمد انور
عبدالرحمٰن
عبدالمنان
عبدالستار
عبدالجبار
مجيب الرحمٰن
وقار احمد
اشتياق احمد
امجد علي
سعدالله
سيف الله
محمد اشرف
محمد منور
ابوبڪر
عبدالسميع
مدثر علي
محسن علي

## محمد حيات جو خاندان




الله ڏنو جي آکه
الهڏنو
محمد عيلن
الهڏنو
حاجي عبدالرشيد
حاجي عبدالحفيظ
حاجي عبدالعزيز
محمد احمد
سهيد احمد
فياض احمد
طفيل احمد
حبيب الرحمٰن
حاجي ثنا احمد
عبدالعزيز
فهد احمد
فيصل
انيس الرحمٰن
حسين حمد
ڊاڪٽر سعيد احمد
سيف الرحمٰن
الطاف احمد
حاجي اقبال
زبير احمد
طارق مجيد
خالد احمد
خليل احمد
محمد علي
محمد حمزه

# سومرو ذات جو اهو شجرو

جنهن مطابق هو علوي عرب آهن



## محمد بن حنيف جي اولاد اسلامي ڪتابن ۽ شجرن مطابق

جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سومرو محمد بن حنيف جي اولاد مان ناهن




اسلامي تاريخن ۽ شجرن مطابق

محمد بن حنيف ڪي جعفر نالي ڪو بہ پٽ ڪو نہ هو. التنبيہ والاشراف ۾ ابوالحسن بن حسين بن علي المسعودي (المتوفي 345 هجري) لکي ٿو تہ محمد رضہ جي نسل عبدالله بن محمد رضہ مان هلي.
هن شجري ۽ حقيقت موجب سومرن جو عرب ۽ علوي وارو ڏنل شجرو غلط ۽ بي بنياد آهي

## سومرن جو شجرو پهريون

جنهن مطابق هو سورج ونشي خاندان مان آهن




## سومرن جو شجرو ٻيو

جنهن مطابق هو يادو يا جادؤ خاندان مان آهن



## سومرن جو حقيقي شجرو

پواريا پرمار يا پور خاندان جو مورث اعليٰ جنهن جي نالي تي هن جي اولاد راجپوت چورايو. جنهن ڪي پهريان پردوار سڏيندا هئا جيڪو مخفف ٿي پوار ٿيو. جڏهن ٻڌ ڌرم جي زوال ڪان پوءِ برهمڻ مت زور ورتو ته ان ڪي پر مارڻ جو خطاب ڏنو جنهن جو مطلب آهي دنيا جي ڀلائي ڪرڻ وارو- جيڪو بعد ۾ بدلجي پرمارٿي ويو. ڪن ان جو مطلب دشمن ڪي مارينڌڙ ڪيو. هن ڪي پنجن نالن جي لقب سان لکيو ويندو آهي: (1) پوراء (2) پرمار، (3) ڙاڙان، (4) راول، (5) پال.




ڪرشن سنتا بالان
ڏوندل
انب
ڏهي ڏهر
پرور
بهار ٻڏ
سورسين
ڏهرا ٻڏر
راج راشٽر
ڏهرسين
ڏهورڻ
يا
ڏهر
ٿان راج
گرنٿل
شنڪر وايڪ
ماهول
ددت راج
تنگ بل
ڪيترتي راج
ڏهرڪن
سوڪهش
اندرسين
جي سين
انوبند
بلند
شنڪر
ميورڪيتو
اندرڪيتو
ٻڏهور
آهي ڪيتو
شيشو مارسين
ننگر سين
بسار سين
مڪٽ سين
اگر سين
ڏهر سين
جلارني
امريڪ
سمير
ڪرن
چندر
پرتاب
جوڌ
آرياسين
ڪمارسين
راج سين
رنگ
پيمر
رامر سين
تيج سين
جاجت
پومر



پريو شپ سين
مهي پال
جي سين
چندر سين
هانڪ
گوپال
ڏن راج
سري پال
راج سنڌو
شترراج
برهڻ
سوهن ڀٽ
چند راج
چنڊ راج
پرڻ راج
چرڻ راج
ڀل راج
چندرائين
سياڏر
زسرن
هندن
نرهرسين
سوديہ راج
شنيو
شنڪر
سويمبر
سيمرٽ
ڪرشن پال
پوپال
گنج گنڌ
گج گندهير
انماڏ
ڪيري
گيان راج
هري
سنجي
شڪت
لڇمڻ
پيهي ترجا
برج راج
اوڏي سين
ديوسين
ڪوشل
اجي ڏر
مهراج
جوڌ
راج ببر
ڪرور
ڪرشن
بلاد
انگلا
بشنوراج
مان
بيمان
امان
II
نرسنگ
رودر
نريد چل
پرٿو
بيڪچهٽ
شالا باهن
شاڪوت
اگريشوز
شل
جينست
اجي
سورن
سهم
سنڪيا
سوند
شيل
مررد
ينگ
اجيس
شيرم
انڪل
توشل
سوم
رودرا
پرتاب
مندوا
بيرج ببر
بلديو
جي سين
ڏهر
رگوناٿ
منسراج
ڏورب
سدا بير
جوڏر
سل سين
III


جي سين
بيند
جگد بير
پيلڪ
اندر
سانت
ڏومر رک
داب رک
قل جي عرف
گندرب سين
ڪرن
پرتري
بڪرم
المعروف
بڪو ماجيت
ڪل سين
اندر حسين
صورت سين
اگر سين
ماڏو
انگ
بلند
ٻي زال مان
گورل
پهرين زال مان
تارو
پيرو
سندر
گوهل
زهر دوهر سين
دارا
گهيا
سوريا پان
اندردت
چتور
بيندو
سوم
رگهو
برهم راج
بينو
پريم ڪنور
اردينگل
آرت برهم
سمت اندر
سراد سنگ
هيمرٽ
ڪملاسو
مان
بل
شونگ
بنڪٽ
نير
انگر
چامر
شتو
بشمير
جڏر
هومان
جنسيت
سنڌل
پوج
اينوراج
ڪنستل
ساڏو راج

## راجا بڪرما جيت

حضرت عيسيٰ کان 56 سال ٻي
روايت ۾ 74 سال اڳ اجين ۾ ڄائو

ٻي گھرواري سڪاوتري جي اولاد

پهرين گھرواري نيولري - جنهن جي اولاد
تنور يا طور چندر ونسي ڏسجي ٿي




هڪ ٻئي شجري جي مطابق

1) اننگ پال ← (92ع ۾ دهلي کي پنهنجي گادي ۽ جو هنڌ بڻائي، توار (طور) نسل جو بنياد وڌو، جنهن کي هاڻي توراني نسل جو ڇڻي ايراني نسل سان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. توراني، طور جو بدليل نالو آهي.)

2) سمندر پال 102ع

3) چندرا پال 129ع

4) نيپال 150ع

5) ديس پال 164ع

6) سنگھال پال 201ع

7) گوبندپال 201ع

8) مڪهال پال 223ع

9) هر چند پال 236ع

10) جهمي پال 250ع

11) هرپال 265ع

12) مون پال 283ع

13) ڪرم پال 289ع

14) مڪرم پال 310ع




سرسوت - هن کي ٻارهن پٽ هئا.


سرسوت
نرسنگھ
پيمر پال
هري رکيچ
منگل
مهر راؤ
نند
سرڪيا
انگ
ڏورت
شپ
شهام
سوهائي يا
سوهو
نرپال
ايشوا
ڪرشن
گدگن
ڪلگ
جن سوا
شب راج
اجين جو راجا ٿيو
لاولد - راجائي
سنڌل جي هٿ
هيٺ هلي وئي
موجروا
لوريا لهورجو راجا
سنڌل
فتح
پوج
مهاراجا
جي چند
پيمر (جي)
سرجيت
لاولد
پوجا پڪ
جنهن پوپال جو بنياد رکيو
گيا دوڙ
پيل پتر
منڊليڪ
پيمر راجا
جنهن سڄي هندستان تي راج ڪيو
جسمال
آيوني منيهو
منڊيال
هنس پال
ڪلنگ ديو



هن کي 25 پٽ هئا انهن مان سيني کان وڏو جنهن جي اولاد سومر نالي جي پويان سومرو سڏجي ٿي

**سنگ ديو۔** اجين جي تخت تي ويٺو. ميواڙ (مارواڙ راجستان) ۾ سيني راجائن کي گڏ ڪري يگ ڪيو ۽ ساڍا ٽي سئو (350) مندر تعمير ڪرايا

سومر



سنڌ جي سومرا حاڪمن جو وڏو

امير اين — رڪيس — اومحي — بٹيس — ڏهل — پورديا — برگوتا — سورٹا يا سورٺ

امير اين

امير سومار يا سومر

امير صاحب

امير ساهو يا ساند



خفيف المعروف سومرو — سومچند — ويگهه — نامعلوم — نامعلوم

سنڌ ۾ سومرو حاڪميت جو بنياد وجهندڙ 375 هجري (985ع کان 380 هجري (990ع) جي وچ ۾ هياري حڪمران کان اڳ ڪسي ورتي. 416 هجري 1025ع تائين منصوره جو حڪمران رهيو. هي سنڌ ۾ اسماعيلي تبليغ کان متاثر ٿي اسماعيلي شيعو ٿيو ۽ بڌ مذهب ترڪ ڪري اسلام قبول ڪيو.

خفيف المعروف سومرو

نامعلوم

دوداثاني (جنهن عمر کان 520 هجري (1126ع) ۾ حڪومت ڪسي)

راجپال عرف پونگر راء المعروف ابن سومرو

416هه (1025ع) کان 445هه (1053ع) تائين

دودو پهريون

445 هجري (1053ع) کان 416 هه (1088ع) جنهن کي راجا دلوراء پنهنجي ڌيءُ پرڻائي ڏني

نامعلوم

پونگر راء ثاني

سنگهار راء

(هن جي پاران سندس پيڻ تارا بائي ۾ حڪومت ڪئي (1068ع) کان 485هه (1092ع) تائين

ڪا ۾ اولاد ڪو نه هئي

(سنگهار پورسالو 485هه (1092ع) 500هه (1006ع)

خفيف

عمر

(سنگهار جو پهو سالو 500هه (1106ع) کان 520هه (1126ع)

ڪيهڙو

547هه (1152ع) 563هه (1167ع)

مهاتم طور

(هن کان شهاب الدين غوري جي سپهه سالار قطب الدين ايبڪ 578هه (1182ع) ۾ پنيور حاصل ڪيو

ڪيهڙو ثاني

(578هه (1182ع) کان 581هه (1185ع) جيڪو لاڙ ۽ ڪڇ جو حڪمران رهيو

دودو


دودو
581هه (1185ع) تائين
596هه (1190-1189ع)
طائي
596هه (1200-1199ع) کان
620هه (23-1222ع) تائين
چنيسر
620هه (1223ع) کان
635هه (1239ع) تائين
پونگر راءِ
538هه (1240ع) کان
653هه (1255ع) تائين
خفيف
653هه (1255ع) کان
695هه (92-1291ع) تائين
دودو
چنيسر
ٻاگهل (جيڪا ابڙو سمو وٽ سامر ٿي)
جنهن دهلي کان لشڪر آندو
سيوهڻ وٽان حملو ٿيو
691هه (92-1291ع) کان
678هه (1299ع) تائين
پونگر ٽيون
716هه (1316ع کان
741هه (1340ع) تائين
ڪا ٻه اولاد ڪو نه
همير
741هه (1341ع
752هه (52-1351ع)
جنهن کان سمن حڪومت کسي
عمر ثاني
698هه (1299ع کان
716هه (1316ع) تائين
دودو جو مائٽ
عمر مارئي قصي وارو

# سمه

سنڌ ۾ رهندڙن جي اڪثريت سمه ذات وارن جي آهي ۽ سيني سنڌين کي گڏيل طور "سماٽ" چيو ويندو آهي. هڪ چوڻي آهي "سنڌ سمون، ڪاڇو چنو، جيسلمير ڀٽي" يعني سنڌ جي درياءَ ۽ پاٽي تي آباد ٿيندڙ علائقا سمن ذات وارن جا آهن ۽ سنڌ جي اولهندي طرف يعني ڪول پور کان وٺي نوري آباد تائين، جبل جي هيٺائن ۽ اتي رهندڙ ۽ حاڪم چنا ذات وارا آهن، اهڙي طرح راجستان ۾ جيسلمير ڀٽي قوم جي راڄن جو ملڪ آهي. هاڻي ته ڪاڇو ٽن حصن ۾ ورهائجي ويو آهي. ڪول پور کان وٺي ونگو تائين ڪڇي سڏجي ۽ هاڻي بلوچستان صوبي ۾ آهي، ونگو کان وٺي گاج تائين ڪاڇو ڪوٺيو وڃي ٿو ۽ سيوهڻ کان وٺي جهمپير تائين ڪوهستان سڏن ٿا.

اوائلي دؤر ۾ علائقہ قومن جي حوالا هوندا هئا. جيڪي پنهنجي وڏن جي سرپرستي هيٺ حڪومت هلائيندا هئا پر سنڌ ڪاڇي، ڪڇي ۽ ڪوهستان سميت سمن جي سڏجي هئي ۽ اتي رهندڙن کي سماٽ چيو ويندو هو، اڄ بہ سنڌ ۾ سماٽ جي اڪثريت آهي ۽ سنڌن هزارين پاڙا آهن، پر افسوس آهي تہ انهن ۾ ماضي جيان ڪابہ ٻڌي ۽ ايڪو نہ رهيو آهي ۽ هو ڇڙوڇڙ ٿي ويا آهن. جنهن ڪري سنڌ ۾ پنهنجي ماضي واري حيثيت وڃائي ويٺا آهن.

سمن جر نسل سام بن نوح عليه السلام کان شروع ٿئي ٿو. سنڌ ۾ اصل سامي نسل آهي. مهين واري دؤر ۾ سمبارا راجا ۽ سميدا قبيلا سمه هئا ۽ ان کان پوءِ ڪين سميو سڏيو ويو. جن کي آرين وينس ۽ شودر قرار ڏنو. آريا سماج ۾ ئي هنن سنڌ سوويٽر ملڪ جو بنياد وڌو هو انهي نسل مان دوارڪا جو راجا ڪرشن هو جنهن کي ديوتا جو رتبو حاصل هو. انهي جي خاندان مان راجا سانپس عرف سمون سيوهڻ ۾ حڪومت ڪندو هو. جنهن کي سڪندر مقدوني قتل ڪرائي ڇڏيو هو.

انهي خاندان مان سنڌ جو راءِ گهراڻو هو جنهن کي چچ سازش ذريعي ختم ڪري ڇڏيو. انهي نسل مان سنڌ جا سمه حڪمران هئا. مطلب تہ سمه ذات مان سمه حڪمرانن جو شجرو ڪرشن سان ملي ٿو باقي سمه يا سماٽ قوم اصل ۾ سام بن نوح عليه السلام جي نالي پويان سمه سڏجي ٿي. منهنجي تحقيق موجب موجوده دؤر ۾ اسان سامي نسل وارن کي مقامي زبان ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ سماٽ سڏيون ٿا. سماٽ رڳو سمه ذات وارن جي سلسلي جو نالو نہ آهي. جنهن جو ثبوت اهو آهي تہ سنڌي قبيلن جو مقامي ۽ هڪ هنڌ هجڻ جي باوجود سنڌن شجرا ۽ رسم و رواج الڳ الڳ آهن جن جو سمه قبيلي سان ڪو بہ تعلق ڪونهي، پر اهي حقيقت ۾ ڌرتي جا ئي اصل وارثن ۾ شامل آهن. اهي سمه قبيلي جو حصو تہ ڪو نہ آهن پر سماٽ ۾ شامل ضرور آهن. تنهن ڪري اهو سوچڻ چوڻ ۽ لکڻ تہ سماٽ جو مطلب رڳو سمه ذات وارا ئي آهن. غلط آهي.

راجا ڪرشن بانيءَ دوارڪا حضرت عيسىٰ عليه السلام کان 1200 سئو سال اڳ پيدا ٿيو هو. منهنجي تحقيق موجب 3000 سو سال قبل مسيح سان هن جو تعلق هو. هن کي هستناپور جي غلامن مان لکيو ويو آهي يعني جڏهن آرين پنهنجي زور آوري تي سنڌي قبيلن کي غلام ۽ داسيو بڻايو، ٽاڊ لکيو آهي تہ هو اصل ۾ سنڌي ئي هو. مهاڀارت واري جنگ کان اڳ ۾ هن جي وڏن جي "مترا" ۾ حڪومت هئي جيڪا سندس هڪ مائٽ "راجا ڪنس" ڪسي ورتي. ڪرشن هن کي مارائي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي پر وري پوءِ ڪنس جي مائٽ ناگپور جي راجا "جراسند" هن کي حڪومت ڪرڻ ڪونہ ڏني ۽ ڪيس جنگ ۾ شڪست ڏيئي اتان ڀڄائي ڪڍيو. تنهن ڪانپوءِ هن ڪاٺياواڙ جي دوارڪا شهر ۾ نئين حڪومت جو بنياد وڌو. جيئن تہ قديم زماني ۾ دريائن جي ڪنارن تي رهندڙ پاٽي، سج ۽ چنڊ جي پوڄا ڪندا هئا،

تنهن ڪري ڪيس سورج ونشي سڏيو ويو آهي ڪن ڪين چندر ونشن ۾ شمار ڪيو آهي.

پهرين دور ۾ مهين ۾ رڳو پاڻي جي پوڄا ڪندا هئا بعد ۾ پاڻي سان گڏ سج جي پوڄا به شروع ٿي. جڏهن سنڌي قبيلن مهين ۽ ٻيا شهر خالي ڪيا ۽ آرين سان جنگ و جدل ۾ لڳي ويا ته هنن وٽان آهستي آهستي پاڻي جي پوڄا ختم ٿي ويئي پر سج جي پوڄا ڪي جاري رکيو جنهن ڪري هو سورج ونشي سڏيا. اهڙي نموني انهن قبيلن مان ڪن رات جي راجا چنڊ جي پوڄا شروع ڪئي جيڪي چندر ونشي سڏيا حقيقت ۾ پاڻي، سج ۽ چنڊ جا پوڄاري هڪ ئي خاندان سان تعلق رکندڙ هئا.

اهو نه رڳو پر هندو مت جنهن جو بنياد آرين جي قتل و غارت ۽ قبضي گيري ڪان پوءِ پيو هو تنهن ۾ اتر قطب طرف هڪ جبل کي مقدس سمجهندا هئا ۽ انهيءَ ڪري ان کي سميرو به چوندا هئا. جنهن ڪي هو ميرو پربت جي نالي سان ياد ڪن ٿا. جيمس ٽاڊ ان متعلق لکيو آهي ته ميرو جي معنيٰ جبل آهي ۽ سو معنيٰ مقدس. مطلب سمير يا سميرو جي معنيٰ مقدس جبل آهي. هو وڌيڪ لکي ٿو ته ان جو بيان ڪرڻ جاگرافيائي حدون آهن. جتان اڄ به انهن جبلن مان درياءَ ۽ ندو ساڳي نالي سان وهن ٿيون. اهڙي طرح سان يونانين وٽ به مقدس جبل ۽ درياءَ آهن جتان انسان جي نشو و نما ۽ مذهب جي شروعات ٿي. جيمس ٽاڊ ته انهي خيال جو آهي ته اهي سڀ تصور ۽ ديومالائي خيال ۽ ڪردار حضرت نوح عليه السلام تائين وڃي پهچن ٿا.

حقيقت به اها آهي ته انسان جي اصل ڌرتي ماتا قديم سنڌ هئي جنهن ڪري دنيا جي قديم قومن ۾ هڪجهڙا تصور، خيال ۽ ڏند ڪٿائون ملن ٿيون هندو مت وارو ميرو پربت يا ڪوهه سميرو پشاور ۽ جلال آباد ڪان اڳتي ڪو نه آهن جن کي مقامي ماڻهو مير ڪوهه يا مرڪوهه سڏيندا آهن. آءٌ جڏهن ان تي وڌيڪ تحقيق ڪئي ته چنڊ ڇاڻ مان معلوم ٿيو ته ڪوهه مري ڪان وٺي ناران تائين وارا جبل ئي ميرو پربت يا سميدو آهي جو اڄ به انهن جي وچان ۽ انهن مان درياءَ سنڌو وهي نڪري ٿو اهو نه رڳو پر سياچن جي گليشير مان هندستان جا ڪيترا درياءَ پاڻي ڪٽي نڪرن ٿا. اهو هڪڙو اهڙو سلسلو آهي جيڪو چين جي تبت صوبي تائين وڃي نڪري ٿو. شروعاتي جابلو سلسلو مير ڪوهه يا مرڪوهه آهي جنهن کي اسان هاڻي عام ٻولي ڪوهه مري سڏيون ٿا جيڪو وڃي وڃي ناران ۽ نانگا پربت تي پهچي ٿو. انهيءَ ڪري آريا ڪي مقامي نسل ثابت ڪرڻ وارا هندومت جي حوالن جو سهارو وٺندا آهن. هونءَ به هندومت آريا يا تاتاري منگوليا يا ٻاهران ڪٿي ڪو نه آيا هئا ۽ مقامي ماڻهن جي مت ۽ مذهبي اهڃاڻن کي مقامي ۽ اصل سنڌين جي مدد سان نئين مذهب يا مت يا ڌرم جو بنياد رکيو هو. جنهن ڪري انساني مت ڀيد ۽ طبقاتي ورهاست ڪانسواءِ ٻيون ڳالهيون اڪثر اهي شامل ڪيون ويون جيڪي سنڌي مذهب ۽ مقامي ريتن، رسمن ۽ رواج تي ٻڌل هيون. جنهن ڪري قديم سنڌي قبيلن هڪ حد تائين ان کي قبول ڪري ورتو ۽ اهو چوڻ سراسر غلط ۽ بنا سبب جي آهي ته هتي اڪثريت غير قومن جي آهي.

شاهان گجر جي مصنف سنڌ جي سمه حڪمرانن کي چين جي "يوچي" خاندان جو لکيو آهي ۽ ايتري حد تائين وڃي ويو آهي ته جيڪڏهن ان کي صحيح قرار ڏجي ته هند ۽ سنڌ ۾ ڪابه اصل ذات ڪونه ٿي رهي سڀ چين ڪان آيل آهن.

325 قبل مسيح ۾ سڪندر مقدوني سان آيل عالمن سوگدي ديس جو ذڪر ڪيو آهي جيڪو اصل ۾ سمه ديس هو. هن سيوهڻ جي سمه راجا کي ماري ڇڏيو هو.

سنڌ جو راءِ خاندان جنهن 370ع ڪان 660ع تائين حڪومت ڪئي آهي، اهي پڻ سمه هئا. راءِ سنڌن مذهبي لقب هو. راءِ نڪتو آهي ولهار مان ۽ ولهار ٻڌ مذهب جي عبادت گاهن کي چيو ويندو هو ۽ راءِ جو هڪ ٻيو مطلب اهو به آهي ته اهي سرسبز چراگاهه جنهن تي وقت جي حاڪم يا ڪنهن خاص خاندان جو قبضو هجي يا ان جي تصرف هيٺ هجي.

جڏهن چچ برهمڻ راءِ خاندان ڪان سازش ذريعي اقتدار حاصل ڪيو ته سمه سندس عتاب هيٺ رهيا. جڏهن عربن سنڌ تي حملو ڪيو ته هنن ان جو ساٿ ڏيڻ بدران عربن جي مدد ڪئي جنهن ڪري جلد سنڌ عرب سلطنت جو حصو بڻجي ويئي. ايڇ. ٽي. لئمبرڪ لکيو آهي "ڪي سمه انهي وقت ۾ اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيا ۽ جن مذهب تبديل نه ڪيو اهي ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ڏانهن هليا ويا."

مولائي شيدائي، جنهن سنڌين جي اصليت کي لڪائڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي هئي ۽ سنڌ جي ڪيترن قبيلن کي ڌارين ۾ شامل ڪيو آهي، تنهن کي به اها سچائي قبول ڪرڻي پئي ته سمه اصل سنڌي قوم جا آهن. هو لکي ٿو ته "سنڌ جا سمه قبيلا آرين جي باهمي اختلافن جي ڪري، هڪڙن آرين سان ناهه ڪري گڏجي ويا، هو وڌيڪ لکي ٿو "سميو (سمه) قبيلي وارن آرين جي ڏهن راجائن واري جنگ ۾ سوداس سان وڙهيا هئا."

اهو ڪيئن تسليم ڪجي ته سمه عرب، ايراني يا سٿين نسل جا آهن. جڏهن ته هنن جو وجود مهين واري دؤر کان ملي ٿو جيڪو ٽيھ هزار سال قبل مسيح آهي. جيمس ٽاڊ جنهن راجستان جي قديم ذاتين تي تحقيق ڪئي آهي تنهن جي ڪتاب کي سند جي حيثيت حاصل آهي، تنهن يادؤ (جادؤ، جادم) جي نسل بابت لکيو آهي ته سنڌ جا سمه، سميجه، جاڙيجه، ڪڇ ۽ ڀڄ جون قومون، جيلسمير ۾ رهندڙ، ڀٽ، بدوا، موريچ، بدمون، سوها، ڪرولي جا سردار جيلسمير جا راجا ڪڇ جا حاڪم هڪ ئي نسل جا آهن. جيڪڏهن اسان هنن کي سنڌ جي قديم ذاتين مان مائينس (-) ڪري ڇڏيون ۽ ڪيڏي ڇڏيون ته پوءِ هند ۽ سنڌ انساني آبادي کان خالي نظر اينديون ۽ اهو به ثابت ٿي ويو آهي ته سومرا به ساڳي نسل مان آهن. جيڪي راجا بڪرما جيت جي پشت مان راجا ڀوج جي پوٽين مان راجا پوچا پڪ جي وڏي پٽ سومر جي سٽن پٽن جي اولاد آهن، جيڪي راجا سومر جي نسبت سومرو سڏجن ٿا.

سمه حڪمرانن جي چام سڏائڻ جو سبب:

سنڌ ۾ جڏهن عربن جو زور ٽٽو ۽ مقامي قبيلا زور وٺي ويا ته سومرن مقامي ماڻهن جي ساٿ سان مقامي راڄن جي حڪومت جو بنياد وڌو. جن کان پوءِ سمه حڪمران ٿيا، تن پنهنجو لقب "چام" اختيار ڪيو. جنهن لاءِ مختلف تاريخ نويسن پنهنجا رايا ڏنا آهن.

1. هڪ رايو اهو آهي ته "هي ايران جي بادشاهه" جمشيد جي نسل مان آهن، جنهن ڪري سندس تخت جام جي ڪري چام چورائيندا آهن.
2. ٻيو رايو آهي ته هو عرب مسلمان آهن ۽ پنهنجي حيثيت الڳ ڪرڻ لاءِ چام جو لقب اختيار ڪندا آهن. انهي ڪري ڪين ڪن ابوجهل جي اولاد سڏيو آهي ۽ ڪن سام جي عمر بن هشام ابولهب جي اولاد لکيو آهي.

حقيقت اها آهي ته دوارڪاجي راجا ڪرشن جنهن جو ذڪر اڳ ۾ ڪري رهيو آهيان، ان کي اٺ زالون هيون ۽ ان جي سٽين زال جو نالو "چامل" هو جنهن کي تاريخ نويسن جامبوتي ڪري لکيو آهي جيڪو اصل ۾ چامل آهي جيڪو اڄ تائين اسان وٽ نالو مروج آهي انهي جي اولاد کي سندس نالي پويان "چام" سڏيو ويندو آهي.

لئمبرڪ هنن کي راجپوت لکيو آهي. بقول مير علي شير قانع ته "چام لقب هنن کي سمه قبيلن وارن ڏنو." يعني مائي چامل جي اولاد جيئن ته اڳ ۾ راجا ۽ ٻيا کيٽريون زالون پرڻبا هئا جنهن ڪري سندن اولاد پيءُ بجاءِ ماءُ جي نالي سڏي ويندي هئي. تنهن ڪري هي به ماءُ چامل جي پويان چام جي نالي سان سڃاتا ويا. قديم دؤر ۾ گهڻن زالن جي پرڻجڻ جي رواج ڪري اولاد ماءُ جي نالي سان سڏجڻ عام هو جيئن اولاد جي سڃاڻپ ٿي سگهي، جيئن رامچندر کي سندس ماءُ ڪوشيلا جي ڪري ڪوشيلائي سڏيندا هئا. قديم سنڌ ۾ اولاد ماءُ جي نسبت سان سڃاڻڻ جو رواج هو ۽ عرب ۾ اولاد جي نالي بدران پيءُ جو نالو اختيار ڪيو ويندو هو.

سمن جي چام سڏائڻ جو اهو به سبب بيان ڪيو وڃي ٿو ته ڪرشن جو هڪ لقب سيام به هو جنهن جي معنيٰ آهي، ڪارو يا سانورو يا ڪٽڪ رنگو. انهي ڪري سيام مان وري چام ٿيو يعني ڪرشن چام جيئن ته سنڌ جا سمه، چام ڪرشن ۽ چامل جي اولاد هئا تنهن ڪري پيءُ ۽ ماءُ جي طرفان چام سڏيا ويا جيڪو پوءِ هنن جو خانداني لقب ٿي ويو.

تاريخ راجستان جي مطابق "سامپس سمه را جا هو جنهن سيوهڻ ۾ سڪندر مقدوني سان مقابلو ڪيو هو. هو لکي ٿو "سامپ" جي معنيٰ جو تعلق شام سان آهي ۽ شام شري ڪرشن کي سندس رنگ جي ڪري چوندا آهن، اهي سمه چامبوتي (چامل) راڻي اوتار هئي. جاڙيجا ڪڇ، چام سنڌ ۽ مهاراشٽري جي قوم هڪ ئي خاندان مان آهن. سنڌ جا سمه پنهنجو مذهب ڇڏي اسلام ۾ داخل ٿيا تڏهن انهن جي خواهش ٿي ته نسب نامو ٺاهيو وڃي." جنهن ڪانپوءِ هنن جو شجرو عربن سان ڳنڍيو ويو. هو لکي ٿو ته سمه ۽ ٻئي 786 هجري تائين به ڪيترا هندو هئا.

## لس ٻيلي جا چام:

سمن جي حڪمراني واري دؤر لس ٻيلو سنڌ ۾ شامل هو. اتي سمن جي پاڙي "رونجهن" حڪومت ڪئي، ڪاڪي ڀيرومل لکيو آهي "رونجها چام انڙ جي خاندان مان آهن، انهن مان هڪ حاڪم "سپڙ" نالي سان ٿيو جيڪو سخاوت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. رونجهن ٽي صديون اتي راڄ ڪيو. سمن جي پاڙي برفت پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، برفتن ۽ ڪلهوڙن جون جنگيون لڳيون 1742ع ۾ اتي سمن جي پاڙي "ڪوريجا" راڄ قائم ڪري ورتو، جنهن جو آخري حڪمران چام غلام قادر هو. جيڪو 1956ع تائين پاڪستان ۾ ون يونٽ ٺهڻ تائين رهيو. بعد ۾ هو ڪيترا دفعه بلوچستان جو وڏو وزير ٿي رهيو.

سير ڪوهستان ۾ الھ بچايو يار محمد سمون لکيو آهي سمن جي آخري حڪمران ڄام فيروز جڏهن شڪست کائي ڄام ننگر ڏي هليو ويو تہ سندس ڪٽنب مان ڪي ڀيڙين تي چڙهي سنڌي سمنڊ جي سون مياڻي پهتا جن لس ٻيلي ۽ آس پاس ۾ پنهنجو ڏاڪو ڄمايو.

## سمہ ڪڏهن مسلمان ٿيا:

سمہ ڪڏهن ۽ ڪنهن جي هٿان مسلمان ٿيا، انهيءَ بابت ڪا بہ حتمي راءِ اڃ تائين قائم نہ ٿي سگهي آهي، اسان ڪي ڪجھ شاهديون اهڙيون ملن ٿيون جن جي آڌار تي چئي سگهون ٿا تہ انهي دؤر ۾ سمہ ۽ ٻيا سنڌي قبيلہ ضرور مسلمان ٿيڻ شروع ٿيا هوندا.

1. سومرن جي وقت ۾ قرمطي فرقي وارن جو اچڻ ۽ ان بابت پڪن شاهدن جو ملڻ تہ سنڌي قبيلا اسلام جي نالي تي قرمطي مسلمان ٿيڻ شروع ٿيا، عمر بن عبدالعزيز جي وقت ۾ جيڪي تبليغ ۽ نرمي جي ڪري مسلمان ٿيا هئا، انهن ڪي صحيح معنيٰ ۾ دين اسلام جي ڄاڻ ڪونہ هئي هو صرف نالي جا مسلمان هئا.
2. 1165ع ۾ بغداد جي پير عبدالقادر جيلاني بمعروف پيران پير دستگير پنهنجي حياتي ۾ پنهنجي پٽ تاج الدين ڪي هند ۽ سنڌ ڏانهن تبليغ لاءِ موڪليو هو. جنهن هتي سنڌ جي قبيلن ڪي دين اسلام اختيار ڪرڻ جي دعوت ڏني. ممڪن آهي تہ انهي زماني ۾ سمن مان ڪي مسلمان ٿيا هجن، جنهن ڪري اڄ تائين پيران پير دستگير جي وڏي مڃتا آهي.
3. 1421ع ۾ انهي خاندان مان سيد يوسف الدين قادري سنڌ، ٺٽي ۾ آيو جنهن ڪري، سمن حڪمرانن ڪي دين اسلام اختيار ڪرڻ ۽ ان سان محبت ڪندي ڏسي انهن جي خاص ماڻهن ۽ ٻين قبيلن مسلمان ٿيڻ شروع ڪري ڏنو.
4. هڪ انگريز آفيسر ائنڊ منڊڪا ڪسي 1887ع ۾ پنهنجي ڪاتي ڪي هڪ رپورٽ ڏني جنهن ۾ لکيل هو "سماءَ سومرا اصل ۾ جين ڌرم جا پوءِ لڳ هئا. هي محمد تغلق جي وقت ۾ مسلمان ٿيا جڏهن هو گجرات آيو هو.

مطلب تہ سمہ ۽ سنڌ جا ٻيا ڪيترا قبيلا هڪ وقت يا ڪنهن هڪ دؤر ۾ مسلمان ڪونہ ٿيا پر هنن جو دين بدلائڻ جو سلسلو ڪافي وقت کان جاري رهيو. سنڌي جڏهن مسلمان ٿيا تہ پنهنجي نسلياتي ماضي کي بلڪل وساري ڇڏيو ۽ اسلامي رنگ ۾ ائين رنگجي ويا جو هو پنهنجي نسبت عرب سان ڳنڍڻ شروع ڪئي، جنهن تي هو فخر ڪندا هئا ۽ بعد ۾ ايندڙ نسل پنهنجي حسب ۽ نسب کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو ۽ ماضي قريب ۾ وري نسلياتي ڦيرڦار وڏي پيماني تي ٿي. جڏهن 31 مارچ 1740ع ۾ نادر شاھ سنڌ کي ٽن ٽڪرن ۾ ورهايو ۽ اتر سنڌ مان جيڪب آباد کان وٺي، ڪڇي، ٻاگ ناڙي، ڏاڍر ۽ ڪول پور تائين وارو علائقو ايراني سلطنت جو حصو بڻائيندي قلات جي گورنر مير محبت خان بروهي جي ماتحت ڪيو تہ هن پنهنجي ڀيءُ عبدالله بروهي جي سنڌين جي سپھ سالار شاھ بهارو جهنجهڻ جي هٿان قتل ٿيڻ ڪري، دشمني وارو ورتاءُ ڪندي نسلياتي مٽ ڀيد جو بنياد رکيو ۽ سنڌي ڄاموٽ بڻجي ويا ۽ غيرسنڌي کي سنڌي مٿان زوري مڙهيو ويو جو ڪيترا سنڌي قبيلا بلوچ ٿي ويا.

## سمہ ذات بابت:

ويدي ادب ۾ سمهتا جو لفظ ڪتب آندل آهي جنهن جو لفظي مطلب آهي "گڏ" = سمہ + هتا – سمہ = گڏ – هتا = رهڻ جنهن جو مطلب ٿيو گڏ رهندڙ. رگ ويد ۾ "سمتي" لفظ ڪتب آيل آهي جنهن جي بنيادي معنيٰ آهي جتي ماڻهو وچي ڪٺا ٿين. ڪاڪي ڀيرومل ان جي وضاحت هيئن ڪئي آهي سنسڪرت ۾ "اِ" يعني اچڻ يا وڃڻ "اِت" معني آيو يا ويو ۽ سمہ معنيٰ گڏ- تنهن ڪري سمتي (سمہ + اِت + اي) معنيٰ جتي سڀ اچي گڏ ٿين.

| | | |
|---|---|---|
| 1. | سمہ: | هڪ جهڙو هڪ جيڏو. |
| 2. | سمو: | برابر |
| 3. | سموانہ: | هڪ جهڙو پاءُ |
| 4. | سمويا سمويہ: | ساڳي ملڪ ۽ ساڳي راڄ جو |
| 5. | سموترا: | لوڪ راڄ – جمهوريت |
| 6. | سمو: | راڄ جو پاءُ |
| 7. | سو: | پنهنجو پاڻ؛ سچ جي روشني ڏانهن اشارو |
| 8. | سومرت: | سچ جي پوڄا |

9. سومريه: سچ جو پوڄاري
10. سومؤار: سوم جي پوڄا جو ڏينهن معنيٰ سومر
11. سوامي: سوم جي ٽڪاڻي جو پوڄاري
12. سمو: ساڳي راڄ جو عام ماڻهو ۽ ساڳي مذهب وارو
13. سومريه: سومرو ساڳي راڄ ۾ ساڳي ڌرم وارو ماڻهو سوريه معنيٰ سچ يا پلوان.
14. سمواترا: اهڙي راڄا جو ملڪ جيڪو پاڻ سچ جي پوڄا ڪري ۽ ڪرائي.
15. سماويد: اهڙي ملڪ جو قانون جنهن ۾ سڀ هڪ جهڙي پوڄا ڪن ۽ هڪ راڄا جي هيٺ.

## سمہ قبيلي جي وصف ۽ تعريف وارو حصو

سمہ يا سمو لفظ نڪتو آهي قديم مهين واري ٻوليءَ جي لفظ سامس مان جيڪو اچار سڪندر مقدوني جي اچڻ تائين سنڌ ۾ رائج هو جنهن کي يوناني تايخ نويسن ساميس يا سنپوس ڪري لکيو آهي، انهي نالي وارو ان وقت سيوهڻ جو راجا هو. ايس-آر-راءِ جي پڙهٽي مطابق سامس جي معنيٰ آهي ساراهہ جوڳو. تعريف جي لائق- سمہ يا سمو جي اصطلاحي معنيٰ ٿيندي، اهو نالو يا اها ذات جنهن جي تعريف، بهادري، ڪردار ۽ حيثيت جي ڪري ٿي.

ان مان صاف ظاهر آهي تہ سمہ قبيلي وارا جن ۾ مهين جي وقت، جت، مهاٽو گڏ هئا، اهي نهايت بهادر، هوشيار، لائق، عالم ۽ وڏا واپاري ۽ وٽجارا هئا جن سنڌي مذهب، ثقافت، تهذيب ۽ علم کي ايران، عراق، مصر ۽ يورپ جي ڪندڪڙڇ تائين پهچايو ۽ ٻي طرف، چين تائين وڃي نڪتا.

مهين واري ٻولي ۾ ڪين ساڪا بہ سڏيو ويو جنهن جي معنيٰ سنڌ و لکت جي ياچ ۾ عطا محمد ڀنيرو مهرن جي لکت موجب راڄائن جو راجا ڪيو آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿي تہ سنڌي قبيلن جو راجا سيني راڄائن جي مٿانهون ۽ ڪيس راڄائن جو راجا سڏيو ويندو هو يعني مهاراجا.

## سمن جي وقت ۾ ٻاهرين قومن ۽ ماڻهن جو اچڻ:

چام نظام الدين عرف ڄام "نندو" جي وقت ۾ سنڌ خوشحال ۽ آسودي هجڻ سان گڏ پرامن هئي. جنهن ڪري هر هڪ سڪون سان رهيو پيو هو. ماڻهو سکيا ۽ ستابا هئا. جنگ و جدل جو نالو نشان ڪونہ هو. پاڙيسري حڪمران اڇائيندڙ ۽ جنگجو ذهنيت وارا ڪونہ هئا. تاريخ ۾ آهي تہ ڄام نندو جڏهن گهوڙن جي طنبيلن ۾ ويندو هو تہ انهن جي پٺي تي هٿ ڦيرائي چوندو "خدا اهو ڏينهن نہ آڻي جنهن ڏينهن مان اوهان تي سواري ڪري ڪنهن مسلمان کي جنگ ۾ قتل ڪري ڇڏيان ۽ قيامت واري ڏينهن خدا آڏو شرمنده ٿيڻو پوي."

سندس پاڙي ۾ مائٹ سلطان محمود بيگڙو گجرات تي حڪومت ڪندو هو. بهلول لوڌي دهلي جو بادشاهہ هو غياث الدين بن محمود خلجي مانڊو ۾. سلطان محمود بهمني دکڻ جو حڪمران هو ۽ خراسان شاهہ حسن بايقرا جهڙي علم پرور، ادب نواز، باامن حڪمران هيٺ هو، انهي دؤر ۾ وچ ايشيا جون حالتون صحيح نہ هيون. بدامني ۽ طوائف الملوڪي جو دور هو. اهڙي صورتحال ۾ سنڌ کي سائو ۽ ستابو ڏسي ڪيترا خاندان ۽ گهراڻا سنڌ ۾ لڏي آيا جن ۾ ڪيترا عالم ۽ دانشور بہ هئا، ڄام نظام الدين لڏپلاڻ جي اهڙي صورتحال ڏسي، ٻاهرين ماڻهن لاءِ الڳ محلہ تعمير ڪرايا.

حقيقت ۾ سمہ بہ هڪ ذات آهن پر هزارن ذاتين جو گڏيل نالو بہ سمہ آهن. يعني سمون قبيلو.

## سما ذاتيون ۽ پاڙا

**الف**

| | | |
|---|---|---|
| (1) ابڙا | (2) ابڙينگ | (3) ابڙيجا |
| (4) ابڙيند | (5) اڇڙ | (6) اهور |
| (7) امير | (8) ابري | (9) ارهاب |
| (10) ارهوٽا | (11) اروڙا | (12) اسرجا |
| (13) اسمار | (14) اٽا | (15) اعواڻ |
| (16) الاچي | (17) ابوپوٽا | (18) ابڙي پوٽا |
| (19) اسروا | (20) اوڊو | (21) اوڊاڻو |
| (22) اوڍر | (23) اوڍيجو | (24) اوگاهي |
| (25) اگهمر | (26) اوسر | (27) اوتار |
| (28) اوٺو | (29) اوٺاڻي | (30) اوٺر |
| (31) اوٺي وال | (32) اڇڻ | (33) انڑ |
| (34) اتيرا | (35) الرو | (36) انٺاهہ |

**آ**

| | | |
|---|---|---|
| (1) آبڙا پوٽا | (2) آبو پوٽا | (3) آڏاڻا |
| (4) آگهمر | (5) آگاڻي | (6) آگرا |
| (7) آلاڻا | (8) آمراء | (9) آرادن |

(10) آرا ڏينجا (11) آرائين (12) آراتا
(13) آريجا (14) آديسر (15) آلي وال

**ب**

(1) بابي (2) بادي (3) بادي پوٽا
(4) بادراڻي (5) بهيميجا (6) باهوٽا
(7) باهوجا (8) بائيهر (9) باجير
(10) بکراڻي (11) بمڻ (12) بانڙ
(13) بنڌ (14) بنرو (15) بانگا
(16) باء (17) براند (18) باريچا (باريجا)
(19) بارد (20) بکاري (21) بليچا
(22) بچا (23) بالاڻي (24) بها
(25) بهڻ (26) بيجورو (باجارو)
(27) بيراج (28) برند (29) برماڻي (برهماڻي)
(30) بوبرا (31) بوبراڻ (32) باروٽا
(33) بوجا (34) بوهڙ (35) بچا
(36) بد (37) بگا (38) بوهڻ
(39) بوجا (40) بکيجا (41) بکيرا
(42) بميا (43) بورا (44) براچ
(45) برفت

**ٻ**

(1) ٻاپڙا (2) ٻاپر (3) ٻلر
(4) ٻانيڻ (5) ٻاهپوٽا (6) ٻپڙ
(7) ٻاپرائي (8) ٻارڻ (9) ٻانيڻ
(10) ٻوهيو (11) ٻڍ (12) ٻياڻي
(13) ٻگهيو (14) ٻوهڙ (15) ٻوڪ
(16) ٻرڙا

**پ**

(1) پاڳل (2) پاميجا (3) پميال
(4) پانياڻي (5) پاچند (6) پڏا
(7) پائل (8) پالاڻي (9) پامر
(10) پنيو (11) پمنيڙ (12) پان
(13) پنگر (14) پان پوٽا (15) پانڙا
(16) پانوجا (17) پانوڻي (18) پانوريا
(19) پارا (20) پراچ (21) پتڙ
(22) پٽي (23) پاترا (24) پواڻ
(25) پيو (26) پيال (27) پيڏا

(28) پيلار (29) پيري (30) پينسڻ
(31) پريا (32) پوپا (33) پوپٽاڻي
(34) پنگر (35) پورهہ (36) پرٽ
(37) پنو (38) پرٽيا (39) پترا
(40) پونگاڻي

**ت**

(1) تاجيو (2) تانتر (3) تارو
(4) تنويريو (5) تارڙ (6) ڪتنوينو
(7) ترنو

**ٿ**

(1) ٿهيمر (2) ٿلهو (3) ٿريچو
(4) ٿري (5) ٿرٿر (6) ٿيپائي
(7) ٿيپو (8) ٿيرڙ (9) ٿيٿو

**ٽ**

(1) ٽانڪ (2) ٽرگٽ (3) ٽمو
(4) ٽورڙ (5) ٽاٽڙي (6) ٽانوري

**ٺ**

(1) ٺوڙهو

**ڀ**

(1) ڀابو (2) ڀاهڙ (3) ڀهوڙ
(4) ڀاهي (5) ڀاهيو (6) ڀکرد
(7) ڀالاري (8) ڀلهه (9) ڀلي
(10) ڀليجو (11) ڀليجاڻي (12) ڀلي پوٽو
(13) ڀنهور (14) ڀنجوٽو (15) ڀونرو
(16) ڀرادو (17) ڀرهو (18) ڀرهار
(19) ڀاريو (20) ڀارياڻي (21) ڀارو
(22) ڀاسريو (23) ڀاتر (24) ڀٽيار
(25) ڀرياهه (26) ڀيچوهو (27) ڀيهر
(28) ڀراڙ (29) ڀنيو (30) ڀيرانهي
(31) ڀورڙ (32) ڀوبيا (33) ڀٽو
(34) ڀونر (35) ڀنهو (36) ڀسيالي

**ج**

(1) جادن (2) جاڳا (3) جاڳو
(4) جاڳوڙا (5) جاڳسن (6) جاگسرگا
(7) جئيها (8) جئيهيجا (9) جيسر
(10) جکڙ (11) جکر (12) جکريجو

(13) جکر (14) جمناڻي (15) جاني
(16) جانيدار (17) جانگراڻي (18) جانوري
(19) جاڙا (20) جاڙيجو (21) جاڙي پوٽا
(22) جروان (23) جاٽيو (24) جکراڻي
(25) جيها (26) جترا (27) جاڏ
(28) جاڳرا (29) جوجو (30) جوکيو
(31) جوليا (32) جوميا (33) جويو
(34) جوٽو (35) جنگا

**ڄ**

(1) ڄامڙو (2) ڄانڙ (3) ڄاموٽ (4) ڄام

**جهه**

(1) جهلڪ (2) جهرڪ (3) جهلوجا
(4) جهانڊل (5) جهنجڻ (6) جهنجهريجو
(7) جهتيال (8) جهيجا (9) جهمر
(10) جهنجه (11) جهنرنگ (12) جهلڻ
(13) جهنڊير (14) جهرڙ (15) جهانگياڻي

**چ**

(1) چاچڙ (2) چڏهر (چڊهر) (3) چگهدو
(4) چهڙ (چاهڙ) (5) چهواڻ (6) چنو
(7) چنڙ (8) چندن پوٽا (9) چنڊ
(10) چنيسر (11) چانگ (12) چانهيو
(13) چانهاڻ (14) چنڙا (15) چانويڙا
(16) چانورو (17) چارڻ (18) چنجٽي
(19) چماڻي

**ڇ**

(1) ڇاگرو (2) ڇلاريا (3) ڇابڙا
(4) ڇچر (5) ڇچا (6) ڇجڻ
(7) ڇجڙا (8) ڇلگري (9) ڇهارا
(10) ڇينا (11) ڇورا (12) ڇورڻ
(13) ڇتا (14) ڇيليا (15) ڇپرا
(16) ڇوڊو (17) ڇوڏري (18) ڇگهه
(19) ڇڪرا

**ح**

(1) حب (2) حجوجا (3) حجوجا انڙ
(4) حسن (5) حاصب (6) حامند
(7) حمايتي

**د**

(1) داد پوٽا (2) دل (3) دئيل پوٽا
(4) دنگئي (5) دانگٽا (6) درس
(7) دريش (8) درواڻ (9) داسڙو
(10) دستي (11) دايا (12) دهرا
(13) دوئر (14) دوديجا (15) دوجا
(16) دُل (17) دريها (دريحا)

**ڌ**

(1) ڌاگا (2) ڌماچ (3) ڌاميجا
(4) ڌندو (5) ڌنگاڻي (6) ڌندو
(7) ڌانديو (8) ڌرپالي (9) ڌوڪي
(10) ڌورو (11) ڌوڪڙ (12) ڌونڌڻ
(13) ڌووا (14) ڌوها (15) ڌوبي

**ڏ**

(1) ڏهر (2) ڏاهر (3) ڏهراج
(4) ڏهريجا (5) ڏهراج (6) ڏيپر
(17) ڏيڀال (8) ڏاتر پوٽا (9) ڏمر
(10) ڏاميو (11) ڏاندڻي (12) ڏاندورو
(13) ڏنگا (14) ڏانگائي (15) ڏنگر
(16) ڏانگيجو (17) ڏڦر (18) ڏاوچ
(19) ڏيا (20) ڏيبراڃ (21) ڏيرو
(22) ڏيراج (23) ڏيهٽا (24) ڏيوڙا
(25) ڏانرها (26) ڏانديو (27) ڏهريجا
(28) ڏوريو (29) ڏيٺا (ڏيا) (30) ڏيهلا
(31) ڏوڏيجا (32) ڏوها (33) ڏونگهه
(34) ڏنير (35) ڏونگهيا (36) ڏونگهراڻي
(37) ڏتيا

**ڊ**

(1) ڊاگا (2) ڊيرا (3) ڊيڊ مڻ (ڊيڊامڻ)
(4) ڊڪڻ

**ر**

(1) راڏڻ (2) راهوجو (3) زاهو
(4) راهمون (5) رهاري (6) رابلر
(7) راهيجو (8) راهوٽو (9) راهوجو انڙ
(10) راهومو (11) رائڊن (12) رئيس
(13) راڄڙ (14) راجو (15) راڇپر

(16) راجسيپوٽو (17) راڪڙو (18) رامديو
(19) راٺو (20) رنگ (21) رتو
(22) رندو (23) راڦيو (24) رتڙ
(25) راٺوڙ (26) رتروبو (27) ريحاڻ
(28) ريلڻ (29) ريتي (30) رڏ
(31) رونگهو (32) رُڪ (33) رُڪڻ
(34) رونجهو

## ز

(1) زرداري (2) زنگيجو (سمہ) (3) زئنور
(4) زند پورو

## س

(1) سهتو (2) سوڍر (3) سيال
(4) سميجو (5) ساند (6) سدوراڻي
(7) ساهڙ (8) سهارو (9) سونهارو
(10) سها سيراءِ (11) ساهت (12) سينهڙو
(13) سڪرا (14) سڪرو (15) سالرو
(16) سيلرو (17) سماڻ (18) سنڄ
(19) ساندہ (20) سانداڻو (21) سنداڻو
(22) سنديلو (23) سانگهڙ (24) سنگهو
(25) سانگي (26) سانگهرو (27) سنگراسي
(28) سانگري (29) سنهڙو (30) سنپال
(31) سنپار (32) ساوند (33) سپر
(34) سپرو (35) سارنگ (36) ساڪري
(37) ساڙوٽيو (38) ساريو (39) سٽيو
(40) سوايو (41) سيڪٽيو (42) سيٽو
(43) سيانچ (44) سيهڙ (45) سهڙو
(46) سيلاچي (47) سيمائر (48) سنهاڙو
(49) سنپال (50) سرچو (51) سوبر
(52) سوڍو (53) سولنگي (54) سگهڙ
(55) سهاڳ (56) سومراڻي (57) سوهندڙو
(58) سپو (59) سپيو (60) سپيرو
(61) سورجو (62) سورجاڻي

## ش

(1) شباڻي (2) شابي (3) شميراڻي
(4) شيراڻي (5) شودو (6) شورو
(7) شورائي (8) شجراه

## ص

(1) صاحب (2) صابرو (3) صابريجو
(4) صبايو (5) صدر (6) صدايو

## ع

(1) علي ڪيتاڻ (2) علي پوٽو (3) عمراڻي (سمہ)

## غ

(1) غلو

## ف

(1) فراش

## ڦ

(1) ڦلپوٽو (2) ڦل (3) ڦلڪارو
(4) ڦرڪارو (5) ڦل لاڪو (6) ڦلڻ
(7) ڦرهو

## ق

(1) قارناڻي (2) قادري

## ڪ

(1) ڪبر (2) ڪچڻ (3) ڪاچيلو
(4) ڪچي (5) ڪاهو (6) ڪاهيجو
(7) ڪاهي (8) ڪاهيرا (9) ڪاهيا
(10) ڪ ڪ (11) ڪاڪا (12) ڪاڪي پوٽا
(13) ڪاڪيل (14) ڪڪڙ (15) ڪلاندي
(16) ڪلر (17) ڪالرو (18) ڪلوا
(19) ڪلوڙ 20 ڪاليو (21) ڪليار
(22) ڪمار (23) ڪماريو (24) ڪامڙو
(25) ڪانڌڙو (26) ڪندرالي (27) ڪنڪيو
(28) ڪٽڪور (29) ڪانهه (30) ڪانهن
(31) ڪانجو (32) ڪيويو (33) ڪاراڻي
(34) ڪربا (35) ڪارڙا (36) ڪرمو
(37) ڪاتا (38) ڪرٽيو (39) ڪائيو
(40) ڪاتيار (41) ڪنپال (42) ڪنيال
(43) ڪنپر (44) ڪڙاڪ (45) ڪيهر
(46) ڪيهر (47) ڪيهراڻي (48) ڪبر
(49) ڪلٽي (50) ڪلدي (51) ڪلي
(52) ڪنگريو (53) ڪوبڙو (54) ڪورڻ
(55) ڪوهڙيو (56) ڪولاچي (57) ڪونڌر

(58) ڪونڌراڻي (59) ڪنراڻي (60) ڪونر
(61) ڪورڙ (62) ڪوريجو (63) ڪميجو
(64) ڪناڻي (65) ڪتريو

## ک

(1) کاہو (2) کيبر (3) کجڙ
(4) ککڙ (5) ککراڻي (6) کاکي
(7) ککہر (8) کماڻ (9) کماڻ پوٽو
(10) کند (11) کاٽوٽيو (12) کرل
(13) کاٽو (14) کيداڻي (15) کيڙو
(16) کيدراڻي (17) کيدر پوٽو (18) کيٽاڻ
(19) کٽي (20) کدکي (21) کمترو
(22) کيمٽو (23) کرو (24) کوري
(25) کوکر (26) کور (27) کورا
(28) کباڻي (29) کبارا (30) کورا
(31) کورڙا (32) کرکاهو

## ڳ

(1) ڳچل (2) ڳچر (3) ڳاهو
(4) ڳاهيجا (5) ڳهيلا (6) ڳهيلڙا
(7) ڳن (8) ڳانبو (9) ڳنبير
(10) ڳورڙ

## گ

(1) گبد (2) گبريا (3) گاباڻي
(4) گير (5) گاد (6) گڏھ مار
(7) گڏڻ (8) گائينچو (9) گامر
(10) گانڌاهي (11) گهانگهرو (12) گهليجو
(13) گنگها (14) گهنگهڻ (15) گهيل
(16) گهيلي (17) گهوٽا (18) گهوٽاٽو
(19) گهمرو (20) گهمراڻي (21) گهنيا
(22) گورايو (23) گهريامر (گوراماڻي)
(24) گهراڻو )گهراڙو((25) گوبل
(26) گوندل (پنجابين ۾ هڪ وڏي ذات)
(27) گوپانگ (28) گوگو
(29) گجر (پنجاب ۾ هڪ مک وڏو قبيلو جن جون سوين ذاتيون آهن) (30) گولو (بلوچن جو هڪ غلام پاڙو)
(31) گوربان (32) گوريج (گورگيچ)

## ل

(1) لباٽو (2) ليجي (3) لاهوڪرا
(4) لڪ (5) لاڪو (6) لڪڻ
(7) لاڪاڻي (8) لڪٽيو (9) لاڪير
(10) لکمير (11) لڪريجو (12) لڪٽي
(13) لانگاهہ (14) لنگهو (مگٽهار)
(15) لنگراڻي (16) ليل (17) لالنگ
(18) لاندر (19) لنجار (20) لاڙ
(21) لاڙڪ (22) لاسي (علائقي جي گڏيل ذات)
(23) لوڏا (24) لولايو (25) لونگيو
(26) لورو (27) لورڙ (28) لوتيار
(29) لوهنج (30) لڪ (31) لوسي
(32) لنجا (33) لونجهو

## م

(1) مگسي (2) منگسي (3) ماسوزي
(4) مچلا (5) مڏا (6) محموداڻي
(7) مهر (8) مهارچ (9) مهاتم
(10) مهازل (11) مهليا (12) مهيسر
(13) ماهي (14) ماهوٽو (15) ماٽڪ
(16) مئيري (17) مڪول (18) ملاٽو
(19) ملهڻ (20) ملهو (21) مانداڻي
(22) مناهي (23) مناهجو (24) منڊو
(25) منداڻي (26) منڌاڻ (27) مينڌرو
(28) منگٽيجو (29) منگليجو (30) منگڻ
(31) مانگير (32) منگيو (33)
(34) مڪواٽو (35) منگواتو (36) منگواٽو
(37) مانجهو (38) منجو (39) مانجهند
(40) ماجوٽي (41) منياڻ (42) مقر
(43) مراڻي (44) مرفت (45) مرهو
(46) مارج (47) مرڪياڻي (48) مسڻ
(49) مسرڪ (50) مسراڻي (51) ميڪڻ
(52) ميمڻ (53) ميٽو (54) ميهار
(55) مير ٽڪر (56) مسڪاڻي (57) ميتلو
(58) موهل (59) موجائي (60) مولهڻ
(61) مومناڻي (62) مورائي (63) موريو
(64) موريجو (65) مورڙيو (66) موٽل

(67)موٽو (68)مٺا (69)ماڇي
(70)مڪوال (71)ملان فراش (72)مومار
(73)مندر (74)منگر (75)مگڻ
(76)منگراٽي (77)منگراٽو (78)مراداٽي
(79)موجاٽي

## ن

(1)نائچ (2)ناهري (3)ناهوجو
(4)نابيو (5)ناميجو (6)نانگراج
(7)نانگراچ (8)ننگريجو (9)نانگور
(10)نانگوا (11)نارو (12)ناريجو
(13)نوول (14)ناوڙو (15)نذر
(16)نيمان پوٽو (17)ننڌو (18)نراهه
(19)نُرو (20)نور (21)نوراٽي
(22)نوتيار (23)نوهڙيو (24)نومڙيو
(25)نڪراچ (26)نوت (27)نوناري
(28)نونڌ (29)نوح پوٽو (30)نوٽياڻي

## و

(1)وڏو (2)وگڻ (3)وگهو
(4)واگهيلو (5)واگهيريو (6)واهڙ
(7)وهرڪيو (8)واهوچو (9)وئينس
(10)وڪو (11)وڪيو (12)ولڪري
(13)ولرو (14)ونگو (15)ونيچو
(16)وارياو (17)ورياهه (18)واسو
(19)وساڻ (20)وسطڙو (21)واٽو
(22)ورهه (23)وڏڙو (24)وگهڙ
(25)وگهامل (26)ويرا (27)ويرم
(28)وڙهاڪ (29)ويسر (30)وگهڙ
(31)ووڪا

## هه

(1)هادر (2)هذوار (3)هڪڙو
(4)هالو (هالا) (5)هالي پوٽا (6)هميي
(7)همداٽي (8)هامون پوٽا (9)هربا
(10)هتار (11)هبار (12)هليو
(13)هنگورو (14)هنگورجو (15)هوٿي
(16)هوٿي پوٽو (17)هجا (18)هلايو
(19)هسن

1 جادم پٽ جکرو جي اولاد

(1) گجپٽ (2) ڪيبر راءِ (3) منگر
(4) پوپٽ (5) سمن (6) هسپٽ
(7) ڏاريجا (8) سهتا (9) سوڍا
(10) صحرائي (11) رانوڙ

2 لاکو پٽ لکيار جي اولاد

(1) ويراهه (2) مهر (3) پلي
(4) سمو

3 انڙ پٽ لاکو جي اولاد

(1) انڙ (2) جيهو (3) ٿل
(4) مناهي

4 سمو پٽ انڙ جي اولاد

(1) جکر (2) جيند (3) ڪڪ

5 رائدن پٽ سمو جي اولاد

(1) پليجا (2) مينڌرا (3) ناهيجا
(4) سمو

6 سمو پٽ رائدن جي اولاد

(1) پسايو (2) ڏيٿو (3) سرٽ
(4) جاڙو (5) انڙ

7 ٽيهو پٽ ابڙو جي اولاد

(1) راهو (2) نراهه (3) هوٿي
(4) انڙ (5) ابڙو (6) ڪيبر
(7) دل (8) جوٽيجو

8 انڙ پٽ ٽيهو جي اولاد

(1) ٽيهو (2) هوٿي (3) جکرو
(4) ڳاهو (5) چنو (6) هنگورا
(7) ٿل (8) ڏيپر (9) راڄڙ
(10) پهمڻ (11) راهو (12) هابو

9 هاجو پٽ انڙ جي اولاد

(1) ڪيريا (2) سمو

10 سمو پٽ هاجو جي اولاد

(1) پانهون (2) جاڙو (3) ڪنار (4) جوجو

11 جوجو پٽ سمو جي اولاد

(1) برانڊ (2) جوکيو (3) ڏهر

12 ڏهر پٽ جوو جي اولاد

(1) پينسن (2) سنگراسي (3) پريو

13 ٻنسي (پريو) پٽ ڏهر جي اولاد

(1) پنمپرو (2) پانو (3) ڳاهو
(4) سپيو (5) سپڙ (6) جوٽو
(7) پاتار (8) لوڊير (9) اوڍار
(10) ورسايو

14 باتار پٽ پريو جي اولاد

(1) ماهي (2) چچا (3) راڄڙ
(4) سمو

15 راڄڙ پٽ پاتار جي اولاد

(1) رکڻ (2) ڏيرڻ (3) توڳاچي
(4) ساهيو

16 لانجو پٽ مينڌ جي اولاد

(1) لنجار

اهي ذاتيون جيڪي مٿين مان ڪنهن جي اولاد آهن.

(1) ڏيرو (2) پرهار (3) ڪوريجو
(4) ناها (5) چرڙا (6) چغدا
(7) پٽي (8) لاکو (9) مهر
(10) ساند (11) چنو (12) بابڙا
(13) پلي (14) سميجو (15) نوت
(16) لنجار (17) ناهيا (18) مناهي
(19) منيا (20) پابابريا (21) اديجا
(22) قادرپوٽا (23) هنگورجا (24) هالا
(25) هنگورا (26) لاکيا (27) راهوجو
(28) ساهڙ (29) ماهريا (30) ابڙا
(31) منگر (32) پاپاپريا (33) جيسر
(34) اوٺا (35) جکرو (36) ابڙيجا
(37) ساهيجا (38) ڏسر (39) رکڻ

هڪ ٻي روايت موجب تہ رائدن کي ٽي پٽ هئا.

(1) سمون (2) نوتيار (3) پلي

**سمون کي ٽي پٽ هئا**

(1) انڙ (2) ڦل (3) مناهي

**نوتيار کي هڪ پٽ آريسر، پلي کي ٻه پٽ**

(1) ڏارس (2) ساند.

**ساند کي هڪ پٽ**

(1) هالو

**هالي کي 7 پٽ**

(1) جانو (2) جيهو (3) جکرو
(4) هوٿي (5) هنگورو (6) ڏيرو
(7) پلي

**انڙ پٽ سمي کي 28 پٽ هئا.**

(1) ٽيهو (2) جکرو (3) هوڙ
(4) ڪاڪو (5) رونجها (6) رامده
(7) ابڙو (8) صاحب (9) جوکيو
(10) هالا (11) ڀاچو (12) پيو
(13) چاچڙ (14) چوگ (15) چاهڙ
(16) کور (17) کرهار (18) گمر
(19) گنيپر (20) تنتر (21) ٿانوريا
(22) وهڙ (23) وهوکيا (24) پلھ
(25) پهير (26) نير (27) مهاتم
(28) منگواٽا

**انڙ جي ٻين پٽن جو ذڪر**

(1) جکرو (2) رپڙ (3) ڏهر
(4) ڏاهري (5) ڪڏير (6) ملک
(7) لاکو (8) چنو (9) مگسي
(10) اوٺو (11) سهتو (12) هالي پوٻو
(13) منگريو (14) ٻهڻ (15) ڏيپر
(16) سومرو

**ٽيهو پٽ انڙ**

(1) ينميرو (2) ڀاٽوجا (3) سنگراسي
(4) ڪيريا (5) راڄپر (6) انڙ
(7) ٽيهو (8) ملاٽا (9) دل
(10) مگسي

**جکرو جي اولاد**

(1) ٻگهيو (2) ڏيپر (3) ڏيٽا
(4) سهڙ (5) لاکا (6) هنگورو
(7) اڄڻ (8) مگٽي پوٽا (9) ٻرڙا
(10) ڀٽو (11) اراڏن (12) پليجا

**هوٿي جي اولاد**

(1) اراڏينجا (2) ٻيهڻ (3) صبح جا
(4) پنجابي وٽڙا (5) جوٽيجو (6) ڏاهري
(7) ڏاهراج (8) راڄڙ (9) ڪيهر
(10) ڳاهو (11) گهلوجا (12) راڄپر
(13) وساڻ (14) چنا

**ڪاڪا جي اولاد**

(1) سنهڙا (2) لانڊر

**ڦل جي اولاد**

(1) ڦل پوٽا (2) ڦل لاکا

**مناهي جي اولاد**

(1) هن هيجا (2) مناهيا (3) اوٺا
(4) ڊيڊا (5) لنجا

**نوٽ:**

ابڙو جو مک
جيڪي اڳ ۾ نوشهرو ابڙو ۾ منگراڻي ابڙو هاڻي ڪماريا ابڙو ترائي، مديجي ضلع شڪارپور ۾ رهن ٿا.

انڙ جو مک
قاضي احمد ضلع بينظير آباد

نومڙيا
نومڙيا سردار ملک سڏبا آهن ۽ هو چون ٿا ته نهڙيا آهن. هو ٽاٽي احمد خان ضلع ڄامشورو ۾ رهي ٿو.

جوکيو
جوکيه سردار ملير ڪراچي ۾ رهن ٿا.

## سمن جو شجرو تحفة الڪرام مان





اوڏو
ساند
چام هوٿي
ڏيرو
هنگورو
نارو
ويرو
جاڙو
ڪاڪو
چام هاپر
چيلاريو
ساهڙ
هنگورو
هالو
چام جوٽو
راهوجو
ڪراراهو
لاکو چام
سومره
ساند


ڪاهي
ڪاهو
لاڪو
چام جوٽو
انڙ
پلي
ڪاهو
اوٺو
جيسر
منگر
ابڙو
هنگورو
ڪونر
سلطان
رائدن
لاڪو
ڏسير
مناهيو
مراديو
ڪاهو
هالو
رڪڻ
هنگورو
جوٽو

## سمن جو شجرو جنهن ۾ عرب خاندان سان تعلق ڏيکاريل آهي

| | | |
|---|---|---|
| عبدالمطلب | وسوت | ٿيهو |
| عبدالله | ساراه | انڙ |
| عطبه | لوٺي | هابو |
| ابو شام | وتدر | سمو |
| عبدالرحمٰن | اوڍيار | جوجو |
| هشام الدين | اوڍو | ڏهر |
| جکرو | لکيار | ڄام بنسي |
| جادم | لاکو | پاتار |
| حسپت | انڙ | راجڙ |
| چنو | سمو | توخاچي |
| پرٽ | ڄام رائڊن | مير |
| پاڪرت (پاڳرت) | سمو | مينتو |
| پرٽ | ابڙو | لانجو |
| ↓ | ↓ | تمر فقير |

## سمن جو شجرو

جنهن جو تعلق جمشيد ايراني سان آهي



## سنڌ جي سمن حاڪمن جو شجرو

نوٽ: هن شجري لاءِ محترم قليچ بيگ محترم حسام الدين راشدي ۽ محترم غلام محمد لاکو جي ڏنل شجرن کي مدنظر رکيو ويو.




جام ٻا ٻيٽيو (پھريون)
(1) جام انڙ عرف فيروز الدين شاھ پھريون (753ھ)
گڏيل (2) جام جوڻو علاؤ الدين پھريون (4) 768_753
ملڪ راھو
گڏيل (2) جام ٻاٻيٽيو ثاني 753_768
گڏيل (3) جام تماچي رڪن الدين شاھ 758ھ_772ھ
791ھ ڪان پوءِ
(5)
(8) جام علي شير
(6) جام انڙ ثاني صلاح الدين
ملڪ راؤ ڏنو
(7) نظام الدين پھريون
(15) جام سنجر راؤ ڏنو 866ھ
ملڪ انڙ
سلطان صدر الدين شاھ
ملڪ راج پال
جام بايزيد
جام ابراھيم
ڏي
ڏي
؟
بي بي راڻي
(16) جام ننڊو نظام الدين ثاني 866ھ_914ھ
لڏي ملتان ويا
ڪين شورڪوٽ
۽ اڄ جون جاگيرون مليون
ھنن جي اولاد سامٽيو
سڏجي ٿي
زال سلطان حسين
شاھ لانگاھ
بادشاھ ملتان
مارڪ عرف شيخ الويو
(18) صلاح الدين شاھ
919_917ھ
شھادت 927ھ
زال والي گجرات مظفر ثاني
(17) فيروز شاھ 914ھ_919ھ
ھيبت خان
عرف فتح خان نياڻو مظفر
گجراتي شھادت 927ھ
(19) ارغونن جي معرفت_ 919ھ_ شھادت 742ھ
ڏي
فتح خان
زال مارڪ
شيخ الويو
ڏي
زال شيخ ابراھيم
ڏي
زال سلطان بھادر پٽ
مظفر گجراتي
فتح خان
زال بي بي عائشہ
ڏي مظفر گجراتي



جام جوڻو
گڏيل (3) جام طماچي
(9) جام ڪرن (ڏيڊ ڏينهن)
(10) جام سڪندر صدر الدين شاھ پهريون
؟
جام فيروز پهريون
863_855
(12) جام تغلق جوڻو شاھ ثاني
(11) جام فتح خان
(13) جام مبارڪ
سمن جي خاندان مان نہ پر جام تغلق جو عزيز ۽
جام زادي
جام انڙ سڪندر شاھ ثاني
بيبي شاھ مريم
بيبي شاھ فردوس
بي بي مرڪي
زال شاھ عالم بخاري
بي بي مغلي
زال پهريان: سلطان محمد گجراتي.
زال پوءِ: شاھ عالم گجراتي.
جام خير الدين
جام صلاح الدين
سلطان محمود بيگڙو
حاڪم گجرات

# ڄام علي ڪٽوريو

ڄام عالي ڏينا عالياڻي جو فرزند هو، جيڪو سمن جي ڄاموٽ قبيلي مان هو. ڄام عالي حڪومت وٺڻ بعد جنهن جو ذڪر ملڪ يعني نومڙين ۾ ٿي چڪو آهي، نهايت دانشمندي ۽ هوشياري سان ڪاروبار هلايو جنهن ڪري سندن نالو "ڪٽوريو" پيو. هو لس ٻيلي جي ڄاموٽ خاندان مان پهريون ڄام هو، ان ڪانپوءِ هيٺيان ڄام گادي نشين ٿيا.

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | ڄام عالي ڪٽوريو | 1742ع | 1765ع |
| 2. | ڄام غلام شاهه (ڪوبه اولاد ڪونه ٿيو) | 1765ع | 1776ع |
| 3. | ڄام مير خان | 1776ع | 1818ع |
| 4. | ڄام عالي | 1818ع | 1830ع |
| 5. | ڄام ميرخان ثاني | 1830ع | 1888ع |
| 6. | ڄام عالي خان (ٽيون) | 1888ع | 1896ع |
| 7. | ڄام ڪمال خان | 1896ع | 1938ع |
| 8. | ڄام غلام محمد | 1938ع | 1939ع |
| 9. | ڄام غلام قادر | 1939ع | |
| 10. | ڄام يوسف خان | | |

## لس ٻيلي جي ڄامن جو شجرو

(1) جادم (2) هوڏيم (3) بکر
(4) اجول (5) رسرس (6) بجير
(7) ٻيم (8) مهراڻ (9) ٻيهو
(10) ڄام جبرو (11) ڄام جبير (12) ڄام ڏيرو
(13) ڄام سيرو (14) ڄام ڪينهون (15) ڄام وڪيو
(16) ڄام ڪارو (17) ڄام شاهو (18) ڄام ڀريو
(19) ڄام پنو (20) ڄام وڪيو ثاني
(21) ڄام ميهر (22) ڄام ڪينهو (23) ڄام احمد
(24) ڄام هوتي (25) ڄام مير خان (26) ڄام چنيسر
(27) ڄام تماچي (28) ڄام ڪارو (29) ڄام صديق
(30) ڄام آرادين (31) ڄام ميهر (32) ڄام تريسر
(33) ڄام صديق (34) ڄام ڏبگير (35) ڄام آري
(36) ڄام درو (37) ڄام آگيڏنو (38) ڄام دراخان
(39) ڄام لعل خان (40) ڄام صديق
(41) ڄام علي ڪٽوريو (42) ڄام مير خان
(43) ڄام عالي خان (44) ڄام مير خان
(45) ڄام ڪمال خان (46) ڄام غلام محمد خان
(47) ڄام غلام قادر خان (48) ڄام محمد يوسف
(49) ڄام ڪمال (موجوده)

## ڄام عالي ڪٽوري ڪانپوءِ جو شجرو




بيبي الهڏني
(ڏيء محراب
خان لاولد)
بيبي ملڪ
(ڏيء ملڪ
صوبدار خان
لاولد)
بيبي آغا
مرتضيٰ
بيگم
روشن بيبي
بيبي عاشو
(ڏيء نورالدين
مينگل)
ميرايوب
(لاولد)
مير يعقوب
محمد
غلام علي خان
لعل بيبي
بيبي چاڳلي
مير مقبول خان
عبدالرحمن
ملڪ ناز
سلطان خاتون
زال ولي محمد مينگل
غلام شاھ (لاولد)
جام علي لي (ٿيون)

# پاڙن جون نکون

سمن جي ڪجھ پاڙن جون نکون بيان ڪيون وڃن ٿيون. اهڙي طرح جيڪڏهن سيني سماٽ جي پاڙن جون نکون لکبيون تہ ان جو تعداد هزارن ۾ ٿيندو. اسان هتي اها ڪوشش ڪئي آهي تہ سيني ذاتين جو ذڪر اچي وڃي باقي پاڙا ۽ نکون وقت گذرڻ سان گڏ وڌندا رهن ٿا پر اصل نسل ۽ نسب تي ساڳيو رهي ٿو جنهن جو ذات سان تعلق آهي.

**ٻجير يا ٻجار جون نکون**

(1) نوتيار (2) راجا (3) ويسر

**ٻنيرو نکون**

(1) لنجا (2) صحبدين

**ٻنگر نکون**

(1) چاندائي (2) حمذائي (3) جيوڻائي
(4) مجيدائي (5) موسائي (6) ماهرائي
(7) سرهيائي (8) ماروائي (9) زندائي

**ٻيو۔ نکون**

(1) ياڻي خاناڻي (2) بالالائي (3) گوهرائي
(4) حاجائي (5) حملائي (6) خاڪائي
(7) خاتين (8) مقصوائي (9) ملوڪائي

**ٻرڙو نکون**

(1) فاضلائي (2) جوکيا (3) موسائي
(4) سائيا

**ڏهير جون لکون**

(1) دورچر (2) ساند

**ڏيپر نکون**

(1) گهاگهر (2) جيئن پوٽا (3) خيرائي

**ڏلَ نکون**

(1) اگهمر (2) بدين پوٽا (3) دڪار
(4) ڍيڍا (5) جوٽيچ (6) جوٽيجا
(7) ڦل (8) راجي پوٽا (9) راماٽي

**ڏيرا نکون**

(1) دريجو (2) گراماٽي (3) خيراٽي
(4) سياح (5) وزيراٽي (6) يوسفاٽي

**ڏهريجا نکون**

(1) پاهي

**ڏوها نکون**

(1) ڏمر

**ڊيھا نکرون**

(1) ارهاٽي (2) هاراٽي (3) هيراناٽي
(4) جکراٽي (5) جاناٽي (6) راجاٽي

**رل نکون**

(1) جيواراٽي (2) تاجاٽي

**گهنيا نکون**

(1) ڇناٽي (2) درياهي (3) دلاٽي
(4) خيراٽي (5) ڪيراٽي (6) منگراٽي
(7) سيهراٽي (8) سوناٽي (9) پاستاٽي

(10) ٽالاڻي

**هڪڙو نڪون**

(1) جاتري (2) ساٽواڻي

**هالي پوٽو نڪون**

(1) پورو

**هنگورا نڪون**

(1) چور (2) تراڙ

**جوڪيو نڪون**

تدپرمان: (1) ايري (2) بجار (3) چوهڙ (4) ڪڏار (5) ڪالو (6) ميراڻ چوٽا (7) مريد (8) ستل

باند بچو مان: (1) چين پوٽا (2) چٽي پوٽا (3) غلام پوٽا (4) گجر پوٽا (5) شادي پوٽا

سالار مان: (1) گلاڻي (2) جڪرا (3) قيصر پوٽا (4) دوڙي پوٽا (5) ٽوهاڻي

برفت مان: (1) برهماڻي (2) ٻورا (3) چورا (4) گهنيا (5) گوندر (6) حملاڻي

**جوڻيجو نڪون**

(1) عارباڻي (2) گهاريا (3) جهنگليجو (4) ڪيماڻي (5) ليماڻي (6) موجاڻي (7) راماڻي (8) سناڻي (9) وسڻ

**ڪاڪا نڪون**

(1) دال

**ڪاڪي پوٽا نڪون**

(1) گنگلاڻي (2) ڏڦر (3) پاناڻي (4) خاناڻي (5) ساهريا

**ڪانڌڙو نڪون**

(1) ساجاڻي

**ڪٽا نڪون**

(1) گامي (2) گڏاڻي (3) جانجهاڻي

(4) قلباڻي (5) مودراڻي (6) ريڊر (7) ٽاراڻي

**ڪٽپر نڪون**

(1) موساڻي

**ڪبڙا نڪون**

(1) بگهڙ (2) ٻهراڻي (3) پاياني (4) قبور لاڻي (5) ممبر (6) موجاڻي (7) سرقاڻي

**ڪيريو نڪون**

(1) حسناڻي (2) ڀهوريجا (3) محسند پوٽا (4) ملان فراش

**ڪوراڙ نڪون**

(1) چاپراڻي (2) چنان (چن) (3) ڏيري پوٽا (4) موراڻي (5) ڪنديائي (6) ميواڻي

**ڪميجا نڪون**

(1) خاناڻي (2) لکي (3) سرموگي

**لاڪا نڪون**

(1) بانگاڻي (2) دالاڻي (3) ڏيناڻي (4) موساڻي (5) رحماڻي (6) سوڀ داڻي (7) موندراڻي

**لانگا نڪون**

(1) سيڌل (2) سنهڙ (3) سوريا (4) ورناهه

**لاڙ نڪون**

(1) ونگڙ (2) سعدپوري (3) سومراڻي

**لورا نڪون**

(1) خاڪرازي (2) سرماشٽي (3) صاحب زئب (4) ٽوئڪاڻي

**منگريو نکون**

(1) حاجاڻي (2) حارڻ (3) عيساڻي
(4) مرزاڻي

**نهڙي**

(1) آيا (2) امر (3) اُنا
(4) ڀميا (5) ڀول (6) دريات
(7) ڏيسر (8) ڏورا (9) ڏهرا
(10) هالا (11) ابراهيم پوٽا (12) جارڻ
(13) خان (14) قهر (15) ڪوراڻي
(16) لاکا (17) محرم پوٽا (18) ميٺ
(19) مورا (20) اوڍر (21) پلي
(22) پيما (23) رامت (24) راجا
(25) راڻي (26) ساهڙ

**پهر**

(1) چوسر (2) ڪورناڻي (3) لنجاڻي
(4) محباڻي (5) پالاڻي (6) پنجابي
(7) رتاڻي (8) سانگي
(9) سنڌي

**پلي**

(1) الما

**پليجو**

(1) اگهم

**پنهڙ**

(1) باگراڻي (2) بيداڻي (3) ڀلائي
(4) ڊنيڙا (5) گدا (6) عيساڻي
(7) ڪبڙا (8) لاکي پوٽا (9) ماهيا
(10) رڏي (11) راجائي (12) رمو پوٽا
(13) ٽالاڻي

**پرها**

(1) پامنائي (2) چنڊ (3) جکرا
(4) جيٺ (5) منگراڻي (6) مرک
(7) سک

**پيچوها**

(1) بهادراڻي (2) بمباڻي (3) دوداڻي
(4) مانداڻي

**راهوجا**

(1) مهراڻي

**راهمون**

(1) اوٺا (2) ڀرکيا (3) ڳاها
(4) ڳوريا (5) هالا (6) چامڙا
(7) چامڙيا (8) ميما (9) ماهيا
(10) رکڻ (11) صدر (12) ساتيا
(13) صاحبدين (14) سار

**راجڙ**

(1) آبو پوٽا

**راجپر**

(1) آهوسمند (2) باغ (3) ٻانڊڻ
(4) ڊنگڻ (5) ڏوڏيجا (6) گاگاناج
(7) حاجي (8) حساسجا (9) جهيجا
(10) جوڳي (11) کهيريو (12) ڪاٽوجا
(13) لاکوجا (14) ماکيا (15) مالا
(16) ملڻ (17) موسائي (18) پاتا
(19) قل (20) رتڙ (21) صدر دين جا
(22) صدريجا (23) سڌڙ (24) ساهيجا
(25) سميجا (26) سانگي (27) ٺگريجا
(28) ٽاٽوجا (29) وڏيرا (30) وڏريجا
(31) ويسر (32) بگهڙ

**سيايا**

(1) منواڻي (2) رستماڻي

**سڌايا**

(1) ڏنداڻي (2) درياڻي (3) فريداڻي
(4) حسناڻي (5) جاگيراڻي (6) قاسماڻي
(7) پارواڻي (8) پرياڻي (9) سهراڻي
(10) سخيراڻي (11) سندناڻي (12) سوڀاڻي
(13) عمراڻي

### سرڪي

(1) آدماڻي (2) آڏراڻي (3) باگاڻي
(4) فوزاڻي (5) هبيباڻي (6) حسناڻي
(7) متواڻي (8) ميواڻي (9) پنجابي
(10) سنڌي

### سهتا

(1) چڻاڻي (2) ترنا (3) ٽوڪا

### سميجا

(1) بورا (2) محمد (3) نانگو
(4) اوٽا (5) سمڻ (6) شينهڻ

### ساند

(1) پنگر (2) دلي پوٽا (3) گهمڻ
(4) ازدن (5) جاٽا (6) جاٽيجا
(7) ڪمار (8) مورڙيو (9) روها
(10) روجاڻ (11) سمي پوٽا (12) توڏر
(13) ويرم (14) وريل

### ساوندا

(1) وزيراڻي

### سپڙ

(1) ڪاڪي پوٽا (2) ڪوچاڻي (3) طالباڻي

### سوڍر

(1) درقاني (2) گگاڻي (3) عيباڻي
(4) خوشحالاڻي (5) ستواڻي (6) سومراڻي
(7) ٽيلائي

### سونهادرا

(1) احمداسي (2) دلاڻي (3) قاسماڻي
(4) راپائي

### سما

(1) آگرا (2) ماڪا (3) مڪراڻي
(4) ديٽي (5) روهيلا

# انڙ

انڙ سنڌس نالو هو جيڪو سمہ قبيلو جو هڪ بهادر ۽ دلير انسان هو جنهن هڪ وقت محمد شاهہ تغلق جي ظلمن ۽ ناانصافين خلاف سيوهڻ ۾ آزاديءَ جو جهنڊو بلند ڪيو ۽ آخر خفيف سومري ڪان سومرن جي حڪمراني ڪسي پاڙ سمہ خاندان جي حڪمراني جو بنياد وڌو. جنهن جو ذڪر ابن بطوطہ پنهنجي سفرنامي ۾ ڪيو هو. ڄام انڙ سومرو حاڪم پونگر ٽئين جي وقت ۾ سلطان محمد شاهہ تغلق جو 1800 سوارن جو سيوهڻ ۾ مقرر ٿيل امير هو. هن جا سيوهڻ جي حاڪم ملڪ رتن سان اختلاف ٿي پيا. هن امير قيصر رومي کي پاڻ سان ملائي ان کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ پاڻ سيوهڻ مان نڪري سومري پونگر جي حڪمراني واري علائقي ۾ هليو ويو بعد ۾ سمن ۽ ٻين راڄن جي مدد سان همير سومري جي بادشاهي تي قبضو ڪري ويهي رهيو ۽ سمہ حڪمرانيءَ جو بنياد وڌو.

انڙ جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو اونر يا اونرا مان نڪتو آهي جيڪو قديم زماني ۾ اهو لقب هڪ خاص فوج لاءِ مخصوص هو جنهن جي ذميواري هئي تہ اهو راڄا، راڄا جي ڪٽنب محلي ۽ سنڌس شهر جي حفاظت ڪري.

تاريخ معصومي ۾ لکيل آهي تہ ”سمہ جماعت ۾ انڙ نالي هڪ شخص هو جنهن جي پيشاني تي هدايت جا نشان بکي رهيا هئا“ لب تاريخ سنڌ ۾ آهي ”مطلب تہ خون ريزي کان پوءِ سنڌ جي حڪومت سومرن جي هٿان ڪسي پنهنجي قبضي ۾ آندائون ۽ انڙ ولد ٻاٻينو کي ڄام جو لقب ڏيئي گاديءَ تي ويهاريائون ڄام انڙ ساموئي شهر ۾ مڪلي جي ٽڪري تي هو.

جيئن تہ ڄام انڙ جو تعلق سمہ قبيلي سان هو ۽ سنڌس اولاد کي سمہ سڏجي ها پر هن جي پوئينرن ۽ اولاد سنڌس نالي پٺيان انڙ سڏجي ٿي ۽ هو پاڻ کي سمن جا وڏا سمجهندا آهن ۽ ڄام جو لقب استعمال ڪندا آهن. سنڌن چوڻ آهي تہ جيئن ڄام انڙ سيني سمن جو پڳدار ۽ وڏو هو تيئن هو بہ سمن جا وڏا ۽ پڳدار آهن.

سمن جو پهريون حاڪم ڄام فيروزالدين انڙ هو جنهن جي اولاد انڙ سڏجي ٿي سنڌ ۾ تمام گهڻي تعداد ۾ آهي. مون شجري ۾ ان جو ڪافي تفصيل بيان ڪيو آهي. هن قبيلي جي اڪثريت نوابشاهہ ۽ نوشهرو ضلعن ۾ آهي، ان ڪانسواءِ لاڙڪاڻي ۽ ٻين هنڌن تي بہ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. هن قبيلي جو وڏو جنهن کي سنڌي ۾ وڏيرو ۽ غير قومن ۾ سردار چوندا آهن قاضي احمد ۾ رهي ٿو، جنهن جو خانداني ۽ نسلي تعلق ڄام انڙ سان آهي.

ڄام انڙ سمہ سنڌ تي ساڍا ٽي سال حڪومت ڪري فوت ٿي ويو. تنهن کان پوءِ سنڌس ڀاءُ ڄام جوڻو اقتدار تي ويٺو، ان کانپوءِ ڄام تماچي پٽ ڄام انڙ تخت تي ويٺو.

انڙ جو ڄام چورائڻ جو سبب اهو آهي تہ سمہ راڄا ڪرشن جي ستين زال ڄامل (جنهن کي عام طرح ڄامبو تي لکيو ويو آهي جنهن جو ذڪر سڪندر مقدوني جي تاريخ نويسن ڪيو هو) جي اولاد مان آهن. ان ڪري ڄام لقب اختيار ڪيائون. هن قبيلي جا ڪافي پاڙا سمن واري فهرست ۾ موجود آهن باقي جديد دؤر نسبت سان جيڪي پاڙا الڳ آهن اهي هيءَ آهن.

## خاص پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) کهر پوٽا | (2) لهڙ | (3) ٽانوريا |
| (4) مهڙ | (5) راهو | (6) راهوجا |
| (7) ڏاريجا | (8) فيروزا | (9) ڪيريو |
| (10) ڏاهري | (11) ساند | |

## ٻيا پاڙا

(1) مناهيجه
(2) ٽيپو
(3) جاڪرو
(4) هوٽي
(5) ڪاڪو
(6) رونجهو
(7) رامديو
(8) ابڙو
(9) صاحب
(10) جوڪيو
(11) هالو
(12) ٻچو
(13) پيو
(14) ڇچر
(15) چخ
(16) چاچڙ
(17) ڪوڙ
(18) گرهاڙي
(19) گامر
(20) ڳنڀير
(21) تانتر
(22) تانوريو
(23) واهڙ
(24) واهڙڪيو
(25) تلهه
(26) پاهڙ
(27) مير
(28) مهتمر
(29) منگواڻو
(30) ٻودلو
(31) ڪميجا

## شجرو انڙ خاندان (قاضي احمد)




رئيس علي نواز خان
Ex. M.P.A
رئيس جام شوڪت علي
رئيس جام ذوالفقار علي
رئيس جام آفتاب علي
پٽ جي اولاد ڪونهي آهي.
جام حيدر علي
جام وقار
رئيس جام نواز علي
رئيس جام شاهد علي
رئيس جام احسان علي
رئيس جام محمد علي
پٽ جي ڪابه اولاد
ڪونه آهي.
جام ڪانيو خان
جام روز علي
جام محمد رافع

# شجرو موجوده سردار ڄام تماچي انڙ




رئيس امام بخش خان
رئيس ممتاز علي خان
رئيس مشتاق خان
رئيس محمد خان (ابن خان)
رئيس جام سمر خان
رئيس امير حمزه
جام امتياز
جام آصف
جام ضمير علي
رئيس امير علي
جام خرم
جام مظهر علي
جام ظفر علي
جام ناصر علي
جام منير علي
جام سمر خان
جام مدد علي
جام امام بخش خان
جام مظفر علي
جام سجاد علي
جام عاشق علي
جام بابر علي
جام ڪريم علي
جام نثار علي
جام طارق علي
جام سيف الله
جام سڪندر ذوالقرنين
جام ڪرار
جام ڪريم علي
جام علي اسد
خان شهيد
جام محبوب علي
جام امين
(جام فاروق)
جام غياث ابي هي
جام عمر شان
جام علي جان
علي جبري
علي گوهر
جام علي حيدر

## شجرو مناهيجو اٿڙ (ڳوٺ سڪيو مناهجو تعلقو سڪرنڊ ضلع نوابشاھ)



## ڪڏهر جا انڙ چام

چام دوست علي انڙ

چام امام علي انڙ

- حاجي خان محمد انڙ — حاجي خان محمد ضلعي لوڪل بورڊ جو ميمبر تعلقي سڪرنڊ جي لوڪ بورڊ جو پريزيڊنٽ رهيو
  - حاجي عمر چام انڙ
  - رئيس نور محمد انڙ
  - حاجي امام علي انڙ — حاجي امام علي انڙ ٻي دفعا ويسٽ پاڪستان اسيمبلي ميمبر رهيو
    - حاجي خان محمد انڙ
    - حاجي غلام رسول انڙ — 1977ع 1993ع ۽ 1997ع صوبائي اسيمبلي جو ميمبر ۽ پريزيڊنٽ رهيو
      - عبدالحفيظ انڙ
      - فرمان خان انڙ
      - شيراز احمد انڙ
      - اسد الله انڙ
      - امام علي انڙ
    - حاجي غلام نبي انڙ
    - غلام سرور انڙ
    - محمد صالح انڙ
    - غلام عباس انڙ
    - غلام مرتضيٰ انڙ
    - غلام مجتبيٰ انڙ
    - عبدالرباني انڙ
- حاجي شاهه محمد انڙ
- شهاب الدين انڙ
- مير محمد انڙ

# ابڙو

ابڙو: راجپوتن جي ٻوليءَ ۾ ان کي چوندا آهن جڏهن ڪنهن قوم جو سردار بادشاھ يا راجا جي سامهون ويندو آهي تہ بيان ڪندڙ راجا کي ٻڌائيندو آهي تہ هو ڪهڙي قوم جو سردار آهي ۽ ڪيس ڪهڙا خطاب ۽ لقب مليل آهن.

فرهنگ آصفيہ جي مطابق هي قديم سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن کي هو سنسڪرت جو سڏيندي لکي ٿو. آب+رو=ڙو جنهن جي لغوي معنيٰ آهي منهن جو نور، چهري جي چمڪ، پيشاني جي دمڪ، عزت، حرمت، شرف، بزرگي، پت. نوراللغات ۾ پڻ انهي معنيٰ جي تائيد ٿيل آهي. يعني راجپوتن جي ٻوليءَ ۾ راجا يا بادشاھ آڏو پنهنجي حيثيت بيان ڪندڙ.

اهڙي طرح ابڙي جي معنيٰ آهي، آب- پاڻي رو معنيٰ وهڪرو، آبڙو يا ابڙو جو مطلب ٿيو، پاڻي وارا، اهي آبادگار جيڪي دريا جي ڪناري ڪيتي راهي ڪندا هئا تن کي ابڙو چيو ويندو هو. ابڙو سمي جو وڏو پاڙو آهي ۽ سندس حيثيت ۽ رتبو سمي کان الڳ آهي.

مسٽر ناڊ لکي ٿو: ابڙا اصل راجپوت آهن، جيڪي سلطان علاؤ الدين خلجي جي زماني ۾ ڪڇ جي ڪنڌ ڪلاپر ڪٿي مان نڪري سنڌ ۾ پکڙجي ويا. جيمس برگس جي مطابق جاڙيجہ آهن جيڪي راجا ڪرشن جي نسل مان آهن جن کي يادؤ، جادؤ ۽ جادم جي اولاد بہ چيو وڃي ٿو.

ابڙو بابت اسان کي تاريخي طور چاڻ سومرا دؤر ۾ ملي ٿي جڏهن دهلي جو لشڪر چنيسر سومرو جي چوڻ تي دودو سومرو تي ڪاهي ويو. هن پنهنجا ننگ سام طور ابڙو سمون ڏانهن ڏياري موڪليا هئا جو ڪيس غيرت ۽ پناھ وٺڻ واري جي پاسداريءَ جي خبر هئس. دودو سومرو ۽ ابڙو پاڻ ۾ ننڍپڻ جا دوست هئا اڪثر چوپڙا راند ڪيڏندا هئا. هڪ دفعي راند ڪيڏندي دودي جو هڪ داٿو وڃي ابڙي جي هنج ۾ وڃي ڪريو. جنهن کي موٽائڻ لاءِ چيو، تنهن تي دودي کي جواب ڏيندي ابڙي چيو جيئن اهو داٿو مون وٽ سام پيو آهي سو هرگز واپس ڪو نہ ڪندس. جنهن تي ٻنهي وچ ۾ سخت تڪرار ٿيو ۽ ابڙو تلوار ڪڍي بيهي رهيو. آخر دودي ڪٽي مات ڪئي ۽ راند ختم ڪئي. اهائي سام پوڻ واري غيرت دودي کي ياد هئي جنهن ڪري هن پنهنجا ننگ چام ابڙو ڏانهن ڏياري موڪليا ۽ مرندي گهڙيءَ تائين انهن جي حفاظت لاءِ وڙهندو رهيو. ابڙو ذات جي اڪثريت ان جي نسبت سان آهي. تاريخ طاهري وارو ڪيس ابڙو ابڙاٽي سمون ڪري لکي ٿو. هن کي ڪڇ ڏٽي، هالار ڏٽي، ڪاڇي ڏٽي ۽ گولائي ڏٽي بہ ڪوٺيو ويو آهي. مطلب تہ هو انهن علائقن جو حاڪم يا سردار بہ هو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "سومرن جي دؤر" ۾ لکي ٿو "موجوده دؤر جي عام مشهور روايت جي لحاظ سان ابڙي جي حڪومت جو مرڪزي پاڳو ڪڇ جو اهو علائقو هو جيڪو هن وقت "ابڙا سيو" يا "گرڙيو- ابڙاسيو" سڏجي ٿو. ابڙاسيو ٻني واري علائقي کان اولهہ طرف ۽ عربي (سنڌي) سمنڊ جي اوپر طرف ڪناري سان لڳو لڳ آهي. جيڪو ڪڇ جي موجوده لکپت جي ڏکڻ اوڀرندي وارو ملڪ ابڙا سيو ابڙي جي هٽ هيٺ هو. عام خيال اهو ئي آهي تہ ابڙي جي نالي پويان ان کي ابڙاسيو سڏيو ويو.

شاھ عبداللطيف ڀٽائي هن کي هالار ڏٽي سڏيو آهي، جيئن سر بلاول ۾ آهي.

"جو ڇليون پسي نہ ڇڪيو تنهن واڪاٽيو وڪَ
لُڏي ڪين، لطيف چئي لَکن اڳيان لَڪَ
پير نہ موڙي پانهنجو تڪيءَ پَئي تِڪَ
سرٽين ڏئي سِڪَ هڪل سين هالار- ڏٽي.

(شاھ)

ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جو الهندي سامونڊي ڪناري وارو ڀاڱو، چار ننگر ۽ جهونا ڳڙهه تائين واري علائقي کي به هالار چئبو آهي. ابڙو ابڙاڻي يا ابڙو سمون هڪ ئي شخص جا نالا آهن. جنهن جو تعلق سمه قبيلي سان هو. ٻين روايتن موجب جاڙيجو سمون هو. انهي مان اهو واضح ٿئي ٿو ته ابڙو سمه قبيلي مان هو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي لغت ۾ لکيو آهي ابڙو سنڌ جي سماٽ نسل جي هڪ ذات آهي. ذاتوڪي انسائيڪلوپيڊيا ۾ آهي ته سنڌ ۽ رياست بهاولپور ۾ جٽن جو هڪ قديم قبيلو، چيو وڃي ٿو ته ڏکڻ اولهه پنجاب ۽ سنڌ ۾ زراعت انهن متعارف ڪرائي. هن قبيلي کي سمن جي هڪ شاخ به چيو وڃي ٿو. لفٽيننٽ هنري پاٽينجر سنڌ ۽ بلوچستان جي سير ۽ سفر ۾ ابڙو کي جت ۽ مگسي بلوچ جي پاڙي ۾ لکي ٿو. حقيقت اها آهي ته مگسي پاڻ به سمن قبيلن مان هڪ قبيلو آهي جنهن جو ذڪر پنهنجي جاءِ تي ٿيل آهي. باقي ابڙو کي جت ان ڪري لکيو هوندو ته بلوچستان ۾ رهندڙ سنڌين کي اڪثر جدگال سڏيو ويندو آهي. موجود بلوچستان جي سبي، ڊاڍر جهل، گنداواه ۽ ڀاڳ ناڙي وارن علائقن ۾ اڄ به اڪثريت سنڌي ذاتين وارن جي آهي جن ۾ تونيا، ڀاڱٽ، ماڇي پلال، ڪلهوڙا، پيچوها، اوستا، سومرا، پنا ۽ ابڙا آهن. انهن ڪانسواءِ لڳ ڀڳ هڪ سؤ سنڌيون ذاتيون رهن ٿيون جن کي چاموٽ سڏيو وڃي ٿو. جيڪب آباد وارا ابڙا اصل ۾ ڀاڳ ناڙي جا آهن جن جون ملڪيتون اڄ به اتي آهن، اهي علائقه نادر شاهه جي حملي کان اڳ سنڌ ۾ شامل هئا، جيڪي هن 31 مارچ 1740ع ۾ لاڙڪاڻي معاهدي تحت ايراني سلطنت جو حصو ٿي ويو هو. نادر شاهه اتي قلات جي ايراني حڪومت جي حاڪم مير محبت بروهي کي گورنر مقرر ڪيو هو، جنهن کان پوءِ اتي بلوچ ۽ بروهي آبادڪاري ٿي.

بي. ايس ڏاهيءَ جاٽ قديم حڪمران ۾ ابڙا قبيلي جو نالو اوپر ايشيا ايران ۾ "ابار" يونان ۾ آوار، وچ ايشيا ۾ به آوار ڏکڻ ايشيا ۾ ايپيرا جيڪو بعد ۾ ابڙو ٿي ويو. پر اهو صحيح نه ٿو لڳي، ايپير ۽ اهير ٻئي هڪ نسل آهن جيڪي ڪهين جي دؤر جي قوم اسوريا اشور مان آهن. جن کي ڪنهن طرح ابڙو نه ٿو چئي سگهجي. اهڙي ترديد ابڙو وڏ وڙو جي ليک به ڪئي آهي، حقيقت اها آهي ته ابڙو ذات ابڙو سمون جي نالي پويان سڏجي ٿي جنهن جو تعلق جاڙيجا سمون قبيلي مان هو. مهدي شاهه ابڙو وڏو وڙو ۾ جيمس برجيس جي حوالي سان لکيو آهي "ڪڇ جي مڪيه ڀاڱن ۾ ابڙاسي جي بيان ۾ ڪتاب جي حاشيه تي لکيو آهي ته چار ابڙي هن ضلع (ابڙاسي) تي حڪومت ڪئي ان جي پوين کي ابڙو (ABDAS) طور سڃاتو وڃي ٿو.

ابڙو کي اردو ۾ آبرو چيو ۽ لکيو وڃي ٿو، انهي لفظ جي معنيٰ فيروز اللغات ۾ هيٺن لکيل آهي. آبرو- آب- رو. عصمت، قدر و منزلت، شرف ناموري، امارت- وجاهت، ساک، اعتبار، ڳالهه، شرم، لڄ، حيثيت ناموس ۽ عزت.

اهي سڀ معنائون ۽ تشريح ڏسون ٿا ته اسان جي ابڙو سمون جي ڪردار جي عڪاسي ڪن ٿيون. جيڪڏهن اسان رڳو ابڙو جي لغوي معنيٰ اها به وٺون ته تڏهن به اهو ثابت ٿئي ٿو ته ابڙو ذات وارا چار ابڙو سمون جي ڪري سڏجن ٿا. ابڙن ڳوٺن کي آبڙي جي نالي سان سڏيو ويندو آهي جنهن جو مطلب آهي ابڙا ذات وارن جو ڳوٺ قمبر تعلقي ۾ نورنگ واهه تي ابڙي نالي ڳوٺ آهي ۽ اتان جي هڪ شاخ جو نالو به ابڙي آهي. سيني ابڙن جي پاڙن کي گڏي آبڙ چيو ويندو آهي.

ابڙو وڏ وڙو جو ليکڪ لکي ٿو "حاصل مطلب ته ذڪر هيٺ آيل ابڙا قبيلو سنڌ جو نج سنڌي قبيلو آهي. هي ابڙا سماٽ نسل جي جاڙيجا ڪل مان آهن." سومرن جو دؤر جي ڪتاب ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته هڪ روايت ۾ ڪيس ابل ابڙاڻي سڏيو ويو آهي ۽ ٻي روايت ۾ محمد چاٽايو ويو آهي. هڪ اهڙي روايت به آهي جنهن ۾ سندس نالو "جئسينگ" چاٽايو ويو آهي. جيڪو صحيح ناهي.

سمن نسب نامي جي هڪ روايت موجب پڻ ابڙي جي پيءُ جو نالو ابڙو هو. ان روايت موجب ابڙو پٽ ابڙو، اهو پٽ جيهي جو، پوءِ اڳتي پري هن طرح ته جيهو پٽ گجڻ پٽ رتو پٽ رائڌڻ، پٽ لاکو پٽ ساند پٽ پلي. سنڌ جي هڪ ٻي روايت موجب ابڙو پٽ وير پٽ گڏ راهو پٽ جوڻو پٽ هوٺي پٽ چار هالو. وڌيڪ تفصيل چاڻڻ لاءِ اسان جي تيار ڪيل سنڌي قوم واري شجري کي ڏسو. مطلب ته ابڙو ذات جو بنياد "ڪڇ جي هڪ حصي جي حاڪم" چار ابڙو جاڙيجو سمون جي نالي جي نسبت سان پيو آهي جنهن ۾ ضروري نه آهي ته سيئي ابڙا، هن يا هن جي خاندان جي نسل مان هجن پر اهو قياس وڌيڪ آهي ته چار ابڙو جي قرباني جي نسبت ان جي علائقي ابڙا سيو جي رهاڪن مجموعي طور ابڙو چورايو جيئن عام طور تي نالي يا علائقي جي نسبت سان ٿيندو آيو آهي.

انهن جو گهڻو تعداد لاڙڪاڻي، شڪارپور، ڪڇي ڀاڳ ناڙي

وارن علائقن ۾ وجي رهيو.

## پاڙا

(1) ابڙو (2) ابڙي پوٽو (3) ابڙينگ
(4) ابڙانگ (5) ڪماريو (6) اگهم
(7) جماراڻي (8) معرفاڻي (9) گهليجو
(10) ڏوگر (11) ڪوڏراڻي (12) ابڙيچو
(13) ابڙينڊ (14) آجو پوٽا (15) مرڪياڻي
(16) ڳاهيجا (17) حسناڻي (18) ڏانڊيا
(19) تائجا (20) ٻڪيجا (21) گراناڻي
(22) ڪوڏراڻي (23) جويا ابڙا (24) ابڙي پوٽا
(25) ڪڪراڻي (26) راهوجا (27) ٻگهيا
(28) مگسي (29) جڪرا (30) سهتا
(31) ساند (32) بولڪ (33) چنيه
(34) وگڻ (35) ڪيهر (36) ويسر
(37) مگٽيجا (38) سڏايا (39) پيچوينڊ
(40) ڏيٺا (41) هوٿي (42) ساريو
(43) بيهڻ (44) سنگراڻي (45) ستاڻي
(46) اوڊو (47) اوڊو (48) پيو
(49) ڦل پوٽا (50) ڪاڪيپوٽا (51) ساندڙا
(52) مسڻ (53) مڪڻ (54) دل
(55) ڏيٽا (56) پنير (57) مانڊڻ
(58) ٻانيڻ (59) ڪوريجا (60) رڪ
(61) مراچڙ (62) ونڊير (63) لالي
(64) چنڊ (65) راهوجا (66) پل
(67) انڙ (68) چوبڪا (69) نوٿي
(70) ويٽا (71) ٻرڙا (72) چتا
(73) چاٻڙا (74) پٽا (75) نائچ
(76) گهانگهرا (77) اپوجهه (78) لانگاهه
(79) اچڻ

ڪتاب ابڙو وڏ وڙو جي مصنف جمال الدين ملوي ابڙو جي حوالي سان ہيا ھي پاڙا بہ بيان ڪيا آهن.

## ذاتين جا پاڙا

هنن پاڙن ڪانسواءِ ڪتاب ابڙو وڏ وڙو ۾ 32 اهڙا پاڙا بيان ڪيا آهن جيڪي ابڙو قبيلي جا پاڙا نہ آهن پر اهي مڪمل ذاتيون آهن ۽ انهن جو سماٽ جي مختلف قبيلن سان تعلق آهي. خود جمال الدين ملوي ابڙو جا بيان ڪيل پاڙا (1) پيچو نيد (2) ڏيٺا (3) بيهڻ (بهمڻ) (4) منگراڻي (5) سناڻي (6) ساندڙا (7) مسڻ (8) مڪڻ (9) ڏيٽا (10) پنيرو (هي مدئجي جي پرسان آهن) (11) مانڊڻ (مانڊي وارا) (12) رڪ (13) ونڊير (14) مراچر (15) لالي (16) پل (17) چوبڪا (18) نوٿي (19) ويٽا (20) چتا (21) چابڙا (22) اپوجهہ ڪانسواءِ انٽيهہ (38) اهڙا پاڙا بيان ڪيا آهن جيڪي سماٽ ۾ تہ شامل آهن پر ابڙا ناهن ۽ انهن جي پنهنجي قبيلائي سڃاڻپ آهي جيئن ڪيهر، پٽا، ٻگهيا، مگسي ۽ سهتا وغيره. انهن کي ابڙو چوڻ ۽ سمجهڻ هڪ وڏي پل ۽ غلطي آهي تنهن ڪري انهن پاڙن کي درست ڪرڻ گهرجي، اسان جي تحقيق موجب ابڙو جا 48 مشهور پاڙا آهن.

## ابڙي جو شجرو


انڙ
هوٿي
ابڙو
رائڌن
سمو
(ڄام) ڪاهه
ڪماريو
جوڻو
ٻگهيو
مير
حسن
جرڪس
اولاد حسنائي
ابڙا
جلالائي
ابڙا
لونير
چنڙ
ڪبڙ
چاڪر
ٻگهيو
مير
ميد
صديق
خيرالدين
اولاد خان ابڙو سڏجي
ماڻڪائي ابڙا
نندائي ابڙا
جعفر
ڪو بہ اولاد
ڪونهي
ننگر
ابڙو
چنڙ
حمل
جعفرائي ابڙا
اولاد ننگرائي ابڙ
اولاد ابڙو
اولاد چنڙ
ابڙو
اولاد حملائي
ابڙو

## ڪنڊو واره جي ابڙو خاندان جو شجرو



## مولوي ولي محمد جو خاندان_ ڪنڊو وارھ



## وڏيرو جلال خان ابڙو (ترائي)



# جت

جت سنڌ جو قديم ترين قبيلو آهي جنهن جو تعلق سنڌ سلطنت واري دور سان آهي. هنن جي شجاعت ۽ بهادري جي ڪري غير ملڪي ليڪڪن ڪين مقامي نسل مان ڄاڻائڻ بجاءِ ڏاريو ۽ چين جو سٿين نسل قرار ڏنو، ان متعلق جيمس ٽاڊ لکيو جت، جيٽي جن جو سٿين نسل سان تعلق آهي. سن 600 قبل مسيح ۾ اتر قطب کان هجرت ڪري درياءَ سنڌ پار ڪري ساڪاديپ ۾ پهتا جتان هندستان ۾ ڦهلجي ويا ۽ پوءِ اهو نسل سنڌ جي سرحدن مان نڪري يورپ تائين پهتو، هو لکي ٿو ته جرمن نسل وارا اصل ۾ جت قبيلي وارن مان آهن. جنهن کي ثابت ڪرڻ لاءِ هن مختلف مثال، رسم ۽ رواج جي پيٽا ڪئي آهي. اهڙي طرح سان هن سٿين ۽ جت نسل وارن کي هڪ ثابت ڪرڻ لاءِ مختلف مثال ڏنا آهن جنهن ۾ شوميد يعني گهوڙي جي قرباني جي رسم به شامل آهي. جنهن مان اهو واضح ٿئي ٿو ته جت سٿين نسل جا نه آهن، اها ديوتائن کي پوڄڻ ۽ انهن کي راضي ڪرڻ جي رسم جهالت جي دور سان تعلق رکي ٿي. جڏهن ته قديم سنڌي توحيد پرست هئا ۽ حضرت نوح نبي جي صحيفن جا مالڪ هئا. جنهن جي تصديق هيرو ڊوس ڪري ٿو. هن جي مطابق هو (جت) خداپرست هئا. هن جي عقيدي موجب روح فاني نه پر جاوداني آهن. هيرو ڊوٽس جي بيان مان صاف واضح آهي ته هو سنڌ سلطنت جا اصلوڪي رهاڪو ۽ باشندا هئا. جڏهن سنڌ سلطنت وارا توحيد پرست ۽ دين اسلام جا پوئلڳ هئا ته ان وقت دنيا جي اڪثر آبادي چين، منگوليا، سميت وهم پرست ۽ هٽ وارو ديوتائن جا پوڄاري هئا.

هيرلڊليم هنن جي متعلق لکي ٿو "هنن ڪڏهن به باقاعدگيءَ سان زمين آباد ڪو نه ڪئي. ڇاڪاڻ ته انهن جا چراگاهه سطح مرتفع تي هئا جيڪي آباديءَ جي لائق ڪو نه هئا. هو پنهنجي ڏٺن جو رخ ان طرف ڪنها هئا جتي گاهه ملي ۽ گاهه اتي هوندو هو جتي پاڻي هوندو هو. اهڙي علائقي ۾ آبپاشي ڪرڻ ممڪن هو جنهن ڪري هو خانه بدوشي واري زندگي ۽ پاڻي جي تلاش ۾ هيڏي هوڏي ڀٽڪندا رهندا هئا. انهيءَ ڪري هو گهر ٺاهي نه ويهندا هئا. اهڙي صورتحال چنگيز خان جي وقت تائين به هئي. هنن جي عقيدي مطابق سڀ طاقتون جن جي آشيرواد ۽ غلامي ڪانسواءِ هلي نه ٿو سگهجي منحوس آهي ۽ جيڪا طاقت انهن سڀ جي مٿان حاوي آهي اها آسمان ۾ رهي ٿي ۽ هو آسمان کي خدا سمجهندا هئا ۽ ان کي راضي ڪرڻ لاءِ انساني قيدين ۽ اڇن گهوڙن کي اوچائي وارن جبلن جي چوٽين تي وٺي وڃي قرباني ڪندا هئا.

هي قبيلا 2000 ق-م جڏهن ڪشمير ۽ ترڪستان جي رستي کان سنڌ سلطنت ۾ چراگاهن جي تلاش ۾ پهتا هئا ته مڪمل وحشي ۽ غيرمهذب هئا ۽ جڏهن هنن قديم سنڌين سان مٿيون مائٽيون ڪيون ۽ هميشه لاءِ هن سرزمين تي رهڻ جو فيصلو ڪيو ته هنن قديم سنڌين سان گڏجي ڪرٽمت ۽ هارپ اختيار ڪئي، جنهن ڪري سنڌين کين آريو سڏيو. جنهن جي تصديق محترم سراج ميمڻ "ويدڪ انڊيڪس" جي حوالي سان ڪئي آهي ۽ لکي ٿو ته:

"هاڻ اچو ته خود "آريا" لفظ کي ويدڪ دور ۾ ڏسون ته ان معنيٰ ڪا نسلي معنيٰ ڏيکاري ٿي يا نه. ويدن ۾ لفظ "آريا" فقط تهذيب يافته، سکر ۽ چڱي ماڻهوءَ جي معنيٰ ۾ آيو آهي. ان ۾ نسلي مفهوم هرگز ڪو نه ٿو ملي. ويدڪ انڊيڪس بنائڻ وارا مصنف ته اهو چا چون ته "آريا" لفظ جي اصل معنيٰ آهي "هاري يا ڪيتي ڪندڙ".

مطلب زمين آباد ڪندڙن کي قديم سنڌين "آريا" جي نالي سان سڃاڻپ ڏني، انهيءَ ڪري اسان جو هڪڙو هلڪو ان ڳالهه تي زور ڏيئي رهي آهي "آريا" مقامي ماڻهن جو لقب

آهي ۽ هو اصل سنڌ سلطنت جا رهاڪو هئا، پر منهنجي راءِ مطابق قديم سنڌين، خانہ بدوشن ۽ مال وند ماڻهن کي تهذيب يافتہ بنائڻ لاءِ هڪ هنڌ گهر ٺاهي ويهڻ، پنهنجي کاڌ خوراڪ وغيره ۽ مال جي گاهہ لاءِ زمين آباد ڪرڻ سيکاري تہ ڪين آريو سڏايو جنهن جي معنيٰ هاريءَ سان گڏ، سڌريل آهن.

سن 1934ع ۾ گجرات جي رهواسي ابو البرڪات مولوي عبدالمالڪ شاهان گجر نالي ڪتاب لکيو جنهن ۾ هن اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هند ۽ سنڌ ۾ رهندڙ قومون چيني نسل جون آهن ۽ خاص ڪري ستين لاءِ لکيو تہ هنن مان، گوجر، گجر، راجپوت ۽ جت آهن. مطلب اهي هڪ نسل جي ماڻهن جي جدا جدا قبيلائي سڃاڻپ آهي هو لکي ٿو: 200 قبل مسيح ۾ وچ ايشيا جي خانہ بدوشن قبيلن جي وچ ۾ زمين جي معاملي تان تڪرار شروع ٿيو. ڪيترن مهينن جي لڙائي ڪانپوءِ "نيگ نو" قبيلن وارن "يوچي" قبيلي وارن کي شڪست ڏني، جنهن ڪري هو پنهنجو وطن "ڪنسہ" جيڪو چين جي اتر اولهہ واو صوبو هو ڇڏي ڏنو. بہ لک فوج وارو هي قبيلو هلندي هلندي "تڪلمان" جي رڻ ۾ اچي پهتو، جتي سندن همر نسلي قبيلي "ووسن" سان مقابلو ٿيو جنهن ۾ هي ڪامياب ٿيا، ووسن جو سردار مارجي ويو. آخر هي "ڊنيز ايسڪ ڪل" پار ڪري وسيع چراگاهن تي قابض ٿي ويا. هن قومر جو هڪ حصو تبت جي سرحد وٽ آباد ٿي ويو ۽ ٻيو حصو اولهہ طرف وڌندو ويو جنهن کي روڪڻ لاءِ "ساڪا" قومر ڪوشش ڪئي پر هو بہ شڪست کائي ويا آخر يوچي قبيلا اتر وارن لڪ مان لنگهي اچي هندستان پهتا.

ووسن قبيلي وارن پنهنجي شڪست جو بدلو وٺڻ لاءِ "نينگ نو" قبيلي وارن سان ٺاهہ ڪيو ۽ ڪين ساڪا قبيلي وارن کان هٿ ڪيل ايراضي مان ڀڄائي ڪڍيو ۽ هو دريا سيحون جي طرف هليا ويا ۽ اتي "ٽاهيا" قومر جي علائقي کي هٿ ڪيو، اهڙي طرح هنن باختر جي علائقي تي ديرو ڄمائي ورتو ۽ دريا سيحون جي ڏکڻ تائين پنهنجو راڄ قائم ڪري ورتو. پهرين صدي جي شروعات ۾ يوچي قوم جي سردار "گڊ فائس اول" پنهنجي قبيلي جي ننڍين ننڍين ٽولن کي گڏ ڪري فوج تيار ڪري ڪابل ۽ ڪشمير کي هٿ ڪري ورتو ۽ پوءِ پنجاب جي طرف وڌيو.

يوچي ستين آهن، انهن جي هڪ شاخ يا پاڙو گجر آهي ۽ ٻيو جت،هن قبيلي جي جت پاڙي وارا بولان لڪ مان داخل ٿي سنڌ ۾ رهڻ لڳا ۽ آخرڪار هو گجرات ۽ ڪاٺياواڙ تائين آباد ٿي ويا. تاريخ انهن کي بہ ستين لکيو آهي.

ستين يا يوچي قبيلي وارن جي ٻولي سڪري يا هردي وغيره هئي. جيڪي راجپوت گجرات ۽ دکن ۾ رهيا تن جي ٻولي هندي ٿي وئي. اٿئين آباد ۽ ڪشمير وارن جي گجري ٻولي ٿي وئي. پنجاب ۾ پنجابي ڳالهائڻ لڳا ۽ سندن ٻولي تبديل ٿيندي وئي. سرائڪي جنهن کي ملتاني چون ٿا ۽ گجري زبان جنهن کي گجراتي چون ٿا ۾ تبديل ٿي وئي. هوخود لکي ٿو گجر، راجپوت ۽ جت هڪ قبيلو آهي.

شاهان گجر جي ليکڪ نہ ايترو لکيو آهي پر سنڌ جي اصل نسل "قومر سمات" پڻ چيني نسل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي هو ڪرشن ۽ ٻين هندو ديوتائن کي چيني چوي ٿو. جن حڪمرانن هندستان تي شان و شوڪت ۽ دٻدٻي سان حڪومت ڪئي تن جو تعلق پڻ انهي قبيلي سان ڏيکاريو آهي.

مولوي عبدالمالڪ وانگر اڪثر غيرملڪي عالمن ۽ نسب تي کوجنا ڪندڙ يورپين جت کي ستين نسل مان ڏيکاريو آهي جو يونانين ساڪاديپ کي بگاڙي ستيا لکيو جنهن کي بنياد بڻائي هنن کي تاتاري، منگول ۽ چيني نسل جو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن جت درياءَ سنڌ، سنڌ جي ميداني علائقن ۽ سنڌي سمنڊ وارن علائقن ۾ وڏي اڪثريت سان رهندا هئا. خود ٽاڊ مڃيو آهي تہ جت ڪوهستان جود ڪان وٺي مڪران تائين ڦهليل هئا.

شوميد يعني گهوڙي جي قرباني جو رواج سنڌ ۾ ستين کان اڳ ۾ جاري ٿي چڪو هو جو آريو لقب وٺندڙن جڏهن قديم سنڌين جي سماج جو حصو بڻجڻ لاءِ تيار ٿي ويا تہ لازمي هو تہ قديم سنڌي بہ انهن جي رسمر و رواج ۽ مذهبي عقيدن کي پاڻ وٽ جاءِ ڏين جنهن ڪري هتي شوميد يعني گهوڙي کي قربان ڪرڻ واري رسمر جو آغاز ٿيو. جنهن سان ادا ڪندڙ، اعليٰ نسل واري ذات يا ذاتين ۾ شامل ٿي ويندو هو جنهن کي اسان اڳتي هلي راجپوت سڏيو جيڪا رسمر جشن نوروز يا خاص ڏڻ جي موقعي تي ادا ڪئي ويندي هئي.

تاتاري گهوڙي جي قرباني ڪرڻ واري رسمر پنهنجي لاءِ اعزاز ۽ مقدس سمجهندا هئا جن سنڌ سلطنت ۾ گهڻي عرصي تائين رهڻ جي باوجود جاري رکي. جڏهن تہ قديم سنڌي درياءَ سنڌ کي مقدس سمجهندا هئا جو انهن جي خيال موجب اهو مقدس جبل ۽ جبلن جي وچ مان وهي نڪري ٿو جنهن جي تصديق توريت ۾ ٿيل آهي تہ جنت مان چار درياءَ نڪرن ٿا

جنهن مان هڪ سنڌو آهي.

ٽاڊ جنهن هندن، برهمڻ مت تي ڪم ڪيو هو تنهن خود مڃيو آهي ته "جڏهن هندن جو عقل تنزل تي پهتو ته هنن کي سچ ۽ حقيقت ۾ مزو نه آيو، جنهن ڪري انهن پنهنجن تحريرن ۽ تصنيفات ۾ ڪوڙ کي شامل ڪري پنهنجي وڏائي ظاهر ڪئي ۽ قائم ڪرڻ لاءِ قدرت جي قانون جي خلاف ورزي ڪئي جنهن جي نتيجي ۾ مٽ، ڪهاڻيون ۽ داستان جوڙيا ويا ۽ پنهنجي حسب ۽ نسب کي تبديل ڪيو ويو ۽ ڪنهن ماضي جي شاندار قوم سان ڳانڍاپو ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. حقيقت اها آهي ته هندومت جي جت ۽ سٿين واري روايت کي قبول ۽ عام ڪرڻ جو سهرو ابو الغازي نالي واري ليکڪ جو آهي جنهن کي جواز بڻائي جيمس ٽاڊ جت کي سٿين مان ڏيکاريو ۽ شاهان گجر جي عبدالمالڪ به انهن روايتن ۽ جيمس ٽاڊ کان متاثر ٿي گجر، راجپوت ۽ جت کي ٻاهران ايندڙ قومن مان بيان ڪري ڇڏيو پر جيڪڏهن هو ڌرتي ڌڻين جي حق ادائگي ڪري ها ته ڪيس ڪافي مواد، ثبوت ۽ شاهديون ملي وڃن ها! پر هن لکير جو فقير بڻجڻ بهتر سمجهيو.

جديد دؤر ۾ بي ايس ڊاهيا JATS نالي ڪتاب لکي ٽاڊ ۽ عبدالمالڪ جي راءِ سان متفق ٿيو ۽ لکيو ته ان قوم جي شناخت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ هو هين کان اڳيرو ٿي لکي ٿو:

"ان ڳالھ تي تعجب ۽ شڪ ۽ شبھ جو اظهار ڪري سگهجي ٿو ته اسان مختلف نسلن کي هڪ ئي عنوان ۾ گڏ ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهو ته شاڪا (ساڪا) ڪشان، هن ڪيدائي، خيوني، تکر سڀ الڳ الڳ نسل سان تعلق رکن ٿا. انهن سيني کي جت نه ٿو چئي سگهجي. هن وقت تائين تاريخ انهن کي الڳ الڳ سمجهيو آهي ۽ لکيو آهي ۽ وسيع ايشيائي ميدانن ۾ انهن کي هڪ ٻئي جو پاڙيسري (سرحدي) ظاهر ڪيو وڃي ٿو. انهن سوالن جو جواب سڌو ۽ سادو آهي ۽ اهو هي آهي جيتوڻيڪ انهن جو نسل هڪ ئي هو يعني هو جت هئا پر انهن جي حڪمران خاندانن جڏهن حڪومت قائم ڪئي ته هنن پنهنجي پنهنجي قبيلي جو نالو استعمال ڪيو ۽ اهي ئي قبيلائي نالا هئا جيڪي مؤرخين تائين پهتا مثال طور منڊ، ڪشان، ڪيداري، تکر وغيره. ايشيائي علائقن کي هڪ ٻئي جي پويان ڪنهن هڪ يا ٻئي ڪنهن جت قبيلي سان منسوب ڪندا ويا."

بي ايس ڊاهيا جي مطابق سنڌ ۽ هند جي علائقي تي حڪمراني ڪندڙ طبقہ يا خاندان جو تعلق جت قبيلي وارن مان آهي جيڪي چين، تاتار ۽ منگول جي مختلف قبيلن جو گڏيل نالو آهي. جيڪڏهن اسان جيمس ٽاڊ، عبدالمالڪ ۽ بي-ايس ڊاهيا ۽ انهن جي حمايتن جي راءِ کي تسليم ڪريون ته پوءِ مڪران کان وٺي بنگلا ديش تائين چين جي قديم ماڻهن جي رهائش جو مسڪن يا هند هو، جتي ڪا به انساني آبادي ڪو نه هئي پر جيڪڏهن هجي به ته انهن مان اڪثريت لڏپلاڻ ڪري اولھ يا ٻئي ڪنهن پاسي پناھ وٺڻ لاءِ ملڪ خالي ڪري هلي ويئي ۽ جيڪي ڪنهن به سبب جي ڪري وڃي نه سگهيا اهي انهن ۾ شامل ٿي يا ضم ٿي ويا، اهڙي طرح سان قديم سنڌ سلطنت جا سنڌي پنهنجو وجود وڃائي ويهي رهيا ۽ جيڪي اڄ ڪلھ اسان هتي رهون ٿا اهي سڀ نه پروڏي اڪثريت ۾ چينن ۽ منگولن جي اولاد آهيون، ڪهڙي نه ڪل جهڙي ڳالھ آهي جو ملڪ جو نالو يا نالا ساڳيا، رسم و رواج ۽ هٽ ڪاٽ، عادتون ۽ طور طريقا مهين جي ماڻهن وارا ۽ جين (نسلياتي شڪل - شبھ، هائي، قد بت) ٽيھ هزار سال قبل مسيح جي رهڻ وارن ماڻهن جو، پر نسلي تعلق 2000 قبل مسيح کان 712 عيسوي تائين ۽ بعد ۾ اچڻ وارن قبيلن سان ڳنڍڻ.

قديم سنڌي قبيلن آريو جي رسمن جي نه رڳو پاسداري ڪئي پر انهن کي پاڻ وٽ جاءِ ڏيئي ادا ڪندا رهيا جيئن هو سماج ۾ زنده رهي سگهن، جنهن جي تصديق اٿرويد مان ٿئي ٿي ته "ديوتاجي بي حرمتي ڪرڻ وارن دسيو کي انهن جي مٿان قربان ڪيو وڃي." يعني مذهبي پاسداري نه ڪرڻ وان کي پڪڙي ان ديوتا جي نالي تي ڪٺو وڃي جو هو بقول اٿرويد ته "اهو مذهبي رسمون ادا نه ڪندا هئا ۽ هو انسانن جهڙا نه هئا" انهي ڪري قديم سنڌي قبيلا هنن جون اهي مذهبي ۽ سماجي رسمون بجا آڻيندا هئا جيڪي هو خانه بدوشي واري دور ۾ منگوليا ۾ ادا ڪندا هئا.

برهمڻ مت جيڪا طبقاتي سماجي نظام تي قائم ٿي هئي تنهن ۾ چوٿين ورن جي تشڪيل خاص طور غير آريائي يعني مقامي ماڻهن تي مشتمل هئي جن مهاڏو اٽڪايو هو. ڊاڪٽر رام شرن شرما مختلف حوالن سان لکيو آهي ته "آريائي ديوتا اندر جو ذڪر داسيو جي فاتح جي حيثيت ۾

ٿئي ٿو جيڪي انسان آهن. چيو وڃي ٿو ته اندر اسفل داس ورن کي غار ۾ پڪڙي قيد ڪري ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته دنيا جي منتظم هجڻ جي حوالي سان هو داسيو کي محڪوم بنائڻ واري مهم جي ذميواري پنهنجي سر کنئي هئي."

رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو ته هن ديومالائي ڪردار جي مالڪ جو ڪم قديم سنڌين جي انهن قبيلن ۽ خاندانن کي دسيو بنائڻ هو جنهن کان منو ڌرم يعني برهمڻ مذهب ۽ سماج کي خطرو ٿي پئي سگهيو. انهيءَ ڪري ورن کي محفوظ بنائڻ شروع ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ به قديم سنڌي قبيلن انهن جي رسم ۽ رواج کي پنهنجي رسم و رواج جي جاءِ تي جاري ڪيو جنهن ڪري يورپي ۽ هين عالمن کي موقعو مليو جو هنن مقامي قبيلن کي ڌارين ۾ شمار ڪري ڇڏيو.

رگ ويد جي منڊل پهرين مان معلوم ٿئي ٿو ته هي خانه بدوش قبيلا سنڌ جي خوشحالي ۽ دولت ڏسي هر ڪجهي پيا ۽ اهو حرص پيدا ٿيو ته هو انهن جي دولت کي حاصل ڪن جنهن ڪري انهن سان مسلسل جنگ واري صورتحال رهندي هئي جنهن ڪري به ڪيترا مقامي خاندان انهن جي تابع ٿي ويا ۽ انهن واريون سماجي ۽ مذهبي رسمون ادا ڪرڻ ضروري سمجهيو ۽ جڏهن انهن کي وارو مليو يا طاقت حاصل ڪري ويا ته هو هڪ قوت بڻجي اپريا ۽ پنهنجي ملڪ ۽ وراثت جا مالڪ بڻيا. انهن کي به غيرملڪي عالمن مقامي قبيلن ۾ شمار نه ڪيو. اهڙي طرح سان جت قبيلي کي به انهن جي بهادري ۽ شجاعت جي ڪري چيني نسل سان ڳنڍي ڇڏيو.

رگ ويد ۾ واضح طور اهي ثبوت ملن ٿا ته آريا جو هيرو عرف عام ديوتا اندر زوري سنڌين کي آريو سماج ۾ داخل ڪري رهيو هو. جيئن هنن جو تعداد وڌي ۽ قديم سنڌين جي انهن قبيلن ۽ خاندان کي غلام يا شودر يا داسيو بڻائي جن آريائي مذهب ۽ سماج کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو رگ ويد منڊل 6 (22-10) ۾ آهي "بابا! اسانبا رياني وترا ڪارو وجرن تسو تو ڪانا هشاني" جنهن جو مطلب آهي ته اندر ورتر (سنڌ سلطنت جو هڪ قبيلو) وارن کي آريو ڪري رهيو آهي يعني داسيو کي آريا ۾ شامل ڪري رهيو آهي. اهڙي طرح سان رگ ويد منڊل پهرين ۾ آهي ته آريا ديوتا اندر داسيو کي آرين مان خارج ڪري رهيو آهي، جنهن مان اهو واضح هئي ٿو، قديم سنڌين کي سنڌ سلطنت کي بچائڻ واري ويڙهه دوران آريا جنهن کي چاهيندا هئا. پاڻ سان شامل ڪري ڇڏيندا هئا ۽ جڏهن ناراض ٿيندا هئا ته انهن کي محڪوم يا غلام بنائي داسيو جو لقب ڏيئي ڇڏيندا هئا. رگ ويد جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته جيڪي سنڌي قبيلا يا ڪٽنب داسيو ٿيڻ نه چاهيندا هئا ته انهن جي مردن کي قتل ڪري انهن جي عورتن کي غلام بڻائي ڇڏيندا هئا. اهڙو ذڪر رگ ويد منڊل 8 ۾ موجود آهي.

انهيءَ صورتحال جي ڪري ڪيترا عزت وارا ڪٽنب، ڪهول ۽ قبيلا پنهنجي ناموس کي بچائڻ لاءِ آهستي آهستي آريا قبيلن ۾ شامل ٿيندا رهيا جيڪو انهن لاءِ آسان هو، ڇاڪاڻ ته ڪشميري سنڌي ۽ هين صدين کان وٺي انهن سان مٿيون مائٽيون ڪيون هيون. اهڙي طرح سان سنڌي قبيلا چيني ۽ منگول قبيلن ۾ شامل ٿي ويا، جن کي عالمن بغير ڪنهن تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ جي چني ۽ منگول چئي ڇڏيو. جيتوڻيڪ انهيءَ قبيلي وارن مان ڪيترا دسيو ۽ شودر بڻجي وڏي اڪثريت ۾ غلام ٿي ويا هئا جن جي وڏي اڪثريت سنڌ سلطنت جي اترين ۽ اولهندي پاسي ۾ موجود هئي ۽ جڏهن آريا قوت گهڻجي ويئي ته اهي انهن ۾ شامل ٿي ويا پر اسان جا محقق انهن سيني کي گڏائي وري به ڪنهن غيرملڪي قبيلي جو حصو بڻائي ڇڏيو، جنهن جو وڏو مثال يادؤ عرف جادو قبيلي جو آهي جنهن مان اڪثر سنڌي قبيلا آهن ۽ اڄ به موجود آهن، انهيءَ مان راجا ڪرشن هو جنهن، سيام جي لقب سان سڏيو ويو جو هو ڪٽڪ رنگو ۽ سنڌي قبيلن جو سرواڻ هو تنهن کي به ڌاريءَ نسل وارن ۾ شامل ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ رگ ويد جي آخري دؤر ۾ آريا ديوتا اندر کي ڪرشن ۽ يادؤ قبيلي سان مقابلو ڪندي ڀڄايو ويو. رگ ويد ۾ پڻ آرين جي شڪست ۽ قديم سنڌين جي فتح جو ذڪر موجود آهي. ڏهراجائن واري جنگ حقيقت ۾ سنڌين ۽ غيرسنڌين جي وچ ۾ هئي. جتان سنڌي راڄن ۾ راجپوت چورائڻ نسلن ۽ قبيلن جي شروعات ٿي جيڪي حقيقت ۾ اهي قبيلا، خاندان ۽ ڪٽنب هئا جن کي عالمن شودر يا سودرا ۽ قبيلو سڏيو آهي جن جو ذڪر سڪندر مقدوني جي تاريخ نويسن، چيني سياح هيون سانگ ڪيو آهي. سنڌ جي راءِ گهراڻي جو پڻ تعلق انهيءَ قبيلي سان هو.

جڏهن گوتم ٻڌ برهمڻ مت جي خلاف آواز بلند ڪيو ته قديم سنڌ ۽ سنڌ جي انهن قبيلن ٻڌ مت کي قبول ڪري ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو هو جيڪي، منو جي قانون، اندر ديوتا جي ديومالائي ڪردار ۽ آريائي سماج جا پيڙهيل ۽ ستايل هئا، جنهن ڪري ٻڌمت سڄي هندستان ۾ ڦهلجي ويو پر ان جو

مرڪز موجوده سنڌ جي حدن اندر هو ۽ اتي هڪ مخصوص علائقي لاڙڪاڻي کي ڀڏيا جي نالي سان سڏيو ويندو هو، جنهن ۾ جت، سمہ ۽ سومرا قومون وڏي اڪثريت سان رهنديون هيون ۽ انهن جو ڏرم پڌ ڏرم هو.

مٿين حقيقتن بيان ڪرڻ کان پوءِ اها ڳالهه پڻ پڌري آهي تہ جت قديم سنڌي قبيلو آهي، جن جو تعلق سنڌ سلطنت جي دؤر يعني مهين جي عروج واري وقت سان آهي جن کي رگ ويد اجميد جي نالو سان سڏي ٿو جنهن جو وڏو ثبوت منو ڏرم جو رنگ ۽ نسل جي ورهاست آهي. جت سانوارا ۽ ڪٽڪ رنگا آهن، جڏهن تہ چيني، منگول يعني سٿين ۽ تاتاري پيلي چمڙي يا زرد رنگ جا آهن تہ پوءِ جت، يادؤ، جادو ۽ راجپوت ڪيئن آريا، ڪشان ۽ سٿين ٿي سگهن ٿا.

## جت جي اصليت

جت قديم سنڌيءَ ٻوليءَ جو لفظ آهي جيڪو ٻن اکر: ج- معنىٰ، جتي، اُتي، ات ۽ ت- معنىٰ ٿي يعني وڃڻ، اتي وڃڻ جتان نہ موٽڻ مطلب اڻ موٽ، ارڙو، بهادر جنگي جوان، جڏهن جنگ يا لڙائي تي ويو تہ پني ڏيئي نہ موٽيو، مئي مارائي ڪانسواءِ نہ موٽيو. جنهن کي جوڙو چئجي. مطلب جت قديم سنڌي ٻولي جو لفظ آهي. جنهن کي ٻين لفظن ۾ جوڙو چئجي. جن جو ذڪر مها ڀارت کان وٺي عرب تاريخ نويسن تائين آهي. جيڪي مرڻ مارائڻ لاءِ تيار ٿي هڪ ٻئي کي زنجيرن، رسن ۽ پٽڪن سان ٻڌي ميدان جنگ ۾ وڙهندا هئا جو ايران جي شهنشاهہ ۽ مسلمان خليفي جي وچ ۾ ايران تي حملي دوران ٿيندڙ هڪ جنگ جو نالو جتن جي انهي خصلت جي ڪري جنگ سلاسل پئجي ويو.

جاٽ جي مصنف بي ايس ڍاهيا جي بقول، جاٽ (جت) لفظ غالباً سنسڪرت جي لفظ "يوڌا" مان ورتو ويو آهي جنهن جو مطلب آهي جنگجو. هن وقت بہ ڪيترا جاٽ (جت) آهن جن جو نالو جوڌا يا گوڌا آهي. تحقيقت لغات ۾ مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي لکيو آهي جوڌو سنسڪرت جي لفظ يوڌر مان نڪتو آهي جنهن جي معنىٰ آهي، جڌ ڪندڙ، سپاهي- پهلوان. مطلب ڀڌ، لڙائي ۾ حصو وٺڻ وارو بان ڪو جوان. محترم چاموٽ حاجي خان چاچڙ سنڌي لکيو آهي، جت جنهن جي معنىٰ آهي ڪٽڪ رنگو، بهادر، جنگجو ۽ جنگي جرنيل.

رگ ويد ۾ جت کي اجميدا سڏيو ويو آهي جنهن جو تعلق سنڌ سلطنت واري دؤر سان هو. ٽاڊ راجستان ۾ لکي ٿو شروعاتي ذاتين مان اجميدا، ديو ميدا ۽ هر ميدا هيون. انهن مان ديو ميدا مهاٽو- هر ميد (ماڇي) جو ذڪر شاستر جي ڪتابن ۾ وڌيڪ نہ آهي، پر اجميدا (جت) جو نسل هند، اتر هندستان ، پنجاب، سنڌ ۽ سنڌو درياءَ تائين ڦهلجي ويو.

جت قبيلي متعلق اصل حقيقت هي آهي تہ هي سنڌ سلطنت جي عروج واري دور ۾ جڏهن مهين ۽ هڙاپا جهڙا سوين شهر، زراعت ۽ واپار ڪري عروج تي وڃي پهتا هئا. هي ٻنيءَ کان منڊيءَ تائين مال پهچائيندا هئا ۽ ساڳي وقت پوڪي راهي بہ ڪندا هئا. جڏهن سنڌ سلطنت باغين ۽ گهرو ويڙهہ جي نظر ٿي ويئي تہ هي شهرن کي بچائڻ، واپاري ٻيڙن جي حفاظت ڪرڻ ۽ شهري پناهن جا محافظ بڻجي ويا. جن آخري گهڙي تائين آريا لقب وارن سان وڙهندا رهيا تانجو هوسنڌ سلطنت تي قابض ٿي ويا ۽ سنڌي شهر برباد ٿي ويا ۽ هي انهن جا جنگي قيدي بڻجي ويا جن کي هند مت جي تحت شودر جو درجو ڏنو ويو.

هي نهايت بهادر ۽ غيرت مند قوم هئي جنهن سنڌ سلطنت جي زوال وقت مرڻ کان پوءِ پنهنجن ننگن جي بي حرمتي ۽ قيدي بڻجن جي خوف کان ستي جو رواج وڌو ۽ بعد ۾ ڀڌ مت وارن مردن کي ساڙڻ شروع ڪيو تہ جت ۽ ٻين ذاتين جي مڙس سان گڏ زال کي ساڙڻ جو قانون جوڙيو. انهيءَ رسم و رواج جا اهڃاڻ ستي اسٿون جي نالي ننگر پارڪر جي مختلف هنڌن ۽ جين مت جي مندر ۾ محفوظ ٿيل آهن. جيڪي يقينن، جت ذات وارن جي ئي عڪاسي ٿيل هوندي. هيرو ڊوٽس تہ ايترو بيان ڪري ٿو تہ جت پنهنجي سواري واري جانور کي بہ ساڙي ماري ڇڏيندا، جيئن اهي دشمن جي ڪم نہ اچي سگهن. شايد اهو رواج مهين جي زوال 1250 ق-م ۾ شروع ٿيو هجي جيڪو گهٽي وقت تائين هليو ۽ جيڪي جت آخري ڏينهن ۾ پنهنجن ڀائرن ۽ عزيزن کي جنگ جي ميدان ۾ ڇڏي. ننگ، زالون ۽ ٻار وٺي محفوظ هنڌ جي تلاش ۾ هڪ طرف يورپ تائين وڃي پهتا ۽ ٻئي طرف چين وڃي نڪتا. اتي بہ اها رسم برقرار رکي.

سنڌ سلطنت جي زوال وقت عراق ۽ مصر جون تهذيبون پنهنجي عروج تي هيون ۽ چين ڏورانهن ملڪ هجڻ جي ڪري بہ تهذيب ۾ پروان چڙهي رهيو، جنهن جي ترقي ۽ خوشحالي ڏسي هميشہ تاتاري منگوليا کان اچي ڦرلٽ ۽ بربادي ڪري ويندا هئا جنهن ڪري تہ چين ۽ ان جي عوام جي حفاظت لاءِ

سرحدن تي ديوار چين ۽ ان جهڙيون مٽيءَ جون ديوارون تعمير ٿيڻ شروع ٿي ويون. جنهن ڪري منگول قبيلا ڪڏهن ڪڏهن سنڌ ڏانهن رخ رکندا هئا، انهيءَ اچ وڃ واري عمل جي ڪري جڏهن سنڌي پناهگير واپس سنڌ ۾ آيا ته اولهه جي عالمن انهن کي سٿين سڏيو ۽ ايتريقدر لکيو ته سنڌ، سٿين ٻوليءَ جو لفظ آهي، سنڌ تي مٿس سٿين نالو رکيو آهي ۽ پوءِ پنهنجي غلط بياني کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ مفروضي مٿان مفروضي ۽ ڪوڙ ٻڌندا ويا تانجو انهن سٿين کي اصل قبيلا ئي نالي جٽ تي آڻي بيهاريو ۽ لکي ڇڏيو ته هي چيني نسل جا ماڻهو آهن. جڏهن ته انهن جي نالي تي قائم ستي واري رواج کي به سٿين جو رواج قرار ڏنو. جڏهن ننگر پارڪر ۽ ان جي آس پاس ملندڙ ستي پٿر ۽ جين مندرن جا آثار 1000 سال قبل مسيح سان تعلق رکن ٿا. جڏهن ته سٿين جي اچڻ وارو عرصو 600 قبل مسيح ٻڌايو ويو آهي.

جٽ جو عام مفهوم هاري ۽ زراعت ڪار جو به ورتو ويو آهي. پنجابي ٻوليءَ جي اصطلاح ۾ ڏنار ۽ مالوند ماڻهو جٽ سڏيندا آهن، ڊينزل انٽسن لکي ٿو سنڌ جو قديم زراعتي قبيلو جٽ آهي، جنهن جي به هڪ قديم تاريخ آهي. سنڌ سلطنت جي عروج واري دؤر ۾ هو زمين آباد ڪرڻ سان گڏ، ٻني ڪان منديءَ تائين مال پهچائڻ جي ذميواري نڀائيندي هئا ۽ جڏهن سنڌ سلطنت جي حدن اندر خانہ جنگي ۽ بغاوت ٿي ته هي فصلن ۽ شهرن جي حفاظت تي مامور ٿي ويا ۽ باغين جي حملن دوران مهين، هڙاپا، ڪاليبگن ۽ ٻين شهرن جي قلعن جي حفاظت فوجي سپاهي جي حيثيت سان ڪئي جنهن ڪري هو هر وقت حملہ آورن سان مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار رهندا هئا ۽ هو زراعت ڪار، ٽرانسپورٽر سان گڏ پيشيور فوجي بڻجي ويا. بنيادي طور هنن جو تعلق چندر بنس خاندان سان هو جيڪي اصل قديم سنڌي هئا.

غيرملڪي عالم جن تاريخ کي سهيڙيو آهي تن جٽ کي انگريزي ۾ JAT ڪري لکيو ۽ ان جي ترجمي ڪندرن ۽ غيرملڪين انگريزي واري تلفظ جاٽ کي برقرار رکيو ۽ پوءِ ان کي جيٽي، گيٽي سڏيو ويو. انهن الفاظن جي ڦير گير جي ڪري ڪن عالمن انهن کي سٿين سان ملائي چني ڪري ڇڏيو. جڏهن مان جٽ ذات ۽ ان جي نسب متعلق چنڊڇاڻ ڪئي ته تبت جي سرحد ۽ خوارزم کان وٺي قديم سنڌ جي سرحد تائين ڪا به ذات سٿين جٽ ڪو نہ ملي.

سنڌ سلطنت واري دؤر ۾ موجوده پاڪ هند جي پنجاب وارا علائقا ان جو حصو هئا. تن علائقن ۾ رهندڙ قديم قوم کي غيرملڪين جٽ بدران جاٽ سڏيو هو پر اڄ تائين سنڌ ۾ ان اصل نالي جٽ سان سڏيو وڃي ٿو، جيڪي شو ديوتا جا پوڄاري هئا.

هندستان ۾ هندو مت ماڻهن کي طبقن ۽ رنگن ۾ ورهائي ڇڏيو، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ نئون نسل راجپوت نالي سان وجود ۾ آيو، جن هميشہ طبقاتي، نسلياتي ۽ مذهبي بنياد تي اختلاف رکيا، جنهن جي نتيجي ۾ راجپوت ۽ جٽ جي وچ ۾ وقت به وقت اختلاف ٿيندا رهيا. جنهن جو اثر ماضي کان وٺي حال تائين پنجاب ۾ نظر اچي ٿو جتي راجپوت ۽ جاٽ قبيلا ورهايل آهن. انهيءَ ڪري ڪننگهم رايو رکيو هو ته جٽ ۽ راجپوت هڪ نسل جا ماڻهو نہ آهن ۽ اڄ تائين اختلاف نظر اچن ٿا. جيتوڻيڪ راجپوت ۽ جٽ قديم سنڌي آهن جنهن جو تفصيلي ذڪر پنهنجي جاءِ تي ايندو. ڊنزل ابٽسن جو رايو آهي راجپوت مان مذهبي ماڻهو برهمڻ ۽ هاري جٽ ٿي وڃي ٿو. هو وڌيڪ لکي ٿو ته جاٽ کي جو مطلب هارپ آهي ۽ جٽ لازمي طور زراعت اختيار ڪرڻ واري لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ آهي، پر اسان جي تحقيق موجب ايئن نہ آهي ۽ سندن نسلياتي سڃاڻپ جٽ نالي سان آهي ۽ هنن جو شروعاتي پيشو زراعت هو جنهن جو ذڪر مان ڪري آيو آهيان.

جٽ جي بنيادي پيشي زراعت ڪار مان به اها ثابتي ملي ٿي ته جٽ سٿين يا چيني نسل مان نہ آهن، اسان کي اڄ تائين ڪا به اهڙي چاڻ ڪو نہ ملي آهي ته سٿين زراعت ڪار هئا، پر هو مال وند ۽ خانہ بدوش هئا.

جٽ جي گذريل صفحن ۾ بيا ڪيل اصليت جي تصديق ۽ سند اها ڪهاڻي (MYTH) آهي جنهن جو تعلق قديم سنڌي ديوتا جيڪو سنڌو ڌرم جو پيغمبر ۽ اوتار هو جنهن سان منسوب قبيلن ۽ ذاتين بغاوت ۽ سازش کي ختم ڪرڻ لاءِ ميدان جنگ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو ۽ بعد ۾ هو منو ڌرم جي نمورتي جو حصو ٿي ويو جو باغين جي سلامتي لاءِ ان کي مڃڻ ضروري ٿي پيو هو، يعني شوديوتا جيڪو مهين کان نڪري سيوهڻ کان ٿيندو انهي ڪري سيوهڻ جو اصل نالو شو+آستان، شوستان ۽ پوءِ سوستان ٿيو يورپ تائين وڃي پهتو.

شوديوتا جنهن جي قدامت جي ڪا به خبر ڪونهي پر اهو امڪان زياده آهي. حضرت نوح جي ٻوڏ کان پوءِ جيڪا

امت سنڌ ۾ رهي ۽ حضرت نوح جي صحيفن جي وارث ٿي جنهن کي صابئين چيو ويو (ان سلسلي ۾ سنڌ جي تاريخ جلد پهريون حصو پيو پڙهندا) ٿو ان تي عمل ڪرڻ جي هدايت لاءِ وقت بہ وقت پيغمبر ۽ اوتار ايندا يا پيدا ٿيندا رهيا. شوبہ انهن مان هو، جنهن کي رگ ويد ۾ ردرياورو جي نالي سان ياد ڪيو ويو آهي ۽ ردرياورو مهين جي تباهي کان پوءِ لاڙڪاڻي شهر وٽ نئون شهر ٻڌو ويو جيڪو مهين جي شهر پويان رور سڏيو ويو جنهن جي معنيٰ آهي اڳئين شهر جو نعم البدل يا ان شهر جو برابري وارو شهر يا ان شهر جهڙو شهر. ٻنو شهر ۽ هاٿي پشتو ۾ ان جي معنيٰ آهي پاءُ لاڙڪاڻو وارو شهر 1250 قبل مسيح ۾ مهين شهر جي بربادي کان پوءِ ان جي رهواسين بنياد رکيو هو ۽ ان جو نالو رکيائون رور يعني مهين ۽ شو وارو پيو شهر.

شوديوتا جي مجسم علامت ڏاند آهي، جنهن جون مهرون مليون آهن ۽ سنڌ ۾ ان جي اهميت زراعت سان وابستہ آهي. مهين جي شهر جي کوٽائي مان جام مليو آهي. شو جي ان علامت جو نالو نندي آهي. ان ڪانسواءِ شو ديوتا جي مٿان چنڊ جي موجودگي ۽ ڪمر وٽ نانگ جو وڪڙ، قديم دؤر جي انهن نشانين مان آهي جنهن سان خوشحالي، زرخيزي ۽ شادابي منسوب آهي. مطلب شو ديوتا، زراعت، صنعت، واپار ۽ خوشحاليءَ جي علامت آهي. جنهن جو تعلق سنڌ سلطنت سان هو.

شوديوتا جي نالي سان منسوب قبيلو پنج هزار ۾ سال قبل مسيح کان بہ اڳ اتر سنڌ يعني مهين واري علائقي ۾ رهندو جنهن جو ذڪر رگ ويد منڊل 7 جي ارڙهين بيت ۾ شو قبيلي جي نالي سان آيو آهي. جنهن آريائي قبيلي ڀرت جي حڪمران سوداس ۽ ان جي حمايتي قبيلن جو دڳ روڪڻ لاءِ ملتان وٽ راويءَ جي ڪناري سنڌي قبيلن هالاڻي، ڀهلاڻي جي مدد سان مهاڏو اٽڪايو هو، جنهن کي رگ ويد ۾ ڏهن راجائن جي جنگ جو نالو ڏنو ويو ٿو جيڪا حقيقت ۾ قديم سنڌين ۽ باغين جي وچ ۾ مهاڀاري لڙائي هئي، جنهن ۾ سوداس فتح مند تہ ٿيو هو پر جن سنڌي قبيلن ۾ ان ۾ حصو ورتو انهن جي اولاد کي راجپوت جو لقب مليو. هي اهو قبيلو آهي جنهن کي سڪندر جو تاريخ نويس ايرين، سبوئي قبيلو سڏي ٿو ۽ اسٽرالو، پلائني ۽ بيطلموس ڪين جاتو لکي ٿو.

شوديوتا جنهن کي ڀيهر بحال ڪرڻ يا نئين سر تخليق ڪرڻ وارو ديوتا بہ چيو ويندو آهي جنهن ڪري ان کي ايشور سڏيو ويو آهي. انهيءَ جي ان عمل ڪري ان کي لنگ پوڄا جي صورت ۾ ظاهر ڪيو ويندو آهي جيڪو پيدا ڪرڻ جي خصوصي علامت آهي. انهيءَ علامت جو ظهور شوديوتا ان وقت ڪيو هو. جڏهن پنهنجا گهنڊي دار وار نانگ سان ٻڌي ڇڏيندو هو ۽ انهيءَ گهنڊيدار وار مان شوديوتا هڪ قبيلو پيدا ڪيو هو جنهن کي سندس جي نالي سان شو قبيلو ۽ وارن جي چٽ مان پيدا ٿيڻ ڪري جت سڏو ويو. يعني شو قبيلو ۽ جت قبيلو هڪ قبيلي جا ٻہ نالا آهن.

هي قبيلو بهادر هجڻ سان گڏ آبادي، زرخيزي ۽ مزاحمت جي بہ علامت هو. انهن سان منسوب شو جو مشهور تانڊو ناچ بہ آهي جنهن مان شان و شوڪت، ڪائنات جي دائمي چرپر ۽ زندگي جي گهما گهمي وارو تصور پيدا ٿئي ٿو. جت انهيءَ شؤ ديو جي چٽ سان منسوب ٿي جت سڏيو.

جت جي قديم سنڌي قبيلي مان هجڻ جو اهو بہ ثبوت واضح طور موجود آهي جنهن ۾ هو حضرت نوح جي پٽ حام جي نسل مان آهي. جڏهن تہ تاتاري، منگول، چيني ۽ ترڪ يافث جي اولاد آهن. آءٌ سنڌي قبيلن يا ذاتين متعلق هو بار بار چوندو آهيان تہ سنڌ سام جي اولاد آهن پر ڪجهہ حام جا قبيلا بہ هتي رهي پيا، جت، مهاڻو ۽ ماڇي حام بن نوح جي اولاد مان آهن جن کي آريائي دؤر ۾ آڻ نہ مڃڻ جي ڪري مليڇ قوم قرار ڏنو ويو هو جنهن کي عرف عام ۾ شودر سڏيو ويو، جنهن هنن کان علاوه ٻيا بہ قبيلا شامل هئا، جن وقت گذرڻ سان شودر مان سوداس پوراس ٻڌجي پنهنجي قومي حيثيت کي مڃائي ورتو.

حقيقت پٽ پڌري هئي آهي تہ جت، جت قبيلا جا انهن مان جڙيندڙ قبيلا بنيادي طور مهين جي شهر ملڪ ۽ اتر سنڌ جا ئي آهن ۽ هئا پوءِ جيڪي عروج حاصل ڪندا هڪ طرف چين ۽ ٻئي طرف يورپ تائين پنهنجو نالو ڪيرايو. ڏسو جت جو حقيقي تعلق رکندڙ شجرو:

## شجرو حام بن نوح – يعني ان جي نسل جي رهڻ جا هند ۽ قبيلن جا نالا



## شجرو يافث بن نوح - يعني ان جي نسل جي رهڻ جا هنڌ ۽ قبيلن جا نالا



## جت جي تاريخ ۾ حيثيت مها ڀارت ۾

سنڌ سلطنت جي اتر واري پاسي جنهن کي اترادي سنڌ چوندا آهيون ان کي مها ڀارت جي وقت سوويئر ديس يا ملڪ چوندا هئا جنهن جي گادي جو هنڌ رور هو جنهن بابت مان اڳ ۾ ئي لکي آيو آهيان ته رور موجوده لاڙڪاڻي شهر ۾ انهي هنڌ هو جتي هينئر شاهي بازار صديقي، بازار، ڪتاڻ بازار ويندي ريشم گلي کان جيلس بازار تائين ان جا آثار دڙي جي مٿانهين حالت ۾ هئا. جيڪي 1971ع ۾ بندر روڊ کان 15 فوٽن کان 20 فوٽ مٿي هو، جنهن جي هڪ پاسي ۾ درياءَ سنڌ جو اهو قديمي وهڪرو وهندو هو جيڪو سنڌ هالو کان نڪري چوهڙ پور وٽ، ٻئي سنڌ هالو ۾ پوندو هو جنهن ۾ ڪشمور کان هيٺ نڪرندڙ وهڪرو اچي شامل ٿيندو هو جتان درياءَ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويندو هو. هڪ اهو وهڪرو جنهن جو ذڪر ڪريان پيو رور جي اوپر مان گذري منڇر تائين ويندو هو جنهن کي اولهندي ناري سان سڏيو ويو، ٻيو وهڪرو اوڀر طرف نڪري صالح پٽ واري وهڪري مان نڪرندڙ ڇاڙ جيڪا ديهات مان گذري هئي تنهن ۾ شامل ٿي ويندو هو ۽ ٽيون وهڪرو رور جي اولهه طرف کان نڪري جهوڪر، چوٽياري نئر کان ٿيندو وڃي وارهه وهڪري سان شامل ٿيندو هو. جنهن ڪري هي علائقو جيڪو ٻهريان مهين جي نالي سان سڏيو ويندو هو. نهايت سرسبز آباد ۽ خوشحال هو، جتي مهين جي زوال کان پوءِ جت ذات وارن جي اڪريت رهندي هئي، جتي باغين جي حڪومت جي ابتڙ راجا جئدرٿ جي حڪمراني هئي جنهن کي مشهور حڪمران ڏريو ڌن پنهنجي ڀيڻ دهسلا جو سڱ ڏنو هو.

راڻي دهسلا پنهنجي مت نافذ ڪرڻ لاءِ پاءُ کان ٽيهه هزار (30,000) برهمڻ گهرايا هئا. هن جي دؤر ۾ ڪرو کيرتر جي جبلن ۽ پٽن ۾ مهاڀارت واري لڙائي لڳي هئي، جنهن ۾ شري ڪرشن حصو ورتو هو جيڪا ارڙهن ڏينهن لڳاتار هلندي رهي، جنهن جو بنياد ۽ پاندون جي زال دورپدي کي زوري ڪٽائڻ وارو معاملو هو. ڊاڪٽر احمد حسن داني لکيو آهي ته راجا ڏريو ڌن اهو ڪم پنهنجي ڀيٽيوي راجا جئدرٿ جي چوڻ تي ڪيو هو.

پاندون سان ڪورون جي ناانصافي ۽ ڏاڍ جي ڪري مهاڀارت واري جنگ لڳي هئي جنهن ۾ سه راجا ڪرشن جنهن کي جت به چيو وڃي ٿو جو ڪٽڪ رنگ جو هو ۽ سندس لقب شيام هو تنهن پاندون جي طرفداري ڪندي ارجن جو ساٿ ڏنو هو، جنهن ۾ ڪورون کي شڪست ملي هئي. هن يد ۾ جئدرٿ جت به حصو ورتو هو، جنهن ۾ هو مارجي ويو هو.

## فارس جي فوج ۽ جت

قديم سنڌ ۽ فارس جا تعلقات تمام قديم دؤر کان وٺي آهن پر سائرس جي وقت کان وٺي تاريخي تعلقات جو رڪارڊ موجود آهي جنهن 550- ق-م ۾ همخا منشي خاندان جي حڪمراني جو بنياد وڌو هو. انهيءَ خاندان جي حڪمران دارا اول (521 ق-م کان 485-ق-م) 512-ق-م ۾ سنڌ کي فتح ڪري پنهنجي سلطنت جو حصو بڻائي ڇڏيو هو. هن جي حڪم تي يوناني اميرالبحر سيڪائي ليڪس. سنڌو درياءَ جو منڍ کان وٺي سفر ڪيو هو ۽ اڍائي سالن جي مهم کان پوءِ وڃي مصر نڪتو. بقول هيروڊوٽس سنڌ فارس جو ويهون صوبو هو جيڪو سيني کان وڌيڪ شاهوڪار ۽ ڏن ڀريندڙ هو ۽ هر سال 1,078,272 پاؤنڊ ايراني خزاني ۾ جمع ٿيندا هئا.

دارا يوش اول جنهنکي درا اعظم ٻهريون به سڏيو وڃي ٿو تنهن جي سلطنت جون حدون سنڌ کان وٺي مقدونيه ۽ تراڪيا تائين ۽ آفريقا جي رڻ پٽ کان وٺي چين جي برف پوش سرحد تائين هئي، جنهن پنهنجي فوج ۾ هر هڪ صوبي جي الڳ الڳ ريجمنٽ قائم ڪئي هئي جنهن ۾ هڪ سنڌ ريجمنٽ به هئي جنهن جو ذڪر هيرو ڊوٽس زرڪسيز جي حوالي سان ڪيو آهي جنهن يونان تي ڪاهه ڪئي هئي. سندس فوج ۾ سنڌ جا جت جنگي جوان طور موجود هئا جن کي سوٽي لباس پاتل هو. انهن وٽ بيد جو ڪمانون ۽ بيد جا تير هئا جن جي منهن ۾ لوهه جو تير لڳل هو. جيڪي ارتا بيتس جي پٽ فارناز اٽريسڻ جي ڪمان هيٺ هئا. ڪڏهن ڪڏهن هنن کي صف بندي ڪندي ايٿوپيا، (حبش) جي فوج سان به گڏايو ويندو هو. هيرو ڊوٽس جي بيان مان معلوم ٿئي ٿو ته انهن جو گهٽي ۾ گهٽ تعداد ڏهه هزار جوانن تي ٻڌل هو. جيڪي گهوڙن ۽ رٿن تي سوار هئا جن کي گهوڙا ۽ خچر ڇڪي رهيا هئا ۽ پيادل فوج پاڻ سان گڏ شڪاري ڪتا ساڻ آندا هئا. جيڪي انهن جي آڏو هلي رهيا هئا.

تاريخ ۾ اهو ٻهريون دفعو ذڪر ٿيو آهي ته سنڌين جو لشڪر جيڪو جت ذات وارن تي ٻڌل هو ٻهريون دفعو ڪنهي کي جنگ ۾ ڪتب آندو.

جڏهن ته سنڌي مهين جي دؤر ۾ ڪتي کي جهنگلي مان

گهريلو جانور بڻائي ڇڏيو هو، جنهن جا نشان مهين جي ملندڙ سر تي موجود آهن. معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌين جي ڪتن واري فوج کي يوناني ۽ اسپارٽي ڏسي حيران ٿي ويا هوندا ۽ سنڌي فوج ميدان ماري ورتو هو.

جت جو ڪتي سان ويجهڙائي ۽ ان کي قابو ڪرڻ ۽ پالڻ عرب دؤر ۽ ان کان پوءِ بہ نظر اچي ٿو، جنهن جو ذڪر پنهنجي جاءِ تي ٿيندو.

## ارمابيل جي ميدان ۾

سنڌ جو اهو جيڪو درياءَ سنڌ جو اولهندو علائقو هو دارا اعظم اول کان باقاعده فارس جي سلطنت جو صوبو هو ۽ ساليانو ڏن ڀريندڙ هو. جيئن دارا اول جي فوج ۾ مختلف صوبن ۽ علائقن بہ پنهنجي سجاٽپ سان شامل هئي ان ۾ سنڌ جي ريجمنٽ بہ هو جنهن ۾ اڪثر سپاهي جت نسل سان تعلق رکندڙ هئا. دارا ٽيون 338-ق-م تان 330-ق-م جي وقت ۾ سنڌ ۽ سنڌ سلطنت جا علائقا مختلف رياستن ۾ ورهائجي ويا هئا فارس جي گرفت بہ سنڌ تي ڪمزور ٿي ويئي هئي پر ان جي باوجود فارس جي فوج ۾ سنڌي سپاهي پنهنجي الڳ سجاٽپ سان موجود هئا.

جڏهن سڪندر مقدوني 334-ق-م بهار جي موسم ۾ پنجٽيهہ هزار فوج وٺي، تيزيءَ سان ايراني سلطنت جي صوبي ايشياءَ ڪوچڪ مان گذري جڏهن 333-ق-م ۾ اسوس جي هنڌ پهتي تہ دارا ۾ لک کان وڌيڪ فوج سان ان جي سامهون ٿيو، جنهن ۾ سنڌي سپاهي بہ شامل هئا جن جو جت نسل وارن سان تعلق هو. يهودي مؤرخ جو زيفس جي مطابق دارا اها فوج انهيءَ نيت سان گڏ ڪئي هئي تہ سڪندر ايران ۽ ان جي حمايتي ملڪن جو لشڪر ڏسي پٺي ويندو پر ائين ڪونہ ٿيو ۽ ايراني لشڪر ۾ ڀاڄ پئي ۽ يونانين جي جنگي حڪمت عملي جي آڏو بي وس نظر آيا، پر سنڌي لشڪر نهايت بهادري سان وڙهندي نظر آيو.

دارا ٽيون ۽ سڪندر مقدوني جي وچ ۾ فيصلا ڪن جنگ 331-ق-م ۾ اربيلا جي هنڌ لڳي جنهن ۾ دارا ٽيون ۽ ان جو حفاظتي لشڪر يونانين جي حملن ۽ تيرن جي وسڪارن کان جان بچائي وٺي ڀڳو پر سنڌي جوڌا جت سپاهي يونانين جو رستو روڪي بيهي رهيا جو هو دارا جو پيڇو نہ ڪري سگهيا ۽ هو ميدان جنگ مان ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو. درالنسن لکيو آهي تہ سنڌي سپاهين ميدان جنگ ۾ پندرهن هاٿين سميت شريڪ هئا. جن يوناني سپاهي سان بهادري سان مقابلو ڪيو هو. اهوئي سبب هو تہ سڪندر اعظم، سنڌين جي بهادري ڏسي انهن کي آزمائڻ لاءِ سنڌ تي حملو ڪيو هو.

عرب ۽ سنڌين جو هڪ ٻئي سان هزارن سالن جو تعلق آهي ۽ ڪيترا سنڌي قبيلا جن ۾ جت بہ شامل آهن، عرب جي سرزمين تي مستقل رهائش اختيار ڪئي هئي لسان العرب ۾ آهي. الزطاجيل اسود من السند- زط يعني جت سنڌ جا ڪاري رنگ (ڪٽڪ رنگ) جا ماڻهو آهن. علامہ محمد طاهر گجراتي مجمع بحار الانوار ۾ لکيو آهي هي ڪاري رنگ جا سنڌين ۽ هندن جي اولاد آهن.

سنڌ جي جتن ۽ ايرانين جا تہ حضرت عيسيٰ کان سوين صديون اڳ تعلقات هئا پر عرب جا رهاکو بہ هنن کان چڱيءَ طرح واقف هئا ۽ يمن ۾ تہ انهن جي وڏي اڪثريت رهندي هئي جنهن جو ذڪر تاريخن ۾ آيو آهي، مڪي شريف ۾ انهن جو هڪ وڏو تعداد رهندو هو جنهن ڪري حضور جن انهن کان چڱيءَ طرح واقف هئا ۽ جڏهن معراج تان واپس آيا تہ اصحابن کي حضرت موسيٰ جي بابت ڀڇيل هڪ سوال جي جواب ۾ چيو تہ "اهو جتن جهڙو آهي." جت نہ رڳو مڪي پر مديني ۾ رهندا هئا جن ۾ ڪيترا قابل، هنرمند ۽ واپاري هئا. جڏهن بي بي عائشہ بيمار ٿي پئي هئي تہ هڪ مسلمان جت طبيب هن کي ڏسي ٻڌايو هو تہ سندس ٻانهي هن تي جادو ڪيو آهي. اهو نہ رڳو پر سائين جن هنن جي ٻولي سمجهندا هئا. يعني حضور جن سنڌي ٻولي کان چڱي طرح واقف هئا. عرب ۾ زط جي نالي سان مختلف شيون منسوب هيون جن جو ذڪر مؤرخن ۽ محققن ڪيو آهي. مطلب جت عرب جو ڇاتل سڃاتل سنڌي قبيلو هو.

ايران تي جڏهن حضرت ابوبڪر صديق جي وقت ۾ حملو ٿيو تہ سنڌي جت ايران جي بادشاهہ پاران جنگ سلاسل کان وٺي جنگ نهاوند تائين وڙهيا ۽ حضرت عمر تہ هنن جي چرپر تي نظر رکڻ لاءِ سنڌ جي سرحد تي خاص دستا مقرر ڪري ڇڏيا هئا.

عرب هاڻي ڪان اڻ واقف هئا جڏهن تہ سنڌي ان کان پنهنجي مرضيءَ جي مطابق ڪم وٺندا هئا، جنگ سلاسل جنهن تي نالو سنڌي فوج جي جت سپاهين مرڻ مارائڻ جو وچن ڪري هڪ ٻئي کي زنجيرن سان جڪڙي ڇڏيو هو، تن جو هڪ هاٿي، اسلامي لشڪر کي هٿ اچي ويو هو جنهن کي مديني ۾ گشت ڪرايو ويو هو.

حضرت عمر جي وقت ۾ ايران جي سپهه سالار رستم جي قيادت ۽ اسلامي لشڪر صعد بن ابي وقاص جي اڳواڻي ۾ قادسيه جي فيصلا ڪن جنگ ٿي، جنهن ۾ايران جي لشڪر سنڌي لشڪر سان گڏجي بقول طبري هڪيئي ڪي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏيو جنهن ۾ ٽيهه سنڌي هاٿي به هئا. هر هڪ تي ويهه جت سپاهي سوار هئا. تاريخ طبري جي مطابق ايراني فوج جو اهو خصو جنهن پنهنجو پاڻ کي زنجيرن سان ٻڌي ڇڏيو هو تن جو تعداد ٽيهه هزار (30,000) هو جن مان قادسيه جي جنگ ۾ هڪ به نه بچيو. اهي يقينن سنڌ جا جت سپاهي هئا.

حضرت عمر انهيءَ انديشه ڪان ته متان سنڌي لشڪر جتن جي قتل عام جي پلاند وٺڻ لاءِ سنڌ جي سرحد ڪان داخل ٿين عتبه بن غزوان کي ان جي ذميواري سونپي.

جت ڪڏهن مسلمان ٿيا. ان بابت فتوح البلدان ۾ البلاذري لکي ٿو "سياه الاسواري يزد جرد جي مقدمي تي مامور هو. ابو موسيٰ السوس جو گهيرو ڪيون ويٺو هو. جڏهن سياه اسلام جي فتح ۽ مسلمانن جي سربلندي ڏٺي ۽ معلوم ٿيس ته السوس فتح ٿي ويو آهي ۽ ابو موسيٰ کي مسلسل ڪمڪ پهچي رهي آهي ته هن ڪجهه شرطن تي مسلمان ٿيڻ چاهيون، جنهن جي جواب ۾ ابو موسيٰ چورائي موڪليو ته: توهان جا حق اهي ئي هوندا جيڪي اسان جا آهن ۽ توهان تي اهو فرض عائد هوندو جيڪي اسان تي آهن، جنهن جواب ۾ انهن چيو ته اهي ان تي راضي نه آهن. جنهن ڪري ابو موسيٰ حضرت عمر کي سڄي معاملي ڪان آگاهه ڪيو، جنهن تي حضرت عمر فرمان جاري ڪيو ته جيڪو ڪجھ هو چاهن تا کين عطا ڪيو وڃي. الاساوره پيغام ملڻ شرط مسلمانن سان اچي مليا. جنهن ڪان پوءِ بلاذري جي مطابق انهن سان گڏ سيابجه ۽ جت (زط) به شامل ٿي ويا.

تاريخي طور اهو سال 16 هجري هو. جڏهن سنڌ جون قومون الاساوره منهنجي تحقيق موجب سمه، راجپوت، سيابجه، ميربحر، ملاح آهن ۽ جت قبيلا جيڪي شهنشاهه ايران جي فوج ۾ سنڌ جي راجا ۽ راءِ حڪمرانن طرفان ڏن ۽ قيد جي صورت ۾ ايراني فوج ۾ شامل هئا، تن اسلام قبول ڪيو جن کي بعد ۾ بصري ۾ آباد ڪيو ويو.

حضرت علي عليه السلام جي دؤر خلافت جي شروعات ۾ سن 36 هجري ۾ بصري واري جنگ لڳي جنهن ڪان پوءِ 70 جت سندس وٽ حاضر ٿيا جن پنهنجي ٻوليءَ ۾ ساڻن سان ڳالهيون يعني سنڌي ٻوليءَ ۾ حضرت علي سان گفتگو ڪئي ۽ اهل بصره تي لعنت ملامت ڪئي. ان ڪان اڳ جت هميشه مسلمانن جي گهرو لڙائين ۾ غيرجانبدار رهندا هئا. بعد جي واقعن مان معلوم ٿئي ٿو ته جت حضرت علي جا دست راست ۽ ان جا پوئلڳ ۽ حمايتي ٿي بيٺا. تاريخ طبري جي مطابق جنگ جمل جي موقعي تي حضرت علي رضه جن بصره جي بيت المال جي سنڀال ۽ نگراني جت قبيلي وارن جي ذمي ڪئي هئي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هو نهايت بااعتماد ۽ وفادار هئا.

تاريخ طبري ۾ اهي امير معاويه جنهن ملوڪيت جو بنياد وڌو هو تنهن روم وارن جي مقابلي ۾ شام جي ساحلي شهرن ۾ سنڌي جت قبيلي وارن کي وڃي اتي آباد ڪيو؛ جيئن هو اسلامي سلطنت جي سرحدن جي حفاظت ڪري سگهن، بلاذري جي مطابق امير معاويه جت قبيلي جي هڪ جماعت کي رومن جي ممڪنه حملن کي روڪڻ لاءِ شام جي ساموندي پٽي وارن علائقن ۽ انطاڪيه طرف مقرر ڪيو. اهڙي طرح وليد بن عبدالملڪ انطاڪي ۽ ان جي ڳوٺن ۾ جتن کي آباد ڪيو.

تاريخ طبري ۽ تاريخ ابن خلدون ۾ ذڪر ٿيو آهي ته 219 هجري ۾ عباسي خليفي معتصم بالله جي وقت ۾ بقبول ابن خلدون جت ذات جي هڪ گروهه بصره تي قبضو ڪيو ۽ ڏينهن ڏٺي جو واپارن ۽ مسافرن کي ڦريو ٿي جنهن ڪري آس پاس جا ننڍا شهر ۽ ڳوٺ ويران ۽ برباد ٿي ويا جو تيار فصل ڌاڙ تي زوري ڪٽي ٿي ويا جن جو سردار محمد بن عثمان نالي وارو هو ۽ ان سڄي ڪم جي نگراني ڪندڙ اسحاق نالي وارو شخص هو.

جت سنڌ تي محمد بن قاسم جي حملي ڪان پوءِ يعني 93 هجري ڪان بعد ۾ مسلمان ٿيا هئا پر سنڌ ۾ هلندڙ گهرو ويڙهه ۽ مزاحمتي جدوجهد حالتن کي غيريقيني بڻائي ڇڏيو ۽ معتصم جي وقت ۾ اسلامي سلطنت جي سنڌ تي گرفت ڪمزور ٿي ويئي هئي. انهي وقت، حالتن جو فائدو وٺندي سنڌي جت قبيلو جو هڪ وڏو گروهه ۽ ايراني نار رستي نڪري بصره تي قبضو ڪري ورتو.

معتصم بالله 18 رجب 218 هجري تي بعيت وٺي خليفو ٿيو. هن جي شروعاتي ڏينهن ۾ ئي جت ذات وارن بصري تي قبضو ڪري عباسي خلافت کي لوڏي ڇڏيو. جن کي منهن ڏيڻ لاءِ جمادي الاخر 219 هجري تي عجيف بن عنبسه کي پنج هزار فوج ڏي هنن جي بغاوت ۽ ارهه زورائي ختم ڪرڻ ذميواري سونپي، جنهن "حمافيه" نالي ڳوٺ ۾

پڙاؤ ڪيو. تاريخ طبري جي مطابق رڳو هن سان پنج هزار فوجي جوان ساڻ هئا ۽ ان ڪان علاوه هارون بن نعيم بن الوضاح پنج هزار خراساني فوج سان الڳ موجود هو. جن جت قبيلي وارن تي حملو ڪري انهن جا رستا ۽ واهه بند ڪري ڇڏيا، جنهن ڪري هو عباسي لشڪر جي گهيري ۾ اچي ويا ۽ پهرين لڙائي ۾ (300) سو جتن کي قتل ڪري، پنج سئو جوانن کي گرفتار ڪيو ۽ بعد ۾ قيدين کي قتل ڪري انهن جا سر معتصم بالله ڏانهن ڏياري موڪليا ويا.

اهڙي صورتحال ۾ به مسلسل جت ستن مهينن تائين ۽ طبري جي مطابق نون (9) مهينن تائين عباسي لشڪر سان مهاڏو اٽڪائيندا رهيا. آخر ذي الحج 219 هجري ۾ هنن امان گهري ۽ عباسي لشڪر سان ناهه ڪيو. عجيف بن عنبسه طبري مطابق 220 هجري ۽ ابن خلدون مطابق 10 محرم 220 هجري ۾ هنن کي وٺي بغداد پهتو، جن جو تعداد طبري مطابق انهن جو ڪل تعداد ٻارهن هزار جنگي جوانن سميت ستٽيهه (37000) هزار هو ۽ ابن خلدون موجب ٻارهن هزار جنگي جوانن سودو سترهن هزار هو. جن کي ڏسڻ لاءِ خليفو معتصم بالله هڪ ٻيڙي ۾ سوار ٿي آيو ۽ بعد ۾ هنن کي ملڪ نيڪالي ڏيندي عين زربه جي طرف موڪلي ڇڏيو، جنهن واسطي بشر بن السميع کي مقرر ڪيو ويو هو. عباسين هنن کي بغداد ۾ ٻيڙين مان لهڻ نه ڏنو، ان خوف ڪان ته متان هو بغداد جي شهر ۾ ڦهلجي وڃن ۽ انهن کي قابو ڪرڻ ناممڪن ٿي سگهي.

جت قبيلي جو هي جلاوطن قافلو جڏهن روم جي حد ۾ داخل ٿيو ته رومي سپاهين هنن کي حملہ آور يا جاسوس سمجهي قتل ڪري ڇڏيو، جان جو هنن مان هڪ به سلامت نه رهيو.

## جت ۽ چچ

چچ سنڌ جي بادشاهت چالاڪي ۽ فريب سان هٿ ڪري برهمڻ راڄ جو بنياد وڌو، سنڌي بنيادي طور برهمڻ مت يا منو ڌرم جا سخت مخالف هئا جو انهن کي طبقاتي بنيادن تي ورهائي شودرن ۾ شامل ڪيو ويو هو جو هنن سنڌي نئين باغي نسل جي آڻ نه مڃي هئي. انهيءَ حالتن ۾ چچ سنڌ جي دولت ورهائي، راڻي سونهن ديوي سان شادي ڪري قانوني طور سنڌ جي تخت تي ويهڻ جو حقدار ٿيو.

سنڌ جا ماڻهو ٻڌمت جا پوئلڳ هئا جنهن ڪري چچ، ڪشمير ڪان وٺي مڪران تائين پاڻ فوج وٺي چڪر لڳايو. جيئن راجائي دٻدٻو ۽ رعب قائم رکي سگهجي. هن لوهاڻو جي جتن جن جو علائقو موجوده شهدادپور ڪان اوپر ۽ ڏکڻ ۾ هو جتان سنڌو درياءَ جو قديم وهڪرو وهندو هو جيڪو ڳوٺ صالح پٽ ڪان متان شروع ٿي، بوزدار وڏا ڪان ٿيندو سئي گئس ڳوٺ وٽان اڳتي وڃي، ڦل پڊعيدن، نوشهرو روڊ ڪان گذري قاضي احمد نوابشاهه روڊ وٽان نڪري شهدادپور تائين ويندو هو جنهن کي مقام ماٺهو سهٽي ميهار وارو درياءَ چوندا آهن، ان ڪان اڳتي ان کي لوهاڻو درياءَ سڏبو آهي، جنهن جي هڪ ايراضي تي جت ذات وارا اڪثريت سان رهندا هئا، جيڪي نهايت دلير، بهادر ۽ باغي قسم جا هئا ۽ ٻڌمت جا پوئلڳ هئا، جنهن ڪري چچ کي خوف ۽ خدشو هو ته متان هو باغي ٿي هن جي لاءِ ڪو وڏو مسئلو ڪڙو نه ڪن تنهن ڪري بقول چچ نامي جي جت ذات وارن کي تڪليفون ڏيئي قلعي بند ٿيڻ تي مجبور ڪيو ۽ هيٺين شرطن جي بنياد تي ساڻن ناهه ڪيو.

(1) ڪنهن به خاص سبب جي ڪري حالت پٽاندر ڪانسواءِ تلوار پاڻ سان گڏ نه رکندا.

(2) سٺي ڪپڙي جو لباس نه پهريندا.

(3) چادر جو اوڙڻ سنڌي قوم جو قديم رواج هو، تنهن کي هن شرط سان اجازت ڏني ويئي ته ان جو هيٺيون تهه ڪاري يا ڳاڙهي رنگ جو هجڻ لازمي آهي. شايد ان ڪري ته متان چادر جي اندران تلوار وغيره لڪايل نه هجي ۽ شڪ پوڻ جي صورت ۾ جانچي وٺجي.

(4) گهوڙي تي سواري ڪرڻ وقت هنو نه رکندا. جيئن گهوڙي جي پٺ تي مضبوطي سان ويهي وڙهي يا تلوار هلائي نه سگهن.

(5) مٿي تي ڪجهه به نه پائيندا ۽ پير اگهاڙا رکندا.

(6) گهر ڪان ٻاهر نڪرڻ وقت هڪ ڪتو پاڻ سان ساڻ ڪٽندا جيئن ان جي سڃاڻپ رهي.

(7) دشمن جي حملي ڪرڻ جي صورت ۾ چچ سان وفادار رهندا.

جڏهن محمد بن قاسم رمضان 93 هجري ۾ راوڙ جي ميدان ۾ راجا ڏاهر کي شڪست ڏيئي اڳتي وڌي لوهاڻو جي علائقي ۾ پهتو ته کيس معلوم ٿيو ته جت نهايت سرڪش، بهادر ۽ دلير آهن ته هن پڻ چچ واري معاهدي کي حڪم ۾ تبديل ڪري ان تي عمل ڪرڻ جو فرمان جاري ڪيو.

عباسي خليفي معتصم بالله جي وقت ۾ عمران بن موسيٰ برمڪي سن 221 هجري ۾ هڪ لک ساليانو درهم ڏيڻ جي عيوض ۾ سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. انهيءَ دور ۾ سنڌ جي اندر جت قبيلي وارن جي مزاحمتي ويڙهه جاري هئي جيڪا هنن خليفي مهدي جي وقت شروعاتي ڏينهن 159 هجري ۾ شروع ڪئي جنهن ڪري روح بن حاتم مهلبي کي سنڌ مان هٽايو ويو. ابن خرداز المسالڪ والممالڪ ۾ لکي ٿو. مڪران کان وٺي منصوره تائين جو علائقو جيڪو 358 فرسخ جو آهي، اتي جت گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا ۽ اهي ئي رستا جا محافظ آهن. اهڙي طرح اصطخري لکي ٿو ته جت سڄي سنڌ ۾ ملتان تان گهٽائي ۾ رهن ٿا، جتي انهن جا خاص علائقا ۽ ڳوٺ آهن. خليفي مهدي جي وقت ۾ ليث بن ظريف خزاعي سنڌ جو گورنر انهيءَ ڪري مقرر ٿيو ته هو جت جي بغاوت کي ڪچلي، جنهن ڪري هن سنڌ پهچندي جتن جو قتل عام ڪيو.

عمران بن موسيٰ برمڪي ماضي واري صورتحال کي مدنظر رکي ڪير ٿر جبل جي ميداني علائقي جي جتن کي قابو ۾ ڪرڻ لاءِ مٿن ڪاهي ويو، انهيءَ ڪري هن بوبڪ ۾ فوجي ڇانوڻي تعمير ڪئي. هن باقي سنڌ جي جتن کي مختلف طريقن سان پنهنجي قابو ۾ ڪيو ۽ الور ۾ فوجي ڇانوڻي قائم ڪري. انهن جي سڃاڻپ لاءِ هٿن تي مخصوص نشان لڳايو ۽ انهن کان جزيو وصول ڪيو. هن حڪم جاري ڪيو ته ڪو به جت ڪنهن به سبب ڪري وٽس ملڻ لاءِ اچي ته ان سان ڪتي جو گڏ هجڻ ضروري آهي. انهيءَ ڪري انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي اندر ڪتي جي قيمت ۾ واڌارو ٿي ويو ۽ ملهه پنجاهه درهم تي وڃي پهتو.

سنڌ، عربن کان آزادي، جت ۽ ٻين سنڌي جي قبيلن جي مزاحمت ۽ ويڙهه جي نتيجي ۾ حاصل ڪئي، جنهن ڪري عرب سلطنت جي زور ٽٽڻ ۽ زوال ڪري سنڌ ۾ مختلف آزاد رياستون قائم ٿي ويون.

جت جو تعلق قديم سنڌ سان آهي، ان حقيقت کي ميڪليگن ۽ ڊينزل ابٽسن تسليم ڪيو آهي ته موجوده (گڏيل) پنجاب کان وڌيڪ جت سنڌ ۾ رهن ٿا جتي اڄ به انهن جا خاص علائقا موجود آهن. جن عرب تاريخ نويسن انهن کي يمن جو باشندو سڏيو آهي. انهيءَ ڪري جو هن قبيلا جا ڪيترا ڪٽنب، ڪهول وڃي يمن ۾ آباد ٿيا هئا جيڪي اسلام کان اڳ صدين کان اتي رهندڙ هئا پر پوءِ جڏهن انهن سنڌ ۾ پير پاتا ته اصل حقيقت جي خبر پئي جنهن ڪري عرب محقق پهرين راءِ تان ڦري ويا ۽ انهن کي سنڌي ڪري لکيو.

هي جت قبل مسيح جي اها ذات اهي جيڪا سڪندر مقدوني کان پوءِ يورپ ۾ وڃي آباد ٿي ۽ ايران جي بادشاهه بهرام گور پنهنجي وقت ۾ سنڌ کان ڏهه هزار راڳي ۽ موسيقار ايران گهرايا هئا، جيڪي بعد ۾ وڃي يورپ جي سرزمين وسائي جن اڄ جديد دؤر ۾ جپسي سڏيو وڃي ٿو. جن جا طور طريقا اڄ به سنڌي ذاتين ۽ قبيلن وارا آهن.

جرمن جا ٻه محقق ڊاڪٽر سجرڊ ويسٽ پال ۽ ڊاڪٽر هينز وسيٽپال عراق جي سرزمين تي درياءَ جي ڪناري اهڙن ماڻهن کي ڏٺو جيڪي چڪون، تڏا وغيره مطلب درياءَ جي ڪناري تان ملندڙ شين مان ٺاهي وڪرو ڪري رهيا هئا ۽ هو ٻيڙين ۾ رهڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏيئي رهيا هئا. هنن انهن جي بڻ بنياد ۽ اصل نسل جي تلاش شروع ڪئي ۽ هو سنڌ پاڪستان اچي نڪتا، جن تحقيق کان پوءِ ٻڌايو ته اهي سنڌي جت قبيلن مان آهن ۽ انهن THE JAT OF PAKISTAN نالي ڪتاب لکيو. بي ايس ڊاهيا ته وسان نه گهٽايو آهي ۽ جتن جي بهادري، جرئت ۽ سرڪشي کي ڏسي ڪين، شاڪا، ڪشان، هن، يوچي وغيره چيني قبيلن سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جڏهن ته سنڌين جي باغي نسل آريا نالي وارن انهن کي مليڇ، شودر، اسود، اشود وغيره جا قلب ڏنا آهن، جن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته اهي مٿين چيني قبيلن کان اڳ ۾ قديم سنڌ ڌرتي موجود هئا ته اهي ڪيئن ٻاهريان ۽ غيرسنڌي ٿي سگهن ٿا. هيءَ اهائي قوم ۽ قبيلو آهي جنهن کي سڪندر جي تاريخ نويسن مالي، ملهي، ۽ ملوئي سڏن ٿا. جديد دؤر جا غير محقق ليکڪ اڻ ڇاڻائي مان فائدو وٺي ڪين جت بلوچ ان جي نسبت سان ميرجت ڪري لکن ٿا. جڏهن، جت بلوچ، الڳ الڳ نسب جا مختلف قبيلا آهن.

جڏهن محمد بن قاسم 93 هجري ۾ سنڌ کي فتح ڪيو ته ان جي خلافت مزاحمت ۽ بغاوت جي تحريڪ شروع ٿي، آزاد سنڌ جي بحالي جي تحريڪ هلي، جنهن جي ڪري موجوده سنڌ جي ايراضي مان ڪافي جت قبيلا موجوده گڏيل پنجاب ڏانهن هليا ويا جو اڄ به اتي انهن جي وڏي اڪثريت آهي.

عباسي دؤر حڪومت جي آخر تائين سنڌ ۾ رهندڙ جتن جي وڏي اڪثريت غير مسلم هئي جيڪي بهاؤالدين زڪريا بابا فريد شڪر گنج، سخي سرور ۽ ٻين مسلمانن بزرگن ۽

ولي الله جي هٿن تي مسلمان ٿيا.

جت ڪي موجوده دؤر ۾ هيئين نالن سان سڏيو ويندو آهي. جيئن پاڪستان، هندستان، افغانستان، ايران، آذربائيجان، ازبڪستان ۽ وچ ايشيا جي ڪجھ علائقن ۾ جت سڏيو ويندو آهي ۽ ڪٿي اچار ڦيرائي جات، جاٽ، جوت، هوت بہ سڏيندا آهن. انهيءَ ڪانسواءِ ڊنمارڪ ۾ بہ جت سڏيندا آهن ۽ ڪي ڪين جيسي بہ ڪوٺيندا آهن ۽ اڪثر يورپي قومون جيسي جي نالي سان سڃاڻپ ڪندا آهن. هنن کي سويڊن ۾ گوٽ، جرمني ۾ جيٽي ۽ گوٽي ۽ بحر بالٽڪ جي ملڪ ۾ گوئٽ، گوٽي عرب زط ۽ لاطيني ٻوليءَ ۾ گيٽي سڏيندا آهن جيڪي اصل ۾ جت، نج سنڌي قبيلو آهي.

ڪيترا جت اڄ ڪلھ بلوچ چورائن ٿا. جيئن لاشاري جمالي وغيره پر هو بنيادي طور هندو آهن هنن جو نسل قديم ديو مالائي هندو ديوتا "شو" جي وارن جي "چت" يا "چنڊ" مان نڪتو آهي. ڪيترا جت راجپوت بہ چورائيندا آهن. جت، راجپوت، سماٽ حقيقت ۾ هڪ آهن. محقق لکن ٿا تہ "هند ۽ سنڌ ۾ قبيلن جو فرقي نسلي بجاءِ سماجي آهي. پٺاڻ، بلوچ ۽ ٻين جي غالبت ڪري ۽ مسلم جذبي ۽ خيالن جي ڪري هتان جو نسل خساري ۾ آهي" ڪيترن تاريخ نويسن هٿ ٺوڪيا شجرا پيش ڪري جتن کي عرب سان ڳنڍي ڇڏيو آهي جيتوڻيڪ عربن جي لکيل ڪتابن ۽ تاريخن ۾ واضح ٿيل آهي تہ جت عرب نہ پر سنڌي آهن.

راجپوت قوم جي 36 شاهي خاندانن جي پاڙن ۾ جت شامل آهي پر هو راجپوت ڪونہ چورائيندا آهن. ٽاڊ لکيو آهي "هي سنڌ ۾ جت، گنگا ۽ جمنا جي طرف جاٽ چورائيندا آهن انهن مان سردار پرت پور مشهور ۽ معروف آهي، درياءِ سنڌ جي ڪنارن تي هن قوم جون شاخون ۽ پاڙا تمام گهڻا رهن ٿا جيڪي مسلمان ٿي چڪا آهن ۽ اهي هاڻي بلوچ چورائن ٿا."

جڏهن محمود غزنوي سومناٿ جي مندر کي ڦرڻ لاءِ ايندو رهندو هيو تہ سنڌو دريا جي انهن رهاڪن سندس ڏند کٽا ڪري ڇڏيا هئا.

تاريخ نويسن لکيو آهي "هت مغل، عرب ۽ ٻين ذاتين چورائڻ وارو رواج وڌي ويو آهي. ذاتين جي نسب بدلجڻ تي ٽاڊ لکيو آهي "مان ٻڌو آهي تہ راجا خدمتن جي عيوض يا رقم ڏيڻ جي عيوض هڪ راڻي جو لقب وڏائي گرٽ ڪري ڇڏن ۽ ٺاڪر کي راجپوت. موجوده دؤر ۾ ڪن سببن جي ڪري ذات برادري جي مان خارج ڪيل شخص کي ٻيهر شامل ڪرڻ جو اختيار جاگيردار ۽ راجا جو هڪ ذريعہ آمدني آهي. شرفائي راجپوت، مذهبي رهنما برهمڻ ۽ ڪڙمي جٽ ۾ تبديل ٿي ويجي ٿو."

پاڙن ۾ نڪن کي جاچڻ ڪانپوءِ خبر پوي ٿي تہ راجپوت جو جڏهن زوال ايندو آهي تہ هو جت ٿي ويندو آهي. جنهن ڪري ڪيترن قبيلن کي جت- راجپوت ڪري لکيو ويو آهي. ٽاڊ لکيو آهي "عرب، مغل ۽ راجپوت تائين نہ پهچڻ وارو اصل مقامي زراعت جو پيشو اختيار ڪرڻ ڪري، جت ٿي وڃن ٿا. مطلب تہ جت هاري يا ڪڙمي يا زراعت ڪار کي چيو وڃي ٿو، ساڳي طرح جٽ مالوند ماڻهو ۽ اٺن پاليندڙ کي بہ سڏيو وڃي ٿو. اسان وٽ ڪيترا جت بلوچ ٿي ويا آهن. جيئن دبائي جت ۽ فقيراڻي جيڪي ڪرمتي سڏجن ٿا سي پاڻ کي بليدي جو پاڙو چورائيندا آهن.

جت جا سردار ملڪ سڏبا آهن. هو پاڻ چوندا آهن تہ هو جت بلوچ ان ڪري چورائيندا آهن جيئن جت سان گڏ بلوچ لفظ گڏڻ ڪري پاڻ کي بلوچن جي سرداري هيٺ ظاهر ڪرڻ آهي.

تمدن هند جو مصنف لکي ٿو "جت جيڪي اصل سنڌي قبيلن مان آهن، انهن ۾ ٿورو گهڻو ٻاهرين نسل جي ماڻهن جو ميل شامل ٿي ويو آهي، انهن جي شڪل شباهت هي آهي "قد پورو پنو (5 فٽ 6 انچ) آهي، هڏ ڪاٺ مضبوط، چهري ۾ رونق (سهڻا) رنگ ۾ ڪجھ ڪارا (ڪٽڪ رنگو) نڪ وڏو ۽ ڊگهو، اکيون سهڻيون ۽ سڌيون، ڪاڏي جي هڏي گهٽ نڪتل، وار ڪارا، آرين جي وقت ۾ پوري سنڌ جا مالڪ هئا. آرين کين محڪوم بڻائي هيٺين ذاتين ۾ شامل ڪري ڇڏيو. هاڻي واري جتن ۾ بہ نسل آهن. هڪ اصل معنيٰ ڪٽڪ رنگو ۽ ٻيو پورو ۽ صاف جن ۾ توراني ۽ ٻيا نسل ملي ويا آهن ۽ انهن سڪ مذهب اختيار ڪري ورتو آهي يعني ٻي نسل وارا.

منهنجي تحقيق ۽ راءِ موجب جت ڪيترن معنائن جو مخفف آهي جيئن:

(1) جت ٻن لفظن جو مرڪب آهي. ان جو اشتقاق هي آهي.

ج- اصل ۾ جو يا ڄ مطلب اهو يا اهي

ت- اصل ۾ آهي تاءِ يعني ٻن ڌرين جي وچ ۾ ڪنهن ڳالھ تان ٿيل تڪرار. اصطلاحي معنيٰ ٿيندي اهي فرد يا قبيلا جن جي وچ ۾ ڪنهن معاملي تان تڪرار، جهيڙو يا جنگ لڳ. انهي ويڙھ ۾ حصو

وڏندڙ، جوان، مڙس، مشير ۽ بهادر جن آڻ نہ مڃي ۽ مرڻ تائين وڙهندا رهيا. مطلب، جنگجو، جوان، ويڙهو، جن کي جت چيو ويو معنيٰ جوانتو جوان.

(2) جت کي رگ ويد ۾ "اجيدا" ڪري ڪوٺيو ويو آهي جيڪي مهين جي وقت جا رهاڪو هئا جن ٻين سنڌي قبيلن سان گڏجي آرين ۽ ٻين ڌارين سان مهاڏو اٽڪايو هو. ان جو اشتقاق بہ هيئن آهي.

اجيہ دراصل آهي جيت معنيٰ، فتح، ڪاميابي، سرخرو ٿيڻ.

ٻيو لفظ آهي. دا، جيڪو حقيقت ۾ آهي داءُ معنيٰ بنا ڪنهن هٻڪ، خوف ۽ ڊپ جي زندگي داءُ تي لڳيل بمعنيٰ سر تريءَ تي رکيل. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ دلير مڙس ماڻهون. بي خوف بهادر ۽ جنگجو جنهن کي پنهنجي جان ۽ سر جي پرواهہ نہ هجي. جنهن ڪري اهو يا اهي سوڀارو يا سوڀارا ٿيو يا ٿيا.

اجيدا جي اصطلاحي معنيٰ آهي اهي ماڻهو، اهو ٽولو يا اهو قبيلو جيڪي دشمن يا حملي آور سان جنگ ۽ ويڙهہ وڙهندي پنهنجو سر داءَ تي لڳائي، بهادري سان دشمن کي مات ۽ شڪست ڏئي جنگ ۽ ويڙهہ کٽي ۽ فتح مند ٿيا.

قديم سنڌيءَ جو لفظ، لقب ۽ خطاب اجيدا مخفف ٿي جت ٿي ويو. مطلب، بهادر، جنگجو، ويڙهو، انهي ڪري ڪيترن عالمن جت کي راجپوت ۾ شمار ڪيو آهي.

(3) جت جيڪو اجيدا ۽ اجيميدا جو مخففف هو. اهو مشهور ۽ عام ٿي ويو. جنهن جو مطلب ۽ معنيٰ ۽ وقت جي گذرڻ سان تبديل ٿي ويئي ۽ ان جي معنيٰ هيءَ ٿي ويئي.

ج- دراصل جوءِ جنهن جي معنيٰ آهي، ايراضي مخصوص يا خاص ٽڪرو يا علائقو.

ت- اصل ۾ آهي ٿ. معنيٰ ان جو مطلب ان جو مالڪ. اصطلاحي معنيٰ ٿي، ان مخصوص يا خاص ٽڪري ۽ علائقو جو رهواسي، آبادگار ۽ مالڪ.

انهيءَ ڪري انگريز ليکڪن ۽ محققن زمين جي مالڪ زميندار کي جت يا جاٽ ڪري لکيو آهي. حقيقت ۾ جت جي معنيٰ ۽ مفهوم آهي. بهادر، جنگجو، زميندار ۽ مالدار.

هت ذاتين بدلائڻ جو سلسلو جاري آهي، چاڪاڻ تہ انهن کي ڪاٻہ خبر ناهي تہ جنهن قبيلي سان سندن جو تعلق آهي اهو ڪيترو قديم، مشهور، اصل ۽ اعليٰ آهي. ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ لکيو آهي تہ جرمن ۽ راجپوت قومون هڪ نسل مان آهن، جيڪڏهن صحيح معنيٰ ۾ ڏٺو وڃي تہ جرمن جت آهي جرمن نسل سنڌي نسل جا آهن.

پنجاب ۾ رهندڙ "چينا" قبيلو اصل ۾ سنڌ ڪان ويل آهي. هو "چيناجت" آهن ۽ پاڻ کي ڄام چورائيندا آهن. رچرڊ برٽن لکيو آهي "جت ڪلهوڙن جي دؤر ۾ حڪومت ڪندڙ طبقي جا ماڻهو هئا جنهن ڪري ڪين عرب ۽ بلوچ سان ڳنڍيو ويو آهي. ثابت ٿئي ٿو تہ جت نہ عرب آهي نہ توراني، نہ چيني نہ بلوچ پر هتان جو اصل رهواسي آهي.

## سنڌ وارن جتن جا پاڙا

(1) لاڪاٽي — (2) ملڪاٽي — (3) راڏاٽي
(4) اٿر — (5) اهار — (6) باتائي
(7) بجاراٽي — (8) بارجنگ — (9) باريجا
(10) چانگ — (11) چمڙيا — (12) جوڪا
(13) ڊايڊ — (14) فاطواٽي — (15) گومڙا
(16) گوچانچا — (17) عيساٽي — (18) ڪاجواٽي
(19) خاناٽي — (20) لالاٽي — (21) لوگر
(22) موجاٽي — (23) مڪڙا — (24) ماريا
(25) ميوا — (26) ميواٽي — (27) پٽريا
(28) داتاٽي — (29) شاهہ بيگ — (30) شادي
(31) سانولاٽي — (32) سياهي — (33) سهاتاٽي
(34) سالاراٽي — (35) وانگاٽي — (36) گوگاٽي
(37) گاڏهي

## جتن جا ٻيا پاڙا

(1) ميرجت — (2) امرائي — (3) ٻاپڙ
(4) ڀهراٽي — (5) ٻانيل — (6) ٻانيراٽي
(7) ٻنڊ — (8) ٻٽي — (9) بيگاٽي
(10) ٻليدائي — (11) برفت — (12) برهماٽي
(13) نيگلاٽي — (14) چنڙا — (15) چاڪراٽي
(16) ڏاہي — (17) ڏهير — (18) ڏانداٽا
(19) ڏيراٽا — (20) ديناري — (21) ڏاوچ
(22) دانڙي — (23) گيسر — (24) گهٽيجو
(25) گهنيا — (26) گهنا — (27) گوپانگ

(28) هادر (29) حاجاڻان (30) اسپاٽي

(31) جهولڻ (32) جهنگ (33) جيتاٽي

(34) جسڪاٽي (35) جور (36) کهيري

(37) ڪتري (38) ڪلار (39) ڪليري

(40) ڪلپز (41) ڪلرو (42) ڪليار

(43) قمبراٽي (44) ڪنداٽي (45) ڪونهجا

(46) ڪرٽي وال (47) ڪٽوهڙ (48) ڪڇي

(49) ڪرماٽي (50) خشڪ (51) ڪولاچي

(52) لهپر (53) لڪار (54) لنجواٽي

(55) لاشاري (56) محرماٽي (57) مهيري

(58) مجيداٽو (59) مڪول (60) ملاٽا

(61) ملاٽا (62) ملوڪاٽي (63) سنڌرا

(64) موسراٽي (65) مولداٽي (66) اوٽا

(67) اٽيوال (68) رادسي (69) ريتي

(70) رڏ (71) سهراٽي (72) ساماٽي

(73) سانول (74) سنجراٽي (75) شاهاٽي

(76) شاهي (77) شاهووال (78) سرائي (پاڙا)

(79) سوجاهي (80) ٽانوري (81) ٽاراٽي

(82) تمبراٽي (83) ٽوهراٽي (84) اڄڻ

(85) ولوت (86) وانگي (87) واسواٽي

(88) وڇلا (89) زهراٽي (90) زرداري

## جت قبيلي جا عام پاڙا _ شاهان گجر مطابق

(1) چڙا : ڪوڪرا راجپوت

(2) امرال : راجا ڪرن جي اولاد مان

(3) پريار : سورج ونشي راجا دل جي اولاد

(4) بانت : جنجو چورائن ٽا

(5) ٻڌ : راجپوت

(6) پٽي : سورج ونشي

(7) بنگيال : پٽي جو پاڙو

(8) بوڙ : سورج ونشي

(9) پورچ : پٽي مان

(10) پورا : پٽي مان

(11) پوڻ : سورج ونشي

(12) پالو : ڪوڪرا راجپوت

(13) پلا : راجپوت

(14) پند : راجا ڪرڻ جي اولاد

(15) سبراءِ : سورج بنسي

(16) پلڙ : گوندل جي شاخ

(17) پدر : مغل برلاس

(18) بوسال : گوندل جو پاڙو

(19) هالا : ڪوڪر راجپوت

(20) پوڪ

(21) پاڳت : پاوؤ راجپوت سورج ونشي

(22) بگوال : اعوان

(23) پلمر : مغل

(24) بڪريل : راجپوت جنجوعہ

(25) بڙويا : سورج بنسي

(26) باجوه : راجپوت

(27) پتو : سنڌو جو پاڙو

(28) ڦڦر : مغل

(29) پوٽي : سومر ونشي

(30) پردي : پٽي راجپوت

(31) پوتي : سورج ونشي

(32) تتلا : جنجوعہ

(33) ٽال : سومر بنسي

(34) ڪر : راجپوت

(35) تارڙ : سورج ونشي راجا ڪرڻ جي اولاد

(36) گنور : راجپوت

(37) توڙ : پٽي

(38) تولا : گونڪل جو پاڙو

(39) چمر : حضرت عقيل بن ابي طالب جي اولاد جو آهي

(40) جادو : سورج بنش

(41) جهمٽ : سپرا جو پاڙو

(42) جالي : ڪوڪر راجپوت

(43) جويا :

(44) جڪر : پهنور راجپوت

(45) جئپال : گوندل

(46) جرال : راجپوت

(47) جنجوعہ : راجپوت

(48) چوغط : مغل

(49) چيمہ چٺا : راءِ پٿورو جي اولاد

(50) چوهاڻ : سوربنسي

(51) چتر : راجپوت
(52) چڏهڙ : راجپوت
(53) چاچ : راجپوت لانگاهه جو پاڙو
(54) ڏاروان : ڀٽي
(55) روهدرا : راجپوت
(56) رهارڙ : رامچند جي اولاد
(57) ڍول : پهنور
(58) ڏمال : ڀٽي
(59) دوڏڙ : راج ڪرن جي اولاد سورج ونشي
(60) ڏهه هنديه: راجپوت
(61) ڏيڊ : راجا ڪرن جي اولاد
(62) ڊب : جنجوعه جو پاڙو
(63) ڊلو : سپرا جو پاڙو
(64) ڊالي : ڀٽي
(65) رنڌاوا : ڀٽي
(66) رنگ : راجپوت
(67) ريچهال : هنجرا جو پاڙو
(68) رهسي : راجپوت
(69) رٽيال : راجا ڪرن جي اولاد
(70) راڻ : راجا ڪرن جي اولاد
(71) سوهل : چوهاڻ
(72) سگڙ : وڙائچ جو پاڙو
(73) سوهو : چوهاڻ
(74) ساهي : راجا ڪرن جي اولاد
(75) سيال : راجپوت، پهنور جو پاڙو
(76) سياٽ : راجپوت
(77) سنڌو : راجا جگ ديو جي اولاد
(78) سندر : گوندل
(79) سن : ڍوڍ جو پاڙو
(80) سيکو : راجا ڪرن جي اولاد
(81) سهوتر : ڀٽي
(82) سڌ : ڀٽي
(83) سوهال : راجپوت
(84) سويه : ڀٽي
(85) سرائي : ڀٽي
(86) سپرا : جت
(87) ڪنجيال : جنجوعه

(88) ڪلوال : ڀٽي
(89) ڪوٽڙ : گگهڙ
(90) ڪريال : راجپوت
(91) ڪڏر : سورج ونشي
(92) ڪرل : باجوه جو پاڙو
(93) ڪيڙ :
(94) ڪنگ : راجپوت
(95) ڪير : راجپوت
(96) ڪور ٽاند : ڀٽي
(97) ڪورڙ : جت ورياهه جي اولاد
(98) ڪير : راجپوت
(99) ڪورڏ : ڀٽي
(100) ڪليال : راجا سالباهن جي اولاد
(101) ڪتوار : راجپوت منهاس
(102) ڪنب : رانجها ذات مان
(103) ڪليار : چوهاڻ
(104) گورايه : راجپوت
(105) گل : سورج ونشي
(106) گد گور: رانجها ذات مان
(107) گهلو : ڀٽي راجپوت
(108) گوندل : چوهاڻ
(109) گدو : ڀٽي
(110) گهمڻ : جنجوعه
(111) گهوگ : گوندل جي شاخ
(112) گجرال : ڀٽي
(113) گوچ : ٻڌ، راجپوت
(114) لنڙ : ڀٽي
(115) لوهدڙ : منهاس
(116) لڪ : سورج ونشي
(117) لنگاهه : راجپوت
(118) لنگڙيال: پاندون جي اولاد
(119) مي : منهاس
(120) مهر : راجپوت ڀٽي
(121) ملهي : سورج ونشي
(122) منڊ : جي سنگهه جي اولاد
(123) منو : جت
(124) ماهوتا : ڀٽي راجپوت

(125) ملاٽا : مغل برلاس
(126) ملتاني : پنّي
(127) متي : راجا ڪرن جي اولاد مان
(128) منڊير : مغل چغتائي
(129) مڙيال : ٻڌ جو پارو
(130) مرڙ : برلاس جو اولاد،
(131) ميڪن : سورج ونشي
(132) مرل : چوهاڻ
(133) مائير : منهاس جو پاڙو
(134) مانگهٽ : پهنور
(135) مل : هنن جو وڏو مل هو
(136) نت : سورج ونشي
(137) ننگيال : راجپوت
(138) ناردي : مغل برلاس
(139) نجر : پنّي
(140) ويس : اويس ڪرني جي اولاد چورائيندڙ آهن
(141) ورڪ : منهاس
(142) دوراها : جت
(143) وڙائچ : راجا ڪرن جي اولاد
(144) هنجراؤ : راجپوت
(145) هرل : کوکر
(146) منج : راجپوت
(147) هير : قطب الدين شاهه جي اولاد چورائيندا آهن
(148) هونن : پنّي
(149) هرچال : راجپوت
(150) هيبال : مغل چختائي
(151) هتيار
عرف هتارو : پنّي- هنن جو وڏو چمندي ڏيئرن کي ماري چڏيندو هو.

**هن ڪانسواءِ ٻيون ذاتيون جيڪي معلوم ٿي سگهيون آهن.**

(1) ڪڇي (2) ڊوڊي (3) چوڊا
(4) سپرا (5) چنياجت
(6) باگڙي (جيڪي باگڙي نسل مان ناهن)
(7) جمالي (8) پهرهار (9) دہائي جت
(10) فقيراڻي جت (11) ملڪ (12) ڪرمتي
(13) پوراڻو جت (14) وٽو

(16) متواٽي (17) منڊواٽي (18) مندرائي
(19) ملڪاٽي (20) نهراٽي (21) نورنگاٽي
(26) نظاماٽي (25) ڦرڪارا (24) رستماٽي
(27) الهه يار خان (28) آدماٽي (29) ساجناٽي
(5) پرڳڙي (6) يوزراٽي (30) سرڪاٽي
(31) سرورل (32) شيراني (33) ترنگ پري

## شجرو سردار لغاري



# لشاري

لشاري، لاشار جي اولاد آهن جيڪو جلال خان جو ٻيو نمبر پٽ هو. سنڌ ۾ لاشاري پڻ جت قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. جنهن ڪري هميشه جت لاشاري ۽ بلوچ لاشاري کي هڪ سمجهيو ويو آهي، انهي ڪري اڪثر لاشاري جت لاشاري بلوچ ۾ شامل ٿي ويا آهن، پر انهن جي اڪثريت اڄ به سرائڪي ٻولي ڳالهائيندڙ آهي. سنڌ ۾ لاشاري جت جي گهٽائي آهي نه ڪو لاشاري بلوچ جي، لاشاري بلوچ، بلوچستان ۾ رهندڙ آهن. انهن جو سنڌ وارن سان ڪو به نسلي تعلق ڪونهي.

م - ڪ پيڪولين لکيو آهي ته جت اڪثر پنهنجو نسبت لڪائيندا آهن ۽ پاڻ کي لاشاري چورائيندا آهن ۽ آخر ۾ لاشاري ۽ جت کي "جت" ئي چيو ويو. لشاري ۽ لاشاري جي نسبت کي هڪ نه سمجهيو وڃي. لاشاري قديم سنڌ جي قبيلي جت جو هڪ وڏو پاڙو آهي.

## لشاري

(1) آدماڻي
(2) آخونداڻي
(3) الڪٽي
(4) پليداڻي
(5) پوتاڻي
(6) احمداڻي
(7) پسميھ
(8) برماڻي
(9) بدوئي
(10) چڪ
(11) چڪرار
(12) دلور زئي
(13) ديناري
(14) فاضلاڻي
(15) گورائي
(16) گلناز زئي
(17) گهراماڻي
(18) حيدناڻي
(19) هبتاڻي
(20) اصفهاني
(21) جلالاڻي
(22) جيتائين
(23) ڪلوواڻي
(24) ڪولاچي
(25) قمبراڻي
(26) ڪلري
(27) ڪوبياڻي
(28) ڪنڌر
(29) ڪلوائي
(30) لالاڻي
(31) لنگراڻي
(32) مينازئي
(33) مسوداڻي
(34) ميراڻي
(35) موچواڻي
(36) منگياڻي
(37) محمداڻي
(38) مرالاڻي
(39) پاتاڻي
(40) پرارا
(41) رولاڻي
(42) ساهواڻي
(43) شهڪهاڻي
(44) صاحبلاڻي
(45) سومراڻي
(46) شاهاڻي
(47) توڪلاڻي
(48) توجاڻي
(49) وڪلاڻي

# ڪورائي

ڪورائي افسانوي ڪردار جلال خان جو هڪ بيان موجب ٽيون نمبر پٽ ۽ ٻي بيان موجب چوٿون نمبر پٽ ٻڌايو ويو آهي. مولانا نور احمد فريدي "بلوچ قوم اور اس کي تاريخ" ۾ لکيو آهي ته "ڪور" بلوچي ۾ درياء يا ندي کي چوندا آهن." ان جو مطلب ته دريا ۽ ندي جي رهڻ وارن کي ڪورائي چئبو آهي.

ڊاڪٽر بيلوجي بيان ڪيل سنڌي، آريائي ۽ هندستاني قبيلن ۾ هن جو نالو آهي. لونگ ورٿ ڊيمز جي مطابق ڪورائي سنڌي ماخذ آهي جيڪو ڪوري، ڪنوري، ڪوروا مان نڪتو آهي.

حقيقت اها آهي ته جلال خان جي افسانوي ڪردار کي زنده ۽ جاويد بنائڻ لاءِ هٿ ٺوڪيا قصا ۽ ڪهاڻيون گهڙي ڪيس اهڙي نموني پيش ڪيو ويو آهي، جيئن ڪو هو اوتار هجي يا ابوالبشر.

ڪورائي بنيادي طور درياهي ماڻهن مان لڳن ٿا ۽ ڪنهن قديم قبيلي جي باقيات مان آهن، هي سنڌ ۽ پنجاب ۾ رهن ٿا ۽ هنن جي اڪثريت سرائڪي ڳالهائيندي آهي. جنهن مان اهو به واضح ٿئي ٿو ته هي اصل ۾ سري جي علائقي جا قديم رهواسي هئا ۽ ٿوري تعداد ۾ هجڻ ڪري بلوچ ٿيوري ۾ شامل ڪيا ويا ۽ بلوچ سڏائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ڪورائي | (2) باراڻي | (3) بورائي |
| (4) دستي | (5) ڪولاچي | (6) پتافي |
| (7) جمعاڻي | (8) رستماڻي | (9) اميراڻي |

# جتوئي

جتوئي، جلال خان جي ڌي "جتو" جي نالي پويان جتوئي سڏيو ويجي ٿو. جنهن جي شادي مراد نالي هڪ شخص سان ٿي هئي ڪن جو چوڻ آهي تہ مراد سندن سوٽ هو. ڪن روايتن موجب هن جي شادي جلال خان جي نوڪر سان ٿي هئي، تنهن ڪري اولاد، پيءُ جي ذات بدران ماءُ جي ذات جي حوالي سان سڏي ويئي ۽ سندس اولاد نالي "جتو" پويان جتوئي سڏبي ويئي (هنن جي اڪثريت سرائڪي ٻولي ڳالهائيندڙ آهي.

جسٽس خدا بخش مري "بلوچستان تاريخ ڪي آئيني ۾" لکيو آهي تہ هڪ بلوچ گيت جي مطابق لفظ "جتوئي" مائي جتو مان نڪتو آهي، جيڪا هڪ جت عورت هئي، جنهن جي شادي هڪ رند سان ٿي هئي. هن قبيلي تي اهو اعتراض ڪيو ويندو آهي تہ هن جو خون خالص نہ آهي.

هو لکي ٿو تہ جتوئي، جت قبيلي جا ئي آهن جن ڪي بلاذري ۽ طبري "الزت" ڪري لکيو آهي، هنن جو اصل وطن سنڌ هو، جن جو تعداد چار هزار هو، اهي مسلم فوج سان گڏ ترڪ وطن ڪري عراق ويا هئا جن ڪي عراق جي گورنر بصري جي قريب زمينون ڏنيون هيون ۽ انهن اسلام قبول ڪيو هو. هو آهستي آهستي بلوچن سان ملي ويا ۽ پاڻ ڪي بلوچ چورايو پر حقيقت ۾ اهي الزت جت آهن. مولانا نور احمد خان فريدي هن ڪي بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ "بلوچ قوم اور اس ڪي تاريخ" ۾ لکيو آهي تہ جتوئي دراصل بلوچن جي مشهور خانہ بدوش قبيلي جت جي بگڙيل صورت آهي. جيڪي چراگاهن جي تلاش ۾ هتي اچي نڪتا ۽ آهستي آهستيِ جت مان جتوئي ٿي ويا.

هي هنن ڪي مائي جتوئي جي اولاد تسليم ئي نہ ٿو ڪري. اسان جي خيال موجب هي اصل ۾ سنڌي النسب ماڻهو آهن، جن ڪي پڻ ٻين قبيلن وانگر بلوچ ۾ شامل ڪيو ويو آهي. هي بنيادي طور دريائي پٽي تي رهندڙ ماڻهو آهن، جن جو سري واري علائقي سان تعلق هو، پر هاڻي هي بلوچن ۾ شمار ٿين ٿا، هنن جي اڪثريت سرائڪي ٻولي ڳالهائيندي آهي.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) جتوئي | (2) عارباڻي | (3) ٻُلا |
| (4) بالاڻي | (5) بارگاڻي | (6) برهماڻي |
| (7) پرگڙي | (8) داياڻي | (9) ڳن |
| (10) گشڪري | (11) هاليلاڻي | (12) هيسباڻي |
| (13) مستاڻي | (14) ڪوش | (15) ڪيرا |
| (16) خروس | (17) ڪرسي | (18) ڪوڏ |
| (19) مزاراڻي | (20) توچاڻي | (21) نوتڪاڻي |
| (22) اوٺيرا | (23) شاداڻي | (24) شر |
| (25) ٽرٽ (تڙٽ) | | |

# بڙدي (بليدي)

بليدي کي سنڌ ۾ بڙدي چيو ويندو آهي، بڙدي ۽ بليدي هڪ قبيلو آهي جيڪو مڪران جي علائقي بليده مان نڪتو آهي. مسٽر ڊيمز جو خيال آهي ته بليدي بلوچستان جي پراڻي نالي بولان مان نڪتل آهي. ضلع چاغي جي تعلقي نوشڪي ۾ ايران وڃڻ واري رستي تي وادي مل سان گڏ هڪ نئين "بول" جي نالي سان آهي، جتان پڻ جون مورتيون ۽ ٻيا آثار قديمه مليا آهن. اهڙي طرح قلات ۾ هڪ دشت "بول خي" نالي سان آهي جنهن جي اوپر وارن جبلن ۾ "گيسٽ بست" جي هڪ خوبصورت ۽ سرسبز وادي آهي، جتي قلات جا هندو ساليانو "بول" جو ميلو لڳائيندا آهن، وادي بولان پڻ بول جي نالي تان پيل آهي، جيڪو قديمي سنڌين جا مندر ۽ عبادت گاهه هئا، تي سگهي ٿو ته انهي بول مان بليدي ذات سڏبي هجي يعني بول جا رهاڪو. انهيءَ حوالي سان قديم سنڌ ۾ ذات پهلاٽي هئي. جن ڏهن راجائن واري جنگ ۾ حصو ورتو هو.

لونگ ورٿ ڊيمز پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته ڊاڪٽر بيلو جي پيش ڪيل فهرست ۾ ٻه نالا لکيل آهن يعنيٰ بليدي ۽ بڙدي. في الحقيقت بليدي ۽ بليدهي هڪ ئي قبيلي جا ٻه جدا تلفظ آهن ۽ بلاشبه هي نالا مڪران جي وادي "بليده" تان پيا آهن. بڙدي هن جو سنڌي تلفظ آهي ڇاڪاڻ ته ان ٻولي ۾ "ل" کي "ر" ۾ تبديل ڪرڻ جو عام رجحان آهي. سنڌي زبان جي بڙدي لفظ کي بلوچي ۾ بليدهي چوندا آهن.

ڊاڪٽر بيلوان متعلق لکي ٿو ته "بوليده (جنهن جو ذڪر بطليموس ڪيو آهي) جو اصل پلادي يا فائولادي آهي جنهن جو تعلق هزارده علائقي سان آهي ۽ اهو نالو مڪران جي هڪ هنڌ جو به آهي. اصل نالو بول، بولا يا پولا انهي تي ملتان جو بول مندر، بولان لڪ ۽ پونجي. ڊيمز جي مطابق اصل لفظ ڦليجي (ڦلجي) آهي. بالا برهمڻ مان ماخوذ آهي ۽ بليدي هندي لفظ بوليڪا جو سنڌي تلفظ آهي.

گل خان نصير ڪوچ و بلوچ جي حاشيه ۾ لکيو آهي ته ضلع چاغي جي نوشڪي تعلقي ۾ ايران ڏانهن ويندڙ جرنيلي سڙڪ جي ڏکڻ ۾ وادي مل سان لڳ هڪ پهاڙي ندي "بول ڪي" ندي نالي آهي. ان جي مٿان "شي حسين" جي زيارت آهي جتي پڻ جون مورتيون ۽ ٻيا آثار ملن ٿا. ممڪن آهي ته اتي قديم زماني ۾ پٽن جو وهار هجي، يا ممڪن آهي ته اهو مندر بالا برهمڻ جو هجي جنهن ڪري ان ندي جو نالو "بول ڪي ندي" پئجي ويو.

ڊاڪٽر بيلو لکي ٿو ته بڙدي جو ماخذ في الحقيقت سولنگي راجپوت جي پاڙي پرته سان آهي. يعنيٰ بڙدي راجپوت آهن. جيڪي پر ته مان بڙدي ٿي ويا.

## بڙدي ذات بابت

بلوچ قبائل ۾ ڪامران اعظم سوهدروي لکيو آهي ته هو خالص عربي نسل جا ماڻهو آهن. جن جو تعلق ابو سعيد محمدي عمان جي شاهي خاندان مان هو. هو لکي ٿو آثار قديمه جي ماهرن کي مڪران جي هڪ هنڌ "سمي" مان ڪتبا مليا آهن جن ۾ شيخ عمر ۽ ماهو جا لکيل نالا آهن. انهن ڪتبن ۾ شيخ زهدي جو به ذڪر آهي. جنهن جي قبر گوادر ۾ آهي. ڪرنل راس جي مطابق انهن ڪتبن تي 1142هه درج آهي. بليدي يا بڙدي جو پهريون اڳواڻ امير ابو سعيد هو جيڪو عمان مان مڪران آيو. هن بليدا نالي سان هڪ رياست قائم ڪئي. بليدا مڪران ۾ "ڪيچ جي اتر ۾ ٻن جبلن زاموران ۽ ڪيچ بند جي وچ ۾ آهي جنهن جي درميان دشت ندي وهندي آهي. هو لکي ٿو ته انهن جا نو (9) بادشاهه ٿي گذريا آهن جن مان ائن جا نالا ڏنا آهن. اهي هيءَ آهن. شاهه ابو سعيد، بليدن جو باني. شڪرالله، شيخ قاسم، شيخ زهري، شيخ حسين، شيخ احمد، شيخ عبدالله ۽ آخري

حڪمران قاسم ثاني.

هن لکيو آهي ته شيخ بلاد بليدي (بڙدي) گوادر جو امير هو جنهن کي 1740ع گچڪن شڪست ڏيئي مڪران تي قبضو ڪري ورتو. چاڪاڻ ته هو ذڪري فرقه جو سخت مخالف هو. جن گچڪن جي سردار ملڪ دينار جي حمايت ڪئي ۽ ان جنگ ۾ شيخ بلاد بڙدي مارجي ويو.

شيخ قاسم ثاني ايران جي بادشاه نادر شاه کان پنهنجي چاچي ۽ بليدين جي شڪست جو بدلو وٺڻ لاءِ مدد طلب ڪئي. نادر شاه پنهنجي فوج انجي مدد لاءِ روانو ڪئي پر دينار خان طاقتور ٿي ويو هو. هو ان کي ڪجهه به نه ڪري سگهيا ۽ ويتر بليدي شڪست مٿان شڪست کائيندا ويا تان جو شيخ قاسم ثاني ملڪ دينار هٿان گرفتار ٿي ويو جنهن کي گوادر ۾ نظر بند ڪيو ويو ۽ سندس خاندان کي ملڪ نيڪالي ڏني وئي.

مڪران جي بليدين جي مسقط جي شاهي خاندان سان مٽي مائٽي هئي ان ڪري انهن جي هڪ خاتون بي بي مريم کي ويهين صدي ۾ به وظيفو ملندو هو.

هن تاريخي حقيقت کانپوءِ اهو واضح ٿي وڃي ٿو ته بلوچ ازم جي ديوار ڪيئن تعمير ڪئي ويئي ۽ عربن، سنڌين ۽ ٻين قومن کي ديو مالائي ڪردار جلال خان ۽ چاڪر خان ذريعي بلوچ ۾ شامل ڪيو ويو.

سنڌ ۾ بڙدي يا بليدي 1740ع کان پوءِ خان آف قلات مير نصير خان جي وقت ۾ اتر سنڌ جي موجوده ضلع ڪشمور ڪنڌڪوٽ جي دوڙ واري هنڌ اچي رهيا جو اتي خان آف قلات جو اثر هو. اڄ تائين انهن جا وڏا اتي رهن ٿا. هن وقت عابد خان سندراڻي انهن جو سردار آهي. سنڌ گزيٽيئر ۾ ائٽيڪن 1901ع جي آدمشماري مطابق انگ 65,216 لکي ٿو. هي انگريزن جي وقت ۾ وڏا سرڪش هئا.

سنڌ ۾ رهندڙ بليدي يا بڙدي بلوچ نسل مان چورائن ٿا، جن جو وڏو پاڙو سندراڻي آهي.

جلال خان جي پٽ مير علي کي ٻه پٽ هئا هڪ زيندي خان ۽ ٻيو مراد خان. زيندي خان کي ٻه پٽ هئا، هڪ سندر ٻيو حاجي، سندر جي اولاد کي سندراڻي چيو ويندو آهي.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1)سندراڻي | (2)بالاڻي | (3)بجاراڻي |
| (4)بارڪناڻي | (5)حاجاڻي | (6)هيسباڻي |
| (7)ميولداڻي | (8)نٿراڻي | (9)زنداڻي |
| (10)حاجي جو | (11)لوهراڻي | (12)عارباڻي |
| (13)باجڪاڻي | (14)باڪراڻي | (15)ٻهڪاڻي |
| (16)ٻنگوار | (17)جنگلوٽي | (18)بالادي |
| (19)بابراڻي | (20)چولاڻي | (21)ڏاهاڻي |
| (22)گاجاڻي | (23)گبول | (24)گولا |
| (25)گور گيج | (26)گجراڻي | (27)گورماڻي |
| (28)گورشاڻي | (29)جاگيراڻي | (30)جعفري |
| (31)جابلاڻي | (32)جاداڻي | (33)خيرورٽي |
| (34)ڪنراڻي | (35)ڪورڪاڻي | (36)ڪنوهڙ |
| (37)لولائي | (38)لرواڻي | (39)محمداڻي |
| (40)مغيري | (41)مرڪاڻي | (42)مستوئي |
| (43)نندواڻي | (44)توڪاڻي | (45)راواڻي |
| (46)رستماڻي | (47)ربتي | (48)سهراڻي |
| (49)سبزوئي | (50)سناڻي | (51)سبڪاڻي |
| (52)سخيراڻي | (53)شاهجهاڻي | (54)تيگاڻي |
| (55)تمبراڻي | (56)عمراڻي | |

حاجي جي اولاد آهي.

| | | |
|---|---|---|
| (1)ڏاهاڻي | (2)حاجي جو | (3)ڪنوهڙ |
| (4)ڪورڪاڻي | (5)لوهاڻي | (6)مغيري |
| (7)سناڻي | (8)عمراڻي | |

بڙدي جو ٽيون پاڙو

| | | |
|---|---|---|
| (1)جهلڪاڻي | (2)جاجڪاڻي | (3)باڪراڻي |
| (4)بنگلاڻي | (5)ٻنگوار | (6)بجاراڻي |
| (7)ڏاهاڻي | (8)گاجاڻي | (9)گجراڻي |
| (10)ڪنراڻي | (11)اندواڻي | |

# عمراڻي

عمراڻي، ٻرڙي يا بليدي جو هڪ پاڙو آهي، جيڪو پنهنجي وڏي عمراڻي جي نالي پويان سڏيو وڃي ٿو يا عمر جي نالي پويان عمراڻي سڏيو وڃي ٿو. ڪن جي خيال مطابق راجا دلوراءِ ۽ ڇٽي امراي جي پيءُ راجا آمرراءِ جي نسبت سان سندس اولاد کي پهريان امراڻي سڏيو ويو جيڪو پوءِ بدلجي عمراڻي ٿي ويو.

## عمراڻي جا پاڙا

(1) عمراڻي
(2) ٻائوتاڻي
(3) ٻراڻي
(4) دلاورزئي
(5) درخاڻي
(6) دلاڻي
(7) گهنورياڻي
(8) گهوٽاڻي
(9) حدواڻي
(10) جروا
(11) جونگاڻي
(12) جيساڻي
(13) ملگاڻي
(14) مينگهواڻي
(15) ميواڻي
(16) ميواڻي
(17) پاراڻي
(18) ٻالاڻي
(19) پيرواڻي
(20) ڦواڻي
(21) سوڍاڻي
(22) ساٽياڻي
(23) صاحباڻي
(24) سلوياڻي
(25) سانززئي
(26) گنگناڻي
(27) ياداڻي

# مري

مري هڪ ذات آهي پر سنڌي ۾ وبا يا طاعون کي چيو ويندو آهي. مري قبيلي جو پهريان نالو بجاراڻي هو بعد ۾ ان کي مري جي نالي سان سڏيو ويو. مري سنڌن هڪ وڏي جو نالو هو. تاريخ بلوچستان ۾ هتورام لکيو آهي "بلوچي ۾ مري جي معنيٰ جن آهي" هن قبيلي کي به بلوچ بنائڻ لاءِ رند جي پاڙي ۾ شمار ڪيو ويو آهي. شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ بلوچي شعر ڏنو آهي جنهن مطابق مري بلوچ نه آهي.

ٿهالبر بي واقهين مري
ٿالپور بنا شڪ شبهه جي مري
ايشان غلام اند
اهي غلام آهن
مير چاڪري
مير چاڪر جا
بخشاتگت مائي بانڙي
اهي پيش ڪيا ويا مائي بانڙي کي (مير چاڪر جي ڀيڻ)
اهي بخش نه زترت مائي بانڙي
اهي بخش ڪيل مائي بانڙي قبول نه ڪيا
اي مان حسابان دوست نه انت
اهي اسان جي حيثيت موجب صحيح نه آهي (مائي بانڙي جي)
اِي ڪل قسي خوني رونت
اهي هڪ ٻڪر جي برابر آهن.

بلوچي قديم شاعري ۾ ميرچاڪر جي ديو مالائي ڪردار ذريعي ڪيترن قبيلن ۽ ذاتين کي بلوچ ۾ شامل ڪيو ويو آهي پر مري کي هو غلام طور به قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن، جنهن مان اهو اندازو لڳائڻ مشڪل ناهي ته هي مقامي نسل جا ماڻهو آهن، جيڪي قديم زماني کان وٺي ڪوهلي جي جبلن ۾ رهن ٿا. ڪن جي مطابق هنن جو تعلق عرب جي النمري قبيلي سان آهي جنهن جا وڏا گورنر ٿي سنڌ ۾ آيا هئا ۽ هنن جي وڏن جا قديم مقبره ڪيرٿر جبل ۾ آهن جن کي مري جا قبا چيو وڃي ٿو.

هنن کي تازو بلوچ قبيلن ۾ شامل ڪيو ويو آهي. انڊيا جي انگريز سرڪار جنوري 1890ع ۾ سردار نور محمد خان کي نواب جو خطاب ڏنو. هي بلوچستان ۾ ڪوهلو ۽ سنڌ ۾ سانگهڙ طرف رهن ٿا.

## مري قبيلي جا مک پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) بجاراڻي | (2) لوهراڻي | (3) غزني |
| (4) مزاراڻي | | |

### پاڙن جون نکون

| | | |
|---|---|---|
| (1) قلندراڻي | (2) خالواڻي | (3) رامخاڻي |
| (4) شاهيجو | (5) سومراڻي | (6) سلاراڻي |
| (7) پير داداڻي | (8) صندواڻي | (9) ڪنگراڻي |
| (10) قواري | (11) رامڪاڻي | (12) قيصراڻي |

### لوهراڻي

| | | |
|---|---|---|
| (1) گوسواڻي | (2) ڪنداڻي | (3) مريداڻي |
| (4) شيراني | (5) ڪيت راڻي | (6) معموراڻي |
| (7) درڪاڻي | (8) جلباڻي | (9) جندواڻي |
| (10) سارنگاڻي | (11) جنگواڻي | (12) ميلوهار |

### غزني

| | | |
|---|---|---|
| (1) بهاول زئي | (2) نواب بنو غالي | |
| (3) مهر غاڻي | (4) سمواڻي | (5) ڪنڪياڻي |
| (6) ڪلياڻي | (7) موهنداڻي | (8) چوري |
| (9) لوڙ ڪئي | (10) مزراڻي | (11) عيباڻي |

(12) بداڻي (13) چروار (14) زنگ
(15) لانگاڻي (16) چلگمري (17) مهيڪاڻي
(18) شهاڻي (19) مرگياڻي (20) لوڏياڻي

**مزاراڻي**

(1) هيجاڻي (2) چنگولاڻي (3) ماڻيڪاڻي
(4) مهڪاڻي (5) بداڻي (6) ڪلياڻي
(7) شيراڻي (8) فوجاڻي (9) هندواڻي
(10) رندواڻي.

## مري قبيلي جا سردار

## مري قبيلي جا سردار

بجار خان – شايد بجير راءِ
سالار خان
درويش خان
جلالان خلياڻي
گزين خان (پهريون)
ناصر خان (پهريون)
شهتڪ خان
ماڻڪ خان
گزين خان (ٻيو)
ناصر خان (ٻيو)
دريا خان يا دري خان
حبيب خان
گزين خان (ٽيون)
مبارڪ خان (پهريون)
دوست علي
بهاول خان
مبارڪ خان (ٻيو)
دودو خان
دين محمد
گزين خان (چوٿون)
مهر الله خان (پهريون)
نور محمد عرف
نواب خير بخش
سردار مهر الله (ٻيو)
نواب خير بخش (ٻيو)
سردار جنگيز خان
عرف
سردار چنگيز خان (موجوده)

# ٽالپور

هي آزاد سنڌ جا آخري حڪمران طبقو هو. جيڪي پاڻ کي بلوچ نسل جو چورائن ٿا. سنڌن مادري زبان سرائڪي آهي، هي مالوند ماڻهو هئا. ڪلهوڙا هنن جا مرشد هئا، جن کين پاڻ وٽ گهرائي امير ماڻهن ۾ شامل ڪري ڇڏيو. نيٺ هڪ ڏينهن هنن ڪلهوڙن جا ٽپڙ ويڙهائي ڇڏيا.

ٽالپور لاءِ مسٽر جيمس ٽاڊ لکيو آهي "وبالبڪ يا تذمور مذهبي قربان گاهن جا نالا هئا جيڪي بدلجي "پال مايرا" ٿي ويا. تال شاستري ۾ ڪجي کي چوندا آهن ۽ مور معنيٰ وڏو. ڪجي جو وڏو وڻ. ٽالپور انهي عبادت ۽ معنيٰ جي ڪري نالو پيو آهي يعني اباڻي ڳوٺ مان هو اصل ۾ جت آهن ۽ مير راجستان جي هڪ ذات آهي، جيڪو هنن پنهنجي نالي سان اختيار ڪيو.

مولائي شيدائي لکيو آهي "ٽالپر ٻن لفظن جو مرڪب آهي، ٽال معني وڻ جي شاخ ۽ ٻر معني وڻ. يعني ٽالپر معنيٰ ڪائير، لونگ ورٿ ڊيمز ٽالپر بابت ڄاڻايو آهي "ٽالپور معنيٰ ڪائير تال معنيٰ شاخ. ٻر معنيٰ ڪندو مطلب وڻ جي ڪاٺي جو ڪندو، هي قبيلو انهن ۾ شمار ٿئي ٿو جنهن جو ڪوبہ تمن ڪونهي. تمن جنهن جي معنيٰ پاڙو آهي، تمن ترڪي ٻولي جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڏھ هزار لشڪر وارو ۽ تمن، تومان مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڏھ هزار.

ٽالپور ڏنار جي معنيٰ ۾ بہ ڪتب آيو آهي، ساڳئي وقت انن واري کي بہ ٽالپور چيو ويندو آهي. بلوچ روايتن موجب هو بلوچ ۾ شمار ڪونہ ٿو ٿئي. جڏهن مير چاڪر پنهنجي ڀيڻ مائي ٻانڙي کي ورهاست ۾ جيڪي غلام ڏنا انهن ۾ مري ٽالپور، چانڊيو، گاڏهي، ششمور هئا. جن کي مائي ٻانڙي آزاد ڪري ڇڏيو. مطلب تہ ٽالپور غلام هئا. ڪن ٽالپرن کي جت ڪري لکيو آهي، راجستان ۾ مير جت کي ڪوٺيو ويندو آهي. جيئن تہ ثابت ٿي چڪو آهي تہ هي جت قبيلي جي مير پاڙي سان تعلق رکندڙ هئا ۽ ريڍار هجڻ جي ناتي سان ٽالپور سڏيا ويا، جيڪي پنهنجي ڌڻ جي چاري لاءِ وٽن جون ٽاريون ڪٽيندا هئا. هو خود پنهنجي نسل لاءِ غلط بياني ڪندا رهندا آهن. سنڌن چواڻي تہ ميربجار خان جي ڏاڏي جو نالو بلو هو، جيڪو بليدي سان ملي ٿو. پر هو لغاري ۾ بہ شامل آهن.

اهڙو اظهار ڪرڻ وارن ۾ هتورام شامل آهي. ان ڪانسواءِ ٻين ليکڪن جن ۾ مولائي شيدائي بہ شامل آهي تنهن کين مزاري قبيلي جي رستماڻي شاخ مان لکيو آهي. ڪن کين رند جو پاڙو چيو آهي. مرحوم عطا محمد حامي ۽ ٻيا کين هوت قبيلي مان ڄاڻائن ٿا.

ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا واري لکيو آهي تہ هن قبيلي تي نالو ٽالپور ٻجار بن بيزن جي وقت ڪان پيو. سن 1000هه / 1592ع ۾ ٻجار بن بيزن مڪران ڪان لڏي پاڳ ناڙي ۾ آيو ۽ پوءِ اتان لڏي سنڌ ۾ ڊيره غازي خان جي ڳوٺ چوٽي بالا ۾ رهيو. اتي هڪ ٽالهي جو وڻ هو جنهن جي هيٺيان هو پاڻ ۾ ويهي ڪچهري ڪندا هئا. جنهن ڪري کين ٽالهي پور چيو ويو جو بعد ۾ ڦري ٽالپر ٿي ويو. انهي وڻ هيٺيان زنگي بن ٻجار کي هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو پڻ "ٽالهو" رکيو ويو جو بعد ۾ ٽالپر سڏجڻ ۾ آيو.

محمد حنيف مهر بلوچي دنيا جنوري 1962ع ۾ هڪ مضمون لکيو هو جنهن ۾ ٽالپرن کي بلوچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ بيان ٿيل آهي تہ "ٻجار خان جي ڳوٺ ۾ هڪ وڏو ٽالهي جو وڻ هو جتي هو ڪچهري ڪندا هئا، جنهن ڪري انهن کي ٽالهي پور چيو ويو. پور سرائڪي زبان جو تلفظ آهي پوءِ ٽالهي پور مان ٽالپور يا ٽاليپهور يا ٽالپر وغيره ٿي ويا. ڪن جي مطابق شاهو خان ٻهرين جي چاچي جو نالو ٽالهو خان هو جنهن ڪري ٽالپور سڏيا."

ٽالپورن کي بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ ڪين ڪڏهن رند، هوت، مزاري، مري ۽ لغاري جو پاڙو بنائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي حقيقت اها آهي تہ جڏهن ٽالپر ڪلهوڙن جي چوڻ تي آيا هئا، ان وقت بہ رڍن ۽ ٻڪرن جا ڌڻ ساڻ هين ۽ چرغو هٿ ۾ هين. پر افسوس آهي تہ سچائي ۽ اصليت کي ڪوڙ ۾ لڪايو وجي ٿو ۽ من گهڙت قصا ۽ ڪهاڻيون گهڙيون وڃن ٿيون.

حقيقت اها آهي تہ ٽالپر بلوچ قبيلن مان نہ آهي ۽ اصل ۾ راجستان جي علائقي جا رهاڪو هئا، جن وٽ رڍن ۽ ٻڪرن جا ڌڻ هئا. شاهان گجر ۾ مولوي عبدالمالڪ لکي ٿو "ڊاڪٽر پڳوان لال جيڪو آثار قديمہ جو ماهر آهي تنهن تشريح ڪندي لکيو آهي تہ "مختلف ڪتبن جتي لفظ متراڪ يا ميتراڪ آهي ان مان مراد قوم مير آهي ۽ مير گجر (جت) آهن سنڌ ۾ ميرن جي مشهور رياست آهي پر هي هاڻي گجر نہ ٿا چورائن."

هن ڪان اڳ جيمس ٽاڊ جو حوالو ڏنو ويو آهي. انهي سلسلي ۾ هو وڏيڪ لکي ٿو "ان مان حيدرآباد سنڌ جا ٽالپر حڪمران آهن جيڪي پنهنجي وطن تال پور جي نالي سان سڏيا وڃن ٿا." هنن جي شڪست جو سبب اهو بہ آهي تہ هنن مقامي ۽ اصلي سنڌي قوم تي بي اعتمادي ڪندي هنن کي پاڻ سان شامل نہ ڪيو ۽ جڏهن انگريزن سان ويڙهہ ٿي تہ ميدان ڇڏي ڀڄي ويا ۽ سنڌ هميشہ لاءِ غلام بڻجي وئي. هي سرائڪي ٻولي ڳالهائيندا آهن.

## ٽالپرن جا پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ماڻڪاڻي | (2) شهراداڻي | (3) سهراباڻي |
| (4) نظاماڻي | (5) عيساڻي | (6) جيئنداڻي |
| (7) هلياڻي | (8) مراداڻي | (9) بهاراڻي |
| (10) گهراماڻي | (11) جيوناڻي | (12) ياراڻي |
| (13) خاناڻي | (14) آدماڻي | (15) شاهواڻي |
| (16) حاجواڻي | (17) شاهلياڻي | (18) سڪلاڻي |
| (19) ياراڻي | (20) اسلاماڻي | (21) موراڻي |
| (22) درياخاڻي | (23) پرڳڙي | (24) گابراڻي |
| (25) باگراڻي | (26) گيبرواڻي | (27) جيئنداڻي |
| (28) ڪوڪٽر | (29) خاناڻي | (30) ڪور ڪاڻي |
| (31) ڪپري | (32) ڪيساڻي | (33) ماڻڪاڻي |
| (34) نظاماڻي | (35) قيراڻي | (36) شهداداڻي |
| (37) شهواڻي | (38) شهناڻي | (39) ٽورا |

# مزاري

مزاري – ڊومبڪي قبيلي جو پاڙو آهي، مزار ڊومبڪي قبيلي جو فرد هو، هڪ نهايت طاقتور ۽ دلير هو، جنهن ڪري ڪيس "شينهن" سڏيندا هئا. مزاري کي "شيهن پوٽو" سڏيو ويندو آهي يعني شيهن جي اولاد. لونگ ورٿ ڊيمز جي مطابق هي خالص بلوچي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي شينهن. ڊينزل ابٽسن لکيو آهي تہ هي قبيلو پنهنجو نسل جلال خان جي پٽ هوت سان ملائيندو آهي. شيخ صادق علي لکي ٿو ڊومڪي قبيلي ۾ مازا نالي هڪ ماڻهو هو جنهن کي شينهن جي طاقت هئي سندس اولاد کي مازا مان مزاري سڏيو ويو جو هڪ جدا قبيلو ٿي پيو. گل خان نصير ڪوچ و بلوچ ۾ لکيو آهي تہ بلوچي ۾ مزاري ۽ پشتو ۾ زمري جي اها معنيٰ آهي جو مزار جي بلوچي ۾ آهي يعنيٰ شينهن.

ڊاڪٽر بيلوهن کي هندستان جي صحرائي قبيلي "مسيري" سان ڳنڍي ٿو. ڊيمز پڻ اهڙو شڪ ڏيکاريو آهي. هي قبيلو چئن وڏن پاڙن ۾ ورهايل آهي جن ۾ (1) رستماڻي (2) مسيداڻي (3) بالاچاڻي ۽ سرگاڻي آهن. سردار بالاچاڻي قبيلي مان آهي. هي قبيلو قديم سنڌ جي حدن اندر ڪشمور ڪان وٺي راجڻ پور تائين اڪثريت ۾ رهي ٿو. هنن جو مرڪزي شهر روجهاڻ مزاري آهي. هن وقت هي علائقو پنجاب ۾ شامل آهن. سندن سردار بلغ شير مزاري آهي.

## مزارين جا پاڙا:

| | | |
|---|---|---|
| (1) بلوچاڻي | (2) گلراڻي | (3) عيساڻي |
| (4) جورڪاڻي | (5) ڪيريا | (6) ڪورڪاڻي |
| (7) ساڏواڻي | (8) شيرلاڻي | (9) سمبلاڻي |

# مڪراني بلوچ

مڪراني جيڪي ڪراچي ۾ مزدوري ڪرڻ واسطي آيا ۽ اتي آباد ٿي ويا. مڪرانن کي گوشي چوندا آهن، جنهن جو مطلب آهي سونڊ، بدمعاش، بي ڍنگا معنيٰ جهنگلي، حقيقت ۾ مڪراني ڪو به هڪ قبيلو نہ آهي، ڪيترا انهن ۾ شيدي آهن، جيڪي ايٿوپيا سان تعلق رکندڙ آهن. هي ڪراچي جي لياري واري علائقي ۾ رهن ٿا. انهن مان اڪثر هوت جي اولاد چورائي ٿي. پر اها حقيقت نہ آهي. هي نہ بلوچ آهن نہ وري سنڌي. اڄ بہ هنن وٽ آفريڪا جي قبيلن واريون ريتون ۽ رسمون آهن. جيڪي هر سال منگهوپير جي ميلي تي ملهائيندا آهن.

## مڪرانين جا پاڙا

(1) باد
(2) برهان زئي
(3) بزر زاده
(4) بجارزئي
(5) چارزئي
(6) رنب
(7) درزاده
(8) ڏيهاٽي
(9) ڳابري
(10) گمشازئي
(11) حيسازئي
(12) ڪلڪلي
(13) ڪهور
(14) نارائڻ
(15) پري
(16) سپاهي
(17) سومراٽي
(18) شهزاده
(19) امرا
(20) هوت

# بوزدار

بوزدار بلوچ ۾ شامل آهي، بوزدار بزمان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي رڍ يا ٻڪري، بوزدار معنيٰ ٿي، رڍن يا ٻڪرن وارو ٻڪرار چون ٿا تہ هي رند جو پاڙو آهي جيئن تہ مان اڳ ۾ ڪيترن هنڌن تي گذارش ڪئي آهي تہ بلوچ جا سيئي پاڙا پاڻ کي رند سان ڳنڍڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن. مطلب تہ هي مالوند ماڻهو آهن جن جي اڪثريت ديره غازي خان جي طرف رهي ٿي ۽ ڪجھ گهوٽڪي ضلع ۾ آباد آهن.

## پاڙا:

(1) دولاٽي
(2) لڏواٽي
(3) غلاماٽي
(4) چاڪراٽي
(5) سيهاٽي
(6) شاهواٽي
(7) جلالاٽي
(8) جعفراٽي
(9) رسماٽي

# بلوچستان جا قديم قبيلا

بلوچستان ۾ اڪثريت انهي ماڻهن جي آهي جيڪي اصل ۾ سنڌي نسل سان تعلق رکن ٿا پر وقت گذرڻ ڪانپوءِ ٻين زور آور قومن سان ملڻ ڪري پنهنجي اصل ذات ۽ نسب کان اڻ واقف ٿي وڃن ٿا ۽ ٻين قومن جو حصو ٿي وڃن ٿا. ڊاڪٽر بيلو ثابت ڪيو آهي تہ بلوچستان جا قبيلا اڪثر راجپوت ۽ جٽ نسل سان تعلق رکندڙ آهن.

حقيقت اها آهي تہ جيڪي سنڌي قبيلا حملہ آورن ۽ ٻين سببن جي ڪري بلوچستان جي جبلن ۾ پناهہ وٺڻ لاءِ ويا هئا، اهي گهڻي عرصي گذرڻ ڪانپوءِ بلوچ چورائڻ ۾ آيا. بلوچستان ۾ بلوچ لفظ نادر شاهہ جي حملي ڪانپوءِ استعمال ۾ آيو نہ تہ اڳ ۾ قلات رياست سڄي ويندي هئي جيڪا اڳ ۾ سنڌي سيوا قبيلي جي راجا جي ماتحت هئي.

(1) نيچادي (2) بندراڻي (3) ساسولي
(4) زهري (5) ساجدي، قديم

هي سيوائي قبيلي وارن مان آهن جيڪي گهڻو وقت بروهن سان رهڻ ڪري بروهي ٿي ويا آهن، اهڙي طرح، رئيساڻي قبيلو بہ قديم راجپوت قبيلو چيو وڃي ٿو. ڪي هنن کي پٺاڻن ۾ شمار ڪن ٿا ۽ ڪي بروهن ۾ ڳاڻائن ٿا.

# بگٽي

بگٽي سردار پاڻ کي بلوچ نسل مان چورائيندا آهن، جڏهن ته سنڌن پاڙو راهيجا، سماٽ جي پاڙي راهوجا جو نعم البدل آهي. محققن جو چوڻ آهي ته بگٽي سنڌ جي قديم شهر مهين وارن جي اولاد مان آهي.

بلوچن جي نسب نامہ بابت جيڪو شعر قديم بلوچي شاعري ۾ ڏنو ويو آهي تنهن ۾ بگٽي جو ڪوبہ ذڪر ڪونهي نہ وري ڪا هن جي الڳ ۽ جداگانہ حيثيت آهي. ڪنهن هن کي رند جو پاڙو چيو آهي. سردار خان گشڪوري تاريخ بلوچ قوم ۾ لکي ٿو تہ بگٽي حسب ۽ نسب سان (رند) بلوچ آهي. هو بگ جي ڪري بگٽي سڏيا. ايراني بلوچستان ۾ لڳ هڪ دريا ۽ هنڌ جو نالو آهي. هو جيئن تہ اتان آيا آهن انڪري بگٽي چورائن ٿا ۽ بقول م. ڪ. پيڪولن، بگٽي قبيلي جي پاڙن جا نالا ميرچاڪر جي پٽن ۽ پائرن جي نالن تي رکيل آهن. ڪي چون ٿا تہ بگٽي ميرچاڪر جي پٽ گيان دار جي اولاد آهن. م. ڪ پيڪولين جي مطابق ميرچاڪر رند جي چاچي جي پٽ جياندار جي اولاد چون ٿا. هن قبيلي جو اصل پاڙو جيڪو سنڌ ۾ رهي ٿو جياندار جي پٽ راهيجہ جي نالي سان منسوب آهي. گيان دار ۽ جياندار دراصل گياندار ئي آهن جيڪو انگريزي GYANDAR ئي لکبو. افسوس آهي تہ لکڻ وارن کي اها بہ خبر نہ پئي آهي تہ گياندار هندڪو نالو آهي جڏهن تہ بلوچ حضرت علي رضہ جا مريد ۽ پاڻ کي پڪو مسلمان چورائن ٿا. گيان دار مقامي نالو آهي، بقول لونگ ورٿ ڊيمز "راهيجا" هي نالو هندستاني آهي.

بگٽي روايتن جي مطابق هن قبيلي جو نالو بلوچستان جي "بگ" وادي تان پيو آهي جتي هو سورهين صدي جي آخري تائين رهندا هئا. م.ڪ پيڪولن هنن بابت لکيو آهي تہ هي قبيلو وڏو نہ هو پر غير بلوچ قبيلن جي ملي وڃڻ ڪري وڏي ويو آهي. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ پيروزاڻي پاڙو، نئين ٺهيل ذاتين جو مجموعو آهي. جيڪو سيني کان وڏو آهي ۽ ڪي تہ پراڻا پاڙا بہ ان ۾ شامل ٿي ويا آهن. حقيقت اها آهي تہ بگٽي اصلي بلوچ نسل آهي ئي ڪونہ. هو هميشہ مري ۽ بليدي سان ويڙهاند ۾ رهيو آهي. هڪ بلوچي گيت ۾ بگٽي کي غلام پڌايو ويو آهي جيئن،

بگ مني ڏيه، اڪه نامي:
بگ منهنجو اباڻو هنڌ ۽ ملڪ جو نالو آهي.
مان غلام نہ دڙاه نهامي:
جيڪڏهن مان غلام آهيان تہ منهنجو مالڪ ڪير آهي.

شيخ صادق علي لکيو آهي تہ "بگٽي بگ مان نڪتو آهي، جيڪو پناڻ جو نالو آهي. ٽي معنيٰ نوڪر يعني بگ جو نوڪر بعد ۾ اهو بگٽي ٿي ويو. هو لکي ٿو "قبيلي جو سردار راهيجا پاڙي مان آهي جيڪو سنڌي قبيلي راهوجا سان لڳي ٿو هي بلوچن سان ميل جول ڪري بلوچ ٿي ويا آهن ۽ بگٽي ٽڪرين تي رهڻ ڪري اهي بگٽي سڏجن ٿا. نواب شهباز خان کي، حر تحريڪ دوران، انگريز جو ساٿ ڏيڻ ڪري ڪيس جمڙائو ڪئنال تي جاگير ڏني ويئي ۽ اڄ تائين نواب بگٽي جي اتي زمين ۽ بگٽي ڪوٽ نالي ڳوٺ موجود آهي.

## سنڌ ۾ بگٽي

1847ع جي آخر ۾ بگٽي سردار اسلام خان (پيو) ميجر جان جيڪب جي آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا جنهن کي ٻارن ٻچن سميت لاڙڪاڻي موڪليو ويو ۽ ڪيس اتي جاگير ڏني ويئي. جنهن ڪري ڪيترا بگٽي اڄ به لاڙڪاڻي ۾ رهيا. ٻن ٽن سالن کان پوءِ اسلام خان لاڙڪاڻي مان ڀڄي ڊيره بگٽي ويو ۽ اتان ڪيتران جي علائقي "بارکان" هليو ويو.

جان جيڪب اسلام خان جي ڀڄي وڃڻ کان پوءِ

لاڙڪاڻي بگٽين تي سختي ڪئي ۽ انهن کي لوڙهي ۾ رهايو. ٻن يا ٽن سالن کان پوءِ هز خان آف قلات نصير خان جي معرفت پيش پيو. جنهن کان پوءِ لاڙڪاڻي جي بگٽين کي آزاد ڪيو ويو جنهن کان پوءِ ڪيترا بگٽي پنهنجن علائقن ڏانهن واپس هليا ويا. بقول ائيڪن هن قبيلي جا اٽڪل ٻه هزار ماڻهو لاڙڪاڻي پرسان رهي پيا ۽ پوکي راهي ڪرڻ لڳا. ڪجهه وقت کان پوءِ، هنن مان گهڻا ڏيره بگٽي واپس هليا ويا ۽ جيڪي رهيا اهي اڄ تائين لاڙڪاڻي جي پرسان پنهنجن ڳوٺن ۾ رهن ٿا. ائيڪن جي مطابق 1901ع جي آدمشماري مطابق سنڌ ۾ 9285 بگٽي موجود هئا.

بگٽي قبيلي جا چار وڏا پاڙا آهن

1. راهيجہ
2. مرهٽا
3. ڪلپر
4. مسوري

اسان جي راءِ موجب هي پاڙا مقامي نسل جي ماڻهن جا آهن جيئن راهيجہ، راهوجا جو نعم البدل يا بدليل تلفظ آهي جيڪو سماٽ جو هڪ پاڙو آهي ۽ يقينن راهيجہ، راهوجا آهي. ٻيو مرهٽا هندستان جي هڪ بهادر قوم هئي جنهن مغل بادشاهن سان مهاڏو اٽڪايو هو. هن قوم جو تعلق مهين واري دؤر سان آهي جن کي آرين شودر سڏيو آهي.

ٽيون ڪلپر پاڙو آهي جيڪو هڪ گاهہ جو نالو آهي، جنهن جي حقيقت کي گل خان نصير ڪوچ و بلوچ ۾ بيان ڪيو آهي. چوٿون پاڙو مسوري آهي جيڪو حقيقت ۾ راجستان جو صحرائي قبيلو آهي جنهن کي "مسيري" سڏيو ويندو آهي.

بگٽي جو علائقو ڪلهوڙا حڪمرانن جي زير اثر هو ۽ سنڌ جو سرحدي علائقو آهي، جنهن کي انگريزن 1896ع ۾ ٻين علائقن سان گڏي ڪوئيٽا انگريز انتظاميہ ۾ شامل ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري هو هاڻي بلوچستان صوبي جو حصو آهي.

بگٽي قبيلي ۾ اڪثر مقامي نسل جا ماڻهو ۽ ذاتيون شامل آهن جيڪي ذهني طور پنهنجو ماضي وساري بلوچ ٽيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن. بگٽي سردار راهيجہ پاڙي مان آهن.

## بگٽين جا پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) راهيجا | (2) بخشلاڻي | (3) چاڪراڻي |
| (4) چندن زئي | (5) ڏآنگيا | (6) حمزاڻي |
| (7) خبرواڻي | (8) جسڪاڻي | (9) ڪلپر |
| (10) مندراڻي | (11) مسوري | (12) نوٿاڻي |
| (13) نوتڪاڻي | (14) پيزور | (15) ٿونگ |
| (16) رامي زئي | (17) سڏياڻي | (18) شالواڻي |
| (19) سندراڻي | (20) زرڪاڻي | (21) زمڪاڻي |
| (22) مرهٽا | (23) گادري | (24) ڪيازئي |
| (25) رحمتاڻي | | |

# بگٽي سردار

1. بجار عرف جياندار

2. راهو خان

3. مرواني

4. حبيب خان

5. مير عالي

6. پهلوان

7. هديٰ خان

8. عاڪف خان

9. هديٰ خان (پيو)

10. بيبرڪ

11. سارنگ خان

12. مبارڪ خان

13. هيبت خان

14. ڏقل خان

15. مٺا خان

16. بيبرڪ (پيو)

17. سلام خان

18. بيودع

19. سلام خان (پيو)

20. غلام مرتضيٰ خان

21. شهباز خان

22. محراب خان

23. شهباز خان (پيو)

انگريزن هن کي نوابي جو لقب ڏنو.

عرف

نواب اڪبر خان بگٽي

(فوجي آپريشن ۾ شهيد ٿيو)

24. عالي خان بگٽي

(پوٽو اڪبر خان بگٽي)

# ڪوسو

ڪوسہ بلوچ ۾ شمار ڪيا ويا آهن ڪين رند جو پاڙو سڏيو ويو آهي پر بلوچ ڪين مهاڻو سڏن ٿا چاڪاڻ تہ جڏهن مير چاڪر پنهنجن ماڻهن سميت ست ڳڙهہ وڃي رهيو هو تہ هنن ڪين ٻيڙن تي چاڙهي سنڌو ندي پار ڪرائي هئي. شاهان گجر ۾ ڪين گجرن جي هڪ پاڙي ۾ شمار ڪيو ويو آهي.

چون ٿا تہ ڪوسہ روس جي ڪاسڪ نسل مان آهن. ڪن جو خيال آهي تہ ڪوسہ لفظ "ڪوه سار" مان نڪتو آهي يعني جبل جي چوٽي جا رهاڪو، جيڪو بدلجي ڪوسو ٿي ويو آهي، ڪي چون ٿا تہ ڪوسہ جو اصل نالو "خوسخ" آهي.

شيخ صادق علي لکيو آهي تہ ڪوسہ "ڪوهہ سگ" مان نڪتو آهي جيڪو ڪوهہ جبل کي چئبو آهي ۽ سگ ڪتي کي يعني جبل جا ڪتا. جيئن تہ هي جبل تي رهندا هئا ۽ ڏاڙا هڻندا هئا تنهن ڪري ماڻهو هنن کي "ڪوهہ سگا" سڏيو جيڪو ڪوسگ ۾ بدلجي ويو ۽ سنڌي ۾ ان کي ڪوسو سڏيو.

لونگ ورٿ ڊيمز لکيو آهي تہ هي ماڻهو سوران جي رند قبيلي ۾ هڪ پاڙي جي حيثيت ۾ شامل آهن، ان ڪانسواءِ ڪوسو سبي جي لنڊن ۾ بہ هڪ پاڙو آهي. چون ٿا تہ هي هوت جي اولاد مان آهن. م.ڪ پيڪولين جي مطابق بلوچ روايتن موجب ڪوسہ هوت جا پوٽا ۽ هوت رند جو هڪ پٽ هو. لونگ ورٿ جي مطابق ڊيره غازي خان ۾ رهندڙ ڪوسن جو پاڙو عيساڻي، اصل ۾ ڪيتران يا ڪيتاڻ آهي. م.ڪ پيڪولين چوي ٿو تہ ڪوسہ هڪ مخلوط قبيلو آهي ان ۾ ڪيتران ۽ رندن جا پاڙا بہ آهن ان ڪانسواءِ جت قبيلو بہ وڏي تعداد ۾ شامل آهي. ان جي تصديق ڊيزل ابٽسن ۽ اي. ڊي ميڪليگن بہ ڪئي آهي. هنن جي ڪتابن ۾ گڏيل طور آهي تہ 1859ع ۾ ميجر پولاڪ لکيو آهي. ڪو بہ اهڙو ڪوسو مشڪل سان ملندو جيڪو ڏهو چوري ۾ جيل نہ ويو هجي ۽ ڪو بہ اهڙو جنهن قتل نہ ڪيو هجي يا پنهنجي پاڙيسري جي زال کي نہ ڀڄايو هجي يا ان جي گهر ۾ نہ گهڙيو هجي.

اي. ڊي ميڪليگن لکي ٿو تہ هي جتن جو هڪ قبيلو جيڪو تور راجپوت مان آهي هي انهن مان آهن جن کي چوهاڻن دهلي مان ٻاهر ڪڍيو هو. ڪامران اعظم بلوچ قبائل ۾ بلوچي دنيا جي حوالي سان لکيو آهي تہ ايران جي بادشاهہ نوشيروان جي پوٽي ڪيخسرو ۽ هرڪولس جي وچ ۾ جنگيون لڳيون هيون جنهن ۾ ڪوسہ سردار زيبل هرڪولس جي پاران حصو ورتو هو ۽ ايرانين کي شڪست ملي هئي. انهي دوران هرڪولس پنهنجي پندرهن سالن جي ڌي هن کي ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو پر جڏهن هن کي ان ڏانهن روانو ڪيو ويو تہ زيبل وفات ڪري ويو.

محترم جيمس ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ ڪوسن جي متعلق لکي ٿو تہ هو مقامي نسل جا ماڻهو آهن جيڪي صحرائي قومن ۾شمار ٿيندا آهن. هي دراصل هندو هئا ۽ قديم خاندان ارور سان تعلق هو جن جو مهرسن سان تعلق آهي جنهن کي پوٽينجر ساهر ڪري لکيو آهي. هي عربي لفظ صحرا جي معنيٰ وانگر آهي جيڪي هميشہ غارت گيري ۽ ڦرلٽ ڪرڻ ڪري هڪ هنڌ نہ رهندا آهن، انهن وانگر آهن ۽ ڦرلٽ ڪندا رهندا آهن ۽ هنن ان کي پنهنجو پيشو بڻائي ڇڏيو آهي. اصل ۾ هنن جو تعلق جوڌپور سان آهي جتان دائود پوٽن يعني ڪلهوڙن جي ملڪ تائين ايندا ويندا هئا. اسان جي تحقيق موجب ڪوسہ بولان ڪان وٺي راجستان تائين مختلف علائقن ۾ رهن ٿا ۽ سنڌن نسلي تعلق قديم سنڌ جي قومن سان آهي. جيڪي هاڻي بلوچ چورائڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا. جيمس ٽاڊ هڪ وڏي تحقيق ڪان پوءِ لکيو آهي تہ جڏهن قديم قبيلا پنهنجو مذهب مٽائي مسلمان ٿيندا آهن تہ هو قديم قبيلي سان تعلق ٽوڙڻ لاءِ بلوچ چورائڻ شروع ڪندا آهن.

جان جيڪب هنن لاءِ لکيو آهي "هي ڪڏهن آبادگار،

ڪڏهن ڦورو تہ ڪڏهن ريڍار ڪڏهن وري سپاهي ٿي پوندا آهن. ٿر وارن کوسن کي ٽيئڙ بخار طور سڃاتو ويندو آهي.

سنڌ ۾ ميان الياس ڪلهوڙي روحل کوسي کي جاگير ڏني، روحل جي پٽ راڄو کي ميان نور محمد ڪلهوڙي جاگير برقرار رکي، شير خان ولد روحل کي ميان غلام شاهہ جاگير ڏني، اهڙي طرح شير خان جي پٽ کي ميان عبدالنبي جاگيردار بڻايو.

ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي پنهنجي وقت ۾ لاڙڪاڻي جي کوسن جي سردار جعفر خان کي مارايو جنهن کان پوءِ هزارين کوسہ مارجي ويا ۽ جيڪي بچا انهن وڃي ٿر وسايو جن جو گذر بسر ڦرلٽ ڪرڻ تي هو. جنهن ڪري اتان جي ماڻهن ٽيئڙ بخار سان تشبيهہ ڏني.

## کوسن جا پاڙا:

(1) جماڻي (2) بکراڻي (3) بجراڻي
(4) پاشواڻي (5) بجهاڻي (6) بلواڻي
(7) بازماڻي (8) ٻڄاڻي (9) پاشماڻي
(10) چناڻي (11) چيچاڻي (12) درياڻي
(13) دوستلاڻي (14) دولاڻي (15) حدراڻي
(16) گرماڻي (17) حاجاڻي (18) حدراڻي
(19) عيساڻي (20) جماڻي (21) جروار
(22) جوڳاڻي (23) جياڻي (24) لڏاڻي
(25) مجواڻي (26) ميرناڻي (27) مندراڻي
(28) نوتڪاڻي (29) رنگواڻي (30) سهاجاڻي
(31) سعماڻي (32) سانگواڻي (33) سهرياڻي
(34) شاداڻي (35) صغرواڻي (36) سهاڪاڻي
(37) صبح خاڻي (38) عمراڻي (39) زدراڻي
(40) زنگ واڻي (41) جانورياڻي (42) رانگورياڻي
43- بڄاڻي 44- بداڻي 45- پاجهاڻي
46- جاگيراڻي 47- جنگوالا 48- جياڻي
49- چينجاڻي 50- حملاڻي 51- حيدراڻي
52- خاناڻي 53- رودناڻي 54- زنگويراڻي
55- سليماڻي 56- سهرياڻي 57- سهڪاڻڻ
58- عميراڻي 59- فتحلاڻي 60- قائماڻي
61- گهمراڻي 62- لداڻي 63- محمداڻي
64- مگسي 65- مهرواڻي 66- بولياڻي
67- ٻڍاڻي 68- ٻهيلاڻي 69- جاگيل
70- جندو واڻي 71- جاماڻي 72- اونراڻي
73- روحلاڻي 74- مٽيوال 75- سلمد
76- کلواڻي 77- للاڻي 78- بند واڻي
79- مکڙاڻي 80- رفناڻي 81- سنجراڻي
82- ڦرياڻي 83- ڏتاڻي 84- جهنڊاڻي
85- تڳياڻي 86- گهنوراڻي 87- ملاءِ
88- ڦاناڻي 89- ملهواڻي 90- ميرواڻي
91- چاڪراڻي 92- الوراڻي 93- نهالواڻي
94- اسحقاڻي 95- پنجاڻي 96- زيمڪاڻي
97- ٻئالاڻي 98- ڏيرناڻي 99- مناڻي
100- لاسي 101- پوراڻي 102- هيبتاڻي
103- ڪملاڻي 104- ڪوڪاڻي 105- جندواڻي
106- گاهياڻي 107- احملاڻي 108- صاحباڻي
109- مهڪاڻي.

## مٽيوال پاڙي جون نکون

1- بندواڻي، 2- ڏڳياڻي، 3- جوڳياڻي،
4- جهنڊاڻي، 5- ڏتاڻي، 6- رجناڻي،
7- سنجراڻي، 8- عيساڻي، 9- ڦرياڻي،
10- مکڙاڻي، 11- گهنوراڻي، 12- موندراڻي،
13- ملا

# لاڙڪاڻي وارن ڪوسن جو شجرو




نوٽ: ميان نور محمد ڪلهوڙي روهيل خان کي لاڙڪاڻي ۾ جاگير ڏني ڪوسا لاڙڪاڻي واري قلعي ۾ سپہ سالار بهارو جهنجهڻ جي ڪمان ۾ رهندا هئا.

# گڇڪي

گڇڪي مارواڙ راجپوتانا ۾ هڪ ڳوٺ آهي، هنن جو وڏو جڳجيت سنگهه جيڪو راجپوت هو، جيڪو ڪيچ ڏانهن هليو ويو ۽ مذهب اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيو. هن جي خاندان يا قبيلي کي سندن ڳوٺ گڇڪي جي ڪري ان نالي سان سڏيو ويو. هاڻي هي بلوچن ۾ شمار ٿين ٿا. ڪوچ و بلوچ ۾ گل خان نصير جي مطابق ڪي انهن کي سک چون ٿا ۽ ڪن جي مطابق هو راجپوت آهن. بهرصورت هو هندستاني نسل جا ماڻهو آهن، جسٽس خدا بخش مري بجاراني ان جي تصديق ڪري ٿو ۽ لکي ٿو "هي قبيلو هندي راجپوت آهي جيڪو سنڌي مهاجر آهي."

م.ڪ. پيڪولن لکيو آهي "هي قبيلو هندي راجپوت جي سنڌي مهاجرن جو آهي، هنن پنهنجو نالو مڪران جي هڪ ميدان "ڳيچ" جي نالي تان ورتو آهي. هنن پنهنجي مادري ٻولي وساري ڇڏي آهي ۽ هو بلوچي ڳالهائن ٿا. هو وڌيڪ لکي ٿو ته هو ذڪري فرقي سان تعلق رکن ٿا جنهن جي اصل زيارت ڏکڻ مڪران ۾ جبل مراد جيڪو اصل ۾ جبل ميد (مهاڻو) آهي. هو زميندار ۽ هاري آهن. هو ڪيچ ۽ دشت جي زرخيز وادين ۾ رهن ٿا.

راءِ بهادر هتورام گڇڪي بابت تفصيلي احوال لکيو آهي، هو لکي ٿو، سردار مان سنگهه، جڳت سنگهه، چڙت سنگهه جيڪي پاڻ ۾ ڀائر هئا تن جي پيءُ جو نالو ڦينا سنگهه هو جيڪو راجپوت نسل مان هو. پنجاب هندستان مان ڪنهن سبب جي ڪري چاليهن همراهن سان مڪران جي علائقي بڪوچ ڳچڪ، جيڪو پنج گور ۾ هو اچي رهائش اختيار ڪئي. ان وقت پنج گور ملڪ ۽ بليدن جي قبضي ۾ هو، جيئن ته ان وقت اتي هندو مذهب وارو ڪوبه ڪونه هو ۽ هو هندو هئا. تن ملڪ خاندان مان شاديون ڪيون، هو پاڻ ته مسلمان ڪونه ٿيا پوءِ جيڪي انهن جي اولاد ٿي انهن مائرن وارو مذهب اسلام اختيار ڪيو ۽ مسلمان ٿيا، انهي ڪري هنن کي "ڪوچ ڳچڪ" جي حوالي سان گڇڪي سڏيو ويو.

گڇڪي بابت مسٽر هيوز بلر مڪران گزيٽيئر ۾ هيئن لکيو آهي: مڪران جي هڪ سردار نظر محمد پنهنجي عزيزن جي چوڻ تي پنهنجي اڪيلي پٽ ڪمال خان کي مارائي ڇڏيو. ان ڪانسواءِ ڪيس اڪيلي نياڻي "ديلبو" نالي هئي.

نظر محمد پنهنجي پٽ کي مارائڻ ڪانپوءِ وعدو ڪيو ته هو پنهنجن عزيزن مان ڪنهن کي به وارث مقرر ڪونه ڪندو. تنهن ڪري هنن پنهنجي ماڻهن کي چيو ته هو ڪنهن شهزادي کي تلاش ڪن جنهن سان پنهنجي ڌي "ديلبو" جي شادي ڪرائي.

چون ٿا ته ڪي مڪراني ٻڙوده ڏانهن واپار جي خيال کان ويا، انهن ڏينهن ۾ جوڌپور جو شهزادو "سمت جوار ميدا" شڪار سانگي "اوڪا منڊل" ۾ منزل انداز هو. هنن وجهه وٺي هن کي اغوا ڪري مڪران ڪٺي ويا. شهزادو نظر محمد جي چوڻ تي مسلمان ٿيو ۽ پنهنجي ڌي ان کي پرڻائي ڏني، جنهن مان گڇڪين جو نسل شروع ٿيو. انهيءَ حساب سان گڇڪي پيءُ ڏانهن راجپوت آهن.

بمبئي ايٿنوگرافيڪل سروي جي مسٽر اينٿون به ساڳي ڳالهه لکي آهي. هو لکي ٿو ته ٻڙوده جي حڪمران "سرل جي" جي پٽ "سمت جي" کي تيرهين سنبت مگرسد 1614 بروز جمع 1558ع تي اغوا ڪيو. هو ماءُ جي طرف کان جوڌپوز جي راجپوت شاخ آرامپد وڏي مان هو.

بلوچ عالمن بلوچ قبيلن کي وڏائڻ ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي ۽ ڏارين کي زوري بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ هٿ ٺوڪيا قصا ۽ ڪهاڻيون بيان ڪري، انهن جي اصل حسب ۽ نسب کي مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهي سلسلي ۾ ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا ۾ مير نصير احمد جي حوالي سان لکيل آهي

تہ 1298ع ۾ مڪران جو حاڪم رجب ماملي ڪرد بلوچ هو جنهن کي ست پٽ هئا جن مان هڪڙي جو نالو مراد هو، تنهن جي اولاد مڪران جي گچڪي واري هنڌ سڪونت اختيار ڪئي، جنهن بعد هو گچڪي سڏجڻ لڳا. انهي ڳالهہ کي رد ڪندي تاريخ دشتي بلوچ ۾ نذيرالحق دشتي نقشبندي لکي ٿو تہ جيئن ٻين قبيلن کي بلوچ ۾ شمار ڪيو ويو آهي تيئن گچڪي قبيلي کي بلوچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ گچڪي ٽن ڀائرن مان سنگهہ، جگت سنگهہ ۽ چڙت سنگهہ جيڪي ڦينا سنگهہ جا پٽ هئا، تن جي اولاد آهن هو راجپوت جٽ آهن.

جنت السنڌ ۾ مولائي شيدائي هيوز بلر جي بيان کي تسليم ڪندي حاشيہ ۾ بيان ڪيو آهي تہ هو راجپوت آهن. گچڪي نسلي طور راجپوت آهن جيئن سمہ ۽ ڀٽي راجپوت آهن. هو بلوچستان صوبي ۾ رهڻ ڪري ڪين بلوچ چئي سگهجي ٿو جيئن سنڌ ۾ رهڻ وارن کي سنڌي چئجي پر هو نسلي طور بلوچ هرگز هرگز نہ آهن. هنن جو بلوچن ۽ لاڙڪاڻي جي چانڊيہ سردارن سان مٽي مائٽي ٿيل آهي.

# ڪيتران - ڪيتياڻ

ڪيت چئبو آهي زمين ۽ پوکي. ڪيت جي معنيٰ آهي اها زمين جنهن ۾ پوکي وجي. ڪيت سنسڪرت يا قديم سنڌيءَ جي لفظ ڪشتري مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڪاشت ڪار يا هاري. ان زمين جي آبادي ڪرڻ واري کي يعنيٰ ڪيت ڪرڻ واري کي چئبو آهي. ڪيتران معنيٰ زمين آباد ڪندڙ هاري. ڪيتي ڪندڙ، آباد ڪندڙ، ڪيتران کي سنڌي ڪيتاڻ چوندا آهن هي ذات لاڙڪاڻي، ميرپورخاص، وارهه، رتوديرو ۾ پنهنجا ڳوٺ ٻڌي ويٺي آهي، ان ڪانسواءِ سنڌ جي ٻين علائقن ۾ به ملن ٿا. هنن جي گهڻي آبادي بلوچستان ۾ آهي جنهن ڪري هن کي بلوچ ذاتين ۾ شامل ڪيو ويو آهي. لونگ ورٿ ڊيمز لکيو آهي ته بيشڪ هي هندستاني (سنڌي) نسل جو قبيلو آهي. م.ڪ. پيڪولن لکي ٿو ته نسب جي لحاظ کان هندي قبيلو آهي. ڊينزل ابٽسن ۽ اي. ڊي ميڪليگن لکيو آهي هو يقينن خالص بلوچ نه آهن ڪن جو تعلق ابدالي جي مورث اعليٰ ترين جي پاءُ ”مياڻه“ جي نسل سان آهي. پر هو پٺاڻن سان مٽي مائٽي ڪونه ڪندا آهن. هڪ عملي طور بلوچ قبيلو ٿي ويو آهي، پر حقيقت ۾ جتن جي باقيات آهي. يعنيٰ زمين آباد ڪندڙن جنهن کي اسان آبڙو چوندا آهيون جيڪي سماٽ جو حصو آهن. هو لکن ٿا ته هنن جي ٻولي جو لهجو سنڌي سان ملندڙ آهي هو جاتڪي يعني سرائڪي ڳالهائيندڙ آهن. هتورام لکيو آهي ته هن قبيلي وارن جو تعلق زمين آباد ڪرڻ وارن سان آهي، ڪيتي ڪرڻ وارن سان آهي تنهن ڪري انهن کي ڪيتران چيو ويو بعد ۾ انهن جي نسل وارن کي ڪيتران چيو ويو يعنيٰ ڪيتي ڪرڻ وارن جي اولاد. ڪي هنن کي بلوچ نسل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا پر ان ۾ اڃ تائين ڪامياب نه ٿي سگهيا آهن.

(1) چاڪاڻ ته بلوچ کي زمين آباد ڪرڻ جي ڪابه خبر ناهي هنن جو اهو پيشو ئي نه آهي.

(2) هنن جي مادي زبان سرائڪي آهي جيڪا سنڌي ٻولي جو هڪ لهجو آهي.

حقيقت اها آهي ته هي مهين واري دؤر سان تعلق رکندڙ قديم ذاتين مان هڪ آهي جيڪي بنيادي طور ڪيتي جي ڪاروبار سان منسلڪ هئا ۽ بعد ۾ هو ڪتري ٿي ويا پر پنهنجي اصليت کي برقرار رکيو ۽ جڏهن منوجو قانون اچي پٽ پيو ته هنن اباڻو پيشو ڪيتي شروع ڪيو ۽ ڪيتران ئي چورايو، هي بنيادي طور درياء تي آبادي ڪندڙ هئا.

هنن جو اصل وڏو پاڙو گنجا آهي جيڪو گنج مان نڪتو آهي يعنيٰ گهٽو جنهن کي بلوچ گنجوره چون ٿا. باقي ٻيا پاڙا چڇ ناهڙ ۽ حسني آهن. چڇ ۽ ناهڙ سماٽ جا پاڙا آهن باقي حسني بروهن جو هڪ پاڙو آهي ممڪن آهي ته اهي شروعات ۾ شامل ٿي ويا هجن. هن وقت به سردار گنجايا گنجوره پاڙي مان ٿيندو آهي. مٿين پاڙن ڪانسواءِ هيٺيان پاڙا به ڪيتران ۾ شامل آهن.

(1) بابر (2) حسناني (3) ڏاڙيوال (4) دوداڻي

# ڊومڪي

بلوچ قبيلي ۾ شامل ڊومڪي لاءِ بہ مختلف رايا آهن. ڪي ڪين اصل بلوچ ڪونہ ٿا سمجهن ۽ ڪين گاڏڙ نسل چون ٿا. ڏوم يا ڊوم جي معنيٰ آهي. دهل. ڊومڪي معنيٰ دهل وارو مطلب مڱٹهار يا ميراسي قديم دؤر ۾ جيڪي قصا ۽ ڪهاڻيون بيان ڪندا هئا ۽ دربار ۾ بادشاهہ ڪي وندرائڻ لاءِ بيان ڪٹندا هئا تن ڪي ڏوم يا ڊوم چيو ويندو هو. ٽاڊ هنن بابت لکيو آهي "پاڙن، فرقن، قبيلن جا احوال لکڻ ۽ ياد ڪرڻ جو ڪم ڏوم معنيٰ ڊومڪي جو آهي." انهي ڪري هن قبيلي پنهنجو مقام حاصل ڪري ورتو. لونگ ورٿ ڊيمز هن قبيلي بابت لکيو آهي "ڏومڪي يا ڊومبڪي ڪي بلوچن جي منظوم داستانن ۾ سڀ ڪان وڏو گهراڻو ظاهر ڪيو ويو آهي. ميرچاڪر جو چوڻ آهي تہ هو ڳالهائڻ جا ڏاڍا هوشيار آهن ۽ هو دفترن جا مالڪ آهن. هو وڏيڪ لکي ٿو ڪن جو خيال آهي تہ هن قبيلي جو نالو ايران جي درياءَ ڊومڪ تان پيو آهي. ان بابت مر. ڪ. پيڪولن لکيو آهي "ڊومبڪي هڪ گڏيل قبيلو آهي جنهن ۾ اڪثريت هندي مهاجرن جي آهي. هن وڏيڪ لکيو آهي تہ گورگيج، ڪرمتي، نوتڪاڻي، ڪشگوري، رخشاڻي، ڊومڪي، ٽالپور، مزاري، جسڪاڻي، ڪوسو، چانديو بلوچ نہ آهن پر گهڻو وقت انهن جي تابع رهڻ ڪري بلوچ ٿي ويا آهن. اهڙي طرح گوپانگ، مستوئي، گبول ۽ دستي بہ اصل بلوچ ناهي.

جسٽس خدا بخش مري هن قبيلي بابت لکيو آهي "هي بلوچ تاريخ، روايتن ۽ گيتن جا خود محافظ آهن ۽ ڪيترن بلوچ قبيلن جو مجموعو آهن. گستان باولي هنن ڪي قديم ڄاڻائي پناڻن ۾ شمار ڪيو آهي.

ڊومبڪي قبيلي وارن لاءِ خود بلوچ روايت اها بہ آهي تہ هڪ ڏينهن هڪ حجم پاڪي ڪٽي ميرچاڪر وٽ آيو ۽ ڪيس هدايو تہ هن جي ڏاڙ ۾ اهو اثر آهي تہ هڪ دفعو وار ڪوڙڻ ڪانپوءِ اهي ڀيهر نہ ڦٹندا. آزمائش ڪرڻ لاءِ چيو ويو پر ڪو بہ تيار نہ ٿيو. ڏوم ان ڪي پنهنجي ڏيءَ تي آزمائڻ لاءِ ميرچاڪر سان اهو شرط رکيو تہ جيڪڏهن سندس ڏيءَ ڪي مٿي ڪوڙڻ ڪانپوءِ وار نہ ٿيا تہ هو ان سان شادي ڪري. ميرچاڪر واعدو ڪيو ان ڪانپوءِ اها پاڪي ڏوم جي ڏيءَ تي آزمائي ويئي جنهن ڪي ڀيهر وار نہ ٿيا. ميرچاڪر واعدي موجب ڏوم جي ڏيءَ سان شادي ڪئي جنهن مان جيڪا اولاد ٿي تنهن ڪي پهريان ڊومبڪي پوءِ ڊومڪي سڏيو ويو.

مزاري ڊومڪي قبيلي جو پاڙو آهي جيڪو هاڻي پڻ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. هاڻي سنڌ جا ڪيترا ميراثي ۽ مڱٹهار پنهنجو اباڻو پيشو ترڪ ڪري ڊومڪي سڏرائيندا آهن. هي بلوچ ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن، سنڌ ۾ ڪنڌڪوٽ ۽ ڪشمور ۾ آهن ۽ بلوچستان ۾ جهٽ پٽ ۽ بيل پٽ ۾ رهن ٿا جيڪو اڳ ۾ جيڪب آباد ضلع ۾ شامل هو. هاڻي ان ڪي بختيارپور سڏن ٿا ۽ ڪي ميرچاڪر ڊومڪي جو علائقو سڏن ٿا.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ميروئي يا ميرزوئي | | (2) آدماڻي |
| (3) برهماڻي | (4) باپاڻي | (5) بلوچاڻي |
| (6) ڀگتر | (7) بزرنائي | (8) |
| (9) بوزدار | (10) درياڻي | (11) گلوئي |
| (12) گشڪوري | (13) گوگيز | (14) گولانا |
| (15) گڏاڻي | (16) گبول | (17) گاجاڻي |
| (18) جسڪاڻي | (19) جماڻي | (20) ڪيجاڻي |
| (21) لوهراڻي | (22) لنڊ | (23) مرڪاڻي |
| (24) محمداڻي | (25) شعخور | (26) سومراڻي |
| (27) ٽالاڻي | (28) وزيراڻي | (29) زنگي شاهي |

# ڪلمتي يا ڪرمتي

هن قبيلي کي بلوچ ۾ شامل ڪيو ويو آهي. بقول لونگ ورٿ ڊيمز ”هي قبيلو غير بلوچ آهي، هن جي نالي جو سبب مڪران جي علائقي ڪلمت سان وابستگي آهي. م. ڪ. پيڪولن لکيو آهي ”هن بلوچ سڏائيندڙ قبيلي ۾ اڪثريت هندي ۽ سنڌي ماڻهن جي آهي، هو لکي ٿو ڪرمتي چورائڻ جو سبب ڪنهن زماني ۾ سنڌ ۾ قائم ڪرمتي مذهبي فرقي جي ڪري آهي (جنهن جو ذڪر سومرن جي سلسلي ۾ ٿي آيو آهي). هي انهن جي اولاد آهن جن يارهين صدي عيسوي ۾ ملتان ۽ اتر هندستان ۾ پنهنجو ڪرمتي رياستون قائم ڪيون هيون. اسان جي تحقيق موجب منصوره ۾ هباري حڪومت کان پوءِ سنڌين خفيف سومري جي اڳواڻي ۾ ڪرمتي حڪومت جو بنياد وڌو هو جنهن کي محمود غزنوي سومنات کان واپسي وقت حملو ڪري ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. يقينن انهن مان ڪن وڃي مڪران ۾ ڪرمتي فرقي جو بنياد وڌو جنهن ڪري ڪين ڪرمتي سڏيو ويو. هي خالص سنڌي نسل جو قبيلو آهي بعد ۾ ٻين نسلن جا ماڻهو به شامل ٿي ويا.

ڪوچ ۽ بلوچ ۾ گل خان نصير لکيو آهي ته ڪرمتي يا ڪلمتي پنهنجو نالو ڪلمت مان ورتو آهي جيڪو پسني ۽ اورماڙه جي وچ ۾ بلوچستان جي ساحل تي هڪ علائقو ۽ بندرگاهه آهي. اهو ممڪن به آهي انهن متعلق چيو وڃي ٿو ته هي هڪ عجيب قبيلو آهي، هن سان چند مذهبي ڳالهيون به وابسته آهن ۽ اهو به نظر اچي ٿو ته هنن جو نالو ڪرمتي علائقي جي ڪري پيو آهي جن کي محمود غزنوي ۽ محمد بن سام مڪران طرف ڀڄايو هو. هو اهو تسليم ڪري ٿو ته ڪلمتي يا ڪرمتي بنيادي طور بلوچ نه آهن، جيئن ته گهٽي وقت کان وٺي بلوچن سان ميل جول رکن ٿا ان ڪري بلوچ شاعري ۾ انهن جو ذڪر آيو آهي.“ جسٽس مير خدا بخش مري بلوچستان تاريخ جي آئيني ۾ تسليم ڪيو آهي ته ڪرمتي غير بلوچ آهن. ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا جي ليکڪ ڪتاب واري لياري جي حوالي سان لکيو آهي ته ڪرمتي غير بلوچ آهي. هي 1494ع ۾ هنگلاج کان نڪري لسٻيلي کان موجوده سنڌ ۾ داخل ٿيا. هنن جي وڏي جو نالو راڏو هو.

شيخ صادق علي هنن کي ڪلمتي چانديو سڏيو آهي جيڪو اڳتي هلي رڳو ڪلمتي يا ڪرمتي ٿي ويا. جيڪي ميرپورساڪري ۾ اڪثريت سان آهن. هن کان اڳ ۾ هنن جي ڪيچ ۾ حڪومت هئي جنهن کي مظفرالدين بادشاهه شڪست ڏيئي اتان نڪرڻ تي مجبور ڪيو هو. ڪتابن ۾ ذڪر آهي ته هنن جو هڪ وڏو تعداد پسني جي طرف رهي ٿو جن جو پيشو مڇي مارڻ آهي. مرزا قليچ بيگ ڪين سمو ۽ سومرو سڏي ٿو جن ڪرمتي فرقو اختيار ڪيو جنهن ڪري ڪين ڪرمتي سڏيو ويو. ائٽيڪن پڻ اها ڳالهه ڪئي آهي. حقيقت ۾ هن جو تعلق سنڌي قبيلي سان آهي پر هو پاڻ کي بلوچ ۾ شامل ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن ۽ پاڻ کي هوت جو نسل چورائن ٿا. جنهن مان سسئي وارو پنهون هو. شايد انهن کي خبر ناهي ته پنهون بذات خود سمه نسل سان تعلق رکندڙ آهي جو سندس خانداني لقب ڄام آهي. شاهه صاحب به ان کي ڄام ڪري سڏيو آهي ۽ ڄام سنڌي جو نسلي لقب آهي جيڪو ڪرشن جي زال ڄامل سان منسوب ٿيل آهي. حضرت پير آدم سرماڻي ۽ سندس خليفه ۾ لکيل آهي ته هن جو تعلق ست سئو سال اڳ يعني چوڏهين صديءَ سان آهي. جنهن مان ان راءِ جي تصديق ٿئي ٿي ته ڪلمتي يا ڪرمتي بنيادي طور سنڌي قبيلو آهي. جنهن وقت سان ان جو تعلق آهي. قديم سنڌ جي حدن ۾ ڪو به بلوچ فرد يا قبيلو، وجود نه ٿو رکي ته پوءِ هي بلوچ ڪيئن ٿيا. صرف موجوده بلوچستان جي حدن ۾ ڪجهه علائقي ۾ رهڻ سان بلوچ نسل جا نه ٿا ٿي سگهن، خود ذات ۽ پاڙن ۾، اهڙيون ذاتيون ۽ پاڙا آهن جن جو بلوچ نسل وارن سان ڪو به تعلق ڪونهي.

هنن جي غير بلوچ هجڻ جو سڀ کان وڏو ثبوت بلوچي حسب نسب جي نظم "دپتر شير" آهي جنهن ۾ صرف اهو ڏيکاريو ويو آهي ته:

"اڙ حلبا چانديه ڪايان"-چانديه به حلب کان آيا آهن.

"ڪلامتي لوغ پهه گريُن- ۽ ڪلامتي قبيلي جي قريب آباد آهن.

هي ان نظم ۾ واڌارو ٿيل آهي جنهن ۾ چانديه کي حلب کان ايندڙ ڏيکاري کين ڪلمتي قبيلي جي قريب آباد ٿيندي ڏيکاريو ويو آهي. جڏهن ته واضح ٿي چڪو آهي ته چانديه قبيلي وارن جو تعلق قديم سنڌين جي ذاتين سان آهي ۽ انهن کي ڪلمتي جي قريب آباد ٿيندي ڀڏايو ويو آهي پر ڪٿي واضح ڪونهي، بنيادي طور ڪلمتي قبيلي جو تعلق سومرن واري سلطنت جي حصي سان آهي، جتان محمود غزنوي جي حملن ۽ شهاب الدين غوري جي مهمن کان پوءِ ڪيترن خاندانن جو ميرپور ساڪرو کان مڪران طرف لڏپلاڻ ڪري محفوظ ۽ پرامن هنڌ ڳولهڻ هو ۽ هي ملتان طرف به مذهبي نسبت سان ڪرمتي يا ڪلمتي سڏيا ويا، جتي هنن جي هڪ آبادي هئي. مطلب ته بقول بلوچي شاعر جي ته بلوچن جي سنڌ يا مڪران طرف اچڻ کان اڳ ۾ ڪرمتي يا ڪلمتي انهن علائقن ۾ آباد هئا. ڪتاب بلوچ ۾ م-ڪ پيڪولين لکي ٿو ته: "هي ان سياسي ۽ مذهبي گروپ جا پيروڪار آهن جن يارهين صدي ۾ ملتان ۽ اتر هند ۾ پنهنجي ڪرمتي رياست قائم ڪئي هئي. هن قبيلي جو ذڪر ابوالفضل به ڪيو آهي.

اسان جي تحقيق موجب هنن ۾ سومرو ذات وارن جي اڪثريت آهي جن شروعاتي دؤر ۾ ڪرمت يا ڪرمتي مذهب اختيار ڪيو هو. جنهن ڪري هو ڪلمتي سڏيا ويا ۽ بعد ۾ ٻيا خاندان ۽ پاڙا به ان ۾ شامل ٿي ويا.

## پاڙا

(1) احمداڻي (2) الهنداڻي (3) بابراڻي
(4) پگير (5) پالوٽ (6) پاوا
(7) بازي (8) چڳاڻي (9) گبول
(10) گانبا (11) گوري (گولراڻي) (12) هاريه
(13) جانوري (14) جامبري (15) کپوراڻي
(16) خوشماڻي (17) ڪچراڻي (18) خيرداڻي
(19) لاتنگ (20) موندر (21) ماروا

(22) مونديار (23) مرگور يا مرگهر
(24) موچڙ (25) مهيري (26) ماويداڻي
(27) ٽلاڻي (28) راڄيرا (29) شوداڻي
(30) راڄواڻو (31) زنگراڻي (32) جاميري
(33) کچواڻي (34) لڄيرا (35) شولاڻي
(36) غلاڻي (37) ڪشماڻي (38) کهراڻي
(39) لٽي (40) هديهه (41) جماري
(42) ڳورهڻي (43) چولاڻي (44) پيروزاڻي
(45) بجاري (46) نونداڻي (47) ملڪاڻي
(48) باهوت (49) دهائي جٽ (50) گلڙي
(51) راڏا اڳاريا (52) راڏا بنديجا
(53) هائوٽ يا راڏا جت ملڪاڻي (54) ليٽنڊ

## ڪرمتي قبيلي جي وڏن پاڙن جون نکون

(1) احمداڻي

(1) احمداڻي (2) بازي (3) براهماڻي
(4) بکراڻي (5) قيصراڻي (6) پاربياڻي
(7) خاناڻي

### (2) پگير باگهياڙ

(1) پنياڻي (2) ٺڪراڻي (3) دودڻاڻي
(4) سرماڻي (5) عالياڻي (6) ميراناڻي
(7) مليراڻي (8) ننداڻي

### (3) پاوا

(1) بشاماڻي (2) بجاراڻي (3) پڇاڻي
(4) پيداراڻي (5) جاندراڻي (6) جانواڻي
(7) پير محمداڻي (8) جيڪواڻي (9) حمراڻي
(10) چندبوواڻي (11) خاناڻي (12) درياڻي
(13) خالقڏناڻي (14) ڏٽينٽناڻي (15) سائينداداڻي
(16) سوماراڻي (17) سوجاڻي (18) صابواڻي
(19) عيدواڻي (20) غلاماڻي (21) علي خاناڻي
(22) قادرناڻي (23) مناڻي (24) محبوباڻي
(25) موليڏناڻي (26) قيصراڻي (27) مصرياڻي
(28) مرنياڻي (29) ڪلاڻي (30) ناڻاڻي
(31) نوتڪاڻي (32) لونگاڻي (33) ملهوغاڻي
(34) متاراڻي (35) ميواڻي

**(4) گبول**

(1) گبول (2) بجاراڻي (3) اميد علياڻي
(4) سوڃاڻي (5) ڪيرواڻي (6) فوتاڻي
(7) صفراڻي (8) لاڪاڻي (9) قيصراڻي
(10) هالماڻي (11) بنياڻي (12) قادرناڻي
(13) مبارڪاڻي (14) ٽيباڻي (15) عيسباڻي
(16) راڏاڻي (17) ملوڪاڻي (18) جوڳياڻي

**(5) جانوري**

(1) بلنداڻي (2) بناڻي (3) بهاوالواڻي
(4) جنگناڻي (5) چولياڻي (6) چناڻي
(7) حملاڻي (8) دائوداڻي (9) دوداڻي
(10) رجباڻي (11) رهيماڻي (12) زهراڻي
(13) سوماراڻي (14) شيراڻي (15) صادقاڻي
(16) صالحياڻي (17) گلماڻي (18) گوماڻي
(19) معارفاڻي (20) مهراڻي (21) هيواڻي
(22) ورياڻي (23) وليداداڻي

**(6) مرگور**

(1) ٿارواڻي (2) سماڻي (3) ڪيراڻي
(4) پٺاياڻي (5) شاهياڻي (6) گنجاڻي
(7) چماگاڻي (8) شنباڻي (9) ميرخاناڻي
(10) خوشحالاڻي (11) صوپواڻي (12) ورياڻي
(13) عالياڻي (14) راجوڻي (15) سپاڙ
(16) عيسباڻي

**(7) مهيري**

(1) آچاراڻي (2) بکراڻي (3) ٻيڙاڻي
(4) پاواڻي (5) پليلاڻي (6) ٿارواڻي
(7) پارپياڻي (8) پيراٽاڻي (9) پيروزاڻي
(10) جلالاڻي (11) جهنگلاڻي (12) خاناڻي
(13) چنگلاڻي (14) جيجهاڻي (15) خميساڻي
(16) خودواڻي (17) ربواڻي (18) سوماراڻي
(19) شالاڻي (20) شنباڻي (21) شهداداڻي
(22) شهميراڻي (23) شيراڻي (24) فيضواڻي
(25) قيصراڻي (26) ڪاراڻي (27) ڪلاڻي
(28) لانديا (29) لهاڪاڻي (30) مناڻي
(31) ملاڻي (32) مينداداڻي (33) نوتڪاڻي
(34) نوڏاڻي (35) هوتاڻي

**(8) دڇيرا**

(1) آسودا (2) بنداڻي (3) پارواڻي
(4) پچاڻي (5) پيرواڻي (6) جاڙاڻي
(7) جانياڻي (8) حاجاڻي (9) دوستاڻي
(10) ڏاوڙيا (11) ڏاها (12) راڏاڻي
(13) راهواڻي (14) سوماراڻي (15) عيساڻي
(16) صوڀوٽي (17) ڪوهيواڻي (18) گنبا
(19) لانديا (20) لوڪا (21) لڪاڻي
(22) مراداڻي (23) مروحا (24) ملهواڻي
(25) ممراڻي (26) مير صباساڻي
(27) واداڻي (28) وراجاڻي

**(9) زنگراڻي**

(1) آدماڻي (2) احمداڻي (3) ابوڙاڻي
(4) بنگلاڻي (5) بگٽياڻي (6) بهراماڻي
(7) پيروزاڻي (8) جاگواڻي (9) جيئداڻي
(10) چاڪراڻي (11) چتاڻي (12) ڏانداڻي
(13) ربيدار (14) راهواڻي (15) دودٿائي
(16) ساجناڻي (17) سوماراڻي (18) سومراڻي
(19) شريشاڻي (20) شهاڻي (21) شيرواڻي
(22) عالياڻي (23) فتحاڻي (24) قائماڻي
(25) ڪانواڻي (26) گانگواڻي (27) گهنواڻي
(28) محمداڻي (29) محراباڻي (30) متهاڻي
(31) مراداڻي (32) ميراڻي (33) ميرخاناڻي
(34) هيسباڻي (35) ننداڻي (36) لاڏواڻي
(37) لالواڻي (38) هادي بخشاڻي

**(10) شولاڻي**

(1) اوناڙي (2) بنياڻي (3) جماڻي
(4) ڊيواڻي (5) ڊولنگائي (6) طهرياڻي
(7) عيساڻي (8) سعيت (9) ڪانواڻي
(10) محلاڻي

**(11) هديه**

(1) برهماڻي (2) دريا خاناڻي (3) زنگي خاناڻي
(4) سمٽاڻي (5) قادرناڻي (6) ڪرماڻي
(7) ڪيڪواڻي (8) نوتياڻي

## (12) جماري

(1) احمداڻي (2) بنگلاڻي (3) چاڪراڻي
(4) حسناڻي (5) زدياڻي (6) سالاراڻي
(7) قاضياڻي (8) قيصراڻي (9) ڪنداڻي
(10) فتحياڻي (11) علوداڻي (12) منناراڻي
(13) ننداڻي (14) ننگراڻي (15) نهالاڻي
(16) ورياڻي

## (13) ڳورهي

(1) بکراڻي (2) ٽونڊا (3) پوپٽاڻي
(4) چاڪراڻي (5) چوٽاڻي (6) حمراڻي
(7) دوداڻي (8) ربراڻي (9) سچيناڻي
(10) صاحبناڻي (11) عمراڻي (12) ٿلاڻي
(13) قيصراڻي (14) کهڙاڻي (15) مناڻي
(16) مندراڻي (17) ناٿاڻي

## (14) ملڪاڻي

(1) الهبنداڻي (2) ببراڻي (3) حملاڻي
(4) علي محمداڻي (5) محملاڻي

## (15) باهوت

(1) الهرکياڻي (2) اڳاراڻي (3) جاڙاڻي
(4) جيئنداڻي (5) سوماراڻي (6) عشماناڻي
(7) گلواڻي (8) مناڻي (9) مرزاناڻي
(10) محملاڻي

## (16) دہائي جت

(1) اڌ لکي (2) علواڻي (3) پناڻي
(4) جماڻي (5) دونگاڻي (6) سياهي
(7) ڪلاڻي (8) مولواڻي (9) وناڻي

## (17) گلڙي

(1) جماراڻي (2) جراراڻي (3) شاهياڻي
(4) صالحياڻي (5) عيساڻي (6) ڪلاڻي
(7) مزاراڻي

## (18) راڏا اڳاريا

(1) بجاراڻي (2) پناڻ (3) پچاڻي
(4) جيئنداڻي (5) داواڻي (6) راڏاڻي
(7) سليماناڻي (8) سيهوٽاڻي (9) ڪاراڻي
(10) ڪڪائي (11) ميراناڻي (12) مشاطي
(13) ورياڻي (14) ساياڻي (15) اشرافاڻي
(16) جوراني (17) توراڻي (18) قاسماڻي
(19) پنئي پوٽا (20) پپيتو

## (19) راڏا بنديجا

(1) بليجا (2) باندڻ پوٽا (3) ٽوبدپيوٽا
(4) ٽونڊا (5) دراڻي (6) سارئي پوٽا
(7) سجا (8) ڪڙيرا (9) عمر
(10) مزاڻي (11) موسيٰ پوٽا (12) ماهوند
(13) الياس پوٽا (14) نوت (15) راڏاڻي

## (20) راڏا جت ملڪاڻي

(1) حميراڻي (2) لاڪاڻي (3) ہہر

## (21) لستينگ

(1) ببراڻي (2) بگهياڙ (3) پٽوا
(4) حملاڻي (5) سعيت (6) محمداڻي
(7) مرگهر (8) هديہ

## ڪرمتين جو شجرو







ڪرمتين ۾ سردان ۾ ورهايل آهن.

### ڊاڪٽر لال بخش نائچ جي مطابق

# ملهي خاندان

ملهي قديم سنڌ جو قديم بهادر خاندان آهي. ملهي- ملھ راج مان بدلجي ملهي ٿي پيو. ملهي کي (ملي- ويران- ڊرائيڪي- اوپائي- مالا- ملوها- ملالمڊ- ماهلي- مالهي ۽ بل بالڪا به ٿا سڏين. هونءَ ته ملهي کي آريه- چاموڻ- جاٽ- جدگال ۽ بنس ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. ملهي پٽ- سرويه (جنهن کي وينون-بينون-سروها) به چوندا هئا.

ملهي برصغير ۾ جاٽ خاندانن ۾ سڀ کان وڏو خاندان آهي. هينئر ملهي پاڪستان پنجاب ۽ هندستان جي پنجاب ۾ انهي مالهي نالي سان معروف ۽ سڀ کان وڏو قبيلو آهي. ملهي جي ڏاڏي جو نالو شر سترڪ (ششتر) سوترڪ جيڪو 1600 ق-م ۾ وڏو عالم -جراه- سائنسدان ٿي گذريو آهي.

ملهي خالص سنڌي قبيلو ق-م قبيلو هيو ۽ هينئر به آهي. ملهي قبيلا جي تاريخ تمام پراڻي آهي. ملهي جي مورث اعليٰ حضرت سنڌ جو پٽ مالي هيو. ملهي کي جملي 5 پٽ هئا. پنو- ڏهر- نائچ- شجراع ۽ لانگاهه ڪي تاريخ نويس ملهي جي ستن پٽن جو ذڪر ڪن ٿا جن ۾ گهلو- سائينج به آهن، پر گهلو-سانسي خاندان آهي ۽ سائينچ — نائچ جي اولاد جو نالو آهي.

ملهي پٽ سرويه (سروها- وينون) آهي. سرويه جي وڏي پٽ جو نالو ملهي هيو. (ملھ راج)- ملهي جا سماتري (سڳا) پائر ڪيترائي هئا البت ڪجھ جا نالا هن طرح آهن. هنجراع- ديو- گورايه- باگڙ- پلر- گهتوال- بدهن- ڏهندسا- سانگها- ٺوراع- دسنج راع- ڏهلون- گهلوت راع- گهنا راع- (گهنوال) وغيره.

ملهي خاندان ۽ سندس اولاد- پاڻرن جو ذڪر قديم هندو ڌرمي- غير ڌرمي- تاريخي- يوناني- فارسي ڪتابن ۾ ملي ٿو. البت ملهي ۽ سودرڪس ڪائيه- (ڪاٺي) سودي جو تمام نمايان ملي ٿو.

برصغير ۾ ملهي خاندان تمام وڏو خاندان آهي ۽ ان جي اولاد پنو- نائچ- ڏهر- سجراع ۽ لانگاهه ۽ انهن جون اولادون خالص ملهي خاندان آهن. هندستان ۾ اهي سڀ ملهي ايا پنهنجي نالن سان سڏجن ٿا.

اڄ ڪلھ هاڻوڪي سنڌ ۾ ملهين کي خالص پنجابي خان لکيو وڃي ٿو. جيڪو غلط آهي. البت سڀ سنڌ جا خاندان پنجاب ۾ به آباد آهن.

ملهي املي جي زال جو نالو سولکي هيو جيڪا سودي خاندان سان جنهن مان ملهي کي 5 عدد پٽ ڄاوا جن جو ذڪر ويدن-شاشترن-پراڻن مهاڀارت ۽ ٻين درجنن جي تعداد ۾ موجود آهي.

ملهي خاندان جو تاريخ خاص ڪري سنڌ جي تاريخ ۾ نه ڪرڻ خود تاريخ سان ويساھ گهاتي ۽ قتل ڪرڻ برابر آهي ۽ ملهين سان به ناانصافي هوندو.

قديم سنڌ جا جيڪي بهادر قبيلا هئا انهن ۾ ملهي سرفهرست آهي. اڄ ڪلھ جي سنڌي قوم جيڪا آريو- چامر- چاموڻ- جاٽ (جٽ) ۽ نسب سڏائي ٿي. انهن کي بقا بخشيندڙ خاندان ۾ ملهي خاندان به هڪ هيو ۽ آهي.

ملهي سان گڏ جن سنڌي بهادر قبيلن جو ذڪر ق-م جي ڪتابن ۾ ملي ٿو جن يونانين- فارسين- منگولن- مغلن- تاتارين- عربن کي شڪستون ڏنيون ۽ قديم سنڌ مان تڙي ڪڍيو. انهن مان ملهي خاندان به صف اول ۾ شمار ڪيو ويندو اهي. ملهين- سڪندر اعظم کي ٽيڪسلا ۾ نه صرف شڪست ڏني بلڪ ان کي زهريلي تير سان موت جي وادي ۾ اڇلائي ڇڏيو، جتان ڪو به اڄ تائين انسان واپس نه آيو آهي.

بقول ميرس........جي ته سڪندر سان گڏ اگر ملهين جي فوج هجي ها ته سڪندر اعظم دنيا کي فتح ڪري سگهي ها.

بقول ميرس تہ ملهي سنڌ جو خودمختيار حاڪم خاندان هيو اسان کي پڌايو ويو هيو تہ اوهان سنڌ ۾ نہ وڃجو. چاڪاڻ تہ اتي تمام بهادر خاندان- ملهي- سودرڪس- سوڍي- ڪائيہ - سانسي- چيوڙ- سنگلي- سنهالي- اوڊاڻ- چالڪ- ماتسيا- پورو(پريہ) آباد آهن انهن جو سردار قبيلو ملهي آهي. انهن قبيلن کي ڪنهن بہ فتح نہ ڪيو آهي. اسان جي بدقستي جو اسان پلجي ڪري سنڌ ملڪ ۾ وارد ٿياسين. اُهي بہ ملهين جي سلطنت ۾- اتي جنگ شروع ٿي ويئي جتي سڪندراعظم کي ملهين جو تير لڳو جيڪو راڄ امنپي نائچ (وجهي) جو هيو. جيڪو (4) گز ڊگهو هيو. ان سان سڪندر جو موت ٿيو. (مان ڊاڪٽر لال بخش جي ان راءِ سان متفق نہ آهيان ڇاڪاڻ تہ سڪندر ان کان پوءِ بہ زنده رهيو ۽ سيوهڻ کان آرماڙ رستي بابل هليو ويو. وڌيڪ لاءِ ڏسو مصنف جو ڪتاب تاريخ سنڌ- جلد1-حصو3) انهيءَ جنگ ۾ ملهين سان سودرڪس- ڪائي - سوڍي- سانسي- چيوڙ قبيلا بہ اچي گڏيا. پوءِ اسين اچو جهنڊو بلندو ڪيو. ان بعد جنگ بند ٿي. يوناني فوج تتر پتر ٿي ويئي، اسان ملهين کي عرض ڪيو تہ سڪندر جو لاش ڏيو جيڪو ملهين جي شوريٰ گڏ ٿي ان ۾ 4000 هزار قبيلا ملهين - شودرڪشن- ڪائين- سودين جا گڏ ٿي اسان کي لاش ڏنائون ۽ باحفاظت ملهين جي پهري ۾ سنڌ ملڪ ڪراس ڪري سڪندر کي اسڪندريہ ۾ دفنايو ويو. مونکي (ايران) کي ملهين جي بهادري تي فخر اٿم. واقعي هنن کي فتح نٿو ڪري سگهجي.

مان پڌائيندو هلان تہ فارس جو- سائرس دي گريٽ ۽ دارا بہ ملهين جي شاندار بهادريءَ جون واڪاڻون ڪيون آهن. ايتري تائين جو سائرس چوي ٿو تہ ان زماني ۾ ملهي ۽ ٻيا سنڌي خاندان چام جو لقب استعمال ڪندا هئا. مان ملهين جي بهادري کان متاثر ٿي چام جو لقب استعمال ڪيو.

ملهي- ملھ لفظ مان نڪتل آهي، جنهن جو مطلب آهي شينهن- واقعي شينهن هئا. حيدرآباد سنڌ ۾ ديهہ جو نالو ملهي نائچ آهي. ملهين لوڪن- ماليتان (ملتان) مالوا- مالي- ملائنيا- مالاڪنڊ- ملهي آباد ۽ ٻيا ڪيترا ملڪ ۽ شهر هئا.

ملهين (ملهي) جو ذڪر تاريخ نائچ ۾ بہ بيان ٿيل آهي. مان هتي ايترو چوندس تہ ملهيٰ خالص سنڌ جو بهادر- غيور- ق-م قبلو آهي جن جو ذڪر ويدن ۾ هن طرح آهي. نہ صرف ملهي بلڪ ملهي جي اولاد جو بہ. ملهي جا پنج پٽ: پنو، ڏهر، نائچ، شجراع، لانگاھ.

1) منگلي جن جي ڏاڏي
2) سوڍي جن جي امان
3) ملهي جن جو ابو

ملهي جو تفصيل قبيلہ نائچ ۾ بہ درج آهي. ان کان علاوه شجرو بہ قبيلہ نائچ واري ۾ درج آهي. اڪثر ملهي کي گڏيل پنجاب- ڏکڻ پنجاب ۾ جاٽ ٿا چون.

راجستان- راجپوتہ- حصار- ڪاٺياواڙ- گجرات ۾ راؤ- جاٽ- چوڌري بہ ٿا سڏين.

سگهہ ملهين کي سردار جي ۽ سنگهہ سان سڏيو وڃي ٿو. اڄ جي دور ۾ بہ ملهين ۾ پاڪستان- هندستان ۽ يورپ- آفريڪا ۾ وڏا ناليوارا ماڻهو موجود آهن

# ڪلهوڙو

سنڌ جي تاريخ جيتري ڏارين جي ڪاهن ۽ ڦرلٽن سان ڀري پئي آهي اوتري سنڌن مزاحمت سان، اهو برابر آهي تہ سنڌين ڪڏهن بہ ڌاري قوم ۽ ملڪ تي ڪاهہ نہ ڪئي آهي پر جيترا سنڌي امن، ڀائيچاري ۽ واپار سانگي لڏي وڃي ٻي هنڌ آباد ٿيا آهن اوتري تاريخ ٻي ڪنهن قوم جي ڪونهي، هي جتي بہ ويا تہ امن محبت ۽ ڀائيچاري جو پيغام کڻي ويا، نہ ڪنهن کي ڏڪايو نہ رنجايو ۽ نہ وري ڪنهن جي حق تي ڌاڙو هنيو. جنهن ڪري تاريخ انهن کي "مارشل" قوم ۾ شمار ناهي ڪيو. هي پيار محبت ۽ صوفياڻي رنگ وارا سنڌي هميشہ ٻاهرين جي عتاب جو نشانو بڻجندا آيا آهن، نہ رڳو ايترو پر سنڌن وجود تي ٽيندڙ وارن ۾ سنڌن نسب مٽائڻ بہ هڪ آهي. هت اصل سنڌي هوندي بہ پنهنجا ابا ڏاڏا ٻاهريان ٻڌائن ٿا.

سنڌ ۾ جيترو ذاتين پنهنجا رنگ ۽ نسب مٽايا ۽ بدلايا آهن، جيڪڏهن ٻي ڪنهن قومسان اهڙي ويڌن هجي ها تہ انهن جو وجود بہ باقي نہ رهي ها. مولانا مودودي تفهيم القرآن ۾ لکيو آهي "شجرن مٽائڻ جو بنياد يهريون بني اسرائيل شروع ڪيو جن پنهنجو شجره نسب سڌو سنئون حضرت نوح سان ڳنڍيو "يهودين جي اها بري روايت انهن تائين محدود نہ رهي ۽ سنڌ ان مرض ۾ وڪوڙجي ويئي، جنهن ڪري هتي سنڌي النسل ماڻهو عرب، تاتاري منگول، ايراني، مغل، بلوچ ۽ ٻيا ٿي ويا آهن.

تحفة الڪرام موجب ڪلهوڙا حضرت محمد ﷺ جن جي چاچي حضرت عباس رضہ جي اولاد آهن. هن گهراڻي مان ميان اوڍاٺو نالي ڪيچ مڪران ۾ هڪ بزرگ هو جنهن جي اولاد کي اوڍاڻي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. سندس پنجين پيڙهي مان اٿل" نالي هڪ بزرگ ڪاهر ٻيلي ۾ اچي رهيو ۽ هن گجر قوم کان علائقو کسي ورتو. ڪين هڪ پٽ هو "ٻهيل" (ٻيل- ٻولو- جيڪو اڄ بہ سنڌ ۾ اهو نالو هلي رهيو آهي) جنهن جي پٽن مان "چنيہ" ٻائرن جي فساد کان لڏي وڃي ڪنيات ۽ اوڍيجا قوم وٽ رهيو. هن هڪ سمي سردار "ڏهر پلال" جي ڌي سان شادي ڪئي جنهن مان "محمد" نالي پٽ پيدا ٿيو جيڪو سنڌ جي اميرن جو ڏاڏو آهي. هو ملتان جي امير کان اعتماد وٺي خاص ماڻهن ۾ شمار ٿي ويو ۽ ٻاڻ "چام" جو لقب اختيار ڪيائين. ڪيس ٻارهن زالون هيون، جنهن مان ارڙهن پٽ هئا. انهن مان دائود نالي هڪڙو پٽ راڻي چني ولد ڏيٽي جي ڏوهٽي مسمات چوليہ مان هو، جنهن مان دائود پوٽا آهن ۽ ڪاڇي جي جبل طرف ياڄ ۾ رهندڙ لاشاري، مسمات لاشار مان آهن.

چام چتو هوسڪر جي پرسان پريالو ۾ "چنيہ" ٻيلي ۾ ڪافي وقت رهيو. تنهن ڪانپوءِ ساڪري جي پرسان ڪنيات ۾ وفات ڪري ويو. تحفة الڪرام وارو نہ رڳو قصي کي اتي ختم ڪري ٿو پر هو وڌيڪ لکي ٿو تہ بلوچ مير چاڪر ۽ آري ڏٽي سندس پڦات هئا. اهڙي طرح ڪلهوڙن جو شجرو نائين پيڙهي ڪانپوءِ آدم شاهہ کان شروع ٿئي ٿو. جيڪو سري جو علائقو گهمڻ کان پوءِ پنهنجي پسند ۽ مرضي مطابق هنڙي ڳوٺ تعلقو چانڊوڪي ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. انهيءَ دوران ڪبڙ ابڙي نالي وارو شخص پنهنجي راڄ ۽ پوءِ لڳن سميت "ڏٻي" ڳوٺ مان لڏي اچي سندس مريد ٿيو ۽ هميشہ لاءِ اتي رهيو. ڪلهوڙن جو عروج هنيءَ ڳوٺ کان شروع ٿيو ۽ پوءِ سنڌ جي حڪمراني تي وڃي ختم ٿيو. آدم شاهہ ٻاڻ ڪلهوڙو ذات جو چورائيندو هو پر جڏهن ڪلهوڙا طاقت وٺي سنڌ جا مالڪ ٿيا تہ سندن ذات تبديل ٿي ويئي ۽ هو پنهنجي نسبت عباسي گهراڻي مان ظاهر ڪرڻ لڳا. جنهن ڪري ڪين عباسي، عباسي ڪلهوڙا سڏيو، چيو ۽ لکيو ويو.

مولانا غلام رسول مهر جنهن تاريخ ڪلهوڙا بہ جلدن ۾ لکي آهي تنهن پنهنجي ڪتاب ۾ ڪلهوڙن کي بغير ڪنهن ثبوت

جي عباسي تسليم ڪيو آهي جبتوڻيڪ هو مڃي ٿو ته جيڪي ڪلهوڙن جا شجرا ڪتابن ۾ لکيل آهن اهي هڪ ٻئي سان ڪونه ٿا ملن. هن ڪل ڇهن (6) شجرن جو ذڪر مختلف حوالن سان ڪيو آهي ۽ تن کي پاڻ ئي نامڪمل ۽ خامين سان ڀريل قرار ڏيئي رد ڪري ڇڏيو آهي ۽ پوءِ به بغير ڪنهن ثبوت، شاهدي ۽ تاريخي حوالي ڏيڻ بنا پنهنجي راءِ کي درست قرار ڏيندي ڪين عباسي لکي ٿو جنهن لاءِ جواز اهو ته ڇاڪاڻ، جيئن هو لکي ٿو "اثرالامراءِ ۽ فتح نامو ٽالپرن جي دؤر ۾ لکيو ويو آهي جيڪڏهن ڪلهوڙا عباسي نه هجن ها ته ٽالپر ڪين ڪڏهن به معاف نه ڪن ها ۽ سندن اصليت ظاهر ڪن ها!

مرات ۽ جواهري جي شجري مطابق محمد چيني خان بن بهلا خان (بهاءُ الله خان) بن تهل خان (فتح خان) بن سنڪراسي خان (سڪندر خان) بن ڪاهر خان (عبدالقاهر) بن آبن خان (ابو نصر خان بن سلطان احمد ثاني بن سلطان ياسين بن خليفه احمد اول مستنصر باالله بن خليفه شاه محمد بن خليفه سلطان ابوالفضل بن سلطان ابو جعفر عبدالله بن خليفه محمد امين بن خليفه سلطان هارون رشيد بن خليفه محمد مهدي بن خليفه ابو جعفر منصور بن محمد بن علي بن عبدالله بن حضرت عباس رض غمر شريف حضرت خيرالناس.

مولانا مهر لکيو آهي ته صورتخطي ۾ وڏا اختلاف آهن. تحفة الڪرام ۾ ان کي "چينه" لکيوويو آهي. مرات دولت عباسيه ۾ محمد چيني خان، جواهر عباسيه ۾ خان محمد چيني خان صبح صادق ۾ امير چيني خان، بهاولپور گزيٽيئر ۾ محمد خان لکيل آهي. علي محمد راشدي هن کي "جام چنويا ڇهني" لکيو آهي. مولانا مهر هن شجري کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي ۽ جنهن جا سبب پاڻ بيان ڪيا آهن ۽ اهو مڃيو آهي ته ايترين غلطين باوجود ڪلهوڙن کي عباسي تسليم نه ڪرڻ نامناسب ٿيندو.

مولانا مهر هڪ طرف ڪلهوڙن کي عباسي ثابت ڪرڻ لاءِ پيش ڪيل شجرن کي نه ٿو مڃي ۽ پاڻ انهن مان اوٽايون بيان ڪري ٿو ۽ ٻي طرف ٻي ڪا واٽ اختيار ڪرڻ بجاءِ ڪين عباسي هروڀرو مڃي ٿو. جيتوڻيڪ ڪيس ڪلهوڙن کي عباسي نه مڃڻ جا ڪيترا جواز موجود آهن هو پاڻ بيان ڪري ٿو "هڪ روايت ۾ خاندان جو سلسلو خليفي امين الرشيد بن هارون رشيد سان ملايو ويو آهي ٻئي ۾ معتصم بن هارون سان. هڪ شجري ۾ ته وڏو خال آهي ۽ ٻئي ۾ ته سر ۽ پير جي به خبر نه ٿي پوي. هن شجرن ۾ بيان ڪيل ڪيترن نالن ۾ هڪ جهڙائي ڏسي، ڏوڪو ڪائي ڪلهوڙن کي عباسي مڃي ورتو آهي.

ڪلهوڙن کي عباسي مڃڻ جو ڪوبه علمي دليل موجود ڪونهي. عرب جي ڪنهن به تاريخ نويس ڪٿي به ذڪريا اشارو ڪو نه ڏنو آهي ته عباسي گهراڻي جي شاهي خاندان مان ڪنهن به فرد يا ڪٽنب، ڪنهن به سبب جي ڪري سنڌ ڏانهن هجرت ڪئي هجي. خود عباسي دؤر خلافت ۾ انهن جي حڪمراني جي خلاف عمران برمڪي جي ڏينهن تائين سخت مزاحمت جاري رکي هئي، اهڙي حالت ۾ سندن اقتدار وارن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ اچڻ يا داخل ٿيڻ خطري کان خالي ڪو نه هو. جيڪڏهن ڪنهن سنڌي کان بچي ها ته عربن جي سنڌ ۾ هلندڙ گهرو ويڙهه جي نظر ٿي وڃي ها!

انهن جي زوال ۽ ڪمزور ٿيڻ کان پوءِ سنڌ ۾ جيڪي آزاد رياستون وجود ۾ آيون. تن جا اڪثر حڪمران مقامي ماڻهو هئا، جيڪي مسلمان حڪمران جيئن هباري منصوره ۾ هئا، اهي پڻ عباسي خلافت کان ناتو ٽوڙي ڇڏيو هو ۽ بعد ۾ جيڪي اسماعيلي يا قرمطي حڪمران ٿيا تن جو پڻ عباسي خلافت وارن سان سخت اختلاف هئا ۽ انهن کي عرب جي سرزمين تي ڳولهي ڳولهي ماريو ويو.

انهيءَ صورتحال ۾ اهو ناممڪن اهي ته ڪو به عباسي شاهي خاندان جو فرد سنڌ ۾ اچي سگهي. هن سنڌ ۾ اچڻ لاءِ جواهر جو بيان نقل ڪيو آهي ته مصر جو ڇهون خليفو احمد ثاني پنهنجي ولي عهد کي خليفو بڻائي پاڻ ٻارهن هزار فوج وٺي ڪيچ مڪران رستي سنڌ ۾ پهتو.

مهر صاحب هن بيان کي پاڻ ئي رد ڪري ڇڏيو ۽ عباسي خاندان مان سڏائيندڙ هڪ فرد جي حوالي سان لکيو ته چنيهه جو والد قائم، پنهنجي پاءُ احمد سان گڏ 259 هجري (4873) ۾ ڪيچ مڪران رستي سنڌ ۾ آيو هن قصي کان پاڻ کي انڪار ڪندي به بنا ڪنهن ثبوت جي لکي ڇڏيو ته هي خاندان سنڌ ۾ عباسي خلافت جي آخري ڏينهن ۾ آيو هوندو ۽ ٻي ڪا به واٽ ۽ ثبوت نه ڏسي پاڻ ئي پنهنجي رد ڪيل قصي کي جنهن ۾ به پائر قائم ۽ احمد سنڌ ۾ آيا هئا، تنهن جو سهارو وٺي ٿو جنهن جو سبب اهو بيان ڪري ٿو ته شجرن مان ڪا به رهنمائي ڪو نه ٿئي ٿي، ليڪن ان ڪانسواءِ اسان وٽ ٻي ڪا به اهڙي روشني (ڏگ) ڪونهي جنهن جي مدد سان اڳتي وڌي سگهون. انهيءَ ڪري اسان جي لاءِ فقط اهوئي هڪ

طريقو آهي ته جيئن حد تائين اها روشني اسان جي رهنمائي ڪري سگهي، ان مان فائدو وٺون ۽ جتي اها ساٿ ڏيئي نه سگهي اتي سمجهه ۽ قياس جي بنياد تي تحقيق جو قدم وڌايون.

مولانا مهر قياس جو سهارو وٺي اونڌهه ۾ ٽاڪوڙا هڻي بنا ڪنهن سبب ثبوت ۽ شاهدي جي لکي ٿو "هي ٻئي خاندان يعني ڪلهوڙا ۽ دائودپوٽا، يقينن عباسي هئا مگر هو پنهنجن شجرن کي محفوظ رکي نه سگهيا." جيتوڻيڪ هو پاڻ ان ڳالهه کي تسليم ڪندي لکي ٿو "درٻاري شجرن جوڙڻ وارن گذريل بزرگن جا نالا پڙي، انهن جي نيڪ نامي به شريڪ بنجڻ جي بنياد تي، ڪن خاص تاريخي شخصيتن کي پنهنجو نصب العين بنايو ته جيئن سندن شجرا زياده معتبر ڄاتا وڃن. اها به خبر نه ٿي پوي ته ڪهڙو عباسي خاندان جو فرد سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو، پر هتي هٿ نوڪيون ڳالهيون بيان ڪري ان کي بنياد بنائي ڪلهوڙن کي عباسي بڻايو ويو آهي. ڪلهوڙو جي اصليت بابت رچرڊ برٽن لکيو آهي "ڪلهوڙا نومسلم راجپوت چند قوم مان آهن، جيڪي زور وٺڻ ڪانپوءِ پاڻ کي عباسي چورائڻ لڳا جنهن لاءِ وٽن ڪوبه شجرو ڪونه هو ۽ نه وري ان وقت جا عالم سندن شجرو ترتيب ڏيئي سگهيا. ڪين معلوم ٿيو ته هڪ عالم "سهرا خطيبه" وٽ خانداني شجره ۽ دستاويز آهن جن کي هنن حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن ڪين ڏيڻ کان انڪار ڪيو، جنهن تي نه رڳو ڪلهوڙا حڪمران ناراض ٿيا پر ڪيس مليل جاگير ۽ رعايتون به ڪسي ورتيون ۽ ان جي ڳوٺ کي ساڙائي ڇڏيو ۽ ٽامي تي لکيل شجرن جا ڪتبا پاڻ سان ڪٽائي آيا جنهن تان هنن پنهنجو شجرو تيار ڪرايو.

ننڍي کنڊ ۾ حڪمران خاندان طاقت ۽ اقتدار ۾ ايندا رهيا ۽ ويندا رهيا. انهن مان اڪثر خاندان فوجي طاقت ۽ قوت جي مدد سان برسري اقتدار ايندا هئا ۽ ڪجهه اهڙا به هئا جيڪي سازش جي ڪري تخت و تاج حاصل ڪندا هئا. انهن ٻن طريقن سان حڪمرانن خاندانن جو رويو مختلف هوندو هو. جيڪو خاندان فوجي طاقت ذريعي اقتدار حاصل ڪندو هو ان لاءِ پنهنجي خانداني عظمت، عزت ۽ حڪومت تي قبضي لاءِ ڪنهن به اخلاقي يا قانوني جواز جي ضرورت نه پوندي هئي ڇاڪاڻ ته انهن جي فوجي قوت ۽ هيبت (رعب) عوام جي دلين ۾ خوف پيدا ڪري ڇڏيندو هو ۽ سندن خلاف بغاوت جو امڪان نه رهندو هو. جيڪي خاندان فوجي طاقت ڪانسواءِ اقتدار ۾ ايندا هئا تن کي اقتدار ۾ حڪومت ڪرڻ لاءِ اهڙن بنيادن ۽ سببن جي ضرورت پوندي هئي جو عوام کين ان تخت و تاج لاءِ جائز ۽ موزون قرار ڏيئي، انهي ڪري پنهنجو خانداني بنياد ڪنهن اهڙي شاهي خاندان سان ملائيندا هئا جنهن جو معاشري ۾ عزت و احترام هجي ۽ عوام کين جائز وارث سمجهي. انهن مان هڪ غياث الدين بلبن هو جيڪو درٻاري سازشن جي ڪري اقتدار ۾ آيو ۽ پاڻ کي خانداني ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجو سلسله نسب ايران جي قديم بادشاهه "افراسياب" سان ملايو ۽ هاڻي ايران جي انقلاب کان اڳ وارن حڪمرانن پنهنجو خانداني نسب پهلوي آريا مهر سڏرايو هو. اهڙي طرح ڪلهوڙن جن کي مغلن جي ڪمزور ٿيڻ ڪري آهستي آهستي اقتدار مليو تن پنهنجو جاه و جلال برقرار رکڻ لاءِ پاڻ کي بغداد جي عباسي خاندان سان ڳنڍي ڇڏيو. جيتوڻيڪ انهي وقت ۾ عباسي خاندان عملي طور ختم ٿي چڪو هو.

سنڌ ۾ عرب ايران، افغانستان ۽ ٻاهران ايندڙ جي وڌيڪ عزت ڪئي ويندي هئي ۽ کين وڏو مان ۽ مرتبو ڏنو ويندو هو ۽ مقامي ماڻهن کي گهر جون پير چلهه جو مارنگ سمجهيو ويندو هو. انهي ڪري ڪلهوڙن عباسي چورائي هٿ حڪومت ڪرڻ جو جواز پيدا ڪرڻ گهريو.

ڪلهوڙن جي اصليت تي شڪ ڏيکاريندي مسٽر ٽاڊ لکيو آهي "هي پهريان راجپوت هئا پوءِ مسلمان ٿيا، هي جت قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. انگريز راڄ جي دوران ميجر هنري جارج ريورٽي پنهنجي نوڪري جي دوران 1878ع ۾ سرڪار کي موڪليل رپورٽن تي هڪ ڪتاب نالي NOTES ON AFGHANISTAN AND BALOCHISTAN لکيو هو جنهن ۾ ڪلهوڙن جي اصليت بابت ٻڌائي ٿو. LATIAN OR KALHORAHS A JAT SEPT OF THESE PARTS يعني ليٽين يا ڪلهوڙا-جت قبيلي مان آهن. مطلب سنڌ جي قديم قبيلي جت سان تعلق اٿن. ماثرالامراء جو مصنف خدايار خان جي باري ۾ لکي ٿو ته سنڌ جو جاگيردار، جيڪو ليٽي نالي سان مشهور آهي. اهڙي طرح سان وقائع نادري واري به خدايار خان کي ليٽي لکيو آهي. لب تاريخ سنڌ ۾ خانبهادر خداداد خان لکيو آهي ته "لاشاري جي "جت" سڏبا آهن ۽ اٺ پاليندا آهن. سي پڻ انهن (ڪلهوڙن) مان آهن ۽ تحفة الڪرام ۾ ڄام محمد جي حوالي سان پڻ جت ثابت ٿين ٿا. اڄ به اسان وٽ اڪثر لاشار اٺ پاليندا آهن ۽ جت سڏبا آهن.

ڪلهوڙن جي علائقي يا ايراضي متعلق خداداد خان لکيو آهي ته ”ڪلهوڙن جا ڇڳا مڙس ”ڪلهوڙڪي“ ۾ رهن ٿا. جيڪڏهن ڪلهوڙڪي جي علائقي کي هن وقت لاڙڪاڻي، نصير آباد (وارهه تعلقو) ڪڪڙ (خيرپور ناٿن شاهه تعلقو) ۽ جوهي تعلقن ۾ شامل سمجهيو وڃي ته مناسب آهي.“ مان انهيءَ ۾ اهو واڌارو ڪندس ته موجوده دؤر ۾ وارهه تعلقي، ميهڙ تعلقي، قمبر تعلقي، ميرو خان تعلقي، لاڙڪاڻي تعلقي، ڏوڪري تعلقي ۽ ٻين تعلقن ڪانسواءِ سنڌو درياءَ جي ڪچي واري ايراضي عاقل پتڻ کان وٺي لليا پتڻ تائين ٻنهي ڪنارن تي اڄ به ڪلهوڙا ذات وارا اڪثريت سان رهن ٿا جيڪو بنيادي طور قديم دؤر ۾ ڪلهوڙڪي سڏبو هو ۽ انهيءَ ايراضي ۾ ميان آدم شاهه ڪلهوڙو جي خانقاهه هڻڙي ۾ هئي.

رچرڊ برٽن جنهن سنڌ ۾ سياحت ڪئي هئي ۽ سنڌي ماڻهن سان سنئون سڌو تعلق رکيو هو. تنهن جي معلومات جا ماخذ به سنڌي هئا، جن جي آڌار تي هن ڪلهوڙن کي چنه ڪري ڄاڻايو آهي. جنهن علائقي کي ڪلهوڙڪي سڏيو وڃي ٿو، اهو قديم ٻڌيه پرڳڻي ۾ آهي. جنهن جي هڪ حصي ڪاڇي جي رهواسين ۾ حاڪم قبيلي طور چني جو ذڪر ٿيو آهي. جڏهن محمد بن قاسم سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي ته هن سيوهڻ کان پوءِ ڪاڇي جي چنه قبيلي تي ڪاهي ويو هو. جن بغير ڪنهن جنگ جي اسلام قبول ڪيو هو ڪين مرزوق يعني رزق وارو سڏيو. ڪاڇي وارو علائقو قمبر، وارهه ۽ ميهڙ وارو ڪلهوڙڪي جو مرڪز هو. هنن ٻي ڪلر ڳوٺ جي رهواسي هجڻ جي نسبت طور ڪلهوڙو چيو ويو آهي. جيڪو ڪاڇي ۾ هو. ميان دين محمد جي وقت ۾ ڪلهوڙا فقير بجاءِ سرائي جي لقب سان سڏجڻ لڳا.

ڪلهوڙن جو عروج ڳوٺ هڻڙي غلام شاهه کان شروع ٿيو. ان کان اڳ ۾ ذڪر ٿيو آهي ته هو ڪلر يا ڪلور ڳوٺ جا رهواسي هئا جيڪو ڪاڇي طرف هو. اسان ان سلسلي ۾ تحقيق ڪندي ڪاڇي ۾ ڳوٺ ڪلور معلوم ڪيو جتان ڪلهوڙا لڏي اچي وري هڪ نئون ڳوٺ آباد ڪيو جنهن کي پڻ ڪلور يا ڪلر جي نالي سان ئي سڏيو ويو جيڪو هاڻي ڦري ڪاروهر ٿيو آهي. ان جي پرسان تعلقي وارهه ۾ ديهه ڪلر جي نالي سان اڄ تائين سرڪاري رڪارڊ ۾ موجود آهي. جيڪا پڻ ڪلور ۽ ڪاروهر جي تصديق ڪري ٿي. ڪاروهر جو ڳوٺ جيڪو هاڻي دڙي جي صورت ۾ موجود آهي. هو درياءَ سنڌ جي دائمي وهڪري ڪشمور کان سيوهڻ واري وارهه وهڪري تي موجود هو. انهي نالي سان ديهه ڪاروهر تعلقو قمبر اڄ تائين روينيو رڪارڊ ۾ موجود آهي. ڪلور مان ڦري ڪلر سڏجندڙ ديهه تعلق وارهه ۾ ان جي پرسان آهي. ديهه ڪلر به انهي دريائي وهڪري سان لڳو لڳ آهي جنهن کي ڪنب درياءَ سڏيو ويو آهي. آدم شاهه ڪلهوڙو ڪهڙن سببن جي ڪري پنهنجو ڳوٺ ڇڏي سنڌو ندي جي وڏي وهڪري جي پرسان هڻڙي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. تنهن جو سبب ته معلوم ڪونهي پر سنڌس پراڻو، نئون ڳوٺ ۽ اباڻو ڏاڏاڻو ڳوٺ، ٽئين چانڊوڪ پرڳڻي ۾ هئا.

ڪاڇي جا هي ڳوٺ دراصل چنه قوم جي قديمي علائقي ۾ آهن ۽ انهن جي ملڪيت هئا ۽ اهي ڳوٺ ڪلهوڙن جي به ملڪيت ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا، انهي مان اها تصديق ٿئي ٿي ته ڪلهوڙا چنه ئي هئا ۽ چنه جت قبيلي مان آهن جن جو ذڪر گوتم ٻڌ جي رت هلائيندڙ طور تي ٿئي ٿو. ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ تحقيق ڪندي واضح طور تي لکيو آهي ته ڪلهوڙا مقامي نسل جا ماڻهو آهن.“ خود ڪلهوڙن جي ميان وال تحريڪ مان ثابت ٿئي ٿو ته هو وڏا وطن پرست ۽ محب وطن ماڻهو هئا جن سنڌ کي مغلن هٿان برباد ٿيندي ڏسي، برداشت ڪري نه سگهيا ۽ مذهب جي نالي تي سنڌين کي گڏ ڪري مغلن سان مهاڏو اٽڪايو.

ميان نصير محمد ڪلهوڙو پنهنجي مزاحمتي ويڙهه جو آغاز مقامي ماڻهن کي ڪاڇي ۾ گڏ ڪري شروع ڪيو ۽ آخر مرڻ گهڙي تائين ڳاڙهي کي نه ڇڏيو. ان کان اڳ ۾ هو ڪاڇي جي مختلف هنڌن تي رهيو ۽ مزاحمت کي جاري رکيو. هاڻي اهڙي ڪابه گنجائش نه رهي آهي ته ڪلهوڙن کي مقامي نسل جو چوندي زبان ۾ لقون پون.

محترم ڊاڪٽر غلام محمد لاکو صاحب ڪلهوڙو دؤر تي تحقيق ڪري. پي-ايڇ-ڊي- جي ٿيسز لکي آهي. تنهن پڻ ان ڳالهه تي تصديق جي مهر هڻي ڇڏي آهي ته ڪلهوڙا مقامي نسل جا ماڻهو آهن. جيڪي ارغون دؤر ۾ سنڌ ۾ موجود هئا. هو وڌيڪ لکي ٿو ته عراق يا ايران کان مڪران ۾ داخل ٿيندڙ شخص جو نالو اوڏاڻو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ ٽل ۽ پوءِ پيپل نالا خود سوچڻ جو سڏ ڏين ٿا. ٻاهران ايندڙ ماڻهن جو هڪ مختصر گروهه گوجرن کان ڪيئن ٿو ملڪ کسي سگهي. بنهه اوپرو ماڻهو وقت جي بااثر خاندان مان شاديون ڪري، ڪيئن ٿو چاهي جو لقب اختيار ڪري، جڏهن ته هي لقب سماٽ قبيلن مان به چند خاندانن کي حاصل آهي. هڪ طرف انهيءَ سلسلي ۾ لاشاري قوم سان سندن حسب نسب ڏيکاريو

وڃي ٿو. ٻئي طرف مير چاڪر بلوچ کي وري ڄام چنيہ جي پڦاٽن مان ظاهر ڪيو ويو آهي. انهيءَ کان علاوه ٿوري عرصي ۾ هي خاندان مڪران، ڪاهر ٻيلو (ڪاهر ٻيلہ) ملتان، پرالوءِ ساڪري جي علائقي ۾ ارهہ زورايون ڪندي ڏسجي ٿو ۽ ان صورت ۾ مقامي بااثر خاندانن سان سڱاونديون ڪري پنهنجي اثر رسوخ کي وڌائڻ ۾ بہ ڪامياب وڃي ٿو. هي سڀ فقط بعيد ازقياس مگر سوچڻ لاءِ بہ اهم آهن. ائين ٿو نظر اچي تہ ڪلهوڙا جا پهريان بزرگ جي گمنام تہ هئا پر هن خطي جا انتهائي بااثر مقامي ماڻهو پڻ هئا، جن جا هتان جي انتهائي طاقتور ذرين سان رابطا بہ هئا ۽ پڻ انهن کي هن خطي جي سياست ۾ اهم دخل بہ حاصل هو.

ڪلهوڙن کي سرائي بہ سڏيو ويو آهي، يعني، سري جي علائقي جا رهواسي، سرائڪي ڳالهائيندڙ. پر مير علي شير قانع واضح نموني سان لکيو آهي تہ "ڪلهوڙا حاڪم دربار ۾ سنڌي ڳالهائيندا هئا." سرائي ڪين ماثرالامراء جي مطابق سري جي علائقي جي رهواسي هجڻ جي ناتي سڏيو ويندو هو. غلام رسول مهر حڪيم محمد صادق جي حوالي سان لکيو آهي تہ سرائي لقب ميان دين محمد درويشي مسلڪ سبب اختيار ڪيو هو. انهيءَ مان سندس مقصد "خاڪساري" هو سر جي معنيٰ راز پڻ آهي. مطلب سرائي معنيٰ راز وارو. پر حقيقت اها آهي تہ سرائي سنڌ جي طبعي ڀاڱي جي رهڻ واري کي چيو ويندو آهي. جيئن ٿر جو ٿري، لاڙ جو لاڙي، سيوهڻ جو پاسي ۾ رهندڙ جابلو پٽي وارن کي ڪوهستاني اهڙي طرح موجوده لاڙڪاڻي ۽ قمبر شهدادڪوٽ ضلعن جي سرحد کان وٺي ملتان تائين واري پٽي کي سرو يعني مٿانهون سڏيو ويندو هو، انهيءَ نسبت سان اتان جي رهواسين کي سرائي سڏيو ويو. اهوئي سبب آهي جو ڪلهوڙن جي مقامي ۽ سنڌي قبيلي مان هجڻ ڪري سري جي رهواسي جي سڃاڻپ طور سرائي سڏيو ويو. اڄ بہ ڪلهوڙا سنڌي ٻولي ڳالهائيندا آهن.

هي سرائي ڪڏهن سڏيا ويا ان تي بہ اڄ تائين هڪ راءِ قائم نہ ٿي سگهي آهي. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو صاحب لکي ٿو "ويجهي دور ۾ لکندڙن ڪلهوڙن کي بغير استدلال جي سرائي سڏيو آهي. اصل ۾ اهو ان ڪري ٿيو جو ڪلهوڙن بابت لکيل بنيادي ڪتابن جي راءِ کي غلط سمجهيو ويو. شاهنواز خان "ماثرالامراءِ" ۾ ڪلهوڙن جي پوءِ لڳن کي سرائي سڏيو. مير علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ ميان نصير محمد جي مريدن کي سرائي لکيو آهي. جڏهن تہ غلام رسول مهر

وري ميان دين محمد جي فقيرن کي سرائي جو قلب ڏنو ويو. هو لکي ٿو تہ: "ڪلهوڙن لاءِ اهڙو مغالطو ان ڪري پيدا ٿيو جو انهن جي رهائش ۽ جدوجهد جو طويل عرصو اتر سنڌ ۾ گذريو."

اتر سنڌ يا سري واري علائقي جي ٻولي سنڌي ئي هئي پر ان جو هڪ لهجو سرائڪي بہ هئي جيڪا سري واري يعني اتر سنڌ لاڙڪاڻي کان وٺي ملتان تائين ڳالهائي ويندي هئي. ان سنڌي ٻوليءَ جي لهجي جو نالو طبعي ۽ جاگرافيائي حدن جي ڪري مٿس پيو. سرائڪي ٻوليءَ کي جتڪي ٻولي بہ سڏيو ويندو آهي جو اڪثر جت قبيلي وارا ڳالهائيندا آهن. اڄ بہ لاڙڪاڻي، خيرپور کان وٺي ملتان، ڊيره جات، ميان والي تائين مختلف لهجن ۾ سرائڪي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي. ميان نصير محمد جا اڪثر مريد قبيلا سڀ ڀاڳٽ کان وٺي نائچ تائين سرائڪي ڳالهائيندڙ هئا ۽ آهن ۽ خود منهنجي والد کي وارهہ جي تر جا ماڻهو سرائي جي لقب سان سڏيندا هئا. تنهن ڪري اهو چوڻ تہ سرائي، سرائڪي ڪلهوڙا يا ان جي خاندان جي مادري ٻولي نہ هئي ۽ نہ وري انهيءَ ڪري ڪين سرائي سڏيو ويو، منهنجي نظر مطابق ڪلهوڙن کي سرائي سري جي علائقي جي رهواسي ۽ سرائڪي ڳالهائيندڙن قبيلن جي مرشد هجڻ ڪري سرائي سڏيو ويو. جنهن مان بہ ثابت ٿئي ٿو تہ هو مقامي نسل جا ماڻهو هئا.

ڪلهوڙن ۽ ٻين اترادي قبيلن جي ماڻهن کي سرائي انهيءَ ڪري بہ چوندا آهن. جنهن جو سبب اهو آهي تہ جيسلمير ۾ ڪوہ درياء ڪونهي (اتي) اڪثر تلاء ڍنڍون ۽ چشمہ آهن جن کي "سر" چوندا آهن اتي پاڻي جبلن مان وهي اچي گڏ ٿئي ٿو جنهن کي بند ٻڌي جمع ڪيو ويندو آهي. جنهن ڪري اتان ايندڙ ذاتين وارن کي سرائي سڏجي ٿو يعنيٰ جيسلمير جي ڍنڍن، تلائن ۽ ڪاريزن وارا يا اتان جا رهاڪو. جيمس ٽاڊ لکيو آهي تہ ڪلهوڙا مقامي نسل جا ماڻهو آهن. جيئن تہ ڪاڇي جي طرف بہ پاڻي جبلن تان وهي اچي بندن ۾ جمع ٿيندو آهي، تنهن ڪري اتان جي رهواسين کي سرائي چئي سگهجي ٿو ۽ ڪلهوڙا ڪاڇي جا رهواسي هئا. هي ڪلهوڙا مان عباسي ڪڏهن ٿيا ان بابت بہ حتمي راءِ نہ ٿي ڏيئي سگهجي خود آدم شاهہ ڪلهوڙو سڏبو هو. سندس همعصر نالي وارو شيخ ابراهيم ڪلهوڙو قدس سره جنهن جو ذڪر برهان پور جي سنڌي اولياءَ ۽ گلزار ابرابر ۾ آهي، ڪيس ڪلهوڙو لکيو ويو آهي، هي پنهنجي وقت جا پهتل ٻانها ۽

بزرگ هئا. جيڪڏهن هو عباسي خاندان يا ٻئي ڪنهن عرب يا عجمي گهراڻي مان هجن ها ته ڪنهن نه ڪنهن نموني ان جو اظهار يا انڪشاف ڪن ها، پر هو مقامي نسل مان هجڻ ڪري سنڌ ڌرتي ۽ وطن سان پيار ڪيو. آدم شاهه لاڙڪاڻي جي هڪ ڪنڊ وسائي ويهي رهيو ۽ حب وطني جو ان مهل اظهار ڪيو. جڏهن عبدالرحيم خان خانان هن وٽ هنڙي ۾ آيو ۽ ظالمن ڪان جند آجي ڪرڻ جي دعا گهري، جڏهن شيخ ابراهيم ڪلهوڙو سنڌ ۾ ارغونن جي خون ريزي ۽ بي واجبي ڏسي برداشت نه ڪري سگهيو ۽ برهان پور هليو ويو. جنهن جي اتي هجڻ جي تصديق 944 هجري ۾ ٿئي ٿي. جڏهن والي ۽ ملڪ مبارڪ شاهه فاروقي هن وٽ حاضر ٿيو ۽ هڪ وڏي رقم نذراني طور ڏيڻ گهري جيڪا بزرگ وٽڻ ڪان انڪار ڪئي، هو 95 سالن جي ڄمار ۾ 956 هجري ۾ فوت ٿي ويو ۽ هتي ۽ آدم شاهه سنڌ جي آزادي جي ڳالهه ڪندي مغلن هٿان ملتان ۾ مارجي ويو.

ڪلهوڙن جو سرڪاري طور عباسي سڏائڻ جو آغاز ڪڏهن ٿيو، تنهن بابت ڪو به حتمي رايو نه آهي. منهنجي راءِ جي مطابق ميان نور محمد ڪلهوڙي 31 مارچ 1740ع ۾ نادر جي هٿان سنڌ ڪي ٽڪرا ٽڪرا ڪندي ڏنو ۽ ڪيس هڪ محدود علائقي جو جاگيردار يا حاڪم بڻجڻ تي مجبور ڪيو. جنهن ڪان پوءِ ميان نور محمد خدايار خان پنهنجي DANISTY ۽ LEGASY ڪي بچائڻ لاءِ پاڻ کي عباسي گهراڻي سان منسوب ڪري ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته لاڙڪاڻي معاهدي ڪان پوءِ ميان نور محمد ڪي سنڌ تي حڪمراني ڪرڻ جو ڪو به جواز نه پئي رهيو. هو هڪ طرف شڪست يافته هو ۽ ٻئي طرف ڪمزور هو جو سندس پٽ محمد مرادياب، غلام شاهه ۽ عطر خان نادر شاهه پاڻ سان گڏ ضمانت طور وٺي ويو. انهيءَ صورتحال ۾ پنهنجي بقا، سالميت ۽ حڪمراني ڪرڻ لاءِ ضروري هو ته ڪنهن اڳوڻي بادشاهه يا حڪمران جي حڪمراني جو سهارو وٺي جواز بڻائي پنهنجو پاڻ کي بچائي، تنهن ڪري ميان نور محمد ڪلهوڙي اهڙو قصو ۽ شجرو تيار ڪرايو جو هو، سنڌي مان عرب بڻجي ويو ۽ نام نخر پنهنجي موجودگي ۾ پنهنجي مرضيءَ سان لکرايو.

بهاولپور جا نواب جيڪي پڻ ساڳي خاندان جي شاخ هئا تن ڪي دائودپوٽو سڏيو ويندو هو. لاڙڪاڻي معاهدي ڪانپوءِ شڪارپور صادق محمد دائودپوٽو جي حوالي ٿي وئي، جنهن جي پوئين پڻ ميان نور محمد وانگر دائودپوٽا ڇڏي عباسي لکرايو ۽ جڏهن انگريز عملدار ۽ محقق هنن جي تاريخ مرتب ڪري رهيا هئا ته سندن چوڻ ۽ خواهش مطابق عباسي لکيو ۽ اهڙي طرح سان هڪ خاندان جون ٻه شاخون عباسي ۾ تبديل ٿي ويون ۽ بهاولپور جي دائودپوٽن سنڌ سان ايئن ناتو ٽوڙ ڇڏيو ڄڻڪ ڪلهوڙڪي ايراضي جي سرزمين جا ڇاوا ئي نه هئا.

مير علي شير قانع هنن ڪي هٽرادو ٿهيل شجري ۾ ته عباسي بنائڻ سان گڏ بلوچ جو مائٽ بڻائي ڇڏيو پر ڪين پنهنجي ڪتاب ۾ عباسي ڪلهوڙا ڪري لکيو آهي. اهڙي طرح هاڻي به سنڌ ۾ رهندڙ ڪيترا ڪلهوڙا پاڻ کي عباسي ڪلهوڙو چورائڻ پسند ڪندا آهن.

## ڪلهوڙن جا پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ريل | (2) پنگي | (3) پنا ڪلهوڙا |
| (4) ڊينبا | (5) ڊڪا | (6) حاڪماڻي |
| (7) جهوڻجا | (8) ڪانيا | (9) خادناڻي |
| (10) ڪٽي | (11) ڪولرا | (12) ڪوهارا |
| (13) خوشحالاڻي | (14) مالهاڻي | (15) مياري |
| (16) نانگ راڄ | (17) پيٽ پنا | (18) ڦورا |
| (19) تسريا | (20) وڏ پگيا | (21) پولا ڪلهوڙا |
| (22) دائود پوٽا (جنهن جو ذڪر آهي) | | |
| (23) ابل | (24) ازل | (25) اوداڻا |
| (26) بنهاڻي | (27) پنا | (28) پناهه پوٽا |
| (29) جهنجها | (30) خاني | (31) ڏڏرا |
| (32) پناهه پوٽا | (33) مير محمداڻي | (34) رانگا |
| (35) ڦاريرا | (36) ڦرا | (37) ڪالو |
| (38) ڪاٽيا | (39) ڪرتا | (40) ڪندر |
| (41) موساڻي | (42) موسي پوٽا | (43) بالاڻي |
| (44) راندتاڻي | (45) اگهاماڻي | (46) ڪندناڻي |
| (47) ڪوري | (48) گانمراڻي | (49) گجراڻي |
| (50) گنجا | (51) علي اصحاباڻي | |
| (52) لاڪا | (53) لوچي | (54) مچلا |
| (55) ملهاڻ | (56) وليداڻي | (57) حاجاڻي |
| (58) منهپوٽا | (59) مياري | (60) نانگاڻي |
| (61) ننگراجا | (62) وڏ پگيا | |

# ڪلهوڙن جو شجرو




دائود 1600ع
ميان شاهل محمد 1657
ميان الياس 1620ع
ميان نصير محمد 57-1692ع
ميان مير محمد 1719ع
ميان يار محمد 1711ع
ميان دين محمد 1692ع
غلام حسين
ميان نور محمد 19-1753ع
محمد دائود 1719ع
عطر محمد
محمد مراد
صادق عباسي
81-1783ع
عبدالنبي
1774ع
غلام نبي
1774ع
ميان غلام شاهه
محمد 1773ع
محمد سرفراز خان
مير محمد

# دائود پوٽو + نواب آف بهاولپور جو خاندان

ڪلهوڙن جي هن پاڙي جو بنياد هئين پيو تہ چيني خان جي مرڻ کانپوءِ سرداري مهدي خان کي ملي ۽ روحاني پيشوائي جي گادي تي سندس ٻيو پٽ دائود خان ويٺو. ٿوري عرصي کان پوءِ مهدي خان فوت ٿي ويو. اها پڳ بہ دائود خان کي ملڻي هئي پر ان جي پٽ ابراهيم خان، سندس مائٽن ۽ ٻين ائين ڪرڻ نہ ڏنو ۽ قوم جو سردار ابراهيم خان ٿي ويٺو. جنهن کانپوءِ دائود خان پنهنجي اهل عيال سميت وڏيري جهانگي خان وٽ هليو ويو. جنهن سندس "ونجي" شهر ۾ آدرڀاءُ ڪيو ۽ ڪيس وڏو مان ۽ مرتبو ڏنو، نہ رڳو اهو پر اهل عيال لاءِ آباد ۽ غير آباد زمينون هميشہ لاءِ ڏيئي ڇڏيون، تنهن کان پوءِ هن "بتيا" نالي هڪ نئون ڳوٺ ٻڌو.

جيئن تہ ابراهيم خان راڻي ڏهر جي زور ۽ حمايت تي وارث بڻيو هو. سندس مرڻ کانپوءِ راڄ ۽ پاڳ کي سنڀالي نہ سگهيو جنهن ڪري ڪيترا ماڻهو هن کي ڇڏي محمد دائود خان ڏي هليا ويا.

محمد دائود جي وفات کان پوءِ سندس پٽ محمود خان تنهن کان پوءِ ان جو پٽ محمد خان، ان کان پوءِ سندس پٽ دائود خان ٻيو. جنهن جي نالي تي ڪلهوڙن دائود پوٽا سڏائڻ شروع ڪيو. هن دائود خان جي نسبت سان نہ رڳو ڪلهوڙا دائود پوٽا ٿيا پر ٻيا راڄ ۽ ذات وارن بہ دائود پوٽو سڏرائڻ شروع ڪيو.

هي ڪلهوڙن جي شاخ شڪارپور کان ٿيندي بهاولپور تائين پهتي ۽ عباسي چورائڻ لڳا.

دائود پوٽو جنهن مان نواب آف بهاولپور جو خاندان آهي، اهي عباسي سڏجن ٿا، جڏهن تہ هي ڪلهوڙو خاندان جو هڪ حصو آهن. ڪلهوڙن جي اصليت متعلق ڪلهوڙو جي سلسلي ۾ لکي آيو آهيان، هنن کي ڪلهوڙو يا دائود پوٽو سڏرائڻ بجاءِ عباسي سڏرائڻ جي ضرورت ڇو پئي؟ اسان تاريخ ۽ موجوده وقت ۾ بہ ڏسون ٿا تہ ذات يا قبيلو تڏهن بدلايو وڃي ٿو جڏهن اهي گمنامي مان نڪري نروار ٿين ٿا. تڏهن هنن کي پنهنجي خاندان شجري جي ضرورت پوي ٿي جنهن ڪري هو ڪنهن تاريخي يا مشهور يا ڪنهن صاحب حيثيت گهراڻي سان لاڳو يا ان جي نسل مان هجڻ جو زور ڏيندي پاڻ نسب بدلائي ڇڏيندا آهن. تاريخ ڪلهوڙو جي ليکڪ مولانا غلام رسول مهر جنهن زوريءَ ڪلهوڙن کي عباسي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تنهن اڻ سڌي طرح مڃيو آهي تہ ڪلهوڙا مقامي نسل جا ماڻهون آهن، هو ان جي ڏنل شجرن تي تبصرو ڪندي لکي ٿو.

"درباري شجرن جوڙڻ وارن گذريل بزرگن جا نالا ٻڌي، انهن جي نيڪ نامي ۾ شريڪ بنجڻ جي بنياد تي ڪن خاص تاريخي شخصيتن کي پنهنجو نصب العين بنايو جيئن سندن شجرا زياده معتبر ڄاتا وڃن ۽ برتري جو سلسلو ٽٽي نہ وڃي."

اسان ڏسون ٿا تہ ڪلهوڙن، دائود پوٽو تڏهن سڏايو، جڏهن انهن جا اختلاف وڌي ويا ۽ هڪٻئي کان گهڻو پري ٿي ويا، تنهن ڪري پنهنجي شناخت الڳ اختيار ڪئي ۽ دائود پوٽا ايستائين سڏائيندا رهيا جيستائين بهاولپور رياست جو بنياد نہ پيو هو. بهاول خان ۽ ان جي پونيئنرن پئسہ ڏيئي مختلف ڪتاب لکرايا ۽ پاڻ کي عباسي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جهڙي طرح سان ڪلهوڙن ڪئي. اسان باريڪ بيني سان ڏسنداسين تہ انهن ٻنهي جي پيش ڪيل شجرن ۾ هڪ جهڙائي نہ آهي ۽ ڪيترا خال موجود آهن.

حقيقت اها آهي تہ چند راجپوت جن جي اصل ڌرتي ڪاڇي وارو علائقو هو ۽ اتان جا حڪمران هئا، جيڪي 712ع ۾ محمد بن قاسم جي وقت ۾ ان وقت مسلمان ٿيا، جڏهن مسلمانن کي نماز پڙهندي ڏٺو، انهن جي انهيءَ عمل کان متاثر ٿيا تہ هنن کي شڪست نہ ٿي، ڏيئي سگهجي نہ وري

ويڙهي سگهجي ٿو ۽ هنن اسلام قبول ڪيو. ڇچ نامي المرزوق قوم سڏيو ويو جو انهن طعام کائڻ واري وقت تي بيعت ڪئي هئي.

اسان ڏيون ٿا ته هنن جا ڪيترا نالا ٺيٺ سنڌي آهن، مثال طور اوڍاٿو، ٿل، ڪاهر، سنڪراسي وغيره. هنن کي عرب ثابت ڪرڻ لاءِ نالن کي مسلمان ڪرڻو پيو جيئن ڪاهر کي عبدالقادر بڻايو، ست ڪراسي کي سڪندر جڏهن ته سڪندر نالو به عربي نه آهي. بلڪ يوناني نالي اليگزينڊر جي بدليل صورت آهي.

هي چنا ذات وارا ڪلور کان ڪاروهر تائين پهچندي ڪلهوڙو هئا پر جڏهن ڪاڇي ۽ ان جي آس پاس آبادي گهڻجي ويئي ۽ سندن پاڻ ۾ به اختلاف پيدا ٿيا ته پهريان محمد جو پاءُ دائود الڳ ٿي سيوهڻ ۽ دادو واري پاسي ڪنهن ڪڇي جي ايراضي ۾ ويٺو جنهن کي ونجي جو شهر سڏيو وڃي ٿو. ان زماني ۾ شهر گهٽ، ڳوٺ اڃ وانگر تمام گهٽا هئا. هو وڏيري جهانگي خان هليو ويو، جنهن سندس گذر بسر لاءِ زمين آباد ڪرڻ لاءِ ڏني، هن بعد ۾ اتي پنهنجو الڳ ڳوٺ بستيا نالي ٺاهيو.

ڪلهوڙو خاندان جي هن ڪٽنب ٽن پيڙهين کان پوءِ محمد هيو جي وفات کان پوءِ سندس پونيئرن پنهنجي ڏاڏي ۽ ان جي نالي پويان دائود پوٽو سڏايو يعني دائود جا پٽ.

بستيا ڳوٺ ۾ ستن پيڙهين تائين رهڻ کان پوءِ بهادر خان ڪنهن سبب جي ڪري لڏي دادن خان ابڙي جي ڳوٺ ماوا ۾ وڃي رهيو ۽ ان جي تعاون ۽ مهرباني سان زميينداري ڪئي.

دائود پوٽا جون به پيڙهيون ماوا مان رهيو ۽ اتان فيروز خان لڏي ترائي جي وڏيري جلال خان ابڙو وٽ وڃي ترسيو، جنهن پڻ هن کي زمين ۽ جڳهون ڏنيون جيئن ته ترائي وارو علائقو بکرجي مغل نائب هٿي هيٺ هو. انهن ڏينهن ۾ مغل بادشاهت گهريلو نفاق ۽ سازشن، نفرتن جي ور چڙهيل هئي، جنهن ڪري هنن جي سنڌ تي گرفت ڪمزور ٿيندي پئي وڃي. جنهن ڪري مغل عملدارن جي حڪمت عملي اها هئي ته جيترو ٿي سگهي پاڻ انتظامي معاملن، محصولن، ڍلن ۽ آباد ڪاري کان دور رهجي جنهن ڪري هنن آباد ۽ غير آباد زمينون، مقاطع، آبادي ۽ ڍلن تي ڏيڻ شروع ڪيو. فيروز دائود پوٽو بکرجي مغل حاڪم کان موجوده شڪارپور ۽ ڀين هنڌن تي زمينون ورتيون ۽ آباد ڪيون. هن شڪارپور، جنهن سنڌ جهنگ ۽ ٻيلو هو، جنهن کي هن شوق شڪار لاءِ مخصوص ڪيو هو، تنهن کي پنهنجو متسقل ڳوٺ بنائڻ لاءِ جهنگ جو هڪ ٽڪرو صاف ڪري 1026هجري مطابق 1617ع ۾ شڪارپور شهر جو بنياد وڌو، جيڪو چاندوڪي يعني موجوده لاڙڪاڻي ۽ قنڌار، شال جي تجارتي رستي تي هو، جيڪو بعد ۾ آباد ٿيندو مرڪزي شهر جي حيثيت ماٺي.

فيروز دائود پوٽو ترائي کي تڏهن ڇڏيو جڏهن وڏيرو جلال خان ابڙو وفات ڪري ويو، چاڪاڻ ته هن سمجهيو ته سندس پونيئر ساڻس اهو برتاءُ نه ڪن جيڪو جلال خان جو هو. جنهن ڪري هن اچي شڪارپور کي وسايو.

جڏهن مغل ڪمزور ٿيا ته هنن سنڌ جي مختلف حصن کي مقاطع ۽ ٺيڪي تي ڏيڻ شروع ڪيو، جنهن ڪري ڪلهوڙا درويشي بزرگي مان نڪري ميان وال تحرڪ جي زور تي سنڌ جي حصن کي وٺندا ويا تانجو هو حاڪم بڻجي ويا، سيوهڻ کان وٺي سبي تائين انتظاميه هنن جي حوالي هو صـ ڦ شڪارپور ۽ اهو علائقو جيڪو دائود پوٽن جي حوالي هو، انهن جي حاڪميت کان الڳ هو پر هو ملتان جي مغل حاڪم جي ماتحت هئا.

مقامي طور دائود پوٽي مبارڪ خان ۽ تر جي زميندارن جي وچ ۾ معاملا هئا، جيڪي اختلافن جي حد تائين پهچي ويا، انهي مان فائدو وٺندي ميان يار محمد ڪلهوڙي دائود پوٽن کي سبق سيکارڻ جو فيصلو ڪيو خانداني اختلاف جيڪي شروعات ۾ ٿيا اهي دلين تي نقش رهيا، جنهن ڪري اهي هڪ ٻئي جي سامهون ٿيا ۽ ڇهن ڏينهن تائين جنگ جاري رهي ۽ مرات دولت عباسي جي مطابق دائود پوٽي مبارڪ خان کي خيال آيو ته هي خانداني ويڙهه ٻنهن گهراڻن کي ختم ڪري ڇڏيندي تنهن ڪري صلح جو هٿ وڌايو ۽ يار محمد ڪلهوڙي کي چوراڻي موڪليو ته هو بيٺل فصل ڪٽي زمينون خالي ڪري ڇڏيندا آخر ٻنهي ڌرين محمد واهه کي حد مقرر ڪري ڇڏي.

ميان يار محمد ڪلهوڙي 1718ع ۾ وفات ڪئي، ان کان اڳ ۾ مغل حڪمران هن کي خدا يار خان جو لقب ڏيئي سنڌ جو عملي طور حڪمران مڃي چڪا هئا، پر هن دائود پوٽن سان ڪاٻه اڳرائي نه ڪئي پر جڏهن 11 محرم 1132هجري مطابق 13 نومبر 1719ع ۾ مسند تي ويٺو ته هن به ڇئن سالن تائين ڪاٻه هٿ چراندو نه ڪئي پر ملا جنيد ابڙي جي معاملي تان اختلاف ٿيو.

مرات ۽ جواهر جي مطابق هن دائود پوٽن جي حيثيت ۽

طاقت تي رشڪ ڪندي انهن ڪي ختم ڪرڻ لاءِ بهانو ٺاهيو ته "مير عبدالواسع ڪي شاهي فرمان موجب شڪارپور ۽ خان پور جي وچ ۾ جاگير ڏني ويئي آهي، جنهن جو قبضو وٺي ان جي حوالي ڪرڻ جو حڪم مليل آهي، ان ڪري هن ملان جنيد ابڙي ڪي مبارڪ خان ڏانهن موڪليو ته هو ان تي عمل ڪن پر دائود پوٽن انڪار ڪندي ان ڪي جعلي قرار ڏيندي چيو ته ديره غازي خان واري معرڪي کان پوءِ شهزادي معز الدين شڪارپور وارو علائقو هميشه لاءِ هنن ڪي ڏيئي ڇڏيو آهي، جنهن تان آخر ميان نور محمد شڪارپور جو گهيرو ڪيو."

مبارڪ خان ڪي پڪ ٿي ويئي ته هي زندگي ۽ موت واري جنگ آهي، تنهن ڪري هن سيپٽمبر يا آڪٽوبر 1723ع جي شروعات ۾ پنهنجي پٽ محمد صادق ڪي جان نشين مقرر ڪيو، ميان نور محمد لاڙڪاڻي کان هڪ وڏي فوج وٺي شڪارپور جو گهيرو ڪيو ۽ گهڻي نقصان کانپوءِ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ ٺاهه ٿيو ۽ دائود پوٽن جي زمينن ڪي ورهايو ويو پر ڇهن مهينن کان پوءِ ٻيهر ملان جنيد ابڙي جي چرچ تي باهه ڀڙڪي، انهي دوران محمد مبارڪ خان وفات ڪري ويو ۽ آگسٽ 1726ع صادق محمد خان واڳ سنڀالي ۽ جڏهن سيپٽمبر 1726ع ۾ ميان نور محمد پنهنجي ڀاءُ محمد خان ڪي فوج ڏيئي شڪارپور روانو ڪيو ته صادق محمد اها صورتحال ڏسي شڪارپور مان خان پور هليو ويو، جتان پوءِ سنڌو درياء جي ڀيٽ "دهلي" ۾ وڃي رهيو.

ميان نور محمد ڪين اتان به ٻي دخل ڪرڻ لاءِ مير شهداد ٽالپر ڪي فوج ڏيئي اوڏانهن روانو ڪيو لڙائي جي شروعات ۾ اچ جي سجاده نشين صادق محمد خان ڪي پاڻ وٽ گهرايو ۽ هو 1727ع ۾ ملتان جي طرف نڪري ويو ۽ ڪجهه زمينو هٽ ڪيو ۽ شڪارپور کان ٻي دخل ٿي ويا.

جڏهن نادر شاهه دهلي کان واپسي تي سنڌ تي حملو ڪيو ۽ ميان نور محمد ڪي امرڪوٽ کان آڻي لاڙڪاڻي ۾ "سنڌ جي ورهاست جو معاهدو ڪيو جنهن ڪي لارخانو معاهدو" چيو وڃي ٿو، جيڪو 17 مارچ 1740ع ۾ ٿيو، جنهن ۾ صادق محمد خان دائود پوٽي ڪي سندس مدد ڪرڻ جي عيوض ٻيهر شڪارپور ۽ ٻيا علائقا ڏنا ويا.

صادق محمد خان، شڪارپور جو انتظام پنهنجي پٽ محمد بهاول خان جي حوالي ڪيو ۽ نادري درٻار ۾ پنهنجي پراڻي ملازم شيخ صادق روانو ڪيو. جنهن ڪنهن به طريقي سان نادر شاهه کان شڪارپور جي نگراني جو پروانو حاصل ڪيو، جنهن تان پڻ اختلاف ٿيا ۽ آخر ڪنهن شخص جي معاملي تان هنن شيخ صادق، ان جي پٽ شيخ عاقل ۽ ڀيڻ ڪي قتل ڪري ڇڏيو.

جڏهن اها خبر نادر شاهه ڪي پئي ته هن طهما سپ خان جلائر ڪي شڪارپور روانو ڪيو، جڏهن اها خبر صادق محمد خان ڪي پئي ته هن پنهنجي خاندان اهل و عيال ۽ عزيزن ڪي ستلج جي ڏاکڻي طرف واري جاگير ۾ موڪلي ڇڏيو ۽ جلائر اچي شڪارپور تي قبضو ڪيو، ٻي طرف جلائر کان اڳ صادق محمد خان پاڻ نادر شاهه جي درٻار ۾ وڃڻ لاءِ روانو ٿي ويو. هو ڏانهن جلائر هٽ ڌوئي دائود پوٽن جي ڪڍ پئجي ويو. هن شڪارپور ۽ ڪيلا تي قبضي کان پوءِ ديرو غازي خان جو رخ رکيو جيڪو پڻ انهن جي تصرف هيٺ هو، هن ديري غازي خان کان قلعي دراوڙ ۽ ستاهي تي حملو ڪيو.

انهيءَ دوران صادق محمد خان، نادر شاهه ڪي راضي ڪري واپس ٿيو پر شڪارپور بدران ڪيس غزني ۽ ان جي آس پاس جو علائقو جاگير طور ڏنو ويو، انهيءَ لاءِ مرزا عسڪر علي نالي عملدار ساڻ ڏنو ويو. جيئن هو غزني جي جاگير جا انتظام هن جي حوالي ڪري سگهي، پر جڏهن صادق محمد خان واپس پهتو ۽ پنهنجي پٽن سان احوال ڪيو ته انهن سيني گڏجي راءِ ڏني ته هت رهڻ بهتر آهي، ڇاڪاڻ جلائر جيڪي پنهنجي ديس ۾ تڪليفون ڏنيون آهن، وساري نه ٿيون سگهجن ۽ نادر شاهه جي رويي تي به ڀروسو نه آهي.

صادق محمد خان حالتن ڪي سمجهي ورتو ۽ مرزا عسڪر علي ڪي چيو ته دائود پوٽا اهل و عيال سميت 10 ربيع الاول 1159هجري (مطابق 23 مارچ 1745ع) جمع ڏينهن بعد نماز شڪارپور لاءِ ڪوچ ڪندا ۽ ستين ڏينهن پهچندا.

صادق محمد خان جا دشمن ڪلهوڙا هئا، تن ڪي خبر پئجي ويئي ته دائود پوٽا غزني ڪونه ويندا، اهڙو اطلاع 13 ربيع الاول تي شيخ راجي ۽ جان نثار خان طرفان هڪ خط مرزا عسڪر علي ڪي مليو. هن صادق محمد ۽ ڀيڻ ڪي مارڻ جي رٿ جوڙي ۽ صادق محمد ڪي چيو ته اوهان ڪي اهل و عيال سميت دعوت آهي هن سمجهي ورتو ته ڳالهه ۾ ڪو رولڙو آهي. تنهن ڪري هن مرزا جو پيغام ڏيندي چيو ته اوهان جو اتي وڃڻ مناسب نه آهي، انهيءَ وچ ۾ شڪارپور جو هڪ زميندار فتح محمد نالي وارو آيو، جيڪو صادق محمد خان جو دوست ۽ خير خواه تنهن به ڪيس وڃڻ کان روڪيو. انهيءَ

ڪري مرزا عسڪر علي 14 ربيع الاول اربع جي ڏينهن صادق محمد خان جي قلعي جو گهيرو ڪيو، ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ جنگ شروع ٿي ويئي، انهيءَ دوران هڪ گولي امير صادق محمد خان کي لڳي ۽ هو مارجي ويو ۽ سندس ٻين ساٿين وڙهندي وڙهندي جان بچائي وڃي محفوظ هنڌن تي پهتا.

محمد بهاول خان ساٿين سميت اچي پهتو، جنهن صادق محمد خان کي اسٽورنٽ گنج محلي جي قبرستان ۾ دفن ڪرايو ۽ پوءِ واپس پنهنجي جاگير هليو ويو، جيڪي ملتان جي ويجهو مختلف هنڌن تي هئي، ان ڪانسواءِ جڏهن معين الدين خان معين الملڪ لاهور ۽ ملتان جو حاڪم ٿي آيو هو ته هن راجا ڪوڙي مل کي ملتان جو نائب مقرر ڪري، مقاطي تي روانو هو. جڏهن ڪوڙي مل ۽ جان نثار خان جي وچ لڙائي لڳي هئي ته بهاول خان ڪوڙي مل جو ساٿ ڏنو هو، تنهن ان جي عيوض ۾ آدم ڳوٺ وارو پٽ ڏيئي ڇڏيو هو، جنهن شڪارپور ۽ سنڌ سان تعلق ٽوڙي ڇڏيو هو، جنهن 1163هجري کان پوءِ مستقل طور اتي رهڻ جو ارادو ڪري بهاولپور شهر ۽ رياست جو بنياد وڌو.

جڏهن ڪلهوڙو خاندان جي هن پاڙي دائود پوٽن سک ۽ آرام جو ساهه کنيو ته ان بعد پنهنجي تاريخ لکرائي جنهن ۾ پنهنجو پاڻ کي عباسي لکرايو. اهڙي طرح سنڌ ۾ حڪمراني ڪندڙن ڪلهوڙن به منهنجي تحقيق موجب غلام شاهه ڪلهوڙي کان پوءِ عباسي لکرايو. جڏهن کين خبر پئي ته حڪمراني ڪرڻ لاءِ ڪنهن شاهي خاندان جي نسب مان هجڻ ضروري آهي.

آءٌ ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن تي تحقيق دوران معلوم ڪيو ته هي اصل ۾ چنا راجپوت هئا، جيڪي ڪاڇي جي ڪلور ڳوٺ جا رهواسي هئا، جيڪي ڪنهن سبب جي ڪري سنڌودرياءَ جي اولهندي وهڪري جي پرسان ڪاروهر ۾ اچي ويا، جيڪو پڻ چند ذات وارن جو علائقو هو، اتي پنهنجي نسبت ڪلور ڳوٺ سان لڳائيندا، ڪلور وارا. ڪلور وارا، ڪلهورا پوءِ ڪلهوڙا سڏجڻ لڳا. جڏهن انهن جي خاندان جي ٻن فردن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيو ۽ اتان لڏي سنڌو درياءَ جي ڪناري تي اچي ويا ته هنن پنهنجي نسب سڃاڻپ دائود پوٽو سڏرايو، جڏهن ته ڪلهوڙو خاندان جي هڪ شاخ ڪلهوڙو نسبت برقرار رکي.

هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو ته هي عرب نسل يا عباسي گهراڻي جا هجن ها! ته هنن کي ڪهڙي ضرورت پئي ته هڪڙن ڪلهوڙو چورائڻ پسند ڪيو ۽ ٻين دائود پوٽو جنهن مان صاف ظاهر آهي ته هو عباسي خاندان جا فرد نه هئا.

اسان ڏسون ٿا ته آدم شاهه ڪلهوڙي کان اڳ ۾ هي خاندان گمنامي واري زندگي گذاريندو هو پر جڏهن آدم ڪلهوڙي ۾ بزرگي آئي ته هن پنهنجي نالي سان شاهه لڳائي ڇڏيو، جيڪو عزت ۽ احترام جي نشاني هئي پر جيڪڏهن هو چاهي ها ته پنهنجي نالي سان آدم عباسي يا آدم شاهه عباسي لڳائي پئي سگهيو پر هن ائين ڪونه ڪيو ڇاڪاڻ ته هن جو ڪنهن عباسي گهراڻي سان پري جو به واسطو ڪونه هو. اهڙي طرح دائود پوٽا جيڪي شروعات کان وٺي زميندار صاحب حيثيت رهيا اهي به دائود پوٽو سڏرائڻ بدران عباسي چورائڻ کي ترجيح ڏين ها، پر جيئن هنن جو ڪو به واسطو عباسي خاندان سان نه هو تن دائود پوٽا چورائڻ کي ترجيح ڏني. انهيءَ مان ثابت آهي ته هي مقامي نسل جا اصل سنڌي قبيلي مان هئا. ان بابت آءٌ هن ريت شجرو ترتيب ڏنو آهي.


چنو قبيلو ← جن جي پوئيرن ڪلهوڙو چورايو.
نامعلوم ← نامعلوم ← نامعلوم ← ڪلهورو ← نامعلوم ← نامعلوم ←
← نامعلوم ← چنو (نالو ذات جي پويان)
محمد مهدي ڪلهوڙو
ڪلهوڙو خان عرف ابراهيم
شاهه محمد ڪلهوڙو
راڻو ڪلهوڙو
طاهر ڪلهوڙو
خان محمد ڪلهوڙو
صاحبڏنو ڪلهوڙو
گجن ڪلهوڙو
آدم شاهه ڪلهوڙو (هنڙي ۾ رهندو هو)
دائود
ابراهيم
مياں الياس محمد
مياں شاهه علي
مياں نصير محمد (ڳاڙهي)
شاهه حسين
مياں مير محمد
مياں يار محمد
مياں دين محمد
غلام حسين
مياں نور محمد
محمد دائود
عطر محمد
محمد مراد
صادق
عبدالنبي
غلام نبي
مياں غلام شاهه ڪلهوڙو
محمد
محمد سرفراز خان (جنهن عباسي سڏايو)
مير محمد
اصل ۾ ڪاڇي جي ڳوٺ ڪلور جا رهواسي هو، سندس اولاد جي هڪ حصي ڳوٺ جي نسبت سان ڪلهوڙه سڏايو ۽ ٻي دائود پوٽو جيڪي الڳ ٿي وڃي رهيا.
دائود خان ڪلهوڙو
محمود خان ڪلهوڙو
محمد خان ڪلهوڙو
محمد دائود- پيو (اولاد دائودپوٽو سڏرايو)
چندر خان دائودپوٽو
صالح خان دائودپوٽو
هيبت خان دائودپوٽو
بڪر خان دائودپوٽو
بهادر خان اول دائودپوٽو
بڪر خان ثاني دائودپوٽو
محمد خان ثاني دائودپوٽو
عارب خان (اولاد عارباڻي سڏجي ٿي)
ڪرائي لڏي آيو
فيروز خان (اولاد فيروزاڻي سڏجي ٿي)
ايسب خان (اولاد ايسباڻي، هيسباڻي سڏجي ٿي جن مان ڪي ڪلهوڙا سڏجن ٿا)
بهادر خان ثاني دائودپوٽو
محمد مبارڪ خان دائودپوٽو
صادق محمد خان دائود پوٽو
بهاول خان دائود پوٽو
بعد ۾ پوئين عباسي سڏرايو.

# ڪلوڙ

ڪلوڙ پاڻ کي عباسي چورائيندا آهن ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ رهندڙ ڪلهوڙا پاڻ کي عباسي چورائيندا هئا، ان ڪري، ڪلوڙ جيڪو ڪلهوڙن جو پاڙو آهي پاڻ کي عباسي سمجهندا آهن، ڪلوڙ، ڪلر مان نڪتو آهي جيڪو ڪلهوڙن جو آبائي ڳوٺ هو. سنڌن پاڙا هيٺيان آهن.

(1) بابراڻي
(2) پوريا
(3) ڇتاڻي
(4) حامداڻي
(5) قاسماڻي
(6) لبراڻي
(7) لاڪاڻي
(8) مارفاڻي
(9) مونداڻي
(10) نداماڻي
(11) ننداڻي
(12) ورياڻي
(13) ذڪراڻي

# جيلاني پير نور آئي شريف- ٽنڊو محمد خان

نورائي شريف جي جيلاني بزرگن جو وڏو حضرت فتح محمد شاهه جيلاني پنهنجي ننڍي ڀاءُ برخوردار جيلاني سان گڏ 1077 هجري ڌاران شام جي شهر "حماة" کان ٺٽي سنڌ ۾ آيا. جن جي وڏن مان سيف الدين ابو ذڪريا يحيٰ جيلاني، بغداد مان حماة شام ڏانهن لڏي ويا هئا، جيڪي ڪجهه وقت کان پوءِ اتان جا رئيس سڏيا هئا.

جڏهن فتح محمد شاهه جيلاني ٺٽي آيا، اها ان وقت سنڌ ۾ مغلن جي عملداري هئي، تنهن جو نائب عزت خان ٺٽي ۾ رهندو هو، جيڪو عزت پير جي نالي سان مشهور هو. هنن اتي ٿوري عرصي ۾ وڏو مقام حاصل ڪري ورتو ۽ هڪ جماعت جا صاحب بڻجي ويا. جڏهن به هو ٻاهر نڪرندا هئا ته ساڻن پنهنجي جماعت گڏ هوندي هئي ۽ انهن مان به چٽا قادري ۽ حضوري نالي وارا جهنڊا اڳيان کڻي هلندا هئا. سندس انهيءَ انفراديت جي ڪري ٺٽي ۾ رهندڙ ساداتن ۽ عالمن ڪي انهن سان اختلاف پيدا ٿي پيا ۽ عزت خان کي چيو ته هن جي چال چلت ۽ رويو صحيح نه آهي. انهيءَ دوران ڪن جي چرچ تي سندس جهنڊا چوري ٿي ويا. جنهن جي شڪايت عزت خان سان ڪئي. تنهن انهيءَ مان نائڊو وٺي سندن بزرگي کي ثابت ڪرڻ لاءِ ٺٽي ۾ رهندڙ سيني ساداتن کي گهرايو ۽ فتح محمد شاهه جيلاني ۽ ان جي ڀاءُ برخوردار کي چيو ته اوهان جي بزرگي تي شڪ آهي. جيڪڏهن اوهان الله وارا آهيون ته سيني جي سامهون پنهنجن جهنڊن کي هتي گهرايو.

اهو هنن جي بزرگي جو وڏو امتحان هو، چون ٿا ته هي ٻئي پاڻ جلال ۽ جوش ۾ اچي ويا ۽ چيائون قادري ۽ حضوري جهنڊا جتي آهيو اچي حاضر ٿيو جو اسان جي سچائي جي امتحان جو وقت اچي ويو آهي. الله تعاليٰ جي قدرت سان اچي ٻئي جهنڊا قادري ۽ حضوري جيڪي ڪنهن هنڌ تي ڪوٺي ۾ تالي ۾ بند هئا اڏري اچي مجلس ۾ پهتا. سڀ اهو معجزو ڏسي حيران ٿي ويا.

هن واقعي کان پوءِ بزرگن ٺٽي ۾ رهڻ مناسب نه سمجهيو ۽ حيدرآباد کان 30 ملين جي فاصلي تي درياءَ سنڌ جي هڪ شاخ بارونق ۽ تجارتي شهر نورآئي ۾ لڏي آيا، جتي اڳ ۾ ئي انهيءَ سلسلي جو بزرگ حضرت اسماعيل قادري جي اولاد مان سندس پڙپوٽو شاهه سعيد جيلاني جيڪو شاهه "سيدو يا سگهيءَ جي سوار" سان مشهور صاحب ڪرامت بزرگ هئا رهندا هئا. هن بزرگ نه رڳو هنن جو آدرياءَ ڪيو پر پنهنجون ٻه نياٽيون نالي بي بي ابوران وڏي ڀاءُ فتح محمد شاهه جيلاني کي ڏني ۽ ٻي نياٽي بي بي شريفان حضرت برخوردار شاهه جيلاني کي پرڻائي ڏنيون.

انهن مان وڏو فتح محمد شاهه جيلاني هميشه لاءِ نورآئي ۾ رهجي ويا ۽ برخوردار شاهه نورآئي مان واپس ٺٽي موٽي آيو. جتي سندن درگاهه "جيلاني درگاهه" جي نالي سان مڪلي تي مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي مزار ڀرسان آهي.

پراڻي نورآئي شريف مدد خان پٺاڻ جي ظلمن کان تباهه ۽ برباد ٿي وئي، جنهن ڪري 1195 هجري مطابق 1780ع کان پوءِ نئين شهر ٻڌڻ جي ضرورت پيش آئي انهيءَ ڪري قليلي نهر تي هڪ نئون شهر موجوده نورآئي ٻڌو ويو.

سخي پير ٻچل شاهه لاءِ ايترو مشهور آهي ته هو پنهنجي تن جا ڪپڙا به لاهي ڏيندو هو ۽ پرپٽ سندس نالي تي ڪو به قرض وٺندو هو ته اهو ڪيئن به ڪري پاڻ ادا ڪندو هو. انهيءَ ڪري تر ۾ مشهور سخي ٻچل شاهه جي نالي سان ٿي ويو.

## شجرو- جيلاني بزرگ - نورآئي شريف



# گوڙ+ سل هالا (هالا ڪچ وارا)

گوڙ هڪ معزز ۽ نالي واري ذات هئي، جيتوڻيڪ هو گهڻو وقت اقتدار ۽ تخت جا مالڪ نہ رهيا اصل ۾ هي راجستان ۾ رهندڙ ذات آهي. اوائلي دور ۾ بنگال جا راجا هن نسل مان هئا. لکنو جو شهر هنن جو پڌرايل آهي جتي هو قابض هئا. هنن کان چوهاڻ راجپوت لکنو خالي ڪرايو ۽ هو اجمير هليا ويا، تاريخ ۾ هنن کي اجمير جو رهاڪو ڪري لکيو ويو آهي. پرٿوي راج ڪيترا دفعہ هنن تي ڪاهہ ڪئي، هنن مان هڪ جي وچ هندستان ۾ هڪ ننڍي رياست قائم ڪئي جيڪا ست سالن تائين مغلن جي وقت بہ موجود هئي ۽ "سوپور" سندن گادي جو هنڌ هو. انگريزن جڏهن مرهٽن کي شڪست ڏني تہ هي رياست بہ 1809ع ۾ ختم ٿي ويئي. هي هاٺي هالو ذات سڏرائيندا آهن پر هنن جو هالہ ڪنڊي وارن هالو ذات وارن سان ڪو بہ نسلي تعلق ڪونهي.

### هن ذات جا پنج پاڙا آهن.

(1) اونٺاهير (2) سل هالا
(3) تور (4) ووسينا
(5) بودلا

# شيخاڻي

شيخاڻي بالو جي پسر سومي راجا اوڏ ڪرن جي اولاد آهن، جيڪو 1389ع ۾ گادي تي ويٺو. بالوجي ڪيترن خاندانن جو باني هو. هن جو مشهور نالو "شيخا جي" هو. هن کي چار پٽ هئا هڪ "موڪل جي" جيڪو پنهنجي جاگير امرتسر تي قابض رهيو، ٻيو "ڪيمر جي" هن جي ڪافي اولاد آهي ڪين "بالاپوتا" سڏبي آهي. ٽيون "کهارو سنجا" ان جي اولاد مان ڪجهہ ڪچوا ۾ شامل ٿي ويا آهن. چوٿون پٽ "ڪمن" جنهن جي اولاد "ڪماوت" چورائي ٿي. هنن جي ڪيتري اولاد شيخاڻي سڏبا آهن. سنڌ جي سامونڊي پٽيءَ سان ڪيترن جي هنڌ جا نالا سندن پويان سڏيا وڃن ٿا.

سنڌ ۾ شيخاڻي، بدين ۽ ٺٽي ضلعي ۾ آهن ۽ ڪراچي وارا شيخاڻي ڪاٺياواڙ جا رهاڪو آهن ۽ اصل سنڌي نسل جا ماٺهو آهن پر پاڻ کي مهاجرن هندستانن ۾ شامل ڪندا آهن.

# منگرال- جرال

راجپوتن جا ڪيترائي قبيلا ۽ پاڙا آهن، انهن مان منگرال ۽ جرال به هڪ قبيلو آهي، جن جو تعلق مها ڀارت جي پانڊو ۽ ڪورؤ قبيلي سان آهي. جيڪي چندر بنس خاندان مان آهن. منگرال پانڊؤ جي اولاد آهن. مها ڀارت جي هيرو ارجن جي پوٽي جو نالو "پريچت" هو جنهن کي به پٽ هئا، هڪ "جنمر جي" ۽ ٻيو "نڪهم جي". انهن مان راجا نڪهم جي وڏي پٽ جو نالو "ڪلانهم جي" جنهن جي نالي "ڪلانور" جو شهر آهي. هن جي هڪ پوٽي جو نالو "راجا منگل راؤ" هو ۽ ٻئي جو "راجا جي راؤ" هو. انهيءَ جي نسبت سان سندن اولاد منگرال ۽ جرال سڏي ويئي.

محترم راجا محمد انور خان تاريخ منگرال راجپوت ۾ لکي ٿو "منگرال راجا منگر پال جي اولاد آهن جن جي وڏن جي گاديءَ جو هنڌ ايوڌيا هو. هي راجا رام چندر چندر بنسي جي اولاد آهن." جڏهن ته راجا رام چندر ۽ سندس پيءُ دسرٿ سورج بنس آهن. ان جي وضاحت محمد دين فوق تاريخ اقوام پونڇ ۾ هيئن ڪئي. راجپوت بنيادي طور ٻن وڏن قبائلي حصن ۾ ورهايل آهن. هڪ سورج بنس جيڪو هندن جي چوڻ مطابق برهماجي پوٽي "بسيوان" جي نسبت سان سورج بنس سڏبا آهن جو بيسوان جو نالو سورج هو سري رام چندر انهي ونش مان هو. ٻيا چندر بنس سڏجن ٿا جيڪو برهماجي ٻئي پوٽي چندر مان جي نسبت سان سڏيا ويا، جن کي سوم به چوندا آهن.

اسان جي تحقيق مطابق سورج ونش ۽ چندر ونش مذهبي بنيادن تي فردن، قبيلن ۽ خاندانن جي ورهاست جو نالو آهي. جڏهن سنڌ سلطنت جي دؤر ۾ ابتدائي ڏينهن ۾ مهين جي شهر ۽ ٻين شهرن ۾ توحيد پرستي وارو عقيدو عروج تي پهتل هو ۽ ماڻهو الله تعاليٰ جي عبادت ۽ ان جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ مراقبو ڪندا هئا ته ماڻهن اوتارن ۽ پيغمبرن کي وسيلو سمجهي انهن کي ديوتا جو روپ ڏيئي ڇڏيو. جتان سنڌو مذهب جي شروعات ٿي پر ان ۾ بنيادي شيءِ وري به توحيد پرستي هئي، جڏهن معاشرو جو تنزل شروع ٿيو ته قديم سنڌي مختلف مذهبي گروهن ۾ ورهائجي ويا. جنهن ۾ هنن سڀ کان پهريان درياءَ سنڌ ۽ ان جي وهڪرن تي ويهي سج کي سڄي ڪائنات کي روشن ڪرڻ جي ڪري زندگي جو محور سمجهي عبادت ڪئي. جيڪي سورج ونش يا بنس ونش چوريا. ان کان پوءِ هڪ ٻيو فرقو پيدا ٿي جنهن رات جي اونداهي ۾ آسمان کي روشن ڪندڙن چنڊ کي ڪائنات جو روشني جو محور سمجهي ان جي عبادت ڪئي جن کي چندر ونش يا بنس ونش چيو ويو. مسٽر جيمس ٽاڊان حقيقت کي تسليم ڪيو آهي. سج ۽ چنڊ جي عبادت ۽ ديوتائن جي عبادت جو بنياد درياءَ سنڌ جي ڪنارن تي رهندڙن ماڻهن وڌو هو. انهيءَ ڪري هميشه ليڪ پنهنجي مرضيءَ جي مطابق هڪ کي سورج بنس ڪري لکندا آهن ته چندر بنس به.

پانڊؤ خاندان مان راجا هريش چندر جيلسمير تي راج ڪندو هو. جنهن جي پنجين پشت ۾ آخري حڪمران جا به راجڪمار پٽ هئا. هڪ نرمل ديو ۽ ٻيو باني ديو. ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ هي جيلسمير کان سيال ڪوٽ آيا جتان هو چمون ويا، جتي هڪ کي بندو ديو نالي پٽ ڄائو جيڪو خداداد صلاحيتن، فهم و ادراڪ ۽ انتظامي امور ۾ نالي وارو هو، ان جي پٽ جو نالو منگر پال هو، تنهن جوپوٽو سين پال راجا راجوري کان بغاوت ڪري تيرهين صديءَ ۾ چمون جي ضلعي ميرپور جي تعلقي ڪوٽلي ۾ اچي رهيو. ڳوٺ پوچ جي اولاهين جبل کي آباد ڪيو ۽ پنهنجي نالي تي منگرال ڳوٺ ٻڌو. جڏهن آس پاس جي هندن ۽ جاگيردارن کي خبر پئي ته هڪ اعليٰ هندو ذات وارو هنن جي پاڙي ۾ اچي رهيو آهي ته اهي سڀ سندس جا سلامي ٿيا ۽ ان جي مڃتا ڪرڻ لڳا

جانجو هو هو ان علائقي جو خودمختار راجا بڻجي ويو. هن پنهنجي ڏاڏيجي نالي کي زنده رکڻ لاءِ ان علائقي جو نالو ”ڪوٽلي منگرالان“ رکيو، جيڪو هاڻي صرف ڪوٽلي سڏجي ٿو. ان علائقي ۾ منگرال راجپوت ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا.

اهڙي طرح راجا ڪلانهر جي ٻئي پٽ راجا راؤ جي اولاد جرال راجپوت جي نالي سان سڏي ويئي. راجا راؤ دنوي ڪمن ڪان لاتعلق ٿي، ڪانگڙ ۾ اچي رهيو پر هن جو پوٽو راجا ڏڄ راؤ گمنامي جي زندگي مان ٻاهر نڪري راجوري تي قبضو ڪيو، جنهن تي مناپال جي اولاد جي حڪومت هئي، جيڪي مينال راجپوت چورائيندا هئا. راجا ڏڄ پال ڏير ڪوٽ جي قلعي کي آباد ڪيو. اهڙي طرح سان منگرال راجپوت ۽ جرال راجپوت هڪ ئي خاندان جا ٻه حصا آهن. جيڪي اصل ۾ پنئي راجپوت جي نسل سان تعلق رکندڙ آهن. محمد دين فوق لکيو آهي ته جرال راجپوت مان سڀ کان پهريان ”راجا صاحب سينه“ هو جيڪو راجا جيسر راؤ جي پنجين پشت ۾ هو. جنهن 576 هجري مطابق 1180ع ۾ پنهنجي پٽ نيل سينه ۽ ڀين سان گڏجي سلطان شهاب الدين غوريءَ جي هٿان مسلمان ٿيو، جنهن راجا جو نالو شيرافگن خان ۽ نيل سينه جو نالو نورالدين خان رکيو.

هن ئي خاندان جا ڪجهه فرد زماني جي گردش جي نتيجي ۾ سنڌ ڏانهن لڏي آيا جن مان ڪي پنئي سڏجن ٿا ۽ ڪن راجپوت چورايو. هن قبيلي جا اڪثر فرد، ڪشمير ۽ وچ پنجاب ۾ رهن ٿا جيڪي منگرال ۽ جرال راجپوت سڏجن ٿا.

# ڊرگهه

ڊرگهه قديم سنڌي ذات جيڪا نسبت جي حوالي سان سمه قبيلي سان تعلق رکي ٿي ۽ پنهنجي نالي جي اڳيان ڄام لفظ جو لقب استعمال ڪندا آهن. جڏهن ته پيشيور طور اٺن تي مال ڍوئڻ جو ڪم ڪندا آهن، انهيءَ ڪري ڪن انهن کي جت قبيلي ۾ شمار ڪيو آهي.

هي ڊرگهه چو سڏيا ويا ان جو بظاهر ڪو به سبب نظر نه ٿو اچي. ڊرگهه قديم سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن کي لسانيات جا ماهر سنسڪرت جو لظ ديرگهه چون ٿا جنهن جو مطلب آهي: لنبو، وڏو، ڊرگهو.

ميڪليگن جي مطابق ”هي ملتان ۾ درياءَ چناب جي ڪنارن تي آباد آهن جن کي هو آبادگار طبقي ۾ شمار ڪري ٿو، سندن چوڻ مطابق ته هو اصل ۾ ڪيچ مڪران جا رهاڪو هئا ۽ اٽڪل پندرهين صديءَ جي آخر ۾ هنن کي سنڌ مان نيڪالي ڏني ويئي.“ ان جو مطلب ته هو ڪيچ مڪران جي سنڌي قبيلن مان هئا، جيڪي موجوده سنڌ ۾ آيا ۽ پوءِ ڪنهن سبب جي ڪري سرائڪي علائقي ڏانهن لڏي ويا.

هنن جي نالي تي قمبر تعلقي ۾ هڪ ڳوٺ ڊرگهه ۽ مشهور ڍنڍ جو نالو آهي جيڪا قديم شهدادڪوٽ وهڪري جي بند ٿيڻ ڪري وجود ۾ آئي جنهن جي مالڪي جيلان ڪان لڏي آيل شيخا قبيلي سان تعلق رکندڙ ڪنٻ وارا ڪن ٿا جن کي هاڻي ڊرگهه جا شيخ سڏيو وڃي ٿو. جيڪي ڪنهن دؤر ۾ اتان جا وڏا زميندار ۽ بااثر ماڻهو هئا. اهڙي طرح سان جوهي ۾ ڊرگهه بالو ۽ خيرپور ۾ سندن ڳوٺ اٿن. سندن ٿورائي ۾ هجڻ اهو ثابت ڪري ٿو ته هي قديم سنڌ جي قديم ذات آهي جن جي فردن ڪن مجبورن سبب پنهنجي اصلي ذات بدلائي ٻي ڪا ذات سڏرائي جنهن ڪري هن وقت ٿورائي ۾ آهن.

# ڏمر- ڏومرا

ڏمريا ڏومرا اصل ۾ لاڙ جي طرف جا رهاڪو آهن جيڪي اتان جي سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، پنهنجي خاندان جي وڏي ڏومر جي نالي پويان ڏمريا ڏومرا سڏيا وڃن ٿا ۽ پنهنجي نالي سان چام جو لقب ڪتب آڻيندا آهن. هنن مان ڪجهہ گهراڻا ڪنهن سبب جي ڪري ڏکڻ سنڌ مان لڏي سرائڪي علائقي ملتان ۽ ديره غازي جي طرف هليا ويا. جتي هاڻي اتان جي مروج سرائڪي ٻولي ڳالهائن ٿا.

هو پنهنجي برادري کان ٻاهر مٽيون مائٽيون هرگز ڪو نہ ڪندا آهن. سنڌن چوڻ آهي تہ اهو قبيلي جي اصول ۽ رسم ۽ رواج جي خلاف آهي. ايئن نہ ڪرڻ سان قبيلي جي اصليت متاثر ٿئي ٿي پر هاڻي نئين دور جي مطابق پنهنجا سڱ ٻاهر ڏين ۽ وٺن ٿا.

سندن بندش واري اصول مان خبر پوي ٿي تہ هو ڪنهن وڏ گهراڻي جي خاندان سان تعلق رکن ٿا ۽ اڄ ڪلهہ اهڙا خاندان لاڙ ۽ بدين ۾ ڪو نہ رهيا آهن ۽ اڪثر پنهنجي قبيلي جي سڃاڻپ برقرار رکڻ لاءِ مختلف علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ويا. انهيءَ ڪري هو پاڻ کي ٻين کان برتر سمجهندا هئا.

# ستي- ڏونڊ

ستي بنيادي طور وچ پنجاب جي علائقي پوٺوهار ۽ راولپنڊيءَ جي جابلو پٽيءَ جي قبيلن مان هڪ قبيلو آهي. هي سنڌ ۾ سانگهڙ جي ڪن حصن ۾ پاڪستان جي قيام کان اڳ رهندا هئا، جن کي انگريز سرڪار حر هلچل ۾ حصو وٺڻ ۽ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي فوج جي پنجابي سپاهين کي اتي آباد ڪرڻ لاءِ انعام طور زمينون ڏنيون هيون.

ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ يعني 1955ع کان خاص طور ايوب خان جي دؤر ۾ پٺاڻن کي سنڌ جي شهر ۾ آباد ڪيو ويو ۽ سنڌ جي زرعي علائقن ۾، سٺيون زمينون پنجاب جي آبادگارن کي پڳڙن مٽ ۽ سهولت سان ڏيئي رهايو ويو، انهيءَ دور ۾ ستي قبيلي جا ڪيترا خاندان ۽ فرد ٻين پنجابي آبادگارن وانگر اچي لڏو لاهي ويهي رهيا. جن مان هن وقت وڏي اڪثريت زمينون وڪرو ڪري پنهنجن علائقن ڏانهن واپس موٽي ويا آهن. پر ڪجھ خاندان سنڌ جي مختلف حصن ۾ اڄ به رهن ٿا.

ڊينزل ابيٽسن ۽ ميڪليگن جي تحقيق مطابق ستي ۽ ڏونڊ ۽ ڪيسٽول، هڪ ئي خاندان سان تعلق رکن ٿا. جيڪي راولپنڊي، ڪهوٽه، هزاره ۽ مري جي علائقن ۾ هڪ وڏي اڪثريت سان رهن ٿا. ميڪليگن جي مطابق ستي ۽ ڏونڊ جي جسماني بناوٽ ۽ عام خاصيتون هڪ جهڙيون آهن. هو سٺا سپاهي آهن.

هنن متعلق هڪ روايت هيءَ آهي ته سندن جدي امجد تخت خان، تيمور لنگ سان گڏجي هندستان آيو هو ۽ دهلي ۾ پنهنجي مستقل رهائش اختيار ڪئي. سندس پوئين مان شاهجهان جي دور زوارب خان نالي وارو ڪهوٽا ويو جيڪو، جدوال، ڏونڊ، سرارا ۽ تناولي قبيلن جو باني ٿيو. هن جو پٽ ڪورايا ڪولوراءِ ڪشمير جي طرف ويو، جنهن اتي هڪ ڪشميري عورت سان شادي ڪئي جنهن مان هن کي ڏونڊ ڄائو. هڪ ٻي عورت مان هن کي هڪ ناجائز ٻار ڄائو جنهن مان ستي آهن، جيڪي ڏونڊ جا سخت مخالف ۽ دشمن آهن، پر ستي اهو مڃڻ کان انڪار ڪندا آهن. جڏهن ته ميڪليگن ستي بابت الڳ روايت بيان ڪئي ته ڏونڊ جي دعويٰ آهي ته هڪ ڏونڊ هڪ غلام ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي ۽ ستي ان جي اولاد آهن. ان ڇوڪريءَ جو پٽ نرار جبل جي دامن ۾ پيدا ٿيو هو، ماءُ پيءُ رستو وساري ان کي به وڃائي ويٺا. تن ڏينهن کان پوءِ هو هڪ برهمڻ کي هٿ اچي ويو جنهن ان جو نالو "ست" رکيو. ستي پاڻ کي ان نسب جو ڇورائڻ گوارا ڪو نه ڪندا آهن ۽ پنهنجو پاڻ کي ايراني نسل ثابت ڪرڻ لاءِ نوشيروان عادل جي نسب مان بيان ڪندا آهن، جنهن لاءِ انهن وٽ ڪو به ثبوت ۽ سند ڪو نه آهي. انهيءَ ڪانسواءِ هو پاڻ کي ڏونڊ سميت هاشمي، قريشي ڇورائڻ کان به ڪو نه ڪيٻائيندا آهن. پاڻ کي حضور جن جي چاچي حضرت عباس جي اولاد مان هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن. ڪوهه مري ۾ رهندڙ عباسي سڏائيندڙ اصل ۾ ڏونڊ ستي ۽ ڪيتوال آهن.

حقيقت اها آهي ته هي مقامي نسل سان تعلق رکندڙ آهن، جن متعلق مسٽر جيمس ٽاڊ لکيو هو ته اهي پنهور يا پنوار يا پرمار راجپوت آهن جي هاڻي ڳولهيا نه ٿا ملن. مسٽر ابيٽسن ميجر ويس جي حوالي سان لکيو آهي ته هي ٽيهه سال پهريان تائين اسلام کان نالي ماتر به واقف نه هئا پر هاڻي هو ان بابت واقفيت حاصل ڪري ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن پر تنهن هوندي به انهن ۾ مروج رسم و رواج ۽ معاشرتي طور طريقا هندن وارا اٿن.

هنن متعلق مسٽر سسٽيڊمين چوي ٿو ته ستي ۽ ڏونڊ ۽ ان سان لاڳاپيل ذاتيون چندر ونس خاندان سان تعلق رکن ٿيون.

هو لکي ٿو تہ چندر بنس خاندان جا پنج قبيلا مشهور ۽ معروف آهن.

(1) اولاد سري ڪرشن
(2) اولاد سري ڪرشن جا پانهہ ڀيلي
(3) اولاد پانڊو
(4) اولاد راجا باڇويا جاجسو
(5) اولاد چندر گپت

هن جي چوڻ جي مطابق تہ راجا باڇو يا جاجسو جي اولاد ستي، ڏونڊ، ڪيتوال، ڪرڙال، ڪيتال ۽ ڏينال وغيره آهي ۽ حقيقت بہ اها آهي تہ هي مقامي نسل جا ماڻهو آهن جنهن لاءِ روايت آهي تہ ڪڇواهن مان راجا راءِ سال جو ٽيون پٽ پوج راڄ، گهروارن کان ناراض ٿي ساڌو بڻجي ويو ۽ گهمندو ڦرندو مري واري علائقي ۾ اچي نڪتو، جنهن ان علائقي کي پنهنجي قبضي هيٺ آڻي حڪومت ڪرڻ شروع ڪري ڏني. جيئن تہ هي ساڌو مان راجا بڻجي ويو هو، انهيءَ ڪري هن پنهنجو لقب سڌاٽي رکيو جيڪو بگڙي ستي ٿي ويو.

جڏهن تہ ستي کي هندو ۽ مسلمان جي نسبت ثابت ڪرڻ لاءِ ڏونڊ جي روايت سان ملندڙ روايت گهڙي ويئي جنهن جي مطابق فيروز شاهہ تغلق پنهنجي وقت ۾ هڪ راجپوت سردار عالم خان کي سفير مقرر ڪري ڪشمير روانو ڪيو، جڏهن عالم خان پنهنجو ڪم ختم ڪري واپس ٿي رهيو هو تہ ڪهوٽا جي هڪ ڳوٺ ٿون جي ويجهو ڏاڙيلن شب خون هڻي سردار عالم خان ۽ ان جي سپاهين کي ماري ڇڏيو. انهيءَ ويڙهہ دوران عورتون ۽ ٻار وڃي ڪنهن جهنگ ۾ لڪي ويٺا، انهيءَ حالت ۾ سردار عالم خان جي زال هڪ ٻار کي جنم ڏنو. ڳوٺ ٿون جو برهمڻ دتي رام ٻن يا ٽن ڏينهن کان پوءِ اتان گذري رهيو هو تہ هن کي ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هو ان طرف ويو ۽ ڏٺو تہ هڪ معصوم پنهنجي ماءُ جي هنج ۾ روئي رهيو آهي هي اهڙي صورتحال ڏسي حيران ٿي ويو ۽ چئي ڏنائين "اري ست" يعني او منهنجا خدا.

ان جي والد ڪنهن اجنبي کان اهي لفظ ٻڌي پنهنجي پٽ جو نالو ستي رکي ڇڏيو. جڏهن هو جوان ٿيو تہ هن جي شادي ڪيتوال قبيلي جي شهزادي سلالہ بانو سان ٿي. سندن اولاد ستي سڏي ويئي. اسان جي وارهہ تعلقي جي شهر لاو رائونڪ ۾ ستي ڪافي تعداد ۾ رهندا هئا، جن مان هڪ ماستر علي محمد ستي هو، جيڪو هميشہ بي ڊي ميمبر منتخب ٿيندي هو. بعد ۾ هن وارهہ شهر جي ڀرسان هڪ غير آباد ۽ ويران زمين ڪٽ ۾ ڪنئين ۽ ان کي آباد ڪري ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيو. بعد ۾ سنڌ ۾ بدامني، ڌاڙن ۽ ڦرن جي ڪري پنهنجي زمين وڪرو ڪري منٽگري (ساهيوال) طرف لڏي ويو پر اڄ بہ ان جي نالي تي ماستر جو ڳوٺ ۽ ماستر جو لاڙو مشهور آهي ۽ سڏجي ٿو.

# جوڳي

جوڳي، قديم سنڌيءَ جي لفظ يوگي مان نڪتو آهي. جيڪو اصل ۾ آهي يوگ. سنڌي لغت جي مطابق عبادت لاءِ ويهڻ جو هڪ نسونو ۽ فيروز الغات موجب، مراقبو، مذهبي ورزش، هندن جي ڇهن ڪلاسڪي فلسفيانہ اصولن مان هڪ جنهن ۾ مختلف جسماني ۽ نفسياتي ورزشون ڪيون وينديون آهن، جيئن آتما، آواگون جي چڪر مان آزاد ٿي وڃي. انهي يوگ ڪرڻ واري کي يوگي چيو ويندو آهي. جنهن کي اسان جوڳي چئون ٿا.

اصل ۾ هي هندو فقيرن ۽ پوڄارين جو فرقو يا ٽولو هو، جيڪي گيڙو رتا ڪپڙا پائيندا آهن. سنڌين جي قديم ديوتا شو جا پوڄاري آهن ۽ سندن مرشد گورکناٿ آهي. جنهن جي بہ هڪ عجيب ڪهاڻي آهي. هڪ شخص نالي سيوڪ، شو وٽ اولاد جي لاءِ دعا گهرائڻ ايندو هو. هڪ ڏينهن پاروتي شو ديوتا کي عرض ڪيو تہ سيوڪ جي دلي تمنا پوري ڪئي وڃي جنهن تي هن ان کي خاڪ ڏني ۽ چيائين تہ زال کي کاراءِ. ان جي زال خاڪ کائڻ بدران پنهنجي پوتيءَ جي پلوءَ ۾ ٻڌي ڇڏي ۽ اها خاڪ هڪ ڏينهن پلوءَ جي کلي وڃڻ ڪري مال جي ڇيڻي تي ڪري پئي.

سيوڪ بدستور اولاد ٿيڻ لاءِ شو وٽ ايندو رهيو. نيٺ هڪ ڏينهن پاروتي شو کي چيو تہ اوهان هن تي مهرباني ڪئي هئي پر هن کي اڃا تائين ڪا بہ اولاد ڪو نہ ٿي آهي. جنهن تي شو، سيوڪ کان پڇيو تہ اها خاڪ تنهنجي زال کاڌي يا نہ؟ سيوڪ اهو پڇڻ لاءِ زال وٽ آيو جنهن هن کي ٻڌايو تہ هن جو ان تي اعتقاد ڪو نہ هو جنهن ڪري هن اها رکي ڇڏي هئي جا هڪ ڏينهن ڇيڻي جي مٿان اها خاڪ ڪري پئي.

سيوڪ اها حقيقت شو کي ٻڌائي جنهن هن کي چيو تہ هو وڃي ڇيڻي کي ڏسي. جڏهن سيوڪ ڇيڻي واري جاءِ تي آيو تہ ان مان هڪ ننڍو ٻار نڪري آيو هو ان کي وٺي شو وٽ حاضر ٿيو، شو هن کي ڏسي چيو، هي ڇوڪر ڏاڍو عابد ۽ زاهد ٿيندو، جيڪو تنهنجي ڪم جو ناهي انهي ڪري مون کي ڏيئي. سيوڪ اهو ٻار شو جي حوالي ڪيو. جيئن تہ اهو ٻار ڇيڻي جنهن کي گوبر بہ چيو ويندو آهي. ان مان پيدا ٿيو آهي تنهن ڪري ان جو نالو ”گورڪناٿ“ رکيو ويو.

گورڪ ناٿ کي دوڏر يعني شوَ جي صورتَ ۽ ان جي انگ يعني بدن جي برڪت سان پيدا ٿيل چوندا آهن. جڏهن هو بالغ ٿيو تہ شوَ هن کي چيو تہ تون پنهنجي لاءِ گرو تلاش ڪر. جنهن جي چوڻ ۽ اجازت سان وڃي سمنڊ جي ڪناري تي ويٺو. هن هڪ روٽ تيار ڪري پيپل جي پنن تي رکي سمنڊ ۾ لوڙهي ڇڏيو، جنهن کي راڪو مڇي کائي ڇڏيو. ٻارهن سالن جي عرصي گذرڻ کان پوءِ گورڪ ناٿ راڪو مڇي کي گهرائي چيو تہ جيڪو تو ان وقت روٽ کاڌو هو، اهو ڪيس صحيح سلامت واپس ڪري، جنهن تي ان مڇي روٽ جي بدران هڪ ٻار پنهنجي وات مان ڪڍي حوالي ڪيو گورڪ ناٿ ان ٻالڪ کي وٺي شوَ وٽ آيو، جنهن ان جو نالو مڇيندر ناٿ رکيو ۽ چيو تہ ان کي پنهنجو گرو ٺاهہ.

گهڻي وقت کان پوءِ گورڪ ناٿ شوَ وٽ حاضر ٿيو، جنهن ڪائنس حال احوال ورتو انهيءَ وچ ۾ مڇيندر ناٿ بہ اچي ويو. شوَ گورڪ ناٿ کي چيو تہ جيئن تہ تون ”جتي“ آهين ۽ عورت سان ميلاپ نہ ٿو ڪري سگهين پر اولاد جو ٿيڻ بہ لازمي آهي، انهيءَ ڪري تو کي ڪهڙي صورت ۾ ٻار پيدا ڪرڻ گهرجن، جنهن تي گورڪ ناٿ وراڻيو تہ هو تہ جتي آهي اولاد ڪيئن پيدا ٿيندو، جنهن تي شوَ چيو تہ تون چيلا ٺاهہ اهي ئي تنهنجي اولاد هوندي، اهو چئي هن سڪل گاهہ جا تيلا ڪٽي ان جي ڪنڌ ۾ وڌا ۽ چيو تہ اهو تنهنجو جيٽو آهي، جنهن کان پوءِ شوَ پاروتي کي حڪم ڏنو تہ هن جي ڪن ۾ سوراخ ڪري ڪيوڙيون وجهي ڇڏي جنهن هن جي ڪنن ۾ مٽيءَ مان ٺهيل

چلا وڃي. جنهن ڪان پوءِ پاروتي پنهنجي ٽنگ جي پنيءَ چير ڏئي رت ڪڍي ڪپڙي کي لڳائي ۽ چيو تہ تون اهڙا (رت جي رنگ جهڙا لعل ۽ گيڙو) ڪپڙا پهريندو ڪر ۽ تون لاش کي باهہ ۾ نہ ساڙجانءِ پر مٽي حوالي ڪجانءِ ۽ مردي کي قبر ۾ گوڏن پر ويهاري دفن ڪجانءِ ۽ ان جي مٿان مڙهي ٺاهجانءِ. اڄ تائين جوڳي انهيءَ رسم ۽ رواج مطابق مذهبي عقيدا بجا آڻن ٿا ۽ انهيءَ طريقي سان لاش کي دفن ڪندا آهن. اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ راجا بڪرما جيت جو وڏو ڀاءُ راجا ڀرتري پنهنجي گادي اجين انهيءَ ڪري ڇڏي هئي جو هو گورک ناٿ جو چيلو ٿي جوڳي بڻجي ويو هو. قديم قومن جي متعلق عربي ۾ لکيل ڪتاب تخبتہ الدهر آهي جنهن ۾ جوڳين جي متعلق لکيل آهي تہ اهي هندن جو عبادت گذار فرقو آهي، هو نظربندي جا ڪرتب ۽ وهم ۽ خيال جا طلسم ڏيکاريندا آهن.

ٽاڊ "تاريخ راجستان" ۾ جوڳي کي ناگ يا نانگ قوم جي نالي سان لکيو آهي، جيڪي حضرت عيسيٰ کان ڇهہ يا ست صديون اڳ موجود هئا. جن جو ذڪر هيرو ڊٽس ڪيو آهي، جنهن کي قوم تڪشڪ ۾ شمار ڪيو آهي. جنهن کي پوءِ تاڪ ۽ پوءِ تغلق سڏيو ويو آهي.

پراڻن ڪهاڻين ۽ قصن ڪانسواءِ مهاڀارت ۾ نانگ يعنيٰ جوڳي قوم سان جنگ ڪرڻ جو ذڪر ٿيل آهي. ان ۾ لکيل آهي تہ هڪ حملي ۾ نانگ جوڳي قوم جي ويهہ هزار ماڻهن کي باهہ ۾ ساڙيو ويو. هن ذات وارن جو ذڪر رامائڻ ۾ پڻ آهي. حقيقت ۾ نانگ يا جوڳي مهين جي دور جو هڪ قبيلو آهي. جنهن جو ذڪر رگ ويد ۾ ناگر ۽ نانگر قوم جي نالي سان آيو آهي. سنڌ ۾ هاٽي بہ هڪ ذات نانگراج موجود آهي.

جوڳي يا يوگي بنيادي طور هڪ مذهبي فرقو آهي، جيڪي قديم دور ۾ نانگ ديوتا جي پوڄا ڪندا هئا جنهن جو بنياد هنن پاڻ وڌو هو، تنهن ڪري هنن کي نانگ قوم يا ذات بہ سڏيو ويندو هو.

ٽاڊ جي مطابق جوڳي سامي، سوامي، گوسائين جي فرقي جو هڪ ٽولو، ميواڙ ۾ سوبن ڪن ڦاڙ جوڳي گڏ ٿي ويندا آهن. انهن جي ڪنن ۾ هڪ وڏو گول ڪڙو پيل هوندو آهي جيڪو جنگ جي علامت آهي. هو لکي ٿو تہ سامي فرقي ۾ اهڙو بہ ٽولو آهي جيڪو واپار ۽ دنوي ڪاروهنوار ۾ مصروف رهي، هڪ اهو بہ آهي جيڪو فوج ۾ ڀرتي ٿيندو آهي ۽ عسڪري قوت رکندو آهي ۽ جوڳي عسڪري قوت سان ٺي تعلق رکندا هئا ۽ شاهہ قنوج جا محافظ ۽ سپاهي هئا.

جوڳي هندو ۽ مسلمان آهن. مسلمان جوڳي نانگ کي ڦاسائڻ وقت پيران پير دستگير جي ڊوهي وجهندا آهن ۽ ٻيا منتر پڙهندا آهن، ساڳي وقت هو گورکناٿ کي بہ پنهنجو گرو ڪري مڃيندا آهن. هنن جو بنيادي ڪم، نانگ پڪڙڻ، سنياس وارو ڪم ڪرڻ ۽ ڊارو وجهڻ آهي. هنن کي ڪن ڦاڙ جوڳي چيو ويندو آهي ۽ هي نانگ جي ڪکيل جو پڻ مختلف طريقن، منتر ۽ مڻ ذريعي علاج ڪندا آهن. اهڙو تجربو منهنجي سامهون ٿيل آهي. منهنجي امڙ جي ماروٽ محمد عرس کي جيڪو سنگ ۾ منهنجو مامو ٿي ٿي تنهن کي ڪاريهر نانگ ڏنگيو هو، تنهن جو علاج مٿي بيان ڪيل طريقي سان بخشل نالي جوڳي ڪيو هو، جيڪي اسان جي اوطاق جي پڊر تي ڀونگيون ٺاهي اچي ويهندا هئا. هو گذر بسر فقر ۽ خيرات تي ڪندا هئا. سندس چوڻ موجب تہ هن کي اهڙي زهريلي ڪاريهر نانگ ڏنگيو آهي جنهن جو ڪکيل نہ بچندو آهي پر بروقت نانگن جي بادشاهہ بخشيل جوڳيءَ جي پهچڻ ڪري محمد عرس بچي ويو.

مرزا قليچ بيگ جي مطابق ڪيترا جوڳي گوگهي چوهاڻ جا مريد آهن. جوڳي جيڪي مرندا آهن تن کي قبر يا کڏ ۾ گوڏي پر ويهاري مٿان يا هيٺيان ڪنڊ رکي دفن ڪندا آهن. هندو توڻي مسلمان اڪثر ساڳي نموني سان مردن کي دفن ڪندا آهن. موجوده دور ۾ بہ وڏا گروهہ آهہ هڪ ڪن ڦاڙ ۽ ٻيا آگريا اوگر. ڪن ڦاڙ جوڳي کي "درشنا" بہ چوندا آهن. ائٽيڪن جي مطابق 1901ع جي سنڌ جي آدمشماري رڪارڊ مطابق هنن جو انگ 2324 هو جنهن مان 1250 رڳو حيدرآباد ضلعي ۾ رهن ٿا. هن وقت هنن جو هڪ وڏو تعداد سنڌ جي مختلف شهرن ۾ رهي ٿو، لاڙڪاڻي قديم ضلعي ۾ وارهہ تعلقي ۽ ڏوڪري تعلقي ۾ پنهنجا ڳوٺ اٿن، اڪثر سيرءِ سفر ۾ رهندا آهن.

### پاڙا:

1- ڪن ڦاڙ
2- درشنا
3- اوگر
4- ڳرواڻ
5- آديسي
6- ٻانيٽيا
7- ٽڪر
8- تونيہ
9- پارڪري
10- واراهي
11- آريجائي
12- پنوار
13- جويہ
14- دل
15- رائوڙ
16- سينهڙيون
17- سولنڪي
18- گورک ناٿ
19- لاهوتي
20- مرڪٽ

# سامي- سوامي

سامي قديم سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ گرو درويش، الله لوڪ، سنت. بنيادي طور اهو مذهبي فرقو هو پر پوءِ انهيءَ جماعت جي ذات طور سڄاڻپ ۾ تبديل ٿي ويئي. اصل ۾ هي هڪ نسب جا ماڻهو نه هئا پر مذهبي طور هڪ رنگ ۾ رنگجڻ ڪري هڪ ٿي ويا ۽ انهن جي اولاد سامي ۽ سوامي چورايو. هي سنڌ سلطنت جي دؤر ۾ مهين جي شهر ۾ هڪ فرقو هو جنهن کي هاٽي صوفي چيو ويجي ٿو. هي انهيءَ جو هڪ ٽولو آهي جن ۾ "گري- پري- ناٿ" وغيره فرقا آهن. بنيادي طور هي ساده لوڪ آهن جي دنيا جي وهنوار کان لاتعلق هئا ۽ گيڙو رتا ڪپڙا پائي گهمندا هئا. هنن جو هڪ هنڌ ٽڪاڻو ڪو نه هو. هو هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ لڏپلاڻ ڪندا وتندا آهن. انهيءَ ڪري قديم دؤر ۾ انهن جو ڪو به خاص مقام ڪونهي رائچند هريجن جي مطابق مرڻ بعد مردي کي لوڻ ڏيئي سڌو ويهاري مٽان ڍڪ ڏيئي ڇڏيندا آهن. هن جي مطابق اصل مارواڙ جا رهاڪو آهن جن کي "ٻاوا" چيو ويندو آهي.

هنن مان هڪ فرقو اهڙو آهي جيڪو قلندر جا فقير سڏجن ٿا جن جو ڪي رسمون مسلمانن وانگر آهن. مسٽر جيمس ٽاڊ هنن جي اصليت متعلق لکيو آهي ته ميواڙ جا راجپوت گهراڻا مهاديو يا ايشور جي پوڄا ڪندا آهن. قديم دؤر کان وٺي گهلوت قوم ۽ ان جا قبيلا مهاديو جي پوڄا ڪن ٿا. ايشور جي پرستش به لقب ايڪلنگ نالي سان ٿيندي آهي، جنهن ۾ هو هڪ ٽنگ تي بيهي عبادت ڪندا آهن. سنڌن سامهون پٿر يا ٻئي ڪنهن شيءِ مان ٺهيل مورتي هوندي آهي. ان ڪانسواءِ اتي ٻيا به بت هوندا آهن جن کي سهمرلنگ ۽ ڪوٽيشور چوندا آهن جن جي تصويرن ۾ سنهيون سنهيون هڪ هزار کان ڏهن لکن تائين ٽنگون هونديون آهن. جن کي ڪوٽيشور جو شوالو چيو ويندو آهي. جيڪي درياءَ سنڌ جي اوپرندي پاسي موجود آهن. هو وڏيڪ لکي ٿو ته ايشور "چار مکي" سڏجندو آهي، هو مختلف چئن مهاڀڻن جون اڏ اڏ تصويرون گڏي هڪ ڪري پوڄا ڪندا آهن ۽ هن جي شوالن ۾ نندي بصورت سانهه موجود هوندو آهي، جيڪو ايشور جو گهوڙو هو جنهن تي سوار ٿي ميدان جنگ ۾ ويندو هو.

ايڪلنگ جي پوڄا وارو شوالو ان گهاٽي ۾ آهي جيڪو اوڏيپور کان اتر طرف ڇهن ميلن تي آهي، هن جي چئني طرفن کان جبلن جون چوٽيون ڪر ڪنيون بيٺيون آهن، جتي ماڪيءَ جا مانارا تمام گهڻا آهن ۽ مٺي پاڻيءَ جا بيشمار چشما آهن جنهن ڪري اتي نباتات ۽ سرسبز ۽ شادابي آهي ۽ ديوتائن تي چاڙهڻ لاءِ خاص گل به اتي جام ٿين ٿا.

ايڪلنگ جي مندر جو اڱواڙو وسيع و غريض فرش سنگ مرمر سان جڙيل آهي. ڪليل محراب دار شوالو ٿلهن تي بيٺل آهي، جنهن ۾ پتل جو ٺهيل سانهه نندي پنهنجي اصلي قد جي مطابق آهي ۽ ان جي سامهون چومکي ديوتا لڪيل آهي جيڪو سانچي جي ڍلائي مان ڍليل آهي ۽ ان جا سڀ عضوا صحيح سلامت آهن، مطلب ته هن بت جي شڪل هر طرح سان مڪمل ۽ درست آهي.

ايڪلنگ جي سڀ کان وڏي گر يا پروهت "ڪوشل" کي اها اجازت نه آهي ته هو شادي ڪري، هو سڄي عمر ڪنوارو، انهيءَ حالت ۾ گذاريندو آهي. هن جي مرڻ کان پوءِ سندس شاگردن مان ڪو به هڪ جاءِ نشين ٿيندو آهي. سن 1818ع تائين هن گروهه جا 64 پروهت ٿي گذريا آهن. ٽاڊ جي مطابق جڏهن گهلوت راجپوتن کي اهل پار ٿيا وارن شورا سٽر مان نيڪالي ڏني هئي ته ان وقت جي پروهت جي مهرباني سان انهن کي چتور جي بادشاهت نصيب ٿي هئي. ايڪلنگ جا پوئلڳ گسائين يا گوسوامي چورائيندا آهن. گسائين جي معنيٰ آهي خواهشن تي ضبط رکڻ يعني طبيعت تي قابو

پائن. هن مذهب جي پيروڪارن جي سڃاڻپ شو ديوتا (سنڌين جو ديوتا، سنڌو مذهب جو اوتار) وارو چنڊ جو نشان انهن جي پيشاني تي لڳل هوندو آهي. وار انهن جا چوٽي ٽيل ويڙهيل هوندا آهن. هنن جو مٿو ڍڪيل هوندو آهي، هو پنهنجي سڄي جسم تي خاڪ مليندا آهن ۽ پوشاڪ گيڙو رنگ واري هوندي آهي، هو پنهنجن مردن (لاش) کي سڌو ويهاري دفن ڪندا آهن ۽ ان جي مٿان گنبذ نما چبوترو ٺاهيندا آهن. هنن کي اسان سنڌيءَ ۾ سامي چوندا آهيون، ڪي انهن کي سوامي به چوندا آهن.

ناري طرف رهندڙ سامي قبيلي جا فرد اڄا تائين مسلمان ته نه آهن پر ڪيترا عقيدا انهن وارا آهن هو قلندر لال شهباز سيوهڻ واري کي پنهنجو مرشد مڃي نشاني طور ٻانهن تي مهرن جا چٽ ڏنيرائيندا آهن ۽ پاڻ وٽ قلندر جو ڏنڊو ضرور رکندا آهن، جن تي اڪثر ڪري قلندر جي ميلي تان ورتل ڳانا ٻڌل هوندا آهن. سنڌن چوڻ آهي ته اهو سڀ ڪجهه قلندر شهباز جي گادي نشين گل محمد شاهه جي ڪوشش جو نتيجو آهي جنهن ڪين ان درگاهه جو طالب ڪيو. اصل ۾ هو ليڪياري پيرن کي مرشد ڪري مڃيندا آهن. ساڳي وقت هو راما پير جا به عقيدتمند آهن، پر هنن جي ديرن تي ان جو جهنڊو نظر نه ايندو نه وري ڪو به مندر آهي.

هو حضرت امام حسين عليه السلام ۽ پنجتن جو وڏو احترام ڪندا آهن ۽ عقيدت طور محرم جا ڏهه ڏينهن امام بارگاهن جا چڪر لڳائيندا آهن ۽ مجلسون ٻڌندا آهن. اهو نه رڳو پر هو باقاعدگيءَ سان ماتم ۽ ننگر ۽ نياز ڪندا آهن پر سنڌن ديرن تي ڪو به الم پاڪ لڳل نه آهي. هو مسلمانن وانگر پنهنجي پٽن جو طهر ڪرائيندا آهن، جيتوڻيڪ هو هندو ڌرم جا پوئلڳ آهن پر مردن توڙي عورتن جا نالا اسلامي آهن. پر هو مذهبي طور هندو سڏرائيندا آهن. ان هوندي به هو ڪٽڙ يا هڪر کي مسلمان وانگر اولهه طرف منهن ڪري سير ڏيندا آهن.

ناري واري سامي قبيلي جا مرد شلوار قميص پائن ٿا. جڏهن ته ان ڪان اڳ گوڏ ۽ قميص ۾ هوندا هئا. هنن جون عورتون پڙو ۽ انگيون پائن ٿيون، جن جو رنگ ساڳيو هوندو آهي. جڏهن ڪنهن به عورت جو مڙس مري ويندو آهي ته ان جو سوڳ هڪ سال تائين ڪندي آهي انهيءَ دوران هو گيڙو يا اڇ پڙو ۽ انگيو پائيندي آهي. هي لاش کي پوريندا آهن ۽ ان جو منهن اسلامي عقيدي مطابق ڪعبة الله شريف ڏانهن ڪندا آهن ۽ دعا پڻ گهرندا آهن. اڳ ۾ جڏهن لڏپلاڻ دوران هنن وٽ مواتي ٿيندي هئي ته اتي ئي واٽ تي پوري ڇڏيندا هئا پر هاڻي انهن جو باقاعده هڪ مقام ساماري روڊ ۾ آهي.

شادي واري رسم ۾ مڱڻيءَ واري ڏينهن سڄي ديري جا مرد گڏ ٿيندا آهن، مڱڻي تي وڃڻ ڪان پوءِ وڻو ان جي اڳيان رکي ڇڏيندا آهن ۽ ڏينهن تي قلندر جو پيالو ٿيندو آهي، جنهن ۾ پنج دلا مٽي پاٽيءَ جا مردن ۽ عورتن ۾ ورهايا ويندا آهن، انهيءَ ڏينهن سهرو، نياٽيءَ کي پٽڪو ٻڌائيندو آهي ۽ ڪلهي تي اجرڪ، ٽوال يا انگوڇو وجهندو آهي. شادي واري رسم دوران ڪير سان وٽوپري انهيءَ ۾ سڄي سوپاري ۽ چاندي جو رپيو وڌو ويندو آهي، پوءِ انهيءَ سوپاري ۽ رپئي سان گهوٽ ۽ ڪنوار هڪ ٻئي کي تلڪ هڻندا آهن. جيڪڏهن گهوٽ رپيو ڇڏيندو ته ڪنوار تلڪ رپئي جو ڪير سان پنهنجي نرڙ تي هڻندي ۽ گهوٽ سوپاري جو ڪير وارو تلڪ نرڙ تي هڻندو اهڙ طرح سان سڪو ۽ سوپاري گهٽ ۽ ڪنوار جي وچ ۾ تبديلي ٿيندا رهندا.

شادي واري موقعي تي سردار لاءِ مخصوص وهاٽو. ان جي غيرموجودگيءَ ۾ پيل هوندو آهي جنهن تي ڪنهن کي به ويهڻ جو اختيار ڪونهي. هو اڪثر پنڻ جو ڪم ڪندا آهن.

سندن نسلي تعلق ڀيل قبيلي سان آهي ۽ پاڻ منگل پوٽا سڏرائيندا آهن. چوهاڻ، ڏوڏائي، پرمار ۽ ٻيون نکون اٿن. هي قبيلو سمن سرڪار جي ميلي تي ٻن حصن ۾ ورهائجي ويندو آهي. هڪ لاڙي سامي ۽ ٻيو ناراٿي سامي. لاڙي سامي کي ڪچيرا سڏيندا آهن.

هي سنڌ جو هڪ منفرد قديم قبيلو آهي جيڪو ماراوڙ ۽ راجستان ۾ به رهي ٿو. ائٽيڪن جي مطابق 1901ع جي آدمشماري مطابق هنن جو تعداد 1619 هو. يقينن جيڪو هاڻي وڌي هزارن ۾ پهتو هوندو.

# ڏيکڻ

ڏيکڻ هي سنڌ جي اهڙي منفرد ذات آهي جنهن جو تعلق لاڙڪاڻي ضلعي جي صرف هڪ ڳوٺ سان آهي. موجوده دؤر ۾ هي ڳوٺ باڊهہ تعلقي ڏوڪري کان ست ڪلوميٽر پري دادو ڪئنال جي سڄي ڪپ تي ڏيکڻ نالي سان موجود آهي. سکر بيراج ٺهڻ کان اڳ ۾ يعني 1932ع کان اڳ ۾ سنڌو درياهہ جي ان وهڪري تي هو جيڪو مهين کان ٿيندو سيوهڻ ويندو هو ۽ اولهندو نارو هنن جي اولهہ ۾ هو. جتي وڃڻ لاءِ ماڻهو پيادو سفر ڪندو هو، پر ڪڏهن اها سواري نصيب ٿيندي هئي جيڪا باڊهہ يا ٻين پر وارن شهرن ۽ ڳوٺن مان سوهي پتڻ وڃڻ لاءِ ويهڙ کان بند ٽپي اڳتي ويندي هئي.

ڏيکڻ ذات وارا، اصل ۾ ميربحر قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن، جيڪي بنيادي طور مهاڻو آهي. هو مڇي مارڻ ۽ ڪپائڻ کان علاوه ان وقت جي ضرورت موجب ڪورڪو ٿيندو بہ ڪندا هئا پر هنن جي ذات جي سڃاڻپ ميربحر ئي هئي.

سنڌ ۾ سمہ سلطنت جو زوال ڄام نظام الدين عرف ڄام ندي جي وفات سن 914 هجري مطابق 1508ع کان پوءِ شروع ٿيو. سندس پٽ ڄام فيروز جي ڪم عقلي ۽ ناتجربي ڪاري ڪري شاهہ بيگ ارغون جڏهن قنڌار مان بابر بادشاهہ هٿان ڌڪجي نڪتو تہ هن سنڌ کي حاصل ڪرڻ لاءِ 920 هجري مطابق 1514ع ۾ ارغون، ترخان، پٺاڻ ۽ بلوچ لشڪر جي مدد سان سبيءَ تي دائمي طور قبضو ڪيو. هن ان کان اڳ ۾ سنڌي لشڪر جي بهادري ڏٺي هئي جنهن 890 هجري مطابق 1485ع ۾ هرات جي حڪمران سلطان حسين بابقرا جي حڪم تي قنڌار جي حاڪم امير ذولنون بيگ پنهنجي پٽ شاهہ بيگ جي هٿ هيٺ سبيءَ تي حملو ڪرايو هو ۽ ڄام نظام الدين جي نائب امير بهادر کي شڪست ڏيئي، مارائي قبضو ڪيو هو. جنهن دولهہ دريا خان قبوليون. سنڌي راڄن جي لشڪر، ابڙو، ماڇي، چنو، ڪوريجو، تونيہ، چندر مگسي، سمن ۽ ٻين اترادي راڄن جي مدد سان سلطان حسين بابقرا جي فوج، جنهن ۾ ارغون، منگول ۽ بلوچ شامل هئا جن جي ڪمان سلطان محمد مرزا ڪري رهيو هو. تنهن کي شڪست ڏئي ماري ڇڏيو ۽ منگولن ۽ بلوچن جو شال موجوده ڪوئيٽا تائين پيڇو ڪيو. هي ويڙهہ 895 هجري مطابق 1490ع ۾ ٿي ۽ سبي پنجن سالن جي غلاميءَ کان پوءِ آزادي حاصل ڪئي.

انهيءَ ڪري شاهہ بيگ ارغون ۽ ان جي سپهہ سالارن اهو طئي ڪري ڇڏيو هو تہ سنڌ تي تڏهن قبضو ٿي سگهي ٿو، جڏهن هو ظالمانہ ۽ بي دردي وارو رويو اختيار ڪري سنڌين جو قتل عام، ننگن کي اغوا ڪرڻ، ڦرلٽ کان پوءِ بي گناهن کي مارڻ ۽ ڍور ۽ جانورن جو ڪوس ڪرڻ ۽ فصلن کي باهيون ڏيارڻ ۽ ساڙڻ مطلب تباهي ۽ بربادي جو طوفان بڻجي ويندا جن وٽ رحم ۽ ترس جو تصور بہ ڪونہ هو. تن رڻ ٻاري ڏنو. هي لشڪر مرزا عيسيٰ خان ترخان جي ڪمان ۾ 17 ذيقعد 921 هجري مطابق 30 نومبر 1515ع ۾ ان وقت جي چانڊوڪہ موجوده لاڙڪاڻي ضلعي واري ايراضي ۾ پهتو ۽ ماڻهن ۾ گهوڙاڙي گهوڙا پئجي ويئي، انهيءَ حالت ۾ جڏهن ٺٽي جي حڪومت ڪمزور ٿي ويئي، ڄام فيروز ۽ ڄام صلاح الدين ۾ گهرو ويڙهہ شروع ٿي ۽ سنڌ جو مڙس مٿير دولهہ دريا خان قبوليو ابڙو بي وس ۽ لاچار ٿي وڃي مانجهندن ۾ رهيو. عوام ۽ راڄ پنهنجي سر بچاءُ لاءِ مختلف حيلا ۽ طريقا تلاش ڪري رهيا هئا، جن ۾ اهو بہ هو تہ ڳوٺن جي رهواسين، خفيہ هنڌن تي جهنگ ۽ ٻيلن جي اندر چريون ۽ غار ڪوٽي ڇاهي ڇڏيا، جتي، ٻارن، پوڙهن، لاچارن ۽ ننگن کي وڃي لڪائيندا هئا ۽ جيڪي مڙس مٿير هئا، اهي مهاڏو اٽڪائيندا هئا، جن مان ڪي مارجي ويندا هئا ۽ ڪي پنهنجي ڳوٺ جي حفاظت ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا هئا.

ميربحرن جي هن ڳوٺ وارن بہ اهڙي حڪمت عملي

اختيار ڪئي هئي. هڪ ڏينهن هڪ طرف طوفان، گجگوڙ ۽ برسات هئي ۽ ٻئي طرف ارغون ڪارندا ۽ سپاهي سنڌي راڄن تي راتاها هڻڻ لاءِ نڪتل هئا. انهيءَ صورتحال ۾ ڳوٺ وارن پنهنجا ننگ ۽ ٻچڙا غارن ۽ چرن ۾ لڪائڻ شروع ڪيا. انهيءَ دوران سندن ڳوٺ کان 10 ڪلوميٽر پري ٻٽڙن جو ڳوٺ هو جتي سيدن جي هڪ نالي واري گادي هئي. اتان سيدن جو هڪ قافلو ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. اهو اهڙي افراتفري واري صورتحال ڏسي بوڪاڙجي ويا. انهن مان هڪ بي بي پلجي ميربحرن جي عورتن ۾ شامل ٿي ويئي تنهن کي لڪائي ڇڏيو. جڏهن غنيم ٽري ويو ۽ خوف ۽ خطرو باقي نه رهيو ته غار يا چر ۾ لڪل عورتن ۽ ٻارن کي ٻاهر ڪڍيو ويو. انهيءَ دورانهن هنن ڏٺو ته هڪ ڏاري عورت انهن جي عورتن ۾ شامل آهي جنهن پڇا ڪرڻ تي ٻڌايو ته هو ٻٽڙن جي سيد گهراڻي جي فرد آهي.

ويچارن ميربحرن کي اچي آندماند لڳي ته ڪيئن به ڪري جلدي ۾ بي بي صاحبه کي سيدن جي حويلي ۾ پهچائجي تن فوراً ان کي پردي اندر ڪري ٻٽڙي وٺي ويا ۽ سيدن جي حوالي ڪري سڄي ماجرا بيان ڪئي جنهن تي ان وقت جي سيد بزرگن کين دعا ڏني ته جيئن اوهان اسان جي ننگ کي پناهه ڏني ۽ ڍڪ ڍڪيو اٿوَ تيئن الله تعاليٰ به هميشه اوهان ۽ اوهان جي پونئيرن مٿان ڍڪ ڍڪيندو ۽ پنهنجي پناهه ۾ رکندو. انهيءَ کان پوءِ هو عام طور ڍڪ ڍڪڻ ۽ پناهه ڏيڻ جي نسبت سان ڍڪڻ سڏجڻ لڳا ۽ اها انهن جي ذات جي سڃاڻپ ٿيڻجي ويئي، کين کو به ميربحر کو نه سڏيندو هو. محترم علي اڪبر ڍڪڻ جي چوڻ مطابق جيڪي هن وقت ڍڪڻ ذات وارا آهن انهيءَ سلسلي جي ڪڙي آهن ۽ پنهنجو پاڻ ۾ مائٽ آهن. هن وقت هي جڪرن ۽ ٽانڙي ڳوٺن جي وچ ۾ آهي جنهن ۾ صرف ڍڪڻ ذات وارا رهن ٿا. ڪجهه گهر ڪنڊياري ۾ آهن جو اتي محمد خان ڍڪڻ پوليس ۾ رهيو ۽ مستقل سڪونت اختيار ڪئي، جنهن جي پٽ احمد علي ڍڪڻ جي اولاد. حيدر آباد ۽ ڪراچيءَ ۾ رهي ٿي جو هو رجسٽرار ڪوآپريٽو سوسائٽي ڪراچي ۽ حيدر آباد ٿي رهيو هو. انهيءَ کان علاوه محترم علي اڪبر ڍڪڻ رٽائرڊ ڊپٽي گورنر اسٽيٽ بئنڪ جنهن جو احوال بعد ۾ ڏنو ويندو اهو پڻ مستقل طور ڪراچي ۾ رهي ٿو. ڪجهه گهر، ڳوٺ کان لڏي باڊهه ۾ اچي ويٺا آهن جن مان تعليم کاتي جو رٽائرڊ آفيسر رسول بخش ڍڪڻ به آهي. هن ذات مان ڀهريون نالي وارو محترم

علي اڪبر ڍڪڻ ٿي گذريو آهي جيڪو 4 جولاءِ 1940ع ۾ ڳوٺ پنهور ان وقت تعلقي وارهه ۾ محمد رمضان ڍڪڻ جي گهر ڄائو جيڪو پڻ ننڍي هوندي يتيم ٿي ويو هو. سندس مائٽن ننڍپڻ ۾ پرڻائي ڇڏيو جيئن ته ڇوڪري بالغ ڪو نه هئي، تنهن ڪري سندس ماسي جيڪا تڙڙي محبت ۾ رهندي هئي، تنهن پاڻ وٽ گهرائي ٻني جي ڪم ۾ لڳائي ڇڏيو، جتي هو رازڪي ڪم ۾ لڳي ويو. ڏهن سالن کان وءِ ڳوٺ پنهور ۾ واپس آيو ۽ پنهنجي گهرواري سان رهڻ لڳو. هن پنهنجي پٽ علي اڪبر کي پڙهڻ واسطي 1947ع ۾ نصير آباد جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو جيڪو اتان 3 ڪلوميٽر پري هو.

هن 1958ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪري روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ ڪلارڪ طور ڀرتي ٿيو ۽ مختيارڪار آفيس ميروخان ۾ ڊيوٽي ڏني. هن 1960ع ۾ ٽنڊي ڄام ۾ ڳوٺ سڌار کاتي ۾ ٽريننگ ڪئي جنهن کي ڇڏي 11 آگسٽ 1961ع ۾ بدين هاءِ اسڪول ۾ ماستر ٿيو. جنهن کان پوءِ هو ميهڙ هاءِ اسڪول، لعلومر رائنڪ مڊل اسڪول، ڏوڪري هاءِ اسڪول، ڳڙهي خيرو هاءِ اسڪول، مبارڪ پور مڊل اسڪول، وارهه هاءِ اسڪول، پريالو هاءِ اسڪول، ڪاراٽي مڊل اسڪول، واسو ڪلهوڙو مڊل اسڪول، استاد ٽريننگ اسڪول لاڙڪاڻو، ڀيهر هاءِ اسڪول وارهه، ڄامشورو مڊل اسڪول ۽ آخر ۾ هاءِ اسڪول لطيف آباد حيدر آباد.

انهيءَ دوران هن 1970ع ۾ سنڌ حڪومت جي اسڪالر شپ تي سنڌ يونيورسٽي مان پي ايڇ ڊي ڪرڻ لاءِ سرگرم ٿي ويو. هن 1974ع ۾ اقتصاديات تي پي ايڇ ڊي ڪئي. هيءَ پي ايڇ ڊي ڪرڻ وارن ٻن ڄڻن مان هڪ هو. 1973ع ۾ عبدالله هارون ڪاليج ڪڏا ۾ ليڪچرار طور مقرر ٿيو جنهن کان پوءِ لاڙڪاڻو ڪامرس ڪاليج ۾ بدلي ٿي آيو. هي 1 اپريل 1975ع ۾ سنڌ حڪومت جي کاتي ۾ اسسٽنٽ چيف پلاننگ ۽ ڊولپمينٽ مقرر ٿيو پر اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان ۾ ساڳي گريڊ 18 ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر طور ڏنل انٽرويو ۾ ڪامياب ٿيڻ جي نتيجي ۾ اتي جوائن ڪيو، جتان ڊپٽي گورنر جي عهدي تي رهڻ دوران 3 فيبروري 2000ع ۾ رٽائرڊ ٿيو.

هيءُ جستجو، محنت ۽ عمل جو مالڪ شخص رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ چپ ڪري نه ويٺو ۽ سنڌ ڊولپمينٽ فائونڊيشن نالي ادارو رجسٽرڊ ڪرايو. جيئن هو سنڌ بئنڪ کولي، سنڌجي ٻهراڙي جي ماڻهن کي ننڍي ڌنڌي ۽ ڪاروبار لاءِ

سمال قرض ڏيئي سگهي پر ان تي سياست ۽ ڪامورن جي ڪري عمل نہ ٿي سگهيو. سنڌ حڪومت انهيءَ نالي سان بئنڪ کولي آهي پر ڊاڪٽر ڏڪڻ جو خواب اجا سانپيان نہ ٿي سگهيو آهي.

هن عملي ڪم ڪرڻ لاءِ SINDH ECONAMST رسالو ڪڍيو جيڪو ڪن سببن جي ڪري 6 واليومن کان وڌيڪ ڇپجي نہ سگهيو. هن پنهنجي ڪم کي جاري رکيو، سرڪاري توڙي خانگي يونيورسٽين جهڙوڪ سنڌ يونيورسٽي، ٽنڊو ڄام زرعي يونيورسٽي، لطيف يونيورسٽي خيرپور، زئبسٽ ڪراچي ۽ ڪئسبٽ ۾ پي ايڇ ڊي، ايم فل، ايم ايس سي، ايم بي اي جي شاگردن کي ڊگري حاصل ڪرڻ پڙهايو ۽ ڪورس پورو ڪرايو. هن وقت بزنيڪ يونيورسٽي ۾ ساڳيو ڪم جاري رکيون پيو اچي.

انهيءَ کان علاوه 2005ع کان وٺي اڄ تائين ڊان اخبار ۽ ٻين رسالن وغيره ۾ سنڌ ۽ مختلف موضوعن تي ڪالم ۽ مضمون لکيا آهن. هن جا انگريزي ۾ چار ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن.

1) آٽوبايو گرافي- جنهن جو عنوان آهي مرڻڪيولس فار چونس
2) سيڪريٽس آف اڪنامڪ پراسپرٽي
3) ٽئڪسٽائيل انڊسٽري پي ايڇ ڊي لاءِ لڪيل ٿيسز
4) تاريخي بي انصافي اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان ۾

## اڻ ڇپيل ڪتابن ۾

1) قرآن شريف جو ترجمو ۽ تفسير ڏهہ جلد
2) حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تي 5 ڪتاب
3) شاهہ لطيف تي هڪ ڪتاب
4) اقتصاديات تي 4 ڪتاب

هي ڪتاب مسودي جي صورت ۾ وٽس موجود آهي. هي پنهنجي ذات ڏڪڻ مان ڀريون واحد فرد آهي جيڪو محنت، لگن ۽ ڪوشش سان ڪلارڪي کان وڏي عهدي تي پهتو ۽ اڄ بہ ڪافي ماڻهو وٽس تجربي جي بنياد تي فيض پرائن ٿا.

## شاهہ لطيف جا ڏڪڻ تي بيت:

1. سَترُ ڪر ستار، آئا اگهاڙي آهيان،
ڏکج ڏڪڻهار، ڏئي پاند پناهہ جو.
2. پڇاهي نہ پاڙيان، سرتيون سئي ساڻ،
هوءَ ڏکي اگهاڙن ڪي، ڪين ڏکي پاڻ،
ٻيهر چاڙهي ڇاڻ، ابر جي اوصاف ڪي.
3. ڏک ڏڪيندو، مون نہ ڇڏيندو،
شفيع شافع سپرين.
4. ڏولي ڏکي آهيان، هيس اگهاڙي آئون.
5. ڏولي ڏکي آهيان، هيس اگهاڙي اڳ.
6. ڏولي ڏکي آهيان، هيس اگهاڙي اڳ،
ڏيئي لِڪَ لاڙي، ڪَڪَرُ ڪيائِم ڪاڪِ جو.
*(سر مومل)*
7. پائي آيس پاند ۾، سودا! سيئي،
ڏولا! ڏکج اي، مَڃُڻُ عيب اپٽيين.
8. ڏڪڻ متي ڏول جا، جڏهن پوچا ڏنم پيرَ،
مون ڀانيو تنهن ويرَ، تہ ڪوجهي ڪندو پريڙي.
*(سر ڇنيسر)*

# چغتائي

چغتائي کي عام طور تي پنهنجو ۽ قيس جي نسل مان سمجهيو ويندو آهي جيڪو سراسر غلط ۽ بي بنياد قصن تي ٻڌل آهي. چغتائي اولاد سري ڪرشن آهي ۽ انهيءَ ڪڙي مان آهن جنهن مان سنڌ ۽ هند جا ٻئي ۽ موجوده پنجاب جا ٻئي آهن.

سالباهن نالي وارو حڪمران ٿي گذريو آهي جنهن پرمار راجا بڪرما جيت کي جنگ جي ميدان ۾ شڪست ڏيئي قتل ڪيو هو ۽ سندس نالي سان منسوب سن بڪرمي جي جاءِ تي سن شاڪا (ساڳا) شروع ڪيو هو پنهنجي وقت ۾ ٻيهر غزني کي پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪيو ۽ اتي راجا بلند کي رهائي واپس آيو. تاريخ مغل قبائل ۾ لکيل آهي تہ "قوم ٻئي جادو بنسي راجا شري ڪرشن جي نسل مان آهن جن جو ڪنهن وقت ۾ عروج درياءَ سنڌ جي علائقن ۾ رهيو ۽ اتر هندستان ڪانسواءِ افغانستان ۽ خراسان تائين فتوحات جو سلسلو قائم ڪيو هو."

سالباهن ٽيٽيهہ سال نو مهينا راڄ ڪري فوت ٿي ويو، جنهن کان پوءِ هن جو وڏو پٽ راجا بلند تخت تي ويٺو. جنهن کي ست پٽ هئا انهن مان هڪ پٽ جو نالو پوپٽي هو، جنهن جي هڪ پٽ جو نالو "چڪيتو" هو جنهن جي اولاد کي سندس نالي جي نسبت سان فرزندان چڪيتو سڏيو ويندو هو جيڪو پوءِ عام زبان ۾ بدلجي چغتو ۽ پوءِ چغتائي ٿي ويو.

راجا بلند سالباهن جي مرڻ کان پوءِ گادي تي ويٺو تنهن ڪري هن غزني جي بجاءِ سالباهن پور ۾ رهڻ بهتر سمجهيو. ڪن عالمن جو خيال آهي تہ اهو موجوده لاهور جو شهر آهي ۽ ڪن جي مطابق اها سڪندر مقدوني واري سانگلہ آهي جنهن کي هاڻي سانگل هل چون ٿا. جيڪو فيصل آباد لاهور ريلوي ٽريڪ تي هڪ اسٽيشن آهي. هن سالباهن پور اچڻ کان اڳ ۾ غزني ۾ پنهنجي پوٽي يعني پوپٽي جي پٽ چڪيتو کي غزني جو راجا مقرر ڪري انتظام هن جي حوالي ڪيو. اتي هڪ زبردست طاقتور قبيلو مليڇ رهندو هو. جيڪي بنيادي طور قديم سنڌ جو ئي قبيلو هو جيڪي سمنڊ جي ڪناري ڪانسواءِ درياءَ سنڌ، ان جي وهڪرن، نارن، واهڙن ۽ ڍورن ڍنڍن تي رهندا هئا، جن جو گذر بسر مڇي مارڻ ۽ شڪار ڪرڻ هو. تن کي مليڇ چيو ويندو هو. اڄ اهي ماڇي سڏجن ٿا، جن راجا جي علائقي تي حملو ڪيو هو، انهن جي سياسي ۽ فوجي طاقت خراسان تائين هئي.

راجا چيڪتو هن قبيلي جي ماڻهن کي پنهنجي فوج ۾ ڀرتي ڪيو ۽ انهن جي چڱن مڙسن تي هٿ رکي ڪئي، تن کيس مشورو ڏنو تہ جيڪڏهن هو پنهنجو مذهب ڇڏي ۽ ازبڪ قوم وارو اختيار ڪري تہ هو بلخ ۽ بخارا جو بادشاهہ ٿي سگهي ٿو. هن انهن جي مشوري تي عمل ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ ازبڪ بادشاهہ جنهن کي پٽ جي اولاد ڪو نہ هئي ۽ سندس وارث اڪيلي ڌيءَ هئي. هن ان سان شادي ڪئي ۽ هو بلخ ۽ بخارا جو بادشاهہ بڻجي ويو ۽ اٺاويهہ هزار سوارن جو مالڪ بڻجي ويو. اهڙي طرح سان چڪيتو بلغستان کان وٺي هندستان تائين جو بادشاهہ بڻجي ويو. هن کي اٺ پٽ هئا: 1- ديوسي 2- پيرون 3- ڪيم خان 4- ماهر جيپال 5- ڌهرسي 6- پنجل خان يا پچل خان 7- شاهہ سمند. مسٽر جيمس ٽاڊ جي مطابق رڪارڊ ۽ روايتن جي مطابق هن جي اولاد ۽ پونئيرن مان قوم چغتہ مغل پيدا ٿي، جنهن کي عرف عام چغتائي سڏيو وڃي ٿو. جيڪي هاڻي پاڻ کي افغان مغل مان هجڻ جو سڏائن ٿا پر هو دراصل نسلن قديم سنڌي آهن.

# ڪنيار

اتر سنڌ جي ڪنير ۽ ٿرپارڪر جي ڪنيار کي هڪ سمجهيو ويندو آهي. جيڪو دراصل ايئن نہ آهي، پنهي جو نسلي تعلق الڳ الڳ آهي ڪنير مهين جي شهر جي ذات آهي جن ان کي اڏيو هو، ان جا معمار هئا. جڏهن ڪنيار جو ان سان ڪو بہ نسلي تعلق ڪونهي. ڪنير ۽ ڪنيار مان ئي انهن جي جداگانہ ۽ الڳ حيثيت جي سڃاڻپ ٿئي ٿي. بنيادي طور پنهي جو ڪم هڪ جهڙو ئي آهي پر انهن کي هڪ نسل جو نہ ٿو چئي سگهجي. ڪنير جي وضاحت الڳ ٿيل آهي. آءٌ هتي ڪنيار جي اصل حقيقت بيان ڪندس.

شري ڪرشن جي اولاد مان پڻي ذات يا قبيلو آهي. انهن مان سالباهن مشهور حڪمران ٿي گذريو آهي، جنهن جي پندرهن پٽن مان وڏي پٽ جو نالو بلند هو، جنهن جي سٽن پٽن مان وڏو پٽ پڻي هو جيڪو پڻي قبيلي يا ذات جو جدامجد آهي. ان کي بہ پٽ هئا هڪ منگل راءِ ۽ ٻيو مسور راءِ جن جي اولاد پڻي نالي جي نسبت سان پڻي چورايو.

راجا کان پوءِ منگل راءِ گادي تي ويٺو جنهن تي غزني جي طرف کان حملو ٿيو ۽ هو مقابلي جي همت نہ ساري سگهيو ۽ راجستان جي رڻ ۾ اچي لڪو ۽ اتان جي راڄن کي مطيع ڪري نئين طرح سان راڄ ڪرڻ لڳو. هن کي ڇهہ (6) پٽ هئا هر هڪ معظم راءِ، ڪلرسي، مولراج، شيوراج، ڦل ۽ ڪيولا. انهن مان وڏو پٽ معظم راءِ ساٽس سان گڏ هو ۽ باقي افراتفري جي عالم ۾ وڃي هڪ ساهوڪار (وياج خور) جي گهر ۾ پناهہ ورتي، جنهن جي ٻاقور تاڪ قبيلي جي پوميا ستي داس کي هئي، جنهن جي وڏن راجا پڻي جي حڪمرانن پنهنجي عتاب جو نشانو بڻايو هو. تنهن پلاند وٺڻ خاطر ان جي دشمن بادشاهہ ۽ حملي آور غزني جي حڪمران کي اطلاع ڏنو تہ منگل راءِ جي خاندان جا ڪجھ فرد ان ساهوڪار وٽ رهيل آهن.

بادشاهہ هڪ فوجي دستو موڪلي ان کي گرفتار ڪرايو ۽ حڪم ڏنو تہ سالباهن جي خاندان جي فردن کي حاضر نہ ڪيو ويو تہ هن جا سڀ ٻار ۽ ٻچا قتل ڪيا ويندا. ساهوڪار بادشاهہ کي عرض ڪيو تہ اهي راجا منگل راءِ جا پٽ نہ آهن پر هڪ پوميا جا آهن جيڪو اوهان جي حملي ڪرڻ جي خوف کان ڀڄي ويو. جيئن تہ اهو منهنجو مقروض هو تنهن ڪري ان جي عيوض ۾ انهن کي پاڻ وٽ قابو ڪيو آهي.

بادشاهہ هن کان ڏس پتو وٺي ان ڳوٺ جي پوميا کي حڪم ڏنو تہ اهو انهن سميت اچي پيش پوي. جيئن تہ بادشاهہ کي معلوم هو تہ راجپوت ڪڏهن بہ هيٺين ذات واري يا پوميا سان گڏجي دسترخوان تي نہ ويهندو آهي تنهن ڪري هن حقيقت جاچڻ لاءِ حڪم ڏنو تہ اهي نہ رڳو ان سان گڏجي ڪاڌو کائيندا پر پوميان جي ماڻهن جي ڌيئرن سان شاديون ڪندا.

راجا منگل راءِ جا پٽ پنهنجي سر بچاءَ لاءِ ٻي ڪا بہ واٽ نہ ڏسي يا ساهوڪار جي عزت بچائڻ لاءِ اهو سڀ ڪجھ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا جيڪو راجپوت ڪڏهن بہ ڪرڻ گوارا نہ ڪندو آهي. هنن نہ رڳو هنن سان گڏجي هڪ دسترخوان تي ڪاڌو پر انهن جي ڇوڪرين سان بہ شاديون ڪيون، جنهن کان پوءِ بادشاهہ کي يقين ٿيو تہ اهي راجپوت خاندان جا شاهي فرد نہ آهن.

راجا منگل راءِ جي هنن پٽن مان جيڪي اولاد ٿي تن پڻي چورائڻ بدران پنهنجي پيءُ جي نالي جي نسبت سان سڏرايو انهن مان ڪيولا جي جي اولاد ڪيولائي مان بدلجي ڪمهار ٿي ويئي، جنهن کي اسان هاڻي ڪنيار چئون ٿا. ٿر ۽ پارڪر وارا ڪنيار يا ڪنيار سڏائيندڙ سنڌ ۾ راجستان کان آيا آهن جيڪو پڻي جي قوت ۽ حڪمراني وارو علائقو هو. سرڳواسي رائچند هريجن لکيو آهي تہ هي سڄي ٿر ۾ پکيڙيل آهن ۽ مارواڙ کان آيل آهن.

انهيءَ نسلي تعلق جي ڪري هنن کي ڪنير نہ پر ڪنيار سڏيو ويندو آهي جيڪي نسلي طور پڻي راجپوت آهن. هي ٿر ۾ اڪثر ڳوٺن ۾ ٻين هندو ذاتين سان گڏ رهن ٿا ۽ مسلمان اهن ۽ اڪثر ڪنيارڪو ڏنڌو ڪو نہ ڪندا آهن.

هن خاندان مان محمد مقيم ڪنيار هڪ تاريخ ساز شخصيت جو مالڪ هو جنهن جي سيني ۾ ٿرپارڪر جي تاريخ سمايل هئي.

# فقير محمد مقيم ڪنيار جو خانداني شجرو- مٺي



# فقير محمد مقيم ڪنڀار جو خانداني شجرو نمبر-2



# نائي- ٺروارا

نائي کي سنڌ ۾ حجم چيو ويندو آهي. هي سڌريل سنڌي ٻوليءَ جي لفظ ناپڪ (ننهن صاف ڪرڻ وارو) سان ملندڙ آهي ۽ قديم سنڌي ٻوليءَ جي لفظ ناپت مان نڪتو آهي. جنهن جي جديد معنيٰ آهي حجم -حجامت، سنوارڻ- پر سنڌي اڪثر حجم جو لفظ ئي ڪتب آڻيندا آهن، جنهن حجم کي مان هتي نائي طور ذڪر ڪريان ٿو اهو پيشور نائي نه هو پر وقت جي حالتن ان کي نائي بڻائي ڇڏيو.

راڄا ڀٽي جي پٽ منگل راؤ جو زوال آيو ته هو پنهنجي وڏي پٽ معظم راؤ سميت وچي راجستان جي علائقي ۾ پناهه ورتي ۽ پوءِ اتي طاقتور ٿي نئين حڪومت جو بنياد وڌو. هن جا باقي ٻيا پنج پٽ جن وچي هڪ وياج خور وٽ پناهه ورتي هئي، تنهن تي ڳوٺ جي هڪ ٻوميا چغلي هنئين ته هن وٽ سالباهن جي اولاد رهي ٿي. تنهن جي حقيقت کي جاچڻ لاءِ ته هو راجپوت آهن يا ڪا نيچ ذات وارا، جيئن راجپوت، پنهنجي وڏائي ۾ هٺ ڪري پنهنجو مٽ ٻئي کي نه سمجهندا آهن، انهن جو امتحان ورتو ويو، هو سر بچاءَ لاءِ نه رڳو ٻوميا ۽ نيچ ذات وارن سان گڏجي کاڌو پر انهن جي ڇوڪرن سان شاديون ڪيون جنهن ڪري راجپوت نسل وارن جي نظرن ۾ گهٽ ٿي پيا ۽ هو مختلف ذاتيون سڏائي، هيٺين ذاتين وارو پيشو اختيار ڪيو. راجا منگل راؤ جي پنجين پٽ ٿول جي اولاد ناناٽين پيشي اختيار ڪرڻ ڪري نائي سڏي. انهن مان ڪجهه فرد ۽ خاندان ميواڙ ۽ راجستان جي علائقي ۾ رهيا ۽ پوءِ ٿرپارڪر ۾ اچي آباد ٿيا، هينئر سڄي ٿر ۾ ٿهليل آهن. اڄ تائين سندن مذهب هندو آهي ۽ ساڳيو پيشو ٻه جاري رکيون پيا اچن. هنن بابت تفصيل احوال ڄاڻڻ لاءِ ڀٽي ۽ ڪنيار کي پڙهو. هي نسلي طور راجپوت ڀٽي آهن.

# پٽي

سنڌي ۾ قديم چوٽي آهي سنڌ سمون، ڪاڇو چنو ۽ پٽي جيلسمير- جيلسمير سنڌ سلطنت جي دؤر ۾ قديم سنڌ جوئي حصو هو ۽ اتي رهندڙ قديم قبيلا ۽ ذاتيون قديم سنڌ واريون ئي آهن ۽ اڄ به سنڌ ۽ راجستان جي ماڻهن جو نسلي ۽ نسبي تعلق هڪ ئي آهي. سمون، چنو ۽ پٽي هڪ ئي نسل سان تعلق رکندڙ قبيلا آهن.

جيلسمير جيڪو پٽي سان منسوب آهي ان جو اصل نالو مير هو. راجستان ۾ ميدان کي چيو ويندو آهي جيڪو جابلو علائقي ۾ سرسبز و شاداب ماٿري هجي. اُتان جي رهندڙن جي اصليت بابت جيمس ٽاڊ تسليم ڪيو آهي ته هندستان، سنڌ سميت جي اڪثر آبادي اتان جي مقامي نسل وارن جي آهي ۽ خاص ڪري سورج ونش يا اندو خاندان جي ماڻهن جي پيدائش هند ۽ سنڌ جي آهي، اهڙي طرح سان، ڪا به (قديم ترين سنڌي جن جو هاٿي ملڻ مشڪل آهي) ڀيل، مير ۽ گوند وغيره سڀ هڪ ئي نسل سان تعلق رکندڙ آهي.

سري ڪرشن جنهن کي اوتار چيو وڃي ٿو تنهن جو تعلق خاندان اندو جي چندر ونش خاندان سان آهي، جنهن کي اٺ زالون هيون، انهن مان پهرين راڻي ۽ ستين راڻي جي اولاد اڪثريت سان قديم سنڌ جي انهي حصي ۾ رهي ٿي جيڪو ممبئي تائين آهي. ستين راڻي ڄامل هئي جنهن جي پٽ جو نالو سمون هو. جنهن جي نسبت سان ان جي اولاد کي سمہ يا سمن چيو وڃي ٿو ۽ راڻي ڄامل جي پيٽ مان هجڻ ڪري لقب ڄام استعمال ڪندا آهن، جيڪو قديم دؤر جو رواج هو ته گهڻن زالن جي هجڻ ڪري مرد جي اولاد پيءُ بجاءِ ماءُ جي نالي سڃاتي ويندي هئي ۽ ان ڏانهن منسوب هئي.

سري ڪرشن جي وڏي راڻي جو نالو روڪمني هو. جنهن جو وڏو پٽ پرديومن هو. جنهن جي شادي راڻي ٻدر سان ٿي جنهن مان هن کي ٻہ پٽ هئا هڪ انروڌ ۽ ٻيو بجر، بجر مان پٽي قبيلي وارا آهن، هن کي ٻہ پٽ ٿيا، هڪ ناپ ۽ ٻيو کهريا کيهر.

ناپ کي هڪ پٽ پرتي باهو هو، جنهن کي ورثي ۾ سري ڪرشن جون نشانيون مليون، تنهن کي هڪ پٽ باهو بل هو جنهن مالوا جي راجا بجي سنگهہ جي ڌيءَ ڪملاوتي سان شادي ڪئي جنهن کي ڏاج ۾ هڪ هزار خراساني گهوڙا، هڪ سئو هاٿي ان ڪانسواءِ بيشمار هيرا ۽ جواهرات مليا ۽ پنج سؤ خدمت گار رٿن ۽ گاڏين سميت هن جي حوالي ڪيا، جنهن مان هن کي هڪ پٽ باهو ڄائو، جيڪو جواني ۾ گهوڙي تان ڪري مري ويو جنهن کي هڪ پٽ سوباهو هو، جنهن کي سندس راڻي جيڪا مندراج چوهان اجمير واري جي ڌيءَ هئي زهر ڏيئي ماري ڇڏيو، جنهن مان هن کي هڪ پٽ رجهہ هو. جنهن ٻارهن سال حڪومت ڪئي، جنهن ملوا جي راجا بير سنگهہ جي ڌيءَ سوڀاڳ سندري سان شادي ڪئي. جڏهن راڻي اميدواري سان هئي ته هن خواب ۾ ڏٺو ته ان کي هڪ سفيد هاٿي ڄائو آهي، جنهن جي نجومن اها تعمير ڪئي ته هن کي هڪ ناليوارو ۽ بهادر پٽ ڄمندو جنهن جو نالو گج تجويز ڪيو ويو، جڏهن هو جوان ٿيو ته پورب سين جي راجا جديان هن کي پنهنجي ڌيءَ جي سنگ ڏيڻ جي آڇ ڪئي، جنهن کي هن قبول ڪيو، انهيءَ دوران هن کي خبر پئي ته ماڇي قبيلي وارن حملو ڪيو آهي ۽ هو انهن جي حملي کي روڪڻ لاءِ روانو ٿي ويو ۽ افغانستان ۾ غزني شهر جو بنياد پنهنجي نالي گج رکيو جيڪو پوءِ بدلجي غزني ٿي ويو هو.

هن کي هڪ پٽ سالباهن نالي هو. سالباهن قديم سنڌي ٻوليءَ جي لفظن شال ۽ واهن جو مرڪب آهي. جنهن جي معنيٰ آهي سپهہ سالار، جنگجو، هٿيار بند ۽ محافظ. ڪوئيٽا جو قديم نالو شال هو يعني سنڌ جي سرحد جي محافظ چوڪي. جنهن کي پندرهن پٽ هئا جيڪي سڀ جو

سڀ راجا ٿيا. انهن مان وڏو پٽ بلند نالي وارو هو. جنهن کي ست پٽ هئا، هر هڪ ڀٽي، پوڀٽي، ڪولر، جنج، سرمور، پينس، ريڇ.

ڀٽي پنهنجي پيءُ بلند کان پوءِ گادي تي ويٺو. جنهن کي ٻه پٽ منگل راؤ ۽ مسور راؤ هئا جنهن جي اولاد ڏاڏي جي نسبت سان ڀٽي جي نالي سان مشهور ٿي.

جيئن ته اڳ متي سالباهن جي پندرهن پٽن جو ذڪر ڪيو آهي. اهي بلند ڪانسواءِ هي هئا: 2- رسالو 3- ڏهر 4- منڪر 5- بڇ 6- روپا 7- سندر 8- ليکبه 9- جس 10- نيمه 11- بات 12- نيپڪ 13- گنگو 14- مگو ۽ 15 ڪرن.

ڀٽي کان پوءِ سندس وڏو پٽ منگل راؤ گاديءَ تي ويٺو هن تي غزني جي بادشاهه دونديءِ هڪ وڏي فوج سان لاهور ۾ حملو ڪيو. منگل راؤ هيڏي وڏي فوج سان مقابلي ڪرڻ جي همت نه ساري سگهيو ۽ پنهنجي اولاد سميت ٿر ڏانهن ڀڄي ويو، جتي بروهي قبيلي وارا درياءَ جي ڪنارن ۽ آس پاس ۾ رهندا هئا، شايد هي درياءَ هاڪڙو هجي يا اوپرندو ناري يا سنڌو درياءَ جو اهو وهڪرو جيڪو پراڻ سڏبو هو. ان علائقي کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو، جنهن ۾ بوٽا راجپوت، پونگل ۾ پرمار ڏهات ۾ سوڍا ۽ سودرا ۽ راجپوت لودرو ۾ رهندا هئا جن جي وچ ۾ امن ۽ سڪون سان رهيو.

منگل راؤ جي مرڻ کان پوءِ آس پاس جي راجائن ۽ راڄن جي منظوريءَ ۽ مشوري سان سندس پٽ معظم راؤ گادي تي ويٺو جنهن امر ڪوٽ جي سوڍا راجپوت خاندان مان شادي ڪئي جنهن مان ڪيس ٽي پٽ پيدا ٿيا هڪ ڪيهر ٻيو مولراج ۽ ٽيون گوگلي، جن جي اولاد، ڪڇ، ٿر، پارڪر کان وٺي گرنار تائين ڦهلجي ويئي جيڪا ڀٽي، راجپوت ۽ گيتو جي نالي سان سڏجي ٿي.

اهڙي طرح سان مسور راؤ جنهن غزني جي بادشاهه کان جان بچائي اچي لاکوجهنگ ۾ رهيو هو، تنهن کي ٻه پٽ ايپي راؤ ۽ سارن راؤ هئا. انهيءَ مان ايپي راؤ لاکو جهنگ ۾ پنهنجي راجائي قائم ڪري ورتي ۽ ڪافي اولاد ٿيس جيڪي سندس جي نسبت سان ايوريا ڀٽي سڏجن ٿا. سارن راؤ جو ڪنهن ڳالهه تان اختلاف ٿي پيو ۽ پنهنجي الڳ سڃاڻپ اختيار ڪئي، سندس اولاد آبادڪار ۽ هاري ٻڌجي ويئي جن کي سنڌ ۾ ابڙو ۽ سماٽ سڏيو وڃي ٿو. جڏهن ته پنجاب ۽ ٻين علائقن ۾ جاٽ سڏجي ٿي، اٺن وارو جت نه ۾ ڪاشڪار جت.

منگل راؤ جي ٻي اولاد پنهنجي سر بچائڻ لاءِ مختلف خاندانن مان شاديون ڪيون جيڪي راجپوت نه هئا، اهي ڪلور يا جت، موندا جت، شيورا جت، حجام (منگي) ۽ ڪنيار ٿي ويا. شايد ٿر جا ڪجھ ڪنيار، ڪيولا پٽ منگل راؤ جي اولاد مان هجن.

تاريخ اقوام پونڇ ۾ محمد دين فوق لکي ٿو "شجري جي مطابق شري ڪرشن جي يارهين پشت ۾ مهاراجا سالباهن اول جو نالو اچي ٿو. هن جي ستن پٽن مان سڀ کان وڏو پٽ ڀٽي هو(ٽاڊ جي ڏنل شجري ۽ ٻين جي مطابق سالباهن کي پندرهن پٽ ها، ان جي وڏي پٽ بلند کي ست پٽ هئا جن ۾ ڀٽي وڏو هو) ان جي يارهين پشت ۾ راؤ جيسل هو جنهن جيسلمير نالي تي هڪ رياست قائم ڪئي، جنهن کي چار پٽ هئا، انهن مان هڪ جو نالو "هيمر" هو، جنهن جي اولاد جت سڏجي ٿي ۽ مهاراجا پٽيالا ان جي اولاد مان آهي.

ڀٽيانه جو علائقو جيڪو سرسه ۽ حصار تائين ڦهليل آهي ان ڀٽي جي نالي موسوم ٿيل آهي، جنهن جي اولاد آهسته آهسته سڄي پنجاب ۾ ڦهلجي ويئي. جيئن ته جمون ۽ ڪشمير جا علائقا جن ۾ پونڇ به شامل آهي ۽ پنجاب سان گڏ آهي. انهيءَ ڪري اتي به ڀٽي راجپوت آباد ٿي ويا ۽ پنهنجي عروج جي زماني ۾ ڪشمير تي به حڪومت ڪئي ۽ جڏهن هندستان ۾ مسلمان بادشاهن جو دور شروع ٿيو ته اڪثر قومون اسلام ڏانهن راغب ٿيو، جن ۾ ڀٽي راجپوتن جي اڪثريت به شامل هئي. اهو صحيح طور تي معلوم نه ٿي سگهيو ته ڪنهن وقت ڪهڙي بادشاهه جي دور ۾ ڪنهن اسلام جي مبلغ جي هٿ تي سڀ کان پهريان ڪنهن ڀٽي خاندان اسلام قبول ڪيو.

اسان جي تحقيق موجب ڀٽي شري ڪرشن جي اولاد هجڻ جي ناتي اصل ۾ قديم سنڌي آهن، جيڪي شروعاتي دور ۾ درياءَ سنڌ جا باشندا هئا، انهن اتان عروج حاصل ڪيو ۽ افغانستان تائين وڃي حڪومت هئي ۽ راجا سالباهن کان پوءِ هنن جي زوال جو دؤر شروع ٿيو ۽ هو واپس وري راجستان ۽ سنڌ جي علائقن ۾ وڃي آباد ٿيا، جتان وري زور وٺڻ شروع ڪيو. سڀ محقق ان ڳالهه تي متفق آهن اٺ، نو سؤ سال اڳ هي راجستان کان نڪري موجوده پنجاب جي علائقن تي قابض ٿي ويا، هي جوئيه ۽ لانگاهه قبيلن جي زمينن تي قبضا ڪري ستلج جي آس پاس واري علائقن کي پنهنجي قلمرو جو حصو بڻايو ۽ 1156ع ۾ جيسلمير رياست جو بنياد وڌو. جنرل ڪننگهم جي مطابق، ڀٽي راجپوت ڪوهستان نمڪ ۽

ڪشمير ۾ آباد هئا جن جي گادي جو هنڌ گجني پور (اصل ۾ غزني پور، راولپنڊي جي ويجهو اسان جي تحقيق موجب راجا گج سنڌ جي علائقي مان نڪري افغانستان جي ڪيترن علائقن کي فتح ڪيو ۽ پنهنجي نالي تي هڪ شهر گنجي پور آباد ڪيو جيڪو موجوده غزني شهر آهي هن غزني سلطنت جو بنياد رکيو هو، هن کي خراسان جي حاڪم حملو ڪري قتل ڪري ڇڏيو. راجا گج جي اولاد غزني کان ٻي دخل ٿيڻ جي ڪري راجا گج جي ياد ۾ راولپنڊي جي ڀرسان نئون شهر گنجي پور ٻڌو) هو. راجا گج جي ٽين پٽ راجا سنگهه راولپنڊي جي ايوب نيشنل پارڪ جي هنڌ هڪ قلعو راول نالي تعمير ڪرايو هو. راجا سنگهه کان پوءِ ٻي صدي عيسوي ۾ سٿين هنن کي جهلم درياءَ کان پري وڃن تي مجبور ڪيو. جهلم جو اصل نالو تلہ (تلهو) جو گيان (جوڳي) هو. راجا رسالو سل ڪوٽ جي نالي تي شهر ٻڌو جيڪو اڄ سيال ڪوٽ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. هن خاندان جي ڪشمير تي حاڪميت 1839ع تائين قائم هئي.

جنرل ڪننگهم، ڀٽي قبيلي جو سراسر جائزو وٺندي لکي ٿو ”ڀٽين جا انقلاب عجيب ۽ غريب طريقي سان رونما ٿيا، ڪڏهن هي قوم ڏکڻ هندستان مان نڪري سنڌ جي ڪنارن تي تسلط قائم ڪري ٿي، ڪڏهن افغانستان، خراسان، ڪشمير ۽ پنجاب جي مٿين علائقن تي قابض ٿئي ٿي ۽ ڪڏهن خانہ بدوشن وانگر جهنگ جو رستو وٺي ٿي ۽ راجپوتانہ جي رڻ ۾ گوڏا کوڙي ويهي رهي ٿي اتي بہ گهٽي عرصي تائين پير ڄمائي نہ ٿو سگهي ۽ پوءِ ستلج جي ڪناري ملتان جي علائقي تي قبضو ڄمائي ٿو.“

مغل دؤر ۾ راوي ۽ سنڌ جي وچ واري علائقي کي ”دلي دي بار“ چوندا هئا. جتي ڀٽي خودمختار حاڪم هئا. اڪبر بادشاهہ جي وقت ۾ دلا ڀٽي ان علائقي جو حاڪم هو. ان جي حڪم تي مرزا نظام الدين حملو ڪري دلا ڀٽي کي گرفتار ڪيو. اڪبر مغل بغاوت جي الزام ۾ موت جي سزا ڏني. سندس قبر لاهور جي مياڻي قبرستان ۾ آهي.

جڏهن ڀٽي جيسلمير کان نڪري ملتان ۽ پنجاب جي علائقن تي قبضو ڪري رهيا هئا، تڏهن ڪيترا ڀٽي سنڌ ۾ اچي رهيا ۽ هالن وارن ڀٽين جي جدامجد جو اصل نالو ارجن هو. هو جيسلمير جو حاڪم هو. هن جي وقت ۾ مشهور بزرگ غوث بهاؤ الدين زڪريا ملتاني جيسلمير ڏانهن ايندو ويندو هو. هڪ دفعي هنن کي منع ڪئي وئي تہ هنن جي اچڻ ڪري بارش نہ ٿي پوي ۽ ڏڪار جهڙي صورتحال پيدا ٿئي پوي ٿي. بهاؤالدين زڪريا راجائي حڪم ملڻ باوجود پنهنجي ارادي تان نہ هٽيو، جنهن ڪري راجا ارجن ان کي روڪڻ لاءِ پاڻ نڪري پيو، اجا ويجهو آيو تہ برسات جي پالوٽ شروع ٿي ويئي. راجا ارجن اهو معجزو ڏسي بزرگ جو مريد ٿيو ۽ دين اسلام اختيار ڪري راجائي کان لاتعلق ٿي دين اسلام جي تبليغ ۾ لڳي ويو. مخدوم صاحب هن جو اسلامي نالو عبدالله رکيو.

غوث بهاؤالدين زڪريا هن کي سنڌ ۾ رهڻ جي هدايت ڪئي هو ڦريان اچي ڀاٽوٽ کان اتر اوڀر طرف واري ڳوٺ ڳاهوٽ ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي دفن ٿيل آهي. ان کي مخدوم عبدالله جو مقام چون ٿا.

هن ئي خاندان جو هڪ بزرگ مخدوم احمد نالي وارو ٿي گذرو آهي جيڪو ڳوٺ ٽوري (ڪن جي مطابق هالہ ڪندي ڀرسان ڳوٺ هو ڪن جي مطابق هالہ ڪندي هڪ پاڙو هو) اتي سندس مزار هئي جنهن کي درياءَ سنڌ 11 ربيع الثاني 1178 هجري تي پاتو ۽ 19 تاريخ تي ان جي مزار تائين پهتو جنهن ڪري سندس نعش ڪيدرائي، ساڳي مهيني جي 25 تاريخ تي نئين هالا ڪندي يعني موجوده پراڻن هالن ۾ دفن ڪيو.

سنڌ ۾ ڀٽي مختلف هنڌن، ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهن ٿا، انهن مان محترم رشيد ڀٽي ناليوارو اديب ٿي گذريو آهي ۽ نوابشاهہ جي ڀٽين محمد عيسيٰ ڀٽي پنهنجي وقت جي نالي واري شخصيت هئي.

ٽاڊ پنهنجي مشهور ڪتاب راجستان ۾ لکي ٿو تہ ڀٽي اصل ۾ يانڀي هو مسلمان ٿيڻ کان پوءِ ڀٽي سڏيو ويو.“ هن جو مورث اعليٰ راجا جت سالپور آهي ۽ هي 786هجري تائين هندو هئا. ايورا ڀٽي جڏهن مسلمان ٿيا تہ ”ميمڻ“ يعني مؤمن مطلب نوان مسلمان سڏيا.

## سنڌ جي ڀٽين جا پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ٻيلاڪاٽي | (2) بوبا | (3) ڏامراہ |
| (4) ڏگهہ | (5) ڳاجني | (6) ڳورڙ |
| (7) جنگهاڻ | (8) جهتيال | (9) ڪمبو |
| (10) ڪمالاٽي | (11) ڪرماٽي | (12) ڪڇي |
| (13) ڪوڪريو | (14) لڪ سيال | (15) لوهاٽي |
| (16) ماهوٽا | (17) ميڪڻ | (18) منهاٽي |
| (19) ميراٽي | (20) راهوراٽي | (21) راڄاٽي |

(22) راشداڻي (23) ساهتاڻي (24) ساندل
(25) سنجواڻي (26) شاهاڻي (27) سومراڻي
(28) ورڪ

## ڀٽي پاڙا

(1) تاجاڻي (2) مجيداڻي (3) ڪاهياڻي
(4) بهادراڻي (5) ڏنگاڻي (6) هاشماڻي
(7) دائماڻي (8) رئساڻو (9) منياڻي
(10) عبدلاڻي (11) خيمساڻي (12) آچراڻي
(13) الهرڪياڻي (14) يعقوباڻي (15) انيهڙ
(16) مريداڻي

## ٽل جا ڀٽي

| پاڙو | چڱو مڙس/ مشهور ماڻهون |
|---|---|
| نوراڻي | دولت خان ڀٽي پنهنجي وقت جو مشهور پهلوان |
| برهماڻي | رئيس خان ڀٽي |
| سومراڻي | وڏيرو صاحب ڪان ڀٽي |
| سهتائي | رئيس محبت ڀٽي |
| رجباڻي | رئيس اصغر ڀٽي |
| ڪاچيلو | رئيس مغل ڀٽي |

## ڀٽين جا اهي پاڙا جيڪي هن وقت سنڌ، پنجاب ۽ راجستان ۾ رهن ٿا.

(1) اڀوير (2) انڙ (3) پاچوڙ
(4) برار (5) بڙا (6) بريرا
(7) وريا (8) وراء (9) بندا
(10) بنديلا (11) ڀٽ (12) بنگيال
(13) ڀنڌ (14) ڀٽا (15) ڀاٽيا
(16) ڀٽو (17) ڀٽوبي (18) ڀڪرال
(19) ڀون (20) مخدوم عبدالله جا (هالا)
(21) ڀورچ (22) ڀٽيانڻ (23) چوديھ
(24) ٽاٽوني (25) ٽوانڻ (26) جدون
(27) چڀ (28) جاٽو (29) جامر
(30) ڏاڙي وال (31) ڏميال (32) رائو يا راء
(33) راول (34) رنڌاوا (35) سمہ
(36) سويہ (37) سهوترا (38) سيدا
(39) سيال (40) سوڏل (41) ڪل وال
(42) ڪوٽڙپال (43) گجرال (44) گهلو
(45) اوڏ (46) گجر (47) لاڙ
(48) لنگڙيال (49) لوهہ ڏڙ (50) مڪوال
(51) منج (52) منهاسُ (53) مترو
(54) همر (55) مهوڻ (56) مهلو
(57) فون (58) ننگي وال (59) نائجر
(60) وٽو (61) ويرڪ (62) هٽيار
(63) جهاٽ (64) مونڊرا (65) وهمي وال
(66) پهوڙ (67) سنڌراڻ (68) وڙائچ
(69) نائچ (70) چغتائي (71) ڪونر
(72) سارن جت (73) ڪلوريہ جٽ (74) سيورا جٽ
(75) پوريہ جٽ (76) نيپال (77) ڪرل
(78) سڏو برابر (79) هرل (80) سٽوجاٽ
(81) ميڪن (82) اترائو (83) ڀوڏي
(84) گهيبا (85) سومرا (86) تارڙ
(87) اتلس (88) مورالي (89) رانجها
(90) الپيال منجهو ڀٽي (چوڌري نثار ن ليگ)
(91) ورڪ
(92) لکن پال (راءُ خضر حيات خان 4 دفعہ ايم اين اي)
(93) مونجهن (94) ميويا (95) ميونا
(96) مؤ (97) ميوو (پهاڙي علائقا جا ڀٽي)
(98) ماير منهاس (99) گولو (100) گهريلو
(101) ڪوروڊ (102) ڪورڪاڻ
(103) سرائي (درياء جي ڪناري تي رهندڙ سرائڪي ڳالهائيندڙ)
(104) رئسسي (105) ڊالي (106) ڊيئر
(107) جاٽو (108) توڙ (109) ڀٽيار
(110) چنڙ (111) ٿهيم (112) ملتاني
(113) بالڪا (ڪرشتي جي ڀاءُ بلرام جي نسل مان)
(114) سيوي (سبي طرف رهندڙ) (115) اتيرا
(116) ڪانجو (117) ڪليار (118) سنگا
(119) ڀاڙي (120) پليپي (121) گل
(122) ڊال (123) منگلا (124) سنگر
(125) سنڌو (126) ليل (127) نول
(128) پوجيہ (129) تانوري (130) سڌو
(131) ڏهر (132) وسلي (وصلي) (133) ڏلو

(134) سموء (135) گڊ گوريه (136) سر موڙيه
(137) لوڏرا (138) مونون (139) گدو
(140) جادو (141) بورچا (142) ڊارڙ
(143) بوٽا (144) لڏل (145) خيرا
(146) کير (147) ڊيز (148) ميسر
(149) ڪورڊ (150) منو هتيار (151) منو
(152) دب (153) وڍ (154) مهتا
(155) مسترو (156) چاندل (157) بيت پانبه
(158) مسارائي (159) لونا (160) سرا
(161) ليڊ (162) بو (163) مچ
(164) لڏو (165) ڪيجي (منجهو پٽي)
(166) هونجن (167) لجوا (168) ڪيڊُ
(169) متيرو (170) ترائي (171) ميان پال
(172) هرپال (173) راجپال (174) بيد پال
(175) نين پال (176) سين پال (177) پرو پال
(178) تاڪم پال (179) گانجهڙ (180) چترسين
(181) وسير (182) رٽ (183) ڦولر
(184) ڪانيا (185) ماڪا (مهر پٽي)
(186) منگريو (مهر پٽي) (187) هتيار (بکل)
(188) تڙپال (189) جنلوڪ (190) جاٽ
(191) پاؤ (192) جيسد (193) سنگراؤ
(194) تعار (195) جريجا (196) پيپل
(197) سنبلي (198) مستيال (199) دتيال
(200) پومي (201) ڍول (202) ڍالي
(203) سوهال (204) ڪُورو ڪانه (205) منڌ (مندا)
(206) ڪنيال (207) راجڙ (208) ڪلس
(209) ناگي (210) دليل (211) سرا
(212) چنيان (213) سرويه (214) ڌالي وال
(215) ڪلچي (216) ياٽ (217) پانڙ
(218) بسين (حافظ آباد وارا) (219) بسين ڪتري
(220) بسين برهمڻ (221) چاندڪيه (222) سنيگر
(223) رائين (224) ابڙا (ڪيهر راجا پٽ)
(225) ممدوٽ (226) سلهريا
(227) نڙول (ڪشمير جا پٽي) (228) ڪافربو
(229) روپ لال (230) انند پال (231) متن پال
(232) بار (233) اوڙا (234) ڪانجن
(235) سعيد جا عرف شهيد جا

(236) موجا جا پٽي (237) ڪفي جا
(238) پڙو لال واري جا پٽي (239) دولي جا
(240) قاسم جا (241) رائجه (242) متر جا
(243) خان محمد جا (244) جهورڙ (پرياهه پٽي)
(245) ڊوگر (246) مير (247) بٽ
(248) مين پال (249) گور پال
(250) نوحاڻي (سجاول جا پٽي)
(251) چنجڻي (ٽر جي پٽڻ جو پاڙو)
(252) دلي پٽي جا (253) بلا ڪاٽي سنڌ ۾
(254) بوبا سنڌ ۾ (255) ڏامراه سنڌ ۾
(256) ڊگ سنڌ ۾ (257) گاجاٽا سنڌ ۾
(258) گودڙ سنڌ ۾ (259) جهانگڻ سنڌ ۾
(260) جهتيال سنڌ ۾ (261) ڪمبوهه سنڌ ۾
(262) ڪڪيارو سنڌ ۾ (263) لڪراٽي سنڌ ۾
(264) لوهاڻي سنڌ ۾ (265) منهاڻي سفڌ ۾
(266) ميراڻي سنڌ ۾ (267) راهوراڻي سنڌ ۾
(268) راجهاڻي سنڌ ۾ (269) رشيداڻي سنڌ ۾
(270) سهتاڻي سنڌ ۾ (271) صندل سنڌ ۾
(272) سنجواڻي سنڌ ۾ (273) شاهاڻي سنڌ ۾
(274) سومراڻي سنڌ ۾ (275) ڪهرا سنڌ ۾
(276) سردانه (277) سمراٽ (278) ديرجا ڪشمير
(279) اميرجا (گجرانوالا) (280) راسل پنجاب
(281) ڪلال (سنڌ ۽ پنجاب)
(282) سانس پال (رنجيت سنگهه، سانسي)
(283) منڊي وال (هندستان)
(284) سينسرا پٽي (محراب، نوشهروفيروز
(285) بودلا (ونو پٽي جي شاخ)
(286) ترگر (تر گڙهه) (287) سهنپال (ملتان)
(288) ڏلو (پنجاب) (289) مسؤجا (پسين پٽي)
(290) حاتيجا (لکن پال پٽي)
(291) راءِ بلار جا (مين پال پٽي)
(292) راءِ ڪرم جا (مين پال پٽي)
(293) راءِ رحمت جا (مين پال پٽي)
(294) راءِ حسين جا (مين پال پٽي)
(295) راءِ هدايت جا (مين پال پٽي)
(296) راءِ اڪرم جا (مين پال پٽي) راجا شاهجهان
(297) راءِ بشير جا

(298) رائو حضر حيات جا (لکن پال) احمد خان پٽي ايم پي اي
(299) رائو محمد ارشد جا (لکن پال)
(300) رفيق الحق (لکن احسان الحق خان)
(301) داداڻي (سنڌ)
(302) بولاڻي (سنڌ)
(303) بخشاڻي (سنڌ)
(304) مانجهاڻي (سنڌ)
(305) ميواڻي (سنڌ)
(306) ميواڻي (سنڌ)
(307) خيراڻي (سنڌ)
(308) ملاڻي (سنڌ)
(309) ڪمالاڻي (سنڌ)
(310) خاناڻي (سنڌ)
(311) قاچاڻي (سنڌ)
(312) ڪڇي پٽي (سنڌ)
(313) دماڻي پٽي (سنڌ)
(314) بدونيہ (سنڌ)
(315) بهمڻ (سنڌ)
(316) کوکر (سنڌ)
(317) چوهاڻ (سنڌ)
(318) اگوان (سنڌ)
(319) پاٽي (سنڌ)
(320) ملاوت (سنڌ)
(321) ڪاني وال (سنڌ)
(322) واڻي (سنڌ)
(323) بهتريہ (سنڌ)
(324) پڙواليہ (سنڌ)
(325) تاجاڻي (سنڌ)
(326) بهادراڻي (سنڌ)
(327) ڏڳاڻي (سنڌ)
(328) هاشماڻي (سنڌ)
(329) دائماڻي (سنڌ)
(330) مجيداڻو (سنڌ)
(331) رئيساڻي (سنڌ)

## پنهي جو شجرو


ڪرشن
جامل مان
رڪمڻي مان
سمون
اولاد سنڌ سمه
جاڙيجا ۽ ڪڇ وارا
پرديومن
انروڌ
تفصيل اولاد الڳ آهي.
بجيراء
ناپ
ڪهر
پرتي باهو
جاڙيجو
جوپان
باهوبل
زال ڪلاوتي ڌي ٻجي سنگهه راجا مالوه قوم پهندر.
سوپايو
هن کي سندس زال جيڪا مندراج چوهان جي ڌيءُ هئي نرهر ڏنو.
مرجهه
زال سوڀاڳ ڌي بير سنگهه راجا مالوه. هن خواب ۾ ڏٺو ته هن کي هڪ سفيد هاٿي ڄائو. ڪيس تعبير ٻڌائي ويئي ته هڪ بهادر پٽ ڄمندو.
گج
جدپان هن کي پنهنجي ڌيءُ ڏني.
سالباهن
بلند رسالو ڏهر منگر بچو روپو سندر پرڪيه جس ڪرن نيمو مات گنگو جگو
پنهي پوپتي ڪولر جنج سومور پنيس ريچ مگريو پسردومي
چڪتو اولاد چغتائي
جويا ۽ جنجوعن جو ولڏو
اولاد جنج چورايو
چهبو گوڪل مهاراج هنسا پاون راسو جگو
شيوداس رامداس راسو ڪرشن سمون گنگو پاگو
ويوسي پيرون کيمر خان ماهر جيپال ڏرسي پجلي خان شاه سمند
راجا جئپال پاگت
ذات وارن جو ولڏو شجرو ڏنل ويو آهي



بلند
سندس اولاد پنئي ۽ جت چورائي ٿي
پنئي
مسوراؤ غزني جي حاڪم جي حملي جوتاب نه سهي لاڪي جهنگ ڏي ڀڄي ويو. جتي هاري ماڻهون رهندا هئا. تن کي مطلع ڪري ان علائقي جو مالڪ بڻجي ويو.
مسوراؤ
منگل راؤ
منگل راؤ غزني جي حاڪم جي حملي جي ڊپ کان پنهنجن ڪن پٽن سميت رٽيٽ يعني ٿر ۽ ڪڇ ڏانهن هليو ويو اتي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي.
سارن راؤ
ايي راؤ
اولاد سارن جت جي نالي سان مشهور ٿي.
اولاد ايوريا پنئي چورايو
هنن جي اولاد به جت سڏي ويئي
ڪيولا
قول
شيوراج
مولراج
ڪلرسي
معظم راؤ
هنن جي اولاد به جت چورايو
معظم راؤ عمرڪوٽ جي سوڍي راجا جي ڌي سان شادي ڪئي جنهن مان
گوگلي يا گوگل
مولراج
ڪيهرا
چنه راجپوتن شڪار ڪندي کيس قتل ڪري ڇڏيو.
گيگو
رانو
ڊوڪر
پهوڙ
بور
ڪولزو
جئپال
اولاد پهوڙ ذات
تهيم
ڪافريو
چنڙ
اوتي راءِ
تنو
راڪيچو
الڙ
جي تنڪ
مڪور
بجيراءِ
چوهڙ رڪن سي
رتن سي
گرراج
گولو
ڏڪا
مهولا
سپئي اوسوال ذات جا سڏجن.
اولاد سوتر سڏجي ٿي.
راڪيچو
ياوٽي
ترپال
ويوسي
اولاد راهاري جت جيڪي ڪاڇي ۽ وارهه تعلقي ۾ به رهن ٿا.

## راول اگر سين عرف سالباهن بيو

جنهن جي اولاد سرموڙ رياست جو بنياد وڌو ان جو تفصيل



## پنيءَ جو شجرو



جادم
پوپٽ
پني
ڪمرداه
جيهرم
مند
ڏادداس
پاسو
اوتارڏي
ڏوساج
راٺو
ٻجهراءِ
ڏوجن سل
منگريو
راٺو تريو
ڪيراج
همير
پرجاڪ
اوڏ
وجاند
ويرسيو
ويو
راءِ پنجو


مارو
ميهاجر
ڀيا
ڀيي
آسودو
سڪرو
سڪيو
هرجاڪ
هالو پچو
چنو
پاتو
ڏتو
(1)
ويو
(پٽ جي اولاد ڪونه)
موٺڙ
(2)
شيخ
(3)
حاجي
(پٽ جي اولاد ڪونه)
صاحب
(پٽ جي اولاد ڪونه)
جنيد
نصر
هالو
هبي (ڌي)
سمي (ڌي)
برهان
پلو
عيسي
جوڳي


برهان
وسند
ساپو
الياس
پلو
طيب
جنيد
ابراهيم
ماڪو
ملان عبدالله
ملان محمد
نصو
هاٿو
چنو
ٿارو
ڪڪي (ڌيءُ)
مهر علي
ڏوٿو
ورند
اٽل
ميهر
ربو
الهيار
آدم
صالح
جنيد
نوح
سليمان
طالب
ساڄن
سهراب
هندال
مٺو
متارو
دائود
ستابو
صالح


جنيد
متارو
حسن
هالو
فتن
آيو
اوپايو
شريف
پريو
حسن
عنايت
احسان
ولهار
رکيو
طاهر
قاضي
ڪمال
ساپ پيو
يلو
ڪوڙو
يونس
بکر
شرف الدين
جنيد
بکر

## اولاد پاروَ

(1)


ڏاتو
پارو
ڪبڙ
سنجر
تونئر
عزت
راڻو
جاني
راهو
جيوڻ
ٹوڪ
متو


(2)
موٽڻ
هاشم
چنيسر
اپورو
منو
ڪبڙ
ماڪوڙو
موتيابو
ايوب
موريو
ويو
بابو
ڏتو
يعقوب
نمره


(3)
شيخ
عيسيٰ
ڪنڻ
مهرو

# نوابشاھ جي پٺين جو شجرو



## پنئي جي هي شجري مطابق اولاد



# جيسلمير جا ڀٽي حڪمران

مها راجا مهاراول
1530ع - 1554ع

مها راجا مهاراول ملهہ ديو
1554ع - 1562ع

مها راجا مهاراول هراج
1562ع - 1578ع

مها راجا مهاراول بيم سنگهہ
1578ع — 1624ع

مهاراجا مهاراول ڪلياڻ داس
1624ع — 1634ع

مهاراجا مهاراول منوهر داس
1634ع — 1648ع

مهاراجا مهاراول رامچندر
1648ع — 1654ع

مهاراجا راول سڪيل سنگهہ
1651ع — 1661ع

مهاراجا مهاراول امر سنگهہ
1661ع — 1702ع

مهاراجا جسونت سنگهہ
1702ع — 1708ع

مها راجا مهاراول ٻڌا سنگهہ
1708ع — 1722ع

مها راجا مهاراول اضي سنگهہ
1722ع — 1762ع

مها راجا مهاراول مولراج سنگهہ
1762ع — 1819ع

مها راجا مهاراول گج سنگهہ
1820ع — 1846ع

مها راجا مهاراول رنجيت سنگهہ
1846ع — 1864ع

مهاراجا مهاراول جرجي سل سنگهہ
1864ع — 1891ع

هزهائينس مهاراجا مهاراول سال واهن سنگهہ
1891ع — 1914ع

هزهائينس مهاراجا مهاراول سر جواهر سنگهہ بهادر جي
1914ع — 1949ع

مهاراجا مهاراول گردار سنگهہ بهادر جي
1949ع — 1950ع

هزهائينس مهاراجا راول رگوناٿ سنگهہ
1950ع — 1982ع

هزهائينس مهاراجا مهاراول بريج راج سنگهہ ڀٽي بهادر
1982ع — اڄ تائين

# شجرو خاندان ڪراڙ پنهي

جادم

پوڻ

جنهن جي پشت مان



# پاتوپيٽيءَ جي اولاد جو شجرو



# هالوپوٽي جي اولاد جو شجرو



# نصوپٽي جي اولاد جو شجرو



## سنڌ جي پٺين جو شجرو

سنڌ ۾ رهندڙ قديم پٺين جو تعلق هن شجري سان آهي ۽ جيڪي سکر، لاڙڪاڻي ۽ نوشهروفيروز ضلعن ۾ رهن ٿا.



## پٽي قبيلي جو شجرو




پٽي سلسلو_ اولاد ٻجي راءِ
ٻجي راءِ
راءِ گورپال
راءِ جيس
هرپال
اولاد
هرپال پٽي
سومر پال
پال
اپني پال
سانس پال
اولاد جت (جاٽ)
جنهن مان
راجا رنجيت
سنگهه هو
پرا پال
اولاد
پٽي
رتن پال
نيبن پال
اولاد
نپال
پٽي
لکن پال
مين پال
اولاد
مين پال
پٽي
بير پال
مهاراجا ڪپورٿلا
هن جي اولاد مان هو
راءِ مهنگرائي
سهنگ راءِ
راءِ گوندرائي
راءِ هري
اولاد
توئي راجپوت
راءِ لنجر
شجرو
الڳ آهي
چاهڙ راءِ
ماءُ جت ذات
مان هجڻ ڪري
جت سڏبا
ميلو راءِ
اتو راءِ
اولاد
پٽي سڏجي ٿي
ڏير ديو
اولاد ڏير جي پٽي
حافظ آباد ۽ پنڊي
پٽيان ۾ آهي

## ڀٽي سلسلو - اولاد راءِ انبر



## شجرو پٽني بزرگ هالا



# ڪرل

ڪرل ذات پنجاب کان لڏي آيل چند فردن جي ذات آهي جيڪي هينئر بہ اقليت ۾ ٿورائيءَ ۾ رهن ٿا. ڪرل ذات وارن جو ڪو بہ پنهنجي ذات جو راڄ ياڳ ڪونهي. هو هتي پنهنجي محنت، حرفت، چالاڪي، ڪاسورڪي ۽ سياسي اثر رسوخ ڪري ملڪيتون ٺاهي ويٺا آهن. مسٽر جيمس ناڊ ڪرل ذات سڏائڻ جي سبب ۽ اصليت متعلق لکي ٿو تہ "جڏهن ميواڙ جا شهزادا محلن مان نڪري شڪار تي ويندا هئا تہ ساٽن وزير، نوڪر، چاڪر، فوج ۽ راڄن جا چڱا ساڻ هوندا هئا. انهيءَ شڪاري لشڪر کي ضرورتن جون شيون مهيا ڪرڻ کان علاوه رڌ پچاءُ لاءِ ڪاٺيون مهيا ڪرڻ واري کي ڪرل چيو ويندو آهي.

ڪرل کي راجپوت قبيلي ۾ شمار ڪيو ويو آهي پر پنجاب جي ڪن علائقن ۾ هنن کي جاٽ ۾ شامل ڪندا آهن جن کي اسان جي تحقيق موجب زراعت ڪار هجڻ ڪري سڏيو ويندو آهي. سنڌ جي جٽ ۽ پنجاب جي جاٽ ۾ نسلي طور ۽ معنيٰ ۾ وڏو فرق آهي. هي راجستان کان نڪري جالندر ۽ پنجاب کان سواءِ ايبٽ آباد ۽ هزاره تائين پکيڙجي ويا. مسٽر ميڪليگن جي مطابق راوي قبيلا ٻن حصن ۾ ورهايل آهن، هڪ وڏو راوي قبيلو ۽ ٻيو ننڍو راوي قبيلو. وڏو راوي قبيلو زراعت ڪار ۽ آبادگار آهي ۽ ننڍو راوي قبيلو پاڳيا مال وند آهن، ڪرل انهن مان پهرين قبيلي ۾ شمار ٿئي ٿو. يعنيٰ زراعت ۽ آبادگار آهن. اورنگزيب عالمگير جي دؤر ۾ هنن کي ڪماليہ ۾ جاگير مليل هئي، انهيءَ خاندان مان لاڙڪاٺي جو لاهوري گهراڻو آهي جنهن جو ذڪر پنهنجي جاءِ تي ٿيندو. ڪماليہ سندن سردار ڪمال خان آباد ڪيو هو.

ڪرل راجا ڪرن جي اولاد پوپا يا پرپا جي اولاد آهن. جڏهن تہ جهنگ ۾ رهندڙ ڪرل پنهنجو تعلق پنوار راجپوت راجا جگديو سان ملائيندا آهن، جنهن جو سردار بڻي يا بڻي ڪرل سلطان محمد غوري جي وقت ۾ هو. هي اڇ جي بزرگ شير شاه جلال الدين سرخ پوش جي هٿ تي مسلمان ٿيا. جڏهن تہ راجا ڪرن جي اولاد جيڪا ڪرل سڏي آهي. اهي راجستان کان نڪري اڇ شريف ۾ آيا ۽ اتي مخدوم شاه جهانيان جي طفيلي اسلام قبول ڪيو ۽ اتان سڄي پنجاب ۾ ڦهلجي ويا. هنن متعلق سر ليپل گريفن لکي ٿو "هر تاريخي عهد ۾ ڪرل فسادي، وحشي ۽ چور رهيا آهن."

شاهان گجر ۾ مولوي عبدالمالڪ ڪرل کي باجوه قبيلي جو هڪ پاڙو قرار ڏيئي ٿو جيڪي جاٽ آهن. تن جو مورث اعليٰ ڪرل نالي وارو هو جيڪو دکن کان لڏي پنجاب آيو هو. تنهن جي اولاد سندس نسبت سان ڪرل چورايو. هن ذات وارا خيرپور ۽ لاڙڪاڻي ضلعي کان علاوه سنڌ جي ٻين هنڌن تي رهن ٿا. ٺالي وارو ڪهاڻيڪار نسيم ڪرل جو تعلق بہ هن ذات سان آهي.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| 1. جگ سين | 2. سالار سين | 3. گوگيرا |
| 4. توگيرا | 5. ممڪيرا | 6. چوهريڙا |
| 7. ساهي | 8. پندارا | 9. رڻ سين |
| 10. جگوبرا | 11. فتويرا | 12. درويشيا |
| 13. چهلڪ | 14. جويرا | 15. گدن |
| 16. ڪلڪلا | 17. جهيڪا | 18. پروپيا |
| 19. مياٽو | 20. صاحب | 21. زندگاٽي |
| 22. مهاروي | 23. منگهيروي | 24. ميان |
| 25.صاحب اليسر | 26. ڪرل | |

# سهول

سهول، سنڌ ۾ پنجاب کان لڏي آيل ذات آهي. هي اصل ۾ امرتسر جي علائقي جي زراعت پيشه ذات آهي، جيڪا ڪنهن سبب جي ڪري ملتان ۾ اچي رهيا. بنيادي طور چوهاڻ راجپوت نسل مان آهن جنهن مان راجا پرٿوي راج هو. هنن جو سري جي علائقي ملتان ۾ رهڻ ڪري سنڌن جي ٻولي ٻه سرائڪي ٿي ويئي جنهن ڪري ڪن جي خيال مطابق هو جت نسل مان آهن پر ائين ڪو نه آهي. هنن جو مورث اعليٰ سهول، مهاڳ خاندان مان هو، جنهن جي نالي جي نسبت سان سندس اولاد سهول چورايو.

هي سنڌ ۾ ٿورو عرصو ٿيو آهي جو لڏي آيا آهن جنهن ڪري سنڌ جي سرائڪي ذاتين ۾ ان جو شمار ڪونهي. دادو ضلعي جي تعلقي ميهڙ ۾ سندن ڳوٺ آهي ۽ زميندارن ۾ انهن جو شمار آهي. هو ڏاندن جي گوءِ ۽ ڪڪڙن جي ميل جا شوقي آهن، انهيءَ ڪري ٿوري عرصي ۾ پنهنجو نالو ڪيرايو اٿن. سنڌ ۾ هن ذات مان نياز حسين سهول ۽ اعجاز حسين سهول نالي وارا آهن.

# ورڪ يا ورڪ

هي رڳو قديم لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي قمبر جي ڳوٺ ديدڙ ۾ رهن ٿا. اصل ۾ پنجاب کان آيل آهن. هنن جو مورث اعليٰ ورڪ يا ورڪ منهاس راجپوت مان هو. هو منهاس قبيلي جي باني ”ملهڻ نمس“ (وهي مل) جي اولاد آهن. جنهن جو تعلق جمون جي راجائن سان هو. هو اتان گوال نڪري امرتسر ۾ آباد ٿيو ۽ هڪ جت عورت سان شادي ڪيائين جنهن سان هن جو عشق ٿي ويو هو. ورڪ جي وفات کان پوءِ سندس زال ستي ٿي وئي پر باهه ۾ ٽپي ڏيڻ کان اڳ ۾ سور ٿيس، ڪيس پٽ ڄائو، جنهن کي پڻ ساڙڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي پر هڪ ميراثي ان کي بچائي ورتو ۽ سندس نالو ”اجيا“ رکيو.

هڪ ٻي روايت موجب ورڪ جي ڀيءَ اندرسين جمون جي ”پرگهور وال“ کي ڇڏي امرتسر آيو، هن کي هڪ سهڻي زال مان ٽي پٽ درگر، ورڪ ۽ ورڻ پيدا ٿيا. ورڪ کي چار پٽ هئا جن مان صرف هڪ کي اولاد ٿيو، سندس پوٽو، اتان گجرانوالا ۾ لڏي آيو، جتي هن ذات جا ٽي پاڙا آهن. جوپڙ، يچرا ۽ جو ورڪ جي معنيٰ آهي وڻ جيڪو قديم سنڌي جي لفظ ورڪشن مان نڪتو آهي.

هنن گوجرانوالا ۽ لاهور ۾ زور ورتو ۽ پنهنجو علائقو ورڪ قائم ڪري ورتو، پر جڏهن پنجاب ۾ رنجيت سنگهه پنهنجي بادشاهت قائم ڪئي ته انهن کي پنهنجو مطيع بڻايو. هي سک ۽ مسلمانن ۾ آهن ۽ اڪثر جاٽ چورائيندا آهن ۽ شاهان گجر ۾ هنن کي جت ۾ شمار ڪيو ويو آهي.

لاڙڪاڻي ۾ رهندڙ ورڪ ذات وارن جو هاڻي پنجاب جي ورڪ يا ورڪ ذات وارن سان ڪو ٻه تعلق نه رهيو آهي هو سنڌي ٻولي ڳالهائن ٿا ۽ سندن مٽيون مائٽيون مقامي ماڻهن سان ٿيل آهن ۽ هاڻي پاڻ کي سنڌي چورائڻ تي فخر محسوس ڪندا آهن. هنن جي خاندان مان فيض محمد ورڪ سپر وائيز نگ ٽپيدار نالي وارو هو ۽ هي هت هڪ ئي گهر هو جنهن مان چار گهر جڙيا آهن.

**پاڙا:**

1- جو پور 2- وچرا 3- جو

# آرائين- رائين

سنڌ سلطنت جي 1200 قبل مسيح جي زوال ڪان پوءِ سنڌو ڌرم جي جاءِ تي منومت آيو جنهن ذاتين ۽ قبيلن ڪي مذهبي بنياد تي طبقن ۾ ورهايو جيئن سامراجيت ڪي هٿئي ڏيئي بچائي وٺجي. ان جي مخالفت ۾ قديم سنڌين جي سماجي، معاشي ۽ سياسي حالتن ڪي بحال ڪرڻ ۽ بچائڻ لاءِ جين مت ۽ ٻڌمت جو بنياد پيو،سنڌ ۾ جين مت گهڻي وقت تائين قدم ڄمائي نہ سگهي ۽ گهربل طاقت حاصل نہ ڪري سگهي پر ٻڌمت جنهن جو باني سنڌي راجڪمار هو. تنهن منومت ڪي منجهائي وڌو ۽ هڪ مقبول عام مذهب بڻجي ويو جو اتر هندستان خاص ڪري سنڌ ۽ ان ۾ بہ قديم مهين وارو علائقو مرڪز بڻجي ويو جوان جي سڄاٽپ ٻڌيہ جي نالي سان ٿيڻ لڳي ۽ پوءِ اهو سنڌ جو سرڪاري مذهب بڻجي ويو.

راءِ ساهيسي ڪان پوءِ ڇچ، حرفت، چالاڪي ۽ نڳي سان سنڌ سلطنت جي واڳ سنڀالي ۽ پنهنجو اباڻو مذهب جنهن جو هو پروهت ۽ برهمڻ يعني منومت عرف هندو مت زوري نافذ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جنهن ڪري سنڌي ان ڪان نفرت ڪندا هئا ۽ انهن ڪي غير ۽ ڌاريو سمجهيو، اهوئي هڪ وڏو سبب هو تہ جڏهن 93 هجري مطابق 712ع ۾ عرب محمد بن قاسم جي ڪمان ۾ سنڌ تي ڪاهي آيا تہ مقامي راڄن ۽ فوجي جوانن مذهبي مت ڀيد جي نفرت جو اظهار ڪري، بن قاسم سان همدردي جي صورت ۾ ڏيکاريو ۽ آخرڪار سنڌ عرب سلطنت جو حصو ٿي ويئي.

محمد بن قاسم ڪان وٺي منصوره جي هباري حڪمرانن تائين سنڌين جي مزاحمتي ويڙهہ جاري رهي پر هو ان دوران پنهنجو مذهب ٻڌمت ڇڏي اسلام ۾ بہ داخل ٿي رهيا هئا ۽ هو ان حد تائين پرجوش مسلمان ٿي ويا جيڪو بظاهر منومت، برهمڻ مت يا هندو مت جي نفرت ۽ دشمني ڪري اختيار ڪيو هو. پنهنجي ماضي ڪي نہ رڳو وساريو پر پنهنجو حسب، نسب ۽ اصليت ڪي تبديل ڪري ڇڏيو، جنهن جو اڄ نتيجو اهو نڪتو آهي تہ قديم سنڌي ذاتيون ۽ قبيلا ۽ پوءِ نئون جنم وٺندڙ خاندان ۽ ڪٽنبن نيون ذاتيون ۽ قبيلائي نالا اختيار ڪري پنهنجو نسبي ۽ نسلي تعلق عرب جي ڪنهن خاندان يا قبيلي سان ڳنڍي ڇڏيو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي تہ اڄ جڏهن ذاتين ۽ قبيلن جي ڇنڊڇاڻ ۽ تحقيق ڪئي وڃي ٿي تہ هر قبيلو پنهنجي اصليت ظاهر ڪرڻ ۽ مڃڻ ڪان انڪار ڪري ٿو.

قديم سنڌ ڪان وٺي جديد سنڌ تائين ڪيترا، ڪٽنب، ذاتيون ۽ قبيلا آهن جيڪي نہ رڳو حقيقت ڪان مڃڻ ڪان انڪار ڪن ٿا پر سنڌي ثابت ڪرڻ تہ خار کائن ٿا ۽ گار سمجهن ٿا. اڳ انهيءَ سلسلي ۾ ڪيترين ذاتين جي اصليت ظاهر ڪئي آهي، اهڙي طرح سان هي ذات يا قبيلو آرائين بہ پاڻ ڪي عرب نسل ثابت ڪرڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي ٿو ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ 1337 هجري مطابق 1919ع ۾ مولوي محمد اڪبر علي صوفي ڪتاب سليم التواريخ لکي، جنهن ۾ هن روايتي انداز ۾ افسانوي ڪهاڻي يا داستان گهڙي شام ڪان سنڌ تائين پهچڻ جو جواز فراهم ڪيو. هو لکي ٿو:

”قوم اراعين ڪان بزرگ شيخ سليم انصاري ٻين عربن وانگر يزيد جي ظلمن ڪان تنگ ٿي مديني منوره مان هجرت ڪري شام ڏانهن هليو ويو ۽ درياءَ فرات جي ڪناري وڃي رهيو جتي عربن جو اباڻو پيشو مال ڌارڻ جو شروع ڪيو، جنهن ڪري ان ڪي شيخ سليم الراعي جي نالي سان شهرت ملي. هن جو پٽ شيخ حبيب هڪ وڏو بزرگ هو. ان بابت ڪشف المحجوب ۾ لکيل آهي تہ شيخ حبيب ابن سليم الراعي درياءَ فرات جي ڪناري تي ٻڪريون چاريندو هو، تنهن حضرت سليمان فارسي ڪان فيض حاصل ڪيو هو جيڪو

رسول الله ﷺ جن جو جليل القدر صحابي هو، ان نسبت سان شيخ حبيب تابعي ٿئي ٿو.“

جڏهن سنڌ تي چڙهائي جو چوپول شام تائين پهتو ته جنگي جوان پرتي ٿيڻ لڳا ان وقت شيخ حبيب جو پٽ شيخ حليم پنهنجي نوجوان ساٿين سميت ان ۾ شامل ٿيو.

سن 96 هجري ۾ محمد بن قاسم خليفي سليمان جي حڪم سان سنڌ مان معزول ٿي قيدي بڻجي واسط جي جيل ۾ رکيو ويو. جتي صالح بن عبدالرحمان جي ظلمن ڪان مري ويو ۽ ٻين لاءِ فرمان جاري ڪيو ته جيڪي عرب سنڌ ۾ آهن يا محمد بن قاسم جا ساٿي آهن. انهن لاءِ شام ۾ ڪا به جڳهه خالي ڪونهي ۽ بقول طبري جي جتي چاهيو. محنت مزدوري ڪريو ۽ زمين ڪاهيو وغيره. جنهن ڪري هو مجبوراً سنڌ ۾ رهي پيا. تاريخ ذڪائي جي مطابق ”جيڪي عرب هتي آيا جيئن انهن کي اڳتي وڌڻ مشڪل هو، تيئن پوئتي پنهنجي وطن واپس ورڻ به مشڪل هو.“

ان وقت عربن مان ڪيترن پنهنجي گذر سفر لاءِ مختلف ڪم ڪرڻ شروع ڪيا، ڪنهن واپار ڪيو، ڪنهن زراعت ڪئي، ڪنهن مال ڌاريو، مطلب هر هڪ پنهنجي ڪرت ۾ لڳي ويو. هن وقت هي ماڻهو (شيخ حليم ۽ ان جا ساٿي) مجبور ٿي پنهنجو اباڻو پيشو مال ڌارڻ ۽ هارپ ڪرڻ شروع ڪئي.

تاريخ اقوام پونچ محمد دين فوق آرائين ذات متعلق مٿين بيان کان مختلف قصو بيان ڪيو آهي جيڪو هن تاريخ ال زورعين جي مصنف مولانا محمد ابراهيم محشر انبالوي جي ان حقيقت تسليم ڪرڻ جي سلسلي ۾ حاشيه تي لکيو آهي ته تاريخ لکڻ کان اڳ اسان جو به اهو گمان هو ته قوم راعي (راعين جو عرف عام ۾ آرائين مشهور آهي) عرب البايده (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو عرب) يعني آل عمليق ۽ دولت الرعاة جي نسل مان آهن پر هاڻي جديد تحقيق ڪان پوءِ اسان پنهنجي وڏي ڀل جي سچي دل سان اعتراف ڪريون ٿا. جديد تحقيق جي مطابق رعين يا راعين محرب العار بعيني قحطاني النسل خاندان بنو حمير جي هڪ اولعزم ۽ باهمت شهزادي سريم بن مسرت بن زيد الجمهور جي اولاد مان آهن. هي خاندان يمن ۾ بادشاهي ڪندو هو. بنو حميد قحطان جي ستين پشت ۾ هو. قحطان جي پٽ جو نالو يعضر هو جيڪو حضرت ابراهيم جو همعصر هو. پريم جڏهن هڪ قلعو جبل رعين تي تعمير ڪيو ته ان جو نالو پريم ذورعين رکيو. پريم جي پيدائش 1354 سال قبل مسيح ڄڏائي وڃي ٿي (اسان جي تحقيق موجب حضرت ابراهيم جو تعلق 2000 سال قبل مسيح کان اڳ جو آهي. جيڪڏهن پريم ان جو همعصر آهي ته پوءِ ان کي 2000 سال قبل مسيح سمجهڻ گهرجي ۽ اهوئي درست آهي)

هن جي اولاد مان نعمان ذورعين 633ع ۾ رسول ڪريم جي وقت ۾ اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيو هو. آل ذورعين جي آمد جو وقت هندستان (ان وقت سنڌ، هندستان ملڪ جو تصور ئي ڪو نه هو) ۾ 1200 سال قبل مسيح ڄڏايو وڃي ٿو. جڏهن ته آل ذورعين جا سڀ ماڻهو بت پرست هئا. انهيءَ ڪري ڪيترا راعين هن وقت تائين هندو آهن جيڪي بت پرستي جي ڪري هندن ۾ شامل ٿي ويا هئا ۽ ڪيترن هندستان ۾ اسلام قبول ڪيو.

مولانا محشر انبالوي جي مطابق راعين يا آرائين عرب نه پر قحطاني آهن جن جو قديمي تعلق پڻ سنڌي نسل سان آهي. شجرو ڏسي سگهجي ٿو. تاريخ قوم ارائيان ۾ علي اصغر چوڌري لکي ٿو: آرائين جا وڏا ملڪ شام جي هڪ علائقي ”اريحا“ جا رهڻ وارا هئا، جڏهن هو اتان سرزمين هند ۾ پهتا ته ”اريحا“ جي نسبت سان اريحالي ۽ پوءِ آرائين مشهور ٿي ويا. جيڪي عبدالدار بن قصي جي خاندان مان حارث جي اولاد آهن.

آرائين ذات جي بڻ بنياد بابت جنهن ۾ هن کي عرب ۽ مسلمان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. اهي متضاد آهن، جنهن جو مطلب ته اهي عرب ۽ مسلمان نه هئا ۽ اهي رڳو قصه گهڙيا ويا هئا، تنهن ڪري اسان کي ان جي اصل حسب ۽ نسب کي جاچڻو پوندو. ان کان اڳ ۾ مٿي بيان ڪيل روايتن تي هڪ نظر وجهڻ ضروري آهي.

(1) شيخ سليم انصاري جي خاندان مان جنهن شيخ حليم جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ان جي ثبوت لاءِ ڪا به تاريخي شهادت ڪونهي ته الراعي شيخ حبيب محمد بن قاسم سان گڏجي سنڌ ۾ آيو هو. چچ نامو اهڙو ڪتاب آهي جيڪو افسانوي نموني لکيل آهي ان ۾ به اهڙو نالي واري شخص جو ذڪر ڪونهي.

(2) خليفي سليمان جن عرب عملدارن ۾ سپاهين کي واپس ورڻ کان منع ڪيو هو، اهي برابر پهرين ڏينهن ۾ الور ۽ ٻين هنڌن تي پريشاني ۽ چڙوچڙ جي صورت ۾ رهيا ۽ مٿن اهو خوف طاري هو ته ڪٿي ڪنهن سنڌي جي ور نه چڙهي وڃون ۽ هو پلاند ۾ ڪين قتل ڪري ڇڏي. اهو حڪم صرف محمد بن قاسم جي نور نظر ماڻهن لاءِ هو

جن کي هن ملڪيتون ۽ جاگيرون ڏنيون هيون.

تاريخي طور اها حقيقت محمد بن قاسم جي جاءِ تي مقرر ٿي ايندڙ حاڪم يزيد بن ابي ڪبشہ سڪسڪي هڪ وڏي لشڪر سان سنڌ ۾ ڪو نہ آيو هو، ڇاڪاڻ تہ هن ڪان اڳ ۾ ئي سٺ هزار سپاهي ڪان وڌيڪ لشڪر سنڌ ۾ موجود هو جيڪي اموي حڪومت جا وفادار هئا. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ هو محمد بن قاسم کي گرفتار ڪري وٺي وڃي نہ سگهي ها!

يزيد بن ابي ڪبشہ سڪسڪي سنڌ پهچڻ ڪان پوءِ ارڙهين ڏينهن فوت ٿي ويو جنهن ڪري اتان جي صورتحال غيراطمينان بخش رهي ۽ اموي سپاهي جن کي مال غنيمت مان گهڻو ڪجهہ حاصل ٿيو هو، تن کي وڌيڪ مال غنيمت ملڻ جو آسرو نظر نہ آيو، تنهن ڪري هنن پنهنجن پنهنجن علائقن ڏانهن واپسي شروع ڪئي تانجو سنڌ عرب سپاهين ڪان ذري گهٽ خالي ٿي ويئي. اهڙي صورتحال ۾ سنڌين آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ مزاحمتي ويڙهہ جي شروعات ڪئي جنهن ڪري خليفي هشام بن عبدالملڪ جي وقت ۾ سنڌ جي مقرر ٿيل نائب حڪم بن عوانہ ڪلبي سن 113 هجري مطابق 32. 731ع ۾ عربن جي حفاظت لاءِ سنڌو درياءَ جي اوڀرندي ڪناري تي برهمڻ آباد جي ويجهو هڪ قلعي بند شهر محفوظ تعمير ڪرايو.

تنهن ڪري اهو چوڻ تہ شيخ حليم سنڌ ۾ رهي زراعت ڪاري ڪئي ۽ مال ڌاريو ناممڪن نظر اچي ٿو. عرب سنڌ ۾ ڏورانهين علائقي هجڻ ۽ سنڌين جي خوف ڪان اڪيلي سر پرتي ٿي آيا هئا ۽ ڪا بہ اهڙي تاريخي شهادت نہ ٿي ملي تہ عرب اهل و عيال ۽ ڪٽنب سميت سنڌ ۾ داخل ٿي حملہ آور ٿيا هئا. تنهن شيخ حليم واري روايت کي تسليم نہ ٿو ڪري سگهجي ۽ نہ وري مڃڻ جوڳي آهي.

(3) بنو قحطان وارو قصو ان دور سان تعلق رکي ٿو جنهن جي ڪا بہ تاريخي شهادت ڪونهي ۽ هو اهڙي دؤر ۾ يمن ڪان سنڌ اچڻ ٿا جهن دؤر ۾ سنڌ سلطنت زوال پذير آهي ۽ ان جو آخري شهر مهين برباد ٿيندي نظر اچي ٿو ۽ سنڌي پاڻ افراتفري جي عالم ۾ هڪ طرف مصر، عراق، شام، يمن، ايران ۽ ٻئي طرف انڊونيشيا ۽ چيين تائين وڃي پهچن ٿا ۽ جيڪي صاحب حيثيت نہ هئا يا ڪجهہ مزدور پورهيت ۽ هاري هئا، اهي اوپر هندستان ۾ تامل ناڊو ۽ مدراس تائين پناهہ وٺڻ لاءِ نڪري وڃن ٿا ۽ ٻيا، ڪرو، ڪيرٿر ۽ ڏاڙهاڙيون جبل وڃي وسائن ٿا.

اهڙي صورتحال ۾ يمن يا ٻئي ڪنهن علائقي جي باشندن جو سنڌ ۾ لڏي اچڻ ناممڪن آهي. تنهن ڪري اهو چوڻ تہ بنو قحطان آرائين آهن تہ ٿي نہ ٿو سگهي.

(4) اهو بہ هڪ مفروضو ڪهاڻي گهڙيل آهي تہ اريحا جي علائقي سان تعلق هجڻ ڪري آرائين سڏجڻ لڳا. جيڪڏهن تہ آرائين عربي يا ٻئي ڪنهن عجمي ٻولي جو لفظ ئي نہ آهي تہ ان کي اريحا جو نعم البدل مڃيون.

آرائين سنڌي ٻولي جو لفظ آهي جيڪو قديم سنڌيءَ ٻوليءَ جي لفظ آراعي جو جديد تلفظ آهي. آراعي مهين واري دؤر جي ٻولي جي لفظ آرامڪ مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي سبزي پوکيندڙ. جنهن کي هاڻي اسان باغائي چئون ٿا ٻين لفظن ۾ هاري، ڪڙمي، آر جي معنيٰ آهي. هر مرحوم سراج ميمڻ سنڌي ٻولي واري ڪتاب ۾ لکي ٿو: "هاري لفظ جو ڌاتو آهي هر-آر معنيٰ کيڙڻ اهو ار ڌاتو اڄ بہ اسان وٽ سنڌيءَ ۾ آري لفظ ۾ موجود آهي، جنهن کي شاهہ لطيف سُکر يا ڪنهن چڱي مڙس جي معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي. ان جي معنيٰ تہ قديم زماني ۾ کيتي ڪندڙن کي جيئن تہ سڪر ماڻهو سمجهيو ويندو هو، انهيءَ ڪري کين سڏيندا ئي هئا آري. وقت گذرڻ سان. الف (1) هہ ۾ متجي هاري هي ٿي ويو." منهنجي راءِ مطابق پنجاب ۾ اهو آري بدلجي آرائين ٿي ويو جنهن جي بہ معنيٰ آهي- هاري.

حقيقت هي آهي تہ هي مهين جي دؤر جي هاري لوڪن جو طبقو آهي جن جي طفيلي سنڌ عروج تي پهتي. هي سنڌو درياءَ جا رهاڪو آبادڪار هئا جن کي مان ٻين لفظن ۾ آبرو سمجهندو آهيان يعني پاڻي تي فصل آباد ڪندڙ- هاري- آري- آر.

آرائين جي قديم قبائلي روايتن جي موجب هي سورج ونشي راجپوت آهن جيڪي راجا چچو يا اجين جي نسل مان هئا. هي 1200 قبل مسيح ۾ سنڌ سلطنت جي زوال وقت موجوده جيسلمير طرف لڏي وڃي درياءَ هاڪڙو جي ڪناري تي آباد ٿيا ۽ جڏهن هاڪڙو خشڪ ٿي ويو تہ هي جمنا ۽ ستلج طرف نڪري ويا جتي انهن کي رائين سڏيو ويو ڊينزل اينسن ان حقيقت کي تسليم ڪيو آهي ۽ لکيو آ "بحيثيت مجموعي طور اهو امڪان نظر اچي ٿو تہ آرائين هيٺين سنڌ ڪان آيا ۽ پنجاب جي دريائن جي آس پاس ڦهلجي ويا. تاريخ طور اها شهادت موجود آهي تہ سلطان شهاب الدين غوري جي وقت ۾ هندستان فتح ڪرڻ وقت هي اوچ ۽ ان جي آس پاس رهندا هئا، جتي هو 956ع جي راجستان ۾ ڏڪار پوڻ ڪري ۽ درياءَ

هاڪڙوجي سڪي وڃڻ ڪري درياءَ جي ڀيٽن وارن علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي ۽ شهاب الدين غوريءَ جي وقت ۾ سن 572 هجري مطابق 1196ع ۾ اچ کان نڪري سرسه طرف پهتا. تاريخ مغزن پنجاب ۾ لکيل آهي ته پهريان رائين اچ جي علائقه ۾ رهندا هئا ۽ پوءِ آخرڪار پنجاب جي طرف نڪري آيا ۽ اهڙي طرح ڦهلجي ۽ آباد ٿي ويا جو ڪو به شهر ۽ ڳوٺ انهن کانسواءِ خالي نه هو.

منٽگميري (موجوده ساهيوال) گزيٽيئر ۾ لکيل اهي ته آرائين اولهه جي طرف کان آيا آهن. لڌيانه گزيٽيئر ۾ آهي ته آرائين ستلج کان ملتان طرف کان آيا هئا. جالندر گزيٽيئر جي مطابق رائين سرسه کان آيا ۽ سرسه وارا اچ ۽ هيٺين سنڌ کان آيا. اهڙي طرح هو راوي ۽ چناب جي علائقن ۾ آباد ٿي ويا ۽ زمينون آباد ڪرڻ لڳا. هريانه شهر جو نالو هنن جو زمينن کي سرسبز ۽ آباد ڪرڻ جي ڪري پيو هو جيڪو پڻ آر ۽ هر جي نمائندگي ڪري ٿو. هي شهاب الدين غوريءَ جي وقت ۾ مسلمان ٿيا. اها به روايت موجود آهي ته سيد جلال الدين سرخ پوش هنن کي اُچ به رهڻ نه ڏنو جنهن ڪري هو پنجاب جي طرف وڌيا.

رياست بهاولپور جي هڪ ليکڪ منشي سنڌي خان صاحب لکيو آهي ته "درياءَ سرسوتي جنهن وقت وهندو هو ته تنهن جا نشان ۽ آثار اچ تائين موجود آهن. هو اتر سنڌ جي علائقي مان ٿيندو سبزل ڪوٽ کان وڃي سنڌو درياءَ سان ملندو هو. هي درياءُ علائقه سرسه کان ٿيندو، بيڪانير ۽ پوءِ هيٺين بهاولپور جي علائقي مان گذرندو هو. سڄو بهاولپور وارو هيٺيون علائقو يعني اتر سنڌ ۽ جيلسمير ۽ بيڪانبرجي رڻ وارو علائقي ۾ آرائين اڪثريت ۾ رهن ٿا جن جا وڏا سنڌ مان نڪري سرسه جي طرف آيا."

آرائين کي مقامي طور ٻن گروهن ۾ ورهايو ويو آهي. هڪ ملتاني ۽ ٻيا سرسه وارا، جن کي لاهور ۾ ڪيوالي سڏيندا آهن جو سرسه ۾ هڪ ڳوٺ ڪيوال هو جيڪو احمد شاهه ابدالي جي حملن ڪري ويران ۽ برباد ٿي ويو. ملتاني ۽ سرسه جي گروهن ۾ ورهائڻ مان ثابت آهي ته اهي اتان جا مقامي باشندا نه هئا ۽ ڪنهن ٻئي هنڌ کان لڏي اچي آباد ٿيا هئا. جيڪو يقينن انهن جو هنڌ سنڌ هو ۽ اتر سنڌ ۾ انهن جي گهڻن ڳوٺن هجڻ مان ثابت ٿئي ٿو ته هنن جو اصل ماڳ ۽ مڪان اتر سنڌ وارو ئي علائقو هو جنهن جو ذڪر مان شروعات ۾ ڪيو هو ته هي مهين جي دڙ جا ماڻهو آهن جن جو پيشو زراعت هو.

اهو واضح ٿي ويو آهي ته آرائين، ارائين، الراعي، راعي، هڪ ئي ذات ۽ قبيلي جو نالو آهي جيڪي بنيادي طور سنڌي نسل جا ماڻهو آهن جن جو بنيادي پيشو زراعت ڪاري آهي، جيڪي گهڻو وقت اڳ مسلمان ٿيا هئا جيڪي سنڌ مان لڏي جيسلمير، بيڪانبر، اچ، ملتان سرسه، لاهور يعني هندستان ۽ پنجاب ۾ وڃي آباد ٿيا. انگريز محقق جن پنجاب جي ذاتين تي تحقيق ڪئي، تن انهن جي هڪ وڏي اڪثريت اتي ڏسي بنا ڪنهن تحقيق جي کين پنجابي سڏيو ۽ مقامي ماڻهو جيڪي آرائين نسل سان تعلق رکندڙ هئا تن ٻين جي ريس تي پاڻ کي عرب نسل سان ڳنڍڻ لاءِ فخر سمجهي هڪ کهاڻي گهڙي جنهن ۾ تاريخ جو عنصر به شامل ڪيو. جيئن ان تي ڪنهن به شڪ نه رهي ۽ پاڻ کي پنجابي چورائڻ تي فخر محسوس ڪرڻ لڳا. اسان مٿين حقيقتن، تحقيق ۽ حقائق جي روشنيءَ ۾ اهو واضح ڪري آيا آهيون ته آرائين پنجاب سان تعلق رکندڙ ذات نه آهي ۽ هو نسلي طور قديم سنڌين جي اولاد آهن. اهو برابر آهي ته پنجاب جي علائقي مان پنج درياهن وهڻ ڪري هو اڪثريت سان وڃي اتي آباد ٿي ويا.

اڳتي اها به وضاحت ڪندو هلان ته پٽو ذات ۽ قبيلي کي عام طور تي آرائين سمجهيو ويندو آهي جيڪو سراسر غلط آهي. پٽو نه آرائين آهي نه وري آرائين پٽو آهي. آرائين کي پٽو سمجهڻ ۽ چوڻ جي حقيقت اها آهي جيڪا خود آرائين ذات تي تحقيق ڪندڙ پاڻ انهيءَ قبيلي سان تعلق رکن ٿا. سليم التواريخ ۾ لکيل آهي ته آرائين کي پٽو ان ڪري چيو ويو جو هو مالوه جي هڪ ڳوٺ پتو نالي واري جي قريب رهندا هئا. انهيءَ ڳوٺ جي نسبت سان کين پٽو سڏيو ويو تانجو هنن پاڻ به پنهنجي نسبت ان ڳوٺ پٽو سان ڳنڍي ڇڏي ۽ ان ڳوٺ وارن جو پاڙو پٽو مشهور ٿي ويو. تنهن کان پوءِ عام طور تي اهو سمجهيو ويو ته پٽو ۽ آرائين هڪ آهن. اهڙي طرح سان هنن جو هڪ پاڙو چاچڙ آهي پر هو نه چاچڙ آهن ۽ نه وري چاچڙ آرائين اهو به ڳوٺ چاچڙ جي نسبت سان سڏيا ويا ۽ هڪ پاڙوسنڌي آهي جيڪو ان جو ثبوت آهي ته هو نسلن سنڌي آهن. هنن جي هڪ پاڙي ڪمبوهه هجڻ ڪري ڪن لکي ڇڏيو ته آرائين ڪمبوهه قبيلي جو پاڙو آهي، پر ايئن نه آهي، سماجي تعلق جي ڪري ڪمبوهه انهن ۾ هڪ پاڙو ٿي ويو.

## آرائين جا پاڙا:

(1) گھالر (2) بلگوريا (3) ڀٽي
(4) چاچڙ (5) ڇيڇر (6) گتڪو
(7) ڀدرو (8) ڀمبني (9) پر چڙيال
(10) جوٽا (11) چاولي (12) داگره
(13) رحيل (14) سنڌي (15) سنڌو
(16) ڪتورا (17) گمير (18) گھاگھر
(19) ملاڻه (20) ڀٽا (21) ملتاني
(22) گگرو (23) جنجوعه (24) جتالي
(25) ريتي (26) ديهر (27) ڀدو
(28) پرجي (29) جندور (30) چوئيا
(31) ڏوڏ (32) راهي (33) سليٽ
(34) ساسي (35) ڪاڪڙ (36) گنگو
(37) لهسو (38) ميتلا (39) منڊا
(40) ملاڻي (41) دودا (42) قطب شاهي
(43) سيال (44) ديهل (45) اندري
(46) ڀيڏا (47) ڦٽا (48) چندر
(49) چاچو (50) ڏينگا (51) رامي
(52) سگا (53) سود (54) ڪوڪر
(55) گورا (56) لٽو (57) مٽا
(58) هانسي (59) نيٽ (60) مولي
(61) مٽ (62) جهونگا (63) ڀنڊ
(64) ٻگا (65) تنڊ (66) ڇڇ
(67) سانين (68) سانده (69) شاهي
(70) گهلڻ (71) گلڪسي (72) لوڏ
(73) ٻهمڻ (74) ڏولا (75) سميان
(76) پوداڙ (77) ڀاٽيه (78) باسڻ
(79) جتاله (80) چونگ (81) چاپيا
(82) سپال (83) سماٽي (84) گهڙيال
(85) گل (86) مندني (87) ميان
(88) گوهير (89) واهند (90) پيلي
(91) ڪتور (92) پٽيلا (93) پڪا
(94) جنجه (95) چپڙيلا (96) ڍيڍ
(97) ڏراگي (98) سرير (99) سندل
(100) ڪيسو (101) گڙهي (102) گگرو
(103) نارائڻ (104) ورياهه (105) ملائي
(106) تگرو (107) گوهير (108) قريشي
(109) بوهڙ

# ڪاٺيا

راجستان ۽ مهاراشٽر جا تاريخ نويس لکن ٿا تہ ڪاٺيا انهن ڇٽيهن قومن ۾ شامل آهن جيڪي راجپوتن جو ”اقوام شاهي“ سڏيو وڃن ٿيون. هنن مهاراشٽر جو نالو بدلائي ڪاٺياواڙ رکيو. ٽاڊ لکيو آهي تہ هي سٿين نسل جا معلوم ٿين ٿا. هن ڪي هو قديم سنڌين جي حيثيت سان سڃاڻي ٿو. هي اها قوم آهي جڏهن سڪندر مقدوني سنڌ تي ڪاهہ ڪري آيو هو تہ هنن سندس دليري سان مقابلو ڪيو هو ۽ ڪيس پريشان ڪري ڇڏيو هو. سڪندر هنن جو قتل عام ڪيو جو هنن سڪندر جي ناقابل تفسير فوج کي سخت نقصان پهچايو جنهن جي ڪري هن کي پاڻ ميدان جنگ ۾ نڪري وڙهڻو پيو هو جنهن ۾ هن جا هڪ سؤ نالي وارا جوان مارجي ويا هئا ۽ تيرنهن سخت زخمي ٿي پيا. سندن ساٿ ۾ ملهي ۽ ٻيون سنڌي قومون هيون. جواب ۾ سڪندر سنگهالا (هن وقت سانگلہ هل) کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو ۽ سترنهن هزار سنڌي جوانن کي بي درديءَ سان مارائي ڇڏيو ۽ اٽڪل ايترائي قيدي بڻيا. هي هڪ وڏي بهادر قوم هئي، يقينن سڪندر کي شڪست ڏين ها! جيڪڏهن پورس پنهنجي پنج هزار تازي لشڪر سان بروقت جهلم ڪان نہ پهچي ها! ۽ هڪ اهڙو بہ موقعو آيو جو سڪندر مارجي وڃي ها! هن کي مرڻ گهڙيءَ تائين ڪاٺين ۽ ملهي قبيلن جا زخم ياد هئا.

مسٽر جيمس ٽاڊ ڪئپٽن ميڪ مرڊو جي حوالي سان لکي ٿو تہ: ڪاٺيا ڪيترين ڳالهين ۾ راجپوتن ڪان مختلف خصلتن ۽ عادتن ۾ مختلف آهن هو وڏوا جنگجو، بهادر، دلير ۽ بي رحم آهن. هنن جو بهادري ۾ ڪير بہ مقابلو نہ ٿو ڪري سگهي جو نهايت نڊر ۽ مضبوط ماڻهو آهن، جيڪو حوصلو ۽ بهادري ڪاٺيا قبيلي وارن ۾ آهي ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪنهن قوم ۾ نظر نہ ٿي اچي. هو قدر آور، ڇهن فوٽن ڪان وڌيڪ قد، ڪن جا وار سنهڙا ۽ نيريون اکيون، هو نهايت مضبوط ۽ برجستہ، موافق جسم مهاندو قوي پر تندو دهشت ناڪ.

هي سورج ونشي خاندان سان تعلق رکن ٿا ۽ رامچندر جي پٽ لوجي اولاد آهن. سندن روايتن موجب هو اتر سنڌ جا اصلي رهواسي آهن جنهن کي هو ”بالهيڪ پوتر“ چون ٿا جيڪو رور شهر درياءَ سنڌ تي هو ان جا مالڪ ۽ رهواسي هئا.

اسان جي تحقيق موجب رور شهر مهين جي شهر جي تباهيءَ کان پوءِ موجوده لاڙڪاڻي شهر جي شاهي بازار واري علائقي ۾ قلعہ بند هو جنهن جي ٽن طرفن کان قديم سنڌوءَ جا وهڪرا گذرندا هئا يعني اتر، اوڀر ۽ ڏکڻ کان صرف اولهہ وارو طرف خالي هو جيڪو بہ اڳتي جهڪر جي ڍڙي کان گهاڙ وهڪري ڪري محفوظ هو. اتر کان ڳڙهي خيرو کان سنڌ هالو مان هڪ وهڪرو نڪري فتح پور وٽ پهچندو هو، جتي ڪنڌڪوٽ وهڪري مان نڪرندڙ گهاڙ ڦاٽ اچي ملندو هو، جتان هڪ وهڪرو اوڀر طرف وڃي ديهات واري وهڪري ۾ شامل ٿيندو هو جيڪو صالح پٽ کان ايندو هو. انهيءَ وهڪري مان اولهندو نارو اور جي اوڀر مان ٿي مهين جي شهر پرسان گذري ۽ ڦاڪن ۾ وهائيو هيو هڪ ٻلهڙيجي قديم وٽ ديهات وهڪر سان گڏجي سيوهڻ جو رخ ڪندو هو ۽ ٻيو ڦاڪ راڌڻ ۽ گوزي کان ٿي وارهہ، شهدادڪوٽ ۽ ڪنب نهر واري وهڪري سان ملي منڇر ۾ ڇوڙ ڪندو هو.

تحقيق ڪاٺيا قديم سنڌي قوم آهي جنهن جو مهين جي شهر ۽ لاڙڪاڻي سان تعلق هو، جن اڳتي وڌي سنگهارا شهر آباد ڪيو هو جيڪو پڻ راوي ۽ چناب جي وچ تي هو ۽ واپار جو مرڪز هو. هو بنيادي طور شهري ماڻهو هئا جنهن ڪري قلعي بند شهر ۾ رهندا هئا.

هي ڪاٺيا ذات اڄ تائين موجود آهي. ڪاٺيا اتر سنڌ کان وٺي سانگلہ هل تائين هئا. انهن مان ڪي اٺين صدي عيسوي ۾ سنڌ کان ٿيندا راجستان جي ساموندي پٽي تي قابض ٿي ويا ۽

پوءِ اهو علائقو ڪانيا ذات جي پويان ڪانياواڙ سڏجڻ ۾ آيو ۽ جڏهن هو اتان ٻاهر ويا ته ڪانياواڙي ٿا سڏجن جن جا ڪيترا پاڙا آهن، اڄ ڪله هو مهاجرن ۾ شامل آهن. جيڪي 1947ع ۾ پاڪستان ڇڏڻ کان پوءِ لڏي آيا هئا. هي راجا ڪرن جي اولاد آهن. ڪي هنن کي پهنور راجپوت جي شاخ ڄاڻائن ٿا. اصل ۾ هي مهين جي دور جي قبيلن جي اولاد مان آهن ۽ قديم سنڌي آهن. هي ڪانيا واڙي ميمڻ به سڏائن ٿا. سنڌن پاڙا ميمڻ ۾ لکيل آهن. ٽاڊ لکيو آهي هنن جي دعويٰ آهي ته ”بلايا بهپا“ اسان جي وڏن جي اولاد مان هو ۽ هو راما جي اولاد آهن ۽ هو اصل ۾ درياءَ سنڌ جا رهواسي هئا، تنهنڪري سنڌي هئا. ٽاڊ لکي ٿو ته هي راجپوتن کان وڌيڪ دلير آهن.

ٻارهين صدي عيسوي ۾ هنن جو پرٿوي راج سان لڙايون لڳيون ۽ قنوج جو راجا به هنن جو مخالف هو. هي ٻهريان سج جا پوڄاري هئا سج جي پوڄا سڀ کان مهين واري دور کان اڳ شروع ٿي چڪي هئي. بعد ۾ مسلمان ٿيا. هنن جي اڪثريت اڪبر مغل جي وقت ۾ دين اسلام ۾ داخل ٿي. جن جي هڪ شهزادو نالي ”ڪنيه“ مسلمان ٿيو. هي اولاد سورج ونشي آهي. هو گهلوٽ ميواڙ وارن سان مشابهت رکن ٿا. هنن متعلق اهو به چيو وڃي ٿو ته اهي ۽ راءِ ساهسي ساڳي خاندان مان آهن. ڪانيا قبيلي وارن جي اها به دعويٰ آهي ته هو ”بلا“ جي اولاد مان، جنهن مان پڻ ان حقيقت جي شاهدي ملي ٿي ته هو اترادي سنڌي آهن. سنڌن قديم روايتن موجب هو ملتان کان وٺي ٺٽي تائين واري علائقي جا مالڪ هئا. تيرهين صدي عيسويءَ ۾ هو ايترا طاقتور ۽ بااختيار هئا جو ميواڙ تي حملو ڪري پئي سگهيا، هنن جو رانا همير سان مقابلو ٿيو هو جنهن ۾ بلا سردار ”چوتيلا“ قتل ٿي ويو هو. بلا هنن جي سردار جو لقب آهي.

ٽاڊ جو خيال آهي ته گهلوٽ ۽ ڪانيا هڪ ئي نسل سان تعلق رکن ٿا، جيڪي سج کي پوڄن ٿا ۽ درياءَ سنڌ جا رهاڪو چون ٿا. سڪندر جي تاريخ نويسن هنن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ بعد جي محققن به تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. اي ڊي ميڪليگن پنجاب جي قبيلن ۽ ذاتين ۾ لکيو آهي ته هي رنجيت سنگهه کان اڳ ۾، قافلن کي ڦريندا هئا ۽ ڌاڙا هڻندا هئا، هو لکي ٿو ته هو اصل ۾ بيڪا نير جي طرف جا هئا (شايد سڪندر جي قتل عام کان پوءِ ان طرف هليا ويا) جتان وڃي ڪانيا واڙ رياست جو بنياد وڌو ان کان پوءِ هو موجوده بهاولپور جي طرف آيا هنن جا ٻه وڏا پاڙا آهن، ڪانيا خاص ۽ ڪانيا بگهيلا. تحقيق مان ثابت ٿيو آهي ته بگهيلا، قديم دؤر ۾ ٻگهيو ذات ۽ قبيلي وارن کي سڏيو ويندو هو. انهيءَ ڪري اهو قياس وڌيڪ آهي ته ٻگهيه ۽ ڪانيا هڪ نسل ۽ نسب سان تعلق رکندڙ هجن. پنجاب جي اڪثر علائقن ۾ ٻگهيو کي اڄ به بگهيلا سڏيو وڃي ٿو. لاڙڪاڻي ۾ وارهه تعلقي ۾ ڪانيا بازار نالي ڳوٺ آهي هن ذات وارا اتي رهندا آهن پر انهن جو مهاجر ڪانياواڙن سان ڪو به تعلق ڪونهي. هو قديمي طور اتي آباد آهن ۽ سنڌي ڳالهائيندا آهن. هن ذات وارا يعنيٰ سنڌي ڪانيا لاڙڪاڻي دادو ۽ نوابشاهه ضلعن ۾ رهن ٿا ۽ ڪانياواڙي ڪانيا، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا ان کان علاوه، پنجاب ۾ ملتان، ساهيوال، جهنگ ۽ ٻين علائقن ۾ رهن ٿا.

بدقسمتيءَ سان قديم سنڌي ذاتيون ۽ قبيلا سوڙها ٿيندا ٿا وڃن ۽ انهن جي فردن جي تعداد گهٽجندي ٿي وڃي شايد اهي پنهنجون ذاتيون تبديل ڪري رهيا آهن.

# پوهيو

پوهيو ذات سنڌ ۾ مخصوص هنڌن تي رهي ٿي ۽ گهٽائي واري نہ آهي. مان جڏهن ان ذات بابت معلومات وٺڻ شروع ڪئي تہ ڪو بہ خاطر خواهہ جواب نہ مليو. نيٺ ڳوٺ پيچوها جي پوهيو ذات وارن سان رابطو ٿيو جتان جو نامور اديب عالم مرحوم الهداد پوهيو هو. محترم غلام مصطفيٰ پوهيو ٻڌايو تہ اسان کي پنهنجي ذات متعلق ڪا بہ وڌيڪ معلومات ڪونهي پر مرحوم الهداد پوهيو ٻڌائيندو هو تہ ڪن جو چوڻ آهي تہ عرب جي بنو اسد قريشي قبيلي جي هڪ فرد نالي "بوحيا" جي اولاد آهيون. ان جي نسبت سان بوحيا مان پوهيو ٿي وياسين.

بوحيا ملتان مان هجرت ڪري هنگورجا ۽ سيٺارجا شهر ۾ آيو. هي هڪ عالم ۽ بزرگ ماڻهو هو، سندس اهو رنگ پوين ۾ نظر آيو ۽ پنهنجي وقت جا بزرگ ۽ الله لوڪ ٿي گذريا جن هنگورجا شهر ۾ پير مسافر پوهيو جي درگاهہ سيٺارجا ۾ ريلوي اسٽيشن جي ڀرسان شاهہ بخش فقير پوهيو ۽ موزل فقير پوهيو جون درگاهون مشهور آهن. جن جا ڪافي عقيدتمند ۽ مريد اڄ بہ موجود آهن.

پير مسافر بابت تاريخي طور معلوم ٿئي ٿو تہ مير يعقوب علي خان روهڙي وارو 12 ربيع الثاني 1087 هجري مطابق 3 جولاءِ 1676ع ۾ اورنگزيب مغل بادشاهہ هند جي دربار ۾ پهتو، جنهن هن کي بکر جو گورنر مقرر ڪري ڪيس سروپا، فاحزه، هڪ هاٿي، سوني زنجير ۽ جهالدار پالڪي سميت ويهہ لک درهم نقد، هفت صدي منصب پنج سؤ سوارن ۽ ٻن عمدن گهوڙن سان نوازيو. هو 27 صفر 1088 هجري مطابق 31 مئي 1677ع تي واپس بکر پهتو. هن پنهنجي عملداريءَ جي وقت ۾ ساهتي پرڳڻي تي ڪاهہ ڪئي هئي. ان سلسلي ۾ ميان بيگ محمد "نامي" لکي ٿو:

"مير يعقوب علي خان ستن فصلن يعني ساڍن ٽن سالن جي عرصي تائين حويلي ۾ ويهي ڪم ڪاريون ڪندو رهيو. هڪ دفعي سيد جمال فوجدار جي اطلاع تي ٺيپهري ڏاري ڪاڪڙي پرڳڻي تي يلغار واري انداز ۾ روهڙي مان نڪتو ۽ ٻئي ڏينهن باڪ ڦٽي مهل ڳوٺ هنگورجا پهتو."

لڏو گاگن، صدر ۽ باگڙ پاڻ ۾ ٽي ڀائر هئا، جن جي نالن تي گاگن جا ڪاڪڙي پرڳڻو، صدر جي نالي تي موجوده صدر جو بنيون پير ڳوٺ ۽ باگڙجي ناليءَ تي موجوده باگڙجي آباد آهي. مير يعقوب صبح سان سوير اچا هاري ناري، ڪمي ڪاسبي ننڊ ۾ آرامي هئا تہ اچي پنهنجن ماڻهن سان لڏو گاگن عرف ڪاڪڙي پرڳڻي جي ڳوٺن تي ڪاهہ ڪئي ۽ سوين ڳوٺاڻن کي ماري، سهتن جي اربابن کي گرفتار ڪري 950 وڳها منگٽيجن ۽ سهتن جي زمينن تي قبضو ڪري 21 جاگيرون هٿ ڪيون. ميان بيگ محمد نامي ان متعلق لکي ٿو تہ "هنگورجن جي چئن اربابن ۽ راٽيپور جي ٻن هندو ڪاردارن کي گرفتار ڪري ڪين ارڙهن مهينا قيد جي سزا ڏنائين."

جنهن وقت مير يعقوب هنگورجا ۽ لڏو گاگن پرڳڻي تي حملو ڪيو هو. ان وقت پير مسافر زنده هو جنهن کي ميان سڏيندا هئا. سندن پونيئرن ۾ ڪو بہ ڪو نہ هو، پوهيو خاندان جي ڪنهن فرد ان جي مزار جي ذميواري ڪئين جنهن کي جاڙو بردار چوندا هئا. اهي هاٿي جاڙو بردار پوهيو مان ڦري پيرزاده ۽ پوءِ سيد ٿي ويا. انهيءَ دؤر ۾ سهتا ارباب جا ڄام آزاد ٿي پنهنجي علائقي ۾ پهتا ۽ پنهنجو وچايل زمينون نہ رکو هٿ ڪيون پر جن دشمني جي بنياد تي مير يعقوب کي فوج ڪشي جي دعوت ڏني هئي انهن کان بہ پلاند ورتو جنهن ڪري چوٽي مشهور ٿي:

وندياڪو وير، ٻارهين مهيني ٻڙاندو.

اڄ جڏهن پوهيو ذات تي وڌيڪ جانچ پڙتال ڪئي ۽ ان

جي اصليت جي ڳولها ڪئي تہ منهنجي سامهون نسلياتي شاهديون اڀري شروع ٿيو تہ هي مهاڻو قبيلي جي پاڙي ٻهليم سان تعلق رکندڙ آهن. انهن جون اکيون، چوڙي سيني جي بناوت، هٿ، پير اهو نہ رڳو پنرنگ ۽ هلڻ جو ڍنگ، ڳالهائڻ جو انداز انهن سان سؤ سيڪڙو ملي ٿو. منهنجي تحقيق موجب هي اصل ۾ ٻهليم آهن جن مان ڪراچي وارو موڙيو ميربحر هو.

هن ذات وارن گهڻو وقت اڳ ۾ پنهنجو اباڻو پيشو مڇي مارڻ ۽ وڪرو ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ هو ڪاشتڪار ۽ هاري بڻجي ويا. هڪ روايت موجب ٻهليم جي ڪنهن عورت کي جهنگ ۾ ڪم ڪار ڪندي يا واٽ ويندي سور ٿيا، جنهن ٻوهڙ جي اوٽ ۾ پٽ کي جنم ڏنو، جنهن ڪري ان ٻار کي ٻوهڙ جي نسبت سان ٻوهڙ چائو، جيڪو پوءِ مخفف ٿي ٻوهيو ٿي ويو ۽ بعد ۾ مستقل طور ٻوهيو سڏجڻ ۾ آيو، يعني ٻوهڙ وٽ ڄاول. هن جو اصل علائقو ساهتي پرڳڻو هو، جتي ٻهليمن جا سنڌوءَ جي ڪناري تي اڄ بہ ڳوٺ موجود آهن ۽ ٻوهيو ذات جي وڏي اڪثريت ۽ ڳوٺن جي گهڻائي بہ ساهتي پرڳڻي ۾ آهي ۽ جيڪي ٻوهيا ٻئي ڪنهن هنڌ ملن ٿا اهي سڀ اتان لڏي آيل آهن.

جيئن تہ مان ذڪر ڪيو تہ ٻوهيو ذات جو تعلق ساهتي پرڳڻي سان آهي، جتي هنن جا نوشهروفيروز جي ڀرسان ست ڳوٺ موجود آهن، جن جو چڱو مڙس نيشنل بئنڪ جو ريٽائرڊ مئنيجر رئيس لال خان ٻوهيو آهي. اتان جو ٿي سيڪريٽري عهدي تان رٽائرڊ ٿيل محترم علي نواز ٻوهيو. سنڌس ڀائر مولانا عزيز الله ٻوهيو چيئرمين سنڌ ساگر پارٽي ۽ سنڌس ڀاءُ رٽائرڊ ڪمشنر لاڙڪاڻو محترم محمد بچل ٻوهيو جيڪو منهنجي وڏي ڀاءُ مرحوم ممتاز علي ڀاڳت جو گهرو دوست هو. منهنجي هن سان ۽ سنڌس مائٽ سلطان سان ملاقاتون ۽ ڪچهريون ان زماني ۾ گهوٽڪي ۾ ٿيون جڏهن سنڌ ۾ ممتاز علي ڀٽوجي وزارت اعلىٰ واري دؤر ۾ ٻولي جو بل پيش ٿيو هو، ۽ ان جي منظوري کان پوءِ سنڌ ۾ هنگامہ شروع ٿي ويا، جنهن ڪري لاڙڪاڻي جي ڊپٽي ڪمشنر عبدالوهاب شيخ منهنجي خلاف D.P.R جو وارنٽ گرفتاري لاءِ جاري ڪيو هو ۽ منهنجي وڏي ڀاءُ اعجاز علي جيڪو روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ هو تنهن کي معلوم ٿيڻ تي مون کي راتو واهہ گهوٽڪي ۾ وڏي ڀاءُ مرحوم ممتاز علي ڀاڳت وٽ ڇڏي آيو جيڪو ان وقت ڪالونائيزيشن ۾ ٽپيدار هو. تنهن پوليس جي ڇاپي جي خوف کان جو ان وقت ڏاڍي سختي هئي مون کي محمد بچل ٻوهيو جيڪو ان وقت مختيارڪار ڪالونائيزيشن ميرپور ماٿيلو هو، پر رهندو گهوٽڪيءَ ۾ مختيارڪار جي بنگلي ۾ هو، جتي اتان جو مختيارڪار ڪالونائيزيشن محترم عبدالغفور ميمڻ جيڪو هالا جو هو ان سان رهايو. محمد بچل ٻوهيو نهايت لائق انسان آهي جنهن جي جيتري تعريف ڪجي گهٽ آهي. منهنجا ٽي مهينا گهوٽڪي ۾ ايئن گذري ويا جو خبر بہ نہ پئي ۽ محترم ميمڻ جنهن جو تڪيہ ڪلام سائين منهنجا هو. هر وقت ڪلائيندو رهندو هو.

ساهتي پرڳڻي مان ٿي مسٽر امجد علي ٻوهيو ڊسٽرڪٽ سيشن جج ۽ محمد فاضل ٻوهيو سول جج آهن. هنن ڳوٺن کان علاوه سيٺارجا جي ڀرسان ڳوٺ مولانا بخش ٻوهيو آهي جتان جو غلام شبير ٻوهيو ڊائريڪٽر ريسرچ آهي.

نوشهري ۽ خيرپور ضلعي کان علاوه ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي تعلقي وارهہ جي ڳوٺ پيچوها ۾ پڻ ٻوهيو ذات وارا رهن ٿا. جتان مانوارو اديب ۽ محقق مرحوم الهداد ٻوهيو هو. اتان جو ٿي محترم صدرالدين ٻوهيو سول جج آهي. ان ڪانسواءِ قمبر ۽ غيبي ديري ۾ پڻ ٻوهيو ذات وارن جا گهر آهن.

هتي محترم مرحوم الهداد ٻوهيو جو سراسري ذڪر نہ ڪرڻ زيادتي هوندي. هو 1934ع ۾ ڳوٺ گوگهارو تعلقي قمبر ۾ محمد علي ٻوهيو جي گهر ۾ جنم ورتو. اڃا ننڍو ٿي هو تہ سندس والد ڪنهن سبب جي ڪري ڳوٺ پيچوها تعلقي وارهہ ۾ لڏي آيو. ابتدائي تعليم پرائمري ڳوٺ پيچوها جي پرائمري اسڪول ۾ ڪئي، جتان وڌيڪ پڙهڻ لاءِ هندو پنچائت اسڪول نصير آباد ۾ داخلا ورتي ۽ مئٽرڪ هاءِ اسڪول ڏوڪري مان پاس ڪئي ۽ ان کان پوءِ بي اي لاڙڪاڻي مان ۽ 1966ع ۾ ايم اي انگلش لاڙڪاڻي مان ئي پاس ڪئي.

هو ٻهريان لعلوم روڻڪ ۾ استاد مقرر ٿيو، جنهن اسڪول ۾ پرائمري هيڊماستر جي نگراني ۾ A.P ڪلاس جي نالي سان ڇهون ۽ ستون درجو پڙهايو ويندو هو، جنهن کان پوءِ پائليٽ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ مقرري ٿيس جتان ايم اي انگلش ڪرڻ کان پوءِ ڪيس انگريزي ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ جي حيثيت سان ڪامپريهينسو هاءِ اسڪول خيرپور ميرس ۾ مقرر ٿيو، جتي اڳتي هلي انهيءَ اداري ۾ پرنسپل ٿي رهيو.

هن 1977ع ۾ پي ايچ ڊي جي ڊگري حال ڪرڻ لاءِ پنهنجي ٿيسز "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" پوري ڪئي. ان بعد هن ڪميشن جو امتحان پاس ڪري ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر خيرپور رهيو ۽ اتان سانگهڙ ساڳي حيثيت ۾ بدلي ٿيس. جتان وري ڊپٽي ڊائريڪٽر سائنس ايجوڪيشن پروجيڪٽ ٿي رهيو. ان کان پوءِ پرنسپل هائير سيڪنڊري اسڪول عزيز آباد ڪراچي مقرر ٿيو. جتان 1990ع ۾ ڊائريڪٽر ايجوڪيشن لاڙڪاڻو مقرر ٿي آيو. جتان وري سکر بدلي ٿي هليو ويو ۽ آخري دفعو ڊائريڪٽر ايجوڪيشن ميرپورخاص هو. جتي 16 جولاءِ 1994ع تي ٽنڊي آدم منعقد ٿيل تعليمي سيمينار ۾ تقرير ڪندي دل جو دورو پيس ۽ مالڪ حقيقي سان وڃي مليو. ڪيس يارو ديرو جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

هن ادب، تنقيد تي ڪجھ ڪتاب، مضمون ۽ مقالا لکيا جن مان 1980ع ۾ ادب جي فڪر محرڪ هڪ بهترين ڪتاب آهي.

# بروهي

بروهي بلوچستان ۾ ڪڏهن آيا ۽ سندن اصل نسب ڪهڙو آهي تنهن تي بہ اختلاف اڄ تائين موجود آهن. اسان وٽ بروهي ۽ بلوچ ٻہ قومون تسليم ڪيون وينديون آهن ڇاڪاڻ تہ بلوچ بلوچڪي ڳالهائيندا آهن ۽ بروهي بروهڪي. جنهن ۾ قديم سنڌي ٻولي جي آميزش موجود آهي ۽ بلوچي تي ايراني ٻولي حاوي آهي. اهڙي طرح اسان بلوچ ۽ بروهي کي ٻہ الڳ الڳ قومن طور سڃاتو آهي.

بلوچستان ۾ هاڻي بروهي ۽ بلوچي کي اهو ڀانور ڪرايو ٿو وڃي تہ اهي منڍ ڪانوڻي هڪ قوم هئا ۽ اڄ بہ هڪ آهن ۽ اهي هڪ قوم جون ٻہ شاخون آهن يعني ڪوش ۽ نمرود جي اولاد آهن ان تي گل خان نصير ڪتاب لکيو آهي هو لکي ٿو تہ هنن بروهي زبان بلوچستان ۾ اچڻ کان پوءِ ڳالهائي ڇاڪاڻ تہ انهن بلوچستان ۾ حڪومت ڪندڙ "سيوا قبيلي" جي خاندانن مان سڱ ورتا جنهن ڪري انهن جي اولاد جي ٻولي "بروهڪي" ٿي پئي ۽ اهي پنهنجي اصلي ٻولي وڃائي ويٺا، انهي ڪري بروهڪي ٻولي ۾ مهين واري ٻولي جي آميزش نظر اچي ٿي، هو لکي ٿو ٻولي ڳالهائڻ ڪري اصل نسل کي نظر انداز نہ ٿو ڪري سگهجي. پر سيوا قبيلي جي ٻولي سنڌي هئي. بروهڪيءَ نہ هئي.

هن ان بابت پنهنجي لکيل ڪتاب "ڪوچ و بلوچ" ۾ ڪوچ بروهي کي سڏيو آهي. حقيقت اها آهي تہ تبت ۽ لکنو جي وچ وارن جبلن ۾ ٽي قومون رهنديون آهن انهن مان هڪ کي "ڪوچ، ٻي کي "قيچ" ۽ ٽين "ڦارو" سڏيندا آهن. ڪتاب لکن ٿا تہ هي خدو خيال کان ترڪ نسل جي ماڻهن سان ملن ٿا. هنن جي زبان مختلف آهي، جيڪا هندي تبتي جي آميزش سان ڀريل آهي. ڪوچ اهي آهن جن جي نالي تي هڪ علائقي جو نالو "ڪوچ بهار" پيو.

ڪن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ ڪوچ منگول نسل سان تعلق رکندڙ آهن، ريورٽي کين "ڪونڇ" ڪري لکيو آهي. اسان سنڌ ۾ "ڪوچ" انهي کي چوندا هيون جيڪو پري جبل جي چوٽي تي رهندڙ هجي، ڪو، ڪوهہ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي جبل، چ معنيٰ چوٽي. مطلب، جبل جي چوٽي تي رهندڙ. تنهن ڪري بلوچ ۽ بروهي ٻہ الڳ الڳ قبيلا آهن جن جو تعلق الڳ الڳ نسلن سان آهي.

تاريخ خوانين قلات جيڪو آخوند محمد صديق لکيو آهي ان جو ترجمو مير گل خان نصير ڪيو آهي، تنهن ۾ خان آف قلات جو جيڪو شجره ڏنو ويو آهي اهو هيئن آهي.

مير نصير پٽ محراب خان (شهيد) پٽ امير محمود پٽ مير نصير خان اول پٽ مير عبدالله خان پٽ مير مهراب خان اول پٽ مير احمد پٽ مير الياز پٽ مير ڪيچي پٽ مير ايلتاز پٽ مير احمد پٽ قيصر پٽ مير سوڊو پٽ مير احمد پٽ مير قمبر پٽ مير ملوڪ پٽ مير سنجر پٽ مير حسن پٽ مير گواهرام پٽ مير ابراهيم پٽ ميرزرڪ پٽ مير زهرا پٽ مير قمبر پٽ سعد پٽ عمر پٽ حمزه.

هي لکي ٿو تہ زرڪ، درڪ ۽ ذڪريا ٽي ڀائر هئا جن مان ذرڪ جي اولاد احمدزئي (خان آف قلات جو خاندان) درڪ مان نوحاڻي (جيڪي بلوچ چورائن ٿا) ۽ ذڪريا مان مينگل آهن.

بلوچ بہ ڀهريان امير حمزه جي اولاد چورائيندا هئا، اهڙي طرح بروهي پاڻ کي امير حمزه جي اولاد سڏرائن ٿا. اسان ثابت ڪري آيا آهيون تہ حضرت امير حمزه کي ڪوبہ پٽ جو اولاد ڪونہ هو، تنهنڪري هتي ڪنهن کي بہ امير حمزه جي نسل مان تسليم ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. حضرت امير حمزه هڪ ديو مالائي ڪهاڻي جو بہ ڪردار رهيو آهي، ان تي اسان وٽ داستان امير حمزه نالي ڪتاب لکيل آهي جنهن ۾ ديون ۽ پرين جو ذڪر آهي.

حقيقت اها آهي تہ هر قبيلي پنهنجو پاڻ کي اسلامي

جذبي تحت ڪنهن نہ ڪنهن عرب قبيلي جي بهادر يا سردار سان پنهنجو رشتو قائم ڪري ورتو، جنهن مان اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هو عرب نسل مان آهي ۽ رسول ڪريم ﷺ جن جي خاندان سان سندن تعلق آهي ۽ اهڙي قبيلي جي فرد يا سردار جي اولاد آهن جيڪو بهادر بہ آهي.

راءِ بهادر هتورام بلوچ لفظ جي تشريح ڪندي لکيو آهي بلوچ حلبي زبان ۾ ان کي چيو ويندو آهي جيڪو صحراءِ نشين ماولوند ماڻهو هميشہ خانہ بندوش رهندو هجي جيئن تہ هميشہ بروهي روزگار ۽ مال جي چاري واسطي هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ لڏپلاڻ ڪندا رهندا آهن. سنڌ ۾ صدين کان وٺي هي قبيلو سياري جي موسم ۾ چراگاهن جي تلاش ۾ ايندا آهن ۽ اونهارو ٿيندي ئي واپس جبل ڏانهن هليا ويندا آهن. هاڻي تہ انهن مان ڪيترا سنڌ ۾ مستقل طور آباد ٿي ويا آهن.

تاريخ راجستان ۾ مسٽر ٽاڊ هنن کي راجپوت قرار ڏيئي لکيو آهي ”ڪيهر سنگهہ“ جي گادي نشين وقت بروهي قوم جي رئيس ”جسرت“ فوج ڪشي ڪئي پر ان کي واپس وڃڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ بروهي قوم جو مذهب اهو هو جيڪو جادو پٽي جو هو. هي عمر بن عبدالعزيز جي وقت ۾ تبليغ ذريعي مسلمان ٿيا.“ هو انهن بابت ٻڌائي ٿو تہ هو هاڻي راجستان مان ختم ٿي ويا آهن.

نسب نامہ سنڌ هڪ قلمي فارسي مسودو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۾ موجود آهي. تنهن ۾ سماٽ ذاتين جي پاڙن ۾ بروهي ذات بہ ڄاڻائي وئي آهي. جنهن جو شجرو مان ڄاڻائي رهيو آهيان، جنهن مطابق بروهي اصل سنڌي قوم جا فرد آهن سندن ٻولي ۾ مهين جي دڙي واري زبان جا ڪيترا لفظ شامل آهن. مهين واري ٻولي تي تحقيق ڪندڙ چون ٿا تہ اهي مهين جي شهر جي باقيات مان آهن. گستان باؤلي لکي ٿو تہ قديم سنڌين جي قبيلن وارا هندستان ۾ ڪروڙن جي تعداد ۾ آهن.

بلوچ تاريخ دور عرب تهذيب ۾ ڊاڪٽر اسماعيل دشتي البو شهري لکيو آهي تہ لفظ براهوي، ابراهيم مان ماخوذ آهي جو ان قبيلي جي وڏي سردار جو نالو هو جيڪو پوءِ بگڙي ”برهم“ ۽ بعد ۾ ”برهوا“ ٿي ويو. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ هڪ ٻي تحقيق موجب جيڪا زياده صحيح آهي ان جي مطابق لفظ براهوئي ”بہ روحي“ مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي جبل جي مٿان.

بلوچ عالم ان ڪوشش ۾ لڳا پيا آهن تہ بروهي ۽ بلوچ هڪ نسل مان آهن. جيئن هو بلوچستان ۾ پنهنجي برتري ڏيکاري سگهن. جيڪڏهن هو ائين نہ چون تہ بلوچ بلوچستان ۾ چوٿين نمبر تي اچي ٿو. 1981ع جي آدمشماري رپورٽ موجب سڀ کان زياده سنڌي، ٻي نمبر تي بروهي، ٽين نمبر تي پٺاڻ ۽ چوٿين نمبر تي بلوچ ٿين ٿا. تنهن ڪري اتي اها مهم هلائي وئي تہ بلوچ ۽ بروهي کي هڪ ثابت ڪري بلوچستان جا حقيقي وارث ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن. انهي سلسلي ۾ هو لکي ٿو:

”اسان ڏسون ٿا تہ بلوچي لفظ براهوئي، جو تلفظ ”خ“ سان گڏ براخوي بہ چيو ويندو آهي. وقت گذرڻ سان گڏ براهوي ”براهو“ جي طرف منسوب ٿي ويو ۽ براهوي قبيلي سان تعلق رکڻ وارن فردن ان قبيلي ۽ برادري کي ان نالي (براهوئي) سان سڏجڻ لڳا.

مطلب تہ بروهي ۽ بلوچ هڪ نسل سان تعلق رکندڙ آهن. سندن اهو بہ چوڻ آهي تہ براهوي (براخوي) ڪرد مهاجر نسل سان تعلق رکن ٿا.“

اڪثر بلوچ بہ پاڻ کي ڪرد قبيلي مان ڄاڻائيندا آهن. اسان پاڻ انهي خيال جي تائيد ڪريون ٿا تہ پر ڪرد پاڻ چوندا آهن تہ هو قديم سنڌين جي اولاد مان آهن، سندن قومي تحقيق جي مطابق هو مهاڻو نسل وارن جي اولاد آهن ۽ سڀ کان وڏو پاڙو ”سنڌي“ آهي تہ پوءِ سمجهڻ ۾ دير ڪونہ ٿي لڳي بلوچ ۽ قديم سنڌي قبيلن مان آهي بروهي سڀ قديم سنڌين جي اولاد نہ آهي ۽ ڪي ٻاهران هجرت ڪري اچي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ پناهہ ورتي ۽ موجوده بلوچستان جي حدن ۾ ڦهلجي ويا ۽ اڳ ۾ اتي رهندڙ بروهن ۾ شامل ٿي ويا پر اڄ بہ انهن ۾ نسلياتي تضاد ۽ انفراديت صاف نظر اچي ٿي.

اسان جي خيال موجب بروهي جيڪي گهٽي وقت کان وٺي موجوده بلوچستان راجستان ۽ هندستان تائين ايندا ويندا هئا جنهن ڪري سندن گاڏڙ ٻولي بڻجي وئي، جنهن ۾ قديم، سنڌي، ايراني، عربي ۽ ٻين ٻولين جا لفظ شامل ٿي ويا آهن.

مير گل خان نصير بروهي قبيلي کي مقامي مڃڻ کان انڪار ڪندي بہ تسليم ڪيو آهي تہ پنچاري، پندراڻي، ساسولي، زهري ۽ ساجدي قبيلا قديم سيوائي قبيلن جا باقيات آهن. انهيءَ سلسلي ۾ محترم نذير شاڪر بروهي ڪافي ڪم ڪيو آهي ۽ ڪري رهيو آهي، هن جو ايتريقدر چوڻ آهي تہ موجوده بروهي قبيلن ۾ اڪثريت انهن جي آهي

جيڪي اصل ۾ سنڌي نسل مان آهن، پر هاڻي حقيقت ۽ اصليت مڃڻ لاءِ تيار نہ آهن. هو انهن کي دراوڙ چوي ٿو. مان سندس جي ان راءِ سان متفق نہ آهيان تہ دراوڙ ۽ قديم سنڌي ۾ وڏو تفاوت آهي، دراوڙ ٻاهران اچي سنڌ ۾ آباد ٿيو، جنهن جي تصديق گنڪو فسڪي ڪئي آهي، هو لکي ٿو:

”جديد معنيٰ ۾ اصطلاح دراوڙي جو 3 هزار کان 2 هزار سال قبل از مسيح تائين نندي ڪنڌ جي اتر اولهندي علائقي ۾ رهڻ وارن ماڻهن تي اطلاق نہ ڪرڻ گهرجي. وڌيڪ صحيح اهو آهي تہ ان کي ابتدائي نسلياتي مجموعي يا ابتدائي نسلياتي فرقو چوڻ گهرجي، اسان ان کي اصل دراوڙ چئي سگهون ٿا. اصل دراوڙي فرقو جنهن قديم ترين تهذيب جو بنياد وڌو، ان جو چمندي رشتو درياءَ سنڌ جي وادي ان آباديءَ سان ملي ٿو جيڪي اتي جديد هجري عهد ۾ موجود هئا. هتي اسان کي دراوڙي مسئلي جي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾ انتهائي هڪ گروهہ جنهن جي اصولن جو بنياد وهم تي آهي ۽ حقائق کان انڪاري آهن، تنهن تي بحث ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. مؤرخن جيڪا معلومات گڏ ڪئي ان جي روشني ۾ ڪن داواعن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. دراوڙ 2900 سال قبل از مسيح اتر اولهہ لکن بولان ۽ خيبر کان نندي ڪنڌ ۾ پهتا هئا، جيئن هڪ هزار سال پوءِ آريا آيا هئا.“

منهنجي تحقيق جي مطابق دراوڙ لفظ جو اصطلاح، قديم سنڌين جن مهين جي تهذيب جو بنياد وڌو هو ۽ اهي ٻاهريان جيڪي ڪنهن سبب جي ڪري اچي آباد ٿيا، انهن ٻنهي جي وچ ۾ نسلياتي فرق ظاهر ڪرڻ جو اصطلاح آهي، دراوڙ ڪي ڌرتي جو اصل وارث يا تهذيب جو باني نہ ٿو چئي سگهجي پر اهو ضرور ٿيو جو اڳتي هلي انهن ۾ ميل جول ٿيو جيئن گنڪو فسڪي لکيو آهي:

”اسان وٽ جيڪي شاهديون موجود آهن انهن مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ 2 هزار سال قبل از مسيح جي درميان نندي ڪنڌ هند ۽ پاڪستان جي اترين علائقن ۾ پيچيده نسلياتي عمل کان پوءِ ٻہ قديم ترين نسلياتي گروهہ پيدا ٿيا. اولهہ ۾ اصل دراوڙي ۽ اوڀر ۾ اصل منڊا، انهن ٻنهي جي وچ ۾ سرحدي لڪير دهلي کان گذري ٿي پر انهن ٻنهي جي باهمي تعلقات کان انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي. ٿي سگهي ٿو تہ منڊا جي جدامجد جا ڪي انفرادي گروهہ اولهہ طرف هليا ويا هجن ۽ اصل دراوڙي اوڀر طرف آيا هجن.“

اسان جڏهن سنڌ جو نسلياتي جائزو وٺون ٿا تہ اها حقيقت سامهون اچي ٿي تہ دراوڙ سڏائيندڙ ذاتين ۽ قبيلن ۽ اصل سنڌين جي وچ ۾ رنگ، ڍنگ، هڏ ڪاٺ طور طريقي، جسماني بناوٽ ۽ ٻوليءَ جو وڏو فرق آهي، جنهن مان واضح طور تي اهو ثابت ٿئي ٿو تہ دراوڙ ۽ سنڌي ٻہ نسلياتي گروهہ آهي جيڪي هڪ ٻئي کان الڳ الڳ ۽ جدا آهن.

جيڪڏهن اسان بروهي يا ٻين قبيلن کي دراوڙ تسليم ڪريون، تڏهن بہ بروهي ۽ بلوچ ۾ واضح نسلياتي فرق موجود آهي، اهو ضرور آهي تہ دراوڙ قديم سنڌين جي قريب آهن. جڏهن تہ بلوچ پري آهي، هن سلسلي ۾ اسان جي مدد ڪندي جيڪا علمي معلومات نذير شاڪر بروهي صاحب ڏني آهي. اها قابل قدر آهي ۽ اهو ثابت ڪرڻ لاءِ سند جي حيثيت رکي ٿي تہ آخر بلوچ ۽ بروهي کي هڪ ثابت ڪرڻ ڪوششون ڇو ورتيون ويون آهن ۽ جديد دؤر ۾ ان جي ضرورت ڇو پئي آهي. هو ان کان پردو کڻندي اصل حقيقت بيان ڪئي آهي تہ براهوي (بروهي) بلوچ نہ آهي. هو لکي ٿو:

بلوچستان جي تاريخ ۽ عام سياسي ماحول ۾ براهوئي ۽ بلوچن جو هڪ قوم هجڻ يا ٻہ عليحده قومي تشخصون رکڻ هڪ وڏو سياسي ۽ تاريخي مسئلو آهي. جن ماڻهن کي بلوچستان جي اندروني سياسي ۽ تاريخي تضادن جي ڄاڻ نہ آهي، اهي ٻنهي قومن کي اڻ ڄاڻائيءَ سبب هڪ قوم قرار ڏيندا. ڇو تہ براهوئين جي نسلي ۽ لساني بنيادن متعلق موجوده بلوچستان جي بلوچ يا بلوچ پرست ليکڪن جي تحريرن مان اهو محسوس ٿيندو تہ براهوئي ۽ بلوچ هڪ قوم آهن. مير غوث بزنجو لکي ٿو تہ:

“The Baloch and the Brahvi are not two Separate people, they are one and the Same…”

محمود علي شاهہ تحرير ڪري ٿو تہ:

“They (Brahvi) Speak Brahvi langyage, which belong to the horth western member of the Dravidian family of languages.....They farmed a wrong opinion that Brahvi are the pre-Aryan people and aer the last remnant of

pure Dravidian Stock. The fariegn Scholars namely, steem, Dr. Trump, longworth Dames and Sir Bray aer of the Sinilar opinion about the origin of the Brahvi tribes......All the nationalist and local writers differs differ with the theory that Brahvis are a different ethric group than Baloch and belong to the Per-Aryan Dranidian race. They opine that the Brahvi and Baloch aer the member of the same ethnic clan and belong to the same ancestors.

جيڪڏهن براهوئين کي بلوچن کان ڌار ۽ مختلف قوم سڏجڻ، ڪوئڻ متعلق ڪا تحرير سامهون اچي ٿو تہ بلوچ ۽ بلوچ پرست ليکڪ ان کي بلوچ قوم کي ٽڪرا ڪندڙ، انگريز ايجنٽ، سازشي، قومي تعصب ڦهلائيندڙ ۽ ٻين انيڪ لقبن سان ڪيس ياد ڪيو وڃي ٿو. جيئن مير گل خان نصير جي هن هيٺين بيانن مان اها ڳالهہ واضح ٿئي ٿو.

مير گل خان نصير لکي ٿو تہ:

"انگريز جنهن نہ صرف هندستان تي بہ سؤ سالن تائين حڪومت ڪئي بلڪ پورو ايشيا جن جي مُٺ ۾ صدين تائين تڙپندو رهيو ۽ انگريز جيڪي پنهنجي چالاڪي، دورانديشي ۽ مڪر ۽ فريب سان گڏوگڏ شجاعت ۽ استقلال ۾ پنهنجو مثال پاڻ رکندا هئا. اهڙي طرح سنڌ ۽ بلوچستان ۾ مقرر انگريز پوليٽيڪل آفيسرن، بلوچستان تي قبضي ڪرڻ لاءِ اهو رٿيو تہ پنهنجي بدنام عوامي پاليسي "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" کي ڪم ۾ آڻي يعني بلوچستان کان ٻاهر رهي ڪري بہ پڻ بلوچستان جي عوام ۾ ڌار وجهجي. انهن جي قومي اتحاد کي منتشر ڪيو وڃي ۽ بلوچن جي قومي تنظيم کي ختم ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ پهريون قدم اهو کنيو ويو جنهن ۾ بلوچ ۽ براهوئي تقسيم جو هو......"

مير گل خان نصير اڳتي تحرير ڪري ٿو تہ:

"اڄ بہ جيڪڏهن ڪٿان براهوئي کي بلوچن کان هڪ ڌار قوم ثابت ڪرڻ لاءِ آواز اٿي ٿو تہ ان ۾ جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي تہ ان پويان اهوئي انگريزن جي استعماري سازش ڪارفرما نظر ايندي. براهوئي کي بلوچ نہ سمجهڻ هڪ اهڙي تاريخي بدديانتي ۽ بلوچ قوم ۾ ڌار وجهڻ جي هڪ اهڙي خطرناڪ سازش آهي، جيڪو ڄار، بلوچ قوم جي تباهي ۽ بربادي ءَ لاءِ انگريزن وڇايو هو. براهوئي ۽ بلوچ پنهنجي جسماني ساخت، رسم ۽ رواج، قبائلي تنظيم، روايتن، تمدني ۽ معاشرتي حالتن جي مطابق ۽ قديم ۽ جديد تاريخي سَندَن جي روشني ۾ هڪ ئي نسل جا ماڻهو آهن. براهوئي ۽ بلوچ ۾ ڪو بہ نسلي فرق نہ آهي. براهوئي بلاشبہ بلوچ ۽ بلوچ-براهوئي آهن...."

پر گهڻين براهوئي محققن، ليکڪن ۽ دنيا جي مڃيل ماهر لسانيات، بشريات، آثار قديمہ ۽ مورخن جي تحقيق مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ براهوئي- بلوچ نہ آهن ۽ اهي ٻئي قومون نسلي، لساني، تاريخي، جاگرافي ۽ ڪلچري حوالي سان ڌار ۽ مختلف آهن. براهوئين جي لوڪ ادبي روايتن جي مطابق هو سنڌ ۽ بلوچستان جا قديم ماڻهو آهن، جيڪي آرين جي حملي کان وٺي اڄ تائين تسلسل موجود آهن.

نذير شاڪر بروهي جيڪو براهوئي ۽ بلوچ قومن جي تاريخ ۽ بلوچستان جي اندر ٻنهي قومن جي تضادن متعلق پوري ڄاڻ رکي ٿو. هو پنهنجي هڪ اڻ ڇپيل ڪتاب (هاڻي اردو ۾ براهوي اور بلوچ جي نالي سان شائع ٿيو آهي) ۾ مختلف ماهرن جي حوالي سان براهوئين کي هن سرزمين جا قديم باشندا قرار ڏئي ٿو.

اي ڊبليو هيوگز لکي ٿو:

"براهوئي نسلي لحاظ سان بلوچستان ۾ اڪثريت سان آهن.....براهوئين جو عقيدو آهي تہ هو هتان جا اصل باشندا آهن...."

ڪامل القادري تحريرڪري ٿو تہ:

"براهوئين جو دعويٰ آهي ۽ ثبوتن مان بہ ان جي تصديق ٿئي ٿي تہ هو هن علائقي جا قديم ماڻهو آهن...."

ڊاڪٽر مظفر حسين ملڪ رقمطراز آهي تہ:

"براهوئين جو پنهنجو اهو اعتقاد آهي تہ هو بلوچستان جا ئي باشندا آهن....."

اها ڳالهہ تاريخي، نسلياتي، آثاراتي ۽ لسانياتي ثبوتن مان بہ واضح ٿئي ٿو تہ براهوئي پاڪستان جا قديم باشندا آهن ۽ قديم دراوڙ (prato-Dravidian) آهن. نذير شاڪر بروهي

مختلف ماهر لسانياتن ۽ مؤرخن جي حوالي سان لکي ٿو. هو ڊاڪٽر الانا جي حوالي سان لکي ٿو:

"اها مڃيل حقيقت اهي تہ بلوچ قبيلا بلوچستان جا اصلوڪا رهاڪو نہ آهن، پر مڪران ۽ بلوچستان ۾ بلوچ قبيلن چوٿين صدي عيسويءَ کان اچڻ شروع ڪيو. بلوچ قبيلن جي اچڻ کان اڳ هن خطي ۾ دراوڙ، عرب، ايراني، بروهي، راجپوت ۽ جت قومون (جدگالي) گهٽي تعداد ۾ رهنديون هيون..."

حبيب الله صديقي، براهوئين کي ٽي-چار هزار سال اڳ سنڌ ۽ بلوچستان جي جاگرافيائي حدن ۾ اعليٰ تهذيبن جو خالق قرار ڏيئي سڪاني باسي قرار ڏئي ٿو. هو لکي ٿو:

"بلوچستان جي "سراوان" ۽ "جهلاوان" جابلو علائقي (ٽڪرين تي جبل جي ڪير) ۾ رهندڙ بروهي قبيلا موئن جي دڙي ۽ سنڌ ۾ انهيءَ دور جي بين اعليٰ تهذيبي مرڪزن تي "آرين" کان اڳ قابض ٿيا....."

باباءِ براهوئي، براهوئي نور محمد "پروانہ" بہ بلوچن کي ڀاهريان آيل ۽ براهوئين کي هن ڌرتيءَ جا قديم ماڻهو قرار ڏئي ٿو. هو رقمطراز آهي تہ:

"بلوچ قوم زُوتے اٹ (انگل پنج صد سالان ایران پارہ آن مرسا) خاص حالت آتا کهٹی داڑے بسُونے وقتس کہ براهوئی قوم هزارتے آ سال مُستان داڑے موجوں ے۔ هراڑکہ "مهرگڑه، پیرک" (پیره آتا) وَموهنجو دڑو (مهنا تا ذنب) نا تهذیب آتہ مثال ناوڑٹ پیش کنگ مریکہ..."

ترجمو: بلوچ قوم ماضي قريب (تقريباً پنج سئو سال اڳ ايران طرف کان) خاص حالتن جي تحت هتي آئي آهي. جڏهن تہ براهوئي قوم هزارن سالن کان هتي موجود آهي، جنهن لاءِ مهر ڳڙهہ، پيرڪ (آباءُ اجداد جو دڙو) ۽ موهن جو دڙو (اڳلن ماڻهن جو دڙو) جي تهذيبن کي مثال لاءِ پيش ڪري سگهجي ٿو."

ايچ ٽي لئمبرڪ، سر آريل اسٽائن جي حوالي سان براهوئين کي آرين کان اڳ جي نسل جا ماڻهو قرار ڏئي ٿو.

"The Brahvi%..Speakers as having derived originally from per-Aryan rece,%..Sir Aural Stein remarks of the Brahvi homeland in the jhalawan and Sarawan hills, that barren region affording neigher attraction nor room for Setllement to any invaders is just the ground where the nomadic finge, poor semi-barbarous relatives, as it vere, of that ancient Shttled race, would be likely to be left undisturbed. It could thus escape the fort of Aryanisation which their congeners in more favoured lands has undergone%."

بلوچ، بلوچستان جا اصلي رهاڪو نہ آهن پر هو ٻاهران آيل هڪ ڌاري قوم يعني مهاجر آهن. جيئن ليٿم لکي ٿو:

"In the couutry, however, which they now occupy, the Brahvi consider themselves aboriginal, the Biluch admitting that they are themsewes of foreign origin%."

آسڪو پرپولا لکي ٿو:

"The Baloch who speak a west Iranian languages, are through to have arrived in Baluchistan arund the tenth century A.D%%"

رچرڊ فري تحرير ڪري ٿو تہ:

The Irainan-Speaking Baluchis Came Iram the west in Islamic times, before their arrival othe Iranians had mixed with the Brahuis.

آرمڪول رقمطراز آهي تہ:

The Balochi who gave their name to province, are Comparatively vecent arrivals. They apparently entered Baludistan in the II th and 12 th Centuries, being driven out of Persia by the Selyuks...

بلوچ نسلياتي حوالي سان برانيڪو سفالڪ آهن، جيئن ايل ڊيفر، جيڪو بلوچن تي مهارت رکندڙ محقق آهي، لکي ٿو تہ:

"هاڻي هي نظريو باقي بچو تہ بلوچ ايراني نزاد آهن ۽

منهنجي خيال ۾ اهوئي صحيح آهي. برٽن جي خيال جي وضاحت اڳ ۾ ئي چڪي آهي. ليسن، اسپيگل ۽ ٽرمپ بہ ان موقف جي تائيد ڪن ٿا. علم الانسان جي جديد ماهرن ايران جي اترين علائقن جي ماڻهن کي آريائي نسل جي شاخ ٻڌائين ٿا. لفظ آريو بذاب خود واضح نہ آهي پر ان جو اطلاق ڪاڪيشا جي ان ماڻهن تي ٿئي ٿو جنهن کي هو موالپنسس چون ٿا ۽ جيڪي وچ يورپ ۽ ايشيا ڪوچڪ کان هندو ڪش جي مٿين علائقن تائين ڦهليل هئا. هن نسل جي هڪ اهم خصوصيت گول ساخت واري ڪوپڙي (Brachycephaly) آهي. جنهن جو خاص ثبوت ۽ مثال ترڪستان جي تاجڪ ۽ هندو ڪش جي غلچائن ۾ ملي ٿو. بلوچ انهيءَ نسل جي هڪ شاخ معلوم ٿين ٿا. بلوچ اڄ بہ پنهنجي مٿي جي ساخت جي وجهہ کان گول ڪوپڙي جي حلقي بندي (Brachycephaly) سان تعلق رکندا آهن."

جڏهن تہ ان جي برعڪس براهوئي، ڊوليچو سفالڪ سان واسطو رکن ٿا. رولينڊ برٽن رقمطراز آهي تہ:

This type, characterizeb by short stature, dolichocephalic (lony headed) is also faund in the wester Ghats, erample are the kannada speaking kurumbas from the Nilgiri Hills, the Telugu- Speaking chenchus and Tamil Speaking yeruvas from the Eastern chas...the Dravidian Brahui...in the horth of the subcontinent...are also theis type.

جيڪب پاندين، براهوئين جي جسماني ساختجي اصليت جي باري ۾ لکي ٿو تہ:

The Brahuis...physical resemblance to the Oravidan of Southeern India..

موجوده پاڪستاني بلوچستان صوبي جي جاگرافيائي حدن ۾ "بلوچ" لفظ يارهين کان تيرهين صدي عيسويءَ کان پوءِ ٻڌڻ ۾ آيو. ان کان اڳ "بلوچ" لفظ هن علائقي ۾ اجنبي هو. ان متعلق ايل ڊيمز ٻڌائي ٿو تہ:

"تيرهين صدي کان اڳ مڪران ۾ بلوچ لفظ کان ڪو بہ واقف نہ هو تہ پوءِ ان کي سورنهن سئو سال اڳ......ملائٹ، ڊيڪارٹ جي ڪوشش بغير مقصديت آهي."

نذير شاڪر بروهي رقمطراز آهي تہ جهڙي طرح بلوچ، جديد دور جا آيل ايراني مهاجر آهن، تهڙي طرح سنڌن نالي پٺيان "بلوچستان" سڏجڻ ۽ ان تي نالو بہ جديد دور ۾ پيو آهي، جنهن کي هڪ سئو چاليهہ ورهيہ مَس ٿيا آهن. اهو نالو پهرين نومبر 1877ع تي پيو، جڏهن انگريزن، براهوئي حاڪم کان هرنائي، پشين، چمن، زوب، لورالائي، علائقي بگٽي، ڪوهلو، ڪوئيٽا، بولان وغيره جا علائقا پٽي تي ورتي، پوءِ انهن سڀني کي گڏي انهن تي "برٽش بلوچستان" نالو رکيو. ان کان اڳ پاڪستان جي ڪنهن بہ صوبي يا علائقي تي "بلوچستان" نالو رکيل نہ هو.

1528-29ع ۾ ظهيرالدين بابر پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ڊيرهہ جات (هاڻي ڊيرهہ غازي خان، ڊيرهہ اسماعيل خان) واري علائقي کي عام رواجي ۽ پاڻ مرادو "بلوچستان" لکيو آهي. حالانڪ اهي علائقا اڳ ۾ ئي نالن سان منسوب هئا، پر بابر، ان علائقي ۾ بلوچن جي گهڻائي ڏسي، ان کي "بلوچستان" لکيو. ظهيرالدين بابر رقمطراز آهي تہ:

"ان ڏينهن ۾ بلوچستان کان مهدي ڪوڪلتاش جو خط مليو. ان اطلاع ڏنو تہ بلوچن ڪجهہ جڳهن تي لُٽ مار ڪئي آهي ۽ هنگامو برپا ڪيو آهي."

پروفيسر محمد اشرف شاهين قيصراڻي، ظهيرالدين بابر جو ڊيرهہ جات واري علائقي کي "بلوچستان" لکڻ ۽ انگريز جو پهريون دفعو "برٽش بلوچستان" نالو رکڻ جي باري ۾ واضح نمونيٰ سان تحرير ڪري ٿو تہ:

"بلوچستان جي نالي سان جيڪو خطو سڀ کان پهرين سڏجڻ ۾ آيو، اُهو غالباً ڊيرهہ جات هو نہ ڪہ موجوده بلوچستان. ڇو تہ موجوده بلوچستان جو ذڪر قديم تواريخ ۾ رياست قلات يا پوءِ مڪران ۽ زوب وغيره جي انفرادي علائقائي نالن سان ملن ٿا. جڏهن تہ بابر بہ جتي قلات تي حملو ڪيائين اتي بلوچستان جوڪو بہ ذڪر نہ ٿو ملي. البتہ جتي بلوچستان جو ذڪر ملي ٿو، اُتي دودائي بلوچن جو ذڪر ملي ٿو، جيڪي ڊيرهہ جات جا حاڪم هئا. ان لاءِ هي ڳالهہ قرين قياس آهي تہ بلوچستان جي نالي سان جيڪو خطو سڀ کان پهرين مشهور ٿيو، اُهو ڊيرهہ جات (ڊيرهہ غازي خان ۽ ڊيره اسماعيل خان) جو علائقو هو،

جيڪو بعد ۾ انگريزن جي دور ۾ پهريون دفعو انتظامي طور پنجاب سان منسلڪ رهيو. بعد ۾ سنڌيمن غيرسرڪاري طور مري، بگٽي ۽ ڪيتر ان علائقن کي به پنهنجي قبضي ۾ شامل ڪري مشرقي بلوچستان جو بنياد وڌو. ليڪن پوءِ جڏهن برٽش بلوچستان جو قيام عمل ۾ آيو ته ڊيرهه جات ان ۾ شامل نه هئا ۽ اهڙي طرح صرف موجوده بلوچستان ئي ان نالي سان قائم رهيو."

"برٽش بلوچستان" جي نالي کان اڳ، موجوده بلوچستان جي مختلف علائقن جا مختلف دورن ۾ مختلف نالا هئا. مثلاً يونانين جي دور ۾ هي هيٺيان علائقا، هيٺين نالن سان مشهور هئا.

| | |
|---|---|
| قديم بلوچستان | ماڪا |
| سون مياڻي | سڪندريه |
| اور ماڙهه | پارڪونوئي |
| اورماڙهه بندر | باجيسرا |
| خاران، چاغي ۽ سيستان | درنگانيا |
| حب ندي | اٽيو پيس |
| مغربي لس بيلو | اوريتي |
| موجوده ڪيچ مڪران | ڪيز |
| ساحل مڪران | اڃينو پاغي |
| پورالي ندي | آرا بيس |
| لس بيلو | ارمابيل |
| قلات جو علائقو | ارتاڪونا |

راءِ گهراڻي ۽ چچ گهراڻي جي دور حڪومت ۾ قلات وارو علائقو "سيوا قلات" مشهور ٿيو. عربن جي دور ۾ هيٺيان علائقا هيٺين نالن سان مشهور ٿيا.

| | |
|---|---|
| خضدار ۽ قلات يعني جهلاوان | توران (طوران) |
| قلات | ڪنڪان/ڪيرڪانان |
| ڪڇي | بُڌ |
| پنجگور | فتربور |
| خاران | برفين/قآن |
| گندا واهه | قندابيل |

پندرهين صدي عيسوي ۾ قلات وارو علائقو براهوئين جي قبضي ۾ اچڻ بعد ۽ اتي سنڌن حڪومت قائم ٿيڻ ڪري، ان تي "رياست قلات" يا "براهوئي حڪومت" نالو پئجي ويو جيڪا 1948ع تائين قائم رهي.

نذير شاڪر بروهي لکي ٿو ته اصل حقائق جي مطابق براهوئي ۽ بلوچن ۾ ڪا به هڪجهڙائي نه آهي. "ٻئي هڪ قوم آهن" جو مفروضو دراصل مير گل خان نصير جو هڪ سياسي سازشي منصوبي تحت گهڙيل آهي. هن براهوئي ۽ بلوچن کي هڪ قوم قرار ڏيڻ لاءِ ڪيئي من گهڙت، هٿ ٺوڪيا ۽ ڪوڙا مفروضا گهڙيا. انهن کي ڪتابي صورت ۾ پيش ڪيائين. جنهن جو واضح مثال سنڌس ڪتاب "ڪوچ ۽ بلوچ" آهي جيڪو دراصل لانگ ورٿ ڊيمز جو ڪتاب:

The Baloch race: A historical and ethnological sketch

آهي، جيڪو

Asiatic society, Monograph, NoL Manual NoL 29 landan, 1904

۾ ڇپيو. جنهن جو گل خان نصير پنهنجي سياسي مفادن جي آڌار تي غلط ترجمو ڪري، ان جي شروعات ۾ ٽي باب پنهنجي طرفان ان جو ضد لکي، ان تي ڪتاب ۾ شامل ڪيائين. هن ڪتاب جو ترجمو ڪرڻ ۽ ان ۾ ٽن بابن جو لکي ان ۾ شامل ڪرڻ جو سنڌس مقصد ئي براهوئين کي ڪوڙ، من گهڙت ۽ سياسي سازش تحت بلوچ ثابت ڪرڻ هو. مير گل خان نصير پنهنجو من گهڙت مفروضو پيش ڪندي لکي ٿو ته:

"ڪوچ ۽ بلوچ جو اهو جابلو گروهه جيڪو هاڻي براهوئي جي نالي سان مشهور آهي. نوشيروان جي فوج جي قتل عام کان ڪجهه ماڻهو مشڪل سان جان بچائي برزڪوهه کان، جيڪو هنن جي رهڻ جي جاءِ هئي، ڀڄي نڪتا. انهن جون عورتون، ڇوڪريون ۽ ٻار ٻچا گهٽو ڪري يا ته تلوار جي ٻُڪ بڻيا يا قيد ٿي ويا. تمام ٿوري تعداد ۾ ڪجهه عورتون ۽ ڇوڪريون اگر بچي نڪتيون ته اُهي ايتري تعداد ۾ نه هئا جو هڪ عام قبيلي جي ازدواجي ضرورتن کي پورو ڪندو هجي. لهٰذا قلات جي ماراپ ۽ سياهه ڪُنب جابلو پٽيءَ ۾ آباد هجڻ کان پوءِ ان برزڪوهي مردن کي مجبوراً ازدواجي ضرورتن لاءِ هتان جي ، قامي ڇوڪرين سان شادي ڪرڻي پئي ۽ اهڙي طرح هتان جي قديم ماڻهن سان انهن جو قريبي رشتو، دوستي جو لاڳاپو ۽ ميل جول جو آغاز ٿيو ۽ آهستي آهستي اهي هڪ ٻئي سان اهڙي طرح ملي ويا جو بالآخر هڪ ئي گروهه سمجهڻ لڳا، جنهن جو نتيجو هي نڪتو جو ڪجهه پيڙهين کان بعد

پنهنجي مادري زبان بہ وڃائي ويٺا ۽ قديم سيوائي قبيلن جي زبان سان ملندڙ جلندڙ هڪ اهڙي زبان ڳالهائڻ لڳا، جيڪو انهن جي بزرڪوهي نالي جي مناسبت سان بروهي، براوي ۽ براهوئي جي نالي سان اڄ تائين مشهور ٿيندي اچي ٿي...“

مير گل خان نصير اڳتي لکي ٿو تہ:

”ٻارهين صدي جي آخر ۽ تيرهين صدي جي شروع ۾ بلوچستان جي سرزمين تي منگولن جو جُهڙ ڦهلجڻ لڳو ۽ جڏهن اُهي هڪ وڏي سيلاب وانگي هندستان طرف وڌڻ لڳا تہ قلات ۾ سيوا جي حڪومت انهن جي سامهون لڙهي ويئي. منگولن انهن جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ۽ قلات تي پنهنجو گورنر ويهاريو. قديم سيوائي قبائل سيوائي، نيچاري، پندراني، ساسولي ۽ زهري وغيره حملہ آورن جو مقابلو نہ ڪري سگهڻ ڪري منتشر ٿي ويا ۽ پوءِ آهستي آهستي ان مال چاريندڙ يعني بزرڪوهي، بلوچن ۾ ملي ويا، جن جي قبائلي تنظيم مضبوط ۽ مستحڪم هئي ۽ جن آهستي آهستي انهن قبيلن تي پنهنجو اثر ويهاري بلوچستان ۾ بلوچ حڪومت جو بنياد وڌو. هي قديم سيوائي قبيلا جيڪي تعداد جي لحاظ کان نون آيل قبيلن کان گهٽ هئا ۽ تمدني ۽ معاشرتي لحاظ کان بہ نسبتاً گهٽ پُرامن، خوشحال ۽ شهريت پسند هئا، نون ايل مال چاريندڙ ماڻهن کان اثر ورتو ۽ آهستي آهستي انهن کي پنهنجي رنگ ۾ رنگي ڇڏيائون. ايتري تائين جو پنهنجي زبان بہ انهن کي ڏيئي انهن سان گڏ براهوئي مشهور ٿيا.“

گل خان نصير جي مٿين پنهي بيانن مان اهو نتيجو نڪري ٿو تہ براهوئي، ڪرد آهن. ڪوچ ايران جي بُرزڪوهہ جبل جا رهواسي هئا، جڏهن هنن بلوچستان ۾ قدم رکيو تہ انهن سيوا قبيلن جي عورتن سان شاديون ڪيائون جيڪي شيوائي يا سيوائي جي لقب سان مشهور هئا ۽ نسلاً ڪوشاني ۽ موجوده براهوئي قوم جي ناليوارن قبيلن نيچاري، ساسولي، پندراني ۽ زهري جيڪي اصل ۾ سيوا هئا ۽ بعد ۾ براهوئي قوم ۾ شامل ٿيا، جن جي وجهہ کان ڪوچن پنهنجي زبان يعني ڪردي سان مشابهت رکندڙ هئي، وڃائي ويٺا ۽ سيوا جي عورتن جي زبان اختيار ڪيائون، جيڪا موجوده براهوئي آهي ۽ بُرزڪوهي جي وجهہ کان انهن جي زبان براهوئي جي نالي سان مشهور ٿي.

موجوده براهوئي زبان لساني طور دراوڙ نہ آهي بلڪ ڪوشاني ۽ ايراني زمرهہ جي زبان آهي ۽ ڪردي زبان جي آميزش سان وجود ۾ آئي آهي. سيوا ماڻهن جي حڪومت منگولن جي حملن جي وجهہ کان ختم ٿي.

پهرين ڳالهہ اها تہ هن جو ڪوچن کي براهوئي قرار ڏيڻ واري صحيح نہ آهي، ڇو تہ ڪوچن جو وجود اڄ بہ موجود آهي ۽ اُهي انڊيا ۽ بنگال ۾ موجود آهن. ۽ ڪوچ (Koch, koach, kuch, kooch) پڻ راج بنسي جي نالي سان مشهور آهن. انهن متعلق هڪ جاءِ تي لکيل آهي تہ:

> Koch, also called Rajbanshi, ethnic group of the Bodo people, dispersed aver parts of Assam and Bengal. While their original language is a Tibeto Burman dialect. Large sections of the group in the goth century speak Bengali or other indo-Aryan languages. In the 16th century a Koch chief established the stote of Coach Behar, and they new call themselves Rajbanshi (of Royal Bllod), resent being called by the told tribal name, and follow Hindy Customs. But their claim to the high status of the Kshtariya class of Hindu is not generally admitted, and many of the endogamous subdivisions rank very low an the Hindy Caste hierarchy.

دراصل ڪوچ، ڪوفج، ڪوف يا ڪوچ ”ڪوهہ“ يعني ”جبل“ لفظ جي تبديل ٿيل صورت آهي. ڪوچ ڪنهن نسل يا زبان جو نالو نہ آهي، بلڪ جبلن تي رهڻ وارن جي صفت ظاهر ڪيل آهي، مشهور آهي. ”ڪوهہ“ ايراني نہ بلڪ دراوڙي ٻولين جو لفظ آهي. سرڻڪ سين گپتا، ڪوچن کي ڊالٽن ۽ رزلي جي حوالي سان دراوڙ قرار ڏئي ٿو. هو لکي ٿو تہ:

> According to Dalton (1872) they becong to the Dravidian stock his opinion deing based on their colour and the thichness of their lips and their angular facial ilne. Risley (1891) also idenri fied them as representative of the Dravidian stock.

روسي ماهر بشريات پڻ ڪوچن کي دراوڙ قرار ڏئي ٿو. هو لکي ٿو تہ:

"اسان اها حقيقت بہ نظرانداز نہ ٿا ڪري سگھون تہ قديم ايراني رسم الخط پيڪاني ۾ جيڪا تحرير ملي آهي ان ۾ متين ڳالهين جو ذڪر ملي ٿو. اهو "اڪو فاسيہ" ماڻهن جي باري ۾ ٻڌائين ٿا، جن کي ڪوفچ (ڪوفج يا ڪوچ) ماڻهو سڃاتو وڃجي. حدود العالم جي مصنف لکيو آهي تہ ڪوفج ست قبيلن ۾ ورهايل هئا ۽ پنهنجي پنهنجي زبان ڳالهائيندا هئا. غالباً انهن جو تعلق دراوڙي سان هو. اڄ بہ ان علائقي ۾ دراوڙي ڳالهائڻ وارن جا انفرادي گروهہ آباد آهن. ڪجھ محققن جو خيال اهي تہ هي قديم ماڻهو نسلي طور تي اڪوفاسيہ جن جو ئي اولاد آهن."

ٻي ڳالھ اها تہ "سيوا" نہ قوم، نہ ڪو قبيلو ۽ نہ ئي ڪا ذات ۽ نہ ئي انهن جو ايترو تعداد هو جو برزڪوهہ ڪان آيل ماڻهن هنن جي عورتن سان شادي ڪري پنهنجي مادري زبان (بقول گل خان نصير جي تہ اها ڪردي سان مشابهت رکندڙ هئي) وڃائي ويٺا، بلڪ هو خضدار ۽ قلات ۾ سنڌ جي راءِ خاندان جي حاڪمن جي طرفان مقرر ٿيل گورنر هئا. راءِ خاندان جو خانداني لقب "چام" هو ۽ انهن طرفان قلات ۽ خضدار تي مقرر ٿيل گورنرن جو خانداني لقب "سيوا" يعني "عوامي خدمت وارو" هو. هنن جو تعداد ڏهن ڪان پندرهن گھرن تي مشتمل هو، اندازاً ستر يا اسي افرادن تي مشتمل هئا، جن ۾ عورتون ۽ ٻار پڻ شامل هئا.

سيوا وارن جي حڪومت چچ برهمڻ جي هٿان ختم ٿي، ان ڪان بعد سيوا وارا هڪ خاندان طور (جيڪي پاڻ ۾ قريبي رشتيدار هئا) بچيا ۽ وقت جي نزاڪت کي سمجھي ۽ پاڻ کي چچ برهمڻ جي ظلمن ۽ سياسي ۽ دشمني ڪان بچائڻ لاءِ براهوئي قوم جي امام شهي (محمد شهي) قبيلي جي خدراني ذات ۾ شامل ٿي، براهوئي ٿيا. هاڻ بہ محمد شهي قبيلي جي خدراني ذات ۾ "سيوازئي" پاڙو موجود آهي، جيڪي سابق رياست قلات جا سيوا خاندان جا پونئر آهن. هن وقت انهن جو تعداد تقريباً ست سئو ڪان هڪ هزار تائين آهي. سندن مرڪزي شهر قلات آهي.

باقي نيچاري، زهري، پندراني ۽ ساسولي قبيلا، راءِ خاندان ڪان تمام گھٽو اڳ نہ صرف موجود هئا، پر اهي سيئي براهوئي ٻولي ڳالهائيندڙ هئا. جنهن جو واضح مثال پندراني قبيلو اهي، جنهن جي معنيٰ ڪُنيہر آهي. پندر، دراوڙي (قديم سنڌي) ٻولين جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ "گدام" ۽ آٽي معنيٰ وارو يعني گدامن وارو يا گدام ٺاهڻ وارا ڪنيہر. اهي آرين ڪان اڳ موجود هئا.

"سيوا" وارا يا قلات تي راءِ خاندان طرفان مقرر ڪيل گورنر نہ سٿين، نہ ڪرد ۽ نہ ئي ڪوشاني هئا، بلڪ اهي هندو ۽ اصل سنڌي هئا ۽ سرائيڪي (جتڪي يا جغدالي) ڳالهائيندڙ هئا. جيئن ايم بي ايمينيو لکي ٿو:

> The Sewa, dynasity kalat befete the (Brahui) confederacy. This Community is Jataki speaking.

ٽين ڳالھ اها تہ سيوا حاڪمن جي حڪومت 660ع ڪان پوءِ چچ برهمڻ جي هٿان ختم ٿي. وري ڏاهر جي حڪومت 712ع ۾ محمد بن قاسم عربن جي گورنر طرفان ختم ٿي وئي. ان دور ۾ نہ منگول هئا ۽ نہ ئي انهن جي حڪومت بڻي هئي. اهي تيرهين صدي عيسوي جي پهرين چوٿائي ۾ بلوچستان تي حملو ڪيو هئائون. ان دور ۾ بلوچستان تي سيوا وارن جي حڪومت جو نانءُ نشان ئي نہ هو. اها تہ تقريباً ڇھ سئو سال اڳ ۾ چچ جي هٿان ختم ٿي وئي هئي تہ پوءِ منگولن جو سيوا حڪومت کي ختم ڪرڻ واري ڳالھ غلط ٻيهي ٿي.

چوٿين ڳالھ اها تہ گل خان نصير، سيوا وارن جي زبان کي ڪوشاني قرار ڏئي ٿو، پر موجوده دور يا پراڻي دور ۾ ان نالي سان ڪا بہ زبان وجود نہ رکندڙ هئي نہ آهي. دراصل ڪوشاني، ڪشان حاڪم خاندان هو جن 15ع ڪان 360ع تائين حڪومت ڪئي. جن ۾ ڪدفائي سَس پهريون، ڪنشڪ نامور حڪمران ٿي گذريا آهن. هي ترڪ خانہ بدوش ماڻهو هئا. انهن جي زبان نہ ڪردي نہ ايراني بلڪ سيني جي برعڪس تُرڪي هئي. جنهن جو سيوا وارن جي سنڌي ۽ نہ ئي ڪردي سان ڪو لساني تعلق هو. ان لاءِ مير گل خان نصير جي اها ڳالھ بہ ڪوڙي ثابت ٿئي ٿي.

تاريخي حقائق ۽ مختلف ثبوتن جي آڌار تي مير گل خان نصير يا ان جي سياسي ساٿين، پوئلڳن ۽ ليڪڪن جو من گھڙت ۽ سياسي سازش طور سٿيل مفروضو يا مفروض علمي نقط نگاھ ۽ منطقي حوالي سان غلط ثابت ٿين ٿا.

بلوچستان جو نامور محقق ۽ تنقيد نگار انور رومان، مير گل خان نصير کي "براهوئي- بلوچ آهن" جي مفروضي

جو خالق سمجهي ٿو ۽ ان کي غلط قرار ڏئي ٿو. هو لکي ٿو:

"اهو قياس ڪرڻ ته براهوئي- بلوچ آهن. اهڙو ئي غلط هوندو جهڙو هي چوڻ ته اهي عرب يا افغاني يا ايراني آهن.......براهوئي-بلوچ هڪجهڙائي جو نظريو حال ۾ مير گل خان نصير ۽ مَلڪ صالح محمد لهڙي جن پيش ڪيو آهي. ليڪن ان (ٻنهي قومن) جا تضاد، ان هڪجهڙائي جي مقابلي ۾ گهري ۽ بنيادي نوعيت جا آهن. انهن جي زبانن ۾ سياسي ۽ ساخت جي لحاظ ۾ فرق ظاهر آهي. سماجي ۽ سياسي نظامن ۾ به ضوري ۽ معنوي اختلاف موجود آهن."

نذير شاڪر بروهي لکي ٿو ته دراصل براهوئين کي بلوچ قرار ڏيڻ جي سازش 1931ع کان شروع ٿي. جڏهن محمد اعظم جان براهوئي، براهوئي حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ انجمن اتحاد بلوچستان جي اڳواڻن يوسف عزيز مگسي ۽ عزيز ڪرد وارن کان سياسي مدد گهري. تن وري هڪ مجبور ۽ ڪمزور حاڪميت حاصل ڪرڻ واري اميدوار کي مجبور ڏسي ڪيس براهوئي حڪومت حاصل ڪري وٺي ڏيڻ لاءِ سائنس خفيه سازش هيٺ ان سان هڪ معاهدو ڪيو، جنهن جا ٻه ايجنڊا خاص هئا. هڪ رياست قلات جو نالو بدلائي "رياست قلات بلوچي" رکيو وڃي ۽ ٻيو "بلوچي زبان" کي رياست قلات جي سرڪاري ۽ تدريسي زبان طور منظور ڪيو وڃي.

محمد اعظم جان براهوئي (10 ڊسمبر 1931ع سيپٽمبر 1933ع) جڏهن براهوئي حاڪم بڻيو ته هن ان ٻنهي ايجنڊائن کي نه صرف رد ڪيو پر ٻنهي اڳواڻن کي انهن ايجنڊائن تان هٿ ڪڍڻ لاءِ زور ڀريو ۽ انهن تي سياسي عمل نه ڪرڻ جي تنبيهه ڪري ڇڏيائين. نتيجي ۾ ٻنهي اڳواڻن محمد اعظم جان براهوئي جي وفات تائين ماٺ ۾ رهيا. جڏهن وري ان جو پُٽ مير احمد يار خان براهوئي (20 سيپٽمبر 1933ع- 27 مارچ 1948ع) براهوئي حاڪم مقرر ٿيو، جيڪو يوسف عزيز مگسي ۽ عزيز ڪرد جو حامي هو، تنهن انهن ٻنهي ايجنڊائن تي عمل ڪرڻ شروع ڪيائين، انهن تي عمل سندس معزولي 27 مارچ 1948ع تائين جاري رهيو. ان معاهدي سبب "گريٽر بلوچستان" يا "عظيم تر بلوچستان" جو سياسي مفروضو وجود ۾ آندو ويو ۽ ان جو 1933ع ۾ ڪراچيءَ جي هڪ اخبار ۾ خيالي نقشو به شايع ڪرايو ويو، جنهن تحت عظيم براهوئي حاڪم مير نصير خان نوري يا نصير خان اعظم براهوئي جي دور جي جاگرافي حدن تي ٻيهر هڪ "عظيم بلوچي رياست" قائم ڪرڻ هو، جنهن ملڪ يا رياست کي هن "عظيم تر بلوچستان" يا "گريٽر بلوچستان" نالو ڏنو. زاهد چوڌري ان باري ۾ لکي ٿو ته:

"خان بلوچ (يعني احمد يار خان براهوئي) نه صرف رياست قلات ۾ بلڪ پوري بلوچستان، پنجاب ۽ سنڌ جي بلوچي علائقي تي مشتمل هڪ عظيم آزاد ۽ خودمختيار بلوچ مملڪت قائم ڪرڻ جو عزم رکندو هو."

زاهد چوڌري اڳتي تحرير ڪري ٿو ته:

"ظاهر ۾ هو پنهنجي ڏاڏي مير نصير خان نوري جي ان موقف جو قائل هو ته "جيستائين بلوچ آباد آهن اوستائين اسان جي بلوچي حڪومت جون حدون آهن." هو ان موقف جي بنياد تحت سنڌ ۾ ڪراچي تائين جي علائقي تائين ۽ ايران جي صوبي سيستان تي به پنهنجي ملڪيت جو دعويدار هو."

ان خالي سياسي رياست ۾ صرف هڪ قوم "بلوچ" ۽ هڪ زبان "بلوچي" کي اوليت جي بنياد تي اُڀارڻ ۽ پنهنجو ڪرڻ هو ۽ ٻين سڀني قومن، قبيلن، لساني گروهن ۽ زبانن کي زوريءَ بلوچ ۾ ضم ڪرڻ هو.

پهرين آگسٽ 1947ع تي احمد يار خان، رياست قلات ۾ نئون آئين " Constitytton of kalat, Gwvernment of "kalat Act 1947 Quett

نفاد ڪيو. جنهن ۾ هن "رياست قلات" جي سرڪاري ٻولي قرار ڏنو. ان آئين ۾ لکيل آهي ته:

74 langyageL: The business of both houses shall be transacted in urdu, provided thet His Highness may in his discretion direct that the text of all bills and the amendments thereto moved, and of all the acts passed by either house, which shall be treated as aythoritative shall be in English or Persian or Baluchi, or in and one or of these languages, and effect shall be given to such direction accordiugly.

ان لاءِ هن هڪ اجلاس ڪوٺايو، جنهن ۾ باقاعده بلوچي زبان کي سرڪاري ۽ تدريسي طور منظور ڪرايو. ان اجلاس متعلق هڪ هنڌ لکيل آهي ته:

"هن ڏينهن کان پوءِ 16 ڊسمبر 1947ع تي ڍاڍر ۾ ديوان عام جو اجلاس ٿيو. ان ۾ ايوان، بلوچي زبان

کي بلوچستان جي قومي ۽ سرڪاري زبان قرار ڏنو ۽ بلوچي کي ذريعہ تعليم بنائڻ لاءِ هڪ ڪميٽي تشڪيل ڏني وئي.“

بلوچي زبان جي ترقي ۽ ترويج لاءِ مستونگ ۾ جديد ليٿو پرنٽنگ پريس ”بلوچي پريس جي نالي سان قائم ڪيو ويو ۽ ان مان ”ڪوهستان، اخبار جاري ڪيو ويو، جنهن جو پهريون ايڊيٽر محي الدين هو، جنهن مان غير بلوچن کي بلوچ ڪرڻ لاءِ من گهڙت سياسي، سماجي ۽ تاريخي واقعا پيش ڪري، انهن کي آماده ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ويون.

جيئن تہ هو براهوئين جوحاڪم ۽ سردار اعليٰ هو. ان لاءِ هن براهوئي قوم جي سيني سردارن کي بلوچ ڪوٺائڻ لاءِ زور پريو ۽ پنهنجي من پسند ۽ بلوچ پرست ليکڪن کان هٿ ٺوکيا ۽ من گهڙت تاريخي ۽ سياسي ڪتاب لکرائي، انهن ۾ براهوئي ڪلچر، تاريخ، نسل ۽ زبان کي غلط انداز ۾ بلوچ قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائين.

اهڙن سياسي ليکڪن ۾ خود پاڻ مير احمد يار خان براهوئي، جيڪو پاڻ کي بعد ۾ مير احمد يار خان بلوچ سڏرايائين، مير گل خان نصير، مير عاقل مينگل، مير آغا نصير احمد خان احمد زئي ۽ ٻيا شامل هئا.

زاهد چوڌري، مير احمد يار خان براهوئي جي اهڙي بلوچ شاونزم جي باري ۾ لکي ٿو تہ:

”ان بلوچ شاويزم کي وڌو اپاريو ليکن هن جي اها تدبير خود ان جي لاءِ نقصان واري ثابت ٿي، چو تہ ان طرح بلوچستان جي غير بلوچ عوام کي بہ قبائلي ۽ نسلي عصبيت جي بہ حوصلہ افزائي ٿي ۽ ان پسمانده صوبي جي مختلف نسلي، لساني ۽ ثقافتي گروهن جي وچ ۾ سياسي، معاشرتي ۽ معاشي تضادن ۾ وڌو اضافو ٿيو.“

باباءِ براهوئي، براهوئي نور محمد ”پروانہ“، گرينئر بلوچستان مفروضي کي رد ڪندي لکي ٿو تہ:

”بلوچستان ۾ صرف ٻن قومن بلوچ ۽ پختونن کي تسليم ڪرڻ هڪ سياسي خوشفهمي آهي. هاڻي ”گرينئر“ بعيد از قياس هوش و خرد، تواريخي ۽ ثقافتي حقيقتن کان تمام پري هڪ مفروضو آهي جنهن جو نہ پهريون، تاريخ کان اڳ جي دور ۾ وجود هو ۽ نہ ئي اڄ آهي ۽ نہ ئي ان کان بعد ٿي سگهي ٿو......“

هر سياسي دور ۾ هر بلوچ پرست سياسي ۽ سماجي تنظيمن هميشہ ٻن سياسي ايشوئن ۽ ايجنڊائن کي اوليت جي بنياد تي ترجيح ڏنو آهي. هڪ تہ براهوئي، بلوچن جو پهريون ايران جي جبل البرز ڪوهہ کان نوشيرو ان جي ظلم کان تنگ ٿي هجرت ڪندڙ گروهہ آهي، جيڪو بلوچستان ۾ اچي بودو باش اختيار ڪئي، جيڪي پوءِ برزڪوهي جي وجهہ کان براهوئي مشهور ٿيا، جيڪي اصل ۾ بلوچ آهن. ٻيو جيڪڏهن هن براهوئين کي بلوچن کان ڌار ڪيو ويو تہ بلوچ اقليت ۾ تبديل ٿي ويندا ۽ نتيجي ۾ بلوچستان جي هر وسيلن تي پشتون يا پناڻ قابض ٿي ويندو. ان لاءِ بلوچن کي پشتونن يا پناڻن جي مقابلي ۾ اڪثريت سان ثابت ڪرڻ لاءِ هر حالت براهوئين کي بلوچ ڪرڻ ضروري آهي.

موجوده دور ۾ انهن مٿين ٻنهي سياسي ايجنڊائن کي هر بلوچ پرست سياسي ۽ سماجي پارٽي يا تنظيم اوليت جي بنياد تي رکندي اچي ٿي. بلوچستان جو هر تاريخي ۽ سياسي ڪتاب جيڪو بلوچ پرست ليکڪ لکن ٿا، ان ۾ پڻ براهوئي- بلوچ آهن، جو نقطو واضح نموني سان لکيل هجي ٿو. غير بلوچ محقق بہ هاڻي جيڪي بلوچستان ۾ بودوباش رکن ٿا، سي بہ سياسي عتاب کان بچڻ لاءِ ان مفروضي تي عمل ڪرڻ لاءِ مجبور آهن.

## براهوئي لساني تحريڪ:

جيئن تہ گل خان نصير، مير احمد يار خان ۽ ٻين سياسي ورڪرن جو هم خيال هو. هو آخري گهڙي تائين مختلف سياسي وقتن تي نہ صرف براهوئي جي مخالفت ڪيائين پر ان کي ختم ڪرڻ لاءِ هرممڪن ڪوشش ڪيائين.

نذير شاڪر بروهي، گل خان نصير لاءِ لکي ٿو تہ: گل خان نصير، براهوئي هوندي، براهوئي سڏائڻ ۽ براهوئي قوم ۽ زبان جي سياست جي برعڪس ٻيو نمبر بلوچ (نقلي بلوچ) بڻجي، پنهنجي ساري زندگي بلوچ قوم جي سياست ۽ علم و ادب ۾ ڪارناما سرانجام ڏيڻ لاءِ اربي ڇڏي، پوءِ بہ اصل بلوچ ماڻهن ڪيس اصل بلوچ جي برعڪس ٻيو نمبر بلوچ چوڻ مناسب سمجهيو. بلوچستان جي اندراهي براهوئي قوم جا ماڻهو يا فرد جيڪي براهوئي هوندي پاڻ کي بلوچ سڏين ٿا، انهن کي اصل بلوچ ”ٻيو نمبر“ يا ”بناسپتي بلوچ“ يعني نقلي بلوچ سڏيندا آهن. اهڙي طرح گل خان نصير ٻيو نمبر بلوچ بڻجي پنهنجي براهوئي قوم ۽ زبان جي خلاف بلوچن کي

مضبوط ڪرڻ لاءِ اهڙيون مخالفانہ ڪارروايون ڪيون، جن جي ڪري براهوئي قوم ۽ زبان اڃان ڇيڇلائي رهي آهي.

باباءِ براهوئي، براهوئي نور محمد پروانہ (1918ع-1995ع) جيڪب آباد ۾ پهريون دفعو هڪ سياسي ۽ سماجي جماعت ”آل پاڪستان براهوئي جماعت“ جو بنياد 11 مئي 1952ع آچر ڏينهن تي وڌو. جنهن جو مقصد پاڪستان جي مختلف علائقن ۾ رهندڙ براهوئي قوم جي مختلف ماڻهن کي پنهنجي جماعت جي جهنڊي هيٺ آڻي، براهوئي قوم ۽ زبان جي سياست ڪري، براهوئي قوم لاءِ سياسي، سماجي، تعليمي ۽ لساني حق وٺڻ هو. ان سلسلي ۾ براهوئي قوم جي مختلف سياستدانن سان ملڻ جي شروعات ڪئي ۽ انهن کي پنهنجي جماعت ۾ اچي ساڻس گڏجي ڪم ڪرڻ جي دعوت ڏنائين، جيڪي براهوئي هوندي پيو نمبر بلوچ (نقلي بلوچ) بڻجي، بلوچ قوم جي سياست ڪرڻ ۾ رڌل هئا. انهن ۾ مير گل نصير پڻ سرفهرست هو. باباءِ براهوئي جي تنظيم کي نقصانڪار ۽ قوم ۾ ويڇا پيدا ڪرڻ واري تنظيم چيو. باباءِ براهوئي پنهنجي ذاتي ڊائري ۾ لکي ٿو تہ:

”اڄ گل خان نصير صاحب ذڪر مينگل سان اسٽينڊرڊ هوٽل ڪوئيٽہ ۾ ملاقات لاءِ ويس. مير صاحب بظاهر تہ مسلم ليگي ۽ بدباطن ترقي پسند شاعر آهي. براهوئي تنظيم جي باري ۾ ان سان ۽ ٻين دوستن سان ڳالهہ ٻولهہ ٿي. مگر هن ڳالهہ کي نقصانڪار قرار ڏنائين. هو بلوچ ۽ براهوئين کي هڪ تصور خيال ڪري ٿو. براهوئين جي عليحده تنظيم کي نقصانڪار خيال ڪيو ۽ چيائين تہ جيڪڏهن براهوئي عليحده ٿيو تہ بلوچ ان جا دشمن ٿيندا وغيره وغيره....“

باباءِ براهوئي کي سڪون نہ ۽ قرار نہ آيو. پوءِ بہ هن گل خان نصير سان ڪيتريون ملاقاتون ڪيون. انهن مان هڪ ملاقات دوران گل خان نصير، باباءِ براهوئي کي اخلاقي حدون اورانگهيندي نہ صرف هن جي مخالفت ڪئي پر باباءِ براهوئي کي باهہ ۾ ساڙڻ جي ڌمڪي پڻ ڏني. باباءِ براهوئي ان ملاقات جو تفصيل ڏيندي لکيو آهي تہ:

”هڪ ڏينهن مير گل خان نصير ذڪر مينگل مرحوم (ذڪر مينگل کي خداداد مرحوم پڻ براهوئي قوم ۾ شمار ڪيو آهي) ڪوئيٽہ ۾ وڏي عرصي بعد ڏٺي گرما گرم بحث دوران، آخرڪار تنگ ٿي فتويٰ جاري ڪئي تہ ”او پروانہ! تو ۾ مون کي فرنگي روح نظر اچي ٿو. تون اسان جي ”عظيم تر بلوچستان“ ۽ بلوچ قوم جي خلاف ڪم ڪري رهيو آهين، ان لاءِ تنهنجي لاءِ رائيفل جي گولي کي زبان ڪرڻ نہ گهرجي، بلڪ تنهنجي سزا هيءَ آهي تہ توتي ٿورو گاسليٽ هاري توکي باهہ ڏني وڃي....“

باباءِ براهوئي، گل خان نصير سان هوٽل ۾ ملاقات دوران هن جي اهم ساٿي غلام محمد شاهواڻي براهوئي کي بہ براهوئي قومي سياست ڪرڻ جي دعوت ڏني، جيڪو ”نواءِ وطن“ اخبار ڪيندو هو ۽ ان جو مالڪ هو. جيڪا اردو زبان ۾ شايع ٿيندي هئي. ان جي هر پرچي ۾ بلوچي، پشتو زبانن ۾ ڪجهہ شعر ۽ افسانا پڻ شايع ٿيندا هئا. باباءِ براهوئي، شاهواڻي کان پنهنجي اخبار ۾ براهوئي زبان کي بہ نمائندگي ڏيڻ جي گهر ڪئي نہ شاهواڻي خنده پيشانيءَ سان هائو ڪئي. ان هائوڪار تي گل خان نصير سخت ڏمرجي پيو هو. تن ڏينهن ۾ ان اخبار جو ايڊيٽر هو. براهوئي زبان کي نمائندگي ڏيڻ ۽ نہ ڏيڻ جي مسئلي تي اخبار جي مالڪ غلام محمد شاهواڻي ۽ گل خان نصير ايڊيٽر جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيو. آخرڪار گل خان نصير براهوئي زبان کي اخبار ۾ نمائندگي ڏيڻ جي ڪري ايڊيٽر شپ تان استعيفيٰ ڏئي ڇڏي. مگر غلام محمد شاهواڻي، گل خان نصير جي استعيفيٰ جي پرواهہ نہ ڪندي خود ايڊيٽر بڻجي پنهنجي اخبار ۾ بلوچ ۽ پشتو زبانن سان گڏ براهوئي زبان کي بہ نمائندگي ڏيڻ شروع ڪئي.

گل خان نصير ان دوران يعني 1952ع جي شروعات ۾ پنهنجي ڪتاب ”تاريخ بلوچستان“ جي پهرين جلد تي ڪم ڪري رهيو هو. جڏهن ان باباءِ براهوئي جي براهوئي سياست ڏٺي ۽ ماڻهن جو هن ڏانهن رخ ڏٺو تہ هن پنهنجي ان ڪتاب جي شروعات ۾ ٽئي صفحي ٻئي تي ”ايڪ غلط استدلال“ جي نالي سان اهم نوٽ لکي، بغير نالي وٺڻ جي باباءِ براهوئي جي نظرئي (براهوئي ۽ بلوچ ٻہ عليحده ۽ مختلف قومون آهن) جي مخالفت ڪئي ۽ پهريون ڀيرو بلوچستان جي تاريخن ۾ تحريري طور براهوئي ۽ بلوچ هڪ آهن. مفروضي جو بنياد وڌو. گل خان نصير ان نوٽ ۾ لکيو آهي تہ:

”ڪجهہ غلط مؤرخ صرف زبان جي وجهہ کان براهوئي قبيلي کي ٻين بلوچ قبيلن کان هڪ علحيده قوم خيال تصور ڪن ٿا. حالانڪ هي هڪ مسلم حقيقت آهي تہ صرف زبان مشترڪ قوميت جو باعث

نہ ٻڌبو آهي... بس صرف زباني اختلاف جي وجھ کان براهوئين کي بلوچن کان الڳ ۽ جدا قوم خيال ڪرڻ هڪ وڏي ڀل آهي."

ان نوٽ کان بعد گل خان نصير پوءِ پنهنجي سموري ڪتاب ۾ اصل بلوچن جي برعڪس صرف قلات جي براهوئي حاڪمن يعني براهوئي قوم جي تاريخ بيان ڪري انهن کي بلوچ (يعني ٻيو نمبر بلوچ) قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

بلوچستان جي خطي کي پهريون دفعو 30 مارچ 1970ع تي صوبائي درجو مليو پهرين جولاءِ 1970ع ۾ ان تي عمل ٿيو ۽ اتي پهرين عوامي اليڪشن 17 ڊسمبر 1970ع تي ٿي. بلوچستان ۾ نَوَن چونڊيل صوبائي ميمبرن جو پهريون اجلاس 2 مئي 1970ع جي صبح جو نائين وڳي ٿيو. ان اجلاس ۾ سردار عطاءُالله مينگل وزيراعليٰ بلوچستان ۽ غوث بخش بزنجو گورنر چونڊجي ويا. هي ٻئي شخص براهوئي هوندي نعپ (نيشنل عوامي پارٽي) جي پليٽ فارم تان چونڊجي آيا هئا. انهن ۾ گل خان نصير پڻ صوبائي ميمبر طور چونڊجي آيو هو جيڪو بعد ۾ وزير تعليم بلوچستان مقرر ٿيو، ٺيڪ ڇهن مهينن بعد يعني پهرين سيپٽمبر 1972ع تي جشن افغانستان کان واپس ورڻ کان پوءِ هن تعمير نو پبلڪ هاءِ اسڪول ڪوئيٽہ ۾ ساليانی انعامي تقريب کي خطاب ڪندي چيو تہ:

"بلوچستان جي وزير تعليم مير گل خان نصير چيو آهي تہ پشتو ۽ بلوچي زبان کي جلد صوبي جي تعليمي ادارن ۾ ذريعہ تعليم بڻايو ويندو..."

هڪ ٻئي اخباري نمائندي جي رپورٽ مطابق تہ:

"بلوچستان صوبي جي وزير تعليم جناب مير گل خان نصير ذگر مينگل براهوئي (جو پاڻ کي صرف بلوچ سمجهي ٿو ۽ چوائي ٿو) افغانستان جي جشن شاهيءَ ۾ حصو وٺڻ بعد واپس موٽيو آهي. اڄ هتي تعمير نو پبلڪ هاءِ اسڪول ۾ ساليانی انعامي تقريب دوران تقرير ڪندي چيو تہ حڪومت جلد پرائمري کان مئٽرڪ سطح تائين پڙهائڻ جي طور طريقن ۾ تبديلي آڻي بلوچي ۽ پشتو زبانن کي تعليمي زبان بڻائيندي، هن چيو تہ پشتوزبان لاءِ نصاب تيار آهي ۽ بلوچي زبان لاءِ ڪجھ وقت جي ضرورت اڃان آهي. براهوئي غريب زبان ڪهڙي حساب ۾ آهي، بابت هن ڪجھ نہ چيو يعني مادري زبان (براهوئي) جو نالو بہ نہ ورتو....."

گل خان نصير جي براهوئي زبان کي بلوچستان ۾ بطور مادري زبان اسڪولن ۾ پڙهائڻ واري اخراجي بيان کان پوءِ سنڌ ۽ بلوچستان جي براهوئي قوم ۾ مايوسي سان گڏ غم ۽ غصي جي لهر ڇانئجي وئي. اسڪول ۽ ڪاليج جي شاگرد، سماجي، علمي، ادبي ۽ صحافتي طبقي ۾ پنهنجي زبان جي حق وٺڻ لاءِ متحد تحريڪ پيدا ٿيڻ جو جذبو ۽ حوصلو وڌيو. 4 سيپٽمبر 1992ع تي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪوئيٽہ ۾ براهوئي شاگردن گڏجي "براهوئي اسٽوڊنٽس فيڊريشن" جو بنياد رکيو، جنهن جو صدر صلاح الدين مينگل براهوئي مقرر ٿيو. هن پنهنجي تنظيم پاران صوبائي حڪومت کان مطالبو ڪيو تہ:

"براهوئي زبان کي علائقائي زبانن جي حيثيت ۾ قبول ڪري، تدريسي طور منظور ڪيو وڃي....."

اُهي براهوئي شاگرد جيڪي بلوچ سياست ڪري رهيا هئا ۽ بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن (BSO) ۾ شموليت رکندا هئا. سي تيش ۾ اچي پنهنجي ئي حڪومت جي خلاف اٿي ڪڙا ٿيا. نوشڪي ۾ بي ايس او جي اهم اڳواڻ محمد بخش خان مينگل براهوئي جي اڳواڻيءَ ۾ حڪومت کان مطالبو ڪيو ويو تہ براهوئي زبان کي ان جو جائز حق ڏنو وڃي. ان کان بعد ڪوئيٽہ سرياب روڊ جي براهوئي نوجوانن گڏجي "براهوئي ورنا جماعت" يعني براهوئي نوجوان جماعت جو بنياد رکيو ۽ انهن پڻ حڪومت کان براهوئي زبان کي جائز مقام ڏيڻ جي گهر ڪئي. ان کان پوءِ سموري بلوچستان جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ بي ايس ايف جون شاخون کوليون ويون ۽ مينگل حڪومت جي خلاف ڀرپور "براهوئي لساني تحريڪ" شروع ٿي. سنڌي ۽ براهوئي زبانن جي نامور شاعر جوهر براهوئي "آل پاڪستان براهوئي ايسوسيئيشن" جوڙي. براهوئي لساني تحريڪ جي جهنڊي هيٺ ٻيون بہ ڪيتريون ئي سماجي ۽ سياسي تنظيمون وجود ۾ اچي ويون ۽ براهوئي زبان کي جائز مقام ڏيڻ لاءِ سياسي ڪوششون تيز ٿيون. هوڏانهن باباءِ براهوئي پنهنجي هفتيوار "ايلم" اخبار ۾ هڪ طرف گل خان نصير ۽ مينگل حڪومت خلاف سنڌ ۽ بلوچستان جي براهوئين کي هڪ آواز ڪرڻ ۽ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيو تہ ٻئي طرف صحافتي دنيا ۾ سندن خلاف رڙ ٻاري ڏنو ۽ مطالبو ڪهائين تہ:

"هي صَحيح آهي تہ اسان جو صوبو نالي جي لحاظ کان بلوچستان مشهور آهي پر عملن ان ۾ ٽي

براهوئي، بلوچ ۽ پشتون وڏي اڪثريت ۾ آباد آهن ۽ انهن مان هر ڪو پنهنجي پنهنجي زبان ڳالهائي ٿو، نہ صرف اهو، بلڪ انهن جو ادبي ذخيرو پڻ پنهنجو عليحده آهي...... صوبي بلوچستان ۾ ٽن علائقائي زبانن ۾ صرف هڪ زبان حڪومتي سطح تي گهٽ نظرانداز ٿيل آهي. اها علائقائي زبان صرف براهوئي آهي، جيڪو هڪ قومي نقصان آهي....."

مينگل حڪومت پنهنجي خلاف ڀرپور براهوئي لساني تحريڪ جو زور ڏسي ۽ بي ايس ايف جي مشهوري ۽ مقبوليت ڏسي صوبي جي اسڪول ۽ ڪاليج ۾ قائم شاگرد سياسي ۽ سماجي تنظيمن تي پابندي مڙهي ڇڏي. ان کان بعد وزير تعليم گل خان نصير، براهوئي اڪيڊمي کي ساليانو پنج هزار ملندڙ فنڊ بہ بند ڪري ڇڏيو ۽ ان جي برعڪس بلوچي اڪيڊمي جو فنڊ پنج هزارن مان پنجويهہ هزار ڪري ڇڏيائين. ٻئي طرف بي ايس ايف جي صدر صلاح الدين مينگل براهوئي کي رياستي جبر ۽ تشدد جو نشانو بڻائي گرفتار ڪرايائين.

بي ايس ايف جي رهنما جي گرفتاريءَ خلاف حڪومتي اپوزيشن "پشتون خواهہ" جي رهنما باباءِ پشتون خان عبدالصمد خان اڇڪزئي صوبائي اسيمبلي ۾ صلاح الدين مينگل جي گرفتاريءَ خلاف تحريڪ التوا پيش ڪئي ۽ اسيمبلي جي اسپيڪر سردار محمد خان باروزئي ان التوا کي باضابطہ طور قابل قبول سمجهي منظور ڪيو، پر مينگل حڪومت، تحريڪ التوا تي بحث ٿيڻ دوران پنهنجا ميمبر اسيمبليءَ ۾ اچڻ کان روڪي ڇڏيا. ان لاءِ اسيمبليءَ ۾ ڪورم پورو نہ هجڻ ڪري، تحريڪ التوا تي بحث نہ ٿي سگهي، پر حڪومت پشتونن جو "براهوئي لساني تحريڪ" جي حمايت ڪرڻ مان ڏاڍي پريشان ٿي، تنهن لاءِ حڪومت مزيد سياسي پريشانين کان بچڻ لاءِ ۽ براهوئي تحريڪ کي روڪڻ لاءِ جلدي صلاح الدين مينگل جي پنجن هزارن جي ضمانت منظور ڪري ڪيس فوري طور ضمانت تي آزاد ڪري ڇڏيو. گل خان نصير پنهنجي هڪ ذاتي خط ۾ براهوئي زبان کي تدريسي طور خارج ڪرڻ، پاڻ کي براهوئي قرار ڏيڻ ۽ صلاح الدين مينگل سان ملاقات جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ:

"رهي ڳالهہ براهوئي زبان جي اگرچہ قبائلي حوالي سان مان پاڻ براهوئي آهيان ۽ مان ننڍپڻ ۽ نوجواني جي شروعات ۾ براهوئي ۾ تمام گهڻو شعر چيو آهي ۽ براهوئي ۾ منهنجو ڪتاب "جنگنامہ مشهد" جيڪا انهن ڏينهن جي تحرير آهي، جيڪا براهوئي اڪيڊمي شايع ڪئي آهي. ليڪن ان جي باوجود براهوئي زبان جي متعلق منهنجي راءِ ڪجهہ ناپسنديده ضرور آهي. بدقسمتيءَ سان جڏهن مان مينگل جي وزارت ۾ وزير تعليم هيم هڪ ڏينهن تعمير نو اسڪول ڪوئيٽہ ۾ مان ايوارڊن ورهائڻ واري تقريب ۾ جيڪا تقرير ڪئي، ان ۾ مان بلوچي کي بلوچستان جي قومي زبان قرار ڏنو هو. ان تي محترم غلام حيدر حسرت ۽ صلاح الدين مينگل جيڪو اڄ ڪلهہ ايڊووڪيٽ آهي، هڪ وفد وٺي مون وٽ آيا ۽ گارگند ڏيئي هليا ويا. منهنجا دليل ۽ منهنجي راءِ انهن کي پسند ڪا نہ آئي، مگر ڇا ڪري سگهجي ٿو تہ مان اڃان تائين پنهنجي ان راءِ تي قائم آهيان ۽ انشاءالله زندگي ڀر قائم رهندس...."

گل خان نصير جو مٿين خط ۾ پاڻ کي بلوچ جي برعڪس براهوئي چوڻ، براهوئي زبان جي مخالفت ڪرڻ ۽ صلاح الدين مينگل سان ملاقات جو ذڪر ڪرڻ مان اها ڳالهہ پڌري پٽ پئي آهي تہ ان دور ۾ براهوئي لساني تحريڪ جو روپ اختيار ڪري چڪي هئي. مرڪزي حڪومت پڻ ان "براهوئي لساني تحريڪ" جو زور ڏسي صوبائي حڪومت تي دٻاءُ وجهي، براهوئي زبان کي تدريسي طور منظور ڪرڻ لاءِ جلد اپاءَ وٺڻ جي هدايت ڪئي، پر مينگل حڪومت ۽ خود گل خان نصير مرڪزي حڪومت سان ٽڪراءُ پيدا ڪري، براهوئي زبان کي تدريسي طور منظور ڪرڻ کان ڪتو جواب ڏنو ۽ صوبائي حڪومت ٻيو ڪو رستو نہ ڏسي مجبوراً صرف براهوئي زبان کي تدريسي طور منظور نہ ڪرڻ لاءِ بلوچي، ۽ پشتو زبانن کي تدريسي زبانن طور منظور ڪيو هو. انهن کي بہ رد ڪري سيني جي جاءِ تي اردو زبان کي بلوچستان جي سرڪاري ۽ قومي زبان طور منظور ڪري "براهوئي لساني تحريڪ" مان جان ڇڏائڻ جي سياسي ڪوشش ڪئي. سليگ هيربيسن، مينگل دور حڪومت ۾ "براهوئي لساني تحريڪ" سبب بلوچستان ۾ اردو زبان کي سرڪاري ۽ قومي زبان منظور ڪرڻ جي حوالي سان لکي ٿو تہ:

"بلوچستان ۾ نعپ جي حڪومت دوران لساني مسئلي هڪ مختصر الميعان اختلاف کي بہ جنم ڏنو هو. اهو براهوئي دٻاءُ ئي هو جو بزنجو ۽ مينگل، پاڪستان جي قومي زبان اردو کي ئي صوبي جي

سرڪاري زبان قرار ڏيڻ تي رضامند ٿيا، جنھن سان انھن کي عارضي طور بلوچي-براھوئي ۽ پشتو جي وچ ۾ چونڊ ڪان پاسي ٿيڻ جو بھانو ھٿ اچي ويو...“

ستت سردار عطاءُ الله مينگل جي حڪومت نَون مھينن ڪان پوءِ سياسي بدنامي کٽي ۽ تضاد اياري پنھنجي انجام تي پھتي. پوءِ ھن اھا ڳالھ تسليم ڪئي تہ:

”بلوچستان ۾ براھوئي زبان کي بلوچي ۽ پشتو زبانن جي مقابلي ۾ تدريسي طور منظور نہ ڪرڻ سندس اھم سياسي غلطي ھئي.“

بھرحال حاصل مطلب تہ بلوچستان ۾ براھوئين کي من گھڙت ۽ ڪوڙن سياسي سازشن ۽ تاريخي تحريرن جي تحت بلوچ بڻائي ۽ قرباني جو ٻڪرو بڻائي پشتونن جي مقابلي ۾ بلوچن کي اڪثريت ۾ تبديل ڪرڻ جون ڪوششون جاري آھن، پر حقيقتاً براھوئي ۽ بلوچ تاريخي، لساني، ڪلچري، جاگرافي ۽ قبائيل روايتن جي آذار تي بہ مختلف ۽ عليحده قومون آھن. براھوئي ھتان جا قديم ۽ مقامي ماڻھو آھن، جڏھن تہ بلوچ ايران ڪان ڏھين صدي عيسوي ڪان پوءِ آيل مھاجر آھن ”براھوئي- بلوچ آھن“ گل خان نصير جو ڪوڙ ۽ سياسي سازشن تي ٻڌل مفروضو آھي، جنھن جو تاريخي حقيقتن سان ڪو بہ واسطو نہ آھي.

اسان اھا حقيقت مڃڻ لاءِ تيار آھيون تہ اڄ جيڪي ذاتيون ۽ قبيلا موجود آھن، انھن جي نسلن ۾ ٻاھرين ماڻھن جو خون شامل آھي، سنڌ ۽ بلوچستان اھڙي ھنڌ آھن، جتان ھزارن سالن ڪان مختلف قومون اينديون رھيون آھن، جنھن ڪري انھن جو ھڪ ٻئي سان خون جو رشتو بہ رھيو آھي، جنھن ڪري اھو ميجي سگھجي ٿو تہ بولان لڪ ھجڻ ڪري انھن تي اثر وڌيڪ ٿيو ھجي پر انجو مطلب اھو بہ ناھي تہ مقامي النسل بلڪل ختم ٿي ويو، حلبي، توراني ۽ سٿين اچي انھن جي جاءِ والاري.

لونگ ورٿ ڊيمز پڻ بروھي کي ھڪ جديد نالو سڏيو آھي بروھي ب ۽ روان نڪتو آھي. فارسي ۾، ب معنيٰ پر ۽ سنڌي ۾ رو معنيٰ جبل يعني جبل تي رھڻ وارا. پري وڏي فاصلي تي رھڻ وارا. سنڌ جي اولھندي طرح وڏا جبل آھن جيڪي ڪيرٿر ڪان شروع ٿي ايران تائين ھليا وڃن ٿا. تنھن ڪري سنڌ وارن اوڏانھن ايندڙ ۽ ويندڙن کي جبل جا ماڻھون، يعني بروھي سڏيو.

## بروھي جا پاڙا

بروھي جا مک پنج پاڙا آھن.

| | | |
|---|---|---|
| (1) احمد زئي | (2) احمازئي | (3) قمبراڻي |
| (4) ميراڻي | (5) قلندراڻي | |

## سراوان بروھي

| | | |
|---|---|---|
| (1) احمد زئي | (2) التازئي | (3) مينگل زئي |
| (4) بابڪي | (5) باڊوزئي | (6) ديناري |
| (7) گراڻي | (8) گرگناڙي | (9) گاندبا دوزئي |
| (10) گھرمان زئي | (11) ڪرد | (12) قمبراڻي |
| (13) قلندراڻي | (14) لھڙي | (15) لانگوه |
| (16) محمد شاھي | (17) مينگل | (18) ميرواڻي |
| (19) نوشاڻي | (20) پرڪاڻي | (21) پورڪاڻي |
| (22) رئيساڻي | (23) راديني | (24) شھواڻي |
| (25) سرپراه | (26) سوملاڻي | (27) ذگري |

## جھالاوان جا بروھي

| | | |
|---|---|---|
| (1) زھري | (2) زرڪ زئي | (3) پوتياڻي |
| (4) بوبڪ | (5) بداڻي | (6) بزنجو |
| (7) باجوڙ | (8) باڊويئي | (9) بمبڪ زئي |
| (10) چنال | (11) چينل | (12) دايا |
| (13) گورگيج | (14) ھاروني | (15) جتڪ |
| (16) جام | (17) خان زئي | (18) ڪنگزئي |
| (19) ڪيازئي | (20) خودراڻي | (21) لوتاڻي |
| (22) لڏاڻي | (23) محمداڻي | (24) مردان شاھي |
| (25) ميرواڻي | (26) محمدزئي | (27) مانوزئي |
| (28) موساڻي | (29) محمد حسني | (30) مفردسي |
| (31) ميٿوزئي | (32) نچڙي | (33) نوباڻي |
| (34) نٽ واڻي | (35) پنڊ راڻي | (36) رگي زئي |
| (37) رشخاڻي | (38) (شيڪ) شيخ | |
| (39) سياپد (سياڦر) | (40) شاھوزئي | (41) سناڻي |
| (42) سوملاڻي | (43) شيخ احمدي | (44) ساجدي |
| (45) ساسولي | (46) تمراڻي | (47) عمراڻي |
| (48) ويريھي | | |

## محمد حسني:

محمد حسني کي بروھي قبيلي ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو،

هنن جي قديم ٻولي فارسي هئي ۽ هاڻي بروهڪي ڳالهائن ٿا. هنن متعلق اهو چيو ويو آهي تہ هو ايران کان آيل آهن ۽ حضرت امام حسين رضہ جا پيروڪار آهن. ان ڪري محمد حسني چورائن ٿا.

## بروهي قبيلي جو سماٽ سان تعلق جو شجرو




نوٽ: وڌيڪ تعلق ڄاڻڻ لاءِ مڪ شجرو ڏسجي.

# ميٺو

ميٺو قديم سنڌ جي قديم قبيلي باگڙي جو هڪ پاڙو آهي، جن مان ڪي دين اسلام اختيار ڪري مسلمان ٿي چڪا آهن. رياست جي پور جو بنياد وجهندڙ ميٺو ذات وارا آهن جن ننڍين ننڍين ميٺو رياستن جي علائقن کي گڏائي ان رياست جو بنياد وڌو، جيڪا بعد ۾ ڪڇواها راجپوتن جي ماتحت ٿي ويئي.

ميجر پاؤليٽ گزيٽيئر آف الور ۾ لکيو آهي ته:

”هن وقت جيپور جي سردار ماتحت جيڪو علائقو آهي، اتي اڳ ۾ ميڻن جي حڪومت هئي، هاڻي به انهن سني سماجي حيثيت حاصل آهي.“

ميٺو ذات ٻن طبقن ۾ ورهايل آهي. هڪ زميندار يعني خوشحال ۽ بااثر طبقو، جن سان گڏجي راجپوت ڪائن ٿا نه ته اڳ ۾ انهن جو شودر ۾ شمار هجڻ ڪري نفرت ڪندا هئا. ٻيو طبقو چوڪيدار يعني مزدور ۽ پيشور جن جي حالت پهرين طبقي جي نسبت بري ۽ غريب آهي، جڏهن ته هو مهذب جي فهرست ۾ شامل آهن.

ٽاڊ جي مطابق هي راجپوت نسل مان ئي آهي. سندن ذات ميٺو سڏجڻ جو اهو سبب بيان ڪيو وڃي ٿو ته ڪنهن راجپوت جي ناجائز پٽ جي اولاد آهن، سندس ماءُ کي ڪنهن اهو مهٽو ڏنو هو ته هي منهنجو جائز پٽ نه آهي. ان مهٽي ڏيڻ جي ڪري ان جي اولاد ميٺو سڏجي ٿي. يعني مهٽي وارو.

هي پنهنجي وقت جو طاقتور ۽ دلير قبيلو هو جيڪو جيپور کان حيدرآباد دکن تائين بنا ڪنهن خوف ۽ خطري جي ڦرلٽ ڪندا هئا ۽ ڌاڙا هڻندا هئا. ڪيترا هنن کي غنڊه ٽيڪس يا ڀتو ان ڪري ڏيندا هئا ته جيئن هنن جي ڦرلٽ، چوري ۽ رهزني کان بچيل هجي. پر هاڻي سندن اها طاقت نه رهي آهي ۽ غريب ٿي ويا ۽ هارپ ۽ مختلف پيشن ۾ لڳي ويا آهن.

لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هنن جو پنهنجو ڳوٺ ميٺا جي نالي سان موجود آهي. شايد اتر سنڌ ۾ اهو واحد ڳوٺ آهي انهن ۾ وڏن واريون اهي خصالتون ڪونه آهن ته سندن گذر بسر رهزني، ڀتاخوري ۽ ڦرلٽ تي ڪو نه آهي جيڪي انهن جا وڏا وڏا ڌاڙيل جن ۾ 500 چٽن تي ٻڌل ٽولا هوندا هئا.

هن ذات جا 32 پاڙ آهن، پر مشهور هي آهن:

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) سوساوت | (2) باگڙي | (3) سيسرا |
| (4) حبيب | (5) ڪڪوٽ | (6) جروال |
| (7) ڊاڍري | (8) ڏوٽر | (9) ڏومر يا ڊومر |
| (10) جڳا | (11) چيتا | |

# شاهاڻي - جهنجهڻ

شاهاڻي فارسيءَ جي لفظ "شاهانہ" مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي اعليٰ درجي وارو. انهي مان شهنشاهہ نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ اهي اعليٰ درجي وارن مان اعليٰ. شاهانہ مان شاهہ لفظ بہ نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي عمده، جيڪو اهلبيت لاءِ خاص طور استعمال ڪيو ويندو هو پر پوءِ اڳتي هلي انهن تائين محدود نہ رهيو ۽ ڪيترن قومن خاص ڪري پٺاڻ ۽ هندستانن پنهنجي نالي سان شاهہ جو لقب استعمال ۾ آندو. جنهن ڪري 1947ع ۾ هندستان کان اچڻ وارن جي جن نالن سان شاهہ لفظ شامل هو انهن کي اسان جي اهوجهہ سنڌين سيد سمجهي هٿن ۽ پيرن تي چميون ڏنيون.

سنڌ ۾ رهندڙ جهنجهڻ ذات وارن کي شاهہ بهارو جهنجهڻ جي ڪري شاهاڻي سڏيو ويو. بهارو جهنجهڻ اصل ۾ لاڙڪاڻي جو رهواسي هو، جيڪو ڪلهوڙن جي ميان وال تحريڪ ۾ شامل ٿي ويو ۽ انهن جي مريدي اختيار ڪئي. ڪلهوڙا پنهنجن خاص ماڻهن کي شاهہ جو لقب ڏيندا هئا، جيئن تہ بهارو جهنجهڻ مان شاهہ بهارو ٿي ويو. هن سنڌ جي آزادي ۽ تحفظ لاءِ 77 جنگين ۽ معرڪن ۾ حصو ورتو ۽ ڪنهن بہ لڙائي ۾ هار نہ کاڌي ۽ هميشہ سوڀارو رهيو. هن خان آف قلات عبدالله بروهي جنهن کي شير ڪوهستان چيو ويندو هو. هو سدائين سنڌ کي فتح ڪرڻ جا خواب ڏسندو هو، تنهن کي هن جرنيل مڇ شهر جي اوريان "ناني بيبي" جي هنڌ شڪست ڏيئي قتل ڪري ڇڏيو هو.

ان قتل جي عيوض عبدالله بروهي جي پٽ محبت خان نادر شاهہ جي دهلي تي حملي ڪرڻ ۾ ان ڪري مدد ڪئي هئي تہ هو سنڌ جي ميان نور محمد کي سبڪت ڏيندو ۽ سندس والد جي قتل ٿيڻ جي پلاند ۾ مدد ڪندو. نادر شاهہ دهلي کان واپس ايران وڃي رهيو هو تہ هن کي سنڌ جي خوشحالي ۽ دولت سان مالامال هجڻ جي لالچ ڏيئي ڪابل کان لاڙڪاڻي جو رخ اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

هو 8 مارچ 1740ع تي لاڙڪاڻي پهتو ۽ ميان نور محمد عمرڪوٽ کان واپس آڻي سڄي موڙي ڪسي 17 مارچ 1740ع تي لاڙڪاڻو معاهدو مڙي سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو، جيڪب آباد کان وٺي ڪول پور تائين ايراني سلطنت ۾ شامل ڪري ان کي قلات صوبي ۾ شامل ڪري پنهنجي گورنر محبت خان بروهي جي حوالي ڪيو جيئن هو انتظامي سنڀال ڪري سگهي، شڪارپور ۽ سبنرل ڪوٽ دائود پوٽن کي ۽ باقي سنڌ 10 لک ڏن ڀرڻ جي عيوضي ميان نور محمد کي ملي.

محبت خان بروهي سنڌ جي ٽڪري مان ڪڇي تي ٽن حصن ۾ ورهايو. هڪ حصو پاڻ لاءِ مخصوص ڪيو، ٻيو حصو انهن قبيلن لاءِ مخصوص جيڪي عبدالله بروهي جي مدد ڪند هئا، جيتوڻيڪ اهي عبدالله بروهي جي شڪست وقت ساٿس گڏ ڪو نہ هئا، ٽيون حصو ساراون جي قبيلن لاءِ مخصوص ڪيو جيڪو ستن قبيلن ۾ ورهائجي ويو. اڄ تائين سنڌي پنهنجو علائقو پاڪستان ٺهڻ کان اڳ يا پوءِ يا ون يونٽ ٽٽڻ جي صورت ۾ ٻيهر حاصل ڪري نہ سگهيا آهن پر اڄ تائين ڪو بہ مطالبو يا حق نہ گهريو آهي. جيڪو سنڌين جو تاريخي حق آهي.

هي وڏي نالي وارو ۽ بهادر هو جنهن ڪري هن جي هر هنڌ تعريف ۽ ساراهہ ٿيندي هئي. انهي ڪري هن جي اولاد ۽ ذات وارن کي شاهاڻي سڏيو ويو يعني شاهہ بهارو جي اولاد ۽ خاندان. هي لاڙڪاڻي ۾ اڪثريت سان رهن ٿا ان کان علاوه سنڌ ۾ ڪافي هنڌن تي موجود آهن. هاڻي اڪثر شاهاڻي، شاهہ بهارو جي دليري ۽ مڙسي جي ڪري پاڻ کي بروچ يا بلوچ چورائن ٿا پر حقيقت ۾ اهي اصل سنڌي نسل جا ماڻهو آهن. هن جي پوين مان الله بخش جهنجهڻ لاڙڪاڻي جو

# انيڙ

انيڙ اصل ۾ هندو آهن، جن جو تعلق پرمار راجپوت گهراڻي سان آهي. جيڪي پير موسيٰ نواب جي تبليغ جي اثر هيٺ اچي مسلمان ٿيا. هنن جا لتل جٽيا سندس درگاهه موسيٰ نواب لڳ اباوڙو، رحيم يار خان ضلع ۾ رکيل آهن. جنهن کي سيراڻي سڏن ٿا.

چون ٿا ته هي اندر جي نالي واري جي اولاد هجڻ ڪري انيڙ سڏيا پر ان جي ابتڙ انيڙ قبيلو تاريخي تناظر ۾ ڊاڪٽر عبدالوحيد انير لکي ٿو ته "لفظ انيڙ، اينيڙ يا اندرام" اندر جو سنئون تعلق آرياڻن جي مشهور ديوتا "اندر" سان معلوم ٿئي ٿو. اهي ٻين آرياڻن وانگر "اندر" جي پوڄا ڪندا هئا.

ڊاڪٽر صاحب جي لکڻ جي مطابق انيڙ-آريا قبيلو آهي، جيڪو مختلف ملڪن ۽ علائقن ۾ مختلف نالن سان رهي ٿو، جيڪي اتان جي مقامي ۽ قومي ٻولين ڳالهائن ٿا پر اسان جي تحقيق ۽ مطالعي موجب آرين جو مختلف وڏا قبيلا 300 قبل مسيح ۾ قديم سنڌ جي سرحدن مان نڪري اولهه طرف هليا ويا هئا جن مان اڪثريت فارس ۾ رهي پئي، انهيءَ ڪري بعد ۾ فارس کي ايران سڏيو ويو. انهيءَ لڏڻ جي ڪري قديم سنڌ جي سرحدن ۾ اندر ديوتا جي پوڄا ختم ٿي ويئي ۽ ان جي جاءِ تي مهين جي دور جي ديوتائن، برهما، وشنو ۽ شو وري جاءِ والاري ان جو نتيجو اهو نڪتو ته سنڌ ۽ هند ۾ ڪوبہ مندر-اندر جي نالي سان نہ رهيو ۽ 600 قبل مسيح ۾ اندر ديوتا جو نالو ۽ نشان بہ باقي نہ هو. تہ پوءِ تيرهين صدي عيسوي ۾ آريا قبيلن جي ديوتا اندر جي نالي جي پوئيان اندر يا انيڙ ڪيئن سڏيا؟

خود ڊاڪٽر عبدالوحيد انيڙ پنهنجي ڪتاب ۾ مٿين روايت کي رد ڪندي لکي ٿو تہ "هڪ روايت جي مطابق هن قبيلي جي شروعات جي رام نالي هڪ شاهي خاندان جي فرد ڪان ٿي جيڪو راجستان جي هڪ رياست (جيسلمير، باهڙ ميرہ بيڪانير) جي ڪنهن راجا جو پٽ هو، جيڪو پيءُ جي وفات ڪان پوءِ خانداني تڪرار جي نتيجي ۾ پنهنجي پٽ اندر سان گڏجي راتو راهه سنڌ ۾ پناهه وٺڻ لاءِ نڪتو، جنهن موجوده سنجرپور جي لڳ قديم سنڌي وسندي سيوراڻي ۾ اچي بهاؤ الدين ذڪريا جي سڳي سؤٽ ۽ بزرگ ولي الله حضرت شيخ محمد موسيٰ وٽ اچي حاضري ڀرائي. جنهن پنهنجي ڪرامت سان ڪيس پيڇي ڪندڙن ڪان محفوظ ڪيو، جنهن ڪان پوءِ هو اتي رهي پيا. تانجو ڪوشش ڪان پوءِ انهن جا خانداني اختلاف ختم ٿي ويا ۽ واپس جيسلمير ورڻ جي اجازت ورتي.

اندر ڪيس گذارش ڪئي تہ جيئن تہ هن کي ڪابہ پٽ جي اولاد ڪونهي ان واسطي دعا ڪئي وڃي. حضرت شيخ محمد موسيٰ ڪيس دعا ڪندي چيو رب ڪريم پنهنجي ڪرم نوازي سان توکي نوازيندو ۽ جيترا توکي پٽ عطا ٿين انهن مان ہ اسان جي حصي جا هوندا.

الله تعاليٰ جي فضل سان اندر کي چار پٽ عطا ٿيا. انهيءَ دوران شيخ محمد موسيٰ سير و سفر ڪندو اندر جي علائقي ۾ وڃي پهتو. انهيءَ عرصي ۾ جي رام فوت ٿي چڪو هو. اندر شيخ محمد موسيٰ جي اچڻ جو ٻڌو تہ پنهنجي آل و عيال ۽ خاندان وارن سان گڏجي حاضر ٿيو. جنهن ڪيس پنهنجو واعدو ياد ڏياريو. جنهن تي هن پنهنجا ٻہ پٽ سندس حضور ۾ پيش ڪيا جن کي محمد ۽ احمد جي نالي سان سڏي پاڻ سان هلڻ لاءِ چيو.

جڏهن شيخ محمد موسيٰ اتان واپسي اختيار ڪئي تہ اندر جا ٻي پٽ ساڻس گڏ هئا. جن جي اولاد کي سندن جدامجد اندر جي نالي پويان يقينن اندرائي سڏيو ويو هوندو جيڪي پوءِ اندر جي سنڌت سان انيڙ سڏجڻ لڳا. تنهن ڪري اهو چوڻ درست نہ آهي تہ اهي آريا ديوتا اندر جي پويان انيڙ

سڏيا ويا. تاريخي طور اهڙي ڪا به شهادت ڪون ٿي ملي جو ان کي تسليم ڪجي. اندر جي اولاد کان اڳ ۾ ڪنهن به اندر يا انڍڙ، ذات ۽ قبيلي جو ڪو به اهڃاڻ ڪون ٿو ملي ته هن ڪري اها حقيقت تسليم ڪرڻي پوندي ته انڍڙ-اندر جي اولاد جو قبيلائي نالو آهي ۽ اهي به ثابتيون آهن ته اندر جي ڇئني پٽن جي اولاد انڍڙ سڏجي ٿي.

محترم ڊاڪٽر عبدالوحيد انڍڙ پنهنجي ڪتاب انڍڙ قبيلا تاريخي تناظر ۾ پنهنجي قبيلي متعلق لکيو آهي "پشتونن جي شجراتي تاريخ ۾ انڍڙ هڪ ڪوچي يا خانه بدوش قبيلو هو جيڪو اڳتي هلي "سيسڪ يا اسحاق زئي يا سڪندي" جي وڏي پاڙ يعني خيل ۾ شامل ٿي ويو ٿو. جڏهن مان ان تي تحقيق شروع ڪئي ته مون کي اهو ڄاڻي حيرت ٿي ته انڍڙ جو دائرو نهايت وسيع آهي، هڪ طرف پشتونن ۾ هي قبيلو پاڪستان ۽ افغانستان ۾ ڦهليل آهي ۽ ٻي طرف سنڌي ڳالهائڻ وارا انڍڙ به گهڻي تعداد ۾ آهن."

هنن اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ به پنهنجي ڏاڏ نگرجي نسبت کي برقرار رکيو ۽ ذات تبديل نه ڪئي. هي هاڻي پڪا مذهبي ماڻهن ۾ شمار ٿين ٿا. سنڌن گذر بسر پوکي راهي ۽ چوپايو مال ڌارڻ تي آهي. سرائڪي علائقي ۾ رهندڙ انڍڙ زراعت جي پيشي سان وابسته ٿي ويا آهن جنهن ڪري ڪين جاٽ (سماٽ) ۾ شمار ڪيو ويو آهي. هنن جي اڪثريت گهوٽڪي ضلعي ۾ آهي ان کانسواءِ سکر ۽ شڪارپور ضلع ۾ به رهن ٿا.

ان کانسواءِ صادق آباد، رحيم يار خان، جهنگ، بهاولپور، ڊيره غازي خان، پشاور ۽ نوشهره ۾ به رهن ٿا. هي سکر، شڪارپور ۽ گهوٽڪي ضلعن جي دريائي پٽي ۾ به آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) آداڻي | (2) ڏوٽايا | (3) عيساڻي |
| (4) خيرراڻي | (5) پنجابي | (6) سرائڪي |
| (7) باڪراڻي | (8) ڏوريا | (9) ڪڏهرا |
| (10) لوڊڙ | (11) ساجناڻي | (12) يمياڻي |
| (13) گاجاڻي | (14) ڪيڏراڻي | (15) مارفاڻي |
| (16) سورائي | (17) پرتاڻي | (18) جملا |
| (19) قندرا | (20) الهداداڻي | (21) خضراڻي |
| (22) عاداڻي | (23) عدراڻي | (24) آدمائي |
| (25) نورنگاڻي | (26) شيدائي | (27) بڪراڻي |
| (28) گجاڻي | (29) سومراڻي | (30) مهراڻي |
| (31) مومنائي | (32) گونگائي | (33) جهورا |
| (34) محمداڻي | (35) جنداڻي | (36) چتاڻي |
| (37) آدماڻي(پيو پاڙو) | (38) جماڻي | (39) بگهاڻي |
| (40) عاراني | (41) باڊري | (42) ڊروگي |
| (43) مندلوئي | (44) ڊوند | (45) ڪوڏڙ |
| (46) ڊرامني | (47) ٽوپڙي | (48) باندر |
| (49) پچاتي | (50) گنبڙا | |

## انڊڙ جو شجرو (اولاد جا پاڙا)



# ڏاريجو

ڏاريجا ڏهر جو پاڙو آهي جيڪي راجا ڏاهر سنڌ جي بادشاهه جي اولاد مان آهن، جنهن کي محمد بن قاسم شڪست ڏيئي سنڌ کي بنو اميه سلطنت جو حصو بڻائي ڇڏيو. راجا ڏاهر سوڍي خاندان مان هو ان ڪري ڏاريجا سوڍي جي هڪ نک آهن. هي شيخ عبدالوهاب جي هٿان مسلمان ٿيا هئا. هن سوراج نالي هڪ سوڍي جي ڌيءُ سان شادي ڪئي هئي. سنڌ گزيٽيئر ۾ ائٽيڪن لکيو آهي ته هن قبيلي کي ٿورو عرصو گذريو آهي جو راجپوتانه کان لڏي سنڌ ۾ آيا ۽ پوءِ اتي مسلمان ٿيا. سنڌ جي مختصر تاريخ ۾ سيد محب الله شاهه لکيو آهي ته ڏاريجا سوڍي جي نسل مان هجڻ ڪري پنهنجو پاڻ کي سمي جي شاخ سڏين ٿا پر جيئن ته سوڍا اصل ۾ راجپوتانه جا هندو آهن ان ڪري هو نبي ڪريم ﷺ جن جي چاچي ابولهب يا ابوجهل جي اولاد مان هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا.

اسان جي تحقيق موجب سمه ۽ سوڍا شري ڪرشن جي ڪل مان آهن نه ڪي ڪنهن عرب خاندان مان، هي گهوٽڪي ضلع ۾ اڪثريت سان آهن.

شيخ صادق علي لکيو آهي ته هو ڏهر ولد صنم داس جي اولاد مان هئا، جيڪو بيڪانير ۽ جوڌپور جي راجائن جي وقت ۾ سنڌ آيو. اها روايت به عام آهي ته ڏاريجا اصل ۾ سهتا راٺوڙ آهن. هو ڏاري زال مان هجڻ ڪري ڏاريا ۽ پوءِ ڏاريجا سڏيا ويا. چون ٿا ته چار سوائي ڏاريجي کي ٽي پٽ هئا، چار جهلو، چار وڪريو ۽ چار داد جن عادلپور، ڏب وسائي ۽ دادلو جاڳوٺ ٻڌا اهڙي طرح پنوعاقل جو شهر به ڏاريجن جي نالي پويان سڏيو ويو آهي.

شاهه بيگ ارغون جنهن وقت پنهنجا پير سنڌ ۾ ڄمائي رهيو هو ۽ سنڌي راڄن کي پنهنجي عتاب جو نشانو بڻائي رهيو هو، انهن ۾ ڏاريجا به هئا، جن جي چڱن مڙسن کي بکر جي قلعي ۾ رهڻ جي هدايت ڪئي ۽ سلطان محمود ڪوڪلتاش کي انهن جو نگهبان مقرر ڪيو، جن اُن جو چوڻ وٺڻ کان انڪار ۽ قلعي مان نڪتا هلايا ويا. محمود ڪوڪلتاش هنن کي ڪجھ به نه ڪري سگهيو.

ڏاريجن ڏارين جي غلاميءَ کان جند ڇڏائڻ لاءِ ٻين سمن راڄن وانگر منهن اٽڪائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ چاهيو ته بکر جو قلعو ارغونن کان خالي ڪرائجي جنهن ڪري هنن مقرر ٽيل ڍل، محصول ۽ ٻيا واجبات ڏيڻ کان انڪار ڪيائون ۽ پنهنجي راڄن جو لشڪر تيار ڪري روهڙي جي ميدان ۾ اچي لٿا ۽ سلطان محمود ڪوڪلتاش کي ٻاهر نڪري جنگ ڪرڻ جو چورايو هو قلعي بند ٿي ويهي رهيو، جنهن ڪري هو ٻه دفعا درياءَ ٽپي قلعي ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي جيئن محمود ڪوڪلتاش کي گرفتار ڪري قلعي کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي شاهه بيگ ارغون سان جنگ جوٽن.

جيئن ته بکر جي قلعي اندر سادات رهندا هئا، جن تي اها ذميواري عائد هئي ته هو محمود ڪوڪلتاش جي نه رڳو مدد ڪندا پر ان جي حفاظت به ڪندا، جنهن ڪري سيدن سنڌين جي مدد ڪرڻ بجاءِ ڏارين جي مدد ڪرڻ کان ترجيح ڏني ۽ پنهنجا ماڻهو قلعي جي حفاظت تي معمور ڪيا جنهن ڪري ڏاريجا لشڪر قلعي اندر ٽپي نه سگهيو.

جڏهن شاهه بيگ ارغون سيوهڻ کان لاڙڪاڻي پهتو ته بکر مان سلطان محمود جو قاصد بابا چوچڪ، سندس والد مير فاضل ڪوڪلتاش وٽ پهتو ۽ ڏاريجن جي ڪارروائي ۽ ڪاهه ڪرڻ جي دانهن ۽ احوال ڏنو، جنهن سچي صورتحال کان شاهه بيگ کي آگاهه ڪيو، جنهن صحيح صورتحال معلوم ڪرڻ لاءِ ان کي اڳواٽ بکر موڪلڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن کان پوءِ پاڻ وڃڻ چاهيو.

مير فاضل ڪوڪلتاش 200 سئو سوارن سان لاڙڪاڻي

وارو عاقل پٽڻ ٽپي جڏهن پريالو جي ويجهو پهتو تہ محمود ڪوڪلتاش اڳتي نڪري اچي امڪاني حملي جي خوف ڪان پي جي مدد ڪرڻ چاهي پر مير فاضل ان انديشي ڪان ڪيس روڪيو تہ متان ڏاريجا قلعو خالي ڏسي ان تي قبضو نہ ڪري ڇڏن، تنهن ڪري ان ڪي اتي رهڻ جي هدايت ڪئي. انهيءَ دوران مهر قبيلي جو وڏيرو لالي مهر، پنهنجي ذات جي چڳن مڙسن سان اچي حاضر ٿيو ۽ وفاداري جو دم ڀريو، ڏاريجا پنهنجي پاڙي وارن جي اها هلت ڏسي يا لالي مهر جي ڪوشش سان پنهنجي 47 چڳن مڙسن سان اچي مير فاضل وٽ پيش پيا جنهن محمود ڪوڪلتاش جي دانهن ڏيڻ تي واعده خلافي ڪندي 27 ڄڻن ڪي مختلف سزائون ڏنيون.

شاهہ بيگ ارغون ڪي جڏهن لاڙڪاڻي ۾ اهو اطلاع مليو تہ مير فاضل بکر جي قلعي ۾ پهچي ويو آهي تہ پاڻ اوڏانهن روانو ٿيو، جنهن ڪي سچي صورتحال کان واقف ڪيو ويو، تنهن قاضي قاضن يا قادن جي مشوري سان ڏاريجن چڳن مڙسن ڪي راتو رات مهمان خاني مان ڪڍي مارائي ڇڏيو ۽ سندن لاش قلعي جي برج ڪان هيٺ ڦٽو ڪرايا جنهن ڪري ان برج جو نالو خوني برج پئجي ويو.

عادلپور وارا ڏاريجا سيني ڏاريجن جا وڏا سمجها وڃن ٿا جن جي وڏي زميننداري هئي، جيڪا ايوب خان جي زرعي اصلاحات جي نظر ٿي وئي. هاڻي هو پنهنجي سياسي اثر ۽ رسوخ ڪري پنهنجا پير ڄمائي ويا آهن. ڏاريجن جا چڱا ۽ وڏيرا پنهنجي نالي سان گڏ چام ۽ ارباب جو لقب استعمال ڪندا آهن جيئن اڪثر سماٽ قومن جا وڏ گهراڻي وارا اختيار ڪندا آهن. ڏاريجا هن وقت سياسي طور تي وڏا اثر ۽ رسوخ حاصل ڪري ويا آهن، هو گهوٽڪي جي مهر سردارن ۽ لنڊن سان هر ميدان تي مقابلي ڪرڻ جي سگهہ رکن ٿا. ڪنهن دؤر ۾ هو مهرن جا ٻانهہ ٻيلي هئا.

# پنو

پنا سورج ونشي خاندان جا آهن. هڪ اهو به خيال آهي ته هي يونان کان اچڻ وارا مهاجر آهن، ڊينزل ابنسن خيال ڏيکاريو آهي ته پنا شايد مالوه جي پننا يا پنڙا قبيلي جا ميمبر آهن. سائين جي ايم سيد لکي ٿو ته هي آرائين قوم جي شاخ آهي، هي روايت بيان ڪندي لکيو آهي ته هي اصل ۾ راجپوت گهراڻي جي پني قوم مان هئا، جن مان هڪ وڏي پنجاب ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ اتي آرائين ذات وارن سان مٽي مائٽي ڪئي. سندن وڏو منا خان لڏي اچي نئين ديري ۽ رتي ديري واري رستي تي پنهنجو ڳوٺ ٻڌو.

پني خاندان جي پنهنجن روايتن موجب سندن وڏا اصل راجستان جا رهاڪو هئا، جيڪي مالوند ۽ خوشحال ماڻهو هئا. اهي پنهنجي مال جي چاري لاءِ ڪجهه وقت ٿر جي ڪنهن مقام تي رهيا. جيئن ته ٿر ۾ سانده ڏڪار پيو، انهي ڪري هو سڪار جي تلاش ۾ سنڌ ڏانهن هليا آيا ۽ رتي ديري ۽ نئين ديري واري رستي پنهنجو پهريون ڳوٺ ٻڌو جنهن کي "منا جا بنا" يا مني جو مقام چيو وڃي ٿو.

راجستان جي علائقي بند ڪنديل ۾ پنوار (پهنور) راجپوتن جي حڪومت هئي جن کان ڪشمير جي ٻڙهار قبيلي جي ڪمان نالي واري اچي ڪسي ۽ ڪين لوڙي ڪري ڇڏيو. هن 24 ننڍيون وڏيون جنگيون ڪيون، جنهن ڪري هن جو وڏو نالو ٿيو. هن پهريان اوڏپور جي گادي تي پنهنجي ننڍي پاءُ جوگراج کي ويهاريو پر پوءِ ان کي مسند کان هٽائي پاڻ راجا ٿيو. هن ان جي صلاحڪار برهمڻن کي ختم ڪيو ۽ ٻن کي رياست مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو.

ڪمان کي وري سندس پٽ "منگل" قتل ڪري ڇڏيو، جيئن هو راجا بڻجي پر ڪمان جي سردارن ان کي گادي تي ويهڻ ڪو نه ڏنو ۽ کيس رياست مان ڪڍي ڇڏيو ۽ سندس جاءِ تي مقامي سردار "پرتري پٽ" جيڪو پنو جي نالي سان مشهور ٿيو ان کي گاديءَ تي ويهاريو ان کان پوءِ سندس جاءِ نشينن پنو رياست کي وسعت ڏني. پنو جي اولاد مان تيرهن پنن مالوه ۽ گجرات ۾ پنهنجون آزاد رياستون قائم ڪيون. شاهان گجر جي مصنف مطابق راجا پرتري پنو 812ع کان 832ع تائين حڪومت ڪئي هو خليفي مامون الرشيد جو همعصر هو.

رشيد اختر ندوي ذوالفقار علي پنو سياسي سوانح حيات ۾ پنو خاندان کي راجپوت مجيندي لکي ٿو ته "هي وڏي راجپوت قبيلي پٽ جو پاڙو آهي جيڪو محمود غزنوي جي هم عصر مؤرخ البيروني جي مطابق الور کان پندره فرسخ جي فاصلي تي هڪ هنڌ پانيه ۾ رهندا هئا جن جي هڪ وڏي تعداد ملتان جي آس پاس رهندي هئي، هن خاندان جي هڪ راجا محمود غزنوي سان جنگ ڪئي هئي.

انهيءَ خاندان جو راجا بجي ديو راول ڪوٽ پانيه تي راڄ ڪندو هو. سندس زال جو نالو ششي ڪلامي هو. کيس ڪافي عرصي کان وٺي اولاد ڪونه پئي ٿئي. انهي دور ۾ اچ شريف واري مخدوم جهانيان جهان گشت جلال الدين سرخپوش جو بزرگي ۾ وڏو نالو هو، جنهن راڻي ششي ڪلامي کي دعا ڪئي ته هڪ سال ۾ توکي هڪ پٽ ڄمندو. هڪ سال اندر راڻي کي پٽ ڄائو جنهن جو نالو ڪمار (شهزادو) چنن ڪمارل رکيو.

هو جڏهن جو ان ٿيو ته پانڻ ۾ آيو ته هن جي ملاقات جهانيان جهان گشت سان ٿي جنهن جي دعا سان هو ڄائو هو. سندس اصرار تي هن جي هٿ تي مسلمان ٿيو، هن ايتري عبادت ۽ رياضت ڪئي جو پنهنجي خليفي صدر الدين سعيد شاهه جي نياڻي سعيدان ان جي نڪاح ۾ ڏني. جنهن مان کيس ٻه پٽ چاندخان ۽ ملتان خان ڄاوا.

ڪمار چنن ڪمار جنهن جو نالو چنن هو ڪوٽ پانيه واپس هليو ويو. جتي سندس نالي جي وڏي مشهوري ٿي، اتي سندس ماءُ ششي ڪلامي کي معلوم ٿيو اهو بزرگ سندس

وچڙيل پٽ ڪمار چنن ڪمارل آهي. جنهن راجا کي اهڙي سڏ ڏني، راجا بجي ديو راول پهريان هن کي پنهنجي محل ۾ وٺي آيو ۽ کيس دين اسلام ڇڏڻ جو زور ڀريو آخر هن جي انڪار ڪرڻ تي هن کي قيد خاني ۾ وجهي ڇڏيو. جڏهن هو جيل ۾ هو ته اتي قرآن شريف جو ورد ڪندي جلال ۾ اچي سوره يونس پڙهڻ لڳو انهي مهل خدا جو ڪرشمو ٿي ويو، قيد خانن جا پهريدار بيهوش ٿي ويا ۽ قيد خاني جو دروازو پنهنجو پاڻ کلي ويو ۽ اصطبل مان پاڻ مرادو هڪ سنو گهوڙو اچي حاضر ٿيو. چنن انهي گهوڙي تي چڙهي اچي لوڊران پهتو جتي سندس گهر واري ۽ پٽ اڳ ۾ ئي ڪوٽ ياتيه کان پهچي چڪا هئا.

راجا بجي ديو راول ٻيهر چنن کي گرفتار ڪيو ۽ کيس وري به دين اسلام ترڪ ڪرڻ جو زور ڀريو جنهن تي هن انڪار ڪيو ۽ ڪاوڙ ۾ اچي راجا بجي ديو راول پنهنجي پٽ چنن ڪمارل جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏي. انهيءَ مهل سسي ۽ ڌڙ ٻئي اڏامي اچي سم سڏ جي ويجهو لٿا جتي هاڻي چنن پير جي درگاهه آهي. مريدن سسي ۽ ڌڙ کي گڏ ڪري کيس دفن ڪري ڇڏيو. اڄ به اتي هزارين ماڻهو پنهنجن حاجتن کي پوري ڪرڻ لاءِ دعا واسطي اچن ٿا. هن واسطي ٻيون روايتون به آهن.

راجا بجي ديو راول کان پوءِ جيسلمير ۾ ڀٽو حڪومت ختم ٿي ويئي ۽ سندس پوئين مان اولاد مسلمان ٿي چڪي هئي جن جي حڪومت ڪرڻ ۾ ڪا به دلچسپي ڪو نه هئي پر ڀٽوخاندان جا ٻيا فرد انهن کي پنهنجي وڏي جي حيثيت ڏني ۽ چاند خان ۽ چنن خان کي پنهنجو وڏو سمجهو. انهي خاندان مان محمد خان اچي لاڙڪاڻي کي وسايو.

1474ع ۾ ڀٽو خاندان جو وڏو محمد خان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پهتو، جنهن کان پوءِ فتح محمد خان، مٺو خان (جنهن جي نالي تي پهريون ڳوٺ ٻڌو هو) محمد خان ٻيو، ابڙو خان، سهتو خان ۽ پير بخش خان، ڀٽو خاندان جا اهي نالا آهن جن پنهنجي زمينداري کي قائم ڪيو.

پير بخش خان اول کي انگريزن بيگاري ڪئنال جي کوٽائي ڪرڻ جي عيوض کيس 36 هزار، ايڪڙ زمين ڏني هئي.

هن جي زماني ۾ ڀٽن جي زمينداري جو عروج هو. چوندا آهن ته هنن جي ايڏي وڏي زمينداري هئي جو هڪ پلو گهوڙو صبح کان وٺي شام تائين ڊڪائجي تڏهن به ڀٽن جي زمينداري جي حد ختم ٿي نه سگهندي هئي.

پير بخش خان اول جو وڏو پٽ دودا خان هو. جنهن جا ٽي پٽ هئا، هڪ خدا بخش خان، جيڪو شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو ڏاڏو هو. ٻيو امير بخش خان، جنهن مان نواب احمد خان ڀٽو هو، جيڪو شهيد والفقار علي ڀٽي ۽ نواب نبي بخش خان ڀٽي جو سهرو هو ۽ ٽيون الاهي بخش خان جيڪو محترم ممتاز علي خان جو ڏاڏو هو.

دودا خان پنهنجي ملڪيت جيئري چئن حصن ۾ ورهائي ڇڏي، هڪ حصو پنهنجي لاءِ رکيو باقي ٽي حصا پنهنجن ٽنهي پٽن کي ڏيئي ڇڏيا ۽ پنهنجي حياتي ۾ پنهنجو حصو ۽ پڳ پنهنجي ننڍي پٽ الاهي بخش خان کي ڏني، جنهن ڪري ڀٽن جو وڏو گهراڻو ۽ سرداري گهراڻو ميرپور ڀٽو جا ڀٽو آهن. جن مان سنڌ نيشنل فرنٽ جو سربراهه ممتاز علي خان ڀٽو ۽ امير بخش خان ڀٽو آهي.

ڀٽو خاندان تاريخ ۾ پنهنجو نالو سنهري اکرن ۾ لکرائي ڇڏيو آهي. هن ئي خاندان مان جناب شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جهڙي تاريخ ساز شخصيت پيدا ٿي، ان جهڙا انسان تاريخ ۾ هزارن سالن کان پوءِ پيدا ٿيندا آهن. هن خاندان مان محترمه شهيد بينظير ڀٽو، شهيد مير مرتضيٰ ڀٽو، شهيد شاهنواز ڀٽو پيدا ٿيا ڪين، شهيد خاندان سڏيو ويندو آهي. جن عوام جي خاطر پنهنجي سرن جون قربانيون ڏنيون. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جا وڏا پنهنجو مٽ پاڻ هئا هنن جهڙو زميندار سڄي تر ۾ ٻيو ڪو به نه هو ۽ ان وقت ۾ ڀٽو خاندان متحد ۽ هڪ هئا. جنهن ڪري انگريز سرڪار به هنن کي ڪجھ نه ڪري سگهي ۽ راجائن وانگر رهندا هئا.

ڀٽو اسٽيٽ جو بنياد وجهندڙ دودا خان جي پٽ خدا بخش خان جي پٽ مير مرتضيٰ جو هڪ قصو مشهور آهي جنهن انگريز عملدار سان ٽڪر کاڌو. انگريز جي بادشاهي ۾ انگريز سان منهن اٽڪائڻ جو ان وقت ڪنهن به سوچي نه ٿي سگهيو، پر هن سنڌي غيرت مندي ۽ جوان مرديءَ جو مثال قائم ڪري ڇڏيو.

مير غلام مرتضيٰ ڀٽو، خوبصورت، سهڻو، ڳڀرو جوان هو. 1892ع ۾ لاڙڪاڻي جو مئجسٽريٽ ڪليڪٽر 60 سالن جو انگريز ”ڪرنل مي هيو“ هو هن هڪ سنڌي ڇوڪريءَ کي زوري پاڻ وٽ رکيل ڪري ويهاريو. اها ڇوڪري مير صاحب کي به ڏاڍي وڻي ويئي ۽ ان سان محبت ٿي ويس ان جي خبر ڪرنل مي هيو کي پئجي ويئي جنهن هن کي موقعي تي گرفتار ڪرڻ چاهيو. هڪ ڏينهن لاڙڪاڻي ۾ ان وٽ ويٺو هو ته اوچتو ڪرنل اچي ڪڙڪيو ۽ پنهنجي ڇهڪ سان مير

مرتضيٰ کي مارڻ شروع ڪيو. مير صاحب ان کان سندس ڇهبڪ ڪسي اهڙي مار ڏني جو هو فرش تي ڪري پيو۽ ان عورت کي وٺي سندس پيءُ ماءُ جي گهر ڇڏي ويو ۽ پاڻ ڳوٺ واپس هليو ويو ۽ ڪليڪٽر مي ڪجھ بہ نہ ڪري سگهيو.

هن کي مير مرتضيٰ جي رغبت ۽ دشمني هئي ڪائنس پلاند وٺڻ پيو چاهي اوچتو پوليس انسپيڪٽر شير محمد شاهہ کي ڪن زخمي ڪري وڌو، جنهن کي ڪليڪٽر ميو چيو تہ هو مير مرتضيٰ تي ان جو الزام هڻي تہ ڪيس قتل ڪرائڻ پيو چاهي. ان واسطي هن کي وڏي لالچ ڏني وئي. ڪوڙو ڪيس هليو ۽ سيشن جج ان کي سزا ٻڌائي، جنهن کان بچڻ لاءِ هڪ وڏي رقم ادا ڪئي.

ڪرنل ميو جو پلاند اتي ختم نہ ٿيو ۽ هڪ ٻئي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ مٿس هڪ هندو کي قتل ڪرڻ جو الزام مڙهيو ويو، جنهن واسطي بہ وڪيل مقرر ڪيا ويا هڪ ممبئي جو مسٽر امزني جنهن کي هڪ هزار روپيہ روزانو ۽ لاهور جي مسٽر رونيجن کي روزانہ پندرهن سؤ روپيہ فيس ادا ڪئي ويندي هئي. ڪيس ڪوڙو ثابت ٿيو. ڪرنل، مير دشمني ۾ ٻيهر ڪيس شروع ڪرڻ جي اجازت بمبئي کان اصل ڪري ورتي. اها صورتحال ڏسي خدا بخش خان پنهنجي پٽ کي بهاولپور رياست طرف موڪلي ڇڏيو، جتان هو افغانستان ڪابل هليو ويو.

ڪرنل ميو جيڪو ٽالپر خاندان جو ذاتي دشمن ۽ ويري ٿي چڪو هو تنهن 1896ع ۾ ڌاڙيلن معرفت حملو ڪرايو، جنهن ۾ هو زخمي ٿي فوت ٿي ويو، سندس قبر ميرپور ٽالپر ۾ آهي. انگريز عملدار جي ڪاوڙ اتي ختم نہ ٿي ۽ خدا بخش خان جي زر و جواهر، ملڪيت ۽ اسلحي تي قبضو ڪيو ۽ ٻي املاڪ کي ساڙائي ڇڏيو. جڏهن اها خبر مير مرتضيٰ ٽالپر کي پئي تہ هن ڳوٺ ورڻ ۽ ڪيس وڙهڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪابل جي امير عبدالرحمٰن کان مالي مدد وٺي واپس اچي رهيو هو تہ پنجند جي ويجهو هن جي ٻيڙي درياءَ ۾ اونڌي ٿي پئي جنهن ۾ مليل سون وغيره ٻڏي ويو، هو سر بچائي ڪهڙي بہ طرح بهاولپور پهتو جتان پنهنجي واسطي وارن کان رقم اوڌاري وٺي رئيس غلام محمد شيدي وٽ ڪراچي پهتو، جنهن جي معرفت سنڌ جي ڪمشنر ايون جميز تائين پهتو جنهن ڪيس سکر کان ڪراچي منتقل ڪيو، جتي سندس وڪيل موتي لعل آڏواڻي هو، جنهن ڪيس مان جند ڇڏائي.

انهن ڏينهن ۾ ڪرنل ميو هيو رٽائرمينٽ جي ويجهو هو، تنهن دوستي جو هٿ وڌايو ۽ علي محمد سول جج جي گهر تي ملاقات ٿي ۽ دشمني ختم ٿي، جنهن هن جي ضبط ڪيل ملڪيت واپس ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ هو فاتحہ انداز ۾ لاڙڪاڻي ۾ داخل ٿيو ۽ پنهنجي دشمنن کي معاف ڪري ڇڏيو. چون ٿا تہ انهن مان ڪي خوفزده هئا تہ متان ڪڏهن بہ پلاند وٺي جنهن ڪري هنن موقعو ملندي ڪيس زهر ڏياري ڇڏيو.

مير مرتضيٰ ڀٽو جي پٽ سر شاهنواز ڀٽو وڏو ناليوارو هو. جنهن 1909ع ۾ غلام محمد پرڳڙيءَ کي شڪست ڏيئي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر ٿيو. ان کان اڳ ۾ انڊين ڪائونسل ايڪٽ 1892ع جي تحت ليجسليٽو ڪائونسل ۾ سنڌ کي صرف هڪ سيٽ مليل هئي. جنهن تي گورنر نامزدگي ڪندو هو، ان تي 1904ع تائين شيخ صادق علي وزير خيرپور رياست رهيو. جنهن کان پوءِ بئريسٽر غلام محمد پرڳڙي مقرر ٿيندو آيو. 1909ع ۾ سنڌ کي وڌيڪ ٻي سيٽون مليون.

برٽس سرڪار 1909ع کان پوءِ سر شاهنواز ڀٽو کي لاڙڪاڻو ضلعي بورڊ جو صدر مقرر ڪيو ۽ ان سان گڏ ڪيس انتظاميہ ۽ عدالتي اختيار بہ ڏنا، هو 1920ع کان 1934ع تائين چوڏهن سال انهيءَ عهدي تي رهيو. جنهن کان پوءِ 1921ع ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر ٿيو ۽ چوڏهن سال انهيءَ عهدي تي رهيو. هن کي 1919ع ۾ او. بي. اي جو خطاب مليو. 1921ع ۾ خانبهادر جو لقب ڏنو ويو. 1925ع ۾ سي. آئي. اي ۽ 1930ع ۾ سر جي خطاب سان نوازيو ويو.

سر شاهنواز ڀٽي سنڌ کي بمبئي کان آزاد ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. جڏهن 1931ع ۾ هندستان جي مستقبل متعلق گول ميز ڪانفرنس لنڊن ۾ شروع ٿي تہ هن سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ جو مطالبو ڪيو، جنهن جي ڪوشش سان 1936ع ۾ سنڌ جي سياسي ۽ انتظامي حيثيت بحال ٿي.

هن سنڌ جي مسلمانن جي پهرين سياسي جماعت سنڌ پيپلز پارٽي 1934ع ۾ قائم ڪئي، جيڪا سنڌ اتحاد پارٽي جي ٺهڻ کانپوءِ ختم ٿي ويئي ۽ هو ان پارٽي جو صدر چونڊجي ويو. هو 1937ع کان 1945ع تائين بمبئي سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو چيئرمين رهيو ۽ 1947ع جي شروعات ۾ جهونا ڳڙهہ رياست جي وزارت اعظمہ سنڀالي ۽ 14 آگسٽ تي پاڪستان ٺهڻ جي نتيجي ۾ واپس سنڌ موٽي آيو. سندس وفات 19 نومبر 1957ع تي ٿي. ڪيس ڳڙهي خدا بخش جي قبرستان ۾ دفنايو ويو.

سندس پٽن مان محترم ذوالفقار علي ڀٽو نالي وارو ٿي گذريو آهي، جيڪو پنهنجي شهادت کان پوءِ به پاڪستان جي سياست تي راڄ ڪري ٿو.

پڳدار خاندان مان سردار واحد بخش خان اها شخصيت هو، جنهن پٽن ۾ ڪي گڏ ڪري 1922ع ۾ سرداري جي پڳ ٻڌي، سندس مشهوري ۽ هاڪ ملڪان ملڪ مشهور هئي، هن جو اٿڻ ويهڻ راجا ۽ مهاراجائن کان وڌيڪ هو، هو وڏي شان ۽ شوڪت سان رهندو هو، ننڍي عمر ۾ فوت ٿي ويو. ان کان پوءِ سندس ننڍو ڀاءُ نواب نبي بخش خان، شرافت، سخاوت ۽ سادگي جو هڪ پيڪر هو. هو سچو زبان جو پڪو ۽ نيڪ دل انسان هو. هن جهڙا بزرگ ڪنهن خاندان ۾ ورلي ملندا. نواب نبي بخش خان ڀٽو 9 جولاءِ 1934ع تي ضلعي لوڪل بورڊ جو صدر چونڊيو ۽ 16 سيپٽمبر 1945ع تائين اٽڪل يارهن سال صدر رهيو. ان کان اڳ ۾ 1929ع کان 1932ع تائين چار سال بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر رهيو. انهي ڪانسواءِ 1933ع کان 1943ع تائين لڳاتار ڏهه سال سينٽرل ليجسليٽو اسيمبلي آف انڊيا جو ميمبر چونڊبو رهيو. جڏهن قائداعظم 18 آڪٽوبر 1938ع تي لاڙڪاڻي آيو هو ته نواب نبي بخش خان ڀٽو جو مهمان ٿي رهيو هو ۽ سندس ڪار ۾ چڙهي جلوس جي شڪل ۾ سندس لاڙڪاڻي واري بنگلي تي پهتو هو. سندس پٽ ممتاز علي خان، وڏو اڪابر، سياستدان ۽ مدبر آهي، جنهن جي سياست جي اصول ۽ وقار مثال آهي. بيان ڪيو ويندو آهي هن جي دوستي پڻ هڪ مثال آهي. هن اقتدار جي خاطر ڪڏهن اصولن ۽ مقصد جو سودو ناهي ڪيو. هن جي سياست ڪرڻ جو مقام پاڪستان ۾ مٿانهين ليول جو آهي، هن ڪڏهن به ضمير ۽ اصول تي سوديبازي ناهي ڪئي ۽ ڪڏهن به ڪنهن جابر آڏو ڪنڌ ناهي جهڪايو. هن پاڪستان جي سياست ۾ "ڪنفيڊريشن" جو نظريو ڏيئي، پاڪستان کي بچائڻ جو فارمولو ڏنو آهي. جيڪو ڪيترن مخالفتن ۽ اعتراض جي باوجود، سڏي يا اڻ سڏي طرح پاڪستان جا سياستدان هن جي پيروي ڪرڻ تي مجبور آهن. هن ڪڏهن به مصلحت کان ڪم نه ورتو آهي سندس متو آهي، اصول سان زندگي گذارجي، ضمير جو سودو نه ڪجي ۽ مصلحتن آڏو ڪڏهن به سر نه نوائجي. انهي ڪري ڪيس اڙڏو ۽ بهادر اڳواڻ تسليم ڪندا آهن. هو سياست ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جو شاگرد آهي.

انهيءَ خاندان مان محترم امير بخش خان ڀٽو آهي جيڪو پڻ والد محترم ممتاز علي خان وانگر اصول پرست ۽ باهمت آهي ۽ هن به ڀٽن جي پراڻي روايت کي برقرار رکڻ جو نمونو اختيار ڪيو آهي.

منهنجي تحقيق موجب ڀٽو قبيلو آرائين ذات جي شاخ ڪونهي، جيڪڏهن آرائين ذات ۾ ڪو به ڀٽو پاڙو آهي ته ان جو هنن ڀٽن يعني سنڌ، بلوچستان وارن ڀٽن سان سنڌن تعلق ڪونهي. آرائين ذات ايڏي وڏي تعداد ۾ ڪونهي جيترا گهڻا ڀٽا آهن. اسان جي ڏنل شجري ۾ ڀٽي قبيلي جي بڻ بنياد جو پڻ ذڪر آهي. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته ڀٽا نه پنجابي آهن نه يوناني ۽ نه وري عربستان جي آرائين قبيلي سان سنڌن تعلق هو نڄ سنڌي قبيلن مان هڪ قبيلو آهي. جيڪو راجستان کان وٺي سنڌ تائين پکڙيل آهي. منهنجي تحقيق موجب اصل ڀٽو ذات ڪانسواءِ هيٺيان پڻ به آهن جيڪي هن قبيلي جو حصو ٿي ويا آهن.

(1) جت ڀٽا- هي پڻ سڏجن ٿا جن جي مادري زبان سرائڪي آهي، اهڙن ڀٽن جا ڳوٺ ضلعي خيرپور ۽ پنجاب ۾ بهاولپور رياست ۾ موجود آهن. جيڪي پاڻ جت ڀٽا چورائيندا آهن. ان ڪانسواءِ ڳڙهي خيري ۾ رهندڙ ڀٽا به سرائڪي ڳالهائيندا آهن.

(2) آرائين ڀٽا :- آرائين جو پاڙو ڀٽا جيڪو ڀٽو چورائي ٿو پر اصل ۾ هو آرائين آهن پر ڀٽو قبيلي ۾ شامل ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن.

(3) ڳاڏڙ ڀٽا- مختلف ذاتين سان تعلق رکندڙ جن پنهنجي اصلي ذات سڏائڻ بدران ڀٽو خاندان جي شان و شوڪت ۽ عظمت ڏسي پاڻ ڀٽو چورائڻ شروع ڪيو آهي، ڪنهن طريقي سان ڪنهن نه ڪنهن اصل ڀٽن جي پاڙي ۾ شامل ٿي ويا آهن.

## پاڙا

(1) الهداداڻي
(2) عارباڻي
(3) پورا ڀٽا
(4) حسناڻي
(5) حاجاڻي
(6) عيساڻي
(7) جنباڻي
(8) خان پرا
(9) خيراڻي
(10) ڪوراڻي
(11) ڪماري
(12) موساڻي
(13) رضاڻي
(14) صالحاڻي
(15) سوڀاڻي
(16) واڇاڻي
(17) ڪاڇي
(18) جت ڀٽا
(19) ڪيباڻي
(20) ڪبڙا
(21) سرائي ڀٽا
(22) سومرا ڀٽا

# ڀٽو خاندان جو شروعاتي شجرو

راجا ڀرتري ڀٽو سندس خاندان مان — بند ڪنڊيل جو ڀهريون ڀٽو حڪمران

↓

راجا ڀاڄڙ

↓

راجا ڀاجو رائو

↓

راجا راول

↓

راجا بجي ديو راول ← زال ششمي ڪلا

↓

ڪمار چنن ڪمار عرف چنن

جلال الدين سرخپوش جي دعا سان ڄائو. 12 سالن جي عمر ۾ پاٽمرادو حضرت جهانيان جهان گشت هٿان مسلمان ٿيو. سندس خليفي صدرالدين سعيد شاهه جي ڌيءَ سعيدان سان شادي ڪئي. راجا مسلمان ٿيڻ جي ڪري پنهنجي پٽ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏي. سسي ۽ ڌڙ اڌري اڇي سم سڻ جي ويجهو لٽا، جتي مريدن سسي ۽ ڌڙ کي گڏي دفن ڪري ڇڏيو، جنهن کي هاڻي چنن پير جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

- چاند خان عرف چند خان
  ↓
  چنن خان
  ↓
  محمد خان
- ملتان خان

# پتو خاندان جو شجرو




عبدالمجيد خان
غلام شبير
نثار علي
انور علي
نجم الحسن
اشفاق احمد
جميل احمد
روشن علي
عبدالحميد خان
غلام محمد
مختيار علي
منور احمد
امير علي خان
لياقت علي
منظور علي
عبدالڪريم
غلام حسين
صاحب خان
محمد نواز
غلام حسين
نياز حسين
محمد پريل
عبدالعزيز خان
اقبال احمد
الطاف حسين
خير محمد
غلام محمد
محمد صالح
عبدالله خان
محمد رمضان
الله ڏنو
قربان علي
احمد خان
صاحب خان
امام بخش خان
اقبال خان
تاج محمد خان
محمد مراد خان


(1)
دودو خان
خدا بخش
الاهي بخش (1914_1886)
امير بخش
واحد بخش خان(1933_1900)
نبي بخش خان
رسول بخش
پيير بخش خان
غلام سرور
احمد خان
واحد بخش خان
عامر خان
غلام مصطفيٰ
معشوق علي
عاشق علي
ممتاز علي خان (1933)
رسول بخش
آصف علي
سليم اختر
امير بخش خان
(1963)
علي حيدر خان
مير غلام مرتضيٰ خان
حاڪم علي خان
ليمون خان
شاهنواز خان
علي گوهر خان
الله بخش
شهزادو خان
نادر علي
عبدالجبار
مولابخش
غلام علي
آغا مير
مظفر علي
پرويز احمد
مشتاق علي
عاشق علي
اختيار علي


شاهنواز خان
سڪندر (اول)
امداد علي
سڪندر (ثاني)
محترم ذوالفقار علي شهيد
(1828_1979)
امداد علي
مير علي مرتضيٰ شهيد
(1954_1996)
شاهنواز شهيد
(1958_1985)
محترمہ بي نظير ڀٽو
(1953_2007)
صنم
(1956)
ذوالفقار علي جونيئر
ذي فاطمہ
ذي سسئي

(2)


اسماعيل خان
مراد خان
علي محمد خان
چتو خان
شير محمد خان
ولي محمد
خان محمد
آغا محمد
ارشاد علي
اختر احمد
جميل احمد
شير محمد
مختيار احمد
رئيس احمد
اعجاز احمد
نور محمد خان
ناصر محمد
فقير محمد
جان محمد خان
خوشي محمد خان
محمد ابراهيم خان
دلشاد احمد
رضا محمد
مير محمد
نيڪ محمد
شفيع احمد
محمد حسن
محمد حسين
منظور احمد
آفتاب عالم
شفيع محمد
غوث بخش
رشيد احمد
نذير احمد
بشير احمد


نور محمد
محمد اسحاق
فيض محمد خان
محمد اسماعيل خان
محمد اسحاق
محمد حنيف خان
محمد امين خان
دوست محمد
علي محمد خان
نثار احمد
فيروز احمد
ناصر محمد
محمد عالم
غلام محمد
سلطان احمد
علي بخش
تاج محمد
غلام محمد
عبدالرزاق
عبدالفتح
غلام رسول
مظهر علي
محمد پناهہ
محمد مراد

## شجرو ڀٽو ذات- نسب نامہ سنڌ جي مطابق



## ٻٽو ذات جو شجرو نمبر 2



## ڀٽو ذات جو شجرو۔ جنهن ۾ علوي آهن



## خيرپور ناٿن شاهه جي پٺن جو شجرو



# پٺاڻ

پٺاڻ جي نسب بابت سڀ مؤرخ ۽ عالم متفق آهن تہ هو يهودي نسل مان آهن. حضرت ابراهيم عليہ السلام جي پٽ اسحاق، جنهن کي يهودي اضحاڪ يا منحاڪ سڏيندا آهن. تنهن حضرت ابراهيم جي ڀاءُ "نحور" جي پٽ "بيتوئل" جي ڌيءَ "ربقہ" سان شادي ڪئي. جنهن مان ڪيس ٻہ پٽ ڄاوا هڪ حضرت يعقوب عليہ السلام ۽ ٻيو عيمص پيدا ٿيو.

حضرت اسحاق پنهنجي پٽ حضرت يعقوب عليہ السلام کي عراق موڪليو جيئن هو پنهنجي مامي "ليان" جي ڌيءَ "راميل" (لاين) سان شادي ڪري. هي ان ڪري مامي وٽ ست سال رهيو ۽ سندس ڌڻ چاريندو رهيو، پر هن ننڍي ڌيءَ بدران وڏي ڌيءَ "ليان" پرڻائي ڏني ۽ ساڻ ۾ ڪنيز "زلفا" بہ ڏني. هو وري ست سال مامي جي خدمت ۾ رهيو تنهن ڪانپوءِ "راميل" پرڻائي ڏنائين ۽ ان سان گڏ ٻي ڪنيز "فله" (بلهاه) بہ ڏاج طور عنايت ڪئي.

حضرت يعقوب عليہ السلام کي هيٺين اولاد ٿي.

1. پهرين زال لياه مان پٽ (1) روبن، (2) شمعون (3) لاوي (4) يهوده (5) اشڪا (6) زجولون ۽ (7) ڌيءَ دينا.
2. ڪنيز زلغا، مان ٻہ پٽ هڪ جد ۽ ٻيو آشر.
3. ڪنيز فله مان ٻہ پٽ هڪ دان ٻيو نفتالي
4. راميل مان حضرت يوسف ۽ بن آمين

حضرت يعقوب کي ڪل ٻارهن پٽ ٿيا جيڪي بني اسرائيل سڏيا وڃن ٿا. حضرت يوسف عليہ السلام بہ انهي خاندان مان هو، جنهن مصر ۾ عروج حاصل ڪيو. حضرت يوسف عليہ السلام جي وفات کان پوءِ بني اسرائيل جو مصر ۾ زوال شروع ٿي ويو تان جو حضرت موسيٰ عليہ السلام بني اسرائيل کي فرعون جي عذابن ۽ ظلمن کان نجات ڏياري.

هي هڪ ناشڪري قوم هئي جنهن جو تفصيل قرآن شريف ۾ آيو آهي. سوره مائده مطابق اسرائيل تي آسماني طعام "من وسلويٰ" لاٿو ويو، تڏهن بہ هنن الله تعاليٰ جو شڪرانو بجا نہ آندو ۽ گابي جي پيروي شروع ڪئي. هي بہ ناشڪر ۽ نافرمان قومن ۾ شمار ٿئي ٿو. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي وقت ۾ هي قوم ٻارهن قبيلن ۾ ورهايل هئي.

حضرت سليمان عليہ السلام جي وفات کان پوءِ ان جي پٽ "رجعام" کي بادشاهہ بڻائڻ جي سلسلي ۾ اسرائيل جا ٻارهن قبيلا گڏ ٿيا جن "رجعام" آڏو پنهنجا ڪجهہ شرط ۽ شرائط رکيا جن کي هن مڃڻ کان انڪار ڪيو جنهن ڪري بني اسرائيل جا ڏهہ قبيلا ناراض ٿي ويا ۽ "يريعام" کي پنهنجو بادشاهہ بڻايو جنهن پنهنجي ملڪ جو نالو "اسرائيل" رکيو. باقي ٻن قبيلن يهوده ۽ بني امين رجعام بن حضرت سليمان کي پنهنجو بادشاهہ تسليم ڪيو، جنهن پنهنجي سلطنت جو نالو "يهوديہ" رکيو. اهڙي طرح بني اسرائيل جا ٻارهن قبيلا ڀاڱن ۾ جدا ٿي ويا جنهن کان پوءِ انهن جي تاريخ، قتل و غارت، نفاق ۽ سازش سان ڀري پئي آهي.

طالوت جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ آهي، تنهن کي ٻہ پٽ هئا هڪ "برضيا" ۽ ٻيو "ارميا" برضيا جو پٽ حضرت سليمان عليہ السلام جو وزيراعظم هو بعد ۾ "ارميا" جو پٽ "افغنہ" حضرت سليمان عليہ السلام جو سپہ سالار ۽ وزيراعظم مقرر ٿيو جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهوافغان يعني پٺاڻن جو مورث اعليٰ آهي طالوت بن امين پٽ حضرت يعقوب عليہ السلام جي نسل مان آهي تنهن ڪري هي قوم بني اسرائيل جي اولاد مان آهن ۽ اسرائيل جي بادشاهہ "شاول" (طالوت) جي نسل مان اهن. حقيقت ۾ پٺاڻ اهو آهي جيڪو سليمان جبل جي دامن ۾ رهي ٿو باقي ٻيا افغان آهن. پٺاڻ جيڪي افغان نہ آهن اهي تاجڪ، قزلباش، هزاره، هندڪي آهن.

گهرو ويڙهہ جي ڪري بني اسرائيل جون ٻئي حڪومتون

بقا نہ ڪري سگهيون جنهن ڪري آشوري، بابلي ۽ رومي سندن مٿان حملا ڪندا رهيا. انهي دوران فلسطين جي يهودين ۽ سامره جي اسرائيلن تي نبي سڳورا ايندا رهيا ۽ خدا جو پيغام ۽ هدايت ڏيندا رهيا پر هن قوم ڪنهن جي بہ نہ ٻڌي.

721 قبل مسيح ۾ سلطنت اسرائيل آشورن هٿان ختم ٿي ۽ 595 قبل مسيح ۾ يهوديہ حڪومت بابلن هٿان تباهہ ٿي ويئي. اهڙي طرح چوڏهن سؤ سالن ڪان پوءِ بني اسرائيل جون ٻئي حڪومتون ختم ٿي ويون.

جڏهن "بنو ڪدنصر" فلسطين تي ڪاهہ ڪئي ۽ ان کي فتح ڪيو تہ هن هزارين يهودين کي مارائي ڇڏيو پوءِ جيڪي جان بچائي ڀڳا اهي پناهہ گاهن جي تلاش ۾ مختلف ملڪن ڏانهن هليا ويا. انهن مان کي دانهون ۽ ڪوڪو "آه و فغان" ڪندا موجوده افغانستان جي غور جبلن ۾ اچي پناهہ ورتي. انهي آه و فغان مان انهيءَ قوم تي نالو افغان پيو ۽ پوءِ جڏهن هو طاقتور ٿيا تہ پنهنجي سلطنت جو بنياد وڌو ان کي "افغانستان" چيو. هڪ ٻي روايت اها بہ آهي تہ ڪنهن زماني ۾ افغانستان جي علائقي مان ڪو قافلولگهندو هو تہ پٺاڻ انهن تي حملو ڪري ڦرلٽ ڪرڻ ڪان پوءِ بي گناهہ قافلي وارن کي ماري ڇڏيندا هئا. جنهن ڪري ان علائقي بابت دانهون ۽ ڪوڪون پئجي ويون جنهن کي آه و فغان چيو ويو ۽ ان علائقي کي آه-وفغان جو آستان سڏيو ويو جيڪو بعد ۾ بدلجي افغانستان سڏجڻ لڳو. معنيٰ ڦورن، لٽيرن، قاتلن، ظالمن، بي رحمن جي رهڻ وارو هنڌ يا علائقو. فرهنگ جعفري جي مطابق پٺاڻ لفظ جي معنيٰ اهي ڦورو - ڌاڙيل. بني اسرائيل جي هن ٻاجوڪڙن کي افغان، پٺاڻ، پختون، پشتون، سليماني ۽ ملڪ چيو وڃي ٿو.

افغانون کي نسل کي تاريخ ۾ خان روشن خان مجيبو آهي تہ "بلاشڪ ۽ شبهہ جي پختون، پشتون، روهيلا، سليماني، پٺاڻ ۽ افغان سڀ هڪ ئي قوم جا مختلف نالا آهن ۽ هي انهيءَ گم ٿيل اسرائيلن جي اولاد آهن جن کي اشورين ۽ بابل وارن واري واري سان شام جي علائقن مان اوپر طرف جلاوطن ڪيو هو."

جڏهن تہ ڊاڪٽر بيلو جو چوڻ آهي تہ "افغان ۽ پٺاڻ الڳ الڳ نسل جا ماڻهو آهن جيڪي شام ڪان لڏي غور جي علائقي ۾ اچي ويٺا، جن جي اڪثريت جو تعلق يهودين سان هو. انهيءَ ڪري بني افغان يا نبي اسرائيل چورائيندا آهن. افغانستان ۾ رهندڙ اصل ۽ قديم قومون قديم سنڌين جي نسل مان هيون جيڪي هاڻي انهن سان ملي ويون آهن. خيل جو لفظ ڳنڍيندڙ عرب سان تعلق ظاهر ڪري ٿو جنهن جو مطلب آهي. ربط يا ساٿ.

ظهور اسلام ڪان گهڻو وقت اڳ ۾ هي شام ۽ فلسطين مان نڪري عراق، مصر ۽ ان جي آس پاس ڏي هليا ويا ۽ ڪي قبيلا يثرب (مديني شريف جو پراڻو نالو) ۾ اچي آباد ٿيا. جڏهن حضرت محمد ﷺ جن اسلام جي تبليغ ڪئي تہ هنن ڪيس مختلف نموني سان تنگ ڪيو ۽ عذاب پهچايا. هو اتي مالدار، تاجر ۽ شاهوڪار ماڻهو هئا. وياج وٺڻ، الله جہ جي حڪم جي ابتڙ ڪم ڪرڻ سندن پيشو ۽ مذهب هو.

چون ٿا تہ يهودين مان قيس بن عبدالرشيد دين اسلام اختيار ڪيو ۽ رسول جن جو سچو سپاهي ٿي بيٺو، جنهن جي اولاد اسان وٽ پٺاڻ ڪوٺجي ٿي. ڊاڪٽر مرحوم عبدالمجيد سنڌي هڪ مضمون ۾ لکيو آهي "موجوده سليمان جبل ۽ پاڪستان جي قبائلي علائقن مان 72 قبائلي سردارن جو هڪ وفد "ملڪ قيس" جي اڳواڻي ۾ مديني منوره ويو جتي حضرت محمد ﷺ جن تي ايمان آڻي مسلمان ٿيا. ملڪ قيس جو اسلامي نالو عبدالرشيد رکيو ويو. هو اتي ئي رهي پيو ۽ خالد بن وليد جي لشڪر ۾ شامل ٿي ويو. هن جي بهادري ۽ جرئت کي ڏسي خالد بن وليد کيس پنهنجي ڌيءَ ڏني.

هڪ پٺاڻ ليکڪ عبدالحڪيم اثر لکي ٿو تہ "جيڪي افغان مديني منور وڃي مسلمان ٿيا اهي قيس عبدالرشيد جي رڳو اولاد نہ هئا پر ٻين 71 قبيلن جي سردارن ۽ قبيلي جي ماڻهن جي نسل مان هئا جيڪي وقت بہ وقت مسلمان ٿيندا ويا. هو لکي ٿو روايتن ۾ قيس عبدالرشيد جي پٽن مان هڪ جو نالو "بتان" بيان ڪيو ويو آهي جيڪو صحيح نہ آهي. دراصل بتان هڪ شخص يا هڪ مؤرث اعليٰ جو نالو ناهي پر هڪ ثقافت ۽ تهذيب جو نالو آهي. عبدالحڪيم اثر جي تحقيق کي ڪيترن پٺاڻ عالمن قبول نہ ڪيو آهي ۽ خود ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو تہ سندس دليلن ۾ ڪابہ سچائي ۽ حقيقت نظر نہ ٿي اچي.

تاريخي شاهدن موجب حقيقت اها آهي تہ اسرائيلن يا يهودين جو پهريون جلاوطن گروهہ افغانستان جي حدن ۾ تڏهن پهتو جڏهن 770 قبل از مسيح اشور بني پال هنن کي ملڪ نيڪالي ڏني ۽ هو پناهگير ٿي سنڌ سلطنت جي حدن ۾ آيا. ان وقت قديم سنڌ ۾ برهمڻ مت زور وٺي رهي ۽ مقامي ۽ اصل قبيلا شودر بڻجي غلامي واري زندگي گذاري رهيا هئا،

تنهن ڪري انهن کي موقعو مليو ويو تہ هو قديم سنڌين جي سرزمين تي پير ڄمائن.

انهن پناهگيرن ۾ بہ قبيلا هئا هڪ "روين" ۽ ٻيو "جد" جد جي اولاد اڄ تائين افغانستان ۾ رهي ٿي ۽ "جد راني" جي نالي سڃاتي ٿي.

ڪاڪي ڀيرومل سنڌي ٻولي جي تاريخ ۾ لکيو آهي آرين جا ڏورانها سوٽ درهيو آريا هئا. انهن مان هڪ راڄا "گانڌارا" هو. جنهن هاٿوڪو پشاور ۽ ان جي آس پاس وارو ملڪ هٿ ڪيو هو، جيڪو سندس نالي پٺيان "گنڌارا" سڏيو. جنهن جو هاٿي اڄار ڦري قنڌار ٿيو آهي. انهن درهيو آرين مان ڪيترا پنجاب ۾ هئا تن کي انو آرين اتان هڪاليو، اهي بہ قنڌار ڏانهن هليا ويا. ان جو مطلب تہ قنڌار پشاور ۽ ان جي آس پاس رهندڙ آريا هئا ۽ پٺاڻن جو اصل نسل آريا آهي ۽ هن ملڪ کي "پڪٽ" سڏيو ويو آهي تاريخ راجستان ۾ جيمس ٽاڊ لکي ٿو تہ ٽئڪسيلا شهر کي آباد ڪندڙ راجپوت هئا.

افغانستان جي آثار قديمہ مان ثابت ٿيو آهي تہ اهي ٻڌ ڌرم جا پوءِ لڳ هئا هنن باميان ۾ جبل کي ٽڪي ٻڌ جو وڏي ۾ رڏو مجسمو تيار ڪيو هو جنهن کي طالبان سرڪار توبن سان اڏائي ڇڏيو هو.

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي پنهنجي مضمون ۾ لکيو آهي "آءٌ ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ اوائل ۾ اتي آريا قوم آباد هوندي. گهڻو پوءِ ايران جي اثر ۽ اولهہ ڪان بني اسرائيل جي قوم ڪاهي اچي ملڪ تي قبضو ڪيو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ هو ملي جلي ويا هوندا ۽ سندن ٻولي ۽ ثقافت کي پنهنجو بنائي ترقي ڪئي هوندي. تنهن ڪان پوءِ قديم ملڪي نالو "پڪت" تي پويان سڄي قوم کي پٺاڻ سڏيو ويو. منهنجي راءِ موجب پڪت مان ئي پختون نڪتو آهي ۽ پختون قديم سنڌين جي اولاد آهن.

پٺاڻ هندي زبان جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڦورو، ڌاڙيل. هي شهاب الدين غوري جي وقت ۾ نندي ڪنڌ ۾ داخل ٿيا اڄ تہ هي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڇانيل آهن ۽ شايد ڪو اهڙو ملڪ هجي جتي پٺاڻ نہ هجن.

پٺاڻ هميشہ سنڌ ۾ ايندو رهندو آهي. نادر شاهہ جڏهن لاڙڪاڻو معاهدو ڪري سنڌ کي ورهايو تہ هن سان گڏ لشڪر ۾ پٺاڻ بہ هئا. هن جي وفات ڪان پوءِ احمد شاهہ ابدالي ڪان وٺي ٽالپرن جي دؤر تائين پٺاڻ سنڌ ۾ ايندا رهيا. شڪارپور ۾ هنن جا گورنر مقرر هئا جنهن ڪري پٺاڻ حڪمرانن جو هڪڙو طبقو شڪارپور ۾ رهجي ويو جيڪي اڄ تائين سلطان ڪوٽ، شڪارپور ۽ ڳڙهي ياسين ۾ رهن ٿا.

## پاڙا

قيس بن عبدالرشيد کي ٽي پٽ هئا (1) ساربان (2) بيتان يا شيخ بيت (3) گار گشت يا گارگيج. جن جي نالن تي قبيلا ٿيا پر شيخ صادق علي لکيو آهي تہ مکيہ پاڙا ٽي نہ پر چار آهن.

| | |
|---|---|
| (1) سارباني: | ساربان جي اولاد |
| (2) باتاني: | بيتان جي اولاد |
| (3) گور گشت: | گور گشت جي اولاد |
| (4) ڪرماني | |

هنن چئن مان چار سؤ بہ پاڙا ۽ هاٿي هزار کن جي لڳ بہ نکون بہ ٿي ويون آهن.

سرباني، جنهن کي بہ پٽ هئا.

(1) شريف الدين، عرف شير خان

(2) خيرالدين

شريف الدين کي 5 پٽ هئا.

| | | |
|---|---|---|
| (1) شيراني، | (2) ترين، | (3) بابرچ، |
| (4) مياناهہ | (5) ارمر | |

شيراني جون نکون آهن.

| | | |
|---|---|---|
| (1) بابر عرف ڪوڪياني | (2) اسندزئي | (3) بوباخيل |
| (4) دولت خيل | (5) مروت خيل | (6) موسيٰ اخيل |
| (7) سليمان خيل | (8) سان خيل | (9) استرياڻي |

ترين جنهن کي ٽي پٽ هئا.

(1) ٽور

(2) اسپن

(3) عبدل يا عدل

(4) اسماعيل زئي

### ٽوريو نکون

| | |
|---|---|
| (1) ٽوروزئي | (5) باڊوزئي (باروزئي) |
| (2) مندروزئي | (6) حيدرزئي |
| (3) ميتنگل زئي | (7) يعقوب زئي |
| (4) هارون زئي | (8) ابوبڪر زئي |

### اسپن جو نکون

| | | |
|---|---|---|
| (1) اسپنترين | (2) وزيري | (3) سليمان خيل |

عبدل کي ٻه پٽ هئا.

(1) سلمان (2) راجل عرف راڪر

راڪر کي ٽي پٽ هئا.

(1) علي (2) عدو (3) عيسيٰ

علي جي اولاد علي زئي ۽ عدوجي اولاد عدوزئي عيسيٰ جي اولاد مان دراني، پوپلزئي، بارڪزئي ۽ محمد زئي آهن، افغانستان جي اميرن جو هنن سان تعلق آهي، عيسيٰ کي ٽي پٽ هئا. (1) مير (2) نور (3) زرڪ

مير جي اولاد اسحاق زئي چورائي ٽي نور جي اولاد نورزئي آهي، زرڪ کي چار پٽ هئا.

(1) فوفل عرف پوپل (2) بارڪ (3) الڪو (4) ماسي.

## فوفل عرف پوپل جو نکون

(1) فوفل زئي (2) ايوب زئي (3) علي خان خيل
(4) بادوزئي (5) بامي زئي (6) حسن زئي
(7) حبيب زئي (8) اسماعيل زئي (9) ڪن لڪ
(10) ڪامران خيل (11) مينگل زئي (12) اورڪ خيل
(13) سدوزئي (14) صالح خيل (15) تاروزئي

افغانستان جو پهريون بادشاهه احمد شاهه دراني، سودو سان تعلق رکندو هو پر ذات جو دراني سڏائيندو هو.

## بارڪ جو نکون

(1) بارڪ زئي (2) عبدالله زئي (3) اچڪ زئي
(4) انگي زئي (5) حيسب زئي (6) ڪارجي
(7) محمد زئي (8) نصرت زئي (9) نورالدين زئي
(10) شيرازي (11) سندر زئي

## الڪو جون نکون

(1) الڪو زئي (2) بوستان زئي (3) دولت زئي
(4) خلا زئي (5) ڪوزئي (6) ناسوزئي
(7) پاني زئي (8) شڪورزئي (9) تاڪوزئي
(10) يعقوب زئي

## بابريج عرف بابوچ جون نکون

(1) باسوزئي (2) چوپان زئي (3) مالي زئي
(4) بادل زئي (5) دائود زئي (6) مندو زئي
(7) سوڪ زئي

شير خان کي ٻارهن پٽ هئا.

## خروشاٽي جو نکون

(1) افوزئي (2) اڪازئي (3) باعل زئي
(4) باپازئي (5) باڪوزئي (6) دائود خيل
(7) دولت يارخيل (8) دولت شاهي (9) اسپ زئي
(10) الياس خيل (11) الازئي (12) حمال زئي
(13) جون زئي (14) خليل خيل (15) ڪوڪي
(16) خليلي (17) مانوزئي (18) محمد
(19) محمد خيل (20) ملان زئي (21) منصور زئي
(22) ٽيڪ زئي (23) پاپي زئي (24) راجڙ
(25) سيازئي (26) سالار زئي (27) شنواري
(28) تاجوخيل (29) وسام زئي (30) واتوزئي
(31) يوسف زئي (32) يونس زئي (33) زمرائي

رکن يا شيخ بيت کي ٽي پٽ ۽ هڪ ڌي هئي.

## باتاني جو نکون

پٽ (1) اسماعيل (2) رشبن (3) ڪچتان يا گجتان ۽ ڌي (1) بيبي ماتو، بيبي ماتو جي شاهه حسن غوري سان شادي ٿي، کيس ٻه پٽ هئا، (1) غلزئي (2) ابراهيم، ابراهيم جي اولاد کي لوڌي چيو وڃي ٿو.

## غلزئي جا پاڙا

(1) علي خيل (2) بختوخيل (3) دستارخيل
(4) حدخيل (5) حامرخيل (6) هوت ڪي
(7) اندري (8) ڪاري خيل (9) نيازي خيل
(10) سليمان خيل (11) تاتو خيل (12) ترڪي
(13) توڪي (14) عمرخيل (15) استرياني
(16) وردڪ

## لوڌي جون نکون

(1) اسد خيل (2) احمد خيل (3) خالف خيل
(4) باروخيل (5) دولت خيل (6) باجوزئي
(7) هزار خيل (8) حدرخيل (9) حسن خيل
(10) عيسيٰ خيل (11) آسوئي خيل (12) ابراهيم خيل
(13) اسحاق زئي (14) ڪل خيل (15) محمد زئي
(16) موسيٰ خيل (17) پياخيل (18) رمضان خيل

(19) شادي خيل (20) شيراخيل (21) سبزي خيل
(22) نورا خيل (23) طاهر (24) ابوسعيد خيل
(25) عمر زئي (26) يونس خيل (27) يعقوب خيل
(28) يوسف خيل (29) ذاڪر خيل (30) ذاڪوزئي

## غورگشت جو نکون

غورگشت کي ٽي پٽ هئا. (1) داني (2) باني (3) مندو داني کي چار پٽ هئا (1) ڪاڪڙ (2) ناغر (3) داوي (4) پانسي

ڪاڪڙ کي 24 پٽ هئا ۽ غورگشت جي ہي اولاد ڪاڪڙ جي نکون ۾ اچي وڃي ٿي.

(1) ڪاڪڙ (2) علي خيل (3) ابوسعيد زئي
(4) احمد زئي (5) اتوزئي (6) ايوب خيل
(7) باريت خيل (8) بابوخيل (9) دوماڻ يا ڊمر
(10) غوري زئي (11) غوثي زئي (12) عربي خيل
(13) ابراهيم زئي (14) جلال خيل يا جلال زئي
(15) ڪاڪو زئي (16) خضر زئي (17) ڪمال زئي
(18) موسيٰ زئي (19) مڪواٽي (20) محمد زئي
(21) مندوزئي (22) ماما خيل (23) مامي خيل
(24) مامر (25) مروان زئي (26) رومي زئي
(27) سالار خيل (28) شادوخيل (29) شيرازئي
(30) شادي خيل (31) ساتڪ (32) شِرخيل
(33) تارن (34) تاجوزئي (35) اُتمر خيل
(36) يونس زئي (37) زنگوري (38) زنجورزئي

## ڪرماني

جيڪو اصل نسل ۾ افغاني ناهن، پر هاڻي شامل ٿي ويا آهن.

(1) آفريدي (2) آمندخيل (3) امر زئي
(4) هزارزئي (5) ڪاڊي (6) ڪاڪي
(7) خٽڪ (8) خليل (9) خونگيائي
(10) موسيٰ زئي (11) مانگهي (12) مندازئي
(13) ماتي زئي (14) مامي زئي (15) اورڪ زئي
(16) شنواري (17) تيراه (18) عمرزئي
(19) واتوزئي (20) وان زئي (21) يحيٰ زئي
(22) يونس خيل

## مختلف پٺاڻ ذاتيون

(1) پرانگ (2) پشانگي

پرانگ چوندا آهن تہ هو دراني آهن.

## پرانگ جون نکون

(1) عالم زئي (2) قيصر زئي (3) سارڪاني (4) شاري زئي — پيشنانگ پاڻ کي سيد چورائيندا آهن.

## ذڪر شهاب الدين ڪوٹہ

شهاب الدين جيڪو شيخ ڪوٹہ جي نالي سان مشهور، پنهنجو پاڻ کي حضرت محمدﷺ جو ڪتو چوندو هو. ڪوٹہ جي معنيٰ آهي ڪتو. هو موجوده ڪوئيٽا ۽ پشين جي پرسان بڙيچ ۾ رهندو هو ۽ بڙيچ هڪ قبيلي جو بہ نالو هو. هو صاحب ڪرامت ۽ بزرگ ماڻهو هو. ان ڳوٺ ۾ ٻيا بہ قبيلا جهڙوڪ چوبان زئي، ملي زئي، بدل زئي، ملاخيل ۽ دولت خيل رهندا هئا. پڇاڙي ۾ هو اچي انهن سان رهيو ڪيس ڪافي اولاد ٿي جيڪي پٺاڻ ۽ پشتون سڏجن ٿا. ڪيس ئي پٽ پائي، محمود ۽ آدم هئا. پائي جي اولاد پائي جي نالي سان مشهور آهي. ٻيو پٽ محمود جيڪو موتي جي نالي سان مشهور هو، سندس اولاد موتي جي نالي سان سڏجي ٿي ۽ ٽين پٽ آدم جي اولاد ”آدم ڪرڪي“ جي نالي سان ڪوٺي ويئي.


اولاد شيخ شهاب الدين ڪوڙ
آدم
محمود
پائي
پير خان
سجاول
دلاور
ميرڪ
گدائي
چوهاڙ
مهمن
لاولد
علي خان
لاولد
مهربان
روشن
عنايت
هنن جي پشت ۾ ڪو
به باقي نه رهيو
پائيده
بلند
طاهر بيگ
حسن بيگ
لاولد
احمد
رضا
رحم خان
ڪرم خان
خان بيگ
لاولد
الهداد
بني
لاولد
گني
لاولد
شاهه عالم
حسن
حڪيم
ڪابه نه
رهي
شهداد
آزاد
حافظ رحمت
اگر
دينڊار
دارا
شاهه مراد
غلام
لاولد
نسيم
جان محمد
مهر
اسلم
لاولد
عزت
لاولد
زهراب
لاولد
مستجاب
لاولد
محتشم
لاولد
ملخت
ايام
شادي
گوجر
لاولد
صلابت خان
رندي خان
عابد خان
لاولد
نعمت خان
بشارت خان
لاولد
صدر خان
خالد خان

# راڻيپور جا پير

راڻيپور ۽ گمبٽ جا پير پيران پير دستگير بادشاھ جي اولاد مان آھي. ھي درگاھ سن 1195 ھجري 1781ع ۾ قائم ٿي جڏھن بغدادي پير سيد عبدالعزيز جا ٻه فرزند سيد محمد شاھ ۽ سيد احمد شاھ تبليغ جي سلسلي ۾ سنڌ آيا. (ڪلھوڙا حڪمرانن سندن جي ڏاڍي عزت ڪندي سنڌ ۾ تبليغ ڪرڻ جي اجازت ڏني) ھي، حيدرآباد ۽ خدا آباد کان ٿيندا ڪھڙن ۾ ٺاضي مخدوم احمد وٽ آيا ۽ ٻارھن مھينا سندس مھمان ٿي رھيا ۽ سندس ڪوشش سان راڻيپور ۽ گمبٽ ۾ مرڪز ڪولي ويھي رھيا ۽ وڏيرا خاندان مان شاديون ڪيائون. سندن جا ھزارين مريد ٿيا.

ان کان اڳ ۾ سيد محمد شاھ سنڌ ۾ آيو ھو پر ڪيس ترڪي جو جاسوس سمجھي ملڪ نيڪالي ڏني ويئي ھئي. ھن کي گمبٽ ۾ ھڪ فرزند عبدالرزاق شاھ ڄائو، جيڪو سندس زندگي ۾ فوت ٿي ويو. سيد احمد شاھ کي راڻيپور ۾ چار پٽ ڄاوا جن جا نالا صالح شاھ، ابراھيم شاھ، عبدالرحيم شاھ ۽ عبدالعزيز شاھ عُرف عبدالغفار شاھ ھئا. انھن مان صالح شاھ پنھنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ مسند تي ويٺو ۽ سيد ابراھيم گمبٽ ۾ پنھنجي چاچي محمد شاھ جي درگاھ سنڀالي. عبدالرحيم جي پٽ سيد شير محمد شاھ عرف پير شير پنھنجن ناناڻن ڏانھن لاڙڪاڻي طرف ھليو ويو ۽ اتي سيد سراج شاھ جي درگاھ جو متولي ٿيو. ھاڻي پير شير ھڪ وڏي درگاھ آھي. اڪثر جتوئي ذات وارا ان جا مريد آھن.

گمبٽ ۽ راڻي پور پيرن جي ڪري مشھور آھن ۽ ان علائقي تي ھو سياسي، سماجي طور غالب آھن. خيرپور رياست جو ڪو ٻه اھڙو فرد نه آھي جيڪو ڪنھن نه ڪنھن پير جو مريد آھي.

انھن پيرن مان ھڪ بزرگ ھستي سائين علي گوھر شاھ بخاري ھو جنھن جو گمبٽ ۽ راڻي پور وارن سان ڪوبه خانداني تعلق ڪونه ھو. ھو ھنگورجا ھاءِ اسڪول ۾ استاد ھو اتان ڇڏي وڃي جو حجري ۾ ويٺو جيسين سندس ميت نڪتي ھو ھڪ لوڪ بزرگ ھستي ھو منھنجون ساڻس ڪافي ملاقاتون ٿيل ھيون.

# دولهه دريا خان جو حسب نسب

دولهه دريا خان جي اصل حسب نسب بابت اڃا تائين ڪا به حتمي راءِ قائم نه ٿي سگهي آهي تاريخ طاهري واري ڪيس سيد ڪري لکيو آهي. مير علي شير قانع تحفته الڪرام ۾ لکيو آهي ”دريا خان جو اصل نالو ”قبوليو“ هو. هو ڄام نظام الدين جي وزير لکيدر جو غلام هو. چون ٿا ته اصل سيد زادو هو.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ دولهه دريا خان بابت مختلف روايتون بيان ڪري اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته هو لاشاري قبيلو جو فرد هو جيڪو زماني جي گردش ڪري اچي ٺٽي ۾ نوڪري ڪئي ۽ هو ڄام نظام الدين جو نور نظر ٿي ويو هن پنهنجي راءِ ڪي هٿي ڏيڻ لاءِ ڪن لاشارن جي بيانن ۽ روايتن ڪي ماخذ بڻايو آهي ۽ پنهنجي طور جڙيل هڪ شجرو ڏنو آهي، مير فتح خان لاشاري سردار سيستان ۽ مڪران پٽ معين خان، پٽ مير خضر خان بن مير گولا خان، پٽ مير خضر خان پٽ مير سارنگ خان، پٽ مير لونگ خان، پٽ دريا خان ۽ پيو پٽ سارنگ خان.

ڊاڪٽر بلوچ اهو هٿ ٺوڪيو شجرو ڏيئي اصل حقيقت کان منهن موڙيو آهي ۽ هڪ غلط روايت مٿان غلط بياني ڪئي آهي. سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته بلوچ جهڙو عالم ڪهڙن سببن جي ڪري سنڌ جي تاريخ ۽ انهن جي ڪردارن ڪي هميشه غلط نموني بيان ڪيو آهي. ان ۾ سندس حڪمت عملي ڪهڙي آهي تنهن جي وضاحت هن اڄ تائين ڪو نه ڪئي.

بهر صورت ڊاڪٽر صاحب حقيقت تي پردي وجهڻ جي ڪوشش ڪئي . مان ان بابت ڪجهه وضاحتون ۽ حقيقتون بيان ڪندس.

(1) بلوچن ۽ لاشارن جي جن ٽيهن سالن واري جنگ جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو ان جو حقيقت سان ڪو به تعلق ڪونهي. اهي مبالغه آميز ۽ خود ثنائي وارو گهڙيل هڪ قصو آهي. جنهن زماني جو اهو قصو بيان ڪيو وڃي ٿو انهي زماني ۾ ڄام نظام الدين سمي جي سنڌ ۾ حڪومت هئي ۽ دولهه دريا خان ان جو وزيراعظم هو.

اهو دور شروعات ۾ سنڌ جي امن ۽ آشتي وارو هو. ڪٿي به ڪنهن به بغاوت جو ذڪر ڪو نه ٿو ملي. ڪنهن به تاريخ ۾ سنڌ جي قبيلائي جهيڙو جو ذڪر ڪونهي ۽ نه وري ڪنهن قبيلن ان وقت جي حاڪمن خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو هو. شاهه بيگ ارغون جي حملي ڪان اڳ ۾ ڪوئيٽا، سبي، ڍاڍر، جهل مگسي، ڀاڳ ناڙي، مطلب پورو علائقو سڪ ۽ سانت سان هو ۽ اتي چنه، ماڇي، ابڙا، سهته، مگسي، ٻرڙا، لاشاري جت ۽ ٻيون سنڌي قومون رهنديون هيون. سمه حڪومت پاران بهادر خان ان علائقي جو حاڪم هو.

سيني مورخن ۽ آسپاس ۾ لکيل تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ڄام نندي جي زماني ۾ پرامن هئي ۽ ڪٿي به سرڪشي نظر نه آئي تاريخ فرشته، طبقات ناصري، تاريخ معصومي، تحفته الڪرام، تاريخ ايران، تاريخ سمرقند بخاري، وغيره سڀ انهي معاملي تي خاموش آهن. تنهن جو مطلب ته سنڌ ۾ ڪو به فساد ڪو نه هو.

(2) سنڌ ۾ بلوچ شاهه بيگ ارغون سان گڏجي آيا آهن، جيڪي سندس لشڪر ۾ پرتي ٿيل هئا يا ڀاڙيتو هئا. جڏهن دولهه دريا خان 913 هجري ۾ شاهه بيگ ارغون جي ڀاءُ سلطان محمد ارغون ڪي ماري سبي ٻيهر حاصل ڪئي ته شاهه بيگ ارغون سنڌ ڪي ڦٻائڻ لاءِ هڪ وڏو ڪٽڪ تيار ڪيو. بلوچ انهي لشڪر ۾ شامل هئا. جن جي ڪمان مرزا عيسيٰ خان ترخان ڪري رهيو هو.

ان ڪچي ۽ سبي ڪي فتح ڪيو هو. جنهن جو ذڪر قديم بلوچي شاعري ۾ آهي. تنهن ڪي انهن پاڻ ڏانهن

منسوب ڪري ڇڏيو آهي. هڪ بلوچي نظم ۾ آهي ”مير چاڪر هڪ ئي حملي ۾ سبي کي فتح ڪري ورتو“ ۽ ٻي نظم ۾ آهي تہ ”هن ڍاڍر، سبي، مهل پهہ (جبل) موح (مولهہ) مالي. نلي، گاجا (گاج دادو ضلع) مرگهو، سانگهڙ ۽ ڪوهہ سليمان جي علائقن ۽ انهن جي شهرن تي قبضو ڪري ورتو.“

هي اهڙو ڪوڙ آهي جنهن کي نہ آهي پير نہ سر. سمن جي دور ۾ دهلي کان ٻہ دفعا حملا ٿيا. جيڪي محمد شاهہ تغلق ۽ ان جي پلاند ۾ فيروز شاهہ تغلق ڪيا. ان کان پوءِ ڪو بہ اهم واقعو پيش نہ آيو جو سنڌ جي فوج کي ڪنهن سان مقابلو ڪرڻو پيو هجي.

سرچ لائيٽ آف بلوچيز ائنڊ بلوچستان ۾ مسٽر جسٽس (رٽائرڊ) خدا بخش مري تسليم ڪيو آهي تہ هي نظم (ڊپٽيرشر بلوچ حسب نسب وارو نظم) قديم شاهڪار هجڻ جو هڪ وڏو ثبوت آهي. هن ۾ سنڌ يا پنجاب ۾ ان وقت جي ڪنهن بہ بلوچ ڳوٺ جو ذڪر ڪونهي.“ هو چاڻ ڏيندي لکي ٿو تہ ”سورهين صدي جي آخري ڪلاسڪي نظمن ۾ سنڌ، پنجاب جي شهرن بلڪ دهليءَ ۽ گجرات جي شهرن تائين جا حوالا ملن ٿا.“ مطلب تہ سورهين صديءَ کان اڳ ۾ بلوچ سنڌ ۾ ناهن.

بلوچ روايتون جيڪي اڪثر من گهڙت قصن ۽ ڪهاڻين تي مبني آهن تن کي اکيون ٻوٽي قبول ڪرڻ کان پوءِ بہ اهو تسليم ڪيو ويو آهي، سنڌ ۾ بلوچ جو وجود سورهين صدي ۾ نظر اچي ٿو. هي اهو دور آهي. جڏهن شاهہ بيگ ارغون سنڌ کي قبائڻ لاءِ هڪ جرار لشڪر سبي ۽ ان جي آسپاس حاصل ڪرڻ لاءِ روانو ڪري ٿو ۽ بعد ۾ پاڻ بہ اچي ان ۾ شامل ٿئي ٿو.

تاريخ ۽ خود بلوچ روايتن مان ئي ثابت ٿئي ٿو تہ بلوچ شاهہ بيگ ارغون جي حملي کان اڳ سنڌ جي سرزمين تي موجود ڪو نہ هئا.

ٻهريان تہ بلوچ روايتون حقيقت تي مبني نہ آهن ۽ نہ وري سچيون آهن. جيڪڏهن انهن کي اکيون ٻوٽي ڪٽي قبول بہ ڪيو تہ حقيقت اها سامهون اچي ٿي تہ سمن جي دور ۾ بلوچن جي ڪنهن بہ قبيلي سان ويڙهہ ڪو نہ ٿي آهي.

جسٽس خدا بخش مري جنهن لونگ ورٿ ڊيمز جي ڪتاب پاپولر پوئٽري آف بلوچيز“ جو ترجمو قديم بلوچي شاعري جي نالي ۾ ڪيو آهي، تنهن ۾ لکيو آهي تہ رندن ۽ لاشارن جي ٽيهہ سالہ ويڙهہ جو خاتمو 1554ع ۾ ٿيو جڏهن مير چاڪر هندستان ڏانهن هليو ويو.“

ان جو مطلب ٿيو تہ اها ويڙهہ 1515ع تي شروع ٿي. اسان کي حقيقت تي مبني ۽ تاريخي شهادتن تي ڇاڻ اها ملي ٿي تہ شاهہ بيگ ارغون 913هجري مطابق 1507ع ۾ ڪوئيٽا تي قبضو ڪري هميشہ لاءِ سنڌ کان کسي ڇڏي. ان کان پوءِ 916 هجري مطابق 1510ع تي هو قنڌار کان ڪوئيٽا پهتو ۽ اتان سبي تي حملو ڪري، سبي جي حاڪم بهادر خان کي شڪست ڏني ۽ پنهنجي پاءُ سلطان محمد کي اتي ويهاري پاڻ واپس هليو ويو. جنهن کي دولهہ دريا خان بولان لڪ جي جلوہ گير ڳوٺ ناني بيبي جي ويجهو شڪست ڏيئي ماري ڇڏيو.

ان کان پوءِ 920 هجري مطابق 1514ع ۾ ارغون لشڪر مرزا عيسيٰ خان ترخان جي ڪمان ۾ ڇئن سالن کان پوءِ سبي ۽ آسپاس وارن علائقن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيو. تنهن کان پوءِ ارغون لشڪر پير ڄمائيندو ويو. تان جو 923هجري 18-1517ع ۾ سدائين لاءِ سنڌ ڏانهن هليو آيو. ان مان ثابت ٿيو تہ مذڪوره رند لاشاري ويڙهہ ارغونن جي اچڻ کان پوءِ شروع ٿي هوندي.

(3) بلوچ روايتن ۽ نظمن ۾ ايتري وڏائي ڳالهہ ڪئي وئي آهي جو گمان ٿئي ٿو تہ چنگيز خان منگوليا کان نڪري ملڪن جا ملڪ فتح ڪرڻ لاءِ نڪتو آهي. هڪ بلوچ روايت ۾ بلوچن جا 500 پاڙا ٻڌايا ويا آهن، ٻي بلوچ روايت ۾ 44 قبيلا بيان ڪيا ويا آهن ۽ انهن جو تعداد پنج لک بيان ڪيو ويو آهي. سندن فوج جو تعداد چاليهہ هزار ۽ ضرورت پوڻ تي ايترا ٻيا جوان تيار ٿي پئي سگهيا. ان جو مطلب تہ چاليهن هزارن کان وڌيڪ فوج هنن جي لشڪر ۾ موجود هئي.

هي ايڏي مبالغہ آميز ڳالهہ آهي جنهن کي ٻڌڻ سان ڪل اچي ٿي.

1) ان زماني ۾ پنج لک ماڻهن جو هڪ ماڻهو جي ڪمان ۾ نڪرڻ ملڪن جا ملڪ لوڏي ڇڏڻ جي طاقت رکن ٿا. اهڙو جٿو، جتان بہ نڪري ها! يا گذري ها! تہ ڪنهن بہ تاريخ نويس کان اها ڳالهہ درگذر ٿي نہ سگهي ها ۽ ان جو ذڪر ضرور ڪن ها! پر ائين ڪو نہ آهي.

2) ايڏي وڏي فوج جو سالار ڪنهن بہ ملڪ جو بادشاهہ يا حاڪم ٿي پئي سگهيو ۽ جڏهن بہ چاهي ها! تہ ڪنهن نہ ڪنهن ملڪ تي پنهنجو قبضو ڪري پئي

سگهيو. حقيقت اها آهي ته مير چاڪر صرف هڪ قبيلي جو سردار جيڪو ارغونن سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو. هن جي ذاتي يا الڳ ڪا به حيثيت ڪو نه هئي. انهي زماني ۾ بابر مغل رڳو ڏهه هزار فوج سان هندستان فتح ڪري ورتو هو.

اهڙي طرح شهاب الدين غوري جي لشڪر ۾ ڏهه هزار فوجي هئا جن پرٿوي راج کان دهلي کسيو هو. محمود غزنوي جي فوج ۾ ويهن هزارن کان وڌيڪ ماڻهو ڪو نه هئا.

جيڪڏهن بلوچن وٽ باقاعده ڪو به لشڪر هجي ها! ته هو ڪنهن ملڪ جا بادشاهه ئي هجن ها! ان مان صاف ظاهر آهي ته اهو تعداد ۽ بيان مبالغي تي مبني آهي.

انهن سيني حقيقتن کي ڇاڻڻ کان پوءِ اسان تي اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته:

بلوچ سنڌ ۾ ارغون لشڪر جا ساٿاري ٿي آيا هئا.

انهن جي ذاتي يا الڳ ڪا به حيثيت ڪو نه هئي.

بلوچ روايتون ۽ نظم وغيره خود ثنائي، هٺ ٺوڪين ڳالهين ۽ ديومالائي قصن کان وڌيڪ ڪو نه آهن.

(4) رند ۽ لاشاري جي 30 سالاه ويڙهه جو حقيقت سان ڪو به تعلق ڪونهي. اهو قصو ائين آهي جيئن پنهنجو حسب نسب امير حمزه سان بيان ڪيو اٿن. جن کي خود بلوچ تاريخ نويسن رد ڪري ڇڏيو آهي. ڪنهن به حڪومت جي وقت ۾ ٻن قبيلن جي لڙائي جيڪا ٽيهن سالن تائين هلي هجي، ان حڪومت لاءِ امن ۽ امان جو وڏو مسئلو پيدا ڪري ڇڏي ها. اقتصادي ۽ معاشي ۽ معاشرتي مسئلا اڀي منهن ڪڍن ها! جنهن جو نتيجو اهو نڪري ها! ته هڪ ته حڪومت انهن کي ماٺ ڪرائي ها! يا راڄ وچ ۾ پئي ان جو حل ڳولهن ها! جيڪڏهن اهو نه ٿي سگهي ها! ته ٻيو اها حڪومت اهڙي بدامني جي ڏهه نه جهلي سگهي ها! يقينن حڪومت مخالف قوتون زور وٺي وڃن ها! ۽ ملڪ ۾ بغاوت پيدا ٿي پوي ها! پر اهڙي صورتحال پيدا ڪو نه ٿي تنهن ڪري اهو پڪ سان هٺ گهڙيا قصا ئي آهن جيئن شاعر هاڻي به ڪنهن جي تعريف ڪندي ان کي زمين تان کڻي آسمان تي پهچائيندا آهن.

(5) بلوچ جيڪي شاهه بيگ ارغون جي لشڪر سان آيا، اهي سندس پٽ شاهه حسن ارغون جي وقت ۾ سنڌ مان لڏي هندستان جي طرف هليا ويا. شاهه حسن ارغون جي دور ۾ سندس اميرن جو ڏاڍو زور هو جن بلوچن کي پير ڪوڙڻ ڪو نه ڏنا ۽ نه وري همايون جي واپسي کان پوءِ شاهه حسن ارغون کي پاڙيتو فوج جي ضرورت هئي تنهن ڪري هي هتان نڪري، ملتان، ۽ پنجاب هليا ويا ۽ اتي ديرو ڄمائي همايون جي لشڪر ۾ شامل ٿي ويا، جيڪو پنهنجي حڪومت شير شاهه سوري جي هٿان وڃائي چڪو هو. هن ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ هر حيلا هلايا. بلوچ 1545ع ۾ سنڌي ڇڏي هليا ويا انهي سال شير شاهه سوري فوت ٿي ويو.

(6) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جنهن لاشاري قبيلي سان دولهه دريا خان جو تعلق ڏيکاريو آهي. اهو بلوچن جو پاڙو آهي ۽ انهن جا وڏا سيستان ۾ سردار هئا. اسان وٽ جت جو هڪ پاڙو پڻ لاشاري آهي. اسان تاريخ ۽ حقيقتن جي بنياد تي ثابت ڪري آيا آهيون ته بلوچ سنڌ ۾ مرزا عيسيٰ خان ترخان سان گڏيا آيا ۽ اهي ڄام نظام الدين جي وقت ۾ هتي ڪو نه هئا ته اهڙي صورت ۾ ڪنهن بلوچ شهزادي جو سنڌ ۾ هجڻ، ان جو غلام ٿيڻ ۽ وري ڪنهن وڏي عهدي تي پهچڻ ناممڪن آهي.

انهن حقيقتن جي ڇاڻ ڪان پوءِ ثابت ٿئي ٿو ته:

(1) سمن جي دور ۾ سنڌي قبيلا مارشل قبيلن جي روپ ۾ ظاهر ٿين ٿا جنهن ۾ سمه، سوڍا، ڏهر، ڏاريجا، ابڙا، سهتا، ماڇي چنه وغيره شامل آهن.

(2) سمه بادشاهه جيئن ته بحران پار ڪري آزاد سنڌ جو بنياد وڌو هو. تنهن ڪري انهن حڪومتي معاملن، انتظامي عهدن ۽ فوج ۾ پنهنجي اعتماد وارا ماڻهو رکيا ۽ خاص طور پنهنجي سماٽ وارن کي ترجيح ڏني.

(3) غير سنڌين کي حڪومت توڙي ٻين عهدن تي فائز نه ڪيو ويو هو. جڏهن ارغون سنڌ ۾ داخل ٿيا ۽ ان کي فتح ڪيو هو ته انهن پنهنجي پٽدر نامي ۾ لکيو هو "مسلمانن هندن جا لاش ڍير ڪري ڇڏيا آهن."

(4) ڄام نظام الدين نهايت دور انديش، عالم، اڪابر ۽ دانا ماڻهو هو. هو اها ڪيئن غلطي ڪري ها! جو هڪ اڻ ڄاتل ڇوڪري کي صرف دانائي ۽ عقلمندي جي بنياد تي پنهنجي گهر وٺي اچي ها، ۽ ان کي پنهنجي پٽ جي حيثيت ڏيئي ها! ان مان ثابت آهي ته هن ڇوڪر کي آڻڻ کان پوءِ ان جي حسب، نسب جو پتو لڳايو هوندو ۽ جڏهن ان کي پنهنجي نسل مان سمجهيو هوندو ته ان کي

پنهنجي ڪهول جو پاتي ٻڌايو. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها! تہ هو ڪڏهن بہ ان جي پٽ جو درجو نہ ماڻي ها!

(5) انهي زماني ۾ سمہ ۽ ٻيا مسلمان تہ ضرور ٿيا هئا پر انهن ۾ اڃا تائين ڪي رسم ۽ رواج اهي هئا، جيڪي اڳاٽن سنڌين جا هئا. اهي غيرن سان مٽيون مائٽيون ڪو نہ ڪندا هئا. پر دريا خان جي گهر واري ”همون“ هڪ حسين عورت هئي جنهن جو تعلق راڻوڙ گهراڻي سان هو.

(6) چانديا وڏيري سر يمڻ ڪي وزيراعظم سنڌ دولهہ دريا خان جي سفارش تي وارهہ قمبر تعلقي جي ڪاڇي واري ايراضي ۾ جاگير ملي هئي. ان جي سند اڄ تائين چانڊيہ سردارن وٽ محفوظ آهي. تنهن ۾ ٽي مهرون لڳل آهن. پهرين سلطان ڄام نظام الدين ننڊو ٻي دريا خان قبوليو ۽ ٽين دلشاد خان وزير جي نالي واريون.

تاريخ اڪبر شاهي حصو ٽيون المعروف تاريخ شير شاهي حصو ٽيون جيڪا 1650ع ۾ عباس خان شيرواني لکي هئي جنهن جو قلمي نسخو انڊيا آفيس لائبريري لنڊن ۾ محفوظ آهي. ان جو حوالو ڏيندي، جسٽس مير خدا بخش مري ”بلوچستان تاريخ ڪي آئيني ۾“ لکيو آهي تہ شير شاهہ پنهنجي جنرل هيبت خان نيازي کي حڪم ڏنو تہ فتح خان جت جو قبولو جي علائقي ۾ رهي ٿو، جنهن مغلن جي عهد ۾ پاني پت جي علائقي ۾ تباهي مچائي هئي. تنهن کي قابو ۾ رکي.“

مطلب تہ قبوليو هن وقت جت قبيلي جي حوالي هو، جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ قبوليو ذات ڪنهن سماٽ قبيلي جو پاڙو آهي ۽ دولهہ دريا خان بہ پنهنجي مهر ۾ ”دريا خان قبوليو“ لکرايو هو. يعني دريا خان نالي ذات قبوليو. هڪ بلوچي گيت ۾ هيئن تصديق ٿيل آهي.

هشت صد سورهيہ تيارا بيٿون
گون قبوليو جهيڙو وين

اٺ سئو سورهيہ تيار ٿيا تہ قبوليو سان جنگ آهي، اڳ جنگين يا جهيڙي جو احوال نالي بدران ذات سان تعلق ۾ ٻڌايو ويندو هو.

مٿين ثابتين ملڻ کان پوءِ اهو صاف ظاهر ٿيو تہ دريا خان جو اصل نالو اهو جيڪو سنڌي ماڻهو دريا بادشاهہ جي نالي تي پنهنجن پٽن ۽ اولاد تي قديم زماني کان وٺي رکندا اچن ٿا. سنڌ جا ماڻهو شروعاتي دور ۾ پاڻي جا پوڄاري هئا ۽ هن کي پوڄيندا هئا اڄ بہ سنڌ جا ماڻهو سنڌو درياهہ کي ولي الله واري حيثيت ڏيندا آهن. سوره ڪهف ۾ خضر جو ذڪر ٿيل آهي جنهن کي سنڌ جا ماڻهو خواجہ خضر چوندا آهن، جيڪو پاڻيءَ جو حڪمران آهي. روهڙي ۽ سکر جي وچ ۾ خواجہ خضر جو آستان موجود آهي. سنڌ جا ماڻهو دريا سنڌ تي اڄ تائين باسون باسيندا آهن. سندس ذات قبوليو هئي. جيڪا ابڙن جو پاڙو آهي. پر دريا خان کي لاشاري ثابت ڪري بلوچ قبيلي مان ڄاڻائڻ، سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي.

هن جو تعلق اتر سنڌ جي زرخيز ۽ مشهور علائقي لاڙڪاڻي سان هو سندس ڳوٺ موجوده ڳيريلو هو جنهن کي جڪرلو چيو ويندو هو. اڄ بہ اتي قبوليو ذات وارا رهن ٿا. جن جو تعلق ابڙ سان آهي. سڀ کان وڏيڪ ثبوت تہ اتي دولهہ دريا خان جي نالي تي خالي قبرستان آهي ۽ هڪ وڏو قبو ٺهيل آهي. جنهن کي دولهہ دريا خان جو تڪيو چيو وڃي ٿو. اتي بہ علامتي قبرون موجود آهن پر انهن ۾ ڪا بہ ميت ڪو نہ آهي. دولت جي ڳولهائن انهن کي کوٽي ڏٺو هو. دولهہ دريا خان جي مزار مڪلي تي آهي پر جيئن تہ ڳيريلو سندس اباڻو ڳوٺ هو تنهن ڪري هن اتي تڪيو ٺهرايو هو تہ ممڪن صورتحال ۾ اتي دفن ٿئي ۽ اهڙو تڪيو هن جو پنهنجي جاگير مانجهند ۾ بہ آهي. سرڪاري نقشي ۾ ديهہ جي اندر ان مقام جو نالو دولهہ دريا خان جو مقام لکيل آهي. سنڌ ۾ اڄ تائين هڪ دولهہ دريا خان هو. هو ڪنهن بہ طريقي سان وزير لکيدر وٽ پهتو، جتي ڄام نظام الدين جي دور انديش واري نظر جي سامهون اچي ويو. ان کي پاڻ وٽ رکي، پنهنجي اولاد وانگر پاليو ۽ تعليم ڏني ۽ ڪيس مبارڪ خان جو لقب ڏنو ۽ جڏهن هو حڪومتي معاملن هلائڻ جي لائق ٿيو تہ ڪيس پنهنجو وزيراعظم بڻائي ”خان اعظم“ جو خطاب ڏنو.

اهڙن ثبوتن، حقيقتن ۽ شهادتن جي باوجود ان کي سنڌي نسل مان ڦيرائي بلوچ نسبت جو ثابت ڪرڻ سچ جي آڏو تري رکي لڪائڻ جي برابر آهي. هاڻي سنڌين کي پنهنجي حسب نسب کي درست ڪرائڻ جي حفاظت ڪرڻ جو وقت آيو آهي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کي پنهنجن غلط بيانن جي ترديد ڪرڻ گهرجي ها پر مرندي مري ويو پر حقيقت تان پردو ڪو نہ کنيو ۽ حقيقت کي تسليم ڪري ها تہ هن سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌين سان ويساهہ گهاتي ڪئي آهي.



تڪيو مقام دولھ دريا خان قديم ڳوٺ جکرلو المعروف ڳيريلو تعلقو باقراڻي ضلع لاڙڪاڻو

# نواب آف جهونا ڳڙه جو خاندان

آءٌ پنهنجي سلسلي ۾ قيس جو ذڪر ڪري آيو آهيان، جنهن کي مسلمان ٿيڻ کان پوءِ عبدالرشيد نالي سان سڏيو ويو. ان کي ٽي پٽ هئا، جنهن مان هڪ جو نالو "بابي" هو. هن جي اولاد کي "يابي زمي" يا "بابي" خيل سڏيو ويو.

انهيءَ خاندان مان 1556ع ۾ عادل خان بابي ۽ ان جو پٽ عثمان خان، مغل بادشاهه "همايون" سان گڏ قندار کان هندستان آيا هئا. اڪبر بادشاهه جي وقت ۾ عثمان خان جو پٽ بهادر خان اعليٰ عهدي تي فائز هو.

بهادر خان کي ڇهه پٽ هئا (1) پيرل خان (2) سلامت خان (3) صاحب خان (4) شير خان (5) عادل خان (6) مهابت خان

شاهجهان جي دور ۾ شير خان کي شهزادي مراد بخش جو مشير بڻايو ويو جيڪو 577-1654ع گجرات جو حاڪم مقرر ڪيو ويو هو.

قطب الدين جو سورٺ جو گورنر هو، جڏهن هن 1662ع ۾ ڄام نگر تي حملو ڪيو ته شير خان، شاهي حڪم موجب ان جي مدد لاءِ پهتو هو. شهنشاهه اورنگزيب سندس خدمتن مان ڏاڍو خوش هو، جنهن ڪري کيس "ديوان" جو خطاب ڏنو، کيس بڙودهه جو گورنر مقرر ڪيو ۽ "پيران پاٽن" جي جاگير عنايت ڪئي.

شير خان جي وفات کان پوءِ سندس پٽ محمد مظفر خان کي چار سئو سپاهين جي منصب داري، عطا ڪئي ۽ سندس ننڍي ڀاءُ محمد مبارز خان کي "ڪڙيءَ" جو فوجدار مقرر ڪيو، ان کانسواءِ سندن ہي ڀاءُ محمد ظفر خان کي سندس خدمتن جي صلي ۾ اورنگزيب "صفدر" جو خطاب ڏنو. هن کي 9 پٽ هئا. جن مان محمد صلابت خان ۽ "جوان مرد خان" مشهور ٿيا. محمد صلابت خان جي اولاد مان ئي، جهونا ڳڙهه، وارهه، سينور، بانٽوار، ماٽا ودر ۽ سردار ڳڙهه جا حڪمران ٿيا.

محمد صلابت خان سيني ڀائرن ۾ وڏو هو. هن درگاداس راٺوڙ جي بغاوت ختم ڪئي.

اونگرزيب عالمگير هن کي وارهه، سينور جون جاگيرون عطا ڪيون.

گجرات جو صوبو "ايي سنگهه" جي ماتحت هو، ان مان سور اسٽر الڳ ڪري "حيدر قلي خان" جي حوالي ڪيو ويو پر "گوهل وارهه" ۾ افراتفري ٿيڻ ڪري ان کي سوراشٽر کان جدا ڪري اتان جو حاڪم محمد صلابت خان کي مقرر ڪيو ويو ۽ "گهوگهه" جي جاگير ڏني وئي. 1140 هجري ۾ جهونا ڳڙهه جو فوجدار "اسد قلي خان" بيمار ٿي پيو، جنهن ڪري اتي کيس مقرر ڪيو ويو، بعد ۾ اسد قلي خان جي وفات کان پوءِ صلابت خان پنهنجي پٽ محمد بهادر خان عرف شير خان کي 1737ع ۾ پنهنجي طرفان اتان جو انتظام حوالي ڪيو. هو ٽيهن سالن تائين گجرات جي مختلف هنڌن تي مغل ڪارندي طور ڪم ڪندو رهيو. ۽ آخر مغلن جي زوال کي ڏسي 1748ع ۾ جهونا ڳڙهه جو خود مختيار حاڪم بڻجي ويهي رهيو. انهي گهراڻي مان نواب آف جهونا ڳڙهه آهي. نواب مهابت خان، پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ قائداعظم سان 15 سيپٽمبر 1947ع تي "الحاق" جو معاهدو ڪيو هو پر هندستان ائين ڪرڻ ڪو نه ڏنو ۽ 10 نومبر 1947ع تي قبضو ڪري ڇڏيو ۽ 24 فيبروري 1948ع تي ان کي هندستان ۾ شامل ڪري ڇڏيو.

هي خاندان پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هندستان جي حڪومت جي قبضي جي نتيجي ۾ پاڪستان لڏي آيو ۽ ڪراچي ۾ رهي ٿو.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جو والد سر شاهنواز ڀٽو جڏهن لاڙڪاڻو ڇڏي بمبئي ويو هو تڏهن جهونا ڳڙهه رياست جو ديوان بڻيو هو. جيڪو پهرين نومبر 1947ع تائين رهيو ۽ استعيفيٰ ڏني. انهي ڪري ڀٽي خاندان ۽ خان جي خاندان جا پاڻ ۾ گهرا لاڳاپا آهن.

پاڪستان ۾ انهيءَ خاندان مان نواب دلاور خان جي سنڌ جو گورنر هو. هاڻي سندس پوين مان نواب جهانگير خان جي، نواب سليم خان جي ۽ صاحبزدي عاليه آهي.

# چانڊيو

چانڊيا بلوچ جي پاڙي هوت مان ڇيا ويندا آهن مان سپ ڪان پهريان عبرت ميگزين ۾ چانڊين جي وضاحت ڪندي لکيو هو تہ هي بلوچ نسل مان ناهن پر اصل ۾ مقامي النسل ماڻهون ۽ انهن جو گروهہ آهي.

افسوس تہ سنڌ جا ڪيترا قبيلا پنهنجو سلسلہ نسب جنهن جو هڪ تسلسل آهي ان ڪي ڇڏي اهڙو شجره نسب اختيار ڪن ٿا جيڪو رڳو ڏند ڪٿا ۽ ديو مالائي ڪهاڻين تي مبني آهي چانڊيو جو بلوچ سان ڳنڍجڻ ائين آهي جيئن دودو سومري جا پونئر دودائي بلوچ ٿي ويا آهن جيئن گچڪي بلوچ ٿي ويا آهن، جيئن ڪرمتي بلوچ آهن، جن ڪي چانڊيو جو پاڙو قرار ڏنو ويو آهي، اهڙي طرح جتن جا ڪيترا پاڙا بلوچ ٿي ويا آهن. اهڙي طرح سنڌي ماڻهن جو هي گروهہ بہ بلوچ ٿي ويو آهي، بلوچ نسل تي جيڪي ڪتاب لکيا ويا آهن، تقريباً اهي منهنجي نظر مان گذريا آهن، جن ۾ چانڊين بابت ڪوبہ تفصيل ڪونهي رڳو اهو لکيل آهي تہ هو بلوچ آهن. جسٽس خدا بخش مري جنهن بلوچ جي قديم شاعري جو ترجمو ڪيو آهي تنهن پڻ اهو قبول ڪيو آهي تہ انهي شجره نسب ۾ چانڊئي جو ڪٿي بہ ذڪر ڪونهي اهي بعد ۾ داخل ڪيا ويا آهن، هو چانڊيو ڪي بلوچ واري فهرست ۾ آڻي ئي نہ ٿو ۽ ڪيس غير بلوچ جي قبيلن واري فهرست ۾ ڄاڻايو آهي جنهن جو حوالو مان اڳ ۾ ڏيئي چڪو آهيان ۽ ان تي ڪيترن قومن جو بلوچ نہ هجڻ جا ثبوت بہ پيش ڪيا آهن.

حقيقت اها آهي تہ چانڊين جو اصل ماڳ ڪاڇو ۽ سنڌ آهي، جتي هزارن سالن ڪان رهندا پيا اچن. جيئن چوڻي آهي تہ ڪاڇو چني، جنهن جو مطلب تہ ڪاڇي ۾ چني ڪي ڳولهڻو پوندو تہ اتي ايئن ختم ٿي ويو آهي، جيئن گڏهہ جي مٿي تان سنگ.

شيخ صادق علي پنهنجي مشهور ڪتاب "مسلمان ذاتيون، (فائونڊ) سنڌ بلوچستان ۽ افغانستان ۾ رهندڙ" ڪتاب ۾ چانڊين جي ذات سڏائڻ بابت لکي ٿو تہ "چانڊين جو نالو گهٽو ڪري سندن بزرگ (وڏو) جي نالي "چانڊيو" مان ورتو ويو آهي. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ "پر مون ڪي ان حقيقت جو ڪوبہ معتبر حوالو ملي نہ سگهيو آهي.

انهي حوالي مان بہ منهنجي تحقيق جي نڪتل نتيجي جي تصديق ٿئي ٿي. منهنجي تحقيق موجب چانڊين بابت هيٺيون ڳالهيون سامهون اچن ٿيون.

1. محمد بن قاسم جي وقت ۾ ڪاڇي جي حاڪم چني ڪاڪي بن ڪوتل جي بعيت ڪانپوءِ اڪثر چنہ مسلمان ٿيا ۽ انهن عرب لشڪر جو ساٿ ڏنوتنهن ڪري انهن ڪي پنهنجي پسند مطابق "چونڊيو ويو" تہ هو عربن جا وفادار آهن.

2.. مسٽر ٽاڊ راجستان ۾ هڪ ذات چونڊاوت جو ذڪر ڪيو آهي جيڪو لکي ٿو تہ چنو قبيلو آهي پر اتان جي مقامي تلفظ ڪري چني ڪي "چونڊاوت" سڏيو ويو آهي. هو لکي ٿو تہ قديم زماني ۾ هنن جو اتي راڄ هو ۽ سندن ڏهہ پاڙا هئا پر اوچتو هو راجستان مان غائب ٿي ويا. جنهن جي ڪابہ خبر ناهي.

3. چانڊيہ جن ڪي ڪن اڻ پڙهيل ۽ هٺ ٺوڪين دانشورن ذهن نشين ڪرايو تہ هو نسلن سنڌين ڪان اتم ۽ سنڌي قبيلن ڪان زبردست ۽ طاقتور آهن. تن جي وڏن يا جن ڪي سردار چون ٿا تن جا مڙهہ دائوجي مقام ۽ رائنڪن ۾ دفن ٿيل آهن، تن قبرن مٿان لڳل تختن ۾ سندن نالي اڳيان سردار يا مير وغيره لکيل ڪونہ آهي پر نج سنڌي لقب وڏيرو لکيل آهي. جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ هو بلوچ نسل سان تعلق رکندڙ قبيلو نہ آهي ۽ نج سنڌي ماڻهن جي گروهن جو گڏيل نالو آهي.

4. چانڊين جي سنڌي هجڻ جو ثبوت اهو بہ آهي تہ هو اڪثر بلوچ چورائيندڙ قبيلن سان برسرپيڪار رهيا آهن،

ماضي ۾ هنن جو مزارن سان ويڙهيو ٿيو هو پر سڀ کان وڏو ثبوت اهو آهي ته ٽالپورن، پنهنجن مرشدن ڪلهوڙن سان غداري ڪئي هئي ۽ جڏهن انهن جو برو وقت آيو ته ٻين سنڌي قبيلن وانگر انهن ٽالپورن جي سخت مخالفت ڪئي نه رڳو اهو پر هو انگريزن جا ٻانهه ٻيلي ٿي بيٺا. تاريخي حوالي موجب وڏيرو ولي محمد چانڊيو ڏهه هزار جوانن جو لشڪر وٺي حيدرآباد ويو پر هن جي پهچڻ کان اڳ ۾ ٽالپورن جو گڏ ڪيل هزارن جو لشڪر ٻارهن سؤ انگريز سپاهين هٿان ٻي مڙس ٿي شڪست کائي وٺي ڀڳو ۽ ٽالپور حڪمران غلام شاهه ڪلهوڙي جي ٺهرايل قلعي ۽ محلن ۾ وڃي لڪي ويهي رهيا، جتي به هو پنهنجو تحفظ ڪري نه سگهيا ۽ بزدلي جو مظاهرو ڪري سنڌ کي غلاميءَ جي ڳٽ ۾ ڏيئي ڇڏيو.

5. هڪ روايت سامهون آئي آهي جنهن موجب به هنن کي چانڊيو سڏيو ويو. حمل ڳوٺ کان اتر اوڀر طرف چوئل نالي هڪ وڏو ڳوٺ يا شهر هو، جنهن جي دڙي جا نشان اڄ به حمل ۽ ڪاڇڙي ڍنڍن جي پاٽيءَ جي وچ ۾ اٽڪل 30 جريبن جي ايراضي ۾ دڙي جي صورت ۾ موجود آهن. اتان جا رهواسي هئا. جڏهن محمد بن قاسم کان پوءِ سنڌ ۾ مزاحمتي ويڙهه شروع ٿي ته عربن بنا ڪنهن متيبد ۽ سڃاڻپ جي سنڌي قبيلن جو قتلام شروع ڪيو، انهي دؤر ۾ هي به پنهنجا ماڳ ۽ مڪان ڇڏي هليا. انهي نسبت سان هنن کي چوئل وارو سڏيو ويو يعني چوئل ڳوٺ وارا جو پوءِ اڳتي هلي چوئل مان چانڊيه سڏجڻ ۾ آيا. چوُل سنڌ سلطنت جي دؤر ۾ مهين جي هڪ ذات هئي.

جيئن ته مسٽر ٽاڊ پنهنجي تحقيق جو دائرو راجستان تائين رکيو جيڪو اُن وقت برطانيا سرڪار جي ماتحت هو ۽ ان وقت سنڌ ۾ ميرن جي حڪومت هئي تنهن ڪري هن کي هتان جي قومن جي صحيح خبر پئجي نه سگهي پر جيڪڏهن هو تحقيق ڪندو هت اچي ها ته ڪيس راجستان جي چونڊاوت ذات سنڌ ۽ ڪاڇي ۾ ملي وڃي ها!

ڄام نظام الدين جي وقت ۾ سنڌ آباد ۽ خوشحال هئي هر طرف امن هو جنهن ڪري ڪيترا ٻاهريان عالم ۽ اڪابر سنڌ ۾ آيا جن کي سمه سرڪار جي پشت پناهي حاصل هئي. انهي زماني ۾ قنڌار جو حاڪم شاهه بيگ ارغون، مغل حڪمران بابر ۽ شاهه اسماعيل صفوي جي خوف کان پنهنجا پير ڪنهن ٻي هنڌ ڄمائڻ گهريا. هن ان واسطي 1510ع ۾ سنڌ جي قريبي شهر سبي تي ڪاهه ڪئي ۽ اتان جي حاڪم بهادر خان کي شڪست ڏني.

ڄام نظام الدين ڌارين کي ڌرتي تان ڪڍڻ لاءِ پنهنجي سپهه سالار قبوليو عرف دريا خان کي ٺٽي کان سبي لاءِ روانو ڪيو. ان زماني ۾ ڪابه باقاعده مقرر فوج نه هئي پر بوقت ضرورت وڏيرا، زميندار، چڱا مڙس ۽ جاگيردار گهربل ۽ طئي ٿيل تعداد ۾ جنگي جوان مهيا ڪري ڏيندا هئا، جنهن ڪري دولهه دريا خان لاڙڪاڻي جي زميندارن کي فرمان موڪليو ته هن جي پهچڻ کان اڳ ۾ فوجي جٿا تيار هجن. لاڙڪاڻي جي رهواسين، ابڙا، جت، ماڇي، لاکا، چنه چانڊيه ۽ ٻين پنهنجن پنهنجن علائقن مان هڪ چونڊ لشڪر تيار ڪري ڏنو پر چانڊين مان انهن جو وڏيرو سريمڻ بذات خود ان لشڪر سان گڏجي ويو.

هن ڏهه هزار سپاهين تي مشتمل لشڪر سبي کي آزاد ڪرايو جنهن ۾ وڏيرو سريمڻ پاڻ بهادري ۽ شجاعت سان وڙهيو، جنهن ڪري وزيراعظم سنڌ دولهه دريا خان ڄام نظام الدين کي سفارش ڪئي ته هو انهي عيوض وڏيري سريمڻ کي انعام ۾ جاگير عطا ڪري ۽ سندس ڪمان ۾ وڙهندي قبيلن جو سردار (ان وقت وڏيرو) به مقرر ڪري. تنهن ڪانپوءِ وڏيري سريمڻ کي جاگير به ملي ۽ وڏيرپ به ملي. سرحدي قبيلا ڪين "چانڊيو" نه پر "چانڊيو" سڏيندا آهن يعني چنڊيل چونڊيل منتخب ٿيل.

مٿين حقيقتن مان ظاهر ٿئي ٿو ته:

1. ڪاڇي جا حاڪم چنا ۽ سنڌن لاڳاپيل قبيلا مسلمان ٿي چڪا هئا ۽ عربن جي اچڻ ڪري هنن جو سنئون سڌو حڪومت ڪرڻ جو سلسلو ختم ٿي ويو. هو حاڪم بجاءِ راجوٽا ٿي ويا ۽ جيڪي چنه مسلمان نه ٿيا اهي ڪڇ ۽ راجستان ڏانهن هليا ويا جيئن ٻيا ڪيترا سنڌي قبيلا اوڏانهن ويا.
2. جڏهن راجستان کان راجپوت قبيلو چنو يا چونڊاوت ڪن سببن جي ڪري واپس سنڌ آيو ته هن ڪاڇي واري علائقي کي ترجيح ڏني ڇاڪاڻ ته سنڌن اباڻا گهر اتي ئي هئا ۽ اتي اڳ ۾ سنڌن هم نسل رهندا هئا. انهي ڪري چانڊيه چوندا آهن ته اسان ٻاهر کان آيا آهيون ۽ هي علائقو لاکن ۽ ماڇين کان کسي ورتو آهي. انهي مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته هي قبيلو ٻهريان چنو هو جڏهن راجستان ۾ رهيو ته ڪين چونڊاوت سڏيو ويوءِ انهن جي راجستان جي طرف وڃڻ جو سبب اهو به ٿي

سگهي ٿو تہ هي محمد بن قاسم جا نور نظر هجن جڏهن محمد بن قاسم مٿان عتاب نازل ٿيو تہ انهن جي حامين تي سختيون ڪيون ويون، جنهن ڪري هي هتان لڏي ويا ۽ جڏهن واپس آيا تہ هنن جي ماڳن تي ٻين مقامي ماڻهن قبضو ڪري ورتو هو، جنهن ڪان هنن ٻيهر حاصل ڪيو، معلوم ٿئي ٿو تہ هي سمن جي شروعات دؤر ۾ واپس آيا.

3. سبي جي قلعي کي آزاد ڪرائيندڙن ۾ ڪاڇي جي وڏيري جو نالو سريمڻ آهي سندس نالو ئي ثابتي ڏيئي ٿو تہ هو مقامي النسل ماڻهو هو. سر معنيٰ مٿو، مڻ معنيٰ وڏو يا مان وارو مطلب ٿيو. وڏي مٿي وارو، وڏي پڳڪي وارو جنهن کي گهٽا وري ڏنل هجن معنيٰ وڏي شان ۽ شوڪت وارو. هي معنيٰ عربي فارسي لفظن جي نہ آهي پر مقامي ٻولي جي ٿيندي. سريمڻ جي قبر تي پراڻي سنڌي لهجي ۾ هڪ تختي لڳل هئي، جنهن مان اهو واضح هو تہ هو کهڙي قبيلي جو فرد هو. افسوس تہ ڪن بلوچ پرستن هن کي بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ اصل تختي کي اکاڙي ڇڏيو، جيئن ڪوبہ تحريري ثبوت باقي نہ رهي. راقم اها تختي پاڻ ڏٺي هئي پر جڏهن ٻيهر اتي ويو تہ اها غائب هئي. ان تختي جي لکت موجب هو سماٽ قبيلي جو فرد هو.

4. بلوچ روايتن موجب سنڌ ۾ بلوچ، سمن جي دؤر ۾ آيا آهن. بقول سندن جي انهي دوران هنن ۽ لاشارن جي وچ ۾ قبائلي جهيڙو ٽيهن سالن تائين هليو. سمن لاشارن جو پاسو ورتو هو جنهن ڪري مير چاڪر سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت شاه بيگ ارغون جو ساٿ ڏنو ۽ سنڌ جا گهٽ گهيڙ پڌايا. انهي مان اها حقيقت واضح ٿئي ٿي تہ چانڊيہ بلوچ ڪونہ هئا نہ تہ هو ڪيئن پنهنجي سردار جي مرضي خلاف شاه بيگ جي لشڪر سان وڙهن ها! سمن جو ساٿ ڏين ها! انهي مان ثابت ٿئي ٿو تہ چانڊيہ نہ بلوچ هئا ۽ نہ وري انهن جي ماتحت هئا ۽ نہ ڪو سنڌن جو پاڙو يا قبيلو.

5. بلوچ قصا ڪهاڻيون، روايتون ائين آهن، جيئن امير حمزه جو داستان ۽ قصہ الف ليليٰ، حقيقت کان بعيد ۽ سچائي کان خالي آهن. رڳو پنهنجي وقار ۽ شان کي بلند ڪرڻ لاءِ هٿ گهڙيون داستان ۽ قصا آهن. جيئن پراڻي زماني ۾ وڏا شاعر يا ڏوم بادشاهن جي دربار ۾ ڪٽندا هئا. بلوچ نسل تي تحقيق ڪندڙ ثابت ڪيو آهي تہ بلوچ قبيلا ايترا ڪونہ آهن جيترا بيان ڪيا وڃن ٿا. مان بہ هن ڪتاب ۾ ڪيترن اهڙن بلوچ قبيلن جي اصليت تي لکيو آهي جيڪي مورڳو بلوچ آهن ئي ڪونہ. اهڙي طرح چانڊيو بہ قطعن بلوچ ناهي ۽ مقامي النسل جي ماڻهن جو گروهہ آهي جنهن ۾ وقت بہ وقت مختلف ذاتيون چانڊيہ گروهہ ۾ اچي چانڊيو ٿي ويو آهن.

راءِ بهادر هتورام، جسٽس خدا بخش اهو مڃيو آهي تہ بلوچ ايترا ڪونہ آهن جيترا ٻڌايا وڃن ٿا. لونگ ورٿ ڊيمز ثابت ڪيو آهي تہ گهڻا مقامي قبيلا انهن جي زير اثر هجڻ ڪري بلوچ ٿي ويا آهن. اهڙي طرح اڄ تائين بلوچ ۾ نيون ذاتيون شامل ٿينديون رهن ٿيون. مسٽر جيمس ٽاڊ بہ حقيقت واضح ڪندي لکيو آهي ”ڪوبہ قبيلو جڏهن مسلمان ٿئي ٿو تہ هو پاڻ کي بلوچ چورائي ٿو.“

علامہ ابو فضل آئين، اڪبري جي پهرين جلد ۾ لکيو آهي تہ ڪلم قديم زماني جو مشهور شهر آهي، جتان جو مينهون مشهور آهن. هن جي ويجهو هڪ زميندار نالي ”بب جيو“ حڪومت ڪري ٿو، جيڪو گوندر قوم مان آهي، جنهن متعلق تمدن هند ۾ گستائولي بان لکيو آهي تہ اهي قديم سنڌين جي اولاد مان آهن. جنهن کي چانڊا چوندا آهن. هي شخص هڪ هزار سوارن ۽ چاليهہ هزار پيادن جو مالڪ آهي.

هڪ اهو بہ رايو آهي تہ سنڌ ۾ رهندڙ چانڊين جو تعلق اصل ۾ انهي علائقي سان هجي ۽ انهن مان ڪجهہ فرد، ڪٽنب يا گوندر قبيلي جو هڪ حصو ڪنهن سبب جي ڪري اتان لڏي لاڙڪاڻي جي ڪاڇي واري علائقي ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي يا پناه ورتي جيئن تہ انهن کي چانڊا چيو ويندو هو جيڪو سنڌي ٻوليءَ ۾ مقامي ماڻهن ۾ چانڊا مان ڦري چانڊيا ٿي ويو هجي ۽ پوءِ مقامي ماڻهن سان رلي ملي وڃڻ ڪري گڏيل طور اهي بہ چانڊيا سڏجڻ ۾ آيا.

دولهہ دريا خان جي چوندر لشڪر ۾ چانڊا جڏهن گڏ ٿيا تہ انهن کي بہ اجتماعي طور چوندريا ۽ چانڊا جي هڪ جهڙين الفاظن ڪري عام ماڻهن جي زبان تي چانڊيا ٿي ويو. منهنجو رايو آهي تہ چانڊيا قبيلي ۾ مقامي ماڻهن، جنهن ۾ چن، سانگي، سومرا، ميربحر، ابڙو وغيره انهن چانڊا سان گڏجي ويا ۽ اجتماعي طور چانڊيا سڏجڻ ۾ آيا. اها حقيقت واضح آهي تہ کهڙي بہ نسلي تعلق سان هجڻ. ڪان پوءِ بہ هو مقامي نسل مان

آهن.

فارسي جي هڪ قلمي نسخي "نسب نامہ سنڌ" موجب چانڊيہ ڪاتيار ذات جو هڪ پاڙو آهي، چانڊين جي نوراني پاڙو جو تعلق جنهن مان مگسي ذات جو تعلق آهي يعني ڏيرو ۽ سمو تن مان آهن ۽ بلوچي ۽ ڪارا چانڊيہ ۽ انهن جا پائر ڏيپرئي ڏيءُ ڏيپال جي اولاد آهن.

چانڊين جو بلوچ سان نسبت ڳنڍڻ جو سبب هي بہ آهي تہ:

1. چانڊيا ڪاڇي جي انهن جبلن ۽ ميدانن ۾ رهن ٿا جن جون سرحدون قلاتي بلوچستان سان ملن ٿيون جنهن ڪري انهن جا لڳ لاڳاپا انهن سان وڌيڪ آهن.

2. سنڌ ۾ جڏهن ٽالپور حڪمران هئا تن سنڌين ۽ بلوچن ۾ نفاق وجهي ڇڏيو. بلوچ ذات چورائڻ واري کي نوازڻ جي پاليسي اختيار ڪئي ۽ ڪين وڏيون رعايتون ڏنيون، جنهن ڪري بلوچ جي پاڙيسري هئڻ جو فائدو وٺندي پاڻ کي بلوچ چورايو.

لغاري جو هڪ پاڙو چانڊيہ آهي. پر ان کي هنن چانڊين سان ڳنڍي نہ ٿا سگهون ۽ ان ڪري هنن کي بلوچ چئي نہ ٿو سگهجي.

چانڊين جا جيڪي پاڙا آهن تقريباً ٻين قبيلن ۾ موجود آهن جيئن راجستان جي سمن ۾ معارفاڻي شڪارپور وارن ابڙن ۾ معرفاڻي، اهڙي طرح چانڊين ۾ پاڙو معارفاڻي آهي. اهڙي طرح چنا قبيلي ۾ پاڙو اناڻي، سوماراڻي ۽ عمراڻي آهي تهڙي طرح چانڊين ۾ بہ اهي پاڙا موجود آهن، جيئن مهاڻن ۾ راڌاڻي، ميراڻي آهن. اهڙي طرح چانڊين ۾ ساڳيا پاڙا موجود آهن.

مسٽر جيمس ٽاڊ چونڊاوت تي تہ تحقيقات ڪونہ ڪري سگهيو پر جڏهن ٿر ۾ چانڊين بابت خبر پيس تہ انهن تي تحقيق ڪري لکيو "هو اصل ۾ هندو نسل آهن ۽ قديم خاندان ارور مان آهن ۽ خاندان مهر سين عرف ساهڙ جي اولاد آهن جيڪي بعد ۾ مسلمان ٿيا. شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ بلوچي شعر ڏنو آهي.

محترم محمد صديق مجاهد جنهن چانڊڪا نالي بہ

| | |
|---|---|
| "ٿالبر بي واقهين مري | ٽالپر بنا شڪ شبھ جي مري |
| ڪيڙد گبول گاڏهي | ڪرد، گبول، گاڏهي |
| چاندا سنو هڏ ڪري | چانڊيا، هڏڪري |

| | |
|---|---|
| شس مور سيانهين زي | شش مور، سيانھ زئي |
| ايشان غلام اند | اهي غلام آهن |
| ميرچاڪري | مير چاڪر جا |
| بخشا تگت مائي بانڙي | اهي پيش ڪيا ويا مائي بانڙي کي (مير چاڪر جي ڀيڻ) |
| اي بخش نہ زڙٽ مائي بانڙي | اهي بخش ڪيل مائي بانڙي قبول نہ ڪيا |
| اي مان حسابان درست نہ انت | اهي اسان جي حيثيت موجب صحيح نہ آهن (مائي بانڙي چيو) |
| اي ڪل ڦسي خوني رونت | اهي هڪ ٻڪر جي رقم برابر آهن. |

ڪتاب لکيا هئا، تنهن ڀريان چانڊين کي بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ نهن ۽ چوٽيءَ جو زور لڳايو پر جڏهن ان تي وڌيڪ تحقيق ڪئي تہ پاڻ ڀرين راءِ تي پڇتايو ۽ اهو تسليم ڪيو تہ چانڊيو بلوچ نہ پر نج سنڌي ماڻهن جو قبيلو جنهن جي سڪندر مقدوني ڪان اڳ تاريخ شروع ٿئي ٿي.

هن مختلف چانڊين تي رکيل نالن، رسمن ۽ پاڙن تي ڇنڊڇاڻ ڪري ٻڌايو تہ چانڊيو، قديم سنڌي قبيلن جي باقيات مان هڪ آهي.

تاريخ راجستان ۾ اهڙن قبيلن جو ذڪر آهي جيڪي هن وقت موجود ڪونهن، جيئن چندولہ، چانڊيلہ وغيره ۾ جيڪڏهن باريڪ بيني سان ڏٺو وڃي تہ اها حقيقت تسليم ڪرڻ ۾ دير ئي نہ ٿي لڳي تہ انهن قبيلي جي باقيات چانڊيہ قبيلي ۾ موجود هجي.

## ٿر وارا چانڊيہ

مياں نصير محمد ڪلهوڙو جنهن سنڌ ۾ اهلبيت جي نالي تي هلندڙ پيري مريدي واري ڦرلٽ ۾ ڏار وجهي ميان وال تحريڪ جي شروعات ڪئي ۽ آخر ان تحريڪ پيري مريدي جي بنياد تي سنڌ کي منلس ڪان آزادي ڏياري. هن جي ڪن خاص ماڻهن کي شاھ سڏيو ويو جن کي ميان نصير محمد پاڻ لقب ڏنو جن ۾ وسايو شاھ، گاجي شاھ ۽ پنجو شاھ نالي وارا آهن. وسايو شاھ مير راڻي چانڊيو هو، گاجي شاھ (جوهي وارو) ڪوسو، شاھ پنجو (راڌڻ جي ڀرسان) ڏهوٽ آهن، اهڙي طرح جبل وارو شاھ گودڙيو بہ ڪوسو آهي. انهن کي گهٽا

ماڻهو سيد سمجهندا آهن ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ شاهہ جو لقب صرف سيد ذات وارن لاءِ مخصوص هو پر ميان نصير محمد ان لقب کي بہ پنهنجن خليفن لاءِ استعمال ۾ آندو.

وسايو چانڊيو ولد فيروز ميرراڻي چانڊيو جيڪو اصل ۾ هاٽوڪي وارهہ تعلقي جو رهواسي هو، جيڪو مغلن خلاف آزادي واري تحريڪ ۾ 1111 هجري ۾ شهيد ٿيو. کيس بہ پٽ هئا ميرو ۽ ڪنڊو. ميرو جي اولاد وارهہ تعلقي ۾ رهي ٿي ۽ ڪجھ دادو ضلع ۾ آهن. باقي ڪنڊو جي اولاد اتان لڏي ٿر ۾ اچي آباد ٿي. جن کي هاٽي وسايو يا وسائو پوٽا چيو وڃي ٿو. جيڪي اسلام ڪوٽ جي لڳ رهن ٿا.

## ٺٽي وارا چانڊيہ

ٺٽي ۾ رهندڙ چانڊيہ مشهور ٿي گذريا آهن جيڪي اصل ۾ ڳوٺ غلام محمد ضلع دادو جا رهواسي هئا جتان باگو خان چانڊيو ڪن ڳالهين تان مائٽن سان ڪاوڙجي ٽنڊي محمد خان جي ڀرسان ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيو ۽ ميرن واري دؤر ۾ اتان لڏي سجاول ۾ اچي ويٺو.

باگو خان کي ٽي پٽ هئا 1. صوبو خان 2. گل محمد خان 3. خير محمد خان. هن سجاول ۾ چڱي زمين هٿ ڪئي ۽ زميداري ۾ شامل ٿي ويو، انهن مان گل محمد سجاول ۾ رهي پيو باقي صوبو خان ۽ خير محمد اتان لڏي لاڏيون تعلقو شاهہ بندر جي ڀرسان "صوبو خان" نالي ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا جتي اڄ تائين انهن جا پويان رهن ٿا.

سڄي سنڌ ۾ رهندڙ چانڊيہ بنيادي طور قديم لاڙڪاڻي ضلع جا رهواسي آهن جي گهڻائي ڪاڇي ۾ رهندڙ آهن. هو ڪن سببن جي ڪري لڏپلاڻ ڪري وڃي موجوده بنن تي آباد ٿيا آهن. ائٽڪن 1901ع جي آدمشماري ۾ چانڊين جو ڪل تعداد ٻاهتر هزار هڪ سئو ويهہ لکيو آهي، جيڪو هاٽي ٻين ذاتين جي شامل ٿيڻ ڪري وڌي ويو آهي.

## چانڊين جا پاڙا

(1) مرزاڻي (2) سومراڻي (3) چولياڻي
(4) عيبياڻي (5) معرفاڻي (6) گهراماڻي
(7) بجراڻي (8) ميرراڻي (9) لهربجو
(10) ڪاراچانڊيہ (11) ڳورا چانڊيہ (12) ٺوڙها چانڊيہ
(13) حسناڻي (14) قمبراڻي (15) ڪوهہ
(16) لاڪاڻي (17) مستوئي (18) مصراڻي
(19) موندراڻي (20) نڙاڻي (21) نوروزاڻي
(22) پلال (23) پيروزاڻي (24) ساڪاڻي
(25) سندراڻي (26) سنگهاساڻي (27) اڏراڻي
(28) بابراڻي (29) بنگلاڻي (30) ٻيدا
(31) پيمداڻي (32) گنگاڻي (33) ڇٽاڻي
(34) هارياڻي (35) حبباڻي (36) جهانگياڻي
(37) توتاڻي (38) خيرانجي (39) لوريجا
(40) ميداڻي (41) مناناڻي

## چانڊيہ سردارن جا نالا

1. سريمڻ خان، جنهن ڄام نظام الدين ڪاڇي ۾ جاگير ڏني. سندس وفات 3 رمضان 933 هجري
2. سردار وريل خان
3. سردار مرزا خان
4. سردار ڏاتا خان
5. سردار اسحاق خان
6. سردار آدم خان
7. سردار مرزا خان
8. سردار ولي محمد خان عرف ملڪ غيبي خان
9. سردار مير سردار خان
10. سردار ولي محمد خان
11. سردار مير اسحاق خان عرف غيبي خان قمهار
12. سردار مير ڏاتار خان
13. سردار مير محمد خان شهيد
14. سردار علي نواز خان عرف نواب غيبي خان
15. سردار مير محمد خان
16. سردار سلطان احمد خان
17. سردار شبير احمد خان وفات 29 جون 2009ع
18. سردار سردار احمد چانڊيو (دستار بندي ڀهرين جولاءِ 2009ع)

# پيچوهو

سنڌ جي سمه ذات سان تعلق رکندڙ پيچوهن کان جڏهن سندن نسب بابت معلوم ڪيو ته انهن ٻڌايو ته سندن جا وڏا اصل عرب هئا، جيڪي عربستان کان افغانستان جي شهر غزني ۾ آيا. تنهن جو هڪ پٽ احمد اتان هجرت ڪري ڳوٺ ”چٽ قليجي“ بلوچستان ۾ اچي ويٺو، جتان سندن اولاد موجوده سنڌ طرف لڏي آئي. سندن روايت مطابق، انهن جو وڏو غزني کان لڏي آيل احمد جو مرشد حضرت غوث بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني هو. هو پنهنجي ڳورهاري زال سميت پيرين پنڌ (جيئن ته ان زماني ۾ سواري عام ڪو نه هئي) مرشد وٽ ويو ۽ پٽاٽي اولاد لاءِ دعا گهريائين. جيئن ته مهينا پورا ٿي چڪا هئا اتي ئي ڪيس هڪ پٽ ڄائو. ٻار جي ڄمڻ کان پوءِ سندس زال بيمار ٿي پئي ۽ هو فوت ٿي ويئي. جنهن ڪري معصوم ٻار کي ٿڃ پيارڻ مسئلو ٿي پيو. احمد مرشد وٽ آيو ۽ ڪيس احوال ڏنو ۽ التجا ڪئي. جنهن تي غوث بهاءُ الدين ذڪريا ننڍڙي ٻار کي هنج ۾ کنيو ۽ مريد کي هدايت ڪئي ته جڏهن ٻار کي خوراڪ جي ضرورت پوي ته پنهنجي اشهد آگر بسم الله الرحمٰن الرحيم پڙهي ٻار جي وات ۾ وجهندو ڪر جتان ڪيس خوراڪ يعني ٿڃ جي ضرورت پوري ٿي ويندي. انهي ڪري ان ننڍڙي کي پيءُ چوهو ڪري سڏيندا هئا. ان مان جيڪي اولاد پيدا ٿي تنهن کي پيچوهو چون ٿا.

سندن وڏن ۾ ننڌو خان نالي جو ذڪر ملي ٿو، انهي خاندان مان 1810ع ۾ لغاري خان ۽ ڪبير خان موجوده سنڌ ۾ لڏي آيا. جيڪب آباد، لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي وارا پيچوها سندن نسب مان آهن ۽ حضرت مولانا عبدالغفور ”مفتون“ همايون وارو، هن نسل مان آهي ۽ وارهه وارن پيچوهن کي پنهنجي نسل بابت احوال هن ئي بزرگ ڏنو هو.

مولانا عبدالغفور همايوني 1261 هجري مطابق 1845ع ۾ همايون شهر ۾ ڄائو سندس والد مولانا محمد يعقوب پيچوهو وقت جو وڏو عالم هو. هو چٽ بلوچستان مان وارهه وارن پيچوهن سان گڏ هجرت ڪري آيو هو ۽ تعلقي شڪارپور ۾ رهي پيو جتي هاڻي بہ ڪافي پيچوها ذات وارا رهن ٿا.

مولانا عبدالغفور شروعاتي تعليم پنهنجي پيءُ جي قائم ڪيل مدرسي مان ورتي، والد جي وفات کان پوءِ مولانا سلطان محمد سيتپوري جا شاگرد ٿي رهيا. جتان فارغ التحصيل ٿي پنهنجي والد جي قائم ڪيل مدرسي ۾ درس و تدريس جو ڪم شروع ڪيو.

هن ڪيترا ڪتاب لکيا جن ۾ فتويٰ همايوني ٻن جلدن ۾ ۽ فقه جي مسئلن تي بيان مضمون ۽ ان کانسواءِ ڪيترا لکيل مسوده آهن. ڪيس رئيس العلماءَ ۽ خاتم المتخافرين جا لقب مليل آهن. هن سنڌي، فارسي، سرائڪي ۽ اردو ۾ شاعري ڪئي جيڪا توحيد ۽ شان رسول جي ساراهہ ۾ آهي.

هي بزرگ تاريخ 11 رمضان 1336هجري مطابق 1918ع ۾ همايون شهر ۾ وفات ڪري ويو ڪيس ڳوٺ جي جامع مسجد جي پرسان پنهنجي والد جي قبر لڳ دفن ڪيو ويو. ڪيس پٽ جي اولاد ڪو نہ هئي ۽ هڪ نياڻي هئي.

جيئن ته اڳئين زماني ۾ سنڌ ۾ ذاتين بدلائڻ ۽ مقامي ماڻهن کي پنهنجو پاڻ کي عرب نسل سان ڳنڍڻ جو شوق هو. انهي ڪري هي سمه قبيلي جي ماڻهن جو پاڙو جڏهن ڪنٻ مان ذات ٿيو ته هنن بہ پنهنجو سلسلہ نسب عرب سان ڳنڍي ڇڏيو. اسان کي ڪنهن بہ صورت ۾ پيچوها عرب نہ ٿا لڳن.

1. جيڪي عرب غزني، تاشقند، خراسان ۽ ٻين هنڌن کان هتي آيا هئا، اهي هتي بذات خود پير ۽ مرشد بڻجي ويا ۽ جيڪي عالم آيا اهي قاضي ۽ آخوند ٿي ويا. تنهنڪري پيچوهن جي وڏي کي هتي لڏي اچڻ کان پوءِ مرشد، پير، عالم قاضي يا آخوند ٿيڻ کپندو هو پر ائين ڪونهي.

2. سنڌ جي قديم روايتن ۾ هتي جيڪي غير مسلم ذاتيون رهنديون هيون جڏهن مذهب اسلام قبول ڪيو تہ انهن جي اڪثريت غوث بهاءُ الدين ذڪريا ۽ ٻين بزرگن هٿ هيٺ دين اسلام قبول ڪيو ۽ مسلمان ٿيا، هي قديم دور جا مرشد آهن جن جو ڪم غير مسلم کي مسلمان ڪرڻ هو، انهي ڪري ڪيتريون ڪرامتون انهن ڏانهن منسوب ٿيل آهن. پيچوهن جي وڏي جو بهاءُ الدين ذڪريا کي مرشد ڪرڻ، دلالت ڏيئي ٿو تہ هو هتان جو اصل رهاڪو هو. جڏهن هو مسلمان ٿيو تہ هن ملتاني بزرگ کي پنهنجو مرشد ڪيو ۽ اهو بہ ممڪن آهي تہ احمد ڪيس نالو مرشد کان مليل هجي.

3. هتي مرشد صرف مقامي ماڻهو جا ٿيندا آيا آهن. ڏارين ڪڏهن بہ هڪ ٻئي کي مرشد ۽ مريد نہ بڻايو آهي. هي روايتون صرف پنهنجي نسل کي اصل مسلمان ۽ رسول سڳوري سان محبت ڪرڻ ڪري، نسبتن عرب چورائڻ بهتر ۽ افضل سمجهندي، هر هڪ خاندان، ذات، قبيلي وارن پنهنجو نسب عرب سان ڳنڍي ڇڏيو آهي.

پيچوهو جي وڏن جي نالي نندو خان وغيره سڀ مقامي نالا آهن. هي حقيقت ۾ سمي قبيلي جا فرد آهن. ڳوٺ پيچوها تعلقو وارهہ پيچوهن جي وڏن مان ٻن ڀائرن لغاري خان ۽ ڪبير خان ٻڌو هو جيڪي ڇٽ بلوچستان مان 1810ع ۾ آيا. ڪبير خان جي نسل مان ڪا بہ پٽيلي اولاد نہ رهي. باقي لغاري خان جي اولاد ۽ ساٿس گڏ آيل پيچوها ذات وارا اڄ بہ پيچوها ڳوٺ ۾ رهن ٿا.

پيچوهن ۾ مرحوم علي اڪبر پيچوهو نالي وارو ماڻهو هو جنهن جي شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ محترم ممتاز علي ڀٽو سان ويجهڙائي هئي. هن پنهنجي دور ۾ پيچوها ذات جي فردن کي هر طرح سان بغير ڪنهن امتياز جي نوازيو جنهن ڪري ڪيترا پيچوها سرڪاري ملازمتن ۾ اعليٰ عهدن تي فائز ٿي ويا. اڄ پيچوها علي اڪبر مرحوم جي طفيلي وڏن ملڪيتن ۽ جائدادن جا مالڪ آهن. پونئيرن مان هڪ پٽ ڊاڪٽر روشن علي پيچوهو آهي.

## پاڙا

(1) بهادراڻي (2) بمباڻي (3) دوداڻي
(4) مانداڻي

## وارهه تعلقي جي پيچوهن جو شجرو






## علي اڪبر پيچوهو جو خاندان



# آغا خاني يا اسماعيلي

آغا خاني يا اسماعيلي حقيقت ۾ ذات يا قبيلو ناهي پر هڪ مذهبي فرقو آهي. جن جو شيعه مسلڪ سان تعلق آهي. هنن جي رهڻ ۽ اٿڻ ويهڻ مان لڳي ٿو ته هي هڪ قبيلو به آهي. تنهن ڪري مان به هتي سندن ڪجهه احوال بيان ڪندس.

جڏهن سلطان نور الدين زنگي حاڪم دمشق 1172ع مصر جي فاطمي سلطنت ڪي ختم ڪيو تڏهن هن فرقي جا امام ايران هليا ويا. انهن مان مرزا ابوالحسن خان قمي، آغا محمد خان قاچار جي ڏينهن ۾ ڪرمان جو حڪمران هو. سندس وفات کان پوءِ شاهه خليل الله گادي نشين ٿيو جيڪو شاهاڻي زندگي گذاريندو هو. جو هتان جا مريد تمام گهڻي دولت پهچائيندا هئا. هن جي پٽ شاهه حسن علي ايران جي بادشاهه فتح علي شاهه قاچار جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. ڪيس ايراني بادشاهه پاران آغا خان جو خطاب مليل هو. جنهن کان پوءِ هنن جي نالي سان آغا خان ڳنڍجي ويو ۽ سندن پوئلڳن کي آغا خاني چيو ويو.

فتح علي شاهه جي وفات کان پوءِ سندس پٽ محمد شاهه قاچار ايران جي تخت تي ويٺو، جنهن جي ڪن ملڪي ڳالهين تان حسن علي شاهه سان اختلاف ٿي پيا ۽ ٻنهي جي وچ ۾ جنگ لڳي. حسن علي شاهه ڪرمان جي حڪمران فضل علي خان کان شڪست کائي 1838ع ۾ اچي سنڌ ۾ پناهه ورتي ۽ جهرڪ ڳوٺ ۾ رهيو. جتي اڄ به سندس رهائش گاهه موجود آهي. هن جا سنڌ، هند، هنزه، گلگت ۽ ٻين علائقن ۾ تمام گهڻا مريد هئا.

جڏهن اسماعيلي فرقي جو هڪ بزرگ صدر الدين 1430ع ۾ سنڌ آيو هو ۽ هتان گجرات ويو هو. هن برهمڻن ۽ پنڊتن جي مدد سان ويدانت جي اصول تي هڪڙو مذهب ٺاهيو جنهن ۾ نو (9) اوتار وشنو جا هئا ۽ هڪ اوتار حضرت علي جو هو. هن جي تبليغ ۽ نئين مذهب جي هندو مذهب سان ويجهڙائپ ڪري هندو لهاڻا جيڪي وڏا واپاري ۽ تجارتي ماڻهو هئا، تن ان کي قبول ڪيو ۽ مريد ٿيا. جن کي خوجه يا خواجه يا اسماعيلي سڏيو ويو هن فرقي جو باني حسن بن صباح هو. جنهن قرمطي فرقي جو بنياد وڌو هو. هن مذهب مطابق قرآن ۽ نماز پڙهڻ تي ڪا به پابندي ڪونه هئي. هو مسجدن ۽ مندرن ۾ وڃڻ بدران پنهنجو ”جماعت خانو“ ٺهرائيندا آهن. جنهن ۾ ٻئي ڪنهن مسلمان جي داخل ٿيڻ تي بندش پيل آهي. هو ڇهريان ڇهه(6) امام مڃيندا آهن. باقي ٻيا امام اٿن. چوئيتاليهون (44) امام حسن علي شاهه هو، جنهن سنڌ ۾ پناهه ورتي هئي جنهن جو ان وقت جي ٽالپر حڪمرانن شاندار نموني استقبال ڪيو هو.

انهن ڏينهن ۾ انگريزن جي افغانن سان ويڙهاند جاري هئي. هن انگريزن جي تمام گهڻي مدد ڪئي جنهن ڪري ڪيس ”هزهائينس“ جو خطاب ڏنو. هن انگريزن جي مدد کي جاري رکيو، جنهن ڪري مير شير محمد ٽالپر هن کان ناراض ٿي، جهرڪن مان هن جا ٽپڙ ڪٽائي ويو پر چارلس نيپئر جي چوڻ تي واپس موٽائي ڏنا. انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ هو بمبئيءَ لڏي ويو جتي 1881ع ۾ وفات ڪيائين، سندس فرزند آغا علي شاهه گادي نشين ٿيو جيڪو پڻ 1885ع ۾ وفات ڪري ويو هو بمبئي جي گورنر سر جيمس فرگوسن جي زماني ۾ بمبئي جي قانون ساز اسيمبلي جو ميمبر هو. جنهن کان پوءِ سندس پٽ سلطان محمد شاهه گادي تي ويٺو جيڪو پوءِ اتان لڏي يورپ هلي ويو، ۽ سندس پويان اڄ تائين اتي رهن ٿا. هاڻي ڪريم آغا خان هنن جو امام آهي.

هي مذهبو فرقو، تجارتي، واپاري ۽ بزنس ڪميونٽي ۾ تبديل ٿي ويو آهي، هڪ اهڙي قبيلي جو نمونو ٿي ويو آهي جنهن جو مثال پيش ڪيو وڃي ٿو. هي پاڪستان جي شاهوڪار ماڻهن ۾ شمار ٿين ٿا.

# خوجا يا خواجا

خوجا، ڪوجا يا خواجا جيڪو اصل ۾ فارسي لفظ خواجہ آهي جامع سنڌي لغات ۽ فيروز الغات جي مطابق ان جي معنيٰ آهي، صاحب، سردار، آقا، مالڪ، ڌڻي، خداوند، توران ۾ سيد جو لقب ڪشميرن لقب، ڪدڙو، غلام، شيخ صادق علي جي مطابق، آخوند استاد يا اعليٰ درجي جو ماڻهو. هن جي اصطلاحي معنيٰ ٿيندي آقا جو غلام اعليٰ درجي وارو، هي شيعہ مسلمانن جو هڪ فرقو آهي جيڪو آغا خاني يا اسماعيلن سان وچي ملي ٿو.

سن 1430ع ۾ اسماعيلي شيعن جي هڪ فرقي "نظارين" جي جو مذهبي عالم پير صدر الدين نصيري سنڌ ۾ آيو ۽ پوءِ گجرات طرف هليو يو. هن برهمڻن ۽ پنڊتن جي مدد سان ويدانت جي اصول تي شيعہ فرقي کي هندو مت جو رنگ ڏنو ۽ خواجڪي ٻولي ۾ هڪ ڪتاب لکيو جنهن ۾ ڏهن اوتارن جو ذڪر آهي. ان ۾ نو اوتار هندو مذهب وارن جا آهن ۽ هڪ اوتار حضرت علي ﷺ جن آهن. تن جو تفصيل هيئن آهي.

1. مڇ يعنيٰ مڇي
2. ڪوراب جا ڪچا يعنيٰ ڪچون.
3. وارا يعنيٰ خنذير-سوئر
4. نارسنگ يعنيٰ ماڻهو بي ڏڙ وارو شينهن
5. وامڻ يعنيٰ چامڙو.
6. فارسيرام يا ڦار سيرام يا پرشورام هي اوتار ڪهاڙي ڪنيون بيٺو آهي سيني ڪترن کي ايڪويهه دفعہ ماري ٿو.
7. رام- (رام چندر جنهن مان ڪافي سنڌي قبيلا آهن)
8. ڪرشن (دوارڪا وارو جنهن مان اڪثر سنڌي قبيلا آهن)
9. ٻڌ (ٻڌ ڌرم جو باني)
10. نڪلئينڪ يا نوهہ ڪانگي (ڪالڪي)

هنن مان نو اوتار اڳ ۾ آيا ۽ ويا ۽ هندن جي عقيدي موجب ڏهون اوتار صدر الدين جي ايران وڃڻ وقت اچڻو هو.

هو هندستان مان ايران شاهہ نظير سان ملڻ لاءِ ويو. جيڪو ان وقت صغير هو ۽ ايران جي الموت قلعي ۾ رهندو هو. ان کي حضرت علي ﷺ تعاليٰ عنہ جو ويهون جاءِ نشين سمجهيو ويندو هو.

هن سنڌ ۾ گجرات ۾ ڪيترن کي شيعو مسلمان ڪيو جن ۾ اڪثريت لوهاڻو ذات وارن جي هئي جن جو تفصيلي ذڪر هن ڪتاب ۾ موجود آهي. تن کي خواجہ سڏيو. شيخ صادق علي لکي ٿو تہ هن ايران ۾ شاهہ نظير ۽ سندس سنياليندڙن کي چيو تہ هندستان واپس وڃڻ کان پوءِ هو ان حقيقت جو اعلان ڪندو. حضرت علي ﷺ تعاليٰ عنہ ڏهون اوتار آهي ۽ شاهہ نظير هن جي اولاد آهي. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ پنجاب واپسي تي صدر الدين ڀاٽيا برادري جي چڱي مڙس ساهو ديان جوشي کي مسلمان ڪيو جيڪو پنهنجي ماڻهن سان گڏ اٽڪ دريا جي ڪناري تي رهندو هو. هن ان جي مدد سان ڪيترن کي مسلمان ڪيو. ڪتاب لکن ٿا تہ هن جو آغا جي ڪٽنب سان ڪنهن بہ قسم جو لاڳاپو نہ هو ۽ نہ وري شاهہ نظير جو مريد هو. حقيقت اها آهي تہ هو حسن بن صباح جي تعليمات کان متاثر ٿيل هو جنهن قرمطي فرقي جو بنياد وڌو هو.

رچرڊ برٽن لکيو آهي تہ خواجہ جنهن کي سنڌ ۾ عام طرح خواجو يا ڪوجو چوندا آهن. اها اصل ۾ هڪ ننڍي ٻاهرين قوم آهي. جيڪي ايران کان ڪراچي آيا. هو اتان شايد ان وقت نڪتا جڏهن هلاڪو خان اسماعيلن تي سختي ڪئي سنڌ ۽ ڪڇ ۾ جيڪي هندو پير صدر الدين جي تبليغ ڪري مسلمان ٿيا هئا تن کي بہ خواجہ چيو ويندو هو. هڪ اسماعيلي فرقي جا آهن. سنڌ ۽ ڪڇ وارن خوجن کي "لوٽيا" پڻ سڏيندا هئا.

سنڌ ۾ خوجا ٻن حصن ۾ ورهايل آهن.

پهريون- ين پوري.

هي خوجا ين ڳوٺ جا رهاڪو آهن جيڪو ٽنڊي محمد خان کان 30 ڪلوميٽر پري آهي، جتي سيد ڪبير شاهه جي مزار آهي.

ٻيو – ڪانڌي.

سمنڊ جي ڪناري سان رهندڙن کي ڪانڌي سڏيو ويو يعنيٰ شاهه بندر جي علائقي جا رهواسي.

هي خوجا برادري اڄ به سنڌ جي مختلف شهرن ۾ رهن ٿا. مٿين خوجن کان علاوه ٻيائي خوجا به آهن. جيڪي اصل ۾ ڪشميري چڪ هندو ۽ سنڌ ۽ پنجاب جا لوهاڻا آهن. جن کي صدر الدين مسلمان ڪيو هو.

هندن ۾ صدر الدين کي سهداڻي ۽ هريچند جي نالي سان سڃاتو ويندو هو. آخر ۾ هن پاڻ کي خدا جو اوتار چورائڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجا ٽي خاص خليفه مقرر ڪيا. هن نون مسلمانن کان اقرار ورتو ته هو پنهنجي نفعي مان اٺون حصو ڪيس کي ڏيندا.

سن 1838ع کان پوءِ سنڌ ۽ هند جا خوجه ۽ اسماعيلي جيڪي صدر الدين هٿان مسلمان ٿيا هئا تن ايران کان آيل حسن علي کي پنهنجو امام ڪري مڃيو ۽ سڀ هڪ فرقي ۾ شامل ٿي ويا ۽ پنهنجي منافعي مان اٺون حصو ان کي ڏيڻ شروع ڪيو.

مرزا قليچ بيگ "قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ خوجن متعلق لکيو آهي ته هي ڏينهن ۾ ٽي ڀيرا نماز پڙهندا آهن يا عبادت ڪندا آهن پر مسلمانڪي ۽ هند ۽ هندڪي گڏيل ٻوليءَ ۾ انهن جي بزرگن کي لکي سڏيندا آهن ۽ سنڌن عالمن کي پيُت چوندا آهن. هنن وٽ مسجد ڪانهي مسجدن بدران جماعت خانا اٿن ۽ شيخ صادق علي پڻ ساڳي ڳالهه لکي آهي. هو عبادت لاءِ مسجدون نه پر هڪ جاءِ جوڙيندا آهن جن کي جماعت خانو چوندا آهن ۽ هو خاص طريقي سان عبادت ڪندا آهن. هو قطارن ۾ هڪ ٻئي جو هٿ جهلي پوءِ سنڌي زبان ۾ ڪجهه پڙهندا آهن، تنهن بعد پنهنجا سر زمين تي نمائندا آهن (سجدو ڪندا آهن) هي صرف ڏينهن ۾ ٽي دفعه عبادت ڪندا آهن، پهريون ڀيرو سج اپرڻ کان اڳ ۾، ٻيو ڀيرو شام جو ۽ ٽيون دفعو رات شروع ٿيڻ وقت. اڄ به ڪراچي حيدر آباد ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ اسماعيلن ۽ خوجن جا جماعت خانه آهن جنهن ۾ ڪنهن به ٻي مذهب واري کي داخل ٿيڻ جي اجازت نه آهي.

حقيقت اها آهي ته هي هاڻي هڪ اهڙي ڪميونٽي ۾ تبديل ٿي ويا آهن. جنهن جو خاص مقصد دولت ۽ ڏن ڪمائڻ آهي ۽ پنهنجي مذهبي پيشوا کي راضي رکڻ آهي جيڪو هنن جو نجات ڏهند ۽ ڇوٽڪاري جو ذريعو آهي. هو ڪين هر گناهه جي ڏوهه کان بچائي سڌو جنت ۾ وٺي ويندو. تنهن ڪري ان جو هر حڪم سڀ کان بالاتر آهي ۽ ان کي مڃڻ لازمي آهي. هت آغا خان متعلق ٻئي شجرا پيش ڪيا وڃن ٿا. جن ۾ صدر الدين جي تعلق وارو به آهي.

## پاڙا

| خوجا | پيرائي خوجا |
|---|---|
| 1. ڏهاٽي | 1. مومناٽي |
| 2. فدوواٽي | 2. پيرواٽي |
| 3. هنداٽي | 3. تيجاٽي |
| 4. حاجياٽي | |
| 5. اسماعيلاٽي | |
| 6. قاسماٽي | |
| 7. ميان ناٽي | |
| 8. ميرلياٽي | |
| 9. دومناٽي | |
| 10. پيرواٽي | |
| 11. تيجاٽي | |

## آغا خان جو نسب نامو

1. حضرت علي رضي الله عنه — پهريون امام
2. حضرت امام حسين — ٽيون امام
3. حضرت زين العابدين — چوٿون امام
4. حضرت محمد باقر — پنجون امام
5. حضرت جعفر صادق — ڇهون امام
6. اسماعيل — ستون امام
7. محمد
8. سعدي تيمر
9. رضي احمد
10. تقي احمد
11. وفي احمد
12. مهدي عبدالله

13. قاهر
14. منصور
15. معيز
16. عزيز
17. حاڪم علي
18. ظاهر حسين
19. مصتنصر باالله
20. نظير شاه

جنهن جو ذڪر صدر الدين سنڌ ۽ هند جي ماڻهن سان ڪيو.

21. هادي
22. مهتدي
23: قاهر
24. علي ذڪرالله اسلام
25. عزن الدين محمد
26. رڪن الدين نور شاه
27. شمس الدين محمد
28. علاءُ الدين
29. قاسم شاه
30. اسلام شاه
31. سلام شاه
32. مستنصر باالله
33. عبدالسلام
34. غريب مرزا
35. سراد مرزا
36. بهادر شاه
37. قلندر علي
38. ذوالفقار علي
39. نور دار علي
40. نظار علي
41. حسن علي
42. عبدالحسن علي
43. ابو القاسم علي
44. خليل الله علي
45. حسن علي شاه

(جيڪو سنڌ آيو ۽ جهرڪ شهر ۾ رهيو)

46. علي شاه
47. محمد سلطان

(انگريزن ڪيس هزهائنس جو خطاب ڏنو)

48. صدر الدين آغا خان
49. پرنس ڪريم آغا خان (موجوده سربراه ۽ امام يورپ ۾ رهي ٿو)

## آغا خاني، اسماعيلن ۽ خوجن جي امامن جي فهرست

### جنهن ۾ صدر الدين جو تعلق ڏيکاريل

1. حضرت علي ڪرم الله وجهه
   شيخ صادق علي جي مطابق حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم
2. امام حسين
3. قاسم شاه
4. احمد علي
5. پير ستگر شاه
6. پير امام الدين
7. پير محمد منصور
8. پير غالب الدين
9. پير عبدالعزيز
10. پير مستنصر باالله
11. پير احمد هادي
12. پير قاسم شاه
13. پير پير محمد
14. پير محمود
15. پير محب الدين
16. پير خالق الدين
17. پير عبدالمئومن
18. پير اسلام الدين
19. پير صلاح الدين
20. پير شمس الدين
21. پير نصير الدين
22. پير شهاب الدين
23. صدر الدين شاه (جيڪو 1430ع ۾ سنڌ آيو ۽ لوهاڻن، ڀاٽين ۽ ٻين هندن کي مسلمان ڪريو کين خوجه يا خواجه جو لقب ڏنو.)
24. پير حسن ڪبير الدين
25. پير تاج الدين (هن جو مقبرو ٽنڊو باگو حيدر آباد ۾ آهي)

26. پير پانڊياد جوانڻ مردي
27. پير حيدر
28. پير علاءُ الدين
29. پير قاسم شاهه
30. پير ناصر محمد
31. پير دادو
32. پير آغا حسن شاهه
33. پير محمد
34. پير آغا عزيز
35. پير ميران بيگ
36. پير آغا علي اڪبر
37. پير آغا علي اسڪر
38. پير حسن علي
39. پير عبدالقاسم علي
40. پير عبدالحسن علي
41. بيبي فاطمه
42. پير آغا علي شاهه
( هن جي وقت ۾ خوجه ۽ آغا خاني هڪ امام جي ماتحت ٿيا )
43. پير آغا محمد سلطان
(جنهن کي انگريزن هزهائنس جو خطاب ڏنو)
44. پير آغا صدر الدين
45. پير پرنس آغا ڪريم
(موجوده گادي نشين جيڪو يورپ ۾ رهي ٿو)

# بوهرا

بوهرا اصل ۾ هڪ مذهبي فرقو آهي جنهن کي بوراءِ ووراءِ چوندا آهن. هي هڪ واپاري طبقو به آهي ۽ هاڻي هڪ قبيلو به ٿي ويو آهي. بوهرا اصل ۾ عربي لفظ بواهر مان نڪتو آهي جيڪو اصل ۾ بهارا آهي جنهن جي معنيٰ آهي، سيني شين تي حڪم هلائڻ وارو.

بوهرا اصل ۾ هندو ۽ برهمڻ آهن جيڪي سيد عبدالله جي ڪرامت ۽ تبليغ سان مسلمان ٿيا. هنن جي دين اسلام اختيار ڪرڻ بابت روايت هيئن آهي.

اج ڪان اٺ سئو سال ڪن اڳ ۾ سيد عبدالله نالي هڪ بزرگ هڪ خدمت گذار احمد سان گڏ گجرات جي شهر ڪنبيات ۾ آيو. اتي پيئڻ جي پاڻيءَ جي وڏي کوٽ پيدا ٿي ڇاڪاڻ ته اتان جي تلاءَ جي پر سان هڪ وڏو نانگ رهندو هو. جنهن جي خوف کان ماڻهن اتان پاڻي ڀرڻ ڇڏي ڏنو ۽ شهر ۾ پاڻيءَ جي کوٽ پيدا ٿي ويئي. اها صورتحال ڏسي سيد عبدالله احمد جي مدد سان ان نانگ کي ماريو جنهن ڪري اتان جي مکي ننگر برهمڻ ان کي معجزو سمجهي سيد عبدالله جي هٿ تي مسلمان ٿيو، جنهن کان پوءِ ٻيا هندو ۽ برهمڻ به ان جي پيروي اختيار ڪري اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيا. چون ٿا ته هندو مذهب وارا ايتري گهٽي تعداد ۾ مسلمان ٿيا جو انهن جي لٽل جٽين جو وزن اٽڪل پنجويهه، ڇهويهه مڻ ٿيو.

سيد عبدالله جو تعلق شيعه اسماعيلي مذهب سان هو، جنهن ڪري نون مسلمانن هڪ وچٿرو رستو اختيار ڪيو يعني ڪجهه اصول شيعن جا ڪجهه عقيدا سنن وارا، هنن جو ٻارهن امامن تي يقين آهي.

هنن جي مسلمان ٿيڻ بابت هڪ ٻئي روايت به بيان ڪئي وڃي ٿي ته هو رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي هڪ صحابي حضرت سليمان فارسي جي طفيلي مسلمان ٿيا. پر تاريخي طور اهڙي ڪا به شهادت ڪو نه ٿي ملي ته هو سنڌ يا هند ۾ آيو هو.

هنن جو پيشوا يا مرشد سيد عبدالله ڪانپوءِ به هو جنهن جو تعلق مصر جي فاطمي خلافت سان هو. جنهن جي زوال 1171ع کان پوءِ عملي طور بوهرا ۽ اسماعيلي امامن جي وچ ۾ ڪو به رابطو ۽ سلسلو نه رهيو. جنهن ڪري ڪنبيات جي مسلمانن پنهنجو پاڻ مان هڪ عالم نالي دائود کي پنهنجو سربراهه ۽ مذهبي پيشوا بڻايو. جنهن ڪري دائودي بوهرا سڏجڻ لڳا ۽ انهن شيعه مذهب جي پاسداري کي برقرار رکيو.

خوجه ۽ اسماعيلن جو چوڻ آهي ته حقيقت ۾ اهي به اسماعيلي آغا خانن جا پوءِ لڳ هئا پر مستنصر بالله کان پوءِ ان کان تعلق ٽي ويا جو شاهه نظير صغير هو ۽ ان جا خليفه يا پوءِ لڳ انهن کي سنڀالي نه سگهيا. پر بوهرا اها دعويٰ قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن ۽ سندن چوڻ آهي ته سيد عبدالله جو آغا خان جي وڏن سان ڪو به تعلق نه هو ۽ هو اها به دعويٰ ڪن ٿا ته دائود، سيد عبدالله جي اولاد مان هو جنهن کي انهن پنهنجو مذهبي پيشوا بڻايو هو جيڪو اڳ ۾ سورت ۾ رهندو هو ۽ هاڻي بمبئي ۾ رهي ٿو.

هي سنڌ ۾ ميرن جي پوين ۽ انگريزن جي شروعاتي ڏينهن ۾ اچڻ شروع ٿيا. هي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ اڪثريت سان رهن ٿا جيڪي سڀ ذات جا بوهرا سڏائيندا آهن. سندن مخصوص مسجدون آهن.

## پاڙا

(1) بانوٽي (2) چاني والا (3) هالائي
(4) ڪڏياٽي (5) ڪيرا (6) لوني والا
(7) لوٽيار (8) مڪڙا (9) مياٽي وارا
(10) راج لاٽي (11) ٽارائي (12) وٽوينا
(13) برمائي (14) گهن والا (15) قادياني

# چنو

چنا سنڌ جي قديم ذاتين ۾ شمار ٿئي ٿي ۽ راجپوت نسل سان تعلق رکن ٿا. چوٽي آهي ته ڪاڇو، چنو، سنڌ سمو ۽ جيسلمير پٽي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ڪاڇي ۾ هنن جي گهٽائي هئي. سنڌ جي جابلو علائقي جي هيٺين حصي کي ڪاڇو چئبو آهي. هن جون حدون ونگون کان وڃي منڇر تائين آهن، ان جو مطلب ته لاڙڪاڻي ضلعي ۽ ان جو اولهندو پاسو ويندي سيوهڻ ۽ نئينگ تائين جنهن قبيلي جي حڪمراني هئي اها چنا ذات جا هئا. چچ نامي ۾ ذڪر آهي ته ڪا ڪوبن ڪوتل چنو جيڪو ٻڌيه (ٻڌ رياست) جو راجاهو، منهنجي تحقيق موجب هي رياست موجوده لاڙڪاڻو ضلعي بلوچستان واري ڪڇي ۽ دادو ضلعي جي ڪڪڙ تائين (ٻڌ رياست) هئي. هن چني راجا کي "جام" جي لقب سان به سڏيو ويو آهي. چني جو اصل مذهب ٻڌ ڌرم هو ۽ هي پڪشو هئا. محمد بن قاسم جي سنڌ تي حملي وقت سيني کان اڳ ۾ اسلام لاڙڪاڻي جي چنه ذات وارن قبول ڪيو هو جيڪي هنن جي نماز پڙهڻ وقت ٻڌي ۽ ايڪي کي ڏسي متاثر ٿيا هئا. محمد بن قاسم کين مرزوق يعني رزق وارو سڏيو هو ۽ محمد بن قاسم جي جاسوسي ۽ چوڪسي ڪرڻ ڪري کين ماهرن چونير ڪري لکيو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ملڪي سرحدن تي نظر رکڻ.

سدارڻ يعني ٻڌ ان جي رت (شاهي گاڏي) هلائيندڙ ذات جو چنو هو. جنهن مان خبر پوي ٿي ته چنه قديم ذات آهي. هي هندو ديو مالائي ديوتا ڪرشن جي زال جامل جي اولاد آهن. هن سان اها خبر به پوي ٿي جام انهن جي به تخلص يا شاهي لقب ۽ سڃاڻپ هئي جيڪي ٻڌ مذهب جا پيروڪار هئا ۽ وقت جا حاڪم ۽ حڪمران به هئا. تاريخ پاڪستان قديم دور جي مصنف ته واضح ڪري لکيو آهي ته هي چنو لاڙڪاڻي جي طرف جو ئي هو.

چنا نه رڳو سنڌ جي ڪاڇي جا مالڪ هئا پر هنن جي عربن جي زوال کان پوءِ سنڌ جي علائقن پاڳناڙي ۽ سبي ۾ حڪومتون هيون پاڳناڙي جو حاڪم چنو ولد ڏيٿو چنو هو ۽ سبي جو حاڪم وخيه ولد پنهون چنو هو. جنت السنڌ ۾ مولائي شيدائي لکي ٿو ته اهي رياستون ناصر الدين قباچه جي وقت تائين به قائم هيون. ناصر الدين قباچه هندستان جي بادشاهه شمس الدين التمش جو همعصر هو ۽ بکر ۾ حڪومت ڪندو هو.

چنه ذات وارن جو راڄ راجستان ۾ به هو تاريخ راجستان ۾ جيمس ٽاڊ ان جو ذڪر ڪيو آهي. يا دون مان سالا باهڻ اول هو جنهن غزني ۾ حڪومت ڪئي هئي تنهن جي پوين مان ڪلان سالا باهن هو جنهن جو پٽ چاچڪ ديو هو جيڪي جبسير ۽ سيانا راجپوت چوراڻ ٿا تنهن 1219ع ۾ چنا راجپوتن جي رياست تي حملو ڪيو جنهن ۾ هن انهن جا ٻه هزار ماڻهو قتل ڪيا ۽ چوڏهن هزار ڍور ڪاهيا ۽ هنن کي مجبورن جويا ذات وارن وٽ پناهه وٺڻي پئي. ٽاڊ لکي ٿو ته ان کان پوءِ هنن جي طاقت ختم ٿي ويئي.

منهنجي خيال موجب 1219ع کان پوءِ هو مختلف ڪمن ۽ ڪرت ۾ لڳي ويا جنهن ڪري ڪيترا چنا ذات وارا ٻين ذاتين ۾ شامل ٿي ويا. يا انهن ٻين ذاتين جي نالن تي سڏرائڻ شروع ڪيو جنهن ڪري اڄ اهي اينري تعداد ۾ نظر نه ٿا اچن، جيترا هجڻ کپن. سنڌ ۾ ڪيترين ذاتيون اصل ۾ چنه ذات جا پاڙا هئا.

عام طرح تي موچڪي ڪم ڪندڙ کي چنه چيو ويندو آهي جيڪو درست نه آهي. پنجاب ۾ هنن کي چنوال ڪري سڏيو ويندو آهي ۽ راجپوتن ۾ شامل آهن. اڄ به سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ چنا ذات وارا رهن ٿا. جيڪي مختلف ڪرت ڪرڻ ڪانسواءِ زميندار ۽ آفيسر به آهن. سنڌ ۾ هنن جا پنهنجا

ڪافي ڳوٺ آهن. جيڪي نهايت شريفاڻي نموني زندگي گذارن ٿا. هڪ بيت آهي:

چنا چوراسي راڄ هئا. مولهه مگ ڏٽي
جڏهن پين پاڙ ۾ تڏهن ٿيا ترارين ڪاڄ

## پاڙا

(1) باڪاڻي (2) بڇ (3) چنو
(4) چنڊ ڪائير (5) ڏرگيا (6) دلائي
(7) فقيراڻي (8) گولاڻي (9) حامداڻي
(10) انساڻي (11) جليلاڻي (12) جماڻي
(13) جهانگياڻي (14) الالاڻي (15) محمداڻي
(16) ماراڻي (17) موساڻي (18) صحرائي
(19) ساجناڻي (20) شاناڻي (21) شريفاڻي
(22) سڪاڻي (23) سومراڻي (24) ٽالهاڻي
(25) ٽاراڻي (26) عمراڻي (27) وهاڻي
(28) واهناڻي (29) اناهاڻي (30) اتاڻي
(31) تلهاڻي (32) ٽراڻي (33) چنڊ ڪيچار
(34) درگاهيا (35) دلاڻي (36) ڏاڳاڻي
(37) سهڙا (38) ڪاتيار (39) گوناڻي
(40) موچي (41) نوناري (42) وهناڻي
(43) وهواڻي (44) ڪوري (45) بدوا
(46) بداماڻي (47) موڙا (48) قلائي
(49) ٻڌ (50) ليبا

## چنا جي اولاد


ڄام ڪڪو
رائڌن
سمو
انڙ
هوٿي
جوڻو
ٽيهو
جوڻو
ڪبڙ
پلي
جوڻو
ڀوڪ
پڪريو
يخبي
صابو
ڪيهر
سڏو
نندو
چنو
وڄ
ٻڍام
جوڻو
ويسڪو (وليڪو)
سندس اولاد
سانگي سڏجي ٿي
سير
پاهوجو
ڦل
پوندو
پاتوريو

# شجرو بدام چنو




نوٽ : ابن الحسن ڏاهري جي ڏنل شجري ۽ ذاتي تحقيق موجب مقامي روايتن مطابق بدام ۽ سنڌس ڀاءُ بدوئي عرف پوندو کي گڏي بدام پوندو ڪري سڏيندا آهن. سنڌن ٻه ڦتل قلعه ڊڙن جي صورت ۾ ديهه ڳاڙهي جاگير تعلقي وارهه ۾ موجود آهن ۽ بدام جي نالي پٺيان ان ايراضيءَ کي بدام ۽ بدام جو پٽ سڏيو وڃي ٿو. سنڌس بهادريجا قصه ارغون دور سان وابسته آهن. جڏهن هو ڪاڇي، چانڊوڪ موجوده لاڙڪاڻي تي ڪاهي آيا هئا.

# هندو ذاتيون

## ڪاڪي پيرو مل جي احوال تان

1. آڏواڻي- نک ستواڻي - سيتلاڻي - منشياڻي - قنڌارائي
2. آهوجا - اروڙ نسي آهن، جيڪي اروڙ يعني سنڌ جي گادي ۾ رهندڙ هئا. نک پنجواڻي.
3. آجواڻي
4. اروڙونسي: ڪڪڙيجا - پگواناڻي - ڪسيواڻي - مولچنداڻي - پائوناڻي- بجاج - چاولا
5. بتاڻي
6. لهاڻانک پارواڻي - چگھ - چنهيراماڻي - شنگھواڻي - ڪرپالاڻي- منگلاڻي - ڏوڏيجا
7. ڦلواڻي - نک - دوڏيجا
8. تڏاڻي - نک - پاڳيا- ڪنگھر
9. تولاڻي يا چئناڻي : هڪ ذات وارا آهن ۽ اروڙنسي ڪوٺبا آهن.
10. ٺهلياڻي - نک - شهاڻي (لهاڻا)
11. ٽيڪواڻي - نک : ڦوريا
12. شهاڻي: نک بنيجا
13. پنواڻي : نک - لينجهار
14. ڦيرواڻي - نک آڏيسي پوٺا
15. جگتياڻي: نک: منچنديا- چچڙا
16. جئسنگاڻي
17. جيٺلاڻي: نک: چاپڙيا
18. جهاماڻي
19. جهانگياڻي: نک پهوجا
20. چنديراماڻي: نک چگھ- ڪرپالاڻي- شنگھواڻي- منگلاڻي
21. چيتيا
22. دادلاڻي: نک ڪناٽڪر
23. راڌاڪرشناڻي: نک ڊونگا
24. ريجھ سنگاڻي يا سياڻي هڪ آهن، نک چچڙا
25. سدارنگاڻي: نک: ڳيرا- ڏيرو ملاڻي - سياڳچنداڻي - سچانندڻي - مهاتاڻي
26. سيتلاڻي - نک مگھو ڪتري
27. سپاهيملاڻي- نک ناگديو
28. شِوداڻي: نک - ڪنگھر
29. عيدناڻي - نک - مونڻ پوٺا
30. موٽواڻين: نک - عيوناڻي - ڪرپالاڻي - مير چنداڻي - واسواڻي
31. قنڌاراڻي: نک مگھو ڪتري
32. ڪرپالاڻي: نک، چگھ
33. ڪرن ملاڻي: نک - منچنديا
34. ڪتري: نک - مهرا
35. گدواڻي: نک- منچنديا
36. لالر: نک واندوجا
37. لالواڻي: نک چچڙا- لالا
38. لولا
39. لند
40. لوڍا
41. لهاڻا- نک: ڪاهري
42. ماڪيجا
43. ملڪاڻي- نک روڙا- درڙي
44. من سڪاڻي - نک ڪنگھر
45. منگھر ملاڻي - نک داريجا
46. مولچنداڻي : نک- ڪڪڙيجا
47. مهتاڻي - نک ڳيرا
48. مير چنداڻي - نک ماڪيجا ( مير چنداڻي- ميتملاڻي- هسرا جملاڻ هڪ آهن)
49. نوتاڻي : نک چيٺڙا
50. وانهان : نک واوا
51. آسواڻي - نک: رهتا سهتا
52. آٿلاڻي- نک: چيٺڙا
53. آٿلسنگاڻي : نک- تلريجا

54. اتمچنداڻي: نک ڪڪا
55. اتم سنگهه: نک چچڙ
56. امرناڻي: نک ٻوڏيجا
57. اسيراڻي نک: ماڪيجا
58. برهم لتري
59. ڀهرناڻي: نک سومئيا
60. ڀهرواڻي: نک درڙي
61. ٻالڻي: نک: راءِ پرتور- ڪشيپ
62. ٻاٽيا: نک، جواهري
63. جواهاري ٻاٽيا- نک نئين گانڌي
64. ٻارواڻي
65. ٻاڳچنداڻي (اصل ۾ ٻاٽيا آهن ۽ پيا وانهان آهن. نک "ڪمل"
66. ٻگت سورج ونسي- رامچندر جي پٽ جي اولاد- هن نسل مان مهاراج اڏيراج، جيسپور جو مهاراجا مان سنگهه -اندور جو مهارجا اڏيراج آهن.
67. ٻگواناڻي- نک ڪڪڙيجا
68. ٻوڄواڻي نک جسوجا
69. تختاڻي: نک درڙي
70. تلسياڻي: نک رڪيجا- مجر- واسواڻي
71. تيجسنگاڻي : نک- سپڙا
72. ٺاراڻي
73. ٻارواڻي: نک درڙي- روگها
74. ٻگراڻي: نک کوها
75. ٻوڄارا: تلهر
76. ڇيتڙا
77. ڇيتواڻي: نک ڪڪڙيجا: انبواڻي، ٻگواناڻي، ڪيسواڻي ۽ مولچنداڻي سندن نکڙيا سوٽ آهن.
78. ڇٽناڻي: نک، سچديو
79. ڇهلاڻي: نک ڪٽوريا
80. ڇتواڻي
81. ڇگهاڻي: ڪڪڙيجا
82. خوبچنداڻي: نک اچڻ سڏ
83. دوداڻي: نک هرجهال
84. ڏنجاڻي: نک ڪنهريا
85. ڏيرملاڻي: گيرا- سدارنگاڻي- مهتاڻي (اصل ۾ سهتا آهن)
86. ڏاسواڻي: نک جيوڻ
87. ڏيوناڻي: نک: ڏڪٽي
88. رامچنداڻي:نک درڙي- ساکي نک وارا ٻالواڻي، رامرڪياڻي ۽ هنگوراڻي آهن نک سيوهاڻي
89. رامر ڪياڻي: نک درڙي
90. راءِ ڪنگهور: اصل ۾ سمه
91. روپاڻي: نک چرا
92. ساگراڻي: نک چاٻريا
93. سٽرا
94. سپاهيمالاڻي: نک ناگ ڏيو- اصل۾ اروڙ ونسي
95. سهتا: ساهتو به سڏجن.
96. شوداڻي: نک ڪنگهر (شوداساڻي ۽ منسڪاڻي پاڻ ۾ سوٽ آهن)
97. شيوڪراماڻي: نک: سروپا
98. غريبداساڻي: نک سيڏاڻ
99. ڪارپا
100. ڪانجڻ
101. ڪرپالاڻي: نک چگهه- چنديراماني- شنگواڻي – ينياڻي- ڪرناڻي
102. ڪٽواڻي: نک للهر
103. ڪرانا:
104. ڪلٽاڻي: نک هندو جا اصل اروڙونسي
105. ڪيئلداساڻي
106. گيانچنداڻي: نک: ڦول وڏيا
107. لاهوري: لاڙڪاڻي ۾ رهندڙ، لاهور کان آيل
108. لڪاڻي: نک چاٻڙيا. هي اصل ۾ ناگراڻي
109. لڪواڻي: نک چندي ٻونر
110. لڪياڻي: نک، بجاج
111. ماٽا: اروڙ ونسي آهي.
112. منئي
113. منيگاڻي: نک ڪنگهر – هي ٽلواڻن ۽ شوداساڻن جا سوٽ آهن
114. موتياڻي: نک واسوجا
115. موٽواڻي: نک –موڻن ٻوٽا- ٻوپٽ-منچندي رمنچنديا
116. مورجاڻي: نک ماڪيجا
117. ناگپال: اروڙونسي
118. نانواڻي: نک ڪاريا
119. واڌواڻي: نک ٻناڻ- ٻوپٽ
120. واسوڻي: نک مجر
121. هاٿيراماڻي: نک سامتا
122. هنگوراڻي: نک درڙي

# امرڪوٽ جا راڻا

سن 974ع تي ديوراج راجا ٽيو سندس پاءُ باهڙ جنهن کي پيرومل راجا چار راءِ جي نالي سان لکيو آهي، راڌنپور ۾ رهندو هو. کيس ٽي پٽ سوڍو، سانکلو ۽ باگهه هئا.

سوڍو پٽ باهڙ عرف چار راءِ 1125ع ۾ سنڌ جي سومري حاڪم وٽ لنگهي آيو جنهن کيس تحفي ۾ رتو ڪوٽ ڏنو پر پيرو مل لکيو آهي ته هو هڪ وڏو لشڪر پاڻ سان ساڻ وٺي آيو ۽ طاقت جي زور تي رتو ڪوٽ هٿ ڪيو. هو لکي ٿو ته ڪپري تعلقي ۾ اڄ تائين ڪي پٽ آهن جن کي راڻن جا پٽ ڪري سڏن ٿا جاڪاڻ ته ڪن آڳاٽن راڻن اوائلي دور ۾ اهي پٽ وسايا هئا ۽ اها سموري حد رتوڪوٽ وارن راڻن جي هئي.

سوڍي جو پٽ چاچڪ ديو ۽ سندس پٽ راج ديو، اتي رهيا ۽ اتي رهڻ کان پوءِ راڻا سڏجڻ لڳا. هنن جا پويان اڄ تائين پاڻ کي پرمار راجپوت سڏائيندا آهن.

رتو ڪوٽ ۾ رهندڙ راج ديو پنهنجي رياست کي مستحڪم ۽ وڌائڻ لاءِ سن 1226ع تي عمرڪوٽ تي ڪاهه ڪئي ۽ سومرن کي شڪست ڏيئي ان کي پنهنجي رياست جو حصو بڻائي ڇڏيو. پيرو مل اهو واقعو 1126ع جو ڏيکاري ٿو جڏهن ته سنڌ گزيٽيئر ۽ رائچند هريجن اهو واقعو هڪ سو سال بعد ۾ ڄاڻايو آهي. پيرو مل لکي ٿو ته عمرڪوٽ کي "همروٽ" ڪري سڏيندا هئا. تن ڏينهن ۾ عمر سومرو اڃا ڄائو به ڪو نه هو.

سوڍن سڄو ٿر پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتو. بقول پيرو مل ته پراڻ جو الهندو پاسو سومرن جي قبضي ۾ هو جنهن کي اڄ تائين "سامروٽي" سڏن ٿا.

راڻا راج ديو کان پوءِ جي پرم، جي برهم، جسهڙ (جسترُ يا جيسرُ) سوميشور، ڌارا برش، هن کي پٽ درجن سنگهه عرف درجنشال ۽ آسراد راڻو هئا. جن سوڍا يا امرڪوٽ رياست کي پاڻ ۾ ورهايو درجن سنگهه جيئن ته وڏو هو تنهن ڪري امرڪوٽ وارو حصو ان کي آيو ۽ آسرا اتان لڏي پارڪر جو راڻو ٿي ويو.

اهڙي طرح سان سوڍا راجپوت ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙا امر (عمر) ڪوٽ وارا راڻا جيڪي سرتان سوڍا سڏجن ٿا ۽ پارڪر وارا راڻا جيڪي اڪايا اڪوجا سوڍا سڏجن ٿا. سنڌ جي سوڍن جا ڪل 36 پاڙا آهن. 516823

شيخ صادق علي سوڍن کي سمه قبيلن ۾ شامل ڪيو آهي ۽ ڪين جادم پٽ جڪرو جي اولاد مان ڄاڻايو آهي. هنن مان ڪجهه مسلمان ٿيا آهن ۽ ٻيا اڃا پنهنجي مذهب ويدا ۽ پڌ تي قائم آهن. مسلمان ٿيندڙ سوڍن جا پاڙا هيٺيان آهن.

## پاڙا

| مسلمان سوڍا | هندو سوڍا |
|---|---|
| 1. ٻهپار | 1- سرتاڻ |
| 2. بحير | 2- پوچراڄ |
| 3. پيو | 3- نبا |
| 4. ڇيسر | 4- نر |
| 5. ڪور | 5- مالڏيو |
| 6. گجو | 6- بجيراءِ |
| 7. گنديير | 7- ڏوڏا |
| 8. گنگا | 8- رام |
| 9. موڏا | 9- ويرسي |
| 10. مهراڻ پوٽا | 10- جگمال |
| 11. وگهورا | 11- گنگڏاس |
| 12. ويسر | 12- سينها |
| | 13- ساڏور |
| | 14- راٺڪ ڏي |
| | 15- اڪا |

سوڍا راجپوت آهن ۽ هو اگني ونس آهن. سندن رايو آهي تہ هو "زرتشت" مذهب سان تعلق رکندڙ هئا جنهن ڪري هو آتش پرست يعنيٰ باهہ جا پوڄاري هئا. ان ڪري هو نسل پارسي قبيلي مان آهن. ٽاڊ راجاستان ۾ پڻ اهڙي خيال جو اظهار ڪيو آهي ۽ راجستان جي ڪيترن قومن کي پارسي نسل مان هجڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي.

سنڌ جي سوڍن جي مطابق سوڍو آجو ڏونگر گهٽو آڳاٽو راجستان ۾ آباد هو، جتان دريائن جي ڪنڌي پنجاب ۾ وڃي آباد ٿيا، اتان 1282ع ۾ رتو ڪوٽ لڳ تعلقو کپرو ضلعي سانگهڙ ۾ اچي رهيا. رتو ڪوٽ جي مڙهي (مندر) جي ٻائي ۽ انهن جي وچ ۾ اٽبٽت ٿي جنهن ڪري سوڍي قبيلي اتان نڪرڻ جو سانباهو ڪيو، تڏهن ٻائي (ٻاووي ڪين پيشن گوئي ڪندي چيو تہ جيڪڏهن هو ڪابل ۽ قنڌار جي طرف ويندا تہ اوج ماڻيندا ۽ راجائي حاصل ڪندا ۽ جي ڏکڻ طرف ويندا تہ ڪين اهو سياءُ حاصل ڪري نہ سگهندا.

سوڍن ڪابل ۽ قنڌار ڀا ٻي طرف وڃڻ بدران ڏکڻ طرف وڃن کي ترجيح ڏني ڇاڪاڻ ان طرف جا رهاڪو امن پسند هئا ان ڪري هو رتو ڪوٽ کان پارڪر تائين ڦهلجي ويا ۽ اتان جي زمين تي قابض ٿي ويا.

انهن مان راٺي آسواءِ جو اولاد پارڪر جي علائقي ۾ آباد ٿيو، جيڪو ان وقت سر سبز، شاداب ۽ شاهوڪار هو ۽ اتان جا رهواسي "جين مت" مذهب سان تعلق رکندڙ هئا. جيئن تہ "جين مت" مذهب ۾ ساهہ واري کي مارڻ "وڏو پاپ" سمجهو ويندو ان ڪري هو جنگجو ۽ ويڙهاڪ نہ هئا. سوڍا انهن جي مذهب جي متي مان فائدو وٺي اتان جي امن پسند ماڻهن تي قابض ٿي ويا.

انهن سوڍن جي راٺي جي پڳ بہ انهن اڪا ذات جي سوڍي وٽ رهي جيڪو سوڍڪاري ۾ اڄ بہ اڪي ڪي وڏو مڃيو ويندو آهي. جن جو پڳدار راڻو انچل سنگهہ 1971ع تائين پارڪر ۾ هو. هو پنهنجي خاندان سميت 1971ع تائين پارڪر ۾ هو. هو پنهنجي خاندان سميت 1971ع واري پاڪستان هندستان جنگ جي ڪري قبيلي سودو پارڪر مان لڏي هندستان ڏانهن مهاجر ٿي هليو ويو ۽ نندي پاءُ ورجهانگ جي اڳواٽيءَ ۾ جيڪي عمر ڪوٽ ۽ ٿر ۾ آباد هئا جن جي سرداري يا راٺپ جي پڳ سرتاڻ سوڍي کي سونپي ويئي جن مان راڻو بير سيال هو جنهن جي حويلي امرڪوٽ ۾ مغل بادشاهہ اڪبر 15 آڪٽوبر 1542ع ۾ جنم ورتو هو.

هن وقت سوڍن جو سنڌ ۾ اڻونجاهہ پاڙا رهن ٿا، جيڪي قبيلي جو نامور شخصيتن جي نالي پويان سڏجن ٿيون. جيئن راٺي ڏجي جي پٽ پان تان پان پاڙي جو بنياد پيو. پان جي پٽ مالڏڻ جو پٽ پٿورو پٿورو پير درويش صفت ماڻهو هو. سندس ڪرامتون مشهور ٿيون، سندس اولاد "پير" سڏرايو جنهن ڪري انهن جي اولاد جي ذات "پير" سڏجڻ ۾ آئي.

پير پٿورو جيئن تہ بزرگ ماڻهو هو ۽ سندس اولاد مان "ڪنگهار پير" "چندو پير" بہ وڏا درويش، الله لوڪ ٿي گذريا آهن. چون ٿا تہ ڪين درويشي ۽ بزرگي ملتان جي غوث بهاول حق کان ملي.

مالڏڻ جي ٻي اولاد مان ناگڙ، سنگراسي، اڏيسنگهہ ۽ راڻو ڪينئرو ٿيا. ڪينئري جي راٺي واري پڳ شهر تان جي حوالي ٿي تہ ڪينئرو جي نالي تي ڪا بہ ذات سڏجڻ ۾ نہ آئي باقي نانگڙ، سنگراسي، اڏا ۽ اڏيسنگهہ جي پائيٽي ڪيلهڻ جي نالي پويان پاڙا سڏجڻ ۾ آيا.

اڄ بہ نانگڙ ۽ سنگراهي دعويٰ ڪندا آهن تہ راٺپ جي حقيقي پڳ انهن جي هئي جن کان "سرتان" پاڙي وارن زوري ڦري ورتي هئي. انهي ڪري "سرتان" جي راٺپ جي پڳ ٻڌرائڻ مهل، رسم جي سندو، جو نيلو يعنيٰ نرڙ تي ٽڪو لڳائڻ وقت، سنگراسي ۽ ڪيلهڻ کي اوليت ۽ اهميت ڏني ويندي آهي۽اهي پهريان رسم جي شروعات ڪندا آهن.

سوڍن جي رسم ۽رواج مطابق راڻو چونڊڻ لاءِ ٻين خوبين سان گڏ ان اهڃاڻ جي خاص اهميت آهي تہ هو "ساڙي سوئڙ" هجي يعنيٰ ستو جتو جنهن حق ڪانسواءِ ڪنهن بہ غير عورت ۽ ناريءَ لاءِ بد سوچڻ کي پاپ سمجهي. پلئو پاڪ صاف ۽ آجو رکي. مومل وارو ميندرو بہ سرتان خاندان مان هو.

سوڍن جو چونڊ آهي تہ ٻائي واري پيشن گوئي پوري ٿيندي ڏسجي ٿي جو سوڍن جو اثر رسوخ ڏکڻ اوڀر ۾ واقع ٿرپارڪر اڇڙو ٿر ۽ عمرڪوٽ تائين وڃي رهيو آهي. جتي پنهنجو اثر قائم رکڻ لاءِ زير اثر علائقي کي ستن حصن ۾ ورهايو آهي. عمرڪوٽ، نارا ويلي سب ڊويزن شبرتان سوڍن جي حوالي. ڇاڇري تعلقي جو ڏکڻ اوڀر ڪنڊ ڏوهٽ ڪاري (ڏوهٽ اصل ۾ راٺوڙ آهي ۽ شجري مطابق سنگراسي سوڍي جو پاٽيجو آهي) کي ٻارهن (12) کوهن جي مالڪي ڏيئي ورهايو. اترا واهہ ۾ ساڌورکي رڇواڙو ساڌورن حوالي ٿيو ۽ ڇاڇرو کان اتر اوڀر ڪنڊ ۾ ٻارهن (12) کوهہ ڏيئي ڪيلهڻ کي جون حدون مقرر ڪري ڪيلهڻ ذات جي حوالي ڪيا.

منتي تعلقي کي ٻن حصن ۾ ورهائي اتر اولهه نرڪي جون حدون مقرر ڪري نرا پاري وارن کي ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ نبڪي قرار ڏيئي، نبي سوڍي کي اڳواڻ مقرر ڪيو.

تعلقو ڏيپلو مالڏي سوڍي جي ساالري حوالي ڪيو.

ڇاڇرو ۾ اڳتي هلي يوڄراج سوڍا به طاقت ۾ آيا ته ڏوهٽ ڪاري، ساڏورڪاري ۽ ڪيلهڻاڪي مان وچ ڇاڇري يوڄراجڪي جو بنياد پيو. جنهن جو آخري پڳدار لڇمڻ سنگهه به لڏي ويو.

سوڍن جي پاڙن جيڪي هاڻي ذات جي صورت اختيار ڪري ويا آهن. تن راڻي جي ٻي نمبر جي حيثيت ۾ نرو سوڍو، نبو سوڍو، ساڏور سوڍو ۽ مالڏي سوڍي سميت چار اڳواڻ يا پڳدار مقرر ڪري ٽيلو (ٽڪو) ڏيئي پڳ ٻڌرائي جن کي گڏيل طور "ٽيلات" چوندا آهن جن مان ساڏور بقول انهن جي پرديسي ٿي ويا يعني سنڌ ڇڏي هليا ويا. باقي نرا، نبا ۽ مالڏي، ٽيلات سنڌ ۾ اجا تائين رهن ٿا. تر واسين جي دعا آهي ته "سائين سندن "ٽيلات" هجڻ جون سڀ سڪائون سلامت رکي".

سوڍن جي مطابق سنڌ ۾ رهندڙ سيني سوڍن جي ضرورت ۽ مجبوري آهي ته امر (عمر) ڪوٽ جي گادي تي قائم راڻي جي حمايت ڪندا رهن جيئن راڄ ۽ ڀاڳ به سلامت رهن. ائين نه ٿئي جو رتو ڪوٽ واري ڀائي (ڀاووي) جي پيشن گوئي سچي ثابت ٿئي جو ڇاڇري جي ڇڻني راڄواڙا هن وقت راهمن، نهڙين ۽ سميجن حوالي آهن جيڪي اڳ منتي ذڪر ڪيل راڄواڙن جا تابع راڄ هئا.

سوڍن ۾ وڏو پاڙو اڪا سوڍو هو ۽ راڻيپور وارو راڻو سيني سوڍن جو اڳواڻ هو جيڪڏهن ڪنهن محفل ۾ عمرڪوٽ وارو سرتان پاڙي وارو راڻو ۽ ننگر پارڪر جو اڪو راڻو گڏ هوندا هئا ته اوليت ۽ اهميت اڪي راڻي کي هوندي هئي. اهي 1971ع ۾ گجرات ۽ راجستان طرف لڏي هليا ويا جنهن ڪري سيني سوڍن جي راڻپ سرتان سوڍي جي حوالي رهي. سوڍن جي مطابق موجوده راڻي همير سنگهه سوڍو چويهون راڻو 26 آهي.

## سوڍن جا پاڙا

| | |
|---|---|
| اڪا "راڻو پاڪر" | سرتاڻ "راڻو ڊٽ" |
| نبو "ٽيلاٽ" راڄواڙو | نرو "ٽيلاٽ" راڄواڙو |
| ساڏور "ٽيلاٽ" راڄواڙو | مالڏي "ٽيلاٽ" راڄواڙو |
| ڪيلهڻ راڄواڙو | يوڄراج راڄواڙو |
| پير "پٽوري پير پوٽا" | ناگڙ راڻي درجن جي اولاد |

| | | |
|---|---|---|
| سنگراسي | ڀاڻ | اڏا |
| مانسنگهه | وجئه راءِ | گنگڏاس |
| دودو | ويرسي | دامر |
| آسرڪن | ٽريو | ويسو |
| جيسو | 24. ڀُڄ ٻڙ | 25. ارجڻ |
| 26. موڙ راڄ | 27. مُهندا | 28. ٻيپا |
| 29. ويرم ڏي | 30. گونگا | 31. گهيلڙا |
| 33. ڀوپا | 34. ارجرويئو | 35. نڏا |
| 36. مڏا | 37. لوٽا | 38. ڀارمل |
| 39. لونيو | 40. پاٽينگڙو | 41. لوٽڪر |
| 42. ميهاجڙ | 43. جاڳو | 44. گجو. |
| 45. تيجو | 46. سنڌل | 47. سُورا |
| 48. سونگل | 49. ڪَپ | 50. ستلو |
| 51. تڙگامون | 52. وَلهه | 53. برجهانگر |
| 54. جيسر | 55. ويسر | 56. ورڻ |
| 57. ڪَرن | 58. ڪلر. | |

نوٽ: گونگا، گهيلڙا، سائوند، لوٽا، مڏا جاڳا (جاڳو) گجو، وَلهه، جيسر، ويسر، ڪرن ۽ ڪلر سوڍا هندو يعنيٰ ويدا مذهب ۾ به آهن ۽ ساڳي وقت مسلمان به آهن. جن دين اسلام اختيار ڪيو هو پر سندن بڻ بنياد هڪ آهي.

## امر (عمر) ڪوٽ جي راٺن جو شجرو



↓
راڻو چندر سنگ
سوڍن جي 36 پاڙن جي پڳ هن وٽ هئي
↓
همير سنگ (موجوده راڻو)
راڻو آسراءِ

## پارڪر جي راڻن جو شجرو

راڻو ڏيوراج
↓
راڻو سڙر سٹر ڪجي
↓
راڻو ڪنگهارجي
↓
راڻو ارجڻ جي
↓
راڻو ڀيمر جي
↓
راڻو باڪرجي
↓
راڻو گانگو جي
↓
راڻو اکو جي – اولاد اکو جا سوڍا
↓
راڻو ماٽڪ راءِ
↓
راڻو ڏيپار ڏيئو
↓
راڻو رامسنگ
↓
راڻو وڻ ويرجي
↓
راڻو رائڏڻ جي
↓
راڻو گجسي
↓
راڻو ڪانجي
↓
راڻو رتن جي
↓
راڻو همير جي
↓
راڻو رڻ ڇوڙ جي
↓
راڻو اچل سنگ
↓
راڻو جگوجي
↓
راڻو ڪرن جي
↓
راڻو لاڌو سنگ
↓
راڻو اڏي سنگ

# ٺاڪر+ٺڪر

هي سلهريا راجپوت آهن. ڪي پنهنجو خاندان چوهاڻ سان ملائيندا آهن ۽ سلهريا راجا سهگل جي اولاد آهن. هي بهلول خان لوڌي جي زماني ۾ مسلمان ٿيا پر اڄ تائين شادي جي وقت ۾ ڪنوار ۽ گهوٽ جي پيشاني تي ٻڪري جي رت جو تلڪ لڳائيندا آهن. ٺاڪر جو هٺ ۽ وڏائي مشهور آهي. سخت گير طبيعت جا مالڪ آهن. اڄ بہ انهن ۾ اها ارڏائي، هٺ، وڏائي ڪونہ ويئي آهي. راجپوت پنهنجي شان کي وڌيڪ اوچي ڪرڻ لاءِ ٺاڪر يا ٺڪر جو لفظ عظمت ۽ وقار جي لقب طور استعمال ڪندو آهي. پوٺوهاري ۾ ٺاڪر عقلمند کي چوندا آهن.

ٺاڪر جو هڪ ٺڪريہ ڪري بہ آهي. جيڪي پنهنجو سلسلہ نسب راجا بڪرما جيت سان ملائيندا آهن ۽ چون ٿا تہ هو حضرت علي هجويري جي هٿان مسلمان ٿيا. ٺاڪرن جي اڪثريت پاڻ کي ڪنهن نہ ڪنهن راجا جي اولاد چورائيندا آهن.

هندستان ۾ ڳوٺ جي چڱي مڙس کي بہ ٺاڪر چوندا آهن جيتوڻيڪ هو راجپوت نسل مان نہ هوندو آهي. ٺاڪر جو اصل پيشو سپاهگيري هئي، هي سنڌ ۾ قديم دور کان وٺي رهن ٿا، ڪي اڃا تايئن هندو آهن ۽ ڪي مسلمان ٿي ويا ۽ پاڻکي ٺاڪريا سوڍا جي نالي سان سڏرائيندا آهن. سنڌ ۾ هنن جو هڪ پاڙو ٺاڪريا سوڍا بہ آهي، جيڪي اصل ۾ ڪتري آهن. انهن مان گهڻا مسلمان ٿي چڪا آهن. هندو ٺاڪر جي اڪثريت ٿرپارڪر ۾ آهي. مسلمان عرب سنڌ جي ٺاڪر کان واقف هئا ۽ ان جو ذڪر ڪيو آهي.

**پاڙا:**

1- ٺاڪر
4- ٺاڪريا
7- ڦول

# اَهير

هي مالوند ماڻهن جي ذات آهي اهير سنسڪرت جي لفظ ابِير مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڪير ڍڳڻ وارو مطلب ”گوالو“ ان بابت هڪ روايت موجب هڪ برهمڻ، هڪ وينش ڇوڪري سان شادي ڪئي، جنهن مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو تنهن کي برهمڻ پنهنجي برادري مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو، جن کي ”ابِير“ سڏيو ويو. يعني ڏنار. مطلب مال وند، اهي ابِير مان ڦري اهير سڏجڻ لڳا. ڪڇ جو رڻ ۾ سومار شيخ لکيو آهي ته اهير ۽ ابِير قديم سنڌي قوم ”اسر“ مان آهي. جنهن کي اسور ۽ آشور سڏيو ويو آهي، هي اڄ به ڪير وڪڻڻ جو ڪاروبار ڪندا آهن.

هڪ پراڻي روايت موجب اهير سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي جيئن چوڻي آهي.

ٻنيه گهر سمڪا تن ۾ ارڙهن ٿيا اهير
انهن ۾ به چوڪا ٿيا چار
سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، ڀٽي جيسلمير
تن اتاهون چغدو جنهن جو گادي مٿي پير.

ان مان ثابت ٿئي ٿو ته هي سمه قبيلي وارن جا فرد يا ذات آهي. ايوب خان جو جنرل ۽ پوءِ گورنر موسيٰ خان اهير هو. هن کي راجپوت ۾ به شمار ڪيو ويجي ٿو.

هي سنڌ جي قديم ذاتين مان هڪ آهي جيڪي ٿوري تعداد ۾ سنڌ ۾ رهن ٿا. لاڙڪاڻي ۾ انهن جا ڪجهه گهر آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) اهيراڻي | (2) قادواڻي | (3) جادواڻي |
| (4) جادو | (5) گوالا | (6) نند |
| (7) بنسي | (8) بنسالي | (9) گوشالي |
| (10) ڪوسالي | | |

# گهلوت

پيل قوم جي سردار ”منڊلڪ“ وٽ هڪ ڏاريو گوها نالي رهندو هو جنهن جون خصلتون ۽ عادتون برهمڻ جهڙيون هيون. پيل ان سان ڏاڍو پيار ۽ محبت ڪندا هئا. هڪ دفعو پيلن پاڻ ۾ اهو طئي ڪيو تہ هو ڪنهن کي پنهنجو بادشاهہ بڻائن. انهن جي نظر گوها تي پئي جن کيس پنهنجو بادشاهہ بڻايو، ان مهل ڪنهن پيل پنهنجي آڱر ڪٽي، ان جي رت سان سندس پيشاني تي ٽڪو (تلڪ) لڳايو. تنهن جي اولاد کي گوها، گوهيلوت ۽ گهلوت (گهلو) چيو وڃي ٿو. هي سنڌ ۾ عربن جي اچڻ کان پوءِ مسلمان ٿيا.

گوهاجي اصليت هئين آهي تہ: ولڀي پور جي ”راجا سلارت“ بي مهالائي ”پشپاوتي“ جيڪا پرمار خاندان مان هئي، ڪنهن مندر تي نذرانو چاڙهڻ جي خيال سان هلي ويئي تہ سندس پويان ڪنهن لشڪر ولڀي پور تي چڙهائي ڪري فتح ڪري ورتو، جنهن ڪري راجا سلادت پنهنجي گهر وارن سان ”چتا“ تي چڙهي پنهنجي عزت ۽ ناموس بچايو، جڏهن اها خبر راڻي پشپاوتي کي پئي، جيڪا ان وقت اميد سان هئي، تنهن پنهنجي پيٽ واري ٻار کي بچائڻ چاهيو، جنهن ڪري هو پنهنجي سهيلي برهمڻ ڪملاوتي ”بڙنگر“ ويئي. جنهن هن جي مدد ڪئي ۽ هڪ غار ۾ رهايو جيڪو حقيقت ۾ هڪ سهڻو گهر هو.

اتي راڻي کي هڪ پٽ ڄائو، جنهن پنهنجي سهيلي جي حوالي ڪيو ۽ کيس هدايت ڪئي تہ کيس برهمڻ بڻائي پر ان جي شادي ڪنهن ”راجپوت“ گهراڻي مان ڪرائي. ان کان پوءِ راڻي پشپاوتي ”ستي“ ٿيڻ لاءِ ولڀي پور هلي ويئي.

ڪملاوتي پيار مان ان ٻار کي ”گوها“ چوندي هئي، گوها هندي ٻوليءَ ۾ ان جانور کي چيو ويندو آهي ”جيڪو غار ۾ پيدا ٿيو هجي.“

ايڊر جو راجا منڊلڪ جيڪو پيل قوم مان هو، گوها کي پاڻ وٽ وٺي آيو ۽ ان جي شاهاڻي نموني پرورش ڪئي، هو خوبصورت ۽ بهادر سپاهي هو منڊلڪ جي مرڻ کان پوءِ هن جي پٽن هن کي تخت تي ويهارڻ گهريو، جن مان هڪ پنهنجي آڱر ڪٽي ان جي رت سان سندس مٿي تي تلڪ لڳايو.

ان کان پوءِ سندس نالي وارا پائر هن جا مخالف ٿي پيا، بقيہ، کي هن مارائي ڇڏيو، هن جي اولاد کي گهلوت يا گرهلوت سڏيو وڃي ٿو.

گهلوت يا هاريا هڪ آهن، انهن مان سيسورد يا ذات جو بنياد پيو، هنن جا چوويهہ پاڙا آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) هارا | (2) منگيولا (منگي) | (3) سيسوديا |
| (4) پيپارا | (5) ڪيلم | (6) گهور |
| (7) ڏورينا | (8) گوڏ | (9) مگراسا |
| (10) پلا | (11) ڪمر ڪونڪ | (12) ڪوٽيڪا |
| (13) سوره | (14) اوهر | (15) اوسيبا |
| (16) نروپ | (17) ندوريا | (18) نرهوتا |
| (19) اوجگرا | (20) ڪوٽ چڙا | (21) دوساد |
| (22) پيٽي وارا | (23) پاها | (24) پوروٽ (پرٽ) |

## گهلوت پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) هاريا يا هارا | (2) منڪولر | (3) تيتارا |
| (4) ڪلوم | (5) گهوڙ | (6) ڏورينہ |
| (7) گوڏ | (8) مگراسہ | (9) پيلا |
| (10) ڪمر ڪوتڪ | (11) ڪوتيجا | (12) ٿورا |
| (13) اوڪ | (14) اسبوه | (15) نبروپ |
| (16) اندوري | (17) مرسونا | (18) اوچڪرا |
| (19) ڪنہ چرا | (20) وساهہ | (21) بيوڙ |
| (22) تسالم | (23) پوندت | (24) موڊيايا |
| (25) گهلو | (26) مسوڙ | (27) ميسوريہ |
| (28) ايي خاني | (29) ٽڪيال | (30) رگهو بنسي |
| (31) پنڊير | (32) ڪلي | (33) وهيا |
| (34) نڪا | (35) سرنيت | (36) ورياهہ (پرياهہ) |
| (37) سورج ونشي | (38) نارو | (39) نارمہ |
| (40) نوناري | (41) گوهل | (42) ڪنوار |
| (43) سهگل | (44) دريڪ ست | (45) سروار (سروهويہ) |
| (46) مزمور | (47) گهوٽ | (48) مولد |
| (59) مهر (ماهر) | (50) وسا | |

# موهل

هن ذات وارا سنڌ ۾ تمام ٿوري تعداد ۾ آهن. هي اڪثر زراعت پيشه ماڻهو آهن. هنن کي راٺوڙن بيڪانيرن مان ڪڍي ڇڏيو هو. هي سڪندر مقدوني سان وڙهندڙ قوم "ماليءَ جي اولاد آهن. جيڪا هڪ قديم قبيلو هو جنهن جو ذڪر مختلف هنڌين تي ٿي چڪو آهي. هي عمر خان غور جي حملي کان پوءِ مسلمان ٿيا.

بنيادي طور هي مالوند ماڻهو آهن. جنهن ڪري جتن ۾ شمار ٿين ٿا پر هاڻي هي زراعت سان وابسته آهن. هاري ۽ زميندار آهن. هي سنڌ ۾ لاڙڪاڻي ضلعي ٿر ۽ پنجاب ۾ ساهيوال ۾ رهن ٿا، ان کان سواءِ ٿوري تعداد ۾ ٻين مختلف هنڌن تي اقليت ۾ رهن ٿا.

# برگجر

برگجر سورج ونشي خاندان مان آهي ۽ چون ٿا ته ڪلا راما جي اولاد مان آهن. شاهان گجر جي مصنف هنن کي چين جي يوچي قبيلي جو چاٽايو آهي جيڪي 160 قبل مسيح ۾ سنڌ ۾ داخل ٿيا هئا. هي زراعت پيشه قبيلو به آهي. ته واپاري به شاهان گجر جي مصنف جي چوڻ موجب گجر، جت ۽ راجپوت هڪ نسل آهن. جيڪو هاڻي غلط ثابت ٿي چڪو آهي. هاڻي ڪين گجر سڏيو وڃي ٿو.

مولوي عبدالمالڪ لکيو آهي ته برگجر راجپوتن جي 36 شاهي خاندانن ۾ شامل آهي ۽ هي رام چندر جي پٽ لو، جنهن لوهه ڪوٽ يعني لاهور شهر جو بنياد رکيو هو. تنهن جي اولاد مان هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن.

هي سنڌ ۾ پنجاب ۽ هندستان کان آيا ۽ وڏن شهرن ڪراچي ۽ حيدرآباد کان علاوه سانگهڙ، سکر ۽ خيرپور ۾ رهن ٿا. هي پنجابي، سرائڪي، اردو ۽ سنڌي ڳالهائن ٿا.

# آريسر

آريسر سمن قبيلن مان هڪ وڏو قبيلو آهي جيڪو ڪڇ ٿر کان علاوه جيسلمير ۾ به رهن ٿا. انهن جو اٿڻ ويهڻ قديم سنڌين جو آئينو آهي. چون ٿا ته آريسر ذات جو وڏو جنهن ڪري سنڌس اولاد آريسر چورايو اهو هڪ درويش ۽ بزرگ هو جيڪو شيخ موسيٰ اهيداڻي جي قبرستان ۾ مدفون آهي.

آريسر چار شاديون ڪيون. هڪ مگرين مان، ٻي واگهيلن مان، ٽين عمرڪوٽ جي سوڍن مان ۽ چوٿين چانيهن مان جنهن مان ڪابه اولاد ڪونه ٿي يا مورڳو شادي ئي ڪانه ڪئي ۽ پنهنجي ڏاڏي پوٽي پرڻيو. ڪيس پنج پٽ هئا جيڪي وڏي وڻ ٿيا ۽ سمه قبيلي ۾ پنهنجي الڳ شناخت ۽ حيثيت اختيار ڪئي.

مون جيڪو هن ڪتاب ۾ سنڌي ۽ سمه قومن وارو شجرو ڏنو آهي تنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته آريسر ذات وارا هڪ ڏاڏي جي اولاد ڪونه آهن پر مختلف ماڻهن يا نسلن جي اولاد ڪن سببن جي ڪري آريسر ڪوٺي ويئي. بهرحال آريسر ذات وارا ڪنهن جي به اولاد هجن پر هاڻي اهي سڀ آريسر سڏجن ٿا. سندن شجرو ڏسي سگهجي ٿو. هنن مان مرحوم عبدالواحد آريسر نالي وارو قوم پرست اڳواڻ هو. جيڪو 3 مئي 2015ع تي وفات ڪري ويو.

## پاڙا

(1) آرادين، پڳ وارو وڏو پاڙو
(2) ٽيامسڻ- پڳ وارو پاڙو
(3) رڪن
(4) نورد جن
(5) همڻ

# نوناري

نوناري نون ذات جو پاڙو آهي. نون هڪ ڀيٽي آهن پر هنن جو انهن سان ڪو بہ نسلي تعلق ڪونهي. نون اصل ۾ آهي لوٽيا يعني لوڻ وارا، پوءِ سڏيا نونيا جو لوڻ جو ٻيو نالو نمڪ هو بعد ۾ نونيا مان نون ٿي ويا ۽ انهن مان نوناري يعنيٰ لوڻ ٺاهڻ وارا. هي ذات ڪرت ۽ پيشي جي ڪري وجود ۾ آئي. سر ڊينزل ابٽسن جي مطابق هنن ڪي ديهہ گر (Saline Efflorescence) بہ چوندا آهن جنهن جي سنڌيءَ ۾ معنيٰ آهي. ڪارو- لوڻ گڏيل، لوڻياٺو، ڪلراٺو، نمڪ آميز، شوردار نمڪين، ڪلر آميز، داڻ، داڻ ڪرڻ، لوڻ جي قلي، ڪلر جي قلي، سمر يا ڪلر جي "ا"ي، مطلب تہ لوڻ- لوڻ ٺاهيندڙ. شڪارپور جي نونارن وٽ انگريزن جا اهڙا لکيل دستاويز ۽ ڪاغذات موجود آهن جن ۾ کين لوڻ ٺاهڻ جي اجازت مليل هئي.

هي لوڻ ٺاهڻ جو ڪم حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان اڳ جو آهي ڪن جي چوڻ مطابق حضرت داؤد عليہ السلام جي وقت ۾ شروع ٿيو. اسان جي خيال مطابق هي ڪم ان زماني کان وٺي شروع ٿيو جڏهن عراق، مصر ۽ سنڌ ۾ شهر تعمير ٿيا ۽ ماڻهن زراعت، واپار ۽ ڏنڌا شروع ڪيا. انهي دؤر ۾ ڪنهن وقت کاڌ ۽ خوراڪ کي لذيذ ۽ ذائقيدار بڻائڻ لاءِ ان جو استعمال شروع ٿيو.

لوڻ ڪلر، کاري پاڻي مان ٺاهڻ کانسواءِ لاٽي جي ٻوٽي، ٻين ٻوٽن ۽ لوڻاٺيل گاهن مان ٺاهيندا هئا. جن کي وڏن ڪونرن ۽ ڪڙهاين ۾ وجهي باهہ ڏيندا هئا ۽ جڏهن اهو پاڻي سڪي ويندو هو تہ هڪ اڇو تهہ باقي وڃي رهندو هو جنهن کي لوڻ چيو ويندو هو. ان کان علاوه ڍنڍن ڍورن ۽ سمنڊ جي ڪنارن تي پڻ قدرتي طور ملندو هو جڏهن پاڻي سڪي ويندو هو يا لاٽ ڪري ويندو هو جنهن کي صاف ڪري ڪاڻ جي ڪٽب آندو ويندو هو. اڄ بہ ڪراچي ۾ هاڪس بي جي طرف سمنڊ جي پاڻي کي تلائن ۾ ڪٺو ڪري سڪائي لوڻ ٺاهيو ويندو آهي. انهي کان علاوه قديم دؤر ۾ جبلن جي کاڻن مان پڻ لوڻ ملندو هو جنهن کي سئينڌو لوڻ ڪوٺبو هو. اهي کاڻيون سنڌ ۾ منگهوپير وٽ آهن ۽ اڄ بہ اتان لوڻ نڪري ٿو، اهڙي طرح پاڪستان ۾ راولپنڊي، اسلام آباد واري رستي تي ڪوهہ نمڪسار آهي. جتان پڻ لوڻ حاصل ڪيو وڃي ٿو. مغل دؤر ۾ لوڻ واري علائقي کي قيمتي سمجهيو ويندو هو ۽ خاص اميرن کي جاگير طور ملندو هو جتان پڻ ڪافي محصول وصول ٿيندو هو.

لوڻ ٺاهيندڙ کي نوناري چيو ويو ۽ ساڳي وقت نوناري ان کي بہ چيو ويندو آهي جيڪي گڏهن تي بار وغيره ڍوئيندا هئا جن کي عام طرح دايو چيو وڃي ٿو. اهو بہ ان ڪري تہ هي لوڻ ٺاهيندڙ، ان کي عام مارڪيٽ ۾ پهچائڻ لاءِ گڏهن تي آڻي وڪرو ڪندا هئا، جيڪو پوءِ آهستي آهستي گڏهن تي بار ڍوئڻ انهن جو پيشو ٿي ويو. تنهن ڪري نوناري جي معنيٰ هڪ تي لوڻ ٺاهڻ وارو ٻيو ٿي گڏهن تي بار ڍوئڻ وارا. جن کي دايو سڏيو ويو. انهن داين مان هڪڙا نوناري سڏائيندا آهن ۽ ٻيا مناٽي.

انهي کان علاوه اها بہ روايت ملي ٿي تہ سنڌ ۾ دريائي پاڻي کان علاوه نارن تي بہ وڏي آبادي ٿيندي هئي ۽ نار کي هلائڻ لاءِ اٺ، ڏاند ۽ گڏهہ ڪٽب آندا ويندا هئا. شاهہ بيگ ارغون جي سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت صرف لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن ۾ هزارين نار کوهن تي چڙهيل هئا، جتان هن هزارين اٺ، صرف هڪ حملي ۾ هٿ ڪيا هئا.

انهن نارن کي هلائيندڙ کي بہ نارو يا نار وارو چيو ويندو هو ۽ ان تي آبادي ڪندڙ کي هاري ناري چيو ويندو هو جنهن جو مطلب هو تہ نار جي پاڻيءَ تي هارپ ڪندڙ يا آبادي ڪندڙ. اهو بہ ممڪن آهي تہ اهو هاري ناري اڳتي هلي رڳو

ناري سڏيو هو جيڪو بعد ۾ نوناري ٿي ويو. يعنيٰ آبادي ڪندڙ، زراعت ڪار. ان جي تصديق اي. ڊي ميڪليگن ڪئي آهي جنهن لکيو آهي ته نوناري ملتان (سرائڪي علائقه ۽ قديم سنڌ جي حصي) ۾ زراعت ڪار جٽ قبيلو آهي. پنجاب ۾ جٽ ان کي چيو ويندو آهي جنهن جو بنيادي پيشو زراعت هجي.

هن ذات وارا ڪڏهن مسلمان ٿيا ان جو ڪو به تفصيل ڪونه ٿو ملي پر هندستان ۽ جيسلمير ۾ رهندڙ نوناري هندو آهن ۽ سنڌ ۽ پنجاب ۾ رهندڙ نوناري مسلمان آهن ۽ هو پير عبدالقادر جيلاني المعروف پيران پير دستگير کي پنهنجو مرشد ڪري مڃيندا آهن.

نوناري ذات وارن جي اڪثريت پنهنجو اباڻو پيشو ترڪ ڪري زمينداري، هارپ، ڪاروبار ۽ نوڪرن ۾ لڳي ويا آهن. هنن جي اڪثريت جيڪب آباد، ڪنڌڪوٽ ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهي. هي ان کان علاوه قديم سنڌ جي سبي واري علائقي ۾ به گهٽائي ۾ رهن ٿا جتي هڪ قبرستان انهن جي نالي تي منسوب ٿيل آهي.

## پاڙا

(1) ملڪاڻي (2) صفراڻي (3) بولاڻي

# گجر

گجر جنهن کي گوجر، گرجا، گرجر، خزر، جُزت، چرز ۽ گرگ بہ چوندا آهن. مولوي عبدالمالڪ، گجر ذات تي هڪ ڪتاب شاهان گجر لکيو هو. جنهن ۾ گجر ذات وارن جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي ۽ سنڌ ۽ هند جي قومن کي ان مان سڏيو آهي. جيڪڏهن هن جي لکت کي صحيح سمجهون تہ پوءِ سنڌ ۾ سڀ گجر رهن ٿا. حقيقت ۾ ائين ڪو نہ آهي. هو گجرن جي محبت ۾ حد کان وڌي ويو آهي ۽ غلط بياني کان ڪم ورتو آهي. هو لکي ٿو گوجر دراصل گرگ آهي. جيئن تہ هي قوم سخت دلير ۽ جنگجو هئي ۽ ٻين قومن کي چيري ڦاڙي ڇڏيندي هئي. انهن کي تڪليف ڏيندي هئي ان ڪري انهن کي گرگ يعنيٰ بگهڙ سان تشبيهہ ڏني ويئي. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ هر هڪ ملڪ جو تلفظ مختلف ۽ پنهنجو آهي ان ڪري هندستان ۾ گوجر، انگريز تاريخن ۾ گُرجرا، چين ۾ ڪوسا، روس ۾ ڪواليس يا خواليس روم ۾ چوزاز، آرمينيام فزر عرب ۾ خُزر يا جُرز بحيره آزاف ۾ گذر، شام ۾ ڪيسر يا غيسر، ڪاڪيشيا ۾ غاسر يا گاسر، ايران ۾ ڪاجاريا قاچار.

مولوي عبدالمالڪ گجرن جي اصل حسب ۽ نسب تي روشني وجهندي لکي ٿو تہ هو سٿين آهن. هن جو ذڪر هيئن ڪيو آهي "ٻہ سئو سال قبل مسيح جي وچ ڌارين وچ ايشيا جي خانہ بدوش ترڪ خاندانن ۾ اختلاف پيدا ٿيو پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا جنهن وڌي وڃي جنگ جي صورت اختيار ڪئي جيڪا ڪجهہ مهينن تائين هلندي رهي. جنگ جو سبب هڪ علائقو هو تہ ان تي ڪنهن جو حق آهي. جنگ ۾ "ينگ نو" قبيلي وارن ٻي قبيلي يوچي کي اهڙي شڪست ڏني جو هو اتي رهڻ جي لائق نہ رهيا. تنهن ڪري هنن پنهنجو علائقو "ڪن سہ" جيڪو چين جو اتر ۽ اولهہ وارو صوبو هو خالي ڪري ڇڏيو ۽ اولهہ طرف ڪنهن ٻئي علائقي کي هٿ ڪرڻ جو رخ رکيو. ان وقت هنن جي تعداد ٻہ لک هئي. هو "تڪلمڪان" جي ٻي رڻ ۾ آيا جتي يوچي قبيلي جي هم نسل "دوسن" قبيلي رهڻ نہ ڏنو ۽ مهاڏو اٽڪايو. ان ۾ هنن جو سردار مارجي ويو پر يوچي اتي پنهنجا قدم ڄمائي نہ سگهيا ۽ هو "اليسڪ ڍنڍ" پار ڪري وسيع چراگاهن تي قابض ٿي ويا. هنن جو هڪ حصو تبت جي سرحدن تي رهي پيو ۽ ٻيو حصو اولهہ طرف وڌندو رهيو جيتوڻيڪ هڪ قبيلي "سڪ ياسي" انهن کي روڪڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر هو ڪامياب نہ ٿي سگهيا ۽ آخرڪار اهي اتر وارن لڪن کان لنگهي هندستان ۾ اچي پهتا ۽ انهن مان ڪڏ فائسس پهريون هو جنهن ڪابل ۽ ڪشمير کي فتح ڪري پنهنجا قدم اڳتي وڌايا. تاريخ ۾ انهن کي ڪشان چيو وڃي ٿو. يوچي قبيلي وارا سٿين آهن.

جنرل ڪننگهم شاهان گجر جي مصنف جي خيال جي تاڪيد ڪندي لکيو آهي "هو اوپر وارن تاتارن (جنهن مان چنگيز خان هو) جي هڪ قبيلي ڪشان يا يوچي يا توچاري مان آهن." مولوي عبدالمالڪ شاهان گجر ۾ لکي ٿو تہ سٿين يايو چي يا ڪشان نسل مان سنڌ جا سمہ، جت، راجپوت ۽ گجر آهن. "جيڪا هن کان وڌي پل ٿي آهي هو تہ ڪرشن اوتار، رامچندر ۽ ٻين کي بہ گجر نسل ۾ شامل ڪري ٿو. جيتوڻيڪ سندس لکڻ جي مطابق نہ هو ڏيڍ صدي قبل مسيح نندي ڪنڌ ۾ آيا. ڪن روايتن موجب ڪرشن اوتار يارهين صدي قبل مسيح ۾ هو. اسان جي تحقيق موجب هو گهٽ ۾ گهٽ 3 هزار سال قبل مسيح ۾ هو ۽ انهي دور ۾ مهاڀارت واري جنگ لڳي هئي جنهن جي شاهدي مليل ڪتبا ڏين ٿا. انهي حساب سان رامچندر گهڻو اڳ ۾ هو. وڌيڪ ڇاڻڻ لاءِ تاريخ سنڌ حصو پهريون ڏسندا.

تارخ طبقات الامم جو مصنف علامہ قاضي ابو القاسم ماصد بن احمد اندلسي (وفات 463هجري) لکي ٿو تہ دنيا جو پنجون گروهہ ترڪ آهي جن مان فذر بہ آهي. جنهن کي

شاهان گجر وارو گجر سمجهي ٿو ۽ سٿين کي ترڪ به ڪوٺي ٿو. انهي ڪري هو لکي ٿو ته هو گورجستان کان به آيا آهن. جنهن ڪري ان نسبت سان انهن کي گجريا گوجر سڏيو ويچي ٿو.

جيڪڏهن اسان مولوي صاحب جي دعويٰ کي سچ ۽ درست سمجهون ته پوءِ سنڌ ۽ هند جون اصلي قومون ڪنهن ٻئي هنڌ ڪولهٽيون پونديون يا وري پنهنجو وجود ئي وڃائي ويٺا. پر حقيقت ان جي ابتڙ آهي. هو يوچي، ڪشان ۽ سٿين کي گوجر سڏي جت ڪوٺي ٿو. تنهن جو وجود ته مهين واري دور ۾ هو جيڪو پندرهن هزار سال قبل مسيح سان تعلق رکي ٿو. رگ ويد ۾ جت کي "اجيتا" سڏيو ويو آهي. جنهن جو ذڪر اڳ ۾ تفصيل سان لکيو آهي. ٽاڊ راجستان ۾ هندستان جي قديم قومن جو ذڪر ڪيو آهي. گجر ذات به شامل آهي. مولوي صاحب وري گجر کي آريا قوم مان به سڏي ٿو ۽ اها حقيقت به تسليم ڪري ٿو ته گجر جو هندستان ۾ اچڻ جو وقت مقرر ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ان ڪري هو اوندهه ۾ ٽاڪوڙا هڻي ٿو. جيڪڏهن گجر راجپوت ۽ جت آهن ته يقينن هو مقامي نسل جا ماڻهو آهن.

پراڻن جي موجب برهما گاتري سان شادي ڪئي هئي جنهن جو تعلق گجر گهراڻي سان هو. تنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته گجر هزارن سالن کان سنڌ ۽ هند ۾ موجود هئا. ٽاڊ راجستان ۾ لکيو آهي ته بير گجر ۽ ميواڙ جاراڻا دعويٰ ڪندا آهن ته هو سري رامچندر جي پٽ لئو جي اولاد آهن. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته گجر ڪنهن به تاتاري نسل مان نه آهن. هن لکيو آهي ته گجر کي چين ۾ ڪوسو چون ٿا جيڪو اسان وٽ ڪوسو ٿي سگهي ٿو. جيڪو اصل لفظ گور مان آهي. جيڪو گائوچر مان آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڳائو مال پاليندڙ ۽ چچاريندڙ گجر يا گوجر هندي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڳئن ڏارڻ وارو. ڳئن چارڻ وارو، کير ڏوئڻ وارو جنهن کي گوالو چيو ويندو آهي ۽ کير وڪڻڻ واري کي به گجر يا گوجر چوندا آهن. فارسي ٻولي ۾ به گجر يا گوجر جي لفظي معنيٰ آهي ڏڻ وارو يعنيٰ اڻن وارو مطلب جت ۽ جت سنڌي آهي ۽ سنڌي سهڻي مينهن ۽ چوڙ ڪنڊي کي گجر چوندا آهن. اهڙي طرح حسين عورت کي به گجر سڏيندا آهن. هڪ چوڻي آهي ته:
"گجر عورت ۽ شينهڻ جو کير پيئڻ سان بهادر ٿيندو؟"

اي ڊي ميڪليگن پنجاب جي قبيلن ۽ ذاتين ۾ لکيو آهي ته گجر هڪ مال وند قبيلو آهي. هن ايترو به لکيو آهي ته گجر عورت هڪ مينهن جي مرڻ تي روئندي ۽ ماتم ڪندي آهي.

ڊينزل ابٽسن پنجاب جي ذاتين ۾ گجر لاءِ وڌيڪ لکيو آهي ته ضلعي پشاور ۾ هر مال وند ماڻهو پاڻ کي گجر چورائيندو آهي. ممڪن آهي ته هو نسلي طور گجر نه هجي پر جمون چيال ۽ هزارہ جي جابلو علائقن ۽ ان کان به مٿي پشاور جي اتر ۾ آزاد علائقن، درياءَ سوات تائين حقيقي گجر مال وند گهڻي تعداد ۾ آهن. انهن سيني جي هڪ ٻولي آهي. هو پنجابي ۽ پشتو کان بلڪل الڳ هندي ٻولي ڳالهائيندا آهن. هو مال وند ۽ خانہ بدوش آهن. اي ڊي ميڪليگن جي مطابق بهاولپور وارن گجرن جي ٻولي جي پور ۽ راجستان واري آهي. جيڪا سنڌي ٻولي وانگر آهي جنهن کي مارواڙي به چوندا آهن. هڪ مشهور چوڻي آهي.
"جت، گجر، اهير ۽ گولو جگري دوست آهن.
جنهن مان به ثابت ٿئي ٿو ته هو مال وند ماڻهو آهن.
جنت السنڌ جي حاشيہ تي غلام محمد جي لکيل تاريخ گجرات جي حوالي سان لکيل آهي ته گجر اصل ۾ راجپوت آهن، شاهان گجر وارو به بار بار لکي ٿو ته گجر راجپوت آهن جنهن ڪري هن ڪيترن راجپوت راجائن جو ذڪر ڪيو آهي. محترم بارنز پنهنجي هڪ رپورٽ ۾ لکيو آهي ته بنا ڪنهن شڪ ۽شبهي جي مال وند ماڻهو آهن. انهي ڪري ڊينزل ابٽسن خيال ڏيکاريو آهي. "جت، گجر ۽ اهير هڪ نسل سان تعلق رکندڙ آهن."

ڪتابن ۾ لکيل آهي ته راجپوتانہ منمال ۽ پڙوچ ۾ هنن جي حڪومت هئي مشهور چيني سياح هونگ سيانگ640ع ۾ سنڌ ۽ هند ۾ آيو هو تنهن پنهنجي سفر نامي ۾ لکيو آهي ته گجرات تي گجرن جي حڪومت هئي. هنن چولڪيہ گهراڻي کان پوءِ اتي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ گجرات نالو به سندن جي ئي ڪري پيو. اي ڊي ميڪليگن جي مطابق دهلي جي ڏکڻ ۾ ريواڙي جا راجا به گجر هئا. لس ٻيلي ۾ به هنن جي حڪمراني هئي جن کان رونجهن اقتدار حاصل ڪيو.

گجرات هنن جو مرڪزي شهر آهي جنهنجو مطلب آهي گجرن جو علائقو. هن شهر جو اصل نالو "اُدي نگر" هو جنهن کي هڪ سورج ونشي راجپوت راجا "بچن پال" آباد ڪيو هو.

جڏهن تہ علي خان نالي گجر شهر کي نئين سر تعمير ڪيو جيڪو گرجر جو راجا الا خان يا ال کان هو. جنهن کي 883ع ۾ 901ع جي وچ ۾ سنگڪار اورما شڪست ڏني هئي. ڪيپٽن ميڪنزي جي مطابق گجرات شهر جي نئين سر تعمير سيالڪوٽ جي راجا رسالو جي پٽ بدر سين جي زال "راڻي گوجران" ڪئي هئي. بهر صورت هي شهر اڪبر مغل جي دور ۾ ٻيهر تعمير ٿيو. گجرانوالہ، گجرات ۽ گجر خان ۽ ٻيا ڳوٺ ۽ شهر هنن جي ذات پويان سڏجن ٿا.

سمہ قبيلي ۾ پڻ گجر پاڙو آهي. مشهور مومل راڻي واري داستان ۾ مومل گجر ذات جي هئي. سنڌ ۾ گجر جت سڏائيندا آهن. ڊينزل ابٽسن ان متعلق لکيو آهي تہ جت اٺ چارڻ وارا ۽ شايد هاري، گجر ڪوهستان جا ۽ اهير ميداني علائقن جا گوالا آهن.

تاريخي طور شاهديون ملن ٿيون تہ گجر اصل سنڌ جا باشندا هئا جيڪي ايران، افغانستان ۽ ان کان پري تائين بہ ويا ۽ جڏهن وري پنهنجي وطن ڏانهن واپس ٿيا تہ ڪين سٽين، گرجستان جا رهاڪو يا گجر سڏيو ويو. هي سنڌ ۾ جتڪي يا سرائڪي ڳالهائيندا آهن. اهڙي طرح بهاولپور، ملتان ۽ راجستان وارن جو لهجو بہ تقريبن ساڳيو آهي. هي اورنگزيب مغل جي دور ۾ سندس ظلمن کان بچڻ لاءِ مسلمان ٿيا. هي مسلمان ۽ هندو آهن. هي نهايت سرڪش ۽ بهادر هئا جنهن ڪري چوڻي آهي تہ:

گجر جتي بہ ملي ان کي ماريو. ان ڪانسواءِ اهو بہ چيو ويندو آهي تہ گجر ڪتو، ٻلي ۽ رانگڙ هي چارئي نہ هجن تہ گهرن جا دروازا کليل ئي هجن. اها بہ چوڻي عام آهي تہ ڪتو ، باندر ۽ گجر هر قدم تي پنهنجي سوچ بدلائيندو آهي.

هي مقامي ۽ اصل سنڌي ۽ مهين جي دور سان تعلق رکندڙ جت قبيلي جا ماڻهو آهن. جن ڪي تقدير مختلف علائقن ۾ مختلف قبيلن سان ملائي ڇڏيو آهي ۽ هي ڪنهن بہ طرح سان، سٽين، يوچي ۽ ڪشان نسلن وارن جي باقيات نہ آهن. ڊاڪٽر بيليو فتوح البلدان، مروج الذهب المسالڪ والممالڪ، آئين اڪبري ۽ ٻين ڪتابن مطابق هو جت آهن. سنڌي آهن.

## لس ٻيلي تي ڄام گجرن جي حڪمراني

لس ٻيلو رياست هڪ طرف ٺٽي جي زير اثر رهي ڇاڪاڻ تہ اتان جي آبادي سنڌي قبيلن تي مشتمل هئي ۽ اتان جا حڪمران سنڌي هئا، جنهن ڪري هنن جو لاڙو هميشہ سنڌ ڏانهن رهيو. ٻي طرف قلات رياست هئي جيڪا هميشہ ايراني سلطنت جي پناهہ ۾ رهي ۽ ڪيترو عرصو ان جو صوبو رهيو ۽ ان ڪانپوءِ بہ ان جي زير اثر رهندو آهي انهيءَ ڪري لس ٻيلي جي حاڪمن قلات ڏانهن دوستي جا هٿ قائم رکيا.

ايران ۾ جڏهن هلاڪو خان جا پونيئرن ايل خان خاندان جي نالي حڪمراني ڪري رهيا هئا، تنهن جي ستين حاڪم گزن جي دور يعني 1265ع کان 1306ع تائين جي وقت ۾ ڄام انڙ گجر اتان جو حڪمران هو، جنهن کي بلوچ تاريخ نويس جدگال ڪري لکن ٿا. قلاتي رياست جا بروهي خان حڪمران، انهن جا وزير، مشير ۽ درٻاري سنڌين کي سنڌي چوڻ بجاءِ جدگال سڏيندا هئا، جيڪو اڄ تائين برقرار آهي. اهي لقب هڪ نفرت جي اظهار ۾ هو تہ هو جاهل، بيوقوف وغيره آهن. يعني محڪومي وارو اظهار.

هنن ڏينهن ۾ ڄام انڙ گجر نالي، ايران جي بادشاهہ گزن جي راضپي سان لس ٻيلي ۾ پنهنجي حڪمراني جو بنياد رکيو، جنهن جي پنجن پيڙهين حڪمراني ڪئي، جيئن ڄام انڙ گجر کان پوءِ سندس پٽ ڄام پونگر گجر، ان جو پٽ ڄام لنجر گجر، تنهن جو پٽ ڄام جوٽو گجر، ان جو پٽ ڄام ارميل گجر، تنهن کان سندس پٽ ڄام خيرو گجر حاڪم ٿيو. هن جو هڪ وزير بهلول ڇٽو ذات وارو هو، تنهن جي ڀاءُ پنهل ڇٽو کي ڪنهن ڳالهہ تان ناراض ٿي مارائي ڇڏيو. بهلول ڇٽي ٻين سنڌي قبيلن جي مدد سان ڄام خيرو خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ ڄام خيرو گجر مارجي ويو ۽ لس ٻيلي جي حاڪميت تي بهلول ڇٽو قبضو ڪري ورتو. اهڙيءَ طرح لس ٻيلي جي حاڪميت گجرن جي هٿن مان نڪري ويئي. ڄام گجرن جي حاڪميت کان پوءِ گجر پنهنجي طاقت ۽ توازن برقرار رکي نہ سگهيا ۽ لس ٻيلي کان لڏ پلاڻ شروع ڪئي جن مان هڪ خاندان اتر سنڌ ڏانهن لڏي آيو. سندن چوائي مطابق هو لسٻيلا مان لڏي ٻهريائين چانڊوڪ پرڳڻي ڪوٺيءَ ڪلهوڙي جي پرسان زمين خريد ڪري زمينداري شروع ڪيائون جيڪا ديهہ گجر سڏبي هئي ۽ هينئر ديهہ گجراڻي ۽ گجراڻي واهہ سڏيو ٿو وڃي. ڪلهوڙا قوم جا دعويدار آهن تہ اسان ڪلهوڙن ۾ گجراڻي پاڙو آ، سو ديهہ گجراڻي ۽ گجراڻي واهہ اسان جو آهي، تن ڏينهن ۾ ڪلهوڙا طاقت ۾ اچي ويا هئا طاقت جي زور تي ابڙن جون ڪافي زمينون قبضي ڪري ڇڏيائون. ڪاهر ٻيلو بہ گجرن جي

ملڪيت هئي جيڪو ڪلهوڙن مان اٽل نالي هڪ بزرگ ويهڻ لاءِ ونئي پوءِ ساري ٻيلي تي قبضو ڪري ڇڏيو. جنهن جون حدون جهانگارا پاجارن سان ٿي مليون. پوءِ آخر گجر تنگ ٿي بچي ڪچي زمين وڪٽي نوشهري ابڙي ۾ زمين خريد ڪري زميداري شروع ڪري ڏني. لسٻيلي جي آخري حڪمران ڄام خيرا گجر ڪي سندس خاص مصاحب امير بهلول جي پاءُ پند کي قتل ڪرڻ جي پلاند ۾ قتل ڪيو ويو تنهن ڪانپوءِ لسٻيلي تي امير بهلول ڄُتي جي حڪمراني شروع ٿي امير ڄام خيرا گجر شهيد ٿيڻ ڪانپوءِ گجرن جي پاڻ ۾ بہ خانہ جنگي شروع ٿي ويئي انڪري ڪيترا گهراڻا گجرن جا لسٻيلي مان لڏي ويا ڪي گهراڻہ اهڙيءَ واري علائقي ڏانهن لڏي ويا جيڪي هاڻي پاڻ کي بلوچ ٿا سڏرائن. نوشهري جي گجرن ۾ بہ عظيم هستيون ٿي گذريون آهن.

(1) الحاج ڄام عمر بخش خان تمام پرهيزگار سخي رحمدل ڳوٺ ۾ ڪنهن کي مٺي اگهاڙو گهمڻ ڪونہ ڏيندو هو، پاڻ قادري طريقي اختيار ڪيل هوس انن ۽ گهوڙن جي پالڻ جو شوق هوندو هيس سندس واڙي ۾ 30-35 مينهون هونديون هيس سوَ جي لڳ ڀڳ اٺ هوندا هئس انهن مان ڪي مهري اٺ بہ جن تي پاڻ سواري ڪندو هو يا وري ڪڏهن گهوڙي تي سواري ڪندو هو هر يارهين شريف تي بہ ٻوريون پتاشن جون چار پنج مڻ کير ورهائيندو هو. کير سندن ڪاڻڻ ڪان گهٽو هوندو هو انڪري ڪاڻڻ جيترو رکي باقي روزانو غيربن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. ڏڌ جون ڪيتريون ئي چاڏيون نوڪر ولوڙيندا هئا اهو ڏڌ صبح جو غريب وٺڻ ايندا هئا ۽ سندس لنگر بہ جاري هوندو هو.

(2) الحاج عمر بخش خان جو پڙپوٽو مرحوم ڄام غلام حيدر خان جيڪو سونهاري سنڌ جو سچو سامي درويش صفت انسان هو. ڪشف ڪراماتہ جو بہ صاحب هو. جوانيءَ جي دور ۾ وڏو اراڏو ليکبو هو. ڪيس ماڻهو ارڏو وڏيرو ڪري سڏيندا هئا. اوچتو سندس ملاقات هڪ بزرگ سان ٿي ويئي. بس پوءِ غلام حيدر خان فقيري اختيار ڪئي وڏيرپ وارا ٺاٺ پاٺ ڇڏي هميشہ فقيري چولي ۾ رهيا هميشہ ڌرتيءَ تي ويٺا ڪٽ تي ويهڻ ڇڏي ڏناٺون هو هڪ الله لوڪ انسان هو. سندس در تان ڪڏهن بہ سائل خالي نہ ويو. صوفي فقيرن جي اوتارن تي وڃڻ ۽ ڪلام ٻڌڻ، حق جو تلاشي سچو انسان هو. گجر سائين دين ڌرم کان بالاتر ٿي انسانيت جي خدمت ڪئي. سندس نظر ۾ انسانيت جي وڏي اهميت هئي. پاڻ تمام سخي هو.

اهڙا الله لوڪ انسان روحاني رمزن کي پروڙڻ ۽ پرجهڻ خاطر دنيا کي تياڳ ڏيئي جهر جهنگ ۽ جبل جاڳيندا ٿا رهن تہ جيئن ڪين مقصد جا موتي ملن تہ جيئن هو روحاني خزانن جا مالڪ بڻجي پون. سخي غلام حيدر سائين شاعر بہ هو سندس نموني تور هڪ شعر عرض رکجي ٿو:

اڪيون تہ آهن اڪيون پر هجي ديد درست
گجر اهي آهن چُست جيڪي پرين سڃاڻن پنهنجو

گجر سائين تي هڪ ڪتاب بہ لکيو ويو آهي "گجر سائين جا گفتا" محترم عبدالغني ٻٽيءَ صاحب لکيو آهي.

انهن جي هينئر نوشهري ابڙي ۾ زميداري آهي ۽ هو رتيديري ضلع لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا سندن وڏن جي روايتن ۽ ڪن تاريخن تان ورتل شجرو هيٺئين ريت آهي.

## شجرو گجر، لسٻيلي جي ڄامن جو

(1) امير ڄام ڪڪو گجر جدگال
(2) امير ڄام سمون گجر جدگال
(3) ڄام لاکو گجر جدگال
(4) امير ڄام بانا گجر جدگال
(5) امير ڄام انڙ گجر (1295ع کان 1314ع تائين)
(6) امير ڄام پونگر گجر (1314ع کان 1335ع تائين)
(7) امير ڄام سنجر گجر (1335ع کان 1350ع تائين)
(8) امير ڄام جوٽا گجر (1350ع کان 1363ع تائين)
(9) امير ڄام ارميل گجر (1363ع کان 1404ع تائين)
(10) امير ڄام خيرا گُجر (1404ع کان 1412ع تائين)

ڄام خيرا گجر رياست لسٻيلي جو آخري حڪمران هيو. جنهن کي ڪابہ اولاد ڪونہ هئي. پر انهن مان ڄام ارميل کي چار پٽ هئا. (1) ڄام خيرو جنهن کي ڪابہ اولاد ڪونہ هئي (2) ڄام هوت (3) ڄام حيرو (4) ڄام انڙ

(11) امير ڄام انڙ گجر کي 3 پٽ هئا. (1) ڄام لاکو (2) ڄام همير (3) ڄام پنو
(12) ڄام لاکو گجر
(13) ڄام تماچي گجر
(14) ڄام لاشار گجر
(15) ڄام ٻڄار گجر
(16) ڄام آرادين گجر کي 2 پٽ هئا. (1) ڄام سنجر (2) ڄام ميرو ٻيو گذاري ويو.

(17) ڄام سنجر گجر
(18) ڄام ميرو گجر
(19) بهرام
(20) ڄام جمال گجر
(21) بهاول گجر
(22) ڄام لاشار گجر
(23) ڄام هوت گجر
(24) ڄام ڪرم علي گجر
(25) ڄام يوسف گجر
(26) لاشار گجر
(27) الحاج ڄام فاضل گجر
(28) الحاج ڄام عمر بخش گجر، جنهن جي نالي تي ڪڙيو عمر مشهور آهي، وڏو نالي وارو ٿي گذريو آهي.
(29) ڄام الا بخش گجر، جنهن کي ٽي پٽ هئا. (1) رحمت الله خان (2) فيض محمد (لاولد) جنهن جي نالي تي فيض واهي آهي. (3) شير علي خان (لاولد) ۽ ڄار ڏيئر
(30) رحمت الله خان گجر کي 3 پٽ (1) غلام حيدر خان (2) الاهي بخش گجر (2 پٽ ديدار خان 3 پٽ 5 نياٽيون، ذوالفقار خان هڪ نياٽي) (3) خادم علي عرف غلام مصطفيٰ لاولد
(31) غلام حيدر خان گجر، 2 پٽ چار نياٽيون (1) ناصر خان (2) قيصر خان کي ٻه پٽ غلام عباس، پرويز احمد
(32) ناصر خان کي ٻه پٽ ٻه نياٽيون (1) سردار خان (2) سجاد حيدر
(33) سردار احمد خان گجر

# زرداري

زرداري ذات وارن کي سمن ۽ جت ٻنهي ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو پر هو پاڻ کي بلوچ چورائڻ تي زور ڏيندا آهن. حقيقت ۾ هي جت قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. زرداري جي معنيٰ آهي

زردار- دولت مند- شاهوڪار

زرد – ڦڪو رنگ

زردار- بادشاهن، راجائن جو شاهي بورچي جنهن کي مغل آفتاب چي جي نالي سان به ڪوٺيندا آهن.

زرداري- جتن جي ڏاچن کي پالڻ وارو.

ڏاچن کي پالڻ واري معنيٰ زرداري ذات لاءِ حقيقي آهي. قديم دؤر ۾ جڏهن آمدورفت ۽ ڪاروبار ائن وسيلي ٿيندو هو انهي ڪري جتن جي وڏي اهميت هوندي هئي. هو ائن جا قافلا وٺي سنڌ کان ايران، عراق، شام، افغانستان ۽ ڏورانهن علائقن ڏانهن ايندا ويندا هئا.

جت جيئن ته ائن جي وڳن جا مالڪ هئا جن ۾ ڏاچيون به هونديون هيون. هنن جو بنيادي ڪم ٽرانسپورٽر وارو هو جنهن ڪري هو هميشه پنهنجن گهر، ماڳن ۽ چراگاهن کان پري هوندا هئا. جڏهن انهن جون ڏاچيون لڳنديون هيون، ته هو مقرر وقت کان پوءِ ڏاچي تي بار رکڻ ۽ سامان ڍوئڻ واري ڪم کان فارغ ڪري پنهنجي ئي قبيلي جي اهڙي فرد حوالي ڪندا هئا جنهن جو ڪم ڏاچن کي سنڀالڻ ۽ گورن کي پالڻ هو. اها ڏاچي ان وقت تائين ان وٽ رهندي هئي جڏهن گورو جوان ٿيندو هو. ان جي عيوض ڪيس مقرر رقم يا طئي ٿيل عيوض ڏنو ويندو هو اڪثر ڪري مال آڏاريو ڏنو ويندو هو جيڪو جوان ٿيڻ کان پوءِ مالڪ ۽ پالڻ وارو پاڻ ۾ ورهائي اڌو اڌ ڪندا هئا.

آڏياري مال پالڻ يا عيوض وٺڻ واري جت وٽ هميشه ڏاچن ۽ گورن جو وڳر هوندو هو جنهن ڪري ڏاچن ۽ گورن ۾ شاهوڪار هوندو هو جنهن ڪري کيس زرداري سڏيو ويندو هو. جنهن وٽ ڪڏهن به وڳ جي کوٽ نظر نه آئي.

جيستائين انگريزن نندي ڪند ۾ ريلوي لائين نه وڇائي هئي، تيستائين جتن ۽ ائن جو عروج هو پر جڏهن ريلوي رستي آمدورفت ۽ ڪاروبار شروع ٿي ويو ته ائن ۽ جتن وسيلي ٿيندڙ ڪاروبار بند ٿي ويو، جنهن ڪري ائن ڏارڻ ۽ پالڻ جو رواج آهستي آهستي ختم ٿي ويو ۽ جت اٺ وڪڻي، زميننداري ۽ ڪاروبار ۾ لڳي ويا. جنهن ڪري سنڌ مان ائن جا وڳر وٿاڻ به ختم ٿي ويا ۽ زردارن ڏاچن ۽ گورن پالڻ، چارڻ ۽ سنڀال ڪرڻ وارو پيشو ترڪ ڪري ڳوٺن ۽ شهرن ڪي وڃي وسايو ۽ خانه بدوشي واري زندگي ڪي وساري ڇڏيو. اهڙي طرح هي ائن، ڏاچن ۽ گورن جي وڳن سان گهمندڙ ڦرندڙ جت قبيلي جا ماڻهو نئين پيشي ۽ ڌنڌي ڪي لڳي ويا.

هڪ روايت موجب ميان نصير محمد ڪلهوڙو جو هڪ جت خاص مريدن ۾ شامل هو جنهن کي هن ائن جي وڳن ڪري زردار جو لقب ڏنو ۽ پوءِ ان جي اولاد زرداري جي نالي سان سڏي ويئي. ٻي روايت موجب هڪ جت سردار خان جي نالي سان هو جنهن وٽ ائن جا گهڻا وڳ هئا جنهن ڪري ماڻهو هن کي زردار ۽ پوءِ زردار خان سڏيندا هئا. يعني ائن، ڏاچن ۽ گورن ۾ شاهوڪار، گهڻي مال وارو. هن کي 8 (اٺ) پٽ هئا. سالار، جنگو، زنگو، موڪو، صالح، دار، پنجو ۽ لڏو، هنن جي اولاد زرداري سڏايو.

زرداري ذات وارن جي مادري زبان سرائڪي آهي جنهن کي جتڪي ٻولي به چوندا آهن. اڄ به بلوچستان ڍاڍر مان چيزل شاهه جي ائن جا وڳ سنڌ جي مختلف علائقن ۾ ايندا آهن. جن جي سنڀاليندڙن کي زرداري چوندا آهن.

70ع واري ڏهاڪي ۾ زردارن جو چڱو مڙس سرائي دين محمد هو بعد ۾ حاڪم علي زرداري کي پڳ ٻڌرائي وئي.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) زنگاڻو | (2) بجاراڻي، بجراڻي | (3) پنجاڻا |
| (4) سملا راڻي | (5) لالاڻي | (6) لڏاڻا |
| (7) ميراڻي | (8) مرڪاڻا | (9) صلحاڻا |
| (10) داداڻا | (11) جنگهاڻا | (12) ڀٽو زرداري |

# ڀٽو زرداري

زرداري خاندان مان آصف علي زرداري، شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي نياڻي شهيد بينظير ڀٽو سان شادي ڪئي جيڪا هڪ وڏي مدبر، سياستدان ۽ عالمي سطح جي مڃيل اڳواڻ هئي. هو ٻه دفعا پاڪستان جي وزير اعظم رهي چڪي هئي ۽ پاڪستان جي سڀ کان وڏي سياسي پارٽي پاڪستان پيپلز پارٽي جي چيئرمين هئي. ڀٽو خاندان دنيا جي چند مشهور سياسي خاندانن مان هڪ آهي.

محترمہ بينظير ڀٽو کي 27 ڊسمبر 2007ع تي راولپنڊي جي ڪمپني باغ عرف لياقت باغ ۾ ان وقت شهيد ڪيو ويو جڏهن هو جلسہ عام کي خطاب ڪري واپس وڃي رهي هئي.

هن جي خاندان جي سياسي پس منظر، قوت، طاقت ۽ شهرت کي ڏسندي، سندس ور آصف علي زرداري ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ بينظير ڀٽو (شهيد) جي اولاد کي ”ڀٽو زرداري“ جو نالو ڏنو. اهڙي طرح سنڌ ۾ هڪ نئين ذات جو بنياد پيو.

بلاول ڀٽو پاڙو مرڪاٽو آهي.

# بلاول ڀٽو زرداري جو شجرو



# ماھوٽو

ماھوٽا سنڌ جي قديم ترين ذاتين مان ھڪ آھي. جنھن جو تعلق مھين جي دڙي وارن ذاتين سان آھي. ان دؤر ۾ ھن علائقي کي مھين ۽ ملوھا سڏيو ويندو ھو جيڪو ھڪ طرف مھر ڳڙھه، ڍاڍر کان وٺي ڪڪڙ تائين ھو ۽ ٻي طرف ديوتائن جي درياءَ سنڌو جي اولھندي ڪناري کان وٺي ڪير ٿر جبل تائين ھو. ھن علائقي جي رھواسين کي عام طور مھين يا ملھو چيو ويندو ھو بعد ۾ ملھو مان ماھوٽا ٿي ويو. مھين جي علائقي جي رھواسين کي ملھي سڏيو ويو آھي.

سڪندر مقدوني جڏھن سنڌ ۾ ڪاھي آيو ھو تہ ھن لاڙڪاڻي جي رياست تي بہ حملو ڪيو جنھن جي گادي جو ھنڌ موجوده لاڙڪاڻي شھر ۾ ھو جتي ھاٿي شاھي بازار، صديقي بازار ۽ جئلس بازار آھن. ھن قديم شھر جي ڏکڻ پاسي ۾ اولھندو نارو وھندو ھو ۽ ٻي طرف اتر ۽ اولھہ ۾ گھاڙ وارو نارو وھندو ھو. ھي شھر ٻن دريائي ڦاڪن جي وچ ۾ ھو.

سڪندر مقدوني جڏھن لاڙڪاڻي ۾ آيو تہ اتان جي رھواسين مھاڏو اٽڪايو جن ۾ ماھوٽا ذات وارا بہ شامل ھئا ھي شھر سڪندر ڪان پوءِ برباد ٿي ويو، جنھن ڪري اتان جي رھواسين اتان ڪان ڇھہ ست ڪلوميٽر پري گھاڙ واھ جي پر تي نئون شھر ٻڌو جنھن کي "ماھوٽا" جي نالي سان سڏيو ويو. بعد ۾ اھو شھر بہ تباھہ ۽ برباد ٿي ويو جيڪو ھاڻي ھڪ دڙي جي صورت ۾ موجود ھو. ھينئر ان جا آثار مڪمل طرح مٽجي ويا آھن ۽ زمين ۽ باغ آھن. اتان جي رھندڙ ان جي پرسان ھڪ نئون ڳوٺ ٻڌو جيڪو ھڻ ماھوٽا جي نالي سان موجود آھي.

ڪن محققن ماھوٽا ذات وارن کي ابڙو ۾ شمار ڪيو آھي پر منھنجي تحقيق موجب، ھو مھاٽو قبيلي سان تعلق رکندڙ آھن جن کي بعد ۾ سماٽ ۾ شامل ڪيو ويو، منھنجي خيال موجب ھي اصل ۾ مھين جي دڙي جي رھواسين جي اولاد آھن جڏھن اھو شھر برباد ۽ ويران ٿي ويو تہ اتان جي بچيل رھواسين کي ملھو ۽ ماھي چيو ويو. ملھو مان معنيٰ مھين واري علائقي جاءِ ماھي، مڇيءَ کي چيو ويندو آھي جيڪا ان وقت بہ سنڌو درياءَ مان جام ملندي ھئي ۽ ھاڻي بہ سنڌي ماڻھو مڇي کائڻ جا شوقين آھن، جيئن تہ مھين جي دڙي جي تباھي ڪنھن حملي جي سبب ڪري ٿي جنھن کي ماھ يا ماھو سڏيو آھي يعني راتاھو. پر مھين جي رھواسين کي گڏيل طور ملھي سڏيو ويو جنھن جي پوئينرن سڪندر مقدوني کي سنڌ ۾ رھڻ ڪو نہ ڏنو. ڪن اڻ ڄاڻ ليکڪن ان کي پنجاب مان آيل ڏيکاريو آھي، جيڪو سراسر غلط بياني تي ٻڌل آھي. ھي نج سنڌي نسل مان آھن.

جڏھن سڪندر مقدوني لاڙڪاڻي واري قديم شھر تي ڪاھ ڪري تباھ ڪيو تہ ان ماھي يا راتاھي مان جيڪي بچيا تن کي عام طرح ماھي وارا چيو ويو يعنيٰ تباھي ۽ موت کان بچي نڪرڻ وارا جيڪو اڳتي ھلي ماھوٽا ٿي ويو. تنھن ڪري ماھوٽا جي عام اھا معنيٰ ٿي. راتاھي ڏنل شھر جا رھواسي.

لاڙڪاڻي وارن ماھوٽا مان ڪي خاندان لڏي پنجاب ۽ ملتان جي طرف وڃي رھيا جيڪي اڃا تائين اتي آباد آھن ۽ ماھوٽو ذات سڏائن ٿا. شاھان گجر جو مصنف لکي ٿو تہ ھو پڻ راجپوت آھن.

# جکراڻي

جکراڻي جکرو جي اولاد آهن. هي اصل ۾ ابڙا آهن جيڪي روايتن موجب ميرچاڪر جي مدد ۽ ساٿس گڏ رهڻ ڪري بلوچ سڏجڻ ۾ آيا ۽ ويتر جڏهن نادر شاهه 17 مارچ 1740ع ۾ ڪلهوڙن ڪان جيڪب آباد ۽ سبي وارو علائقو لاڙڪاڻو معاهدي تحت ايراني سلطنت جو حصو بڻايو ۽ پنهنجي قلاتي گورنر مير محبت خان جي حوالي ڪيو ته هي علائقو سنڌ ڪان ڪٽجي ويو.

هن قبيلي مان دريا خان جکراڻي مشهور سرڪش ٿي گذريو آهي جنهن سرچارلس نيپئر سان مهاڏو اٽڪايو هو. جنهن ڪان پوءِ انگريزن هن سان ٺاهه ڪيو ۽ ڪيس راضي رکڻ لاءِ جاني ديري ۾ جاگير ڏني.

هن 1857ع آزادي هند جي مشهور تحريڪ ۾ حصو ورتو جنهن کي انگريز بغاوت هند جو نالو ڏيندا آهن ۽ سرفروش آزادي واري جنگ سڏيندا آهن. انهيءَ مهم ۾ هن جيڪب آباد ۾ پاڻ ملهايو جنهن جي نتيجي ۾ هو گرفتار ٿيو. انگريز سرڪار هن کي ڏيهه نيڪالي ڏيئي "عدن" ڏانهن روانو ڪيو، جتي وفات ڪري ويو.

ايڇ-ٽي لئمبرڪ "جان جيڪب آف جيڪب آباد" ۾ لکي ٿو: سنڌ ۾ سڀ کان وڌيڪ خوفائتي ۽ خطرناڪ صورتحال اتر سنڌ جي سرحدي علائقي جيڪب آباد ۾ هئي، جتي ڪو به بااثر انگريز عملدار ڪو نه هو جيڪو غيريقيني صورتحال کي منهن ڏيئي سگهي. اتي اندروني طور دريا خان جکراڻي جي سرڪردگي ۾ تياريون ٿي رهيون هيون. هن کي جان جيڪب پنهنجي فوجي دستي ۾ سونهين، پيري طور ڀرتي ڪيو هو پر جيئن ته هن جي چال چلت ۾ شڪ پئجي ويو ۽ مشڪوڪ ماڻهو سمجهيو ويو جنهن ڪري هن کي نوڪري مان ڪڍيو ويو.

دريا خان جکراڻي جيڪو پنهنجي علائقي ۾ زور وٺي ويو. ان کي منهن ڏيڻ لاءِ متوقع بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ پنجاب کان پڻ بنگال ڪيولري گهرائي ويئي هئي پر خاص طور تي سنڌ جي ڪمشنر ميري ويٿر بمبئي سرڪار کان جان جيڪب جي واپسي جي تڪڙي گهر ڪئي ۽ هو سر جيمس آئوٽرام سميت اچي پهتو. دريا خان جکراڻي صورتحال کي پنهنجي هٿ ڪرڻ لاءِ هيٺين ريت منصوبه بندي ڪئي.

(1) بنگال ريجمينٽ جي ٻن اهم ڇانوڻين جيڪب آباد ۽ شڪارپور ۾ ڏيهي سپاهين سان رابطو ڪرڻ ۽ پاڻ سان ملائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

(2) تر جي زميندارن ۽ بااثر ۽ مقامي راڄن کي پاڻ سان شامل ڪرڻ لاءِ رابطا ڪرڻ، جنهن جي نتيجي ۾ دلمراد ڪوسي کي پاڻ سان گڏائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

ميري ويٿر کي مقامي جاسوسن اهڙو اطلاع ڏنو جنهن فوري طور تي ڍل جي وصولي ۽ ٻين معاملن تي صلاح مصلحت لاءِ پاڻ وٽ گهرايو ۽ کيس گرفتار ڪري ڇڏيو ۽ کيس بغاوت جي الزام ۾ ڪاري پاڻي جي سزا ڏني ويئي.

دريا خان جکراڻي جي چرپر تي نظر وجهڻ لاءِ مقامي جاسوسن کي مقرر ڪيو ويو. هن پنهنجي منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ پنهنجي ڳوٺ جاني ديرو عرف جيئند ديرو ۾ منصوبو تيار ڪيو ته 20 سيپٽمبر 1857ع تي پنهنجن ماڻهن ۽ راڄن جي مدد سان جيڪب آباد جي فوجي ڇانوڻي تي حملو ڪري انگريز عملدار کي قتل ڪيو ويندو.

جنهن جي خبر جان جيڪب کي پئجي ويئي هئي تنهن حڪمت عملي تحت هن کي گرفتار ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو ۽ ان جي راهه ۾ ڪا به رڪاوٽ نه وڌي ۽ جڏهن صبح جو هو پنهنجن ماڻهن سميت جيڪب آباد ۾ داخل ٿيو ته منصوبي تحت ان جي چوگرد انگريز سپاهي گهيرو ڪري ويا ۽ داخلي رستي قبضو ڪري ورتو، آخر ٺڪائو کي ۽ ننڍي لڙائي کان پوءِ دريا خان گرفتار ٿي ويو. هن جي گرفتار ٿيڻ ڪري شڪارپور ۽ ٻين

هنڌن تي رٿيل منصوبن تي عمل نہ ٿي سگهيو.

دريا خان جڪراڻي کان علاوه سندس سؤٽ ترڪ علي جڪراڻي بہ ان هلچل ۾ ڀرپور حصو ورتو هو. ان کان علاوه جاني پٽ قيصر جڪراڻي جو بہ نالو اچي ٿو.

مان جڏهن سنڌي قبيلن جي بلوچ ۾ تبديل ٿيڻ تي تحقيق ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ جڪراڻي مير محبت بروهي جي ان اعلان کان تہ اسان کي ڏنل تحفي واري علائقي ۾ بلوچ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ سرڪاري مراعت حاصل نہ هوندا، جنهن ڪري جڪراڻي تمام ٿوري عرصي ۾ پاڻ کي بلوچ سان ڳنڍڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ جيڪي قبيلا بلوچ نہ ٿيا اهي خان آف قلات جي عتاب هيٺ رهيا.

پنجاب ۾ هڪ ذات جاڪر آهي جنهن جو مورث اعليٰ راجپوت چوهان جاڪو هو. جيڪو اصل ۾ بيڪانير جو رهاڪو هو. ممڪن آهي جاڪر جو سنڌي تلفظ جڪراڻي هجي. هي ڪوشش ڪري بلوچ ۾ تہ شامل ٿي ويا آهن پر نسلي طور سنڌي قبيلو آهي.

## پاڙا

(1) صابواڻي
(2) ساواڻي
(3) رگاڻي
(4) عيساڻي
(5) ڪورگاڻي
(6) موجاڻي
(7) موٽاڻي
(8) ميرخاني
(9) مانجهاڻي
(10) نورواڻي
(11) مرزليناڻي
(12) نازگواڻي
(13) ناڪو
(14) روڏناڻي
(15) ستناڻي
(16) سياه ڦر
(17) سلڪاڻي
(18) ٿگ
(19) ديرخاني
(20) روزٽائي
(21) سناڻي
(22) سدڪاڻي
(23) ساليواڻي
(24) سواناڻي
(25) دوداڻي
(26) دودناڻي
(27) فرخاڻي
(28) شهراڻي
(29) ڪروڙخاني
(30) ڪٽوڪاڻي
(31) گورشاڻي
(32) مولڪاڻي
(33) ملڪاڻي
(34) نوداڻي

# ميمڻ

ميمڻ لفظ چوڻ سان خبر پوي ٿي. نيٺ واپاري جنهن جو ڌرم ۽ ڪرم صرف پئسو ڪمائڻ، واپار ۽ ڌنڌو ڪرڻ آهي. ميمڻ ڪميونٽي سنڌ ۾ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ اهي ميمڻ جيڪي ڪورڪو ڌنڌو ڪندا هئا. جڏهن انهن ڌنڌي کي ڇڏيو يا معاشي ۽ سماجي ترقي ڪئي ته ڦري ميمڻ ٿي ويا. ٻيا ميمڻ اهي جيڪي هاڻي مهاجر ڪميونٽي ۾ شمار ٿين ٿا. اصل ۾ ميمڻ لفظ آهي. مؤمن. اهي جيڪي پنهنجو پراڻو مذهب ڇڏي دين اسلام اختيار ڪيو، تن کي مومن سڏيو ويو جيڪو بعد ۾ ڦري ٿيو ميمڻ، يعني ايمان آڻيندڙ. ناڌ هنن بابت لکيو آهي ته ايورا پٽي ۽ ٻيا پٽي جڏهن مسلمان ٿيا ته انهن جي اولاد ميمڻ چورايو. اهڙي طرح لوهاڻا جيڪي راجپوت آهن جن جي ڪرت تجارت ۽ واپار ڪرڻ آهي. جڏهن مذهب تبديل ڪيو ته هو قريشي ٿي ويا ۽ انهن مان ڪيترن کي ميمڻ سڏيو ويو.

ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي حوالو ڏيندي لکيو آهي هي سري رامچندر جي پٽ لوا (LOVA) جي اولاد آهن. جيڪي پهريان راٺوڙ هئا بعد ۾ لوهاڻا ٿيا، هي محمد غوري جي خوف کان مسلمان ٿيا. جنهن قنوج جي راجا جيئچند کي شڪست ڏيئي هزارن لوهاڻن ۽ ٻين کي مارائي ڇڏيو.

هندستان جي تاريخ پڙهڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو ته هندن جو مسلمان ٿيڻ مغلن جي دور تائين به جاري هو. جنهن جو سبب هو.

(1) هندو پنهنجو مال ۽ ملڪيت بچائڻ لاءِ هندو مان مسلمان ٿي ويا ته هو متان ڪنهن عتاب جو شڪار نه ٿي وڃن.

(2) هندو ان خوف کان به مسلمان ٿيا ته ڪٿي مسلمان حاڪم يا مغل سندن ابن ڏاڏن کان وارثت ۾ مليل ملڪيت کان محروم نه ڪري ڇڏن تنهن ڪري جهٽ پٽ ۾ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيا. جيتوڻيڪ ڪين ڪيتري وقت تائين دين اسلام جي ڪنهن به رڪن جي ڪا به خبر ڪو نه هئي.

ايئن ڪرڻ سان سندن سماجي حيثيت بحال رهي ان ڪانسواءِ ٻيا سبب هئا جن کي هتي بيان ڪرڻ موضوع کان خارج آهي.

1873ع ۾ ڪڇ مندرا جي مير سيد بزرگ علي قادري جي سرپرستيءَ ۾ سيد امير الدين نزهت رسالو ”ابرابر الحق“ اردو ۾ لکيو هو. جنهن ۾ ميمڻن جي مسلمان ٿيڻ بابت احوال ڏنل آهي. جنهن موجب 1678ع ۾ عرب ملڪ مان ٻيهر يوسف الدين سنڌ ۾ آيو. ان وقت هتي جا حاڪم مرڪب خان ۽ وزير ايوب خان هئا. اهي ٻئي پير صاحب ڪرامتن جو تعريفون ٻڌي ساڻس ملاقات ڪرڻ ويا ۽ ڪيس وٽي اچي پاڻ وٽ رهايو. ان وقت لوهاڻن جو وڏو مکيو سيٺ سندرجي ۽ هسنراج پٽ روجي هئا. سنڌ جي حاڪم وٽ سيٺ سندرجي وڏي عزت ۽ مان هو. جيئن سنڌ جي حاڪم پيرصاحب جي وڏي عزت ڪئي هئي تنهن ڪري سيٺ به ان جو وڏو احترام ڪندو هو ۽ ان جو عقيدت مند ٿي ويو نيٺ هڪ ڏينهن هو ٻئي پير صاحب جي هٿ تي مسلمان ٿي ويا. انهن جي ڪري ست سئو گهرن جا سڀ ياتي به مسلمان ٿيا.

جڏهن لوهاڻن جي اڪثريت مسلمان ٿيڻ شروع ڪيو ته ٻين لوهاڻن کي اچي ڳڻتي ورايو ۽ پنهنجن گرن وٽ ويا جن ۾ جوشي ٽيڪ مل، جوشي اوڌ مل، جوشي نند مل ۽ جوشي مال مل هو. جن ڪين چيو ته سمنڊ جي ڪناري تي سمنڊ جي پوڄا ۽ هوڻ (هوم) ڪريون ٿا. پوڄا پاٺ کان پوءِ سمنڊ چيو ته ”توهان سڀ پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن هليا وڃو ۽ اوهان مسلمان ٿيڻ کان بچي ويندئو. ان کان پوءِ 1681ع ۾ پير سنڌ مان هليو ويو.

ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي سنڌ جي هندن جي تاريخ ۾ لکيو آهي 1165ع ۾ پيران پير دستگير بغداد ۾ وفات ڪري ويو. ان کان اڳ هن پنهنجي پٽ تاج الدين کي هدايت ڪئي ته هو دين اسلام ڦهلائڻ لاءِ هندستان هليو وڃي. هو لکي ٿو ته سيد

تاج الدين جي پنجن پيڙهين کان پوءِ سيد يوسف الدين قادري پيدا ٿيو، جنهن کي 1421ع ۾ خواب ۾ آيو ته هو سنڌ ڏانهن هليو وڃي. ان وقت سنڌ جو حاڪم سمو مرڪب خان هو (شايد ڄام رائدن- راءِ ڏڻ) جنهن سيد جي نئي آمد تي ان جي ڏاڍي خاطر داري ڪئي ۽ عزت ڏنائين ڪتاب لکن ٿا ته رائدن جي پوئواري ڪندي سمہ سرڪار جي لهاڻي چڱي مڙس ۽ چوراسي نکن جي مک "ماڻڪ" پنهنجي ڀن پٽن ۽ ست سئو لهاڻن گهراڻن سميت دين اسلام اختيار ڪيو ۽ مسلمان ٿيا.

پروفيسر ٽي ڊبليو آرنولڊ جنهن جو ڪتاب "پريچنگ آف اسلام" جنهن جو سنڌي ۾ ترجمو ٿيو آهي تنهن ۾ مٿين بيان ڪيل ابرارالحق واري روايت بيان ڪئي آهي ۽ لکيو آهي ته "سن 1622ع ۾ شيخ عبدالقادر جيلاني جي اولاد مان سيد يوسف الدين سنڌ ۾ آيو ۽ اتي 10 سال تائين تبليغ ڪندو رهيو، تان جو لوهاڻو قوم جا ست سئو گهر مسلمان ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

تاج الدين جي وقت ۾ سومرن ۽ سمن مان ڪي مسلمان ٿيا هوندا. جڏهن يوسف الدين قادري سنڌ ۾ آيو ته سمہ حاڪم جو مان ڏيڻ ظاهر ڪري ٿو ته هو مسلمان هو جنهن ڪري هن پيران پير جي اولاد جو آدر ڀاءُ ڪيو. اڄ به سمات قومون پيران پير کي اتر وارو پير چوندا آهن ۽ سندن وڏو احترام ڪندا آهن. يارهين شريف سندس نالي پويان سڏي ويندي آهي. جنهن ۾ ختم القرآن، درود شريف، واعظ وغيره ۽ خيرات ڪئي ويندي آهي ۽ هر مصيبت واري وقت ۾ پيران پير دستگير کي ياد ڪري پڪاريو ويندو آهي ۽ سندس نالي تي باسيون باسي وينديون آهن. بغداد جو هي پير سنڌ ۽ سنڌين ۾ نهايت احترام ۽ عقيدت وارو آهي. ان کي پنهنجو مرشد ڪري مڃيندا آهن.

ماڻڪ جي هڪ پٽ جو نالو رائجي هو. جنهن تي احمد نالو رکيو ويو. کيس ٻه پٽ هئا هڪ سندر ۽ ٻيو هنسراج تن کي آدم ۽ تاج محمد سڏيو ويو. هو لکي ٿو ته "سنڌي ماڻهن جا اصل نالا ڪچين جهڙا هئا ۽ هاٿوڪن نالن وارا هندو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت کان وٺي آهن. لوهاڻن ۾ ڪي "موٽا" ڪوٺيا آهن. جڏهن هو مسلمان ٿيا ته لوهاڻن ۽ موٽن کي "ميمڻ" سڏيو ويو.

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي ابرارالحق واري روايت کي رد ڪيو آهي ۽ عبدالرحمان اسيسي جي خيال جي حمايت ڪئي آهي. جنهن لکيو هو ته ابرارالحق واري روايت من گهڙت آهي ۽ ميمڻ مومن جي پر "مامون" جي بگڙيل شڪل آهي ۽ ميمڻ قوم جو بنياد پندرهين صدي عيسوي ۾ نه پر ستين صدي عيسوي ۾ پيو هو. هو لکي ٿو ته ميمڻ قوم جا ابا ڏاڏا لوهاڻا هئا پر سندن وطن ٺٽو نه پر برهمڻ آباد هو.

ڊاڪٽر مرحوم مرزا محمد ڪاظم برلاس مراد آبادي جي ڪتاب "تاريخ ڪچ ۽ مڪران" جي حوالي سان لکيو آهي ته "مسلمانن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ ۾ جڏهن مسلمان مڪران تي قابض ٿيا تڏهن سنڌ جي هڪ قوم مسلمانن جي ڏن پرو هئي ۽ هندن جي دشمن هئي. مسلمانن ان قوم کي مڪران ۽ سيستان جي وچ تي هڪ ننڍو شهر ٻڌائي ڏنو جنهن تي ان قوم جي نالي پويان "ميمون" سڏيو ويو. جيڪو بعد ۾ ميمڻ بڻجي ويو ۽ ان جا رهاڪو ميمڻ سڏيا جيڪي ڏنڊو واپار ڪندا هئا. هن وڌيڪ لکيو آهي ته سلطان محمود غزنوي وٽ هڪ نوڪر "ماڻڪ جي ميموني" هو جنهن جو تعلق ان ڳوٺ سان هو جيڪو ان وٽ، ڪٽاڻ، چٽنيون ۽ مربو وغيره تيار ڪندو هو. اهڙي طرح هن هڪ ٻي ليکڪ اسحاق فاضل بخش جي ڪتاب "ميمن تاريخ" جو حوالو ڏنو آهي ته ميمڻ دراصل مومن جي نه پر مامون جي بگڙيل صورت آهي.

مرحوم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جو رايو آهي ته لوهاڻا سنڌ ۾ مسلمانن جي اچڻ کان پوءِ مسلمان ٿيا ڇاڪاڻ ته هو ٻڌ ڌرم جا پوڄاري هئا ۽ سنڌ جو حاڪم برهمڻ هو، ٻڌ ڌرم ۽ برهمڻ مذهب وارن جا مذهبي اختلاف هئا جنهن ڪري هنن جلدي دين اسلام قبول ڪيو. سندس رايو آهي ته لوهاڻا عربن جي شروعاتي دور ۾ ٻڌ ڌرم ڇڏي مسلمان ٿيا تاريخ ٻڌائي ٿي ته حضرت عمر بن عبدالعزيز جي خلافت جي دور ۾ سنڌ جا ماڻهو ڏڙا ڏڙ مسلمان ٿيا انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو ته سنڌ جا لوهاڻا حضرت عمر بن عبدالعزيز جي زماني ۾ مسلمان ٿيا جنهن 25 رجب 101 هجري (6719) تي وفات ڪئي. هو وڌيڪ لکي ٿو ته سنڌ ۾ اسماعيلن جي تبليغ گهڻي وقت کان جاري هئي. خاص طرح سان انهن ٽيهن پنجويهن سالن واري عرصي ۾ هنن جو عروج رهيو سندن تبليغ جو مرڪز برهمڻ آباد وارو علائقو هو انهي ڪري گمان غالب آهي ته هو گهڻي قدر لوهاڻا قوم جي ماڻهن کي اسماعيلي مذهب ۾ آڻي انهن کي "خواجه" جو لقب ڏئي رهيا آهن. سنڌ ۾ اسماعيلي خواجه اڄ به موجود آهن هو پنهنجو اصل نسل "لوهاڻو" ٻڌائين ٿا.

محمود غزنوي جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ اسماعيلي داعين جي تبليغ جي مقابلي ۾ محمود غزنوي ۽ ان جي اميرن جي سرپرستي ۾ سني بزرگن سڄي سنڌ ۾ لوهاڻن ۾ تبليغ

ڪئي. انهن کي مسلمان بڻايو ۽ ڪين مانائتي نالي مومن سان انهي ڪري سڏيو جو اسماعيلي لوهاڻن کي پنهنجي مذهب ۾ آئي "خواجه" جهڙي شانائتي خطاب سان نوازيو هو. بهرحال لوهاڻا يا ته حضرت عمر بن عبدالعزيز جي زماني ۾ پهرين صدي جي پوئين سال ۾ مسلمان ٿيا يا منصوره جي آباد ٿيڻ کان پوءِ منصوره جي عرب حاڪمن جي دور ۾ مسلمان ٿيا يا 416 هجري کان پوءِ محمود غزنوي جي حڪومت ۾ مسلمان ٿيا مسلمان ٿيڻ وقت هنن کي "مومن" جهڙو مانائتو لقب ڏنو ويو جيڪو پوءِ بدلجي ميمڻ ٿيو.

اسان جي خيال موجب جنهن جي تاريخي شهادت اها آهي سنڌ جا مسلمان عمر بن عبدالعزيز جي رويي جي ڪري مسلمان ٿيڻ شروع ٿيا هئا جنهن ۾ سمه، چنه، جت، لاکا، لوهاڻا، مهاڻا ۽ ٻيون سنڌ ۾ رهندڙ ذاتيون شامل آهن. تنهن ڪري انهن سيني کي مومن جي لقب سان نوازيو وڃي ها! رڳو لوهاڻن لاءِ اهو مخصوص لقب ڇو؟ ان جو مطلب ته لوهاڻن جي اڪثريت يا انهن مان گهڻا ڪنهن خاص سبب جي ڪري ڪنهن خاص وقت تي، ڪنهن خاص ماڻهو مٿان مسلمان ٿيا هوندا انهن کي "مومن" لقب ڏنو. جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته اڄ سنڌ ۾ اڪثريت ميمڻ سڏائي ها. تنهن جو مطلب ته اهو لقب به ڪنهن خاص ذات وارن لاءِ ئي آهي.

محمود غزنوي سنڌ ۽ هند ۾ تبليغ واسطي ڪو نه آيو هو هي هتي گهڻي وقت لاءِ ڪو نه رهيو ۽ هميشه سنڌ ۽ هند جي دولت حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ ڦرمار ڪرڻ واسطي ايندو هو. هن ڪا به ديني تبليغ ڪا نه ڪئي جنهن جي شاهدي سيئي تاريخون ڏين ٿيون. هو ڦرلٽ ڪرڻ لاءِ غزني کان سترهن دفعه آيو ۽ ڪنهن به هڪ دفعي هتي ڄمي نه ويٺو پر ڦرمار ڪندو واپس هليو ويندو هو. ان مان ثابت ٿئي ٿو ته هن سنڌ ۾ ڪا به ديني تبليغ ڪا نه ڪئي. عرب جي ڪنهن به تاريخ ۾ ميمون شهر جو ذڪر ڪونهي جيڪو عرب حاڪمن خاص طرح سنڌين لاءِ مڪران ۽ سيستان ۾ ٻڌايو هجي. هي انهي زماني جي شروعات هئي جڏهن عربن ايران کان پوءِ سنڌ جي سرحدي علائقي مڪران تي قبضو ڪري ايرانن جي مدد جي راهه روڪي ڇاڪاڻ سنڌي هميشه ايرانن جي جاني ۽ مالي مدد ڪندا هئا. جنهن ڪري ان شهر جو هجڻ ناممڪن آهي.

منهنجي راءِ جي مطابق ابرار الحق واري روايت، پروفيسر ٽي ڊبليو واري بيان ۾ صداقت آهي ۽ پير عبدالقادر جيلاني جي خاندان مان ئي لوهاڻن جي هڪ گروهه کي مسلمان ڪيو. جنهن کان پوءِ سنڌ جاماڻهو سيدن جي عزت و احترام ڪان پوءِ پير عبدالقادر جيلاني جي پوئلڳي ڪرڻ لڳا. هونءَ به سنڌ ۾ سلسلو رسول ڪريم جن کان وٺي جاري هو جنهن پنهنجا چار اصحابي پنهنجي هوندي موڪليا هئا پر لوهاڻن جو مسلمان ٿيڻ هڪ خاص واقعو هو جنهن ۾ ست سئو گهرن جا ڀاتي هڪ وقت مسلمان ٿيا. جنهن ڪري ڪين گڏيل طور "مومن" سڏيو ويو. جيڪو بعد ۾ بدلجي ميمڻ ٿي ويو.

منهنجي تحقيق جي مطابق سنڌ ۾ ميمڻ سڏائيندڙ ذات ٽن گروهن تي مشتمل آهي.

پهريون- اهي لوهاڻا ميمڻ جيڪي سنڌ کان ٻاهر نه ويا ۽ پنهنجو وڻج واپار سنڌ ۾ ئي ڪيو.

ٻيو- ڪورڪي ڪم سان وابسته طبقو جنهن ۾ لوهاڻا نالي ماتر پر ٻيون ذاتيون اڪثريت ۾ آهن. يعنيٰ گڏيل ذاتين جو مجموعو جنهن کي پيشي ڪري ڪوري سڏيو ويو ۽ ان سان لاڳاپيل ڌنڌي وارا.

ٽيون- اهي لوهاڻا ميمڻ جيڪي سنڌ مان ٻاهر ويا ۽ ڪن سببن جي ڪري وري لڏي اچي سنڌ ڪي وسايو.

پهرين ۽ ٻئي نمبر وارا ميمڻ ٿي هڪ ٻئي سان گڏجي ويا آهن پر ٽيون نمبر وارو ميمڻ، هتان جي اصلوڪن رهواسين سان ڪو به رستو ۽ رشتو نه رکيو آهي ۽ پنهنجي الڳ سڃاڻپ رکي آهي. جنهن ڪري سنڌي ۽ ڪاٺياواڙي ميمڻ جو فرق واضح نظر اچي ٿو.

سنڌ جا لوهاڻا ڦري جيڪي ميمڻ ٿيا تن جو ذڪر اينٿوون صاحب هيٺن ڪيو آهي "ڀڄ ۾ جاڙيجو راءِ ڪنگهار 1548ع کان وٺي 1584ع تائين حاڪم هو. هن ئي جي ميمڻ کي دعوت ڏيئي پاڻ وٽ گهرايو رسالي "ابرار الحق" ۾ آيو آهي ته سنڌ مان ويندڙ مومن (ميمڻ) جماعت جي وڏي جو نالو سيٺ گنا (ممڪن نالو گهٽو) هو، جنهن ملڪ جي معيشت ۾ راءِ ڪنگهار جو هٿ ونڊايو. اينٿو ون لکيو آهي ته ميمڻن جي اچڻ کان پوءِ سورت وڻج واپار جو وڏو مرڪز بڻجي ويو. هنن پنهنجا محله ۽ پاڙا ٺاهيا ۽ اتي رهي پيا، ڪين ڪڇي ميمڻ سڏيو ويو، پوءِ جتان هو ڪڇي ميمڻ سڏائي ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ڏانهن هليا ويا. گجرات جو سورت شهر 1580ع کان 1680ع تائين واپار جو مرڪز هو.

جڏهن سورت جو زوال شروع ٿيو ۽ وڻج ۽ واپار اهو نه رهيو ته هو اتان ممبئي هليا ويا.

ڪڇ، ڀڄ، سورت، ڪاٺياواڙ ۽ ممبئي جا ميمڻ ۽ سنڌ جا اڪثر

ميمڻ سما قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. ڀيرو مل ۽ اينٿو ون لکيو آهي "ڪڇ، گجرات ۽ بمبئي وارا سڀ ميمڻ، سنڌي لهاڻن جي اولاد آهن.

اهي ميمڻ جڏهن 1947ع ۾ ورهاڱي سبب هندستان مان لڏي پاڪستان آيا ته پاڻ کي "مهاجر" سڏايو ۽ پنهنجي اباڻي وطن کي وساري ڇڏيو ۽ پاڻ کي سنڌي سماج ۽ معاشري کان الڳ ٿلڳ رکيو آهي ۽ هو هاڻي پنهنجو ماضي وساري چڪا آهن. جيتوڻيڪ سندن ٻولي سنڌي لهجي واري آهي.

جيئن ته مان شروع ۾ لکيو هو ته ميمڻ ٻن حصن ۾ ورهايل آهن هڪ اهي جيڪي لوهاڻن مان مسلمان ٿيا جيڪي بنيادي طور ڏنڌي ۾ واپار سان لاڳاپيل هئا جنهن ڪري آسودا، خوشحال ۽ شاهوڪار هئا ۽ ٻيا اهي جيڪي ڪورڪي ڪم ۾ لڳل هئا. يعني مزدور پيشو طبقو جنهن کي وينس ۽ شودر سڏيو ويو. اهي بنيادي طور غريب ۽ مسڪين هئا جڏهن انهن مزدورن ۽ مسڪينن وٽ ڪنهن به حيلي وسيلي سان دولت يا ملڪيت اچي ويئي ته انهن ميمڻ چورائڻ شروع ڪيو. جنهن ۾ اڪثريت ڪنهن به هڪ ذات واري جي ڪو نه هئي ۽ گڏيل ذاتين جو مجموعو آهي.

جيئن ته مان ڪوري ذات جي سلسلي ۾ لکيو آهي ته هي مهين جي دور جو پيشور طبقو هو. جنهن ۾ ان وقت جون ذاتيون گڏيل هيون. هي پيشور طبقو بعد ۾ ذات ۾ تبديل ٿي ويو. جيئن ٻيا پيشور طبقا به ذات سڏجڻ لڳا. جيئن ڪنير ۽ موچي وغيره.

اهو چوڻ صحيح ناهي ته ڪوري سڀ لوهاڻا راجپوت آهن. پر ائين ضرور آهي ته بقول ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي ته: لهاڻا کيترن بدران عام طرح وڻشن جي دفعي ۾ ليکجن ٿا "لوهاڻا اڄ به هندن ۽ مسلمانن ۾ مختلف ذاتين جي نالن سان سڏجن ٿا پر ڪوري رکو لهاڻو ناهي ان ۾ ٻين ذاتين جي آميزش به شامل هوندي ۽ منهنجي تحقيق موجب لهاڻو واپاري طبقو آهي نه ڪو مزدور طبقو تنهن ڪري ڪوري ذات وارن ۾ لهاڻو نه هجڻ جي برابر آهي ۽ ڪوري سڏائيندڙ بلڪل هڪ الڳ پيشور طبقو ۽ ذات آهي. پر هاڻي اڪثر ڪوري گهڻو ڪري لاڙڪاڻي جا سڀ ميمڻ سڏائن ٿا ۽ پاڻ کي لوهاڻن مان ڄاڻائن ٿا.

ميمڻ لاڙڪاڻي، قمبر، دادو، شڪارپور، ٺٽو، جوڻ، فتح باغ، سيوهڻ، هالا، دربيلو، نصرپور، سن، روهڙي، لکي، گمبٽ، کهڙا، راڻيپور، پريالو، پير ڳوٺ، هنگورجا، ٽيڙهي، ٻريا، نوشهروفيروز ڪنڊيارو، مورو، مٽياري، ميرپور بٺورو، سجاول، ڏيپلو، ٽنڊو محمد خان، ٽنڊو غلام علي، حيدر آباد ۽ ان کان علاوه سڄي سنڌ ۾ موجود آهن.

## پاڙا- ڪڇ ۽ ٻيڇ وارا

| | | |
|---|---|---|
| (1) انچار | (2) ٻارهن پورا | (3) ٻيا |
| (4) ٻترا | (5) موسلاڻي | (6) گالا |
| (7) گاڪيجا | (8) هالائي | (9) جورائي |
| (10) ڪيٽاڻي | (11) مدائي | (12) مانجلاڻي |
| (13) مهوڻزائي | (14) سيٺيا | (15) ذڪريا |
| (16) لاکاڻي | (17) راجواڻي | (18) آقباڻي |
| (19) چوٽاڻي | (20) آدماڻي | (21) ڪڇي |
| (22) ادڪار | (23) ادڪاڻي | (24) ڪانيا واڙ |
| (25) مٺواڻي | (26) شيخ | (27) جيتپوري |
| (28) سورٺيا | (29) گٽا | (30) پيپراڻي |
| (31) پاريک | | |

## سنڌ وارا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ڏيراج | (2) اسار | (3) جاوني |
| (4) سانيا | (5) لاکا | (6) شادي |
| (7) سومار | (8) ورايا | (9) لونگاڻي |
| (10) متاڻي | (11) گلاباڻي | (12) ميناهاڻي |
| (13) موٽاڻي | (14) قائماڻي | (15) ڦوٽاڻي |
| (16) ذڪرياڻي | (17) لاهري | (18) ڏيپلاڻي |
| (19) داداڻي | (20) لاکاڻي | (21) ميناهاڻي |
| (22) جعفراڻي | (23) دو آباڻي | (24) بچاڻي |
| (25) ڊوائي | (26) آخوند | (27) شاهي |
| (28) ڪيسر | (29) قاضي | (30) قادواڻي |
| (31) نوراڻي | (32) قريشي | (33) ڪوري |
| (34) ڪمالاڻي | (35) گدڙ | (36) لاٽ |
| (37) لاکا | (38) نوراني | (39) يوسفاڻي |
| (40) اگڙا | (41) اناڻي | (42) برٽر |
| (43) برٽر | (44) بجالاڻي | (45) پئونيرا |
| (46) پلائي | (47) پکيڙا | (48) پچارا |
| (49) هيڊبٽر | (50) حمال | (51) هالاڻي |
| (52) دونگا | (53) ڊڳائي | (54) شيرخاناڻي |
| (55) شاڪراڻي | (56) ڪانگ | (57) غني |
| (58) ڪارڙ | (59) ڪاد | (60) ڪانيا |

(61) ڪاٺوڙا (62) مڪڙ (63) مئيندڙا
(64) من (65) ٽيڪري (66) نوريسا
(67) نانگ (68) نانگائي (69) وبنجهر
(70) آدماڻي (71) پوڳڙ (72) ڪنهار
(73) مرچ (74) آربابي (75) آڪباڻي
(76) ابراڻي (77) اوڪائي (78) انجر
(79) برپريا (80) بدر (81) پونجاڻي
(82) هالار (83) هالاڻي (84) ملا
(85) ڇڇڙائي (86) سوني منڍي (87) سڄٽاڻي
(88) جبيراڻي (89) ساٽياڻي (90) آلاڻي
(91) گاگناڻي (92) بولاڻي (93) ٻڍاڻي
(94) ميراڻي (95) ماڪاڻي (96) دنباڻي
(97) ڳچيرائي (98) رڍناڻي (99) ٻنسياڻي
(100) ديناڻي (101) حاجاڻي

## ڪاٺياواڙي ميمڻن جون نکون

### پاٻاريا

(1) ڪوٽڪ (2) سومي (3) گهڙي گهڙاتا
(4) ڪبترا (5) ڪوراڙ (6) چوڪا سوٽا
(7) دبيا (8) گهوڪر (9) راڇ
(10) دوڪاٽا (11) ڦول ٻڌوٽا (12) بدڪ
(13) دوڪاٽا (14) رائي چنا (15) ڪيسريا

### مهي دور

(1) مارٽڪ (2) سڪراڻي (3) جوڙين پوٽا
(4) پارڪريا (5) ٽوڙا (6) سونا گيلا
(7) چندناڻي (8) ڪائٺ (9) لوڙيا
(10) آسڪرا (11) آسڪرا (12) لوڙيا
(13) ٽرپا (14) چوچڪ

### نارواڻي

(1) ڪتا (2) پوپٽ (3) ٽرمر
(4) سومي سر (5) ٻندي (6) گهٽيا
(7) پڏڻ (8) ڪيوڏڙا (9) چنده
(10) ڪوڪرا (11) پليا (12) پانڌي
(13) مجيٽيا (14) سيندبووا (15) چيدي آڏو پوٽا

### چيدي من سڪيا

(1) اودواڻي (2) ڪوٽرا (3) انبيا
(4) رد پاريل (5) ڪاريا (6) ڏاڙيا
(7) جيڳيا (8) ڪڪڙ (9) آڏ ٽڪر
(10) ٽڪرال (11) گل ٻڏاٽا (12) دڪٽيات
(13) گهڻ مٽيا (14) سياگهر

# زيدي لاڙڪاڻي وارا

زيدي سيدن جو هڪ پاڙو آهي، حضرت امام حسين رضہ جي پوٽي جناب سيد زيد، جنهن کي اموي حڪمران هشام بن عبدالملڪ 122 هجري مطابق 40-739ع تي ڪوفي ۾ شهيد ڪري ڇڏيو هو. اماميہ مسلڪ جو هڪ فرقو حضرت امام زين العابدين ڪانپوءِ حضرت زيد کي امام وقت ڪري مڃيندو آهي جيڪو "زيديہ" چورائي ٿو. حضرت زيد شهيد زيدي خاندان جو مورث اعليٰ آهي.

حضرت زيد (ولادت 80 هجري) جي شهادت کان پوءِ هن جو خاندان بغداد جي پرسان واسط جي چانوٽي ۾ اچي رهيو. پندرهين پشت کان پوءِ انهي خاندان جو هڪ بزرگ سيد تاج الدين حسين پٽ سيد ابراهيم، چنگيز خان ۽ تاتارين جي حملن کان تنگ ٿي هندستان جي بادشاه غياث الدين بلبلن جي چوڻ تي 680 هجري مطابق 1281ع ۾ هندستان وڃڻ لاءِ تيار ٿيو پر ان جي زندگي ۾ اوڏانهن وڃي نہ سگهيو ۽ آخر سلطان ناصرالدين جي عهد ۾ 688 هجري مطابق 1289هہ ۾ هجرت ڪري دهلي آيو ۽ کيس "ڪڙه" جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

هن جو ٽيون پٽ سيد اسد الدين حسين سلسلہ سهروردیہ جي بزرگن ۾ "آفتاب هند" جي نالي سان مشهور ٿيو. هي بزرگ انهن چئن بزرگن مان هڪ هو جن کي حضرت شاه رڪن الدين عالم ملتاني سهروردي سلسلي جي تبليغ ۽ پرچار لاءِ هندستان جي مختلف علائقن ڏانهن موڪليو هو. باقي ٽي بزرگ حضرت مخدوم جهانيان گشت بخاري، حضرت مخدوم شيخ صدرالدين چراغ هند ظفر آبادي ۽ حضرت محدوم سيد اسدالدين حسين آفتاب هند ظفر آباد ۾ رهائش اختيار ڪئي.

يو- پي سادات جي چئن خاندانن مشهوري ماڻي، جيڪي هئا سادات بارها، سادات ظفر آباد، سادات مارهره ۽ سادات بلگرامي. اتفاق سان اهي چارئي خاندان، زيدي سلسلي سان تعلق رکندڙ هئا.

ظفر آبادين ۾ رشد ۽ هدايت جو سلسلو سيد محمد صادق مدن سهروردي تائين جاري رهيو. جنهن کان پوءِ هڪ ٻي گادي جو بنياد پيو جيڪا ساٺر ديهہ نالي ڳوٺ پرڳڻو ۾ ضلع الله آباد ۾ هئي، جتي انهي خاندان جي هڪ بزرگ سيد قربان علي قدس سره الفريد هڪ جهنگ ۾ ٻن سالن تائين چلو ڪييو، جنهن کي "ميان چورن" جي نالي سان سڏيو ويو جيڪو تعلقہ هنڊيا ضلع الله آباد اتر پرديش هندستان ۾ آهي.

نواب اوڌ آصف الدولہ هن جو وڏو معتقد هو جنهن کيس خانقاه لاءِ سندس منع ڪرڻ جي باوجود جاگير ڏني. انهي گاديءَ جو گادي نشين شاه محمد حسن لاڙڪاڻي جي زيدي سيدن جو وڏو آهي، جنهن سنڌ اچڻ وقت پنهنجي گادي پنهنجي ننڍي ڀاءُ ڊاڪٽر شاه سيد احمد حسين جي حوالي ڪئي.

سيد شاه محمد حسين 1950ع ۾ پاڪستان اچڻ جي شوق ۾ پنهنجي اهل و عيال، سهري ارشاد حسين ۽ ڪراڙي نوڪرياڻي امت النساء سان گڏجي لڏي آيو. هن پنهنجي اباڻي ملڪيت ۽ جائداد جي ڏي وٺ هڪ سنڌي هندو پنجومل سان ڪئي جنهن جي زمين ۽ جڳهہ ننڍڙي ڳوٺ سيهڙ تعلقہ ڏوڪري ضلع لاڙڪاڻي ۾ هئي. جڏهن سندس ٻار وڏا ۽ جُوان ٿيا تہ انهن جي تعليم جي سلسلي ۾ لاڙڪاڻي شهر جي لاهوري محلي ۾ جاءِ وٺي رهائش اختيار ڪئي ۽ جڏهن سندس پٽن کي ڪراچي ۾ نوڪريون مليون تہ هو پٽن جي اصرار تي انهن سان گڏجي وڃي ڪراچي رهيو پر لاڙڪاڻي ۽ سيهڙ اچڻ وڃڻ باقاعده جاري رکيو جيستائين زنده هو. هن جي پٽن 2005ع ۾ لاڙڪاڻي واري جاءِ وڪرو ڪري ڇڏي پر جڏهن سندس آخري وقت آيو تہ هن پٽن کي گهرائي وصيت ڪئي تہ هن کي سندس سهري جي قبر پرسان ڳوٺ سيهڙ ۾ زمين پرسان دفن ڪيو وڃي جيتوڻيڪ هن جي پٽن هن کي چيو تہ اسان جو سڄو خاندان لاڙڪاڻي مان لڏي ڪراچي آيو آهي ۽ اتي ٻيو ڪوبہ

ڪونهي، جنهن تي هن چيو ته مان پنهنجي جواني سيهڙ واسين ڳوٺاڻن سان گذاري آهي ۽ اتي مون کي محبت ۽ پيار مليو آهي، جنهن ڪري مان دفن به اتي ٿيڻ ٿو چاهيان، جتي منهنجي روح کي قرار ۽ راحت ملندي. هي سنڌ جي سرزمين سان محبت ڪندڙ پهرين ڊسمبر 2007ع تي وفات ڪري ويو ۽ ڪيس سيهڙ ڳوٺ ۾ دفن ڪيو ويو.

هن پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ لکيو آهي ته "جهڙي طرح سنڌ جو هر پير ضروري ناهي ته سيد هجي، اهڙي طرح هندستان ڪان آيل اهي ماڻهو يا فرد جيڪي پنهنجي نالي سان گڏ "شاهه" لکندا هجن ضروري ناهي ته سيد هجن، هو سيد ٿي به سگهن ٿا ۽ ٿي سگهي ٿو ته سيد نه هجن، ۽ انهن جو تعلق ڪنهن خاندان سان هجي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي ته هندستان جي مشهور بزرگن جا خادم ۽ مجاور، شاهه صاحبن جي نسبت سان "شاهه جي" ڪري سڏبا آهن. هو وڏيڪ لکي ٿو ته نالي ڪانپوءِ "شاهه" لکڻ واري جو بزرگ خاندان سان ڪوبه تعلق ڪونهي ۽ ان جو سيد هجڻ جو ته سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.

سنڌ ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي جن فقيرن کي شاهه جي لقب سان سڏيو وڃي ٿو تن ۾ وسايو شاهه، گاجي شاهه، پنجو شاهه مشهور آهن جن کي اڪثر ڪري سيد سمجهيو ويندو آهي، پر اهي حقيقت ۾ چانڊيو، ڪوسو ۽ ڍهوٽ آهن. اهڙي طرح شاهه گودڙيو ڪوسو، يوسف شاهه جيلاني ڇڄڙو آهن پر عام طور انهن کي به سيد سمجهيو وڃي ٿو.


حضرت علي ڪرم الله وجهه
امام حسين
امام زين العابدين
امام باقر
امام جعفر صادق
امام موسيٰ ڪاظم
امام علي رضا
امام محمد تقي
امام علي نقي
امام حسن عسڪري
امام مهدي
آخري زمان ٽيڻ
وارو
حضرت زيد
(زيدي سلسلي جو
مورث اعليٰ)
حضرت سيد حسين (هجرت واسط)
حضرت يحيٰ محدث
حضرت عمر غزان
حضرت محمد اڪبر غزان
حضرت حسين غزان
حضرت زيد ابوالحسن جندي
حضرت سيد دائود
سيد ابوالفرح واسطي
سيد ابوالفراس واسطي
سيد زيد ثاني
سيد حسين ثاني
سيد ابراهيم
سيد محمد محمود
سيد ابراهيم ثاني
سيد تاج الدين حسين زيدي
(هجرت دهلي 688هه / 1275ع)
مخدوم سيد اسد الدين (آفتاب هند ظفر آباد)
سيد نور الدين محمد مدني
سيد قطب الدين ابوالغيب مدني
سيد نظام الدين سهروردي
سيد ضياء الدين ابو محمد درويش
سيد محمد اسماعيل
نجم الله ابو احمد رحه
سيد شمس الدين خورد
ابونجيب محمد رحه
سيد رڪن الدين
ابو الفتح الله سهروردي
سيد ابو نجيب ابو الفضل
عبدالوهاب سهروردي
سيد محمد اسماعيل ابو محمد
درويش خورد سهروردي
سيد صدرالدين صدرالحق
زيدي سهروردي
صدر محمد صادق- مدن سهروردي
شاهه سيد نثار علي
محبوب الحق
شاهه سيد قربان علي
ميان پور
شاهه سيد لطف علي سهروردي


شاهه سيد لطف علي سهروردي
شاهه سيد علي حسين (ترڪ پيري مريدي)
شاهه سيد حبيب حسين
شاهه سيد محمد حسين
(هجرت پاڪستان سنڌ ۾
لاڙڪاڻي جي زيدي
خاندان جو مورث اعليٰ
(وفات 1- ڊسمبر 2007ع
تدفين سيهڙ ڳوٺ تعلقه
ڏوڪري ضلع لاڙڪاڻو
سيد شاهه
محمود حسين
(ڪاب اولاد ناهي)
ڊاڪٽر شاهه
مسعود حسين
ڊاڪٽر هزيند بيبي
عرف عطيه
(شادي شده)
زهيند بيبي
(شادي شده)
ڊاڪٽر شاهه
مقبول حسين
سيد شاهه
مسرور حسين
سيد اسدالدين حسين
سيد عليم الدين حسين
شاهه محمد علي
مريم مقبول
سماع حسين
امل حسين

# مخدوم ڪھڙن وارا

سنڌ ۾ پيري مريدي ۽ بزرگي جي لحاظ کان ڪھڙن جي مخدومن واري گادي مشھور آھي. ھنن جي وڏن سان مخدوم ابراھيم خليفي معتصم بالله عباسي جي وقت ۾ جڏھن عملي طور سنڌ عباسي خلافت کان جند ڇڏائي ھئي تہ نالي ماتر تعلق ھو. ھي بزرگ دين جي تبليغ ڪرڻ يا ٻئي ڪنھن ڪم سان بغداد کان سنڌ آيو پر سنڌ جون بدليل حالتون ڏسي رني ڪوٽ ويجھو ھڪ ٽڪري تي گوشہ نشين ٿي ويھي رھيو. ھن سنڌ ۾ 248 ھجري مطابق 862ع ۾ وفات ڪئي.

ھن جي اولاد مان مخدوم اسد الله اڪبر اعظم جي وقت ۾ سنڌ جو قاضي القضاہ مقرر ٿيو جنھن موجوده خيرپور ضلع جي ڳوٺ پيپريءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي جتي 966 ھجري مطابق 1558_59ع ۾ وفات ڪري ويو. جنھن کان پوءِ سندس پٽ مخدوم جمال الدين مستقل اتي رھي پيو. ان کان پوءِ ان جي فرزند مخدوم يحيٰ پڻ اتي وفات ڪئي. انھن بزرگن جون مزارون اتي موجود آھن. ان جو پٽ مخدوم عبدالخالق پيپري مان لڏي اچي ڪھڙا شھر ۾ ويٺو. جتي انھي خاندان جو اولاد اڄ تائين رھي ٿو. ڪين ڪھڙن وارا مخدوم جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

مخدوم عبدالخالق جو پڙ پوٽو مخدوم عبدالرحمٰن شھيد ھڪ ڪامل بزرگ ۽ وڏي ڪرامت وارو صاحب ھو. جيڪو سن 1145ھجري مطابق 33-1732ع ۾ 222 ۽ ڪن مطابق 208 ساٿين سميت ميان نور محمد ڪلھوڙي جي لشڪر ھٿان شھيد ٿيو. ھنن روھڙي جي سيد جنھن جو تعلق حيدر سنائي واري خاندان سان ھو، تنھن جي ڏاڍ ۽ جبر خلاف ھڪ غريب ماڻھوءَ جي مدد ڪئي ۽ ان جي سھڻي ۽ ڳائٽي زال کي پاڻ وٽ پناھ ڏني. جنھن کان پوءِ مخدوم جي ماڻھن ۽ سيدن جي وچ ۾ ويڙھ ٿي، جنھن ۾ سام جي حفاظت ڪندي سيدن جا ماڻھو مارجي ويا.

روھڙي جي سيد اھڙي دانھن اتان جي حاڪم محبن ڏھر جي مدد سان نور محمد ڪلھوڙي کي ڏني، جنھن بنا ڪنھن پڇا ڳاڇا ۽ تحقيق جي سيوھڻ جي نومسلم حاڪم کي فوج ڏيئي مخدوم عبدالرحمٰن تي چاڙھي موڪليو، جن مسجد ۾ گھڙي وضو ڪندي مخدوم عبدالرحمٰن ۽ سندس ساٿين کي شھيد ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ ان جي حويلي تي ھلان ڪئي پر سيد فيروز شاھ لڪياري جي ڪوشش سان اندر داخل نہ ٿي سگھيا.

راشدي پيرن جو مورث اعليٰ حضرت پير محمد راشد مخدوم عبدالرحمٰن شھيد جي ٻئي نمبر پٽ مخدوم احمدي جو شاگرد ھو. ھن جي زماني ۾ بغداد کان ٻہ ڀائر محمد شاھ ۽ احمد شاھ سنڌ ۾ آيا ھئا جن کي ڪلھوڙي حڪمران غلام شاھ ترڪي جي سلطان جو جاسوس سمجھي سنڌ نيڪالي ڏني ھئي پر جڏھن غلام شاھ ڪلھوڙو وفات ڪري ويو تہ اھي ڀائر ٻيھر سنڌ آيا ۽ سنڌ ۾ اچي مخدوم احمدي وٽ رھيا، جنھن ھڪ سال پاڻ وٽ رھائڻ کان پوءِ گمبٽ ۽ راٽيھور جي زميندارن کان جايون ۽ جڳھون وٺي ڏنيون. انھن مان محمد شاھ گمبٽ ۽ احمد شاھ راٽيپور ۾ وڃي ويٺا.

مخدوم احمدي سن 1203ھجري مطابق 89-1788ع ۾ وفات ڪري ويو جنھن کان پوءِ سندس پٽ مخدوم عاقل مسند تي ويٺو، جنھن مخدوم محمد اسماعيل پريالوءَ واري جي نياٽي سان شادي ڪئي. ڪھڙن جا موجوده مخدوم ان جو اولاد آھن.

## کهڙن جي مخدومن جو شجرو



# مخدوم محمد عاقل جو خاندان



# مخدوم محمد عاقل جي ننڍي ڀاءُ جو اولاد



# نومڙيو

نومڙين جي سردار کي ڪوهستان جو بادشاهه چيو ويندو آهي. نومڙيا پنهنجو نسب ڪوشش ڪري بلوچ سان ملائيندا آهن. هي سمه ذات سان تعلق رکندڙ آهن. مسٽر ايلس جو بيان آهي ته ”نومڙيا پاڻ ۾ نوپيائر هئا جيڪي پنهنجي وڏي پياءُ ايسب خان (عيسب خان) سان راجپوتانا کان اچي مڪران ۾ هڪ سردار وٽ مهمان ٿي رهيا.

(ايلس جي بيان موجب ته اتي هڪ بلوچ سردار هو. حقيقت ۾ ان وقت اتي بلوچ آبادي نه هجڻ جي برابر هئي ۽ اتي مڪران جا اصل باشنده ئي رهندا هئا. مسٽر ايلس ان علائقي کي بلوچستان سمجهي، سردار کي بلوچ سردار ڪري لکيو آهي. هڪ ڏينهن ڪنهن ڳالهه کان ان سردار ايسپ خان جي بي عزتي ڪئي. جيڪا اهي برداشت نه ڪري سگهيا ۽ انهن سردار کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ اتان نڪري، نئين ملير ۽ باران وارن علائقن ۾ اچي پنهنجو ديرو ڄمايو.“

ان سلسلي ۾ تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ يوسف ميرڪ لکيو آهيو“ هي سميجن جا نو ماڻهو پنهنجي قوم کان الڳ ٿي وڃي جبل ۾ رهيا ۽ انهن جو جيڪو اولاد پيدا ٿيو انهن کي نومڙيا سڏيو ويو آهي.“ آئين : اڪبري ۾ ابو الفضل هنن جو ذڪر ڪيو آهي ته هي ڪيرٿر جبل ۾ رهن ٿا.

فارسي مصنفن هنن کي نهمري ڪري لکيو آهي يعني نو (9) ماڻهن جي اولاد. هنن بابت لکن ٿا ته هي هڪ طاقتور قبيلو آهي. هي هڪ هنڌ ويهي پوکي راهي ڪو نه ڪن. هي مالوند ماڻهو آهن. هنن وٽ رنگدار اٺ آهن، هي سدائين سڪيا ستابا رهن. جنهن هنڌ ديرو ڄمائيندا آهن ان کي ٽاٽو نالي سان سڏيندا آهن. هنن جو اصل پيشو ڦرلٽ ڪرڻ ۽ ڌاڙا هڻڻ آهي.

مغل دور ۾ هنن جو هڪ طاقتور جٿو يا لشڪر هوندو هو جيڪو گهٽ ۾ گهٽ ٽي هزار سوارن ۽ ست سئو پيادن تي مشتمل هو. هو هميشه قتل و غارت جي بازار گرم رکندا هئا. هنن جي شورشن ۽ بهادري کان تنگ ٿي ان وقت جي سيوهڻ جي مغل صوبيدار شمشير خان جنهن ظلم ۽ بربريت ۾ پنهنجو نالو ڪيرايو، تنهن هنن سان ٺاهه ڪيو ۽ سردار مريد خان نومڙيو کي نهي واري ديهه جاگير ڪري ڏني، پر پوءِ هي پنهنجن عادتن کان ڪو نه مڙيا ۽ راهڻ کي تنگ ڪندا رهيا.

جڏهن لس ٻيلي ۾ سردار ڄام ابراهيم کان پوءِ اندروني فساد شروع ٿي ويا ته انهن ان مان فائدو وٺي، نومڙيو سردار ملڪ پهڙ خان حملائي ڏهه هزار لشڪر ساڻ ڪري، لس ٻيلي تي قبضو ڪري ويٺو، تنهن کان پوءِ عزت خان گادي تي ويٺو. جيئن ته هو صغير هو تنهن ڪري سندس والده ”چاڳلي خاتون“ حڪومت جو ڪار وهنوار هلائيندي هئي ۽ رونجها سمه سندس اهلڪار ۽ صلاح ڪار هئا جن ڪنراچ جي ڄاموٽ سردار ڄام عالي ڪٽوريه بن ڄام رينا عالياڻي جي پياءُ ڄام دڳار (بجار) کي لس ٻيلي جي ويجهو ڳوٺ ”نانگ“ وٽ بي گناهه ماري ڇڏيو. جنهن تي ڄام عالي ڪٽوريه ڪاوڙ ۾ اچي نومڙن کي لس ٻيلي مان تڙي ڪڍي ڇڏيو. سن 1242ع ۾ چاڳلي خاتون پنهنجي پٽ عزت خان سميت موٽي اچي ڪوهستان وسايو.

ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ بولان خان نومڙيو ڪوهستان علائقي جو سردار هو. ٽاٽو بولان خان سندس نالي پويان سڏيو وڃي ٿو. ٽالپورن جي دور ۾ هي حب، سنڌو درياءَ جي وچ واري سموري ڪوهستاني علائقي ۽ باران ۽ ملير نئين جي وچ ۽ ڪراچي سيوهڻ ۽ ڪوٽڙي جي وچ ۾ گذرندڙ سموري واپاري مال تي نٽ وٺندا هئا ۽ ان جي موٽ ۾ اهي سندن سامان جي بچاءَ جا ذميوار هوندا هئا.

افسوس آهي هي سنڌي سمه، راجپوت قبيلو به پنهنجو پاڻ کي بلوچ چورائڻ لاءِ بضد آهن. هنن جو بروهن، ٽالپرن ۽ ٻين سان مٽيون مائٽيون آهن، نومڙيا جن کي نهڙيا به چيو ويندو آهي، سندن سردار ”ملڪ“ سڏبا آهن، ٽاڊ ڪين جت ڪري لکيو آهي.

سائين جي ايم سيد هنن جي ڀاڙي برفت لاءِ وضاحت ڪندي لکيو آهي ”برفت ڦرلٽ جي ڪري سڏيندا هئا“ يعني بري آفت ڦري برفت ٿيو. ڪن ڪين گهڻن فتحن ۽ ڪاميابين ڪري ”ابو الفتح“ سڏيو جيڪو بدلجي برفت ٿي ويو ۽ ڪن جو چوڻ آهي ڄام عيسب خان جي پٽ برفت جي نالي پويان سڏيا ويا.

## ملڪ ڪوهستان وارن جو شجرو




(38) ملڪ سردار خان
مير شاهنواز خان
مير شردل خان
(39) ملڪ صوبدار خان (ٽيون)
مير محراب خان (لاولد)
قمر الدين (لاولد)
مير نصير خان
مير انور خان
مير علي احمد خان
مير نور محمد خان
(40) ملڪ سردار خان
سر بلند خان
بدر الدين
امان الله
منور خان
صفدر
اڪبر
علاوء الدين
شمس الدين
اعظم خان
غلام مصطفيٰ خان
محمد خان
مير حبيب الله
مير احمد خان
(41) ملڪ سڪندر خان
ملڪ شاهنواز
(42) ملڪ اسد سڪندر اجا تائين
سڪندر عرف پنهل خان

# پرهار

پرهار اڳني ڪل مان پهريان پيدا ٿيندڙ هو پر راجپوت هميشه هن کي گهٽ درجي وارو مرتبو ڏنو آهي. هي خاندان تواڙ دهلي ۽ چوهاڻ اجمير جو فرمانبردار رهيو آهي. هنن پرٿوي راج جي اطاعت کان آزاد ٿيڻ چاهيو پر هو ان ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيا. قنوج جي حڪمران راٺوڙن ڪري لڏي اچي هنن وٽ پناه ورتي پر هي انهن سان بد سلوڪي سان پيش آيا "منڊور" هنن جي رياست جو مکيه شهر هو جيڪو هاڻي ويران ٿي ويو آهي، راٺوڙن اهو شهر ۽ قلعو سنڌن کان کسي ورتو، هو حالتن ۽ وقت جو مقابلو نه ڪري سگهيا ۽ چڙوچڙ ٿي ويا ۽ هنن درياهه "ڪوهاري" ۽ "درياءِ چمبل" وٽ نيون آباديون قائم ڪيون. هو پنهنجو لقب ملڪ استعمال ڪندا آهن. تمدن سنڌ ۾ آهي ته قلعن مٿان جيڪي نائب مقرر ڪيا ويندا آهن انهن کي "ملڪ" سڏيو ويندو هو. هي ذات ڏکڻ سنڌ ۾ رهي ٿي.

پرهارن جا (12) ٻارهن پاڙا آهن.

انهن مان مشهور آهن.

(1) اندو (2) سنڌول (3) سنگلا.

# سولنڳي

سولنڳي اڳني ڪل جي ئي ذات، هنن پراڻي لاهور جو بنياد رکيو جو ان کي لوهه وارو يعني لاهور سڏيو. هو مضبوط ۽ طاقتور سڏبا هئا. راجستان ۾ هنن جي حڪومت هئي. جڏهن محمود غزنوي هندستان ڏانهن رخ رکيو ته هن ئي خاندان جي راجا جئپال ۽ آنند پال هن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هي ٻئي مشهور حڪمران ٿي گذريا آهن. محمود غزنوي کان پوءِ به هو طاقتور رهيا ۽ 574 هجري ۾ شهاب الدين غوري جي اچڻ کان پوءِ پنهنجو اباڻو مذهب تبديل ڪندا مسلمان ٿيندا رهيا.

## پاڙا

(1) ٻاگيلا (2) ٻيروپورا (3) ٻيلا
(4) ٻرٺيا (5) ڪلاپ (6) لانگاهه
(7) ڪوڪر (8) ٻريگو (9) سرگيا
(10) سرييا (11) رائوڪا (12) راٺيڪا
(13) ڪوڙا (14) ٿانيٺا (15) المڪا
(16) ڪولامور

## سرائي سولنڳي:

تعلقي مانجهند ضلعي ڄامشوري ۾ هڪ قديم "سولنڳي ڳوٺ" آهي. درياءَ جي ڪناري سان آباد هن ڳوٺ جي آبادي 4000 آهي. سڀ سولنگي ذات وارا ئي آهن ۽ سرائڪي ڳالهائين ٿا. هن ڳوٺ کان علاوه سن شهر، سکرنڊ، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ به رهن ٿا. سنڌن هيٺيان پاڙا آهن:

(1) پڪوڙائي (2) چاڪرائي (3) دوداڻي
(4) ڪوري (5) علوائي (6) سومرائي
(7) بلوائي (8) شيرخان (9) هاشمائي
(10) هيدائي (10) حاجي (11) وڏيرن جو پاڙو

# پهنور + پنوار

پهنور اگني ڪل جي ٽين ذات آهي. پهنور پنهنجو تسلسل نسب حضرت رسول ڪريم ﷺ جن جي دائي بي بي حليمہ سان ملائيندا آهن. جيئن تہ هت هر قبيلو اڪثر ڪري پنهنجو نسل عرب جي ڪنهن خاندان سان يا ڪنهن قبيلي سان ڳنڍي ڇڏيندو آهي. تنهن ڪري هنن بہ ائين ڪيو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جهڙي وڏي عالم بہ پنهنجو نسل عرب سان هيئن ڳنڍيو آهي "محمد هاشم بن عبدالغفور بن عبدالرحمان بن عبداللطيف بن عبدالرحمان بن خير الدين سنڌي، جيڪو حضرت حارث جي اولاد مان هو. اهڙي طرح هي پهنور ذات جو عالم بہ عرب ٿي ويو."

پهنور راجپوت جو اهم پاڙو آهي. ڪتاب لکن ٿا تہ پهنور جو پاۓ "موري" هو جنهن مان چندر گپت موريا هو، جنهن سنڌ ۽ هند ۾ موريا خاندان جو بنياد وڌو، هن سڪندر مقدوني کان پوءِ آزادي جو علم بلند ڪيو هو ۽ سنڌ کي يونانن کان آزادي ڏياري هئي. مهيسر بہ پهنور جو وڏو پاڙو ڄاڻايو ويو آهي ۽ پهنور کي سوڍي جو پاڙو بہ ڪري لکيو اٿن.

## پهنور جا پاڙا ٽاڊ جي مطابق

| | | |
|---|---|---|
| (1) موري | (2) سوڍا | (3) سانڪلا |
| (4) ڪير | (5) سومرا | (6) پابلا |
| (7) مهپاوت | (8) پلهڙ | (9) ڪبا |
| (10) اومٽ | (11) رهمر | (12) وهوندو |
| (13) سورٽيہ | (14) هورايو | (15) چيوندا |
| (16) ڪچي | (17) سگرا | (18) برڪوٽا |
| (19) پوٺي | (20) سمپل | (21) پپا |
| (22) ڪلپر | (23) ڪالما | (24) ڪوهيلا |
| (25) پوپا | (26) ڪوريا | (27) ڌونڊ |
| (28) ٽيپا | (29) برهر | (30) چپ را |
| (31) پوسرا | (32) ڌونتا | (33) ري ڪموا |
| (34) ٽيڪا | | |

## پهنور- سنڌ

| | | |
|---|---|---|
| (1) اڄرا | (2) آياٽي | (3) پادري |
| (4) باگراٽي | (5) بانداٽي | (6) بترا |
| (7) بوڇرائي | (8) بوراڪو | (9) پلائي |
| (10) بولاٽي | (11) ڇڏي | (12) چناٽي |
| (13) گبير ڪالاٽي | (14) گر گلاٽي | (15) هرا |
| (16) ڪڪا | (17) ڪانوياٽي | (18) ڪنرا |
| (19) ڪڇ | (20) لوڌرائي | (21) رانگنائي |
| (22) ماهيا | (23) ماليا | (24) نوري |
| (25) سعيداٽي | (26) ٿوري | (27) عمراٽي |

## پنهور پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) پلوٽ | (2) وين | (3) پوڙ |
| (4) ڦاهڙا | (5) ڇالي | (6) مور |
| (7) باجوا | (8) بوٽر | (9) جڪڙ |
| (10) ڌول | (11) ڪرل | (12) لڪ |
| (13) مال ڪٽ | (14) پوملا | (15) سويار |
| (16) سانگلا | (17) ڪير | (18) اومرا سومرا |
| (19) اومتا | (20) بريا | (21) ڪابا |
| (22) ريار | (23) اومات | (24) ڊونيا |
| (25) رن يا | (26) هرار | (27) چانيدا |
| (28) رامر بلل | (29) ڪيخير | (30) سئلا |
| (31) گل بوسڙ | (32) مل موهہ | (33) برهر |
| (34) ڏنڏ | (35) ڪورايا | (36) جي بورا |

(37) جوسر (38) ذنتا (39) رڪ موڙ
(40) ٽڪا (41) ڊيڪا (42) پاهيلا
(43) پومي (44) برڪوڙ (45) بيبا
(46) ڪوريا (47) ڏونڊ متي (48) ڍِڍي
(49) ليگن (50) ڪيندا (51) هراج سيال
(52) جهالہ (53) ڪامي (54) ڪاٺي
(55) ڪاٺيا (56) ڪرال (57) اڪنوريا
(58) پائي لا (59) دوڙ (60) امبارائي
(61) ٽوانہ (62) هنجراه (63) پڱرت
(64) مميند (65) ونسيرا (66) جگرا
(67) پنيرا (68) سرويا (69) سڏن
(70) جهيڙو (71) رن ميان ڪران (72) منو
(73) گهچال (74) ڦولرو (75) هرلي

(76) رٽ (77) جوتا (78) چترسين
(79) جهوڪا (80) وهل (پهل) (81) موري
(82) سهولا (83) شنڪلا (ٽونڪلا)
(84) ڪراتي (85) ڪر (86) مباوت
(87) بلهار (88) امت (متار) (89) ريهاڙ
(90) جمباوا (91) سودتيہ (92) ڪييڪر
(93) شگرار (شجراه) (94) يارڪوٽہ (95) پيا
(96) ڪل موهہ (97) ڪلبوسر (98) پيار
(99) ڪولها (100) ڪرويہ (101) ڏنڏ
(102) پڙهار (103) جپرا (104) چوسر
(105) ڊٽا (106) رڪمو (107) گهيگا
(108) پيلا

# چوهاڻ

اجي پال پهريون چوهاڻ هو جنهن اجمير ۾ قلعو تعمير ڪيو ۽ چوهاڻ سلطنت جو بنياد وڌو. پرٿوي راج بہ چوهاڻ هو. ان ڪان اڳ هو "سانيرڪ" نالي ڍنڍ تي رهيا جنهن ڪري هي شاهي ڪٽنب "سانيري رائو" چورايو. هي اورنگزيب عالمگير جي وقت ۾ پنهنجون جاگيرون بچائڻ لاءِ مسلمان ٿيا.

## چوهاڻ جا پاڙا:

(1) قائم خاني (2) سروني (3) لواٽي
(4) ڪيوارواٽي (5) بيدواٽي (6) چوهاڻ
(7) هارا (8) ڪڇي (9) سونگڙا
(10) ديورا (11) پٽبہ (12) سانچ
(13) گول وال (14) بهو وري (15) تربان
(16) ملهڻ (17) پوربيا (18) سورا
(19) مادريچا (20) سنڪرانچا (21) سوريجا
(22) مليچا (23) سيرا (24) ڪيسروي
(25) دوسيا (26) چنوو (27) نڪومپا
(28) بهادر (29) بن ڪٽ (30) پپبا
(31) هيخوار (32) امالاٽي (33) پاليچہ
(34) ڪچير (35) روسيہ (36) پوريچا
(27) پاور (38) ڪيچي (39) سڪويچہ

## قائماخاني جا پاڙا

(1) ايلمان (2) روهلي (3) حميد خاني
(4) سيد خاني (5) چهلا سي جا (6) ڪول سيا
(7) بلريا (8) توگڙ هيا (9) اسماعيل خاني
(10) خان زاده

## چوهاڻ جو شجرو



# راجا جئپال جي اولاد

راجا جئپال هندستان جو مشهور ۽ طاقتور راجا رهيو آهي. هي سلطان محمود غزنوي جي پيءُ سبڪتگين جو همعصر هو، هن جو سبڪتگين ۽ محمود غزنوي سان لڙايون ٿيون. هن کي ڏهه پٽ هئا راجا انند پال مشهور معروف راجا ٿي گذريو آهي. هن سان غزنوي گهراڻي وارن جو پڻ ٽڪراءُ ٿيو. هن ڪانسواءِ راجا جئپال کي نو پٽ هئا. (1) پنّي (2) پوپٽي (3) ڪولر (4) پيڄ (5) سرمور (6) پينس (7) ريڇ (8) مگريو (9) پسرومي

پوپٽي کي هڪ پٽ چڪتيو نالي هو جنهن جي ازبڪ جي بادشاهه جي ڌيءُ سان شادي ٿي. هن جي مرڻ کان پوءِ هو بلخ ۽ بخارا جو مالڪ ٿيو چاڪاڻ ته سندس سهري کي پي ڪا به اولاد ڪو نه هئي هن کي ست پٽ هئا. (1) ويوسي (2) پيرون (3) ڪيمر خان (4) ماهر جئپال (5) ڏرسي (6) پچل خان (7) شاهه سمند، انهن مان چڪتو جي نالي پويان چختہ، چغتائي ۽ مغل سڏيا.

ڪولر کي اٺ پٽ هئا جن کي ڪولر سڏيو ويو. سندس پٽ هئا (1) شيوداس (2) رام داس (3) راسو (4) ڪرشن (5) گنگو (7) حسبو (8) پاگو. تقريبن هنن جي سپ اولاد مسلمان ٿي چڪي آهي.

پنّي کي به پٽ هئا هڪ منگل رائو ۽ ٻيو مسور رائو، هي غزنوي فوج کان جان ڇڏائي "لاکي جهنگ" ڏانهن هليو ويو. جتي هارپ ڪنڌڙ ماڻهو رهندا هئا، هو انهن کي پنهنجو ڪري قابض ٿي ويهي رهيو. ڪيس به پٽ هئا هڪ اپي رائو ۽ ٻيو سارڻ رائو. اپي رائو سڄي جهنگ ۽ ٻيلي تي قابض ٿي ويهي رهيو سندس اولاد اپورا پنّي جي نالي سان سڏجي ٿي ۽ سندس ڀاءُ سارڻ جنهن جو هن سان تڪرار ٿي پيو ۽ عليحدگي اختيار ڪئي هن جي اولاد هارپ جو ڪم ڪيو. سندس اولاد کي "سارڻ جت" ڪوٺيو ويو.

پنّي جو پٽ منگل رائو گادي نشين هو پر قسمت ان جو ساٿ نه ڏنو ۽ غزني وارن جڏهن لاهور تي ڪاهه ڪئي ته هو پڇي ويو ۽ وڃي پناهه ورتي.

تاڪ قوم جي ماڻهن بادشاهه (شايد محمود غزنوي) کي اطلاع ڏنو ته هڪ شاهوڪار جي گهر ۾ ڪي مخفي ماڻهو رهيل آهن بادشاهه ان کي گرفتار ڪرائي حڪم ڏنو ته هو انهن کي پيش ڪري نه ته سندس آل اولاد سوڌو قتل ڪيو ويندو. ان شاهوڪار بادشاهه کي عرض ڪيو. هن وقت ڪنهن راجا جو پٽ نه پر پوميا جا پٽ آهن. جن جو هو مقروض آهي. بادشاهه حڪم ڪيو ته انهن کي حاضر ڪيو وڃي. ڪين ڪان سندن گوٺ جو نالو پڇيو ۽ ان گوٺ جي پوميا کي طلب ڪيو ۽ ساٽن ڪاڏي ڪائڻ جو حڪم ڏنو (معلوم ٿئي ٿو ته شاهوڪار ڪنهن اوچي ذات مان هو ۽ پوميا ممڪن آهي ڀيل هجن جن کي نيچ سمجهيو ويندو هو ۽ نفرت ڪئي ويندي هئي) ۽ ان جي ڌيئرن سان شادي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. شاهوڪار کي ائين ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو به چارو نه هو، تنهن جان بچائڻ لاءِ حڪم بجا آندو. اهڙي طرح ان جي اولاد ڪولر راءِ جيڪا ڪلوريا جت ٿي. ٻي موند راج ۽ شيوراج جن کي موندا جت ۽ شيوا جت سڏيو ويو.

مينگل رائو جيڪو رڻ پٽ ڏانهن پڇي ويو هو. تنهن هڪ علائقو هٿ ڪري پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. جتي بروهي قوم آباد هئي. معظم رائو جيڪو پيءُ سان گڏ فرار ٿيو هو اهو پيءُ جي مرڻ کان پوءِ گاديءَ تي ويٺو. امر ڪوٽ جي راجا سوڍي ڪيس پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ڏنو جنهن مان ڪيس ٽي پٽ ٿيا (1) ڪيهر (2) مولراج (3) گوگلي- ڪيهر خليفي وليد جو همعصر هو. ڪيهر کي پنج پٽ هئا (1) تنو (2) اوٺي راءِ (3) چنڙ (4) ڪافريو (5) دائمر. هنن چنا راجپوتن جي علائقي تي قبضو ڪيو جنهن جي ڪري چنن شڪار ڪرڻ دوران ڪيهر کي ماري وڌو.

ڪيهر جي قتل ٿيڻ کان پوءِ تنو گادي نشين ٿيو. جنهن بروهن ۽ لانگاهن کي ماري ميڄايو. تنو کي پنج پٽ هئا (1) بجي راءِ (2) مڪود (3) جي تنگ (4) آلڻ (5) راڪيڇو. مڪور جي پٽ ملنار کي به پٽ هئا هڪ مهو لاءِ ۽ ٻيو دڪا. مڪاجي اولاد مڪور سوتر چورايو.

سندن شجرو الڳ نسب نامي ۾ ڏنو ويو آهي.

# کهيري

کهيري ذات وارا پاڻ کي بلوچ نسل مان چورائيندا آهن ۽ اهو به چوندا آهن ته هو اصل ۾ امام موسيٰ ڪاظم جي اولاد مان حسيني سيد آهن. پر سندن جا اهي ٻئي بيان درست نه آهن. حقيقت ۾ هي سنڌ جي قديم ذات جت جي نسل مان آهن. جنهن جو تعلق مهين واري دور سان هو.

بلوچ قبائل ۾ ايمر لونگ ورٿ ڊيمز لکيو آهي ته کچيءَ جو هڪ ننڍو قبيلو جيڪو هاڻي بلوچ ۾ شمار ٿئي ٿو پر بلوچ نسل مان نه آهي. مر-ڪ پيڪولن بلوچ ۾ لکي ٿو کيهر پاڻ کي رند جي ويجهو سمجهن ٿا ۽ چون ٿا ته هو ان سان گڏ مڪران کان آيا آهن پر اهو صحيح نه آهي. ڪوچ و بلوچ ۾ مير گل خان نصير هيئن لکيو آهي کهيري جو اڄ ڪلهه هڪ ڪاهن قبيلو ۽ عجيب و غريب صفتن جو مالڪ خيال ڪيو وڃي ٿو. غالبن ڪنهن جابلو نئين جي نالي سان منسوب آهن. جتي کيهر جا وڻ پيدا ٿيندا هجن.

کيهرن جي دعويٰ آهي ته هو پنهنجي اڳواڻ نيامت شاهه جي اڳواڻي بلوچن سان گڏجي مڪران کان آيا هئا ۽ جيڪي انهن وٽ زمينون آهن انهن پنهنجا اٺ وڪڻي خريد ڪيو هيون.

کيهرن کي لوٽ ورٿ ڊيمز مر-ڪ پيڪولن، مير گل خان نصير ۽ ٻيا بلوچ عالم، بلوچ قبيلو نه ٿا سمجهن. مر-ڪ پيڪولن هنن کي هندي قبيلن مان ڄاڻائي ٿو جيڪي بلوچن جي اچڻ کان اڳ ۾ بلوچستان ۾ زمينن تي قبضو ڪري چڪا هئا.

تاريخ معصومي ۾ مير معصوم بکري لکيو آهي هن جي خاندان مان ڪنهن الله لوڪ ۽ بزرگ جوش ۾ اچي کهير جي وڻ تي چڙهي ان تي گهوڙي وانگر سواري ڪئي جنهن ڪري انهن کي کهيري سڏيو ويو. سنڌيءَ ۾ کيهر، شيهن کي به چيو ويندو آهي ۽ کهيري ظالم، زبردست کي چيو ويندو آهي. شايد اهو کهو جو ڪاٺ هجي يا ڪنڊي جو ان کي نالي سان سڏيو ويندو آهي. تاريخ معصومي جي مطابق ان تان هن ذات تي نالو پيو آهي. سيئي بلوچ عالم ان ڳالهه تي متفق آهن.

پيڪولن چوي ٿو کهيري سنڌي زبان جو لفظ آهي نه ڪو بلوچي. منهنجي خيال موجب مير معصوم هن کي سيد شايد ان ڪري لکيو آهي ته اهڙا معجزا سيد بزرگن ڏانهن منسوب هئا ۽ سنڌين کي هندو ۽ غير مسلم سمجهو ويندو هو پر اهو بزرگ حقيقت ۾ جت قبيلي وارن مان هوندو يا ان جا مريد جت قبيلي مان هئا. انهي ڪري کهيرن کي سيدن ۾ شمار ڪيو ويو پر هنن بلوچ ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي. مير گل خان نصير ڪوچ بلوچ ۾ لکيو آهي ته کهيري بنيادي طور بلوچ نه آهن پر انهن سان اٿڻ ويهڻ اٿن هن ڪوچ ۽ بلوچ جي حاشيه تي لکيو آهي ته شي بلوچستان جو هڪ اهڙو مذهبي فرقو آهي جنهن جا ماڻهو يا فرد قديم زماني کان وٺي ڪرامت جا صاحب آهن ۽ هو خيرو برڪت جا مالڪ تصور ڪيا ويندا آهن. انهن جي ٻولي بلوچي آهي ۽ نسلن قديم سنڌين جي اولاد آهن جيڪي مهاراجا چندر گپت موريا ۽ مهاراجا اشوڪ جي زماني کان اتي رهن ٿا. هي ٽن حصن ۾ ورهايل آهن.

هڪ شيءِ ڪردگ، ٻيو شيءِ زادگ ۽ ٽيون شي کهيري

(1) شي ڪردگ هي چاغي ضلعي ۾ دالبندين ۽ نوڪنڍي جي وچ ۾ رهندا آهن ۽ ٻڪريون پاليندا آهن ۽ قديم ڀڪشوئن جيان خيرات ۽ صدقات تي گذر بسر ڪندا آهن.

(2) شي زادگ : جنهن جي معنيٰ آهي شيهن جي اولاد، هي مڪران جي ساحل جيوني ۽ گوادر جي قريب آباد آهن ۽ زميندار آهن.

(3) شي ڪهيري: ڪڇي ۽ سنڌ جي ميداني علائقن ۾ رهن ٿا. هو وڏا وڏا زميندار آهن ۽ پنهنجو آبائي پيشو درويشي به اٿن. انهن کي شي ڪهيري چوڻ جو سبب اهو آهي جيڪو بيان ڪيو ويو آهي.

هنن فرقن جا اهڙا بزرگ ۽ صاحب ڪرامت ٿي گذريا آهن جن جي مزارن تي هزارين زائرين اچن ٿا. سر جهڪائن ٿا ۽ باسيون باسن ٿا. مير گل خان نصير لکي ٿو ته هي قديم پکشوئن جي نسل مان آهي. بلوچي ۾ شي معنيٰ درويش، خفتي يا ميان.

مر- ڪ پيڪولن ته واضح طور تي لکيو آهي ته هي سنڌي آهن ۽ هارپو ڪندڙ آهن. اهو ته ثابت ٿي چڪو آهي ته ڪهيري سنڌي آهن ۽ جت قبيلي سان تعلق رکن ٿا. جيڪي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ رهن ٿا. پيڪولن جي مطابق هو چئن ذاتين ۽ سترهن نکن ۾ ورهايل آهن.

## پاڙا

(1) بولاڻي (2) مراداڻي (3) قلندراڻي
(4) گمراڻي

# جمالي

جمالي هاڻي بلوچ مان چورائن ٿا ۽ پنهنجو سلسلہ نسب مير چاڪر سان ڳنڍي ڇڏيو آهي، جيئن ڪيترا سنڌي قبيلا بلوچ ۾ شامل ٿي ويا آهن. جيڪي اصل ۾ جت آهن ڪين نالو جمالي عربن ڏنو هو. جمل معنيٰ اٺ- جمالي معنيٰ اٺ وارو. جڏهن سنڌ عربن ماتحت ٿي تہ سندن آمدورفت ۽ بار ڪڻڻ لاءِ اٺ انهن جو وڏو ذريعو هو. جنهن جا مالڪ جت هئا. جن ڪي هنن پاڻ لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو تن ڪي جمالي سڏيو.

ڪن ائين بہ لکيو آهي تہ جمالي، جمال مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي حسن، سونهن، خوبصورتي، پر ائين نہ آهي جيئن سمجهيو وڃي ٿو. جڏهن تہ عربي ۾ اٺ لاءِ مخصوص لفظ جمل موجود آهي تہ پوءِ ان ڪي جمال مان نڪتل ڪيئن چئي سگهون ٿا. تنهن ڪري جمالي جمل مان ٺهيو آهي. جمل جي معنيٰ اٺ، جمالي معنيٰ اٺ وارو جنهن ڪي عربي ۾ زط ڪري سڏيو ويو آهي.

هندستان ڪان آيل پناهہ گيرن ۾ پڻ جمالي آهن پر انهن جو جمالي ذات وارن سان ڪو بہ نسلي تعلق ناهي. حقيقت ۾ اهي اتان جي بزرگن، ولي الله جي مزارن جا فقير هئا. جيڪي ولي الله ۽ بزرگن جي شان ۽ عظمت طفيلي فقير مان امير بڻجي ويا آهن. فيروز اللغات جي مطابق جمالي جي معنيٰ، شان، رحمت جي تجلي وارو يعنيٰ ولي الله، بزرگ ۽ ان جي طفيلي عزت ۽ مرتبي ماڻڻ وارا .

جت جڏهن مسلمان ٿيو تہ هو آهستي آهستي بلوچ ۾ شامل ٿيندو ويو. محترم عبدالڪريم لغاري پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکيو آهي تہ جت جا ڪيترا پاڙا ڪيترن حالتن ۽ ڪيترن ڇاتل سببن جي ڪري آهستي آهستي بلوچن جي ننڍين يا وڏن پاڙن ۾ ملي وڃڻ جي جدوجهد ڪري سگهيا آهن. جيتوڻيڪ انهن ڪي بلوچ ذات وارا ٿيڻ ۾ ڪافي رنڊڪون آيون آهن پر اهو اصل قبيلن کان الڳ ٿي پاڻ ڪي بلوچ چورائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن.

اسان ڪي اها ڄاڻ آهي تہ جت ۽ [illegible] جت هڪ آهي پر هن پاڻ ڪي بلوچ جي رند پاڙي سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. اهڙي طرح لاشاري جت آهي پر لاشاري +بلوچ چورائي بلوچ ٿي ويو آهي. ائين سجراڻي جت آهي پر پاڻ ڪي لغاري سان ڳنڍي بلوچ ٿي ويو آهي. اهڙي طرح ديناري ڪٽي جت آهي. ڪٽي بگٽي ۽ ڪٽي بروهي پر بلوچ چورائن ٿا.

بلوچستان گزيٽئر ۾ آهي تہ جمالي بنيادي طور خانہ بدوش قبيلو آهي جيڪي اٺن جي وڳن ڏارڻ ۽ پالڻ تي گذر سفر ڪندا آهن. پر هاڻي هو سنڌ ۾ زمينون آباد ڪن ٿا ۽ زراعت ڪارن ۾ شامل ٿي ويا آهن.

شيخ صادق علي شير علي انصاري جمالي قبيلي ڪي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي.

پهريون- جيڪب آباد ضلعي جي اتر اولهہ واري پٽي ۽ قلات رياست جي ڪڇهہ حصي ۾ ويٺل آهن. هنن جو سردار وڏيرو لشڪر خان ولد خير محمد خان شير خاناڻي آهي. جيڪو بڪيرو ڳوٺ ۾ رهي ٿو، جنهن ڪي هاڻي روجهاڻ جمالي چئون ٿا.

ٻيو- تعلقي شهدادڪوٽ جي هڪ حصي ۾ رهي ٿو. جنهن مان مير جعفر خان جمالي هو ۽ هاڻي ان جو پٽ مير تاج محمد جمالي آهي.

تعلقي شهدادڪوٽ ان وقت جي ضلعي شڪارپور ۾ ۽ پوءِ لاڙڪاڻي ۽ هاڻي قمبر شهدادڪوٽ جي حد ۾ رهن ٿا. جن جو سردار وڏيرو صوبدار خان شاهو خان جمالي هو.

ٽيون- تعلقي جوهي ۽ ڪراچيءَ سان لاڳاپيل علائقن ۽ ان جي ٻين حصن تي رهن ٿا. هنن جو سردار وڏيرو حيات خان ولد بخشو خان جمالي آهي جيڪو ڦلجي ۾ رهي ٿو.

جمالي سردار هون بہ پاڻ ڪي جت جہ [illegible] ڪوٺرائيندا

آهن. اڄ بہ روجھاڻ جمالي ۾ سندن مادري زبان سرائڪي آهي ۽ اڪثر سرائي ڳالهائيندا آهن. سندن سردار پاڻ کي جتن، لاشارن، جا سردار چورائيندا آهن. ان ڪانسواءِ دادو ضلعي ۾ رهندڙ جمالي ۽ سرائڪي ۽ سنڌي ڳالهائيندا جمالي ذات وارا، جيڪب آباد، لاڙڪاڻو، دادو، مورو، نوابشاهہ ضلعن کان علاوه ٻين هنڌن تي بہ رهن ٿا.

حقيقت اها آهي تہ هي جمالي، روجهاڻ جماليَ وارا ۽ دادو وارا هڪ نسل سان تعلق نہ ٿا رکن. روجهاڻ جمالي وارن مان اڪثريت جو چوڻ آهي تہ اهي ٻہر جمالي آهي، جڏهن تہ دادو وارن جمالين جو چوڻ آهي تہ اهي مير جت جمالي آهن.

انهيءَ مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ جمالي بلوچ قبيلي مان نہ آهن هو تہ هتي مهين واري دور کان رهندڙ آهن ۽ جڏهن عربن سنڌ کي فتح ڪيو ۽ حڪمراني ڪرڻ لڳا تہ هن سنڌ جي جتن يعنيٰ زط کي جمالي سڏيو. انهي ڪري جمالي بنيادي طور الڳ الڳ نسب سان تعلق رکندڙ آهن ۽ هو راڄ پاڳ ۾ بہ جدا جدا آهن رڳو جمالي ذات هڪ هجڻ ڪري هڪ ٻئي سان لڳ لاڳاپا ۽ رستا اٿن. ۽ هنن جون پنهنجو الڳ وڏيرائپ، چڱ مڙسي، آهي، جنهن کي هاڻي سرداري چئجي ٿو.

## پاڙا

(1) جمالي (2) آڏاڻي (3) بخشاڻي
(4) ٻيرناڻي (5) بلوچاڻي (6) بابواڻي
(7) پنداڻي (8) چلگري (9) چاڪراڻي
(10) دوداڻي (11) دستي (12) درياڻي
(13) ڏيتاڻي (14) دلشاداڻي (15) درواڻي
(16) گهراماڻي (17) هاجواڻي (18) هدراڻي
(19) عيساڻي (20) جنگواڻي (21) جڏواڻي
(22) جيڏاڻي (23) جونگلاڻي (24) ڪوراڻي
(25) ڪرپاڻي (26) ڪيل گياڻي (27) خارواڻي
(28) قطريا (ڪتريو) (29) قيصراڻي (30) ليپراڻي
(31) لاپراڻي (32) محبراڻي (33) موندراڻي
(34) مراداڻي (35) ملوڪاڻي (36) مريداڻي
(37) مهراڻي (38) مبارڪاڻي (39) مشتاقاڻي
(40) ميراڻي (41) موسيٰ واڻي (42) نصراڻي
(43) نهلاڻي (44) رامداڻي (45) راماڻي
(46) رحماڻي (47) رحلياڻي (48) صوبدراڻي
(49) سارڪل (50) سيڪاڻي (51) شهلياڻي
(52) شير خاناڻي (53) سرهياڻي (54) صبحراڻي
(55) ٽنيرائڻي (56) تنگياڻي (57) تنڌواڻي
(58) ولواڻي (59) واسواڻي (60) زنوالاڻي

# مگسي

مگسي ذات بلوچ قبيلي ۾ شمار ٿئي ٿي جا حقيقت ۾ سنڌي قبيلن مان هڪ آهي. هن جي اڪثريت جهل مگسي طرف رهي ٿي، جيڪو علائقو سندن جي نالي پٺيان سڏيو وڃي ٿو. هنن جو بہ بلوچ ٿيڻ ائين آهي جيئن ٻيون قومون بلوچ ٿي ويون آهن. مثال طور دودي سومري جي اولاد دودائي ٿي ويئي. جکري جي اولاد جکراڻي.

مان هتي مختلف ذاتين جي بيان ۾ ثابت ڪري آيو آهيان تہ اهي ذاتيون ۽ قبيلا اصل ۾ بلوچ آهن ئي ڪو نہ پر حالتن ۽ وقت جي نزاڪتن ڪري پنهنجو نسل آهستي آهستي بلوچ چورائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. دودائي قبيلي جي بلوچ ٿيڻ جي بيان ۾ لونگ ورٿ ڊيمز جي ڪتاب "پاپولر پوئٽري آف بلوچيز" جنهن جو ترجمو جسٽس خدابخش مري ڪيو آهي. لکيل آهي بہ عنوان.

"چشتون دودا بلوچ بيت"

ترجمو: اي دودا ڪالهہ تائين تون ميربحر سان گڏ پاٽي ڳاڙيندو آيو هئين رانو سڙيل ۽ ڪهر جو ماريل

ائين تون مير ڪالم جي گهر

هن توکي پنهنجي نياڻي وانگر رکيو

۽ پنهنجي لعل جهڙي نازنين "مدو" جي شادي تون سان ڪرائي

مدو دودي وٽ عيش و آرام ڪيو

اهڙي طرح ان عورت سان شادي ڪرڻ جي ڪري هي شخص بلوچ ٿي ويو

تہ اي دودا تون ذات جو جت ۽ جگدال آهين.

جنهن جو نہ ڪو مٽ مائٽ آهي نہ ڏس پتو.

تون هڙند (هڙند ضلعي ڊيره غازي خان) جبل جي پاسي ۾ لاوارث پيو هئين تنهنجي قسمت آهي جو تون سردار ٿي ويون آهين.

اهڙي طرح ڪيترين غير بلوچ قومون بلوچ ٿي ويون. پر حسب نسب تہ صدين گذرڻ کان پوءِ بہ ساڳيو رهندو آهي.

تاريخ بلوچستان ۾ هتورام لکيو آهي. جڏهن رند ۽ لاشاري جي ويڙهہ هئي جنهن ۾ مير چاڪر خان فتح ياب ٿيو. انهي جنگ واري زماني ۾ لاشاري سردار پاڻ ميدان جنگ ۾ ويندو هو، سندس شڪست کان پوءِ ان جي وزير چام ننڌو مگسي جهل تي قابض ٿي ويو.

تاريخي طور اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ رند ۽ لاشاري نالي سان سنڌ جي حدن ۾ ڪا بہ گهرو ويڙهہ ڪا نہ ٿي هئي جيڪا ٽيهن سالن تائين انساني رت وهائيندي رهي ۽ چام نظام الدين ننڌو جهڙو حاڪم اکيون ٻوٽيون ويهي رهيو. شاهہ بيگ ارغون جي پهرين حملي 916 هجري مطابق 1510ع تائين سمن جو نائب بهادر خان سبيءَ جي قلعي ۾ رهندو هو. جنهن جي هٿ هيٺ شال (ڪوئيٽا) جهل- گنجابو- ڍاڍر، مڇ، زيارت ۽ شوران ۽ ڊيره بگٽي تائين وارا علائقا هئا. تہ پوءِ خبر ناهي تہ ڪهڙي مدي ۽ ڪهڙي سن ۾ بلوچ انهن علائقن تي قابض ٿي ويا جيڪو سراسر غلط آهي.

سنڌ، هند، ايران ۽ هرات جي ڪنهن بہ تاريخ ۾ بلوچن جي هلان جو ڪو بہ ذڪر نہ آهي. رڳو ڏکا ۽ هٿرادو قصا ۽ ڪهاڻيون ڪٿي پنهنجي شان کي مٿانهون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿن.

"بلوچي دنيا" آگسٽ ۽ سيپٽمبر 1957ع جي صفحي 32 تي فدا حسين سگهي لکيو آهي تہ بلوچن هڪ خوني جنگ کان پوءِ سيواجي کي قتل ڪيو ۽ قنبر خان قلات جو حاڪم مقرر ٿيو رندبو پٽ شيهڪ خان بولان رستي سبي پهتو ۽ اتان جي حاڪم سومرا کي شڪست ڏيئي سبي تي قبضو ڪيو". تاريخ بلوچستان ۾ هتو رام لکيو آهي تہ ۽ مگسي جهل تي قابض ٿيا هي هڪ اهڙي ڪهاڻي آهي جنهن

ڪي نہ منهن آهي نہ سر، پهريان تہ ڪو بہ سومرو يا ان نالي وارو سبيءَ جو حڪمران ڪو نہ هو، سمن جيءَ دور ۾ سومرا ڪڇ ۽ هندستان ڏي هليا ويا ۽ جيڪي رهيا اهي پنهنجي ڪرت ۽ ڪم ڪي لڳي ويا جيئن تہ سمن سومرن ڪان حڪومت ڪسي هئي تنهن ڪري اهي سوال ئي نہ ٿو پيدا ٿي تہ ڪو بہ سومرو انهن جي پاران حاڪم يا نائب هجي!!

پيو تہ شاهہ بيگ ارغون ڪان اڳ ۾ هرات ڪان هڪ حملو سنڌ تي ٿيو هو جنهن جو تفصيلي ذڪر تاريخ سنڌ حصي پيو ۾ موجود آهي پر ان ۾ ڪنهن بلوچ جو نالو ڪونهي تنهن ڪري اهو چوڻ تہ سبي جهل ۽ ڍاڍر تي بلوچ قابض ٿي ويا، سراسر غلط آهي. مگسي تہ جهل ۾ اڳ ۾ ئي بلوچن ڪان گهڻو اڳ موجود هئا چاڪاڻ تہ هو سمہ قبيلي ۽ نسل مان هئا ۽ اتي اهي سمہ حڪمرانن پاران جاگيردار ۽ ڪاردار مقرر ٿيل هئا.

هتورام جي بيان مان ئي ثابت ٿئي ٿو تہ چار نندو سمي قبيلي سان تعلق رکندڙ هو ۽ ان وقت سنڌ ۾ سمن جي حڪومت هئي. مان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ رندن ۽ لاشارين ويڙهہ ٿي هئي ڪو نہ هئي، حقيقت اها آهي تہ مير چاڪر بلوچن جو ديو مالائي هيرو آهي. جيئن سبي جو قلعو نہ ان جو هيو نہ ٺهرايو پر ان سان منسوب ڪيو ويو، حقيقت ۾ اهو سمن جوڙايو هو جتي انهن جا نائب رهندا هئا. چار سمن جو لقب آهي نہ ڪو بلوچ جو. ساڳي وقت جيڪو شجرو هتو رام ڏنو آهي ان ۾ تہ ڪنهن بہ صورت ۾ مگسي بلوچ ٿي نہ ٿو سگهي مون بہ سماٽ جي شجري ۾ مگسي ڪي سمي ۾ ڏنو آهي. ۽ سندن تعلق چاڻڻ لاءِ مڪ شجرو ڏسي سگهجي ٿو.

م. ڪ پيڪولن پنهنجي ڪتاب بلوچ ۾ لکيو آهي ”مگسي قبيلي تي نالو“ وادي مگس تان پيو آهي. ڪوچ و بلوچ ۾ گل خان نصير حقيقت ڪي تسليم ڪندي لکي ٿو ” ان ۾ شڪ ناهي پر اهو ممڪن آهي تہ اهي قبيلا جن تي مڪران جي آسپاس جي هنڌن جا نالا آهن. اهي بلوچ حملا آورن جي نسل مان نہ هجن پر انهن علائقن ۾ رهندڙ جت قبيلي وارن جي نسل مان هجن. اسان وٽ ڪي بہ ٺوس ثبوت ڪونهن جنهن تي يقين ڪري ڪجهہ چئي سگهن، انهي سلسلي ۾ ڪيترا نالا آهن. مثال طور.

1. بليد ڪان بليدي
2. لاشار ڪان لاشاري (پڪ سان جت قبيلو آهي)
3. مگس ڪان مگسي
4. گيش ڪور ڪان گشڪوري
6. دشت ڪان دشتي
7. ڪيهر ڪان ڪهيري (جت آهي).

ايراني بلوچستان ۾ ”درياءَ مگس“ آهي ممڪن آهي تہ انهن پهاڙي ندي جي نالي پويان سمن جي اها ذات سڏبي هجي، بلوچستان جو موجوده علائقو سنڌ جي ماتحت هوندو هو. ان جا حڪمران بہ سنڌي هئا ۽ اتي اڪثر آبادي سنڌ وارن جي هئي. اهڙي طرح سان هي سمو قبيلو ڪنهن زماني ۾ اوڏانهن ويو هجي ۽ جڏهن وري واپس آيو تہ ڪيس سمہ چوڻ بدران مگسي يعني مگس ڪان آيل چيو ويو. پر اهي بلوچن ڪان اڳ سنڌ ۾ آيا هئا.

قديم سنڌ ۾ ”سوم رس“ شراب طور استعمال ٿيندي هئي جيڪا هڪ ”سوم رس“ ٻنگ جي ٻوٽي مان حاصل ڪندا هئا ۽ پيو جبل ۾ ٿيندڙ هڪ ڪمبي آهي جنهن کي ”مگس ڪمبي“ چوندا آهن (Fly agaric) تنهن مان رس ڪڍي شراب طور استعمال ڪندا آهن.

محترم عطا محمد ڀنڀري پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻولي ۽ لکت جي ياچ“ ۾ لکيو آهي تہ: موئن جي دڙي جي لکت ۾ مگس ۽ مگسي ذات جو ذڪر 60 ڪان 70 دفعا آيو آهي. جنهن مان ثابت ٿيو تہ مگسي سنڌ جي قديم ذاتين مان هڪ آهي.

مسٽر ٽاڊ، مگسي بابت هيٺئن بيان ڏنو آهي. ”مڌ“ هڪ نشي واري شيءِ آهي مڌ مڌو مان نڪتل آهي هي لفظ شاستري بمعنيٰ مگس آيو آهي ۽ مگس ماکيءَ کي چيو ويندو آهي. منهنجي خيال ۾ مگس معنيٰ ماکي جا مکا. منهنجي ان خيال جي تصديق فيروز اللغات مان ٿي جنهن ۾ لکيل آهي، مگس معنيٰ مک، ماکيءَ جي مک.

جيڪڏهن هن قبيلي جو نالو وادي مگس تان هجي تہ بہ مفهوم نڪري ٿو. منو، ماکي هميشہ مٺي هوندي آهي. يعني مگسي معنيٰ منو، ميٺاج وارو. صاف ظاهر آهي تہ هي نالو بلوچي ڪونهي.

فيروز الغات جي مطابق مگسي معنيٰ ماکيءَ جي مکي جو ڪار سرورنگ ۽ مگسي ان گهوڙي کي بہ چيو ويندو آهي جنهن جي سڄي بدن جا وار اڇا هجن ۽ ان تي ڪاري رنگ جي وارن جا ڪٽي، ڪٽي چٽا هجن ۽ ڪنڌ ۽ پڇ جو هڪ رنگ هجي. ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو مگسي بلوچ نسل مان نہ آهي ۽ نہ وري اهو چئي سگهجي ٿو تہ هو ايراني بلوچستان جو رهاڪو هو ان ڪري بلوچ آهي. حقيقت اها آهي تہ هي نج

سنڌي قبيلو آهي ۽ اهي معنائون بہ راجستان جي ڪڇ واري علائقي مان مليون آهن. جن جو ذڪر ٽاڊ پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي. اي ڊي ميڪليگن هنن کي جت ڪري لکيو آهي.

شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي مگسي اصل ۾ سنڌي سمو قبيلو آهي Maegsi is Purely Sindhi Samma Tribe هن پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ قديم شعر ڏنو آهي.

ڏيري پوٽو ڏاهہ مانگل جائو مگسي

مطلب ڏيري جي پوٽي جو نالو ڏاهہ هو، سندس زال جو نالو مانگل هو، جنهن مان ڏاهہ کي مگس نالي پٽ ڄائو. يعنيٰ مگسي ڏيري جي نسل مان آهي ۽ اهو سمو آهي.

شيخ صادق علي شير علي انصاري لکيو آهي تہ جيئن تہ مون کي مگسي قبيلي جي اصليت بابت شڪ هو ان ڪري مون هن کي پنهنجي اڳوڻي نوٽ ۾ بلوچ قبيلي مان ڄاڻايو هو. پر هاڻي مون کي پڪ ٿي آهي تہ مگسي نج سنڌي آهي ۽ سمہ قبيلي مان آهن. خانبهادر رسول بخش مختيار ڪار قمبر جيڪو بلوچستان جي قبيلن مان پوري طرح واقف آهي تنهن منهنجي هن گمان کي پڪ ۾ بدلائي ڇڏيو تعلقي نصير آباد (جنهن جو هيڊڪوارٽر وارهہ ۾ هو) جي مختيار ڪار ٻڌايو تہ مگسي ڏيرو جي نسل مان آهي جيڪو ٽيبو جي نسل ۽ مائي مانگل مان آهي.

مگسي کي بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ ٻي ڪهاڻي بہ گهڙي ويئي آهي جنهن مطابق شام کي ٽي پٽ گهرام، نورالدين، رحمان ۽ هڪ ڌيءَ نالي مگاسو هئي ۽ مگسي ان ڌيءَ جي اولاد مان آهي جيڪي مگاسو جي پويان مگسي سڏيا ويا. قيصر خان مگسي ۽ محبوب علي خان مگسي، واضح لفظن ۾ چوندا هئا تہ اسان سمہ آهيون ۽ هاڻي يوسف علي خان مگسي ساڳي ڳالهہ ڪندو آهي.

هتو رام جي ڏنل شجري ۾ چار نندو ۽ پوت نالائي ثابتي لاءِ ڪافي آهن. چاڪاڻ تہ چار لقب رڳو سمہ قبيلن وارن لاءِ مخصوص جو هو سري ڪرشن جي گهر واري چامل جي اولاد مان آهن ۽ ڪرشن کي سيام چيو ويندو هو يعنيٰ ڪٽڪ رنگو يا سانورو اهو سيام بہ بدلجي چار صرف سمہ ذات وارن لاءِ آهي. مگسي ڪنهن بہ طرح سان بلوچ نہ آهي. هت مگسي ۽ منگسي کي الڳ ذاتيون سمجهيو ويندو آهي جيڪا درحقيقت هڪ ئي ذات آهي، مگسي ۽ منگسي، مگسي ئي آهي صرف علائقائي لهجي جي ڪري فرق ٿيو آهي.

مگسي جو سنڌي قبيلي هجڻ جو ثبوت مير محبت بروهي جي اها ورچ آهي جيڪا 17 مارچ 1740ع ۾ نادر شاهہ جي مدد ڪرڻ جي عيوض سنڌ جو ٽڪرو ايراني سلطنت ۾ شامل ڪندي سندس زير انتظام الڳ ٿي مليو هو. جنهن کي هن بروهي، بلوچ ماڻهن ۾ ورهايو هو. بلوچ قوم قديم عهد سي عصر حاضر تڪ ۾ شاهہ محمد مري لکيو آهي.

محبت خان بروهي ڪڇي کي ٽن حصن ۾ ورهايو هڪ خاص عبدالله بروهي جي قتل عيوض پاڻ ڪنيو. ٻيو هو انهن کي جن عبدالله بروهي سان گڏجي سنڌ تي حملو نہ ڪيو هو پر ماضي ۾ ان جا پرجهلو هئا ۽ ٽيون حصو انهن قبيلن ۾ ورهايو جيڪي عبدالله بروهي سان جنگ جي وقت گڏ هئا. هن جنگ ۾ شاهہ بهارو جهنجڻ عبدالله بروهي کي واعدي خلافي جي عيوض جنگ ڪرڻ دوران مڇ جي پرسان ماريو هو. هن ٽئين حصي کي ستن قبيلن ۾ ورهايو.

(1) منڙي رئيساڻي، (2) حاجي شاهواڻي، (3) بانبي لهڙي، (4) چندر يا ڇڇهڙ-بنگلزئي، (5) تاج- روديني، (6) ڪوگڙو - محمد حسني، (7) زرداد- محمد شي.

ان مان ثابت آهي تہ اتي رهندڙ ڪنهن بہ سنڌي قبيلي کي حصو يا زمين نہ ڏني ويئي ۽ ويتر هنن کي مجبور ڪيو ويو جو هو نسلي تعلق بلوچ سان ڳنڍڻ تي مجبور ٿيا.

هن ذات وارا، لاڙڪاڻو، قمبر شهدادڪوٽ، دادو، ٺٽو، نوابشاهہ ضلعن کان علاوه ٻين هنڌن تي بہ رهن ٿا. سردار گهراڻي جا مگسي فرد هميشہ ايم پي اي ۽ ايم اين اي سنڌ مان ٿيندا آهن.

قيصر خان پنهنجي وقت ۾ قلات جي ماتحت هو پر هو آزادانہ نموني ڪم ڪندو هو ۽ نالي ماتر خان آف قلات جي ماتحت هو.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) پوتاڻي (سردار پاڙو) | (2) حيباڻي | (3) حسراڻي |
| (4) ڪليار | (5) راهيجا | (6) ساڪاڻي |
| (7) شيخاڻي | (8) هيبتاڻي | (9) گنگلاڻي |
| (10) ايسباڻي | (11) شاهاڻي | (12) آخونداڻي |
| (13) آدماڻي | (14) رائوتاڻي | (15) سوياڻي |
| (16) لنداڻي | | |


مگسي سردارن جو شجرو
چام نندو
پوٽ
احمد خان
گوهر
پوٽ
شير خان
پوٽ
احور خان
گهرام خان
جعفر خان
قيصر خان
جعفر خان
احمد خان
سبحان خان (فوت ٿي ويو)
قيصر خان
محبوب خان
سيف الله خان
ذوالفقار علي خان (موجوده)
نادر حسين
عامر حسين
طارق حسين

## مگسيءَ جو سماٽ سان تعلق



# شهاڻي يا شاهاڻي

شاهاڻي فارسي جي لفظ شاهانہ مان نڪتو آهي. فيروز اللغات جي مطابق جنهن جي معنيٰ آهي بادشاهہ ڏانهن منسوب، بادشاهہ جهڙو عمده ۽ اعليٰ ۽ ڪنوار ڏانهن منسوب، يعنيٰ سهڻو، حسين ڪنوار وانگر. شاهاڻي بذات خود هڪ ذات نہ آهي پر مختلف ذاتين وارن پاڙ ڪي ڪلهوڙن جي سپهہ سالار شاهہ بهارو جهنجهڻ ڏانهن منسوب ڪيو تنهن ڪري شهاڻي يا شاهاڻي چورايو جن ۾ هندو توڙي مسلمان ذاتين وارا شامل آهن.

ڪاڪو پيرو مل مهر چند آڏواڻي لکي ٿو تہ شاهہ بهارو نالي وارو سپهہ سالار هو جنهن وٽ ڪيترا هندو ننڍن توڙي وڏن عهدن تي هئا ۽ سيني تي پنهنجو هٿ رکيو هئائين. جنهن ڪري هو فخر وچان پاڙ ڪي سندس نالي پٺيان "شهاڻي يا شاهاڻي سڏائڻ لڳا. مطلب تہ شاهہ لفظ مان شهاڻي يا شاهاڻي نالو ٺاهيو اٿن. چانڊوڪ (لاڙڪاڻي)پرڳڻي جي هنن ڪامورن اهو نمونو اختيار ڪيو تہ شاهہ بهاري ۽ سندس عملي جا جيڪي مودي هئا سي بہ پاڙ ڪي شاهاڻي يا شاهاڻي سڏائڻ لڳا.

شاهہ بهاري جهنجهڻ جي ذات وارا اڄڪلهہ شاهاڻي چورائن ٿا. انهن مان دادو طرف رهندڙ شاهاڻي پنهنجو پاڙ ڪي بلوچ چورائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن. ڪن ذاتين ۾ پنهنجن وڏن جي نالن تي شاهو يا شاهن يا شاهل پويان شاهاڻي سڏجن ٿا پر انهن جو هنن شاهاڻي سان ڪو بہ واسطو ڪونهي ۽ هو ڀين ذاتين جا پاڙا آهن.

سنڌ ۾ رهندڙ هندن ذاتين مان، ٻنيجا ۽ ڍهلياڻي آهن جيڪي شهاڻي يا شاهاڻي سڏجن ٿا. ٻنيجا شاهاڻي اورنگزيب جي وقت ۾ پنجاب مان سنڌ ۾ آيا هئا چون ٿا تہ جتي هو رهندا هئا اتي سندن ٻنو سدائين تتو پيو هوندو هو. هو واٽهڙن ۽ مسافرن کي هر وقت ماني کارائيندا هئا. تنهن ڪري انهن کي "ٻنيجا" سڏيو ويندو هو بعد ۾ اهو سلسلو اولاد تائين جاري رهندو آيو ۽ ڪين ٻنيجا سڏيو ويو. اهڙي طرح ڍهلياڻي بہ ڪڇ کان آيل آهن. ڪاڪو پيرو مل لکي ٿو تہ سن 12-1811ع ۾ ڪڇ،ڪانيا واڙ ۽ راجپوتانہ ۾ اهڙو سخت ڏڪار پيو جو پئسن تي بہ ان ڪو نہ پيو ملي جنهن ڪري اتان جا رهاڪو سنڌ ڏانهن لڏي آيا جن ۾ برهمڻ، ڪتري، ڀاٽيا ۽ لوهاڻا شامل هئا. ان ڪانسواءِ ٺٽ جا ٺهلياڻي بہ هئا جيڪي اچي سنڌ پهتا.

ٺٽ اصل ۾ قديم سنڌي جي لفظ "ٺٽ" مان نڪتو آهي. جنهن کي "تڙ" بہ چيو ويندو آهي پر ٺٽ ۽ تڙ جي وچ ۾ اهو تفاوت آهي تہ ڪنهن واهہ يا درياءَ جي تڙ وٽ ٻڌل ڳوٺ کي جتان پتڻ ٽپي پار ڪجي تنهن ڳوٺ کي "ٺٽ" چئبو آهي. ٽي سگهي ٿو تہ ٺهلياڻي اهڙي ڪنهن ڳوٺ جا رهواسي هجن پر لاڙڪاڻي ۾ اچڻ کان پوءِ هنن شاهہ بهاري جي سرپرستي ۾ پاڙ ڪي شاهاڻي چورايو. شاهاڻي ذات وارا هندو 1947ع جي ورهاڱي ۾ اڪثريت سان هندستان لڏي هليا ويا پر چند گهر لاڙڪاڻي ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ رهجي ويا جنهن ۾ مشهور وڪيل پي ڪي شاهاڻي بہ هو.

# چڇ

سنڌ ۾ رهندڙ چڇ ذات وارن کي پنجاب ۾ ڇيڇي چوندا آهن شاهان گجر جي مصنف هنن کي گجرن ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي. اي ڊي ميڪليگن پڻ هنن کي زراعت پيشو گجر لکي ٿو. هي سورج ونشي راجا جگ ديو جي نسل مان آهن. هن جي اولاد مان راجا ڇچي هو جنهن جي اولاد کي سندس نالي پويان ڇچ يا ڇيڇي چيو وڃي ٿو.

راجا ڇچي جي پوئين مان هڪ ڇٽو سلطان مسعود جي لشڪر ۾ ڀرتي ٿيو ۽ مسلمان ٿيو. هن جي اولاد پنجاب ۾ آباد ٿي ويئي جنهن مان هڪ ڪٽنب يا فرد ڪنهن سببن جي ڪري سنڌ ڏانهن لڏي آيو ۽ قمبر جي ڀر سان پنهنجو ڳوٺ ٻڌي هارپ ڪرڻ لڳو. اڄ اهو هڪ گهر هڪ ڳوٺ جي صورت ۾ تبديل ٿي ويو آهي.

سنڌن جو چوڻ آهي ته هنن کي ڪا به خبر ناهي ته هنن جا وڏا ڪير هئا ۽ ڪٿان آيا هئا. ڇاڪاڻ ته سڄي سنڌ ۾ ڇچ ذات وارن جو اهو هڪڙو ڳوٺ آهي. هو پاڻ کي ابڙو به چورائيندا آهن. اصل ۾ هو راجپوت نسل سان تعلق رکن ٿا. سنڌ ۾ ڪافي اهڙيون ذاتيون آهن. جن کي گهڻو عرصو گذرڻ بعد اهو به معلوم نه آهي ته هو ڪهڙي نسل مان آهن جنهن ڪري اڪثر، بلوچ چورائيندا آهن. پر ڪي جن جون سنڌين سان سڱابنديون ٿينديون آهن، اهي، ابڙا ۽ سمه چورائيندا آهن.

# قاضي
# لاڙڪاڻي جا قاضي

قاضي اصل ۾ عربي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي، منصف، حق سچ ڪرڻ وارو، عدالت ڪرڻ وارو. جج شرعي، توڙي غير شرعي، روزمره جي پيدا ٿيندڙ مسئلن جون ڳالهيون ٻڌي غير جانبداري سان فيصلو ڏيندڙ جنهن ڪي هاڻي جج چيو وڃي ٿو. اسلامي دور حڪومتن ۾ قاضي ۽ قاضي القضاءَ جا عهدا مقرر ٿيل هئا. جنهن تي عالم ۽ انصاف ڪندڙن ڪي مقرر ڪيو ويندو هو. انهن منصفن ۽ انصاف ڪرڻ وارن قاضين جي اولاد ڪِي پيءُ جي طرفان قاضي لکڻ ڪري قاضي سڏيو ويندو هو. جيڪو بعد ۾ ذات ۾ تبديل ٿي ويو ان ۾ ڪنهن بہ مخصوص ذات يا ڪنهن بہ مخصوص ماڻهو سان وابستگي ڪونهي پر مختلف ذاتين جي مختلف ماڻهن جي اولاد، تن جي اولاد ڪي ذات جو قاضي سڏيو ويو.

سنڌ ۾ قاضي ذات وارا ڪافي رهن ٿا. جيئن مشهور اسڪالر علامہ آءِ آءِ قاضي اصل ۾ ذات جو جوڻيجو هو ۽ پاڻ ضلعي دادو جو رهواسي هو، اهڙي طرح حيدر آباد جا قاضي جيڪي اصل ۾ سيوهڻ جا گولاڙا آهن پر اڄ تائين قاضي سڏجن ٿا. پر آءٌ هتي لاڙڪاڻي جي قاضين مان قاضي منظور جي خاندان جو خاص طور ذڪر ڪندس.

سندن چوڻ موجب وڏا اصل ۾ افغانستان جا رهواسي هئا جيڪي ڪنهن سبب جي ڪري اتان لڏي اچي ڏهرڪي يا ان جي آسپاس اچي ويٺا، انهن جي پوين مان خدا بخش خان ۽ سندس سئوٽ يا ماسات ملان مينهون خان اتان لڏي اچي غوث پور ضلعي جيڪب آباد ۾ ويٺا جيئن تہ ملان مينهون خان، حافظ قرآن ديني ماڻهو هو، جنهن اتي حفظ ۽ تدريس جو ڪم جاري رکيو جنهن ڪري سندس تر ۾ وڏو نالو پيدا ٿيو.

خدا بخش خان پڻ، عالم، اڪابر ۽ سمجهہ ڀريو ماڻهو هو جيڪو جلدي ۾ تر جي ماڻهن ۾ مشهور ٿي ويو. ان وقت جي سندراڻي قبيلي جي چيف سردار ان ڪي پاڻ وٽ گهرائي پنهنجو خاص مقرب مقرر ڪيو ۽ راڄ ڀاڳ جا فيصلا وغيره ان جي حوالي ڪيا جنهن ڪري ڪيس قاضيءَ جو لقب ڏنو. انهي ڪري سندس پويان اڄ تائين قاضي سڏجندا ٿا اچن. اسان جي تحقيق موجب هنن جو افغانستان جي ڪنهن خاندان يا قبيلي سان ڪو بہ نسلياتي ۽ لساني تعلق ڪونهي. هو ٻين قبيلن وانگر هڪ هنڌ کان لڏي ٻئي هنڌ ويندي پنهنجي اصلي ذات تبديل ڪندا هئا جيئن ماضي جي ڪنهن ڪي بہ خبر نہ پوي. اها صورتحال ٻن سببن جي ڪري ٿيندي هئي هڪ دشمني ۽ ٻيو گهٽ ذاتين ۾ شمار ٿيندڙ. ڪنهن سبب جي ڪري هنن پنهنجي اصليت لڪائي آهي، اها ٻڌائڻ لاءِ تيار نہ آهن. ذات، قبيلو ڪو بہ ڪو نہ اٿن صرف خانگي لقب قاضي لکرائن ٿا.

غوث پور جي انهي قاضي خاندان جا پويان فرد قاضي عبدالغفور ۽ قاضي عبدالرسول 1960ع ڌاران لاڙڪاڻي لڏي آيا. اهي ٻئي ڀائر بنيادي طور استاد هئا. قاضي عبدالرسول غوث پور اسڪول ۾ هيڊماستر هو ۽ پنهنجن وڏن جي ملڪيت سنڀاليندو هو ۽ قاضي عبدالغفور، ڪنڊڪوٽ ۾ استاد هو، جيڪو اڪثر ڪريَ غوثپور کان ڪنڊڪوٽ پنهنجي گهوڙي تي ايندو ويندو هو. انهي دوران هن واٽ تي هڪ بدنام ڌاڙيل ڪي هٽ ڪيو جنهن ڪري انگريز سرڪار هن ڪي پوليس ۾ انسپيڪٽر جي نوڪري ڏني ۽ ناسڪ، پوليس جي ٽريننگ لاءِ موڪليو. جنهن ڪري هن تعليم ڪاتي واري ملازمت ڪي خيرباد چيو ۽ لاڙڪاڻي لڏي آيو. اهڙي طرح قاضي عبدالرسول بہ غوث پور مان لڏي هميشہ لاءِ لاڙڪاڻي ۾ اچي ويو ۽ اتي پنهنجو ڌنڌو وغيره شروع ڪيو ۽ هڪ پيٽرول پمپ جو بنياد وڌو. هاڻي قاضي خاندان جا فرد لاڙڪاڻي، ڪراچي، حيدر آباد کان سواءِ آمريڪا ۾ بہ رهن ٿا. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو شجرو.

هن قاضي خاندان کان علاوه لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ٻيا قاضي خاندان بہ رهن ٿا جن ۾ پاٽ جي قاضين مان غلام مصطفيٰ قاضي جو پٽ مرحوم قاضي اختر علي جيڪو اصل ۾ ذات جو جوڻيجو آهي پر مشهور قاضي جي نالي سان آهي. جيڪو پنهنجي وقت جو مشهور وڪيل، ۽ سماجي ورڪر هو. هو وارهہ تعلقي مان صوبائي اسيمبلي جو ميمبر منتخب ٿيو. صوبائي وزير تعليم ۽ وزير اعليٰ سنڌ رهي چڪو آهي. هاڻي بيماري جي صورت ۾ بستري داخل آهي. سندس پائرن ۾ ماهر تعليم قاضي آصف علي مشهور آهي. هي پاٽ جي مشهور قاضي خاندان جا فرد آهن.

لاڙڪاڻي شهر ۾ رهندڙ بقاپور جا هليا بہ پنهنجي وقت ۾ مشهور قاضي خاندان مان سڏيا ويندا هئا. سندن پوئين مان قاضي اشرف ۽ ٻيا آهن. اهڙي طرح سان رتوديرو ۽ نئون ديرو جو مشهور قاضي خاندان جنهن مان قاضي خضر حيات قاضي قمر الدين ۽ ٻيا آهن. اهي پنهنجي وقت جو مشهور قاضي خاندان هو ۽ اڄ تائين پنهنجن وڏن جي نالن جي عظمت کي برقرار رکيو آهي. نئين ديري وارا قاضي اصل ۾ گهراماڻي ذات جا آهن.

انهي ڪانسواءِ مشهور سياستدان، وڪيل، قاضي فضل الله جيڪو 1950ع ۾ سنڌ جو وزير اعليٰ رهي چڪو هو. لاڙڪاڻي جو مشهور قاضي نالي وارو هو. هو اصل ۾ نوشهروفيروز جو رهواسي هو. جيڪو 15 جنوري 1902ع تي قاضي عبيدالله جي گهر ڄائو هو. هن جي وڏن جو تعلق انصاري خاندان مان هو. جيڪي حجاز مان لڏي سنڌ ۾ آيا هئا. سندس وڏن کي ڪلهوڙا دور ۾ نوشهروفيروز ۽ ٺارو شاهہ جي وچ ۾ مولهڻ ڳوٺ جي ڀرسان جاگير مليل هئي. وڏن مان حبيب الله ۽ عثمان ڪن سببن جي ڪري واپس مڪي شريف هليا ويا ۽ چاليهن سالن کان پوءِ مولوي محمد عثمان سنڌ ۾ وري واپس آيو ۽ نوشهرو فيروز کان هڪ ميل پري اوڀر طرف "ڪاهي راهو" نالي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو. جتي نوشهروفيروز جا قاضي خاندان وارا سندس تعليمي حلقي ۾ داخل ٿيا. جن هن کي اتان لڏائي نوشهروفيروز آندو. جتي 1875ع ۾ وفات ڪيائين. ڪيس پنج پٽ هئا. هڪ مولانا عبدالڪريم، ٻيو مولانا عبدالحميد، ٽيون حافظ عبدالله، چوٿون قاضي عبيدالله ۽ پنجون قاضي عبدالواحد. جن مان قاضي عبيدالله کي چار پٽ هئا انهن مان هڪ قاضي فضل الله بہ هو. جنهن سياست ۽ وڪالت ۾ نالو ڪيرايو ۽ ٻيو قاضي شمس الدين هو جنهن طب ۾ پنهنجو پاڻ ملهايو ۽ نالي وارو حڪيم ٿي گذريو.

قاضي فضل پنهنجي دوست محمد حنيف صديقي جي چوڻ تي 30 مارچ 1931ع تي حيدرآباد ڇڏي هميشہ لاءِ لاڙڪاڻي آيو ۽ وڪالت شروع ڪئي ۽ لاڙڪاڻي جي سياست ۾ پير پاتو ۽ پنهنجو نالو روشن ڪيو. هي لاڙڪاڻي جي قاضين مان گهڻو مشهور ٿيو. هي ڪنوارو رهيو ۽ پنهنجو ڪو بہ گهر نہ ٺاهيو نہ وري ورتائين ۽ پنهنجي دوست عبدالحميد جتوئي جي بنگلي ۾ رهيو. سندس پويان ڪو بہ نہ آهي. هن جا پاٽيجا لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا.

انهي کان علاوه وارهہ تعلقي جي لعلو رائنڪ شهر جو قاضي عبدالڪريم جو حڪمت جي دنيا جو چمڪندڙ ستارو هو. هن جهڙو حڪيم شايد ڪو ورلي ٿيو هجي جيڪو مريض جي مرض جي تشخص اکڻ سان سڃاڻي وٺندو هو. سندس هڪ هڪ لفظ، لفظ آخر هوندو ۽ سندس پيشن گوئيون سقراط وانگر هيون. سندس پوين مان ڪو بہ اهڙو حڪيم پيدا ڪو نہ ٿيو. سندس فرزند قاضي عبدالغفار حڪمت جو ڌنڌو تہ ڪندو هو پر پيءُ جهڙو ڪو نہ ٿي سگهيو. هي نهايت سخي، سماجي ورڪر هو. هو حيدربخش جتوئي جي هاري تحريڪ جو مشهور اڳواڻ هو، جنهن پنهنجي سڄي پونجي سنڌ ۽ سنڌين لاءِ صرف ڪري ڇڏي ۽ پڇاڙي ۾ رسول بخش پليجي جو ويجهو ساٿي ٿي رهيو. سندس پوئيرن مان ڪو بہ مشهور شخصيت جو نہ رهيو آهي. قاضي عبدالغفار هارين کي زميندار ۽ مزدورن کي سيٺيو ڪري ڇڏيو. چون ٿا تہ هي بنيادي طور لوهارڪي پيشي سان وابستہ هئاءِ بعد ۾ قاضي جي لقب سان نوازيا ويا ۽ اڄ تائين سندن پويان قاضي سڏجن ٿا.

# مرحوم قاضي فضل الله جو شجرو



# قاضي منظور جي خاندان جو شجرو



# ڪوري

ڪوري ذات وارن جو تعلق مهين جي دور سان آهي. ڪوري قديم سنڌي جي لفظ ڪولڪ مان ورتل آهي. ڪوريءَ جي معنيٰ آهي اٽت جو ڪم ڪندڙ، ڪپڙا اٽڻدڙ يعنيٰ ڪاريگر مطلب ڪپڙن اٽن جو خاص هنرمند، انهي ڪري ڪيترن ٻولين ۾ ڪوري لفظ ڪتب آندل آهي.

ڪوري مهين جي دور جا شاندار هنرمند هئا جن جي هاڪ هڪ طرف عراق، شام ۽ مصر تائين ۽ ٻي طرف چين تائين هئي. مصر وارا لاش کي ممي ڪرڻ کان پوءِ سنڌ جي ململ ۾ ويڙهيندا هئا جنهن کي سنڌي من چوندا هئا.

سنڌ جا ماڻهو ۽ زراعت ڪار ٻين پوڪن سان گڏ وونڻن جي پوک به ڪندا هئا. جنهن مان ڪپهه ڪڍي آڏاڙين تي اوڻي ڪپڙو تيار ڪنداهئا. اڄ ڪلهه جنهن کي بافتي جو ڪپڙو چيو وڃي ٿو ان جا اصل ڪاريگر ۽ هنرمند مهين جي شهر وارا ڪوري هئا. جن کي اسان اڄ ڪلهه گهٽ ذات وارن ۾ شمار ڪيون ٿا. هنن جي هنرمنديءَ جو انسان ذات تي احسان آهي جو اگهاڙي ۽ ننگي بدن کي ڍڪڻ لاءِ پوشاڪ واسطي ڪپڙو تيار ڪيو.

ڪوريءَ جو ذڪر رگ ويد ۾ به آهي. هن کي ”وايه“ يعنيٰ اٽندڙ سڏيو ويو آهي. (رگ ويد منڊل ڏهون 71-9) رگ ويد ۾ آهي سنڌ جا ڪوري رڍن ۽ گهيٽن جي ان ڪتري اوني ڪپڙو ٺاهيندا هئا (رگ ويد منڊل ڏهون 26-6) گهر ۾ ڪتڻ جو ڪم زالون ڪنديون هيون (رگ ويد منڊل ٻيو 3-6-38-4 ۽ رگ ويد منڊل پنجون 47-6) ڪاڪي ڀيرومل قديم سنڌ جي حاشيه تي لکيو آهي ته اهو رواج يورپ ۾ به هو. منهنجي خيال موجب اهو سنڌ مان اتي ويو ڇاڪاڻ ته يورپ وارن کي ڪپڙي جي خبر عراق ۽ مصر وارن جي معرفت پئي اهو ڪتڻ وارو ڪم ڪئناريون ڇوڪريون ڪنديون هيون.

سنڌ جي ڪوري جي ٺهيل ڪپڙي جي تعريف هر هنڌ هوندي هئي. سرجان مارشل تسليم ڪيو آهي ته ڪپهه مان ڪپڙي جوڙڻ جو هنر پهريان سنڌ وارن جو آهي ۽ ٻه ٽي هزار ورهين کان پوءِ ايشيا کنڊ جي الهندي طرف ۽ مصر ملڪ ۾ جاري ٿيو. سنڌ جا ڪوري ململ ۽ سوٽي ڪپڙي سان گڏ ريشمي ۽ اوني ڪپڙا به تيار ڪندا هئا جيڪو ڏيساور ڏانهن ويندو هو. پروفيسر اي ايچ سئس لکيو آهي ته عيسوي سن کان اڳ سنڌ جو ٺهيل ڪپڙوايراني نار رستي بئبلونيا ۽ مصر ملڪ ڏانهن ويندو هو. جنهن کي بقول مئڊم، زيڊ، اي راگو زين ”سنڌو“ سڏيندا هئا ڇاڪاڻ ته اهو ڪپڙو ايندو ئي سنڌ مان هو. سنڌ جي ڪپڙي جي تعريف يونان کان وٺي مصر تائين هئي. جنهن جو سهرو ڪوري ذات وارن جي سر آهي.

سنڌ ۾ ڪورين جي وڏي عزت، مان ۽ مڃتا هئي ٺٽي، سيوهڻ، نصرپور ۽ ٻين هنڌن تي هزارين آڏاڻا هئا. جيڪي ميرن جي دور تائين قائم هئا جڏهن کان ايسٽ انڊيا ڪمپني ننڍي کنڊ ۾ پير پاتو ۽ ڪارخانن جو ٺهيل ڪپڙو اچڻ شروع ٿيو ته ڪوري جي اهميت گهٽجي ويئي ۽ انهن ٻيا روزگار شروع ڪيا جنهن ڪري اي ڊي ميڪليگن ڪوري کي زراعت ڪار قبيلي ۾ شمار ڪيو آهي.

اڄ به ڪوري جي ٺهيل اجرڪ جي اها اهميت آهي جيڪا مهين جي وقت ۾ هئي. سنڌ جي راجا سمبارا جنهن کي آرڪيالاجي ماهرن پروهت بادشاهه سڏيو آهي. ان کي ويڙهيل ڪپڙو اجرڪ آهي.

ڪوري ذات ڪرت ۽ هنر جي ڪري سڏي ويئي جن جو تعلق هزارين سال قديم آهي. ڪوري هاٽي، ابڙا ۽ سمه به سڏجن ٿا هي سنڌ ۾ لاڙ، ڪڇ ۽ وچولي ۾ رهن ٿا ان ڪانسواءِ ڪوري ذات وارا هر هنڌ موجود آهن.

# ڪمانگر

ڪمانگر هڪ پيشي واري ذات آهي. جنهن جو تعلق لوهہ جي دريافت کان اڳ جو آهي. ممڪن آهي تہ مهين جي دور جي پڇاڙي واري زماني سان هنن جو تعلق هجي جڏهن آريا ڏنار، شرافت جي نالي تي سنڌين جو ڪوس ڪري رهيا هئا تہ ان وقت ڪمان گرن پنهنجي جوهر جو رنگ ڏيکاريو هجي.

ڪمانگر ذات نڪتي آهي ڪمانگري مان جنهن جي معنيٰ آهي ڪمانون ۽ تير ٺاهڻ وارو هنر مند، ڪمانگر فارسي جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ مٿين ڪانسواءِ جامع سنڌي لغات مطابق اها بہ آهي تہ نقش ساز، گلڪار، چٽ سال، چتر ڪار، مصور ڪاٺ تي چٽسالي جو ڪم ڪندڙ ۽ ان ڪانسواءِ هڏن ڳنڍڻ جو ماهر جيڪو ڪم ڪنيرِ بہ ڪندا آهن.

ڪمانگر جو هاڻي ڪم تير ڪمان ٺاهڻ نہ رهيو آهي تنهن ڪري هو ڪاٺ جي ڪم ۽ ٻين ڪمن ۾ لڳي ويا آهن. خاص طرح، هالا، ڪشمور چينوٽ ۽ اهي شهر جتي ڪاٺ جي چٽ سالي جو ڪم ٿئي ٿو، اتي ڪم ڪن ٿا ان ڪانسواءِ هي رنگ جو ڪم ۽ عمارت سازي جو ڪم بہ ڪن ٿا. جنهن ڪري هر هنڌ ملن ٿا.

ڪمانگر پيشي واري ذات آهي تنهن ڪري ڪيترن ڪمانگر ذات وارن ميمڻ، ابڙو، سمہ ۽ سومرو چورائڻ شروع ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ هوهن وقت پيشي وارانہ ڪم نہ ٿا ڪن ۽ سرڪاري ملازمتن ۽ ٻين ڌنڌن وغيره ۾ لڳي ويا آهن. تنهن ڪري انهن پنهنجي ابي ڏاڏي واري ذات بہ مٽائي ڇڏي آهي.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| 1. ڪشموري | 2. مديجائي | 3. هالائي |
| 4. چنيوٽي | 5. ميمڻ | 6. سومرائي |
| 7. ابڙائي | 8. سمائي | 9. گجراتي |
| 10. ڪڇي | 11. لاڙائي | 12. ٽاٽائي |
| 13. سهاڳ | 14. خلجائي | 15. ٽري |
| 16. ٽانوري | 17. هڏجوڙ | |

# ڪمانگر

ڪمانگر هڪ پيشي واري ذات آهي. جنهن جو تعلق لوهه جي دريافت کان اڳ جو آهي. ممڪن آهي ته مهين جي دور جي پڇاڙي واري زماني سان هنن جو تعلق هجي جڏهن آريا ڏنار، شرافت جي نالي تي سنڌين جو ڪوس ڪري رهيا هئا ته ان وقت ڪمان گرن پنهنجي جوهر جو رنگ ڏيکاريو هجي.

ڪمانگر ذات نڪتي آهي ڪمانگري مان جنهن جي معنيٰ آهي ڪمانون ۽ تير ٺاهڻ وارو هنر مند. ڪمانگر فارسي جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ مٿين ڪانسواءِ جامع سنڌي لغات مطابق اها به آهي ته نقش ساز، گلڪار، چٽ سال، چتر ڪار، مصور ڪاٺ تي چٽسالي جو ڪم ڪندڙ ۽ ان ڪانسواءِ هڏن ڳنڍڻ جو ماهر جيڪو ڪم ڪنير به ڪندا آهن.

ڪمانگر جو هاڻي ڪم تير ڪمان ٺاهڻ نه رهيو آهي تنهن ڪري هو ڪاٺ جي ڪم ۽ ٻين ڪمن ۾ لڳي ويا آهن. خاص طرح، هالا، ڪشمور چينوٽ ۽ اهي شهر جتي ڪاٺ جي چٽ سالي جو ڪم ٿئي ٿو، اتي ڪم ڪن ٿا ان ڪانسواءِ هي رنگ جو ڪم ۽ عمارت سازي جو ڪم به ڪن ٿا. جنهن ڪري هر هنڌ ملن ٿا.

ڪمانگر پيشي واري ذات آهي تنهن ڪري ڪيترن ڪمانگر ذات وارن ميمڻ، ابڙو، سمه ۽ سومرو چورائڻ شروع ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته هو هن وقت پيشي وراند ڪم نه ٿا ڪن ۽ سرڪاري ملازمتن ۽ ٻين ڌنڌن وغيره ۾ لڳي ويا آهن. تنهن ڪري انهن پنهنجي ابي ڏاڏي واري ذات به مٽائي ڇڏي آهي.

## پاڙا

1. ڪشموري
2. مديجائي
3. هالائي
4. چنيوٽي
5. ميمڻ
6. سومرائي
7. ابڙائي
8. سمائي
9. گجراتي
10. ڪڇي
11. لاڙائي
12. ٽاٽائي
13. سهاڳ
14. خلجائي
15. ٽري
16. ٽانوري
17. هڏجوڙ

# لهاڻو

لهاڻو ذات وارا سري رامچندر جي پٽ لو جي نسبت سان سڏيا وڃن ٿا. سندس قائم ڪيل شهرن ڪي لاهور، (پنجاب) ۽ لهور (لاڙڪاڻو) سڏيو وڃي ٿو. لاهور شهر اڄ تائين پنهنجي اوج ۽ عروج تي آهي جڏهن ته لهور دڙن ۽ ڪنڊرن جي صورت ۾ موجود آهي.

مرحوم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکيو آهي ته الله تعاليٰ جي نالي جو مادو "لا" مذهبي دنيا جو قديم ترين لفظ آهي. ٿي سگهي ٿو ته "لوهاڻو" جو اشتقاق لو + هاڻو هجي. هاڻو، سنڌي لفظ آهي ۽ اڄ به استعمال ٿئي ٿو حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي هي لفظ هن طرح آندو آهي.

"ڪڪي هاڻيون ڪاريون ڇڇي هاڻا ڇڄ"

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته هاڻو جي معنيٰ آهي لڳل، ڀريل تعلق ۾ رهيل، انهي لحاظ کان لوهاڻو جي معنيٰ ٿيندي لو سان تعلق رکندڙ. "لو" سان وابسته يا "لو" وارو. انهي ڪري لوهاڻو مان مطلب ٿيندو. لو وارا، لو جي اولاد. ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي خيال ڏيکاريو آهي ته "لو" نالي رکڻ وقت اهو مفهوم سمايل هجي ته ڏٺيءَ ڪي پرتل. بهرحال "لوهاڻو" جو مطلب آهي "لو" جي اولاد ۽ ان مان.

هندن روايتن ۽ ڪتابن ۾ آهي ته سري رامچندر جي پٽ لو جي اولاد لاهور شهر آباد ڪرڻ ڪان پوءِ ملتان ڪان ٿيندا رور (لاڙڪاڻو) ۽ اروڙ ۾ آباد ٿي ويا. جن ڪي اسان اروڙ ونسي چئون ٿا انهن ۾ اڪثريت لوهاڻن جي آهي. جيڪي اروڙ جي تباهي ڪان پوءِ پنجاب، سرائڪي علائقن ۽ ٻين هنڌ هليا ويا ۽ وري سمن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ واپس موٽي آيا.

لوهاڻا سنڌ جا قديم باشندا هئا راءِ گهراڻي جي حڪومت وقت لوهاڻو پرڳڻو موجود هو. جڏهن چچ نڳي ڪري سنڌ جي گاديءَ تي قبضو ڪيو ان وقت ان جو حاڪم اگهم لوهاڻو هو. لوهاڻا ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ هئا ۽ سندن مرڪزي شهر برهمڻ آباد هو. اتان وهندڙ درياءَ جي شاخ جو نالو پڻ "لوهاڻو درياءَ" هو جنهن جا نشان ۽ آثار اڄ به موجود آهن.[1]

لوهاڻو پرڳڻو تقريبن نوابشاهه ضلعي شهدادپور، سنجهوري ۽ هالا تعلقن تي مشتمل هو. لوهاڻو، دريا شهدادپور جي پرسان وهندو هو. جنهن سان سهڻي ۽ ميهار جو قصو منسوب ٿيل آهي.

انڻو ون هنن بابت هڪ ڏند ڪٿا بيان ڪئي آهي ته "قنوج جي راجا جئچند ساڻن ظلم ڪيو. هن جي ظلمن ڪان تنگ ٿي "وررون" (ورڻ) ديوتا جي پوڄا شروع ڪئي جيئن هن جي ظلمن ڪان بچي سگهن. وررون ديوتا ان پوڄا مان راضي ٿيو ۽ ڪين چيو ته هو سڀاڻي صبح جو هتان ڪوهه ڪن پري نڪري وڃو، جتي اوهان ڪي هڪ لوهه جو ٺهيل ڪوٽ نظر ايندو. جنهن ۾ وڃي پناهه وٺجو. جنهن ڪان پوءِ اوهان جي فتح ٿيندي ۽ ايڪيهين ڏينهن اهو قلعو غائب ٿي ويندو ۽ اوهان ٻيو ڪوٽ اڏجو. لوهه ڪوٽ ۾ رهڻ ڪري اوهان راٺوڙن (راجپوت) مان لهاڻا سڏبا.

وررون جي پيشن گوئي سورهين ڏينهن پوري ٿيءِ هو جئچند جي مٿان غالب ٿي ويا جنهن ڪان پوءِ هنن نئون قلعو تعمير ڪيو جنهنڪي "لوهه گڏهه" يعنيٰ لوهه وارو قلعو چيو ويو. جنهن ۾ رهڻ وارن ڪي لهاڻا سڏيو ويو، يعنيٰ لوهه ڪوٽ يا قلعي جي رهڻ وارا. انهي لوهه گڏهه جو نالو بدلجي پوءِ لاهور ٿي ويو.

لاهور ۽ لهاڻا لاءِ هڪ ٻي روايت به بيان ڪئي وئي آهي ته سري رامچندر مرڻ وقت پنهنجن پٽن ڪي گهرائي وصيت ڪئي ته هن جي مرڻ ڪان پوءِ ايوڌيا جي تخت تي ڀرت ڪي ويهاريو وڃي ۽ هو هي علائقو ڇڏي ٻي ڪنهن هنڌ هليا وڃن.

رامچندر جي پٽن پيءُ جي وصيت موجب پنهنجي چاچي پرت کي تخت تي ويهاريو ۽ پاڻ ڪنهن طريقي سان اتان نڪري هليا ويا. رامچندر جي پٽ راجا لوا لاهور جو بنياد رکيو. هڪ روايت موجب پهرين صدي عيسوي جي آخر ۾ ٻي روايت مطابق ٻي صديءَ جي شروعات ۾ ٽين روايت موجب، ٽين صديءَ عيسويءَ جي شروعات ۾ لاهور جو بنياد پيو. راجا لوا سيٺ کان پهريان مٽي ۽ گاري مان پنهنجي نالي تي قلعو لوايا قلعه لوهه آور تعمير ڪيو.

سبحان سنگهه پنهنجي ڪتاب "خلاصته التواريخ" ۾ لکيو آهي ته لاهور رامچندر جي پٽ "لو" آباد ڪيو. هن جي تائيد حديقته الاقاليم ۾ مرتضيٰ حسين ۽ بوٽي شاهه تاريخ پنجاب ۾ ڪئي آهي. سر رچرڊ ٽيمپل لکيو آهي ته لاهور "لاهاوار" مان بڻيو آهي جيڪو عام طور "لو" ڏانهن منسوب ٿيل آهي. جيڪو رامچندر جو پٽ هو. گلاب سنگهه ۽ جيمس ٽاڊ ساڳي ڳالهه لکي آهي ته رامچندر کي ٻه پٽا هئا لو ۽ ڪش، جنهن مان "لو" لاهور تعمير ڪيو. انهي "لو" جي اولاد کي لوهاڻو چيو ويو يعنيٰ لو جي نسل وارا. لو وارا.

لوهاڻن برهمڻ دور ۾ چچ جي ظلمن کان سنڌ ڇڏي ان بابت هڪ گجراتي ليکڪ ٺڪر اڌمي تلسي داس تنا لکير آهي "لوهاڻن، ظلم ۽ ڏاڍ، ذلت ۽ بيعزتي واري برتاءَ کان تنگ اچي هجرت ڪئي ته ڇاڪاڻ ته هندو مذهب وارا انهن کي پڻ مذهب جو سمجهي گهٽ نظر سان ڏسندا هئا.

ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو ته محمد بن قاسم جي سنڌ اچڻ ۽ اروڙ تي قبضي ڪرڻ وقت اتان جو واپاري طبقو لوهاڻا ذات وارا هئا جيڪي بعد ۾ اروڙ جي زوال کان پوءِ پنجاب، راجستان ۽ ٻين علائقن ڏانهن هليا سمن جي دور ۾ ٺٽي ۾ رهندڙ لوهاڻو مقامي ماڻهو هئا. جيڪي پوءِ انهن مان ڪجهه سورت بندر ڏانهن لڏي ويا ۽ بمبئي تائين انهن جون ڪوٺيون هيون. سنڌ ۾ لوهاڻا تڏهن نظر اچن ٿا جڏهن ڪلهوڙو جو دورو اچي ٿو ۽ پنجاب ۽ ان جي آس پاس وارا لوهاڻا اروڙ ونسي جي نالي لاڙڪاڻي. روهڙي ۽ ٻين هنڌن تي آباد ٿي وڃن ٿا ۽ هو 1947ع تائين يعنيٰ ورهاڱي وقت سنڌ مان روئندا هندستان ۽ ڏيساور هليا ويا. انوقت هنن جو مذهب پڻ ڌرم وارو نه هو پر هو هندو ڌرم اختيار ڪري چڪا هئا.

جن لوهاڻن اسلام قبول ڪيو آهي اڄ به اسان وٽ ميمڻ ذات جي نالي سان موجود آهن چو نه ان ۾ ڪڇي، ڪاٺيا واڙي ۽ راجستاني هجن. باقي هندو مذهب اختيار ڪندڙ مختلف ذاتين ۽نکن ۾ ورهائجي ويا آهن. جن مان ڪن جو احوال هن ڪتاب ۾ موجود آهي.

اينٽوون لوهاڻن جو ڪافي ذاتيون لکيون آهن پر جيڪي سنڌ ۾ موجود آهن تن ۾

1. آسر پوٽا
2. پنڊت پوٽا
3. جوين پوٽا
4. پوپٽ پوٽا
5. چڳهه
6. ٺڪر وال
7. ڇاٻڙيا
8. سيجپال
9. سومٽيا
10. ڪاريا
11. ڪٽريا ڪٽر
12. ماموتيا

ڪاڪي پيرومل لکيو آهي ته گهٽو ڪري انهن سيني ذاتين وارا هن وقت به سنڌ ۾ موجود آهن پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ انهن مان ڪي نالي ماتر سنڌ ۾ آهن. هو لکي ٿو 1194ع ۾ شهاب الدين غوري قنوج جي راهه جئچند کي شڪست ڏيئي هزارن هندن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. جنهن ڪري هو خوف ۽ هراس مان مسلمان حاڪمن جي حڪمن جي بغير چون چرا تعميل ڪندا رهيا. هو وڌيڪ لکي ٿو ته لهاڻا ڪترن بدران وئشن جي دفعي ۾ ليکجن ٿا. وئشن وانگر وڻج واپار ۽ ٻي ڪرت ڪرڻ سبب اهي واڻيا ۽ پائبند ڪوئجن ٿا.

# وانهان يا ٻاگچنداڻي

وانهان هندن ۾ ڪرت واري ذات آهي. سنسڪرت ۾ وهني معنيٰ باهه انهي مان وهنيا لفظ ٺهيو جنهن جو اچار ڦري وانهان ٿيو. معنيٰ اٿس آگڙيا يا باهه وارا. اهي اڪثر حلوائي، پڪوڙائي، ڀوڳڙائي، ٺاٺارا، سونارا وغيره آهن. سندن ڌنڌو يا روزگار باهه جي ٻرڻ سان آهي. وانهان جو اچار ڦري "واوا" به ٿيو آهي اهي به حلوائي ۽ پڪوڙائي آهن. جن کي باهه ٻاري چلهو تپائڻو پوي ٿو.

چون ٿا ته هي اصل ۾ ايوڌيا جا رهواسي آهن ۽ سندن نسل سري رامچندر جي پٽ ڪس يا ڪش مان آهي. جنهن جو تعلق سورج ونسي ڪل سان آهي. انهي حساب سان هي ڪتري راجپوت آهن.

هن نسل مان ٻاگچنداڻي آهن جيڪي آگري ۽ ايوڌيا کان سنڌ ۾ آيا ۽ ساهتي پرڳڻي ۾ پهتا جتان هو درياءَ سنڌ ٽپي ٻوبڪ شهر ۾ اچي رهيا. ٻيا به ٻاگچنداڻي سڌٻا آهن پر اهي ٻاڻيه آهن.

هنن مان اڪثريت هندستان لڏي ويا آهن ۽ باقي ٿالي ماتر سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهن ٿا.

# اروڙ ونسي

اروڙ جنهن کي تاريخن ۾ الور بہ ڪوٺيو ويو آهي. سنڌ جي راءِ گهراڻي جي گاديءَ جو هنڌ هو. اروڙ جو شهر راءِ گهراڻي وارن کان بہ صديون اڳ آباد هيو. اروڙ- روڙ مان نڪتو آهي. روڙ جي معنيٰ آهي ڀاءُ يا ان جهڙو. حقيقت ۾ مهين جي شهر جي تباهي کان پوءِ موجوده لاڙڪاڻي شهر جي حدن اندر هڪ نئون شهر تعمير ٿيو هو جنهن کي روڙ جو نالو ڏنو ويو يعنيٰ مهين جي شهر وارو يا جهڙو هڪ اندازي موجب هي ٻڌ ڌرم جي اچڻ کان پوءِ هن شهر جو بنياد مهين جي شهرين وڌو. جن کي ملوهائي سڏيو ويو. ملوها، عراق جي ڪتبن ۾ مهين جو نالو آهي. ان نسبت سان ملوهائي سڏيا ويا جن کي سڪندراعظم جي تاريخ نويسن سالي مهلوڙنا جي نالي سان لکيو آهي.

سڪندر مقدوني جڏهن سنڌ ۾ آيو تہ روڙ ۽ اروڙ ٻئي شهر موجود هئا. اروڙ کي آباد ڪرڻ وارا روڙ جا باشندا هئا. جن ان نسبت سان ان جو نالو رکيو. اروڙ سنڌ تي محمد بن قاسم جي حملي کان گهڻو پوءِ تباهہ ٿي ويو ۽ اتان جي باشندن، زلزلن يا ٻين سببن جي ڪري اتان بقول ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي "اروڙ (الور) ۾ جڏهن پاڃڙ پنيان پاڃڙ پئي تڏهن اتان جا رهواسي ٻيڙين ۾ چڙهي پڳا ۽ جن کي جتي سٽي ۾ آيو، سي تتي ندين جا ڪنارا والاري ويٺا. اهي سڀ اروڙ ونسي يعنيٰ اروڙ جي رهاڪن جي اولاد سڏائن ٿا. ڪنهن وقت پنجاب مان بہ ڪيترن اروڙ ونسين بدامني ۽ ٻين سببن جي ڪري لڏيو، ڪي راجپوتانا (راجستان) ويا ڪي سنڌ ڏي موٽيا ۽ ڪي شڪارپور کان قلات طرف ويا." اروڙ ونسين جو 458 نکون آهن.

ڪاڪي ڀيرو مل لکيو آهي تہ قديم سنڌ ۾ عام طرح نک جي نالي پويان "جا" لفظ ڳنڍيندا آهن جنهن جي سنسڪرت ۾ معنيٰ آهي. جاتي، نسل، اولاد هو لکي ٿو تہ ڪي هندو پنهنجن نکن جي پويان آڻي ڳنڍيندا آهن. جيئن ٻڌاڻي، ڀتياڻي، ڀڳتاڻي، گريساڻي ۽ هرياڻي وغيره. اهڙي طرح ڪي هندو پال لفظ شامل ڪندا آهن. مثال طور راجپال، ڪاڻپال، نانگپال، وغيره. ڪن حالتن ۾ پال مان اپ اکر نڪري ويندو آهي. باقي ال جو اچار بچندو آهي. جهڙوڪ ٺڪرال وغيره.

ڪاڪي ڀيرو مل سنڌ ۾ رهندڙ هندن سنڌين بابت لکيو آهي اهي اصل ۾ سنڌي نسل جا ماڻهو آهن ۽ جيڪي هندو آکهون ٻاهران آيل چئجن ٿيون. اهي بہ بنيادي طرح سنڌي نسل جا ماڻهو آهن. بقول ڀيرو مل آڏواڻي مطلب تہ سنڌ جي جن آکهن بابت چئون ٿا تہ ٻاهران آيون آهن. اهي اصل سنڌ جون هيون جي موٽي سنڌ ۾ آيو آهن."

# آڏواڻي

آڏواڻي اروڙ ونسي آهن. آڏواڻين جو وڏو ديوان آڏو مل ولد ڪلو مل ولد جسو مل ڳوٺ لوهه (لوهپور) ويجهو ملتان جو ويٺل هو جنهن کي ميان نور محمد ڪلهوڙو پاڻ سان وٺي آيو هو.

آڏو مل هڪ شادي پنجاب مان ڪئي هئي جنهن مان ٽي پٽ هئس هڪ چندو مل، ٻيو ڏتو مل ۽ ٽيون لڪو مل، پهرين، گهر واري جي گذاري وڃڻ ڪان پوءِ ڳوٺ نٽ تعلقي نوشهروفيروز مان پنهنجي نالي واري سيٺ آڏو مل جي ڌيءَ پرڻيون، جنهن مان چار پٽ هر هڪ بهارو مل، سندر داس، وسايو مل ۽ ٺارو مل هئا.

ديوان آڏو مل ميان نور محمد ڪلهوڙي وٽ شمشير زن هو هو هڪ مغل سان ويڙهاند ۾ ٻن پٽن سندر داس ۽ وسايو مل سميت مارجي ويو. انهن کي ڪا بہ اولاد ڪو نہ هئي. ٺارو مل اکين کان انڌو هجڻ ڪري سڄي عمر ڪنئارو رهيو ڪيس "ٺارو جتي" سڏيندا هئا. باقي ڇئن پٽن کي اولاد ٿي جيڪي آڏو مل جي نالي پويان آڏواڻي سڏجي ٿي.

ديوان آڏو مل جي پٽ ديوان چندو مل کي ٻہ پٽ هئا. چتو مل ۽ ڇيٺ مل، چتو مل جي پوٽي جو نالو سڌو مل هو جنهن جي نالي پويان آڏواڻي جي نک يا پاڙو سڌواڻي سڏجي ٿو. ديوان آڏو مل جي ٻي پٽ ديوان ڏتو مل کي چار پٽ هئا هڪ ديوان ورڪ مل ٻيو ديوان قنڌاري مل جنهن جي اولاد سندس نالي پويان قنڌاراڻي سڏجي ٿي. ٽيون پٽ ديوان نهال سنگهہ هو، جنهن جي پويان مان انهن جي اولاد کي منشياڻي سڏجي ٿو جو اهي منشي ولي رام ۽ پاڻس ديوان هر دا رام جي اولاد آهن. منشي رام مير نصير خان جو وزيراعظم هو ۽

چوٿون نمبر پٽ ديوان مهر چند جنهن جي اولاد نو آباد وارا ديوان ٺاڪر سنگهہ تاراچند ۽ ٻيا آهن. اهڙي طرح ديوان چندو مل جي پٽ چتو مل جي اولاد ديوان سيتل داس پٽ ديوان بالي مل جي نالي پنيان ستلاڻي سڏجن ٿا. ڪاڪو ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي ديوان چتو مل جي ننڍي ڀاءُ ديوان ڇيٺ مل جي پٽ ديوان مان سنگ جي پوين مان هو جنهن ڪري آڏواڻي ذات وارو آهي.

لاڙڪاڻي ۾ رهندڙ آڏواڻي بہ ديوان آڏومل جي اولاد مان آهن جيڪي خدا آباد کان لڏي ويا هئا. ديوان مان سنگ جي هڪ پٽ جو نالو ديوان ڪرن مل هو ۽ ٻي پٽ جو نالو ديوان امر سنگ هو جنهن جا پٽ ديوان جيوڻ مل، ديوان پوجراج ۽ ديوان ٽيڪ چند هئا. جن جي پوين مان لاڙڪاڻي جو آڏواڻي خاندان هو. جيڪي پنهنجي وقت ۾ نالي وارا ٿي گذريا آهن. انهن مان شهدادڪوٽ جا آڏواڻي هئا جيڪي بلوچن جي ناانصافين کان پوءِ پنهنجون زمينون ۽ ڪارخانہ وڪڻي هندستان هليا ويا.

لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد جي آڏواڻي گهڻي هن خاندان جي نالي پويان آهن. هن خاندان مان هندستان جو مشهور سياستدان لال ڪرشن آڏواڻي آهي. جيڪو ٻين هندو سنڌين سان گڏ 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ جي نتيجي ۾ هتان لڏي ويا هئا.

## پاڙا

(1) سڌواڻي (2) سيتلاڻي (3) قنداراڻي
(4) منشياڻي (5) شامداساڻي

# تولاڻي

تولاڻي لاڙڪاڻي جي حوالي سان مشهور آهن. انهن مان ديوان سخاوت راءِ ديوان پريداس لاڙڪاڻي ميونسپالٽي جا صدر رهي چڪا آهن. هي اروڙ ونسي چورائيندا آهن. جيڪي اروڙ مان پنجاب لڏي ويا هئا ۽ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور ۾ واپس موٽي سنڌ آيا ۽ لاڙڪاڻي ۾ رهيا.

سندن وڏو ديوان تولا رام ولد ديوان ڏنداج مل ولد ديوان سچڻ مل ولد ديوان پورو مل هو. ديوان تولا رام جو پٽ مدن مل هو جنهن کي ٻه پٽ منگهو مل ۽ جڙتو مل هئا. منگهو مل جو پٽ ديوان اوتراءَ هو جيڪو لاڙڪاڻي ميونسپالٽي جي صدر سخاوت راءِ جو پٽ هو ۽ ان جو پٽ پريداس هو. هي ديوان تولا رام جي نالي پويان تولاڻي سڏجن ٿا. جيڪي لاڙڪاڻي جي شاهوڪارن مان هئا. سندن بنگلو اڄ به سندن يادگار آهي ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

سنڌ ۾ ٻيا به تولاڻي سڏبا آهن جيڪي سيٺ تولا رام وريل داس ولد سيٺ ٻنيراج مل جي اولاد آهن، اهي به پنجاب کان لڏي اچي هڪ ڳوٺ ڪنياڻ ۾ رهيو پوءِ ٽنڊو الهيار جي ڀرسان ڳوٺ ڪوڪر ۾ آيو. اتي ٻيا اروڙ ونسي به پنجاب کان واپس سنڌ ۾ آيا جن کي سنڌي پنجابي سڏيو ويو انهن ۾ نڪ سپڙا آهي. هن خاندان جا پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ ڪجهه گهراڻا ٽنڊي غلام علي، ٽنڊي محمد خان ۽ ٻين هنڌن تي رهندا آهن.

لاڙڪاڻي جا ٻيا تولاڻي به آهن جيڪي ديوان تولا رام شيوڪ رام جي اولاد آهن ۽ ان جي نالي جي پٺيان تولاڻي سڏجن ٿا. هي پهريان لاڙڪاڻي پرڳڻي ۾ آيا ۽ پوءِ لڏي حيدرآباد ۾ وڃي رهيا. هنن مان ڪراچي ۾ به وڃي رهيا ديوان تولا رام کي پنج پٽ هئا موتي رام، پنجو مال، هيرا نند، پهلاج راءِ ۽ مهر چند، ديوان هيرا نند جو پٽ ديوان چٿن راءِ هو جنهن جي نالي پويان سندس اولاد حيدرآباد واري چٿناڻي سڏجي ٿي. هنن جي اولاد تولاڻي ۽ چٿناڻي سڏجي ٿي. هنن مان گهڻا ورهاڱي وقت سنڌ ڇڏي هليا ويا.

# آهوجا

آهوجا ذات وارا اصل ۾ اروڙ ونسي آهن جنهن جو تفصيل اروڙ ونسي ۾ ڪري آيا آهيون ته اهي پنجاب ۽ سرائڪي علائقن ڏانهن لڏي هليا ويا هئا جيڪي بعد ۾ مختلف وقتن تي وري واپس سنڌ ۾ آيا ۽ خاص ڪري ڪلهوڙن جي دور ۾ مديجي پراڻو تعلقو نوشهرو ابڙو هاٽوڪي ڳڙهي ياسين ۾ موٽي آيا. جتان وري درياءَ جي پاڻ ڪري نئون مديجي شهر ٺاهي ويهي رهيا ۽ ڪي خاندان اتان لڏي لاڙڪاڻو، سکر ۽ شڪارپور هليا ويا. آهوجن مان هڪڙن ڪي پنجابي آهوجا ۽ ٻين ڪي سنڌي آهوجا چيو ويندو آهي.

لاڙڪاڻي وارن آهوجن جو وڏو خوشي رام هو. جيڪي انڪل ٻن سئو سالن کان اتي رهن ٿا ۽ ان ڪانسواءِ 1915ع ۾ مديجي مان ٻيا به آهوجا لڏي لاڙڪاڻي ويا جن مان ڪيترا 1947ع جي ورهاڱي وقت سنڌ ڇڏي هندستان هليا ويا ۽ ڪجھ خاندان اڄ تائين لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا.

سکر وارن آهوجن جو وڏو ديوان چيتا نند هو. سکر وارن آهوجن مان ڪجھ گهر لڏي جيڪب آباد ويا جيڪي به ورهاڱي وقت هندستان هليا ويا ۽ ڪي اڄ تائين اتي رهن ٿا ۽ آهستي آهستي بلوچ سڏائيندڙ ذاتين جي زيادتين جي ڪري ڪي آهوجا ۽ ٻيا سنڌي هندو پنهنجو وطن ڇڏي ڏيساور ڏانهن لڏيندا وڃن ٿا.

مديجي وارن آهوجن جو وڏو سيٺ ڪيمچند هو. تنهن جي پٽ جو نالو سيٺ پنجاڻداس هو. ان جي اولاد سندس نالي پويان پنجواڻي سڏجن ٿا. اهڙي طرح لاڙڪاڻي وارن آهوجن مان پرتاب راءِ وسو مل هو تنهن جو پٽ ”رام پنجواڻي“ سڏائيندو هو. اهڙي طرح سان ڳڙهي ياسين ۾ رهندڙ آهوجا جن مان جاڙومل جاگيردار هو ۽ ٽالپورن سان سٺا تعلقات هئس. ”ديوان“ سڏبو هو. آهوجن مان شڪارپور وارا آهوجا ڪجي ڪان لڏي اچي اتي ويٺا. هي سکر واري آهوجا جي خاندان مان هئا. اهي سندن ناناٽا هئا.

## پاڙا

1. آهوجا
2. پنجواڻي
3. رام پنجواڻي
4. سيٺ
5. ديوان
6. ٻائي بند

# ٽڏاٽي

ٽڏاٽي ذات وارن جو ٻن مختلف ڪٽنبن سان واسطو آهي. ٽڏاٽي پنهنجن وڏن جي نالن پويان سڏيا ويا پر انهن جو هڪ ٻئي سان ڪو بہ تعلق يا مٽي مائٽي ڪو نہ هئي.

هڪڙن ٽڏاٽين جو وڏو گدو مل ڇيٽ مل ولد موتي رام هو. موتي رام کي پنج پٽ هئا. ڇيٽ مل، جڳت راءِ، نوبچند، ٽونرمل ۽ هود رام، ڇيٽ مل موتي رام کي چار پٽ هئا، گدو مل، بهار مل، گيهي مل ۽ ڪياڻ داس، هي اصل ۾ جيسلمير جا رهاڪو هئا. سندن "پاڙو يا ڳپيا" هو. اتي "جسراج پٽا" سڏبا هئا جيڪي پرمار سوڍن راجپوتن جي نسل مان هئا. اهي پنهنجي گرو (مرشد) گو سائين نرنجن گر سان گڏجي ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ آيا ۽ خدا آباد (دادو جي پرسان جيڪا ميان نور محمد جي وقت ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو) ۾ رهيا.

جڏهن خدا آباد جو زوال ٿيو تہ هي ڳپيا پاڙي وارا خدا آباد ڇڏي سيوهڻ ڏي لڏي آيا جتان وري حيدرآباد جو رخ رکيو پر سندن هڪ ڀاءُ گيهي مل ۽ سندس پٽ سوداس سيوهڻ جي پرسان ٽلٽي ڏانهن هليا ويا جيڪي "گيهاٽي" سڏجن ٿا ۽ سوداس جا ٻہ پٽ راءِ سنگ ۽ مڪو مل هئا جن جي اولاد سندن نالن پويان "رائسنگاٽي" ۽ مڪواٽي سڏجن ٿا. پر اهي سڀ ٽڏاٽين جا پاڙا ڪوٺجن ٿا.

ٻيا ٽڏاٽي گدو مل، شوداس، ڏيون داس ۽ منسک داس جي اولاد مان آهن. جيڪي پاڻ ۾ چار ڀائر هئا جن جو اصل پاڙو "ڪنگهر" هو ۽ اروڙ ونسي هئا. جيڪي ملتان ۾ رهندا هئا. جڏهن ملتان جون حالتون خراب ٿيون ۽ هنن جو رهڻ محال ٿي ويو تہ هڪ برهمڻ مهراج هرڪشنداس سان گڏجي ملتان مان پيرين پنڌ نڪتا ۽ شڪارپور ۾ اچي رهيا. جتان وري ساهتي پرڳڻي ويا ۽ موري ۾ روزگار ڪيو ۽ اتان وري سيوهڻ جو رخ رکيو جتي جيسلمير وارن ٽڏاٽين جي مرشد نرنجن گهر سان ملاقات ٿين ۽ ڪجهہ وقت اتي رهيا.

ملتانِ وارن ٽڏاٽين سان گڏ برهمڻ مهراج هرڪشن داس گڏ هو. جنهن جو هڪ سوٽ مانجهند ۾ رهندو هو. جنهن سان هو گڏجي وڃي اتي رهيا ۽ پوءِ روزگار ڪرڻ خاطر حيدرآباد ڏانهن هليا ويا.

حيدرآباد ۾ مزدوري ڪرڻ دوران هنن جي سيوهڻ واري گو سائين نرنجن گر سان ملاقات ٿي جنهن هنن کي ميرن وٽ نوڪريون وٺي ڏنيون ۽ هو هميشہ لاءِ حيدرآباد ۾ رهجي ويا. سندن اولاد کي ٽڏاٽي سڏيو وڃي ٿو سندن پاڙا وڏن جي نالن تي شوداساٽي ۽ سنڪاٽي آهن.

ٽڏاٽي خاندان وارا ورهاڱي جي سبب ڪري هندستان هليا ويا پر انهن جا ڪجهہ فرد اڄ بہ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

## پاڙا

1. ٽڏاٽي سودا
2. ڳپيا
3. اروڙ ونسي
4. گيهاٽي
5. رائسنگاٽي
6. مڪراٽي
7. جيسراج
8. شوداساٽي
9. منسڪاٽي

# دوداڻي

دوداڻي دودا سنگهه جي نالي پويان دوداڻي سڏجن ٿا. دودا سنگهه، سردار دودا سنگهه سڏبو هو جيڪو پنجاب ۾ سک ۽ پنجابي حڪومت جي بنياد وجهندڙ مهاراجا رنجيت سنگهه جو ويجهو مائٽ هو. هنن پنهي جي وچ ۾ ڪنهن ڳالهه تي اٽڪٽ ٿي پئي هو پنجاب ڇڏي پنهنجن چئن پٽن سميت سنڌ ڏانهن هليو آيو ۽ مستقل طور لاڙڪاڻي ۾ رهائش اختيار ڪئي.

لاڙڪاڻي ۾ رهڻ دوران دودا سنگهه جي اولاد جي وچ ۾ سوال پيدا ٿيو ته هو هتي سک ٿي رهن يا مونو ٿي رهن. سندن اباڻو مذهب سک هو. انهي تي چئن پٽن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيو. جنهن جي نتيجي ۾ چارئي پائر هڪ ٻئي کان ناراض ٿي الڳ ٿي ويا. هڪ پاءُ لاڙڪاڻي ۾ ئي رهيو. ٻيو پاءُ قمبر طرف عيسي جي ڳوٺ لڏي ويو. عيسي جو ڳوٺ گهاڙ واهه جي هڪ شاخ نور واهه تي هو جيڪو ان وقت علائقي جو مک بندر هو جتي لاڙڪاڻي کان ٻيڙيون اينديون وينديون هيون ۽ مختيارڪار جي آفيس اتي هوندي هئي. جڏهن گهاڙ واهه ۾ هلندڙ ٻيڙا ۽ ٻيڙيون بند ٿي ويا ته عيسيٰ جي ڳوٺ جو عروج ختم ٿي ويو ۽ مختيارڪار آفيس قمبر منتقل ٿي ويئي ۽ دوداڻي به عيسي جي ڳوٺ مان لڏي قمبر اچي رهيا.

هنن مان ٽيون پاءُ لاڙڪاڻي مان لڏي وارهه هليو ويو. جتي ان جو خاندان اڄ تائين رهي ٿو. ان مان موهن داس هو جنهن جو پٽ قيمت راءِ هو جنهن ورهاڱي وقت هندستان وڃڻ بجاءِ سنڌ ۾ رهڻ کي ترجيح ڏني. هي سينيو ماڻهو هو. هن کي ٻه پٽ چندو مل، سخاوت راءِ ۽ ڏنو مل آهن. جن مان سخاوت راءِ ۽ ڏنو مل حال حيات آهن. انهن ٽنهي پائرن جي اولاد وارهه شهر ۾ رهي ٿي ۽ دوداڻي سڏجن ٿا.

چوٿون پاءُ حيدر آباد ڏانهن لڏي هليو ويو. اهڙي طرح سان سردار دودا سنگهه جا چارئي پٽ هڪ ٻئي کان ڌار ٿي ويا. لاڙڪاڻي وارا دوداڻي اڳتي هلي ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا هڪڙا سک رهيا ۽ ٻيا هندو مذهب جا ٿي ويا پر دوداڻي پنجائت جو مکي سک مان ئي رهيو جنهن جو وڏو گر ڏنو سنگهه ولد سردار دودا سنگهه وارن مان هو. اهڙي طرح صورت سنگهه، پوءِ سندس پٽ ڪرم سنگهه تنهن کان قيمت سنگهه مکي ٿيو. جنهن قيرائي پڳ هندو مذهب اختيار ڪندڙ مينگهراج کي ڏني اهڙي طرح دوداڻي پنچائت سک مذهب وارن کان نڪري ويدا مذهب اختيار ڪرڻ وارن وٽ هلي ويئي.

سردار دودا سنگهه جي اولاد اڄ تائين دوداڻي سڏجي ٿي سندن هڪ نک "هر جپال" آهي. هي هن وقت ۾ وارهه، بادهه، لاڙڪاڻي ۽ حيدر آباد ۾ رهن ٿا پر انهن جو هڪ ٻئي سان ڪو به واسطو يا رشتو ڪو نه آهي ۽ نه وري هڪ ٻئي کي سڃاڻن ٿا. جيئن هي لاڙڪاڻي مان ٽَنا اڄ تائين ڳنڍجي نه سگهيا آهن.

بادهه وارا دوداڻي لاڙڪاڻي وارن دوداڻن مان آهن. باقي قمبر وارا دوداڻي هندستان هجرت ڪري ويا. هاڻي اتي شايد ڪو به انهن مان ڪونهي.

# پاٽيا

پاٽيا ذات وارا پڻي راجپوتن مان آهن. هي چندر ونشي جادو ونسي ۽ ڪرشن ونسي جنهن مان سنڌ جا سمہ قبيلي وارا آهن. شري ڪرشن ڪان پوءِ دوارڪا ۾ جادو ونسن جون پاڻ ۾ سخت لڙايون شروع ٿيون جنهن ڪري متڙا، اندر پرسٽ (دهلي طرف) پرياگ ۽ دوارڪا ۾ قائم حڪومتون ختم ٿي ويون ۽ هو دربدر ٿي ويا.

ڪاڪي پيرو مل مهرچند آڏواڻي جي مطابق ڇهہ سؤ سال قبل مسيح هڪ گجا (جنهن ڪي گج بہ لکيو ويو آهي) جادو ونسي حاڪم هڪ شهر ٻڌو جيڪو سنڌس نالي تي "گجا" سڏيو ۽ پوءِ گجني پور جي نالي سان مشهور ٿيو. جنهن ڪي ايرانن غزني جو نالو ڏنو جيڪو هاڻي افغانستان ۾ آهي. جتان محمد غزنوي سنڌ ۽ هند تي حملا ڪيا هئا. راجا گج ڪي خراسان (ايران) جي حاڪم ماريو جنهن ڪري جادو نسي غزني ڇڏي موجوده پنجاب جي حدن ۾ هليا آيا ۽ اتي ڪيترا سال حڪومت ڪئي.

منهنجي تحقيق موجب سن 65ع ۾ ساڪا طاقتور ٿي ويا هئا جن جي حاڪم ڪدفائي سس ثاني سنڌ تي حملو ڪيو. بقول رالنسن "ڪد فائيس ثاني در حقيقت سنڌ گجرات، ڪاٺيا واڙ ۽ وچ هندستان تائين ڪشان حڪومت قائم ڪئي" هن جادو ونسي راجا ساليواهن يا سالا پاهن جي پيءُ ڪي ماريو جنهنڪري هو هڻي لاهور ۽ ملتان واري ايراضي تي قابض رهيا پر انهن ڪي بہ پوءِ اتان بي دخل ڪيو ويو. آخر جادو ونسي راجا سالا پاهن يا ساليواهن 78ع ڌاري ملتان جي ويجهو ڪروڙ پڪا وٽ ڪشان عرف ساڪن کي شڪست ڏني جنهن ڪري هن کي "سا ڪاري" جو لقب ڏنو ويو يعنيٰ ساڪائن جو دشمن انهي خوشي ۾ سالا واهن يا سالا پاهن سنبت شروع ڪيو ويو. ساڪائن هنن تي حملو ڪيو پر راجا راسل سالا پاهن جي پٽ ناڪام بڻائي ڇڏيو. سيالڪوٽ جو شهر راجا راسل جو ٻڌايل آهي.

راجا راسل جي پٽ جو نالو پڻي هو. پڻي راجپوت سنڌس نالي پويان پڻي سڏجن ٿا. انهي پڻيءَ مان "پاٽيا لفظ ٺهيو. پاٽيا ذات وارا سڄي سنڌ ۾ خاص طرح روهڙي ، سکر، لاڙڪاڻو، حيدرآباد، شڪارپور ۽ ڪراچي اندر گهڻائي ۾ رهندا هئا پر 1947ع جي ورهاڱي ڪان پوءِ انهن جي اڪثريت هندستان هلي ويئي پر هاڻي بہ انهن شهرن ۾ ڪافي پاٽيا ذات وارا رهن ٿا جن جو مذهب ويدا آهي. هنن جا چوراسي پاڙا آهن. جن مان مک هي آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| 1. گاجريا | 2. ڪاجريا | 3.اديسي |
| 4. ٻبلا | 5. جيئا | 6. پرمل |
| 7. جاوا | 8. سوني | 9. ڇڇيئا |
| 10. ڪيگا | 11. گانڌي | 12. گوڪل گانڌي |
| 13. وانيوجا | 14. راءِ | 15. راءِ سميٽ |
| 16. راءِ پنج لوٽيا | 17. راءِ راميٽا | 18. راءِ پرمسي |
| 19. راءِ پنچال | 20. جواهري پاٽيا | 21. نئين گانڌي |
| 22. لال پاٽيا | 23. پاڳچنداڻي | |

# مهيشوري

مهيشوري يا مهيشور هڪ ذات آهي. جن جو تعلق ويدا مذهب وارن سان آهي. هنن کي ڪراڙ بہ چيو ويندو آهي. شاهان گجر جي مصنف هنن کي مهيسي ڪري لکيو آهي ۽ گجر نسل مان سڏيو آهي. هو لکي ٿو تہ هن ذات وارا چوندا آهن تہ اسان سترويہ راجپوت آهيون، سترويہ جا ٽي پٽ مهيسري، ديڊڙ ۽ ڪاري هئا هو مهيسري جي اولاد مان هجڻ ڪري مهيشور يا مهيشوري سڏجن ٿا.

تاريخ ريگستان ۾ رائچند هريجن لکيو آهي مهيشوري کي "ڪراڙ" بہ چوندا آهن. اصل ۾ مارواڙي آهن اتان آيا، شاهوڪار آهن، واپار ۽ ڏيتي ليتي ڪندا آهن. ڪين دڪان آهن. قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماٺهو ۾ مرزا قليچ بيگ لکي ٿو. ٿر پارڪر جي پاسي واڻين يا لوهاڻن کي ڪراڙ سڏيندا آهن. پر حقيقت ۾ هو لوهاڻا ناهن پر مارواڙي آهن.

اي ايچ ائيٽڪن سنڌ گزيٽيئر لکيو آهي هنن جو ظاهري طور شمار لوهاڻن ۾ ڪيو وڃي ٿو پر انهن سان هنن جو ڪو بہ واسطو نہ آهي. هنن جو اباڻو ڏيهہ مارواڙ آهي. جتي هنن بابت چيو وڃي ٿو تہ هو زراعت جي ڪرت ڪندڙ هئا. هو مارواڙ مان اٽڪل اڍائي سو سال (هاڻي ٽن سئو سالن کان وڌيڪ عرصو ٿي ويو آهي) سال اڳ سنڌ ۾ لڏي آيا هئا. اهي گهڻو ڪري ڇاڇري، مٺي ۽ ننگرپارڪر ۾ رهن ٿا، جيڪي شهر مارواڙ کي ويجهو آهن. مذهب پٽاندڙ اهي وشنو آهن. ڪراڙ جي اصطلاح بابت معلوم ٿئي ٿو تہ اهو لوهاڻن دڪاندارن تي نالو مسلمانن طرفان سندن وچ ۾ فرق جي ڄاڻ نہ هجڻ ڪري غلطي سان ورتو وڃي ٿو پر 1901ع جي آدمشماري ۾ هو لوهاڻن ۾ شامل ڪيا ويا آهن.

اي ڊي ميڪليگن جي مطابق مهيشوري يا مهيشور، مهاديو (يعنيٰ شو ديوتا) جو قلب آهي. هو پاڻ کي واڻين جي ذاتين کان الڳ سمجهندا آهن. هنن جو چوڻ آهي تہ هنن جي مورث اعليٰ هڪ فقير جي بي عزتي ڪئي جنهن ڪري ان جي پاراتي سان هو پٿر بڻجي ويو پر مهيش ديو (شو ديوتا) پيهر ان کي انساني روپ ۾ آندو شايد انهي ڪري ان جي اولاد کي مهيشوري چيو ويو يعنيٰ مهيش ديوتا شو ديوتاجي مهرباني وارا.

ڊينزل ابٽسن لکي ٿو "مهيش ديو يعنيٰ مهاديو شو ديوتا هنن جي مورث اعليٰ کي حيات نو عطا ڪيو ان ڪري ان نسبت سان انهن جو نالو آهي. يعنيٰ ذات آهي. هو هنن کي واڻيو جو پاڙو ڪري لکي ٿو. واڻيو لفظ وڻجاري مان آهن. جنهن جو مطلب آهي واپار ڪرڻ، تجارت ڪرڻ، واڻيو صرف ئي صرف واپار ۽ تجارت ڪري گذر بسر ڪندو آهي. هن واڻئي جا پنج پاڙا لکيا آهن. جن ۾ هڪ پاڙو مهيشوري آهي.

اسان پنهنجي ڪتاب ۾ 84 چوراسي واپاري قومن يا ذاتين جي فهرست ڏني آهي. جنهن ۾ مهيشوري کي مهيريا جي نالي سان لکيو آهي. ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ لکيو آهي تہ هي سڀ راجپوت نسل مان آهن، اهي سڀ هڪ نسب مان نہ آهن. هي خاص طرح پوار سولانڪي ۽ پڙهي قومن مان آهن.

مهيشوري يا مهيشور راجپوت نسل مان آهن. جن جو بنيادي پيشو تجارت ۽ واپار ڪرڻ آهي، جنهن ڪري هو آسودا ۽ شاهوڪار آهن. هو مهشوري يا مهيشور شو ديوتا عرف مهيش ديوتا جي مهربانين ۽ ان جي پوڄاري هجڻ جي ڪري سڏيا ويا. رائچند هريجن لکيو آهي تہ هنن جا چوراسي پاڙا يا نکون آهن. جن مان مشهور هي آهن.

## پاڙا

1. گهريا
2. مانڌڻ
3. ڊيگل
4. رائي
5. ڪڙوئا
6. لوئيا
7. لڏڙ
8. ملهڙ
9. مساڻيا
10. ٻنر
11. مالپاٽي
12. گيگل
13. وٺڙ

# رانجھا

رانجھا ذات دراصل پنجاب جي ذاتين مان آهي. جن جا ڪجھ گھر سنڌ ۾ رهن ٿا. سندن چوڻ آهي تہ هو عڪرمہ بن ابو جهل جي اولاد مان آهي. جيڪو قريش خاندان جو هو. ان ڪري هو عرب نسل مان آهن. هو غزني ۾ فوت ٿيو هو. جتان سندس اولاد ڪجھ وقت رهڻ ڪان پوءِ پنجاب طرف هجرت ڪئي درياءَ چناب جي ڪناري آباد ٿي ويا ۽ زراعت جو پيشو اختيار ڪيو. انهيءَ ڪري ڪين جاٽ يا جٽ ۾ شمار ٿين ٿا.

رانجھا ذات وارا منڊي بهاءُ الدين ۾ اڪثريت سان رهن ٿا ۽ ڪجھ گجرانوالا ۽ سرگوڌا ضلعي ۾ بہ آهن. هي درياءَ چناب جي ڪناري جنهن کي پنجابي ۾ "نڪا" چوندا آهن. هڪ پٽيءَ ۾ رهن ٿا. جيڪا اوپر اتر ڪان اولھ ڏکڻ وڃي ٿي. اتي انهن جا ننڍا وڏا ڳوٺ آهن.

جيئن سنڌ ۾ اڪثر ذاتيون پنهنجو نسب قريش يا ٻي ڪنهن عرب قبيلا سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. تهڙي طرح پنجاب ۾ بہ اهو رواج آهي ۽ اڪثر ابو جهل جي نسب سان قريشي ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هي اصل ۾ پٽي راجپوت آهن، جيڪي زراعت جو پيشو اختيار ڪرڻ ڪري جاٽ يا جٽ ۾ شمار ڪيا ويا.

رانجھا ذات هير رانجھا جي قصي جي ڪري بہ مشهور آهي. هير واري رانجهي جو اصل نالو "دهندو" هو پر ذات جي ڪري رانجھا ئي مشهور ٿي ويا. رانجهي جو خاندان بہ ساڳي پٽي ۾ رهي ٿو.

ڊينزل ابٽسن ۽ اي ڊي ميڪليگن لکيو آهي تہ هي قريشي هجڻ جي دعويٰ ڪيترن سالن گذرڻ بعد ڪئي پر حقيقت ۾ مقامي نسل جا ماڻهو آهن. هنن بابت ڪرنل ڊيوس جو رايو آهي تہ هي آبادي جو پرامن ۽مددگار ۽ معاون حصو آهن. هو بنيادي طور زراعت مان روزي ڪمائيندا آهن ۽ قد و قامت ۾ پنهنجي پاڙيسرين گوندلن وانگر آهن.

هي بنيادي طور ٽن وڏن پاڙن جهول، چوهي ۽ لامبي ۾ ورهايل آهن. جيڪي انهن جا مورث اعليٰ هئا پر سيئي رانجھا سڏائيندا آهن.

# ساهي

ساهي ساها سنڌ جي قديم ذات جت ۽ سمه جي نسل مان آهن. جيڪي هن وقت سنڌ ۾ نالي ماتر ۽ پنجاب ۾ منڊي بهاءُ الدين، گجرات، سيالڪوٽ ۽ لاهور ۾ ڪافي تعداد ۾ آهن.

محمد غزنوي 416 هجري مطابق 26-1025ع تي سومنات کي ڦري لٽي هڪ وڏي دولت حاصل ڪري غزني وڃڻ لاءِ منصوره کان سنڌو درياءَ وسيلي ملتان تائين وڃڻ جو فيصلو ڪيو ڇاڪاڻ ته ڪيس معلوم ٿيو ته هندستان جا راجا راجستان ۾ گڏ ٿي ساڻس سان مهاڏو اٽڪائيندا. انڪري هن چاهيو پئي ته ڦرلٽ واري دولت کڻي به ڪري غزني تائين صحيح سلامت ڪٽي وڃي. تنهن ڪري هن منصوره پهچي اتان جي حاڪم ۽ سومرن جي پهرين حڪمران خفيف سومري کي پڇائي ڇڏيو ۽ اتي سنڌين جو قتل عام ڪيو. انهي ڪري جڏهن هو ملتان لاءِ روانو ٿيو ته سنڌي راڄن ڪيس ڏاڍو تنگ ڪيو ۽ هو بري حالت ۾ ملتان تائين پهتو.

محمود غزنوي کي سنڌي هميشه اک ۾ ڪنڊي وانگر ڪڪندا هئا تنهن ڪري هن سنڌي راڄن جن ۾ جت، سمه، سومرا، ماڇي، مهاڻو ۽ ٻيا شامل هئا تن کان پلاند وٺڻ ۽ سيکت ڏيڻ جي نيت سان سن 418 هجري مطابق 28-1027ع تي هڪ وڏو لشڪر غزني کان وٺي ملتان پهتو ۽ چوڏهن سئو ٻيڙيون تيار ڪرايون جن جي منڊ ۽ پاسن ۾ لوهه جا نوڪدار سرا لڳل هئا جن جي ٽڪرائڻ سان سخت کان سخت شيءِ به پرزا پرزا ٿي وڃي پئي. انهي ڪانسواءِ ويهه محرابون اهڙيون ٺهرايون جنهن ۾ گندڪ ۽ بارود رکرائي ڇڏيو.

هن هي ٻيڙيون اچي درياءَ سنڌ ۾ لاٿيون ۽ سنڌين جي رت وهائڻ لاءِ هر ٻيڙي ۾ ويهه ويهه سپاهي ويهاريا جيڪي ڍالن نيزن ۽ تيرن ڪمان سان مسلح هئا. اهڙي طرح سان هن اٺاويهه هزار فوج ٻيڙن ۾ ويهاري ۽ باقي فوج درياءَ سنڌ جي ٻنهي ڪنارن سان گڏوگڏ رواني ڪئي جيئن هو انهن جي مدد ڪري سگهن.

جڏهن خونخوار لشڪر درياءَ سنڌ ۾ اڳتي هليو ته سنڌي راڄن هنن کان ڊڄڻ ۽ پڇي وڃڻ بدران هن جو مقابلو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پنهنجي بري ۽ بحري قوت کي انهن جي سامهون آندو . بحري لشڪر کي محمود جي تيار ڪيل نوڪدارن ٻيڙين گهڻو نقصان رسايو ۽ سنڌن ٻيڙ[illegible] پرزا پرزا يا ناڪاره ٿي ويون ۽ جيڪي سنڌي دوبدو مقا[illegible]ي ڪرڻ جا هيراڪ هئا تن کي بارود ۽ بمن سان اڏايو ويو جنهن ڪري سنڌي بي بس ٿي ويا پر تنهن هوندي به هو غزني لشڪر سا وڙهندا رهيا. ڪيترا مارجي ويا ۽ ڪيترن کي گرفتار ڪيو ويو. هن لڙائي ۾ محمود کي سوڀ ٿي جنهن سنڌين کي غزني ڪٽي وڃي ٻارن ٻچن سميت قيد ڪري ڇڏيو.

هن جي 6 اپريل 1030ع ۾ مري وڃڻ کان پوءِ تيرهين صدي عيسوي ۾ جڏهن غزني سلطنت زوال پذير هئي. تڏهن انهن سنڌين جي اولاد سنڌ ڏانهن واپس ورڻ شروع ڪيو جن کي سنڌو ۽ ساهي يا ساها سڏيو ويو. هي جڏهن پنجاب ۽ ڪشمير جي سرحد وٽ پهتا ته ان کي سرسبز ۽ سنڌو دريا جي نزديڪ هجڻ ڪري سنڌ سمجهي اتي رهي پيا جنهن ڪري هو درياءَ چناب جي پٽي ۾ گهڻائي ۾ آهن ۽ ڪجهه خاندان پوءِ مختلف علائقن ۽ سنڌ ڏانهن به هليا آهن. هي غزني ۾ رهڻ دوران مسلمان ٿيا پر هنن جو قديم رسم و رواج ماضي قريب ۾ به موجود هو جيئن ٻڪري جو ڪن ڪپي ان جي رت سان پيشاني تي تلڪ لڳائڻ وغيره . هي سورج ونشي راجپوت مان چورائيندا آهن. هن قبيلي وارا پنجاب ۾ ساهي ۽ سنڌ ۾ ساها سڏجن ٿا. ساها هندي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي فصل، آباد ڪاري، جيئن ته هي زراعت جي پيشي سان وابسته ٿي ويا تنهن ڪري ساها يا ساهي سڏيا ويا هي اصل ۾ سنڌي قبيلن جي ذاتين جو مجموعو آهي. سنڌ ۾ رهندڙ ساهي سماٽ ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا ۽ پنجاب جا ساهي جاٽ يا جت سڏجن ٿا.

# راشدي

راشدي سنڌ جي لڪياري ساداتن جو پاڙو. هن خاندان جو بنياد سيد علي وڏو جنهن جو احوال لڪياري سيد جي بيان ۾ ٿيو آهي. هي سيوهڻ جي پرسان وارن جبل لڪي جي پويان لڪياري سڏيا ويا ڇاڪاڻ ته اتان جابلو لنگهه هو جنهن کي سنڌي ۾ لڪ چوندا آهن. لڪياري سيدن جو هي پاڙو پير محمد راشد جي نالي پويان راشدي سڏيو ويو. ڪتاب انوار ڪريمي جي مطابق سيد محمد راشد جنهن کي روضي ڌڻي به سڏيو ويو آهي. تنهن کي تيرنهن پٽ هئا جن مان چار پٽ ننڍي عمر ۾ وفات ڪري ويا. باقي سنڌن جي اولاد پير ڳوٺ جن مان مشهور گادي "پير پاڳارو" آهي. پير جهنڊو، نصرت اسٽيشن نئون ديرو ۽ لاڙڪاڻي ۾ آهي.

راشدي خاندان جو نالو تاريخن ۾ تڏهن آيو جڏهن پير حضرت صبغت الله شاهه اول (وفات1246 هجري مطابق 31-1830ع) سيد احمد شهيد (شهيد بالاڪوٽ) جي نه رڳو حمايت ڪئي پر عملي طور هن جو ٻانهه ٻيلي ٿي بيٺو ڪيس رسد جو سامان ۽ مجاهد دستا ڏنا جن کي (حر" جو لقب ڏنو عربي ۾ حر معنيٰ آزاد. ان ڏينهن کان وٺي پير پاڳاري جي مريدن کي حر سڏيو ويو. هن ئي خاندان مان سيد صبغت الله شاهه جنهن انگريزن کي ٿونا ڇڄايا ۽ جنهن جي هلايل حر تحريڪ جي نتيجي ۾ آخر انگريز سرڪار کي 1947ع تي هندستان ۽ سنڌ مان وڃڻو پيو هو. هو 13 صفر 1327ع تي ڄاوا ۽ ٻارهن سالن جي ننڍي ڄمار ۾ پير پاڳارو جي حيثيت سان سنڌن دستاربندي ٿي. هن انگريزن خلاف حر تحريڪ جو آغاز ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ پهرين جون 1942ع تي سنڌ ۾ مارشل لا هنيو ويو جنهن جو چيف ايڊمنسٽريٽر اپر سنڌ فورس جو جي او سي ميجر جنرل رچرڊ سن هو.

پير صاحب پاڳاري ڪنهن به صورت ۾ انگريز سرڪار سان ٺاهه نه ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ ڪيس گرفتار ڪري هندستان جي شهنشاهه خلاف جنگ ڪرڻ ۽ ٻين کي ان خلاف پڙڪائڻ جي ڏوهه ۾ فوجي عدالت ۾ ڪيس هلائي. ڪيس 20 مارچ 1943ع تي ڦاهي ڏيئي شهيد ڪيو ويو ۽ سندس ميت کي اهڙي گمنام هنڌ تي دفن ڪيو ويو جو اڄ تائين اهو راز ظاهر نه ٿي سگهيو آهي.

هن ئي خاندان مان لاڙڪاڻي جي پير ڳوٺ وارو انور علي شاهه راشدي ۽ قمبر وارو تراب علي شاهه راشدي هئا جن مرحوم جان محمد جوڻيجي سان گڏجي تحريڪ هجرت جو آغاز ڪيو. ان ڪانسواءِ نئون ديرو پرسان پير ڳوٺ ۾ رهندڙ راشدي پڻ انهي خاندان مان آهن جن مان سيد ذوالفقار علي شاهه راشدي نالي وارو هو. سنڌ جا به ستارا، عالم، اديب، تاريخ نويس، سياستدان يعنيٰ سيد حسام الدين راشدي ۽ سيد علي محمد راشدي پڻ راشدي خاندان جا نه وسارڻ جهڙيون شخصيتون آهن.

راشدي خاندان آهي ته سيد نسب مان پر ان ۾ رت سنڌي امڙ جو گردش ڪري رهيو آهي. سنڌن ناناڻا سنڌي آهن ۽ راجا دلوراءِ جيڪو بعد ۾ مسلمان ٿيو سنڌن نانو هو.

# شجرو راشدي خاندان




سيد محمد ياسين شاھ
جهنڊي وارو
سيد فضل الله
سيد رشيد الدين
سيد ابو تراب رشيد احمد
سيد صديق رسول
سيد حاجي هدايت الله ٿلاهي
سيد علي محمد شاھ
سيد پير شاھ
سيد پير قاصد شاھ
سيد علي محمد شاھ راشدي (مرحوم)
سياستدان، عالم نويس،
اديب
سيد پير حسام الدين راشدي (مرحوم)
مشهور اديب، عالم
محقق ۽ تاريخ نويس
حسين شاھ راشدي
(مرحوم)
سيد احد شاھ راشدي


علي مڪي
(لڪي جبل ۾ اچي رهيو، جنهن ڪري ان کي لڪ علوي سڏيو ويو.)
شاهه محمد
حاجن شاهه
محمد مراد شاهه
آمري
نالي چڳو عرف
چڪن شاهه
رڪن الدين شاهه
بهاؤ الدين
محمد شاهه
حسين شاهه
محمد شاهه
احمد شاهه
محمود شاهه
حسين شاهه
بهاؤ الدين شاهه
رڪن الدين شاهه
شهاب الدين شاهه
عرف عباس شاهه
شاهه حسين
فضل شاهه
عيسيٰ شاهه
عباس شاهه
قاسم شاهه
اسماعيل شاهه
قاسم شاهه
ناصرالدين شاهه
فضل الله شاهه
مراد شاهه
مصري شاهه
داد شاهه
مير علي شاهه
لڏو شاهه
احمد شاهه
گيلا شاهه
شرف الدين شاهه
اولاد شرف پوٽا
سڏجي ٿي.
شاهه حسين شاهه
يوسف شاهه
عرف بولڻ شاهه
سنجر شاهه
احمد شاهه
اولاد ميرڻ پوٽا
سڏجي ٿي.


خدا بخش شاهه
عرف ڪٽڻ شاهه
محمد شاهه
علي شاهه
بهاؤ الدين شاهه
عثمان شاهه
محمد يوسف شاهه
ابوبڪر شاهه
حسين شاهه
محمد شاهه
صالح شاهه
شڪر الله شاهه
عبدالرزاق شاهه
اميد علي شاهه
عبدالغني شاهه
خير الله شاهه
فتح محمد شاهه
ڪبير شاهه
عثمان شاهه
محمود شاهه
محمد امام شاهه
فتح شاهه
ٺارو شاهه
محمد بقا شاهه شهيد (القب)
عرف
پٽ ٽتي رحمة الله عليه
چڪن شاهه
محمود شاهه
جان محمد شاهه
محمد شاهه
سچي ڏنو شاهه
صادق شاهه
محمد شاهه
عبدالرسول شاهه
پير محمد راشد شاهه
روضي ڌڻي
مرتضيٰ شاهه
سليم شاهه
شاهنواز شاهه
لاولد
محسن شاهه
مبارڪ شاهه
لاولد
هدايت الله شاهه
اسماعيل شاهه
لاولد
محمد ياسين شاهه
جهنڊي وارو
حامد شاهه
لاولد
پير صبغت الله شاهه
تجر ڌڻي
بقا شاهه عرف
نالي متو
محمد صادق شاهه
مسجد وارو
محي الدين شاهه
لاولد
شاهنواز شاهه
علي گوهر شاهه
بنگلي ڌڻي
حزب الله شاهه
تخت ڌڻي
علي گوهر شاهه
معافي ڌڻي
شاهه مردان شاهه
ڪوٽ ڌڻي
محمد شاهه
لاولد
مبارڪ شاهه
مهدي شاهه
حامد شاهه
لاولد
احسن شاهه
اسماعيل شاهه

|||

صبغت الله شاھ ثاني ← حر تحريڪ جو باني انگريزن 20 مارچ 1943ع تي شهيد ڪري ڇڏيو.
ڪوٽ ڏڻي

↓

سڪندر علي شاھ عرف
شاھ مردان شاھ

- صبغت الله شاھ موجوده پير پاڳارو
  - محمد راشد شاھ
  - محمد عمر شاھ
  - محمد عثمان شاھ
- صدر الدين شاھ
  - محمد اسماعيل شاھ
- علي گوهر شاھ
  - محمد موسيٰ شاھ

## قمبر جي راشدي خاندان جو شجرو



## راشدي خاندان ڳوٺ الله بخش ڪلهوڙو (شاهه آباد) لاڙڪاڻو





راشدي خاندان تعلقو وارهہ - لاڙڪاڻو - نئون ديرو - مرتضيٰ شاهہ جو خاندان
محمد بقا شاهہ
پٽ ڏٽي
مرتضيٰ شاهہ
محمد شفيع شاهہ
شاهہ محمد عرف پنهل شاهہ
محمد قاسم شاهہ
علي اصغر شاهہ
محمد عطا شاهہ
الڳ شجرو موجود آهي
محمد علي شاهہ
روح الله شاهہ
محمد اڪبر شاهہ
محمد علي شاهہ
مقيم شاهہ
حفيظ شاهہ
محمود شاهہ
محمد علي شاهہ
شاهہ محمد شاهہ
عبدالفتاح شاهہ
روح الامين
لاولد
نور الهديٰ شاهہ
لاولد
بدر الدجيٰ شاهہ
اسد شاهہ
لاولد
شمس الضحيٰ شاهہ
لاولد
محمود شاهہ
امام المتقين شاهہ
اسد الله شاهہ
شاهہ محمد شاهہ
اڪبر شاهہ
فتاح شاهہ
غلام مرتضيٰ شاهہ
غلام علي شاهہ
غلام مصطفيٰ شاهہ
عماد الدين شاهہ
انور شاهہ
تراب شاهہ
علي گوهر شاهہ
نور انور شاهہ
شمس الضحيٰ شاهہ
عبدالسميع شاهہ
جبار شاهہ
ستار شاهہ
غفار شاهہ
سعيد شاهہ
اسد نبي شاهہ
حفيظ شاهہ
صدر الدين شاهہ
بدر الدجي شاهہ
بليغ الدين شاهہ
بدر الدجيٰ شاهہ
ثناء الله شاهہ
غفار شاهہ
صباح الدين شاهہ
مجتبيٰ شاهہ
ظهير شاهہ
احسن ضياء شاهہ
سراج شاهہ
نور نبي شاهہ
غياث شاهہ
ارشاد شاهہ
معصوم شاهہ
محسن ضياء شاهہ
محمود علي شاهہ
مقيم شاهہ
حفيظ شاهہ
محمد علي شاهہ
صمد شاهہ
اصغر شاهہ
زين العابدين شاهہ
سليم شاهہ
اظهار شاهہ
عارفين شاهہ
لطف شاهہ
مقيم شاهہ
قطب ضياءُ شاهہ
اشرف شاهہ
منير شاهہ
سعيد الله شاهہ
ڪاشف شاهہ
احمد شاهہ
فيصل رضا شاهہ
مهدي شاهہ
محمد رضا شاهہ
علي رضا شاهہ
اسد نبي
سيف الله
فتاح شاهہ
روح الامين شاهہ
لاولد
محمود شاهہ
غلام مصطفيٰ شاهہ
مرتضيٰ شاهہ
غلام علي شاهہ
فتاح شاهہ


راشدي خاندان عطاءُ الله شاهه جي اولاد
عطاءُ الله شاهه
محمد ارشد شاهه
صفي الله شاهه
عبيدالله شاهه
لاولد
حبيب شاهه
منير شاهه
لاولد
عبدالله شاهه
معصوم شاهه
لاولد
نجيع الله شاهه
لاولد
عصمت شاهه
ڪليم الله شاهه
محفوظ شاهه
لاولد
عبدالرحمان
لاولد
نور الحق شاهه
ڪليم الله شاهه
مجتبيٰ شاهه
عبدالحي شاهه
منير شاهه
لاولد
حفيظ شاهه
لاولد
حيدر شاهه
لاولد
حسين شاهه
شمس الحق شاهه
نالي چگو لاولد
حبيب شاهه لاولد
شمس الدين شاهه
امام شاهه
قطب شاهه لاولد
ذوالفقار شاهه
نالي منو
نجيع شاهه
عصمت شاهه
لاولد
صفي الله
ارشد شاهه
اقبال شاهه
عصمت الله شاهه
ولي الله شاهه
ڪليم الله
رزاق شاهه
عطاءُ الله
ڪرم علي
عبدالعقد شاهه
وهاب شاهه
ياسين شاهه
نورالحق
شمس الحق
علي مير شاهه
اعجاز شاهه
عطاءُ شاهه
عبدالله شاهه
علي صدا شاهه
زين العابدين
لاولد
مرتضيٰ شاهه
اصغر شاهه
مصطفيٰ شاهه
روشن شاهه
اشرف شاهه
ارشد شاهه
اڪبر شاهه
محمد علي شاهه
لاولد
قطب شاهه
ارشد شاهه
مجيب شاهه
لاولد
مظفر شاهه
لاولد
معصوم شاهه
لاولد
ڪليم الله
عصمت الله
حبيب الله شاهه
ذوالنقار شاهه
حفيظ شاهه
محمد بقا شاهه
مرتضيٰ شاهه
پنجل شاهه
مظفر شاهه
روح الحق شاهه
شهاب شاهه
شاهه ذنو
حسين شاهه
مجتبيٰ شاهه
عبدالحي شاهه
معصوم شاهه
مجيب شاهه
سليم شاهه
عبدالله شاهه
ڪرم شاهه
نجيم شاهه
عصمت شاهه
راشد شاهه
روشن شاهه
مصطفيٰ شاهه
جاويد شاهه
ڪرم شاهه
امين شاهه
عبدالحق
عطا شاهه
سراج الحق شاهه
ضياءُ الحق شاهه
فاروق شاهه
وسيم الحق


راشدي خاندان علي اصغر شاهه جو ڪٽنب
علي مرتضيٰ شاهه
علي اصغر
محمد اشهد شاهه
جعفر شاهه
معشوق شاهه
عاشق شاهه
اصغر شاهه
ارشاد الله شاهه
الهندو شاهه (لاولد)
قطب عالم شاهه (لاولد)
الهڏنو
حاجن شاهه
جعفر شاهه
زمان شاهه
محمد شاهه
ڪريم شاهه
قطب شاهه
عالم شاهه
اشرف شاهه
معشوق شاهه
احمد شاهه
علي شاهه
اصغر شاهه
انور شاهه
رشيد شاهه
انور شاهه
رشيد علي
وهاب شاهه
بدر شاهه
مرتضيٰ شاهه
بشير شاهه
اسلم شاهه
حنيف شاهه
اصغر شاهه
مصطفيٰ شاهه
انور شاهه
محمد شاهه
عزيز شاهه
خليل شاهه
خالد شاهه
ظهير شاهه
صدر الدين شاهه
بدر الدين شاهه
فخر الدين شاهه
الهڏنو
سعيد شاهه
امجد شاهه
اشرف شاهه
عبدالقادر
حفيظ شاهه
دلدار شاهه
ذوالفقار شاهه
مصطفيٰ شاهه
خدا ڏنو
صديق شاهه
عاشق حسين
ذوالفقار شاهه
ارشاد شاهه
رحمان شاهه
ضياءُ شاهه
رشيد شاهه
رحمان شاهه
منور شاهه
سڪندر شاهه
اختر شاهه
حاجن شاهه
منير شاهه
حفيظ شاهه
دلدار شاهه
حسين شاهه
ستار شاهه
محمد شاهه
احمد شاهه
حاجن شاهه
آصف شاهه
جاويد شاهه
سيف الله
ظهور شاهه
منظور شاهه
فاروق شاهه
عطاء شاهه
راشد شاهه
شاهد شاهه
صابر شاهه
رحمان شاهه
سليم شاهه
خداڏنو

## راشدي خاندان ـ قاسم شاهه، پنهل شاهه ۽ شفيع الله شاهه جا ڪٽنب

- مرتضيٰ شاهه
  - شفيع الله شاهه
    - محمد شاهه
      - شفيع الله
        - اسد الله شاهه
          - حبيب الله
            - عطاءُ الله
            - نصر الله
            - ڪليم الله
            - پريل شاهه
          - خليل الله
        - محمد شاهه
    - روح الحق لاولد
  - پنهل شاهه
    - رشيد الله شاهه
      - (لاولد)
      - بشير شاهه (لاولد)
      - حجت الله (لاولد)
      - دوران شاهه
        - رشيد الله
          - رفيع الدين
            - منير شاهه
            - رشيد الله
            - احمد شاهه
            - نبي الله
          - عبدالقادر
            - محمد شاهه لاولد
            - مٿل شاهه
          - بشير احمد
            - نيل شاهه
            - اڪبر شاهه
          - اعظم شاهه
            - نادر شاهه لاولد
            - نادر علي پير
            - صابر علي
            - ذوالفقار شاهه
            - لياقت شاهه
            - شوڪت شاهه
          - نصير الدين
        - عبدالقادر (لاولد)
        - حجت الله
          - سرور شاهه (لاولد)
          - حزب الله (لاولد)
          - اصغر شاهه
            - مردان شاهه
            - صبغت الله
            - حجت الله
            - حزب الله
          - مظفر شاهه (لاولد)
          - علي گوهر شاهه
            - مظفر شاهه
            - زمان شاهه
            - اسد شاهه
            - معمور شاهه
            - ڪليم الله
        - انور شاهه
          - دوران شاهه
            - تقي شاهه
            - راشد شاهه
            - ارشد شاهه
          - مظهر شاهه
      - رفيع الدين (لاولد)
    - علي اڪبر
      - معين الدين
        - محمد پناهه
          - علي مردان
            - محمد پناهه
        - قطب عالم
          - محمد معين
            - نادر شاهه
          - شمس العارفين
            - اختر شاهه
            - ذوالفقار شاهه
            - امير علي
            - صالح شاهه
    - وهاب شاهه
  - قاسم شاهه
    - مرتضيٰ شاهه
      - محمد شاهه (لاولد)
      - غياث الدين لاولد
    - غوث شاهه
      - احمد شاهه
        - زين العابدين لاولد


راشدي خاندان - پير جهنڊي وارا - ٽلاهه - لاڙڪاڻو
محمد راشد شاهه روضي ڌڻي
محمد ياسين شاهه (چوٿون فرزند - جاين وارا جهنڊي ڌڻي - ٽلاهه - لاڙڪاڻو)
صديق الرسول شاهه
هدايت الله شاهه
الڳ شجرو موجود آهي
رشيد الدين شاهه بيعيت وارا
فاضل شاهه
فضل الله شاهه لاولد
محمد راشد شاهه لاولد
امام الدين شاهه لاولد
اسماعيل شاهه
محمد شاهه لاولد
راسدين شاهه لاولد
ياسين شاهه
محمد حسين شاهه
امام الدين شاهه
رشد الله شاهه
محمد حسن شاهه
شفيع شاهه
عباس الدين شاهه
اشرف شاهه
ڪمال الدين شاهه لاولد
ڪمال الدين شاهه لاولد
ڪريم شاهه
فتح الله شاهه لاولد
حامد شاهه لاولد
محمد حسين شاهه
شفيع الله شاهه
عبدالخالق شاهه
محمود شاهه
مصطفيٰ شاهه لاولد
مهدي شاهه
عبدالوهاب شاهه
فتح الله شاهه
مجتبيٰ شاهه
محي الدين شاهه
محبوب شاهه
حسين شاهه
امام الدين شاهه
عبدالحئي شاهه
روشن علي شاهه
محمد شاهه لاولد
ماجد حسين شاهه
اسد الله شاهه
ڪمال الدين شاهه
عرفان الله شاهه
جهانگير شاهه
اڪبر اعظم شاهه
روشن شاهه
مصطفيٰ شاهه


راشدي خاندان - ٽلهه - لاڙڪاڻو
محمد راشد شاهه
محمد ياسين شاهه
هدايت الله شاهه (ڇهون نمبر پٽ)
مظهر الدين عرف نالي منو
عباس شاهه لا ولد
نصر الله شاهه الڳ شجرو موجود آهي
روح القدس شاهه
فتح الرسول شاهه لا ولد
فتح الدين شاهه
تقي شاهه لا ولد
بقا شاهه
حجت الله شاهه
علي مڪي مولا شاهه
مقبول شاهه
بدر الهديٰ شاهه
مرسلين شاهه
ظفر شاهه
فيض شاهه
عباس شاهه
ضياءُ احمد شاهه
راشد شاهه
ماشاءَ الله شاهه
مظهر شاهه
ضياءُ شاهه
حجت الله شاهه
برڪت شاهه
نعمت الله شاهه
دلبر شاهه
نور شاهه
مدد الله شاهه
حزب الله شاهه
عطاءُ الله شاهه
رضا شاهه
امان الله شاهه
نجيب الله شاهه
عامر شاهه
عبدالله شاهه
اشفاق شاهه
قمر شاهه
ذوالفقار شاهه
خادم شاهه
حبيب شاهه
شير زمان شاهه
منظور علي شاهه
ذوالفقار علي شاهه
امان الله شاهه
خليل شاهه
بقا شاهه
اياز شاهه
ابراهيم شاهه
فيض الدين شاهه
عبدالله شاهه
محمد بقا شاهه
قمر زمان
سڪندر شاهه
عصمت شاهه
حميدالله شاهه
نعمت شاهه
سميع الله
بشير شاهه
رحمت الله شاهه
وحيد الله شاهه
شبير شاهه
عمران شاهه
ڪامران شاهه
مسعود شاهه
فرهان شاهه
حجت الله شاهه
قدرت الله شاهه
ارشاد شاهه
عرفان الله شاهه
هدايت شاهه
شفيع شاهه
وسيع الله شاهه
حفيظ شاهه
انشاءُ الله شاهه
محمد علي شاهه

## راشدي خاندان - ڳوٺ نصير الله شاھ لڳ ھليا - قمبر علي



## راشدي خاندان ـ راشدي پائر

- پير صبغت الله شاهه - تجر ڌڻي - پير پاڳارو
  - محمد علي شاهه
    - احمد شاهه لاولد
    - حسام الدين شاهه لاولد
    - نجم الدين شاهه لاولد
    - سلطان شاهه
      - فخر الدين شاهه
        - ذوالفقار شاهه
          - فخر شاهه
            - عمران شاهه
            - جبران شاهه
          - نور الحق شاهه
          - سعيد شاهه
            - رضوان الله شاهه
            - خرم شاهه
          - زمان شاهه
          - ظهير الدين شاهه
            - اصغر شاهه
            - ياسر شاهه
          - نور الحق شاهه
        - غلام شاهه لاولد
        - شرف الدين شاهه
          - اصعر شاهه
          - سرور شاهه
          - مظفر شاهه
          - مشتاق شاهه
          - ارشاد شاهه
          - الطاف حسين شاهه
      - نور الحق شاهه
        - بچل شاهه
          - فرمان علي شاهه
          - احسان شاهه
        - ابراهيم شاهه
      - سعيد شاهه
    - بچل شاهه لاولد
    - پير شاهه
      - حامد شاهه
        - علي محمد شاهه راشدي (ليکڪ - سياستدان)
          - مرتضيٰ شاهه
          - محسن شاهه
          - حسين شاهه
            - علي رضا شاهه
          - محسن شاهه
          - امير الحسيني شاهه
          - جمال حسيني
          - رياض شاهه
          - حسن شاهه
            - احسن شاهه
            - عديل شاهه
            - سليمان شاهه
          - مرتضيٰ شاهه
        - حسام الدين شاهه راشدي (محقق - وڏو عالم)
          - حسين شاهه راشدي (مرحوم)
        - احمد شاهه
          - شمس شاهه
          - سلطان شاهه
            - ذوالفقار شاهه
            - غلام شاهه
            - عثمان شاهه
          - حامد شاهه
          - مرتضيٰ شاهه
          - مجتبيٰ شاهه
          - مصطفيٰ شاهه
          - مظفر شاهه

# سلھريا

سلھريا سوم بنسي راجپوت آھن جيڪي پنھنجو سلسلہ نسب ديو مالائي عھد جي راجا سيگل يا سينگل ۽ ھن جي اولاد چندر گپت سان ملائيندا آھن. جڏھن تہ نجم التواريخ ۾ ڏنل شجرو ۾ ان جو ذڪر ڪونھي. ھو لڪي ٿو مھاراجا ڪيدار پنجاب ۾ ھڪ زبردست سلطنت قائم ڪئي. ھن خاندان 2339 سال حڪومت ڪئي ۽ 1029ع ۾ سلطان محمود غزنوي ھٿان ھنن جي حڪومت ختم ٿي. چون ٿا تہ ھنن جو وڏو ۽ مورث اعليٰ سلطان محمد جي وقت ۾ ان جو سپھ سالار ھو. جنھن کي ھن حيدرآباد دڪن کان موڪليو تہ ھو وڃي شيخا ڪوکر جي بغاوت کي ختم ڪري. ھو شيخا ڪوکر کي ختم ڪرڻ کان پوءِ حيدرآباد دڪن واپس ڪو نہ ويو ۽ سيال ڪوٽ ۾ رھي پيو. جتي اڄ بہ ھنن جي اڪثريت آھي. راجا سل جنھن سيالڪوٽ جو بنياد رکيو ھو ھن جي اولاد بھلول لوڌي جي وقت ۾ مسلمان ٿي. ھن جي اولاد مان گھڻا مسلمان آھن ۽ ڪي ويدا (ھندو) مذھب جا آھن.

اي ڊي ميڪليگن ۽ ڊينزل ابٽسن لکن ٿا تہ ھو برھمڻ جي خدمتون حاصل ڪندا آھن ۽ شادي جي موقعي تي گھوٽ ۽ ڪنوار جي نرڙ تي ٻڪر جي رت جو نشان يا تلڪ ھڻندا آھن.

تاريخ سيال ڪوٽ منشي امين چند، تاريخ اقوام ڪشمير منشي محمد دين فوق ۽ نگينہ رام پنوار راجپوت گزيٽ 1934ع لاھور جي ھڪ مضمون راجپوت ڪي سياسي اھميت ۾ سلھريا ذات جو شجرو ڏنو آھي ۽ تفصيل لکيو آھي. جنھن موجب راجا انند پال جنھن تي محمود غزنوي حملو ڪيو ھو ۽ شڪست ڏني ھئي تنھن جي پٽ جو نالو راجا سُل ھو جيڪو انند پال کان پوءِ باقي سلطنت جو راجا ٿيو ھو تنھن کي سلھريا سڏيو ويو. ان ڪري ان جي اولاد سلھريا سڏي ويئي. ھن جي اولاد مان راجا سيھن پال ھو جيڪو بھلول لوڌي جو ھمعصر ھو. اھو ھڪ بزرگ حضرت عبدالجليل رحہ قريشي چوھڙ بندگي لاھور واري جي ھٿ تي 1475ع ۾ مسلمان ٿيو.

اھڙي طرح سندس پياءُ راجا جگت پال جو پوٽو راجا ٺاڪر ھنس پال لاھور واري حضرت ڪالا شاھ ڪاڪو سان پنھنجي ھڪ برھمڻ جي مناظري ڪرڻ ۽ ھار مڃڻ کان پوءِ ھن جي ھٿ تي مسلمان ٿيو ۽ سندس اسلامي نالو راجا سپال رکيو ويو. سندس اولاد راجپوت ٺاڪر سلھريا سڏايو جيڪي سيال ڪوٽ ۾ اڪثريت سان رھن ٿا.اڪثر ٺاڪر راجپوت سلھريا لکندا آھن ۽ پاڻ کي پنٽي نسل مان بہ چوندا آھن . شاھان گجر جي مصنف سلھريا کي گجر جو پاڙو ڪري لکيو آھي. مسلمان سلھريا لکندا آھن جڏھن تہ سک ۽ ھندو، سلاريہ لکندا آھن.

سلھريا ذات وارا سنڌ ۾ ضلعي سانگھڙ ۾ رھن ٿا جتي چڪ سلھريا آھي. ان کان سواءِ ھو سنڌ جي شھرن ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ رھن ٿا ان کان علاوہ پنجاب ۾ جھلم، سيال ڪوٽ، فيصل آباد ۾ اڪثريت سان رھن ٿا. ھي ڪشمير کانسواءِ ھندستان جي پنجاب ۽ ٻين ھنڌن تي بہ رھن ٿا.

## پاڙا

1. پنٽيات
2. نوشھريا
3. اڪر
4. پنٽي
5. گنيا
6. جيورات
7. مجوات
8. پروات
9. سک سلھريا
10. ڏنيات
11. منھاس
12. سلھريا
13. سلاريہ

## شجرو سلهريا خاندان

ديومالائي عهد ۾:
- مهاراجا ڪيدار
- ↓
- راجا سيگل يا راجا سينگل
- ↓
- راجا روهنت

↓
راجا هينگل
↓
راجا سلوم
↓
راجا اوول
↓
راجا پرگو پتي
↓
راجا چوم
↓
راجا هيم
↓
راجا اسڪر
↓
راجا ڪسمتي
↓
راجا ڪڙڪ پتي
↓
راجا رگهل
↓
راجا شرم پتي
↓
راجا جي پتي
↓
راجا سوسرش
||
↓

||
↓
راجا اجي سي
↓
راجا گوم
↓
راجا سنل
↓
راجا بلاس پال
↓
راجا هند پال
↓
راجا چندر پال
↓
راجا جئپال


شجرو سلهريا خاندان
راجا سيگل
يا
راجا سينگل
ديو مالائي عهد ۾
سندس اولاد مان
راجا چندر گپت
هن جي اولاد مان
راجا ڇٽپال
راجا انند پال
راجا ترلوچن پال
جنهن جي اولاد
مان ٻاگت آهن
الڳ شجرو
موجود آهي
راجا سُل (پال)
المعروف
راجا سلهريا
راجا سڪت مير
جنهن ڪشمير ۾ سل پيري آباد ڪيو جنهن کي سويل پور
جي نالي سان مشهوري ملي
راجا پرتي پال
راجا جيت پال
هن جي اولاد هندو
رهي ۽ سک سلهريا
هن جي اولاد آهن
راجا جگت پال
راجا ٺاڪر هنس پال
عرف
راجا سپال
ڪالاشاه ڪاڪو
هتان مسلمان ٿيو
اولاد راجپوت ٺاڪر
سلهريا سڏجي ٿي
راجا سيهن پال
بهلول لوڌي جي وقت ۾ بزرگ عبدالجليل
قيرشي رحہ جي هٿ تي مسلمان ٿيو
راجا پوپال
راجا ڌن پال
راجا ڀهجو
اولاد ڌنيات
سلهريا سڏجي ٿي
مسلمان آهن
راجا پمس
راجا سيجو
راجا مالو
راجا گني
اولاد
گنيات سلهريا
مسلمان آهن
راجا جيور
اولاد
جيورات سلهريا
مسلمان آهن
راجا موجو
اولاد
مجوات سلهريا
مسلمان آهن
راجا پرو
اولاد
پروات سلهريا
مسلمان آهن

## راجا سرور حسين سلهريا جو شجرو



# محقق جو تعارف



اياز علي جنهن جو پهريون ادبي نالو اياز سنڌي هو، تنهن بعد ۾ اياز ڀاڳت جي نالي سان لکڻ شروع ڪيو، تنهن 5 نومبر 1953ع ۾ حاجي گل محمد خان ڀاڳت جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ڪانپوءِ اياز ڀاڳت 1971ع ۾ جڏهن ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻو ۾ داخلا ورتي ته اتي شاگرد سياست ۾ ڀرپور حصو ورتو، جڏهن سنڌ اسيمبليءَ مان سنڌي ٻوليءَ جو ممتاز علي خان ڀٽو بل پاس ڪرايو ته سڄي سنڌ ۾ وڳوڙ ٿيا. ڊي پي ڊر جي تحت لاڙڪاڻو بدر ڪيو ويو.

هن سياسي زندگي جي شروعات شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي پهرين ملاقات کان ڪئي جڏهن جو هاءِ اسڪول ۾ پڙهندڙ هو ۽ اڃا پيپلز پارٽي جو بنياد به نه پيو هو. جڏهن ڀٽو صاحب لاڙڪاڻو اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن (L.S.O) جو بنياد رکيو ته هو وارڊ تعلقي جو صدر مقرر ٿيو. بعد ۾ اها تنظيم لالا قادر جي سنڌ آزاد مارونڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ ضم ٿي ته ان جو ڊپٽي جنرل سيڪريٽري لاڙڪاڻو ضلع مقرر ٿيو بعد ۾ جڏهن 1973ع ۾ سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو بنياد وڌو ويو ته ان جو پهريون جنرل سيڪريٽري ٿيو. انهيءَ دوران 1973ع ۾ لاڙڪاڻو اسٽوڊنٽس ايڪشن ڪاميٽي ٺهي جنهن جو هو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو.

1974ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي ڪنفرميشن سان پيپلز پارٽي ضلع لاڙڪاڻي جو جنرل سيڪريٽري رهيو ۽ 1976ع ۾ راتس ملنگ ڪارپوريشن ۾ ڪمرشل آفيسر مقرر ٿيو پر 5 جولاءِ 1977ع ۾ فوجي انقلاب اچڻ ڪانپوءِ شهيد ڀٽو جي حڪم سان ان عهدي تان استعفيٰ ڏني.

1983ع جي ايم آر ڊي تحريڪ ۾ پنهنجي ساٿين سان گڏجي ڀرپور حصو ورتو ۽ جڏهن 31 مارچ 1985ع ۾ محترم ممتاز علي ڀٽو سنڌي بلوچ پشتون فرنٽ ٺاهيو ته 1986ع ۾ پهريان ڊپٽي جنرل سيڪريٽري، پوءِ جنرل سيڪريٽري جي عهدن تي رهيو ۽ وري جڏهن 31 مارچ 1989ع ۾ سنڌ نيشنل فرنٽ جو بنياد پيو ته هو ضلعي جنرل سيڪريٽري ۽ بعد ۾ لاڙڪاڻو شهر جو صدر رهيو. ان بعد سينٽرل ڪاميٽي جو ميمبر ٿي رهيو. هو سياسي طور محترم ممتاز علي خان ڀٽو سان وابستي آهي.

ادبي زندگي جو آغاز اسڪول جي زماني کان ڪئي جڏهن والد صاحب جي ڪتابن جو مطالعو شروع ڪيو ۽ تاريخ ۾ دلچسپي رکڻ شروع ڪئي ۽ اياز سنڌي جي نالي سان لکڻ شروع ڪيو، 1974ع ۾ لاڙڪاڻي مان لاٽ پبلڪيشن جي نالي سان 2 ڪتاب مرتب ڪيا تنهن بعد عبرت ميگزين، سنڌو رسالو ۽ ٻين ۾ تاريخي ۽ تحقيقي مضمون لکندو رهيو. هو عبرت، ڪاوش، عوامي آواز، ڏهيسر، سنڌ سجاڳ، جاڳو، سڪار ۾ مسلسل لکندو رهيو. انهيءَ ڪان سواءِ سياسي ۽ حالاتِ حاضري تي "اڄڻ مان نه ڪجان ڪاچڙي ڪناريءَ" جي عنوان سان لکندو رهيو.

هن جو پهريون ڪتاب 1990ع ۾ "سماٽ سوڪڙي" جي نالي سان ڇپيو بعد ۾ 1993ع ۾ عظيم سنڌ، 2004ع ۾ سنڌ رهندڙ ذاتيون، قومون ۽ قبيلا وري ساڳيو ڪتاب وڌايل ۽ سڌاريل ڇاپو 2008ع ۾، سنڌ تي حملن جي تاريخ 2011ع ۾ تنهن بعد 2012ع ۾ سنڌ جي تاريخ جي سلسلي ۾ لڪيل 12 ڪتابن مان پهرين جلد جو پهريون ڪتاب "تخليق ڪائنات کان حضرت نوح تائين" جنهن کي سنڌ لنگويج اٿارٽي طرفان ايوارڊ به ڏنو ويو ۽ 2013ع ۾ انهيءَ سلسلي جو ٻيو ڪتاب "سنڌ سلطنت" ڇپجي پڌرو ٿيو. هن وقت 4 ڪتاب ڪمپوز ٿي چڪا آهن، جيڪي انشاءَ الله جلد ڇپجي ويندا.

سنڌس هي ڪتاب ذاتين جي سلسلي ۾ ٿيل تحقيق تي آڌارن ڪتابن جو سلسلو آهي. هي پنهنجي اڪيلي سر جاکوڙ ۽ تحقيق ڪري سنڌ جي وڃايل تاريخ کي جوڙڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي، سنڌس تخليق ۽ تجويز جو سلسلو جاري آتس دعا ڪريون ته هو منزل ماڻي وٺي.